

# لوڪ ڪهاڻيون - ١

(بادشاهن ۽ پرين جون ڳالهيون)



لوڪ ادب سلسلي جو ايڪيهون ڪتاب

# لوڪ ڪهاڻيون - ١

## بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون

زير نگراني

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ڊائريڪٽر

لوڪ ادب اسڪيم

سنڌي ادبي بورڊ



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو / حيدرآباد، سنڌ

پاڪستان

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | اپريل ١٩٦٠ع | ڪاپيون چار هزار |
| ڇاپو ٻيو | فيبروري ١٩٨١ع | ڪاپيون چار هزار |
| ڇاپو ٽيون | جون ١٩٨٧ع | ڪاپيون ٻه هزار |
| ڇاپو چوٿون | اپريل ١٩٩٢ع | ڪاپيون ٻه هزار |
| ڇاپو پنجون | ڊسمبر ٢٠٠٠ع | ڪاپيون پنج سؤ |



قيمت: ٻه سؤ رپيا
(Price Rs: 200 - 00)

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي حيدرآباد، سنڌ

ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ ۾
ڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ غلام رباني آگري ميمبر/اعزازي
ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# مهاڳ

سنڌ جي لوڪ ادب کي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز سنہ ١٩٥٥ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سامهون رکي وئي، جا ١٩٥٦ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي، ۽ ان جي عملي نگراني ۽ تڪميل بنده جي حوالي ڪئي.

ان تجويز مطابق، جنوري ١٩٥٧ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. انهيءَ سلسلي ۾ تعلقيوار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا تہ ڏنل هدايتن موجب ٻهراڙيءَ مان مواد گڏ ڪري موڪلين، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 'سنڌي لغت آفيس' سان گڏ لوڪ ادب جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي وئي ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا، تہ مقامي طور گڏ ڪيل توڙي ٻاهران آيل مواد کي هدايتن موجب ورچي ورهائي، ڇيٽي صاف ڪري ڇپائڻ جي لائق بنائين.

پهريان بہ سال، ١٩٥٧ع ۽ ١٩٥٨ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صرف ٿيا. انهيءَ عرصي ۾ تعلقيوار ڪارڪنن ڳوٺن مان گهربل ڳالهيون هٿ ڪيون، مرڪزي آفيس جي عملي ڇپيل ڪتابي ذخيري مان ضروري مواد اُتاريو؛ ۽ بنده ڪوشش ڪري سنڌ جي هر ڀاڱي جو گشت ڪري سڃاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيون، ۽ عام سنڌي ادب جي هر پهلوءَ کي سمجهڻ ۽ ان جي خاص ذخيري کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ سعيي ۽ همت، بلڪ جذبي ۽ محبت سان قدري ايترو مواد گڏ ٿيو، ۽ ٿي رهيو آهي، جو ان جي آڌار تي عام سنڌي ادب جي هر ڀاڱي بابت نموني طور هڪ ڪتاب مرتب ڪري سگهجي. ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٽئين سال ١٩٥٩ع کان شروع ڪيو ويو آهي.

هت بہ ڳالهيون واضح ڪرڻ ضروري آهن:

پهريون تہ هن تجويز موجب، سنڌي ٻوليءَ جي علم ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ جي عوام ۾ مقبول ۽ مروج آهن، تن کي 'لوڪ ادب' جو ذخيرو تسليم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون پڻ شامل آهن، مثلاً: مداحون، مولود، ٿيہ اکريون، ڪافيون وغيره؛ مگر جيئن تہ اهي هن وقت تائين ٻهراڙي ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهيءَ ڪري انهن کي پڻ 'لوڪ ادب' جي دائري ۾ شمار ڪيو ويو آهي. انهيءَ لحاظ سان، هن

تجويز هيٺ گڏ ڪيل 'لوڪ ادب' کي بعينه، "فوڪ لور" (Folklore) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نہ ٿيندو. اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگي اجا ايتري وسعت يا خاص نوعيت اختيار نہ ڪئي آهي جو اها خواص جي زندگي ۽ تمدن جو، يا 'معياري ادب' جو سرچشمو بنجي. سنڌي زندگيءَ جو مرڪزي دائرو اجا تائين ڳوٺ آهي، ۽ انهيءَ ڪري سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهوئي آهي جو عوام جي زندگي جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻوليءَ جي 'لوڪ ادب' ۽ 'معياري ادب' جي وچ ۾ حد فاصل قائم ڪري نٿي سگهجي.

ٻيو تہ هن تجويز ذريعي 'لوڪ ادب' جو سمورو مواد گڏ نہ ٿي سگهيو آهي؛ ان کي سهيڙڻ لاءِ وڏي وقت ۽ ڪافي ذريعن جي ضرورت آهي. لوڪ ادب جو سچو ذخيرو سربستو گڏ ڪرڻ چڻ اٿاهہ سمنڊ سوجهي مڙني موتين ۽ ماڻڪن کي ميڙڻ جي برابر ٿيندو، جو ناممڪن آهي. البتہ جو ڪجهہ گڏ ٿي سگهيو آهي، سو لوڪ ادب جي هر جنس بابت مثالي مواد آهي. انهيءَ لحاظ سان هن تجويز هيٺ تاليف ڪيل ڪتاب، اميد تہ آئينده ڪوششن لاءِ نمايان نشان ۽ نيڪ فال ثابت ٿيندا.

'لوڪ ادب تجويز' جي تحريڪ جيتوڻيڪ بنده جي طرفان ٿي، مگر ان جي علمي سربراهي توڙي تڪميل ۾ گهڻن ئي مخلصن جون ڪوششون شامل آهن. اول تہ سنڌي ادبي بورڊ جي ميمبرن کي جس جڳائي، جن هن تجويز کي سنہ ١٩٥٦ع ۾ منظور ڪيو. ان بعد گهربل مواد کي گڏ ڪرڻ، صاف ڪرڻ، ترتيب ڏيڻ، ابتدائي مسودا توڙي پريس ڪاپيون تيار ڪرڻ، ۽ آخر ۾ ڪتابن ڇپائڻ ۾ ڪيترائي ساٿي ٻانهن ٻيلي ٿيا آهن. هن تجويز کي ڪامياب بنائڻ ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، مرڪزي آفيس جي باهمت فردن، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن، توڙي انهن مڙني دوستن جو حصو آهي جن بنده لاءِ سگهڙن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهريون ڪرڻ ۾ پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي. بورڊ جي سيڪريٽري محترم محمد ابراهيم جويي، هن تجويز جي هر انتظامي مرحلي تي بنده سان دلي تعاون ڪري آسانيون پيدا ڪيون، مفيد مشورا ڏنا، ۽ پڻ ڪتابن کي سهڻي نموني ۽ بنا دير ڇپائڻ لاءِ فوري قدم کنيا.

'لوڪ ادب تجويز' هيٺ 'لوڪ ڪهاڻين' جا هيٺيان ست ڪتاب مرتب ڪري شايع ڪرائڻا آهن: (١) بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون، (٢) بادشاهن، وزيرن ۽ سوداگرن جون ڳالهيون، (٣) پرين، ديون، جادوگرن ۽ ڏائڻين جون ڳالهيون، (٤) بادشاهن، شاهوڪارن، ڏاهن، نڱن ۽ عام ماڻهن جون ڳالهيون، (٥) ٻاراڻيون آکاڻيون، (٦) جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون، (٧) ۽ ڳالهين سان ڳالهيون.

جيئن تہ هيءُ انهيءَ سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي، انهيءَ ڪري هن جي مقدمه ۾ لوڪ ڪهاڻين جي علمي اهميت ۽ ابتدا، اهم ڪردارن جي نوعيت، تاريخي پس منظر، ۽ اندروني سٽاء وغيره جي مکيہ پهلوئن تي تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي.

مجموعي طور هيءُ ڪتاب 'لوڪ ادب' سلسلي جو **ايڪيهون ڪتاب** آهي. ان جو بنيادي مواد جولاءِ ١٩٥٨ع تائين گڏ ٿيو: سڄي مواد کي ڇڪاسي، مختلف روايتن کي ڀيٽي، ترتيب ڏئي سيپٽمبر ١٩٥٨ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو: ۽ اپريل ١٩٥٩ع ۾ مسودي جي آخرين تصحيح ڪري پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني ويئي.

مرڪزي آفيس جي ٻين ڪارڪنن سان گڏ خاص طرح محترم محمد بچل هن ڪتاب جي مواد کي اتاري يڪجاءِ ڪرڻ، ڀيٽڻ ۽ دوباره صاف ڪري لکڻ ۾ تحسين جوڳو ڪم ڪيو، ۽ محترم شيخ محمد اسماعيل ڪتاب جو مسودو، تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

محترم محمد ابراهيم جويي، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، هن ڪتاب کي خاص اهتمام سان شايع ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. هن صاحب متن تي نظرثاني ڪري، پريس ڪاپي تيار ڪئي، ۽ پڻ خاص دلچسپي وٺي ڪن ڳالهين جي مضمون جو مطالعو ڪري، ان مطابق تصويرون تيار ڪرايون، جن جي شامل ڪرڻ سان هن ڪتاب جي زيب زينت ۾ وڏو واڌارو ٿيو آهي.

محترم علي بخش احمدزئي، مئينجر سنڌي ادبي بورڊ پريس، ۽ سنڌس ساٿين، ڪتاب کي جلد ۽ سهڻي نموني ڇاپڻ ۾ مدد ڪئي.

سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ
١٢-ڊسمبر ١٩٦٠ع

خادم العلم
نبي بخش

لم للانسان ماتمنيٰ 0 فلله الاخره والاوليٰ

# مقدمه

## لوڪ ڪهاڻين جي علمي اهميت:

’لوڪ ڪهاڻيون‘ لوڪ ادب جو نهايت ئي اهم ڀاڱو آهن، ڇاڪاڻ جو نہ رڳو اُهي لوڪ ادب جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نمونو آهن، پر اهي انساني نفسيات، توهّمات ۽ ابتدائي اعتقادات جي آثارن جو آئينو آهن. هر انساني گروه جون ’لوڪ ڪهاڻيون‘ ان گروه جي ننڍپڻ جون وسريل يادگيريون آهن، ۽ مجموعي طور سان مڙني قومن جون ’لوڪ ڪهاڻيون‘ جڻ انسان ذات جي ننڍپڻ واري دور جا داستان ۽ دستاويز آهن. ’علم الانسان‘ جي ماهرن وٽ ’لوڪ ادب‘ جي هن قديم ذخيري يعني تہ ’لوڪ ڪهاڻين‘ جي وڏي اهميت آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن جي گهري مطالعي مان قدري انسان جي نفسياتي ۽ ذهني ارتقاء جي تاريخ تي روشني پوي ٿي.

’لوڪ ڪهاڻين‘ ۾ انسان ذات جي ٻالاپڻ جا اهڃاڻ موجود آهن. عقل جي بلوغت ۽ جوانيءَ کان اڳ واري دور ۾، وهم ۽ وسوسا، سوڻ ۽ سنسا، منڊ ۽ منتر، سڱا ۽ ڏاڍا، ديوَ ۽ پريون، جنّ ۽ ڏائڻيون انسان جي ڪائنات جا اهم اسباب هئا ۽ انهن کي سندن عملي زندگيءَ ۾ وڏو دخل هو. جهڙيءَ طرح جهونن دڙن ۽ پڙن ۾ آڳاٽين تهذيبن ۽ تمدنن جا آثار مدفون آهن، اهڙيءَ طرح لوڪ ڪهاڻين ۾ آڳاٽن نفسياتي رجحانن ۽ ذهني لاڙن جا آثار محفوظ آهن. ’لوڪ ڪهاڻيون‘ جڻ لفظن ۽ بيانن جي صورت ۾ جهونا ڪنڊر آهن، جن کي وَلڻ ۽ ويچارڻ سان انسان جي آڳاٽن وهمن ۽ ويچارن، خوشين ۽ خوفن، مرادن ۽ مقصدن، حڪمتن ۽ حيلن، ڪاميابين ۽ ناڪاميابين ۽ جي نوعن ۽ نمونن جواندازو لڳائي سگهجي ٿو.

مجموعي طور سان، انسان ذات جي قديم نفسياتي تاثرات ۽ توهّمات جي اهڃاڻن کان سواءِ، هر انساني گروه جي ’لوڪ ڪهاڻين‘ ۾ ان گروه جي مخصوص ڀرمن ۽ وسوسن، رسمن ۽ ريتن، نفسياتي لاڙن ۽ سماجي رجحانن جا آڳاٽي ۾ آڳاٽا آثار ملن ٿا. اهي ڪُهنيون ڪهاڻيون جڻ آڳاٽا ڪنڊر ۽ پڙا، دَنبَ ۽ دڙا آهن، جن جي پهڻ ۽ پچارڻ سان ان گروه جي ذهني نشونما جا نشان نظر اچن ٿا.

## لوڪ ڪهاڻيءَ جي ابتدا:

’لوڪ ڪهاڻيون‘ ڪڏهن ٺهيون ۽ ڪنهن ٺاهيون، اهو ڪنهن کي معلوم ڪونهي. البت ايترو چئي سگهجي ٿو ته اهي انساني تاريخ واري ساري گذريل دور ۾ ئي سرجيون ۽ سامايون آهن ۽ عوام انهن جي سٽاءَ ۽ سچي ڪرڻ ۾ حصو ورتو آهي.

جڏهن مينهن پوي ٿو ته ڪنهن ٽڪر جي چوٽيءَ تي هڪ ننڍڙو گهارو ٿئي ٿو، جنهن مان پاڻي هيٺ وهڻ شروع ٿئي ٿو: پوءِ جيئن هيٺ تيئن اهو گهارو وڏو ۽ ويڪرو ٿيندو وڃي ٿو، ۽ ٻوٽن کي اکوڙيندو، پٿرن کي لوڙهيندو، هيٺ ميدان ۾ هڪ ننڍڙي نئن بنجي وهي ٿو. سال بسال اها ننڍڙي نئن پيئي وڏي ٿئي: ۽ وڻ اکوڙي، پٿر ريڙهي، ڪپر ڪيرائي، واريءَ کي وهائي پئي پنهنجي ويڪر وڌائي ۽ عمق کي اونهو ڪري.

ساڳيو حال ’لوڪ ڪهاڻي‘ جو آهي. اتفاق سان ڪنهن وهم ۽ وسوسي، سماجي سلسلي، ذاتي ڪارنامي يا ڪنهن خاص واقعي سببان ڳالهه جو ٻج پيو، تڏو لڳو ۽ سلو انگوريو. پوءِ ڪنهن هڪڙي ان جي چوڌاري صفائي ڪري ان سلي کي نروار ڪيو: ڪنهن پاڻ جي ٻڪي ڏني، ته ڪنهن ان کي پاڻي ڏنو: اهڙيءَ طرح مختلف ماڻهن جي مدد سان اهو سلو ويو ڏينهون ڏينهن وڌندو وڻ ٿيندو. انهيءَ عرصي ۾ ڪنهن ان جو ڪو ڏار ڪپيو ته وري ٻيا نوان گونچ ڦٽا ۽ نوان ڏار نڪتا. اجان به ٻيا مثال ڏجن ته چئجي ته ’لوڪ ڪهاڻي‘ هڪ فقير جي گودڙي آهي، جنهن ۾ پنج ڪٽي پئي پوي ۽ هر قسم جو اناج توڙي مانيءَ جا ڀور پڻ پيا گڏ ٿين: يا لنگر جي ديگ آهي جا چڙهي پيئي آهي، جنهن ۾ جنهن ڪان جيڪي پڄي سو اڇي وجهي: جوئر، ٻاجهري، مگ مٽر، ڪٽڪ تر، چانور چيڙ، دال بصر ۽ ڪاڏي جي ٻي هر ڪچي جنس، جنهن جيتري ان ۾ وڌي اوتري پئي پچي: ڪنهن پاڻي وڌو، ڪنهن ڪاٺيون سيريون، ڪنهن ڳن ڏنو ته ڪن ونڊيو ۽ ورهايو. اهڙيءَ طرح قندوري قائم آهي، پر اهو ڪنهن کي معلوم نه آهي ته ديگ ڪنهن چاڙهي، ڪڏهن چڙهي، ۽ ان ۾ هر جنس ڪيتري پئي ۽ ڪنهن ملائي.

لوڪ ڪهاڻين ۾ ڪي ڪردار البت اهڙا آهن، جن جي تخيل جي ابتداء کي دورن وار تقسيم ڪري سگهجي ٿو. ديو، پريون، جنّ وغيره ڪردار انساني تاريخ جي نسبتاً اوائلي دور جو يادگار آهن. اهو انسان جي محدود علم ۽ تجربي وارو دور هو، جڏهن اجان هو فطرت جي طبعي واقعن ۽ فطري مشاهدن جي ماهيت کان بيخبر هو. سج، چنڊ، باهه، ۽ پاڻي سندس واسطي ديوتا هئا. گوڙ، مينهن ۽ طوفان کي ديون جي اچڻ سان تعبير ٿي ڪيائين، ۽ سهڻي سهائي رات کي پرين جي آمد جي تياري تصوّر ٿي ڪيائين.

انسان پنهنجي ننڍڙائپ ۾ پهريائين خارجي طاقتن کي محسوس ڪيو ۽ انهن

کان متاثر ٿيو: بعد ۾ هن کي پنهنجي هستي ۽ طاقت جو شعور پيدا ٿيو ۽ هن خارجي طاقتن جي مقابلي لاءِ تجويزون سٽيون. انسان تي اول طبعي طاقتن جي هيبت طاري ٿي؛ گوڙ، طوفان، مينهن، جانور، نانگ بلائون وغيره، سندس واسطي جڻ آفتون هيون. آهستي آهستي هٿيارن ۽ هنرمندي ذريعي ماڻهن جانورن، نانگن ۽ بلائن کي ماريو: اهڙن زياده همت وارن شخصن ۾ ٻين جو ويساهه پيدا ٿيو ۽ منجهن پڻ خود اعتمادي آئي. پنهنجي خوداعتمادي ۽ ٻين جي ويساهه جو شعور، انسان جي ذهني حرفت ۽ هنرمندي لاءِ هڪ اهم پيش خيمو هو. انهيءَ شعور، زياده عاقل ۽ هنرمند شخصن کي آماده ڪيو ته جسماني طاقت جي علاوه ٽوٽا ٽيٽا، منڊ ۽ منتر جوڙين ۽ ڪرشما ڪن ته جيئن منجهن عوام جو ويساهه وڌي. هو پوءِ جسماني طاقت سان جانورن کي مارڻ جي پيٽ ۾ پنهنجن منڊن ۽ منترن سان طبعي قوتن ۽ جاندارن توڙي وهمي ڀوتن کي ٽارڻ جو دم ڀرڻ لڳا. عوام پنهنجي جان ۽ مال جي حفاظت خاطر جهڙيءَ طرح جسماني طاقتور شخص کي تسليم ڪيو، اهڙيءَ طرح اُنهن عاقل حرفتين کي پڻ مڃيو، سندن انهيءَ مڃوتي ڪين ويتر وڌيڪ ڪرشمن ڪرڻ تي آماده ڪيو ۽ هنن عجب قسم جي هٿ نائن ۽ ٽڪسائن سان عام ماڻهن جو عقل حيران ڪري، پاڻ ۾ سندن ويساهه وڌائڻ شروع ڪيو. جڏهن اهي هٿ نات ۽ ٽڪسات هڪ فن جي درجي کي وڃي پهتا ته انهيءَ فن کي 'جادو' سڏيو ويو. جيئن جيئن انسان پنهنجي ننڍڙائپ مان نڪري بالغ ٿيڻ لڳو ته جادو جي ڪرشمن کي پڻ عام فهم کان اُتم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ڳالهه اتي وڃي پهتي ته ساڳئي دور ۾ ڪيئن ماڻهوءَ جو عقل چرخ ڪجي: ڪيئن انسان کي متاثر ڪجي بلڪ زيرِ اثر ڪجي. اهڙيءَ طرح انسان جو خارجي طاقتن جي مدافعت سان گڏ جادوءَ جي طلسم ۽ منڊن منترن جي رعب سان خود انسان کي مطيع ڪرڻ طرف رخ ٿيو.

بهرحال، جادوگرن، جادوگرياڻين ۽ ڏائڻين وغيره جو تخيل نسبتاً پوءِ واري انهيءَ ٻئي دور جو آهي، جڏهن انساني دماغ ترقي ڪئي ته هنرمند انسانن پنهنجون تجويزون سٽيون ۽ انوکيون اٽڪلون رٿيون. اهي تجويزون ۽ اٽڪلون عام سمجهه کان اوچيون هيون، ۽ انهيءَ ڪري اهو ويساهه پيدا ٿيو ته انهن انوکين اٽڪلن ۽ تجويزن ذريعي انسان ديون، پرين، جنن جو مقابلو ڪري سگهن ٿا، بلڪ انهن کي مطيع ڪري سگهن ٿا. اهي نيون اٽڪلون ۽ تجويزون، جن ۾ منڊ ۽ منتر، چنڊا ۽ ٽيٽا، ڌوپ ۽ واس ۽ ٻيا انوکا سوڻ ۽ سات توڙي ڪرتب ۽ هٿ نات شامل هئا، تن کي 'جادوءَ' جي نالي

سان سڏيو ويو، ۽ اهو جادو انسان لاءِ مدافعت توڙي مقابلي جو هڪ اهم اوزار بنيو.

باد شاهه ۽ وزير، شهزادا ۽ راڻيون نسبتاً انساني تاريخ جي هِن بالڪل پوئين دور جا ڪردار آهن، جڏهن انسانن جا گروهه آباديون ڪري، بستيون بنائي سڪونت پذير ٿيا، سندن سماجي نظام ڳوٺن ۽ تڪن جي دائري کان وڌيڪ وسيع ٿيو ۽ خانداني ابن ڏاڏن يا مخصوص مقامي سردارن جي اختيار کان ٻاهر نڪري ويو، انهيءَ کري وڌيڪ منتظم ۽ طاقتور سردار 'راجا' يا 'باد شاهه' تسليم ٿيو، ۽ ان جي وجود سان وزير، راڻيون ۽ شهزادا وجود ۾ آيا. اهو اندازاً گذريل پنجن هزارن ورهين وارو دور آهي، جنهن جي ابتدا جي ڇڻتي خبر نه آهي: البت مصر جي فرعونن ۾ "باد شاهي تجمل' پنهنجي پوري ٺاٺ سان نظر اچي ٿو. موجوده رجحانن ۽ آثارن جي بناء تي ڇٽي سگهجي ٿو ته هيءَ صدي انهيءَ دور جي خاتمي جي صدي آهي، ۽ جيڪڏهن تاريخ وري پنهنجو پاڻ نه ورايو ته اڄ کان پنج سؤ سال پوءِ باد شاهن ۽ راڻين جو تخيّل به اهڙو ئي انوکو پيو لڳندو، جهڙو هن وقت ديون ۽ پرين جو آهي.

## لوڪ ڪهاڻين جا ڪُهنا ڪردار:

لوڪ ڪهاڻين ۾ ديون ۽ پرين، جنن ۽ جادوگرن، ڏائڻين۽ ڏوتين وارا تخيّل انسان جي وهمن ۽ وسوسن جا آڳاٽا عنصر آهن ۽ انهيءَ لحاظ سان اُهي ڪهاڻين جا قديم يا ڪهنا ڪردار آهن. البت ڪهاڻين ۾ انهن جوجيڪو ڪردار سٽيل يا سمايل آهي ان جا ٻه رخ آهن: اول ته اهي ڇا آهن ۽ ڇا ڪري سگهن ٿا، يعني ته انهن جي ذاتي ڪيفيت توڙي هيئت بابت اهي تخيّل پيش ڪيل آهن جي انهن متعلق انسان جي نسبتاً آڳاٽن وهمن ۽ وسوسن جي يادگيرين جا اهڃاڻ آهن. ٻيو ته هو ڇا ڇون ٿا ۽ انسان سان ڪهڙو برتاء ڪن ٿا يعني ته سندن سماجي شخصيت ڪهڙي آهي: ان بابت جو مواد لوڪ ڪهاڻين ۾ آهي، سو گهڻو ڪري انهيءَ مقامي سماج جو عڪس آهي، جنهن ۾ اهي 'لوڪ ڪهاڻيون' رائج آهن.

هر گروهه جي 'لوڪ ڪهاڻين' ۾ انسان جي قديم وهمن ۽ وسوسن مٿان ان گروهه جي سماجي ويچارن ۽ قدرن، ريتن ۽ رسمن جورنگ چڙهيل آهي. ديون، پرين، جنن، جادوگرن ۽ ڏائڻين جون ڪي خاص خصوصيات (صورتون بدلائڻ، اڏامڻ، غائب ٿيڻ وغيره) انسان جي وهمن ۽ وسوسن جون آڳاٽيون يادگيريون آهن، پر انهن ڪردارن جون ڳالهيون ٻولهيون، ٺورا ۽ مهربانيون، ضد ۽ عداوتون، سوال ۽ جواب لهڻ ۽ لکڻ اڪثر اهي ئي آهن، جيڪي انساني سماج ۾ ڪن شخصيتن بابت ٻڌل سڌل يا معلوم ۽

مشهور آهن.

انهيءَ لحاظ سان، ڪهاڻين جي هن مجموعي ۾ ديون، پرين، جنن، ڏائڻين ۽ جادوگرن جي جيڪا تصوير ملي ٿي، ان جا ٻه پهلو آهن: هڪڙو انهن ڪردارن بابت قديم وهمن ۽ وسوسن وارو تخيل آهي- مثلاً: ديو ماڻهوءَ کي اڪيلو ڏسي ڪٽي ويندا آهن (۴۳۰)، ديو انسان کي ماري کائي ڇڏيندا آهن. (۳۳)، ديو اُڏامندا آهن. (۳۵)، ديو پنهنجي صورت بدلائي ٻي ڪابه صورت انسان، نانگ، طوطو وغيره جي وٺي سگهندا آهن (۳۳، ۷۸، ۱۰۳، ۱۱۹)، ديون جو ساهه ڪن خاص جاندارن يا وَٿُن ۾ هوندو آهي، جيئن ته چتونءَ ۾ (۷۹)، پراڻي مَٽ ۾ پيل ميڻ ۾ (۲۹۰)، پڙنر ۾ يا دهل ۾ (۴۲۵) ۽ ديو ڇهه يا ٻارهن مهينا سمهن ته ڇهه يا ٻارهن مهينا جاڳن (۳۴، ۸۰). اهي ديون بابت قديم وهمن ۽ وسوسن واريون يادگيريون آهن جي انهن ڪهنين ڪهاڻين ۾ آثار قديمه مثل محفوظ رهجي ويون آهن.

ٻيو ته انهن ڪردارن جي عملي تصوير تي انساني سماج جو رنگ چڙهيل آهي. مثلاً سنڌ ۾ عوام جي نظريي موجب ديو ۽ جنّ حضرت سليمان جي هٿ ۾ هئا ۽ ان جا تابع هئا. انهيءَ آڳاٽي نظريي جوعڪس سنڌ جي لوڪ ڪهاڻين ۾ نظر اچي ٿو جو ظاهر آهي ته سنڌي سماج جو اثر آهي. مثلاً "گل بادشاهه شوق شهزادي" جي ڳالهه ۾ جاٿايل آهي ته ديون ڳالهايو ۽ حضرت سليمان جو قسم کنيو (۳۴). ديون جي هلت چلت بابت جيڪي اهڃاڻ ڏنل آهن، اهي سماجي قدرن مطابق انساني ڪردار جا برا يا ڀلا پهلو آهن. جيئن ته ديو ماڻهن سان ڳالهائيندا ٻولهائيندا آهن (۳۴، ۱۱۴، ۴۱۴)، ديو نهايت سگها ۽ طاقت وارا آهن (۹، ۱)، ديون جو لشڪر شهرن جا شهر تباهه ڪري سگهي ٿو (۲۱۷)، طاقت وارو ماڻهو ديو سان مقابلو ڪري ان کي شڪست ڏيئي سگهي ٿو، ۽ جو ماڻهو ديو تي غالب پيو ۽ ان سان مهرباني ڪيائين ته ديو به هميشه لاءِ سندس دوست ۽ مددگار بنجي سگهي ٿو (۱۱۰)، ديو به ماڻهوءَ کان مدد گهري ٿو (۱۹۳)، ۽ جيڪڏهن ڪو شخص بيوسيءَ واري حالت ۾ 'چاچا، چاچا' يا 'ماما، ماما' چئي وجي ديو آڏو پيش پوي ٿو ته مٿس مهربان ٿئي ٿو ۽ مدد ڪري ٿو (۳۶۱، ۳۶۲)، بلڪ ديو دوستيءَ جو قدر سڃاڻي ٿو ۽ انسان جي ٻچڙي کي ٻڌائي ٿو ته، "ياريءَ جا پنڌ اجا پري آهن" (۴۱۴). ديون بابت انهيءَ قسم جا خيالات انساني سماج جي پيداوار آهن ۽ انساني ڪردار جي قدرن موجب ديون جي ڪردار کي پڻ تصّور ڪيو ويو آهي.

پَريُون: ديون جي ڀيٽ ۾ پرين جي ڪائنات پنهنجي آهي. پريون خود خيال، بي پرواهه ۽ چلوليون آهن. ديون کان زياده هوشيار ۽ حرفتي آهن. سندن گڏيل طاقت ديون کان گهٽي آهي، ۽ جڻ ديو سندن مطيع آهن. انهيءَ ڪري ديون جا لشڪر پرين جي حڪم هيٺ آهن (٢١، ٢٢، ٦٣). پر اڪيلي سر، پَري اڪثر ديو جي طاقت آڏو عاجز آهي. (٣٧): طاقتور ديو، اڪيلين پرين کي پاڻ وٽ آٽي بند ڪن ٿا، ۽ ڪا پري ديو جي زال پڻ بنجي ٿي (٣٩٤).

انسان لاءِ پرين جي دنيا عجائبات جي دنيا آهي، بلڪ ڪرشمن ۽ طلسمات جي دنيا آهي. پريون اڪثر ٽولا ڪري اُڏامن ٿيون، ٽولن جي صورت ۾ تلائن تي اچي وهنجن ٿيون، ۽ باغن ۾ اچي سير ڪن ٿيون يا ڪن بستين ۾ رهن ٿيون. مثلاً پرين جي هڪ بستي 'ننڊ ولايت' آهي، جتي سيڪو ننڊ ۾ آهي؛ پريون محلات ۾ گهَري ننڊ ۾ آهن ته چوڪيدار ديو دروازن تي اگهور ننڊ ۾ ستل آهن.'پرين جو محلات سون، چاندي، هيرن ۽ جواهرن سان جڙيل آهي (١٤، ١٥). پريون ڪئين ڪرشما ڪري سگهن ٿيون. پرين ۾ ڪنهن ٻي صورت اختيار ڪرڻ ۽ وري اصلوڪي صورت ۾ اچڻ جي شڪتي آهي. تلوار سان پريءَ جو سر ڌار ٿئي ٿو ته اها 'روپو ٽڙ' بنجي بيهي ٿي؛ ٻي وري سر لهڻ سان اُن ٽڙ جا سونا ڌار ٿي پوي ٿي، ٽِي اُن جا جواهري پن ٿي بيهي ٿي، ته چوٿين وري اُن جي لعلون بنجي لٽڪي ٿي(١٦). هرهڪ پريءَ جو ڪرشمو الڳ الڳ آهي: "گلان پريءَ" جو وِڳو گلن ڦلن جو آهي(١٩٢)؛ 'موتي جان' پريءَ جا رت جا ڦڙا ڦري موتي ٿين ٿا(٣٩٢)، "گلزار پري" جي ڏنل ڏاڙهن اندر داڻن بدران هيرا آهن(٤٠٧).

اڪيلو انسان جيڪڏهن پرين جي ٽولي کي هٿ چڙهي وڃي ٿو ته اُن کي هڪ رانديڪو بنائي ساڻس کيڏن ٿيون؛ ڏينهن جو سندس ٽنگون ٻانهون جدا ڪري ڇڏين ٿيون ۽ رات جو وري ڪيس ساڳيون ٽنگون ٻانهون ڏئي، ڪانئس ساز وڄرائي پاڻ ناچ ڪن ٿيون(٣٨). انسان کي پرين جي منڊ ۽ ڪرشمن کان بچڻ لاءِ خاص طرح ڪنهن ٻي پريءَ جي ڏنل تعويذ يا منتر جي ضرورت آهي؛ هو ڪنهن حيلي ۽ حرفت سان ئي انهن پرين جي پڇاڙ کان بچي سگهي ٿو، ۽ ڪانئن وڇن وٺي پاڻ کي محفوظ ڪري سگهي ٿو(٣٩٤). البت جيڪڏهن ڪا اڪيلي پري ڪنهن ديو جي قيد ۾ قابو آهي يا ٻي ڪنهن مصيبت ۾ ڦاٿل آهي ۽ ڪو انسان اچي اُن کي ڇڏائي ٿو ته اُها سندس مشڪور ۽ مطيع بنجي ٿي، بلڪ ساڻس شادي ڪري ٿي ۽ عمر ڀر ساڻس وفادار رهي ٿي

(٢٨، ٣٩١، ٣٩٣).

جنّ: جنن ۾ ديون وارو دٻدٻو ۽ دهشت يا پرين واري پُراسرار طاقت کانه آهي. گهڻا جنّ گڏجي پنهنجو لشڪر ٺاهي سگهن ٿا. اڪيلي سر به جنّ ڪرشما ڪري سگهن ٿا. جنّ جو ٻار، ڄمڻ سان ئي ڄامر آهي، ۽ هو وڏن وانگر هلي چلي سگهي ٿو (١٩٤). جنن ۾ خاص خصوصيت مخفي بنجڻ جي آهي. مثلاً هڪ جنّ دلي يا ڏيئي ۾ پاڻ لڪائي ويهي ٿو ۽ اُتان ويهي ڳالهائي ٿو، ائين جو ڄڻ دلو يا ڏيو پاڻ پيو ڳالهائي (١٩٦). جنن جا پنهنجا مرشد آهن، جن جي هو عزت ڪن ٿا ۽ سندن حڪم مڃين ٿا (٣٥٥). ڪي جنّ انسانن وانگر لچ ۽ حرڪتي آهن ۽ موچڙن سان ئي سڌا ٿين ٿا. اهو هڪ عام تسليم ٿيل خيال آهي ته "موچڙن کان جنّ به ڀڄي وڃن" (٧).

غير بشر مخلوقات مان ديو، پريون ۽ جنّ لوڪ ڪهاڻين جا ڪهنا ڪردار آهن؛ اُهي انسان جي وَهمن ۽ وسوسن جا پڻ آڳاٽا يادگار آهن. انهن سان گڏ جادوگر ۽ جادوگرياڻيون، ڏائڻيون ۽ ڏوتيون پڻ ڪهاڻين جا مکيه ڪردار آهن، مگر اهي مڙيئي ڪردار نسلِ انساني سان تعلق رکن ٿا، ۽ تاريخي لحاظ سان انهن جو وجود پوءِ جو آهي.

عام ويساهه موجب جادوگر ۽ جادوگرياڻيون ڇاڇا ٿي ڪري سگهيا، انهيءَ جا آثار لوڪ ڪهاڻين ۾ ملن ٿا. هڪ صورت مان ٻي صورت بدلائڻ، خود غائب ٿي وڃڻ، ڪنهن ٻي شيءِ کي غائب ڪرڻ، انسان کي جانور بنائي قبضي ۾ ڪرڻ يا انسان کي ڪا غيرجاندار شيءِ بنائي ڇڏڻ، يا هيبتناڪ مصنوعي منظر پيدا ڪرڻ، جادوءَ جي طلسم جا مکيه ڪرشما آهن، جن جو ذڪر لوڪ ڪهاڻين ۾ ملي ٿو. سونن سڱن سان هرڻ جو ڏيکاءُ ڏيڻ ۽ غائب ٿيڻ (٢٦٦)، جادوگر جو ٻريٽ ۾ سڄي ڄڃ غائب ڪري ڇڏڻ (١٠)، جادوءَ جي زور تي سنئي هٽي يا سڄو ٻڌي گهيٽو بنائڻ (٢٦٥-٣٥٣)، انهيءَ قسم جي ڪرشمن جا ڪي مثال آهن. جادوءَ جي اثر کان بچڻ لاءِ پڻ جادوءَ جي طاقت ضروري آهي. هن مجموعي ۾ ٻن ڪهاڻين "شهزادو ۽ فقير" (٢٦٨-٢٧٤) ۽ "فقير ۽ شهزادي" (٢٧٥-٢٧٩) جو بنيادي سٽاءُ ئي جادوءَ جي ڪرشمن تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ جادوءَ جي حملي ۽ ان کان بچاءُ جا ڪرتب بيان ڪيل آهن. ڪي وَٿون جادوءَ جي عمل پيدا ڪرڻ لاءِ يا اُن عمل کي زائل ڪرڻ لاءِ خاص ذريعا بنجن ٿيون. ٽوپي پائڻ سان ٻيا ماڻهو ڏسي نٿا سگهن (٤٢٦)؛ رومال ڇنڊڻ سان هيرا جواهر ٿا

ڪرن(٤٢٦)؛ هڪ ميوي کائڻ سان ماڻهو جانور ٿو بنجي پوي، ۽ وري ٻئي ميوي کائڻ سان اصلوڪي انساني صورت ٿو وٺي(٤٢٧)؛ ٽن خاص گلن سان جادوءَ جو اثر زائل ٿو ٿئي ۽ جادوگر مطيع ٿو بنجي(١١)؛ مُنديءَ جي زور سان پرين جو جادو بـ اثر نٿو ڪري(٣٩٦)؛ پريءَ جي ڏنل ويندي سان قبي جو دروازو کلي ٿو پوي(٣٩٨). ازانسواءِ سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۾ سيلهي ڏنبو مقابلي لاءِ ۽ اُڏند ڪٽولي چڙهي اُڏامڻ لاءِ مڪيہ وٿن طور آيل آهن. "شهزادي ساعت ملوڪ" جي ڪهاڻي(٣٨٤-٤٠١) ۾ مندي ۽ ويندو، اُڏند ڪٽولي ۽ سيلهي ڏنبو مکيہ وٿون آهن. ڪن جزوي ڪهاڻين ۾ انسان جو ڦري "پندِ پهڻ" ٿيڻ (يعني خود پٿر بنجڻ) پڻ هڪ جادوءَ جو ڪرشمو ڪري بيان ڪيو ويو آهي، پر اڪثر ڳالهين ۾ اهو عمل عموماً انسان جي پنهنجي ڪئي جي ڦل سان وابستہ ٿيل آهي؛ يعني ڪنهن درويش جي پٺ سببان يا ڪنهن راز ظاهر ڪرڻ سببان ماڻهو پندپهڻ ٿي پوي ٿو ۽ انساني رت جي ڦڙن لڳڻ سان وري ساڳيو انساني روپ وٺي ٿو.

ڏائڻيون: انسانن جي ڳروهہ ۾ شامل آهن. اهي آدمخور عورتون آهن، جي خاص طرح ماڻهن جا هيانوَ کائين ٿيون. هو منڊ ۽ طلسم پڻ ڄاڻن. عام وهم موجب، ڏائڻيون رات جو ستي لوڪ ٻين پاتين جي ننڊ مُندي پنهنجا گهر ڇڏين؛ چراخ جانور سندن سڳي ۾ آهي، جنهن تي سواري ڪن، ۽ قبرستانن ۾ وڃي مردن جا هيانوَ کائين. لوڪ ڪهاڻين ۾ سندن ڪردار جي اها ڪڏائي بيان ٿيل آهي: ڏائڻ مُردن جا هيانوَ تي کائي(٧١) ۽ ڏائڻ شهزادي جي لاش کائڻ لاءِ اچي ٿي (٢١٦). ست ڏائڻيون ڪنهن ٻر ۾ محلات بنائي، شهزاديون بنجي ويهن ٿيون ۽ وٽن ايندڙ انسانن کي ماري کائين ٿيون. وٽن سامونڊي گهوڙا آهن، ۽ سندن ڪرشمي ۽ عمل جو دائرو مقرر ٿيل آهي؛ ان دائري اندر هو انسان تي قابض آهن، پر جيڪو دنگ ٽپي وڃي ٿو سو سلامت بچي ٿو(٤١٢-٤١٤).

ڏوتيون: 'ڏوتي' بالڪل انسان آهي، ۽ وٽس ڪنهن جادو يا ڪرشمي جو هجڻ لازمي نہ آهي، حالانڪ ڪي ڏوتيون جادو پڻ ڪري سگهن ٿيون. ڏوتي عموماً هڪ ٻوڙهي ۽ مڪار عورت آهي، جا دوهہ ۽ دولاب ۾ ماهر آهي. منجهس رحم جي رتي نہ آهي؛ لالچ ڏيڻ سان هوءَ ڪڏي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي ٿي. اٽڪل ۽ حرفت ۾ هوشيار آهي، ۽ جتي ڪو ٻيو نہ پهچي سگهي اتي پهچي ٿي. نوجوان عورتن کي ريهي ريبي برغلائڻ سندس ڏائي هٿ جو کيل آهي. هوءَ هر حيلي سان راز معلوم ڪري ٿي،

۽ پنهنجي دغا ۽ دولاب سان مردن جي ڪاميابين تي پاڻي ڦيرائي ٿي ۽ سهاڳڻين جا سهاڳ رولي ٿي.

لوڪ ڪهاڻين ۾ سمايل ڪردار مطابق، ڏوتي هڪ پوڙهي عورت آهي(١١٥). ڏوتي اها عورت آهي، جا پنهنجي ناڪاميابي سببان، ٻين ٻن ساٿين ڪي ڏسي سڙي، ۽ سندن محبت کي ٽوڙڻ جا منصوبا سٽي(٣٦٠). ڏوتي حرفت ۽ دغا کان ڪم وٺي ٿي، حالانڪ ڏوتي جادو به ڄاڻي سگهي ٿي (٢٥٥) ۽ جادوگرڻ عورت پڻ ڏوتپڻو ڪري سگهي ٿي (٣٥٣). ڏوتي مڪر ۽ فريب سان زالن (راڻين ۽ شهزادين) کي برغلائي ڳجها راز هٿ ڪري ٿي (٨١، ٢٥٣، ٣٦٦، ٣٨٠). ڏوتي دولاب ۽ ڏوڪي سان ڪنهن به ڪڏي ڪم ڪرڻ کان ڪين گسي ٿي: مثلاً شهزاديءَ کي ڪٽي وجي ٿي (٨٢)، 'لال ملوڪ' جي ساهه واري تلوار درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏي ٿي(٩٥)، ۽ ڏوڪو ڏيئي شهزادين ۽ راڻين کي وٺي وجي ٿي ۽ ساڻن دولاب ڪري ٿي(٩٥، ١١٨، ٣٨١).

مٿيان ڇهه ڪردار سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي سٽاءَ جا مکيه جزا ۽ اڳاٽا عنصر آهن. انهن مان ديو، پريون ۽ جنّ ٽيئي غير انساني هيئتون آهن، ۽ جادوگر ۽ جادوگرياڻيون، ڏائڻيون ۽ ڏوتيون انساني گروهه مان آهن. منجهائن ٻين سيني ۾ بديءَ سان گڏ ڀلائي جي وصف پڻ موجود آهي، مگر ڏائڻيون ۽ ڏوتيون محض بديءَ جا ڪردار آهن، جن ۾ ڀلائي بنهه آهي ئي ڪانه. جيئن مٿي چئي آيا آهيون، اهي مڙيئي ڪردار انسان جي اڳاٽي زندگيءَ جي وهمن ۽ وسوسن جا يادگار آهن. هن وقت ديون ۽ پرين کي انسان جي عملي زندگيءَ ۾ ڪوبه دخل ڪونهي: البت جنن جو وسوسو اڃا تائين سنڌ ريل سوسائٽين ۾ پڻ رائج آهي. هن دور ۾ جادوءَ کي انسانيُ ڪرتب ۽ هٿناٽ جوهڪ علمي فنُ تسليم ڪيو وڃي ٿو، ۽ سواءِ ڪن اڻ ڄهه انساني گروهن جي، اهو ڪٿي به ڏوڪي ۽ طلسم طور استعمال نٿو ڪيو وڃي. ڏائڻين کي پڻ عام انساني زندگي ۾ دخل نه رهيو آهي، جيتوڻيڪ دنيا جي ڪن ٿورن پوئتي پيل ۽ غير ترقي يافته انساني گروهن ۾ جيئرن توڙي مئل انسانن جي گوشت کائڻ جي قديم رسم باقي آهي ۽ اهڙن گروهن ۾ مرد توڙي عورتون آدمخور آهن. لوڪ ڪهاڻين ۾ 'ڏائڻ' جو تخيل هڪ حقيقي آدمخور عورت جو نه آهي، بلڪ اهو زيادهه تر وهمي ۽ خيالي آهي: ڇاڪاڻ ته 'ڏائڻ' ڪنهن انساني گروهه جي عام رسم موجب ٻين وانگر مردا نٿي کائي، مگر هو جادو ۽ ڪرشما ڄاڻي ٿي ۽ ٻين کان لڪي جدا ٿي مردن جا هيانو

ڪائي ٿي؛ پڻ اڪيلن انسانن خصوصاً مَردن کي بند ڪري، ماري انهن جا هيانوَ ڪائي ٿي. ڏوتي، مٿين سيني ڪردارن جي پيٺ ۾، انساني گروهه جو ئي فرد آهي. هو اڪثر هڪ تجربيڪار پوڙهي عورت آهي، جا لالچ يا حسد وچان ڊوهه ۽ دولاب ڪري ٿي. هو نفسياتي طور نڪار آهي؛ رحم جي منجهس رتي نه آهي ۽ ٻين جي خوشين کي خاڪ ڪرڻ سندس پيشو آهي. نفسياتي طور اهڙا نڪار انسان اڄ به انساني سماج ۾ موجود آهن، پر بلڪل ٿورا آهن؛ انهيءَ نقطه نظر کان 'ڏوتين' جو ڪردار پڻ ٻين ڪردارن وانگر انوکو ۽ انساني سماج جي آڳاٽي دور جي يادگار آهي. مجموعي طور سان لوڪ ڪهاڻين وارا اهي مَرئيي ڪردار انسان جي آڳاٽي زندگيءَ جي وسوسن ۽ وهمن جا قديم آثار آهن.

**جانور:** لوڪ ڪهاڻين جي مکيه ڪردارن ۾ جانور پڻ شامل آهن. جانورن جا ڪردار انهيءَ آڳاٽي دور جو يادگار آهن، جڏهن انسان ٻيءَ مخلوق وانگر صحيح معنيٰ ۾ اجا ذرتي ماتا جو نيپاج هو، ۽ ان ماءُ جي ٻين ٻارڙن - يعني ته جيتن، جانورن ۽ پکين سان گڏ پنهنجو قوت گذر پئي ڪيائين، بلڪ اُنهن سان ڳالهيون ٻولهيون پئي ڪيائين. عام ويساهه موجب، ويندي حضرت سليمان جي وقت تائين جيت جناور ۽ پکي پکڻ ڳالهائيندا هئا. مشهور آهي ته هڪ ماڪوڙي پنهنجي ساٿين سهيلين کي چيو ته سليمان ۽ سندس لشڪر پيو اچي؛ سندن اکيون مٿي آهن؛ واٽ ڇڏي پڇي پري ٿيو، متان لتاڙي نه مارين. خود لوڪ ڪهاڻين جي اسرڻ واري وقت بابت چوندا آهن ته ان زماني ۾ "هرڪا شيءِ ڳالهائيندي هئي" (٦١)؛ پکن پاڻ ۾ پئي ڳالهايو (٤٦، ٢٢٦)، هرڻي ۽ هرڻن پئي ڳالهايو (٦١، ٤٠٤)، گرڙ پکي گل انداز سان ڳالهايو (١٤) ۽ مئنا بادشاهه کي ٿي آڪاٽي ٻڌائي (٢٥٢)؛ جانورن مان هڪ شينهن ۽ شينهڻ، ٻيءُ ماءُ کان ڇڄي ويل هڪ ڇوڪرڙي کي ٿي نپايو (٨٦-٩٠) ته ٻلي ۽ ڪتي نياپا پئي پهچايا (٩٧).

سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۾ جانورن ۽ جاندارن مان خاص طور نانگ، گرڙ پکي، هرڻ ۽ چنٺون اهم حيثيت رکن ٿا. ڪارو واسينگ نانگ هيبت توڙي اشرافت جو نشان آهي. اوائلي زماني ۾ انسان لاءِ نانگ به هڪ آفت هو، ۽ انهيءَ ڪري ان کي ديو توڙي ديوتا ڪري مڃيو ويو. ديو جي حيثيت ۾ نانگ صورتون بدلائي ٿي سگهيو. نانگ جي هيبت جو اهڃاڻ انهيءَ مان ملي ٿو جو "امير حمزي ۽ ڪٽڪ راڻي" واري ڪهاڻي ۾ خود ديو نانگ بنجي امير حمزي جي زال روڪي ٿو (١٠٣). ٻئي طرف آڳاٽي وقت

ڪان اهو وهم وينل آهي تہ ڪارو نانگ هڪ اصيل ۽ اشراف جانور آهي، سندس متي ۾ متيا (مڻ) آهي، ۽ هو پنهنجي اصيلپ سببان دوستن جو دوست آهي ۽ مهل جو مڙس آهي:

ونءُ تون واسينگن وٽ، ترت لهي ترياءُ،
مڻ جنين جي متي ۾، آهي شم جهڙي شغلاءُ،
سي سُر ستي سِر ڏيندا، آٿي تان ارواح.

انهيءَ لحاظ سان نانگ بادشاهہ جو دوست بنجي ٿو، ساڻس ڳالهائي ٿو ۽ ڪيس مڻ ڏئي ٿو ۽ نانگ صورت بدلائي ڳاڙهي لعل تي پوي ٿو (٣٣٢)، نوَلکو هار تي پوي ٿو (٣٤٢)، بلڪ انساني صورت وٺي شهزادو "لال ملوڪ" تي پوي ٿو (٣٥٥).

گرڙ پکي جڻ پکين ۾ ديو آهي، ۽ انسان جي ٻچڙي کي چنبي ۾ کڻي اُڏائي سگهي ٿو. اڪثر ڪري انسان سان ڀلائي ڪري ٿو، انسان کي مشڪل مان ڇڏائي ٿو ۽ اُڏائي منزل تي پهچائي ٿو- جيئن تہ گل انداز کي گرڙ پکي اُڏائي کڻي وڃي ننڊ ولايت ۾ پهچايو (١٤). لوڪ ڪهاڻين جي آڳاٽين يادگيرين موجب گرڙ پکي (١٤) ۽ اڏند کٽولي (٣٩٧) انسان جي فضا ۾ اُڏامڻ جا اوائلي وسيلا بنيا.

جانورن مان هرڻ ۽ هرڻيون پڻ 'لوڪ ڪهاڻين' ۾ وڏو ڪم ڪن ٿا. هرڻيون ٻارڙن کي کير پياريندڙ ٿيون، ۽ هرڻ جي اکين جي بدلي شهزادن جون اکيون بلڪ حياتيون بچن ٿيون (٣٧٢). البت سونن يا روپن سڱن وارو هرڻ طلسم جو نشان آهي، جو شهزادن کي لالچائي، بي راهہ ڪري ڀٽڪائي ٿو (٥٤، ١٤٧، ٢٦٦). پکين مان چٽون کي پڻ 'لوڪ ڪهاڻين' جي سٽاءَ ۾ وڏو دخل آهي. چٽون وندر ۽ وروندهہ خاطر ساٿي آهي، ۽ ٻي حالت ۾ چاري ۽ چوڪيدار آهي، جو هڪڙن جون ڳالهيون ٻڌي ٻين سان ڪري ٿو. منو پنهنجي مالڪن (بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين) کي سچ چوي ٿو ۽ بعضي ڏوراهان ڏس ڏيئي ڪين ڪشالا ڪڍائي ٿو: اڪثر هو مشڪلاتن ۾ مالڪن سان وفادار آهي، پاڻ سندن مدد خاطر پري پري وڃي پيغام پهچائي ٿو ۽ ڪشالا ڪڍي ٿو*

* هنن ڪهاڻين ۾ چٽون جي مختلف ڪمن ۽ ڪارنامن لاءِ ڏسو ص ص - ١٣، ١٦٥، ٢٤٥، ٢٤٦، ٣٤٩، ٣٥٣ ۽ ٣٨٩.

**ڪهاڻين جي اوسر جو تاريخي پس منظر:**

اهو معلوم نہ آهي تہ انهن ڪهنين ڪهاڻين جا ترَ (Plots) ڪنهن ٺاہ، ڪڏهن ٺاہ ۽ ڪيئن ٺاہ. البت ايترو چئي سگهجي ٿو تہ هر بالغ انساني گروهہ اندر اڳوڻن وهمن ويچارن جي صورت ۾ ڪُهنن ڪردارن جو تخيل موجود هو؛ ازانسواءِ جادو ۽ ٽڪساڻن ۽ انوکن ڪرشمن جون يادگيريون اَبن ڏاڏن کان هلنديون پئي آيون؛ انهن آڳاٽن عنصرن سان، بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين، وزيرن ۽ سوداگرن۽ ٻين انساني ڪردارن جي ڪارنامن ۽ ڪرتوتن جا جزا ملائي، ڪهاڻين جا تَر ٺاہ ويا.

ڪهاڻيءَ جي سٽاء جي شروعات غالباً پهريائين ڪنهن گهر جي ياتي يا سورهيہ اڳواڻ جي ڪارنامن يا ڪنهن وچڙي ويل شخص جي ڪشالن جي حقيقي بيان سان ٿي، جنهن ڪي وقت گذرڻ بعد وڌائي ويجهائي وڏو ڪيو ويو. اوائلي ڪهاڻيون سڀ حقيقي ڳالهيون هيون، جن تي پوءِ حڪايتي رنگ چڙهيو. اهو ڪهاڻين اُسرڻ جو اوائلي دور هو. ان بعد عالمن ۽ دانائن، نصيحت خاطر بادشاهن ۽ سردارن يا پنهنجن پٽن ۽ پوئلڳن واسطي عمداً ۽ ارادتاً ڳالهيون جوڙيون، جن ۾ جانورن جي زباني حڪايتون بيان ڪري، حڪمت عملي (Practical Wisdom) جا گُر سمجهايا. انهيءَ قسم جي معنيٰ خيز ۽ نصيحت آميز ڳالهين ۾ آڳاٽا مجموعا ڪتاب "ڪَليله و دِمنه"، "ڪَٿا سَريت ساگر"، "هِتوپديشَ" ۽ "پنچ تَنتر" آهن، جن جي ابتدا اوهام پرستي ڏانهن مائل ايراني ذهن، حرفت ۽ حيلي ڏانهن مائل برهمڻي ذهن، ۽ نصيحت ۽ تبليغ مائل سَمَني (ٻڌ وارن) ذهن جي اختراعن سان ٿي. اهو ڪهاڻين جي اوسر ۽ ارتقاء جوٻيو دور هو، جنهن ۾ اوهام ۽ خرافات، حرفت ۽ حڪمت عملي، مت ۽ نصيحت ڪهاڻين جوڙڻ لاءِ مکيہ محرڪات هئا. انهيءَ قسم جون ڪهاڻيون هند ۽ ايران جي وچ وارن علائقن (موجوده مغربي پاڪستان، افغانستان ۽ اوبر -ڏکڻ ايران) ۾ اُسريون ۽ اُتان پوءِ ٻين پاڙن ۽ ملڪن ۾ رائج ٿيون*.

* اسان پنهنجي انگريزي مضمون بعنوان "ڪتاب ڪليه و دمنه جي اصليت" ۾ بحث ڪيو آهي تہ 'ڪليه و دمنه' جو خاڪو غالباً ايراني خطيءَ ۾ بنيو ۽ بعد ۾ "پنچ تنتر" مجموعو هند ۾ رائج ٿيو. ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو تہ 'پنچ تنتر' جي تشڪيل موجوده مغربي پاڪستان جي اُتر وارين ايراضين ۾ ٿي. تفصيل لاءِ ڏسو:

"The Origin of 'Kaliah-wa-Dimnah' Sindh University Research Journal, Arts Series (Humanitee & Social Sciences), Vol. I, 1961.

ان دور کان پوءِ، خاص ونڌر ۽ وروندهہ خاطر ڪھاڻيون ۽ قصا بحيثيت هڪ ادبي فن جي اُسريا. ڪتاب ”الف ليليٰ“ (الف لَيلاًو لَيلَۃَ=هڪ هزار ۽ هڪ راتيون) ۾ هيءُ فن بنيادي طور ڪمال کي پهتو ۽ هن شاهڪار ذريعي دنيا ۾ قصن ڪهاڻين واري اَدبي فن (Fiction) جو بنياد پيو. اهو قصن ۽ ڪهاڻين جي ارتقاء جو ٽيون دور هو، جنهن جي شروعات اندازاً ڏهين صدي عيسوي کان ٿي.

سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۾ ماضيءَ جي انهيءَ ارتقائي تاريخ جا آثار ملن ٿا. انهن جي سٽاء ۾ انساني گروهجي اوائلي وهمن ۽ ويچارن جا مجسما ۽ ڪردار (ديوَ، پَريُون، جِنّ)، جادوءَ جي ڪرشمن ۽ هٿناڻن جا يادگار، ۽ انساني گروهہ جا اداڪار (باد شاهہ،راڻيون، شهزادا، شهزاديون،وزير، سوداگر) موجود آهن. ٻئي طرف انهن ڪهاڻين جي تَر ۾ بَر، تاجي ۽ پيٽي ۾ ايراني، هندي، ۽ عربي قصن ۽ ڪهاڻين جا نشان ملن ٿا. شڪار ڪندي،ڪنهن جانور جي پويان لڳڻ، ساٿين کان پري نڪري وڃڻ، راهہ وڃائڻ ۽ ڪشالا ڪيڻ هڪ اهڙو تجربو آهي، جو انسان کي سندس اڳاٽي خانہ بدوش ۽ شڪار تي گذران واري زندگيءَ جي دور ۾ پيش آيو هوندو، ۽ انهيءَ ڪري مختلف قومن جي لوڪ ڪهاڻين ۾ اهو تجربو ڳالهين جي تَر جو هڪ بنيادي جز آهي. ايراني باد شاهہ بهرام گور جو جهنگلي گورخر کي مارڻ واري ڪهاڻي ۾ انهيءَ واقعي هڪ آفاقي صورت اختيار ڪئي. سنڌيءَ ۾ اڳاٽو رائج ٿيل ’بانڪي شاهہ بهرام جو قصو‘ انهيءَ بهرام گور واري ڪهاڻيءَ جوعڪس آهي. هن مجموعي جي ڏهين ڪهاڻي (ياڳوند باد شاهہ ۱۴۷) ۾ پڻ باد شاهہ شڪار ڪندي هرڻ جي پويان پوي ٿو ۽ سندس ڪشالا شروع ٿين ٿا. شڪار جو واقعو لوڪ ڪهاڻين جو آفاقي جُز آهي ۽ ڪيتريون سنڌي ڪهاڻيون اڪثر شڪار جي بيان سان شروع ٿين ٿيون(۵۴). ماڻهن، جانورن ۽ ٻين شين جو صورتون بدلائڻ وارو خيال انسان جيَ اڳاٽن وهمن جو يادگار آهي ۽ انهيءَ ڪري لوڪ ڪهاڻين جي تر جو هڪ آفاقي جز آهي. البت مرڻ کان پوءِ ٻيءَ جوڻ ۾ اچڻ هندو عقيدي جو جُز آهي، ۽ انهيءَ ڪري جوڻ بدلائڻ واري خيال جو بنياد هند جي پيداوار آهي. هن مجموعي جي ٻارهين ڪهاڻي (۱۷۵) ۾ ”نينان“ مختلف صورتن ۾نمودار ٿئي ٿي. ۽ تيرهين ڪهاڻي (۱۷۷) ۾شهزادو جدا جدا صورتون اختيار ڪري ٿو. چوڏهين ڪهاڻي (۱۸۹) ۾ مادي چَڪوِي پکي، ٻيءَ جُوڻ ۾ ”ڪسونبا ٻائي“ جي انساني صورت وٺي ٿي؛ انهيءَ ڪهاڻيءَ جو تر ’جوڻ‘‘ واري اعتقاد تي ٻڌل آهي ۽ اها ڪهاڻي پڻ ٿرپارڪر جي سنڌي هندو گروهہ ۾ عام مروج آهي

۽ اُتان ئي مليل آهي. ٻين ٻائرن جو گڏجي پنهنجي هڪ ٻاءُ کي تڪليف ڏيڻ وارو برتاءُ، حضرت يوسف ۽ سندس ڀائرن واري ڳالهه ذريعي آڳاٽي وقت کان ملڪان ملڪ مشهور ٿيو ۽ پڻ لوڪ ڪهاڻين ۽ قصن جو آفاقي جُز بنيو. هن مجموعي ۾ پهرين (١) ۽ ٻيءَ ڪهاڻي (٣٠) جي سٽاء ۾ ڀائرن وارو اهو برتاءُ مکيه جُز آهي. اٺيتيهين ڪهاڻي (٤٣٩) ۾ شهزادو لعل پنهنجي محبوب شهزادي لعلان سان مدرسي ۾ گڏجي پڙهي ٿو جو 'ليليٰ مجنون' جي عشقيه داستان جو عڪس آهي.

ڪتاب "ڪليله و دمنه" جي آڳاٽي مجموعي ذريعي ڳالهين جي اندروني سٽاءُ ۾ ڳالهه مان ڳالهه نڪرڻ جو نُڪتو نروار ٿيو، جنهن کي 'الف ليليٰ' جي شاهڪار ۾ هڪ فن جي درجي تي پهچايو ويو. ڳالهين جي انهيءَ اندروني دلچسپ سلسلي جو اثر ملڪان ملڪ پيو ۽ عام ڪهاڻين پڻ اهو اثر قبول ڪيو. هن مجموعي ۾ پنجٽيهين ڪهاڻي (٤٠٩) ۾ ديو پنهنجي طرفان چاڪي ۽ سوداگر جي ڳالهه ڪري ٻڌائي ٿو؛ ارڙهين ڪهاڻي (٢٤٥) ۾ طوطو ۽ مئنا هر هڪ رات ڳالهه ڪن ٿا؛ ۽ پندرهين ڪهاڻي (٢٠٠) ۾ ڳالهه مان ڳالهيون نڪرن ٿيون تان جو ڏهه ڳالهيون انهيءَ هڪ ڳالهه ۾ سمايل آهن. انهن سلسلن ۾ 'الف ليليٰ' جو اثر نمايان آهي. چويهين (٢٩٢) ۽ ستاويهين (٣١٧) ڪهاڻي جا تر 'الف ليليٰ' جي 'بغداد جو چور' واري ڳالهه تي ٻڌل آهن. ستين ڪهاڻيءَ (١٠٠) جو سورمو امير حمزو آهي، جنهن جو تانُو 'امير حمزي جي داستان' تان ورتل آهي، جيتوڻيڪ ڳالهه جو تَر مختلف آهي ۽ غالباً مقامي طور ٻڌل آهي.

## ڪهاڻين جا تر ۽ بَر:

لوڪ ڪهاڻي جي سٽاء آزاد ۽ غير منطقي آهي، ڇاڪاڻ ته اُن جي تَر ٻڌڻ يا سلسلي قائم ڪرڻ ۾ ڪنهن عالم يا اديب جي مخصوص ارادي يا عقل کي دخل ڪونهي. البت انهيءَ جا اها معنيٰ ڪانهي ته لوڪ ڪهاڻي جو تر ٻڌل ئي ڪونهي يا بَر ڪَچيل ئي ڪونهي. هر هڪ ڪهاڻيءَ جو شروع کان آخر تائين هڪ سلسلو آهي ۽ اُن سلسلي جون جدا جدا ڪڙيون آهن، پر نڪي هر ڪڙي هڪجيڏي يا هڪجهڙي آهي ته نڪي وري هر ڪڙي ٻيءَ ڪڙيءَ سان ڪنهن خاص رٿيل نموني ۾ پچايل آهي. معنوي لحاظ سان پڻ نڪي مرڪزي مضمون خاص رٿا موجب بيهاريل آهي ته نڪي سورمي جو ڪردار ڪنهن خاص سماجي يا نفسياتي نظريي موجب سٽيل آهي. لوڪ ڪهاڻي جي سٽاء فني ناهي بلڪ فطري آهي، ڇاڪاڻ ته لوڪ ڪهاڻي عوام جي سادي ذهن ۽

طبع جو عڪس آهي ۽ سنڌن ونڊر ۽ وروڻهه جي ضرورت کي آسان ۽ آسان نموني پورو ڪندڙ آهي.

سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي تَر ۽ ٻَر جون مجموعي طور سان هيٺيون خاص خصوصيات آهن:

(الف) تَر ۽ ٻَر جي سٽاء: ڪهاڻي هڪ ڳالهه آهي، ۽ انهيءَ ڪري هر ڪهاڻيءَ ۾ هڪ پوري ڳالهه جو هئڻ ضروري آهي؛ ان کان سواءِ ڪوبه ذڪر هڪ 'بيان' ٿي سگهي ٿو، پر اُن کي 'ڪهاڻي' نه چئبو. سادي سٽاء واري ڪهاڻيءَ ۾، اڪيلي ڳالهه منڍ کان شروع ٿي توڙ تي پهچي ٿي. ڪهاڻيءَ جي سادي سٽاء جا ٻه قسم آهن: هڪ اهو جنهن ۾ ڳالهه جي ڇَپي ڇَپي تي پيش ايندڙ واقعي جي عمل جو دائرو ننڍو آهي: مثلاً، بادشاهه شڪار تي ويو ۽ هرڻ ڏٺائين جو ماريائين. اڳتي ويو ته پاڻيءَ جو چشمو ڏٺائين، جتي هرڻ ويهي پچايائين ۽ ماني کاڌائين. هن بيان ۾ هرڻ مارڻ ۽ اُن بعد چشمي تي اچي هرڻ پچائڻ، انهن ٻنهي واقعن جي عمل جو دائرو ننڍو آهي. اهڙي ڳالهه کي اسان "ماهندِ ڳالهه" چوندا سين. 'ماهَندُ' اهو سهٽو وٽيل سڱو آهي، جنهن منجهه سٽاء سان سهٽيون ننڍيون ڳنڍيون ڏنل هجن*. عام ننڍين آکاڻين يا ڳالهين جي سٽاء سان اڪثر انهيءَ قسم جي آهي. هن مجموعي ۾ سٺ ڇهين(٨٥)، نائين(١٣٦)، ڏهين (١٤٧)، ٽيويهين (٤٨٠) ۽ چوويهين (٢٨٣) ڪهاڻي انهيءَ سادي سٽاء واريون ڳالهيون آهن، ڇاڪاڻ جو سڀني ۾ منڍ کان آخر تائين هڪ اڪيلي ڳالهه مختصر واقعن سان بيان ڪيل آهي.

سادي سٽاء واري ڳالهه جو ٻيو قسم اهو آهي، جنهن ۾ ڳالهه جي ڇَپي ڇَپي تي پيش ايندڙ واقعي جي عمل جو دائرو ڪشادو هجي، ايتري قدر جو اهو بذات خود هڪ ننڍڙي ڳالهه بنجي پوي. مثلاً بادشاهه نه فقط رڳو هرڻ ڏسي ۽ ان کي ماري، پر هرڻ مرڻ وقت ڳالهائي يا اُن وقت ڪو آواز ٿئي ۽ انهيءَ واقعي جو دائرو وڌي وڃي. ساڳي طرح چشمي تي پهچڻ وقت بادشاهه پَريُون ڏسي يا وڏيڪ ٻيو ڪي ٿئي. اهڙي ڳالهه کي "لڙهي ڳالهه" يا 'ڪَنڍي ڳالهه' چئبو، ڇاڪاڻ ته لڙهي يا ڪنڍيءَ ۾ پُوتل مڻين

---

* 'ماهند' سهٽين ڳنڍين سان هڪ سُهٽو وٽيل سُٽ جو سڱو آهي، جو ڌراڙ سينگار جي ڳانيءَ طور مال جي (ڦرن جي) ڇيءَ ۾ ٻڌن. اصطلاحاً، 'ماهند' صفت طور استعمال ٿيندو آهي، يعني ته 'سهڻو' يا 'سهڻي' سٽاء وارو.

جو گهيرو ۽ مقدار وڏو آهي. هن مجموعي ۾ ڪهاڻين جو وڏو تعداد انهيءَ قسم جي سٽاء وارو آهي.




ڳوڙهي سٽاء واري ڳالهہ اُها آهي، جنهن ۾ نہ فقط هڪ اصلي يا تر واري ڳالهہ هجي، پر ٻيون پاسي يا بَر واريون ڳالهيون پڻ هجن؛ يعني تہ بنيادي ٿُڙ واري مکيہ ڳالهہ مان فروعي ڳالهين جا ٻيا ننڍا ڏار نڪرن. تَر واري مکيہ ڳالهہ جڻ تاجيءَ مثل آهي، جنهن جو سلسلو شروع کان آخر تائين هليو اچي ۽ ٻيون بَر واريون فروعي ڳالهيون اُن جي پيٽي ۾ اُٽيل هجن. اهڙي ڪهاڻيءَ کي اسين "ٿُڙ-ڏار ڪهاڻي" يا "تاجي-پيٽو ڪهاڻي" چوندا سون. هن مجموعي ۾ پنڌرهين (٢٠٠)، ارڙهين (٢٤٥) ۽ پنجتيهين ڪهاڻي (٤٠٩) انهيءَ قسم جي ڳوڙهي سٽاء واريون "تاجي-پيٽو" يا "ٿُڙ-ڏار" ڪهاڻيون آهن. پنڌرهين ڪهاڻيءَ ۾ تَر واري اصلي ڳالهہ جي ٿُڙ مان ٻين نَونَ ڳالهين جا ڏار ڦٽن ٿا.

(ب) شروعاتي ۽ مرڪزي ڳالهہ: سنڌ ۾ رائج ڏکمين ڪهاڻيون عام طرح سان 'بادشاهن جون ڳالهيون' سڏيون وڃن ٿيون، ڇاڪاڻ جو گهڻو ڪري انهن جي شروعات ڪنهن بادشاهہ جي ذڪر سان ٿئي ٿي. بالڪل سادي سٽاء وارين ڪهاڻين ۾ منڍ کان آخر تائين انهيءَ بادشاهہ ۽ سندس ڪمن ۽ ڪارنامن جو ذڪر هوندو آهي، جيئن تہ هن مجموعي جي "ياڳوند بادشاهہ" (١٤٧) جي ڪهاڻيءَ ۾

آهي. عام مروج ڍگهين ڪهاڻين ۾ بالڪل سادي سٽاءَ واريون ڪهاڻيون ڪي ٿوريون آهن: اڪثر 'لڙهي يا ڪَنيدي ڳالهہ' يا 'ٽڙ-ڏار ڪهاڻين' واري دفعي ۾ شامل آهن، جن ۾ منڍ وارو بادشاهہ جو ذڪر محض ڳالهہ جي 'شروعات' يا 'شروعاتي ڳالهہ' آهي ۽ 'اصلي يا مرڪزي ڳالهہ' ان ڪان پوءِ هلي ٿي

شروعاتي ۽ مرڪزي ڳالهہ ۾ قدري سبب ۽ نتيجي جو واسطو آهي ۽ اهي ٻئي "ڪهاڻيءَ جي تَر" جومکيہ پاڳو آهن. 'شروعاتي ڳالهہ' جي اهميت اها آهي جو اها ڪهاڻيءَ جو منڍ، پيڙهہ، يا بنياد آهي. عام اصطلاح ۾ان ڪي 'ڳالهہ جو ٿل' چئبو. چوندا آهن تہ 'ڳالهہ جو ٿل ٻڌڻ' ضروري آهي. اهو منڍ وارو بادشاهہ جو ذڪر (يا ٻيو ڪو ذڪر) جڻ ڳالهہ جو ٿل آهي، جنهن جون مصراعون اڳتي اينڊڙ حصو آهي: يا ائين چئجي تہ اهو 'بيرم' جنهن سان ڳالهہ ڪي 'ڪٽجي' ٿو: يا ڪانياٺي آهي، جنهن سان ڳالهہ جو ڳوڙهو اُچلاتجي ٿو. مکيہ مرڪزي ڳالهہ جڻ ٿل جون مصراعون آهن، بيرم جو بار آهي ۽ ڪانياٺيءَ جو ڳوڙهو آهي. مرڪزي ڳالهہ مان ورِي ٻيا ڏار ڦٽن ٿا، جيڪي 'بَر' يا 'پيٽي' واريون ڳالهيون آهن. ڪهاڻيءَ جي سٽاءَ ۾ شروعاتي ڳالهہ ۽ مرڪزي ڳالهہ وڏيڪ اهم آهن ۽ انهيءَ ڪري انهن جي اندروني مکيہ محرڪ جزن جو جائزو وٺڻ ضروري آهي.

منڍ واري ڳالهہ ڪنهن بادشاهہ يا ٻئي ڪنهن شخص جي ذڪر سان شروع ٿئي ٿي. اڪثر اولاد جي سڪ، شڪار تي وڃڻ، يا نئين شادي ڪرڻ هن ڳالهہ جي ڪٿي جا ابتدائي اهڃاڻ آهن. ڪنهن فقير جي دعا، ڪنهن درويش طرفان ڏنل دعا جون شيون ڪائڻ، يا ٻيو ڪو سوڻ، انهيءَ ابتدائي مراد جي پورائي جو سبب بنجي ٿو. شادي بعد ننڍي زال جي خوبين يا ان ڪي پٽ ڄمڻ سببان ساٿس ٻين پهرين زالن جي ريس ۽ رقابت شروع ٿئي ٿي: پهاڄن جي منصوبي سان هن ننڍي زال تي بهتان لڳن ٿا ۽ ڪيس ملڪ نيڪالي ملي ٿي. بعضي هو پيٽ سان آهي ۽ بعضي ننڍڙو پٽ اٿس جو ڪيس محلات مان ڪڍيو وڃي ٿو. بعضي هن ننڍي زال جو پٽ اڃا ننڍو آهي، جو سندس ماءُ مري وڃي ٿي. جڏهن هو وڏو ٿئي ٿو تہ ماٽيجن مائن جي منصوبي سببان مٿس بهتان لڳن ٿا ۽ بادشاهہ ڪيس ملڪ نيڪالي ڏئي ٿو يا ڪنهن آزمائش پنيان موڪلي ٿو. بعضي شروعاتي ڳالهہ وارو بادشاهہ يا ٻيو ڪو ڪردار پاڻ ڪنهن آزمائش پويان وڃي ٿو. شروعاتي ڳالهہ جي منزل اتي ختم ٿئي ٿي. ان بعد ننڍي زال جا ڪشالا، ننڍي زال ۽ سندس پٽ جا گڏ ڪشالا، يا شهزادي يا بادشاهہ يا ٻئي ڪنهن

ڪردار جا ڪشالا مرڪزي ڳالهہ جو مکيہ حصو بنجن ٿا. هن مجموعي ۾ نائين (١٣٦) ۽ يارهين (١٥٤) ڪهاڻي جي منڍ واري ڳالهہ اولاد جي سڪ سان شروع ٿئي ٿي. چوٿين (٥٤) ۽ ڏهين (١٤٧) ڪهاڻي جي شروعات شڪار تي وڃڻ ۽ راهہ وڃائڻ سان ٿئي ٿي. پهرين (١) ٻي (٣٠) ۽ ٽئين (٤٠) ڪهاڻي جي شروعات ۾ ڀاڄن جي رقابت جو پهلو نمايان آهي. تيرهين (١٧٧)، ايڪٽهين (٣٦٤) ۽ چوٽيهين (٤٠٢) ڪهاڻي ۾ ڀاڄن جي منصوبي ۽ ستم جو نقطو نروار ٿيل آهي، جو ڀاڄون ننڍي ڄال جي ٻارن کي مارڻ ۽ مارائڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون. سترهين (٢٣٧) ۽ چوويهين (٢٨٣) ڪهاڻي ۾ ماٽيجي ماءُ جو برو برتاءُ بيان ٿيل آهي.

شروعاتي ڳالهہ جي پيٽ ۾ مرڪزي ڳالهہ 'ڪهاڻي' جي جان آهي. سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۾ عام طرح مرڪزي ڳالهہ جو مانجهي يا سورمو شروعاتي ڳالهہ جي ڪردار کان الڳ آهي. مرڪزي ڳالهہ جي رٿا ۾ شرط ۽ آزمايشون، ڪي خاص سهارا ۽ وٺون،ڪشالا ۽ ڪوششون، ۽ آخر ۾ مانجهي يا سورمي جي فتح اهميت رکن ٿا. هن مجموعي ۾ هيٺيون آزمايشون ڪن ڪهاڻين جي مرڪزي ڳالهين جو بنياد آهن: خواب جو تعبير معلوم ڪرڻ (پهرين ڪهاڻي)، ساموندي گهوڙي جو رت آڻڻ (ٻي ڪهاڻي)، ٻہ ڊارا آڻڻ (ٽئين ڪهاڻي)، ڳُوڙهو يا معما حل ڪرڻ (يارهين ڪهاڻي)، ست ڊارا آڻڻ (پنجويهين ڪهاڻي)، ڊاري راند کٽڻ (ارڙهين ۽ اوڻويهين ڪهاڻي)،سوني سر ۽ چندن جي پني چورائڻ (چوويهين ڪهاڻي)، بادشاهہ جي ڌيءُ لاءِ ماڻڪ آڻڻ ۽ گل ڦل جو وڳو هٿ ڪرڻ (ٻٽيهين ڪهاڻي)، انهن شرطن ۽ آزمايشن جي پوري ڪرڻ لاءِ مانجهي يا مکيہ ڪردار جو ڪشالو شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ ڪيس ڪي خاص سهارا ۽ وَٺون ملن ٿيون، جن جي مدد سان هو ڪاميابيءَ جي منزل کي پهچي ٿو. هن مجموعي جي ڪهاڻين ۾ هيٺيان بچائيندڙ سهارا ۽ خاص وٺون، سورمي جون مشڪلون آسان ڪن ٿا: فقير جو سڱو (پهرين ڪهاڻي)؛ پير مرشد جو تعويذ، گرڙ پک جي سواري، ۽ پرين جي وارن جي ڪمان (ٻي ڪهاڻي)؛ درويش جون ڏنل ٻہ ڍبليون، جن جي سنگهڻ سان پوڙهو يا جوان ٿيڻ (ٽئين ڪهاڻي)؛ جوڳيسر جي ڏنل نانگ جي مڻ (چوٿين ڪهاڻي)؛ جانور، ٻلي ۽ ڪتو، جي وقت سر پيغام پهچائين ٿا (ڇهين ڪهاڻي)؛ نانگ جي مڻ جنهن سان پاڻي جاءِ ڏئي ٿو (انين ڪهاڻي)؛ نانگ جي مڻ جنهن سان پاڻي جاءِ ڏئي ٿو (انين ڪهاڻي)؛ ٻلي ۽ پونگڙا جن جي مدد سان ڊاري راند کٽجي ٿي (ارڙهين ۽ ويهين ڪهاڻي)؛ منڍي، وينڊو، سيلهي ڏنڊو ۽ اُڏَند

ڪنولي (ٽيٽيهين ڪهاڻي)؛ رومال جنهن مان هيرا جواهر ڪرن ٿا ، ٽوپي جنهن جي پائڻ سان ٻيو نه ڏسي، ٻه ميوا جن مان ماڻهو هڪ کائي ته بدلجي ٻڪري ٿئي ۽ ٻيو کائي ته وري اصلوڪي صورت ۾ اچي (سٺتيهين ڪهاڻي). انهن ٻچائيندڙ سهارن ۽ ڪرشمي جي خاص وٿن کان سواءِ، مرڪزي ڪردار جي رتا ۾ سورمي يا سندس ساٿين طرفان ڏنل ذاتي نشانيون پڻ اهميت رکن ٿيون. اهي ذاتي نشانيون اڪثر تير، تراريون، مُنڊيون وغيره آهن، جن جو ڪنجڻ يا رنگ بدلجڻ، سورمي جي مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ جو خاص اُهڃاڻ آهي. مثلاً شهزور بادشاهه پنهنجي ساٿي ڪونج واري پهلوان کي خنجر ڏنو ۽ ٻئي ساٿي هرڻ واري پهلوان کي ڪپ، ۽ چيائين ته جيڪڏهن خنجر يا ڪپ ڪارو ٿئي ته سمجهو ته خير ناهي (۷۲، ۷۴)؛ لال ملوڪ پنهنجي دوستن مان هر هڪ کي گل نشاني طور ڏنو ۽ چيائين ته "مون تي جڏهن به ڪا آفت آئي ته هيءُ گل ڪومائجي ويندو" (۹۳)؛ امير حمزي پنهنجي ساٿي ٻڪرار کي تير ڏنو ۽ چيائينس ته "جڏهن ڏسين ته تير ڪنجي ويو آهي، تڏهن پڪ ڄاڻجانءِ ته منهنجي سر ڏي خير ڪونهي" (۱۱۱)؛ ۽ 'چند' شهزادي پنهنجي پاءُ 'سچ' شهزادي کي منڊي ڏيئي چيو ته "جنهن وقت هن جي نڪ ڪاري ٿئي، تنهن وقت سمجهجانءِ ته مون ڏانهن خير ڪونهي" (۲۹۳).

مرڪزي ڪردار جو ماڻهي يا سورمو هڪ خاص حيثيت رکي ٿو . هو انسان آهي، پر سندس همت انسان کان گهڻو وڌيڪ آهي، ايترو جو هو ديون کي ڏسي ٿو، ۽ اڪيلي سر انساني لشڪرن جا مقابلا ڪري ٿو. ڪن ڪهاڻين ۾، ديون وانگر سورمي جو ساهه پڻ ڪن خارجي وٿن ۾ محفوظ آهي، مثلاً شهزور بادشاهه (۸۱)، لال ملوڪ (۹۳) ۽ امير حمزي (۱۱۹) جو ساهه 'ترار' ۾ رکيل آهي، ۽ 'غيبي راڻي' جو ساهه هار جي موتيءَ ۾ محفوظ آهي (۳۹۹). اها حفاظت انهيءَ ڪري رٿيل آهي ته جيئن سورمي جو ظاهري جسم هر نقصان کان آجو رهي ڄاڪاڻ ته سورمي کي هر حالت ۾ ڪامياب بنائڻو آهي. مرڪزي ڪردار جي پڄاڻي هميشه سورمي جي فتح سان ٿئي ٿي: مثلاً ڀائرن جي گهاٽن گهڻڙ هوندي به "گل انداز" ڪامياب ٿئي ٿو (پهرين ڪهاڻي)؛ ماٽيجي ماءُ جي منصوبي جي باوجود، لال شهزادو سوڀ ڪٿي ٿو (سترهين ڪهاڻي)؛ وزير جي ويساهه گهاتين هوندي به شهزادو ولايت شاهه ڪامياب ٿئي ٿو (پنجويهين ڪهاڻي)؛ ۽ باوجود آزمايشن ۽ مشڪلاتن جي شهزادو لال ملوڪ سوڀارو ٿئي ٿو (اوڻٽيهين ڪهاڻي).

(ج) مرڪزي خيال: لوڪ ڪهاڻيون ڪنهن خاص مقصد يا خيال سان ڪنهن ڪين ويهي لکيون؛ اهي وندر ۽ وروڻهه يا حڪايت خاطر غيرارادي طور اُسريون ۽ رائج ٿيون. انهن جا ڪي عنصر آڳاٽا آهن ۽ ڪي ڪردار ڪهنا آهن. مگر جيئن تہ اُهي انساني ذهن جي پيداوار ۽ انساني زندگي جي تجربن جي يادگار آهن، انهيءَ ڪري انهن جي سٽاءُ ۾ عوام جي وهمن ۽ وسوسن توڙي زندگيءَ جي ڪن سماجي پهلوئن جو عڪس نظر اچي ٿو. ارادي طور ڪابہ ڪهاڻي نہ ڪنهن خاص مقصد سان شروع ٿئي ٿي، نڪي ڪنهن خاص نظريي تي ختم ٿئي ٿي، مگر معنوي لحاظ سان، هر ڪهاڻي ۾ هڪ مکيہ نقطو يا مرڪزي خيال سمايل آهي، ڪن ڪهاڻين ۾ ڳالهہ جا هڪ ڪان وڌيڪ 'مکيہ پهلو' پڻ ملندا. هن مجموعي ۾ شامل ڪهاڻين ڪي مرڪزي يا مکيہ خيالن جي لحاظ سان هيٺين طور ورچي سگهجي ٿو:

- همتون ۽ ڪشالا (ڪهاڻي نمبر ۱، ۲، ۳، ۴، ۸، ۱۵، ۲۰، ۲۵؛ ۳۵، ۳۶، ۳۷ ۽ ۳۸).
- پهلواني ۽ زور آزمائي جا ڪارناما (ڪهاڻي نمبر ۵، ۶، ۷ ۽ ۳۶).
- ٻڪرار جي سياڻپ (ڪهاڻي نمبر ۱۱).
- بادشاهہ جي سياڻپ (ڪهاڻي نمبر ۲۴).
- وزير جي بادشاهہ کي نصيحت (ڪهاڻي نمبر ۲۳).
- ڏند ڪٿا (ڪهاڻي نمبر ۱۲، ۱۳، ۱۹، ۲۸، ۲۹ ۽ ۳۰).
- جادو ۽ خريب (ڪهاڻي نمبر ۲۰، ۲۱ ۽ ۲۲).
- ڀاڄن جي رقابت (ڪهاڻي نمبر ۱، ۲، ۳، ۱۳، ۱۷، ۲۶، ۳۱ ۽ ۳۴).
- ماٽيجي ماءُ جو برتاءُ (ڪهاڻي نمبر ۱۷).
- زالن جون خصوصيتون (ڪهاڻي نمبر ۱۸).
- عورت جو عقل، خوداعتمادي ۽ بخت (ڪهاڻي نمبر ۳۳ ۽ ۳۴).
- زال جو پنهنجي عقل سان مڙس جي مدد ڪرڻ (ڪهاڻي نمبر ۲۹، ۳۱، ۳۲).
- زال جو مڙس کي سبق سيکارڻ (ڪهاڻي نمبر ۱۴، ۱۶، ۲۷ ۽ ۲۹).
- حرفت ۽ چالاڪيءَ سان چوري (ڪهاڻي نمبر ۲۶ ۽ ۲۷).
- ڪل ۽ چرچو (ڪهاڻي نمبر ۹ ۽ ۱۰).

### ڪھاڻيءَ جي ڪٿڻي ۽ پڄاڻي:

اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ ڪھاڻيون آڳاٽي دور ۾ اُسريون ۽ ڪافي آڳاٽي وقت کان رائج ٿيون. اول، جن بہ شخصن تي جيڪي ٿي گذريو، سو انھن پنھنجن ساٿين سان بيان ڪيو؛ پوءِ سورهين جا ڪارناماوڏن ننڍن کي ٻڌايا ۽ انھن پنھنجي اولاد کي سڻايا. جيئن وقت وچان پوندو ويو، تيئن حقيقتن تي حڪايتن جو رنگ چڙهندو ويو، تان جو حقيقي ڪشالا ۽ ڪارناما، قصا ۽ ڪھاڻيون بنجي ويا. اهي ڪھاڻيون پوءِ محض وندر ۽ نصيحت خاطر وزيرن بادشاهن کي ٻڌايون ۽ وڏڻ ننڍن کي سڻايون. آخر ڪھاڻين جي عام مقبوليت سببان سگھڙ ساماڻا، جن ڪھاڻي ڪٿڻ کي 'قصہ خواني جي فن' واري درجي تي پھچايو. ٻڌندڙن جي تفرح خاطر، انھن ڪھاڻي ڪٿندڙن ۽ قصہ خوانن پنھنجي بيان ۾ رنگيني پيدا ڪئي، ۽ ڪھاڻيءَ جي ڪٿڻي ۽ پڄاڻي توڙي وچ واري ٽيڪا لاءِ خاص الفاظ ۽ محاورا، اصطلاح ۽ جملا ايجاد ۽ استعمال ڪيا. ڪھاڻي ڪٿڻ جي انھيءَ فني پھلوءَ تي اسان لوڪ ادب سلسلي جي ستاويهين ڪتاب "ڳاهن واريون ڳالهيون" جي مقدمي ۾ وڏيڪ روشني وڌي آهي.

سنڌ ۾ بادشاهن جي ڳالهين جي شروعات اڪثر هنن عام مشهور لفظن سان ڪندا آهن تہ "بادشاهن جو بادشاهہ پاڻ خدا آهي، پر هڪ زماني جو بادشاهہ هو-الخ" مثلاً، هن مجموعي ۾ پھرين ڪھاڻي، "گل انداز بادشاهہ"، هِن طرح شروع ٿئي ٿي تہ "هڪڙو هو بادشاهہ-بادشاهہ تہ پاڻ الله آهي، پر هو زماني جو بادشاهہ هو" (١)؛ نائين ڪھاڻي، "ڪرمان ۽ ڪوري بادشاهہ"، هِن طرح شروع ٿيل آهي تہ "بادشاهن جو بادشاهہ ربّ پاڪ آهي، پر ڪوڙي زماني جو هڪڙو ڪو بادشاهہ هوندو هو-الخ" (١٣٦)؛ ۽ ستٽيهين ڪھاڻي "ڏتڙيل شھزادي" جي شروعات هن طرح ڪيل آهي تہ "هڪڙو هو بادشاهہ- بادشاهہ تہ پاڻ خدا تعاليٰ آهي، پر هيءُ بہ هڪ زماني جو بادشاهہ هو-الخ" (٤٢٣). بعضي مختصر لفظن سان ڪھاڻي شروع ڪندا تہ "چون ٿا تہ" يا "ڳالهہ ٿا ڪن تہ" (٤٠٢). ڪھاڻيون ڪٿندي ڳالهہ جي وچ ۾ پڻ ٽيڪا طور ڪي خاص جملا استعمال ڪندا. جيئن تہ هن مجموعي جي نائين ڪھاڻي "ڪرمان ۽ ڪوري بادشاهہ" جي ڳالهہ هلندي وچ ۾ هڪ خاص معترضو جملو آندل آهي تہ "خير! ڳالهيون سگھيون پوريون ٿين، ڏينھن پنھنجي مدي تي گذرن" (١٣٦). ڪھاڻي جي ختم ٿيڻ يا پڄاڻي تي اڪثر چوندا تہ "اسان ڳالهہ بہ اهي پاڻ ۾ خوش ۽ کلندا ڏنا هنا." مثلاً هن مجموعي ۾، چٽيهين ڪھاڻي "شينھن مار شھزادو" جي پڄاڻي هن

طرح ٿئي ٿي تہ "ڪالهہ ڏنو سين تہ شهزادي ۽ شهزادِيءَ، محلات جي دريءَ ۾ ويهي، خوش، راس، ڏاڍا ٺهڪ ٻيئي ڏنا..." (۴۳۳). مجموعي طور سان، نائين ڪهاڻي، "ڪرمان ۽ ڪوري بادشاهہ" (۱۳۶)، فني اعتبار سان ڪهاڻي جي ڪٽڻي، وچ واري ٽيڪا توڙي آخري پڄاڻيءَ جي لحاظ سان نِسبتاً هڪ عمدو مثال آهي؛ ۽ پڻ اُناويهين ڪهاڻي "لعل بادشاهہ ۽ هيرا راڻي" (۳۳۴) اسلوب بيان جي لحاظ سان هڪ سهڻو مثال آهي.

## ڪهاڻين جي روايت ۽ صحت:

سنڌي ڪهاڻيون گهڻو ڪري سڀ زباني روايتون آهن، جي سيني بہ سيني هلنديون آيون آهن؛ جيئن تہ انهن جو مدار محض زباني روايت تي آهي ۽ نہ ڪنهن لکيل متن تي، انهيءَ ڪري جنهن بہ ماڻهوءَ کي ڪابہ ڪهاڻي ياد آهي تہ ان کي هو پنهنجي زباني بيان ڪري ٿو ۽ پنهنجن لفظن ۾ ئي ادا ڪري ٿو. صرف ڪهاڻي جو بنيادي خاڪو ۽ ان جي تاڻي جو سلسلو اڳاڙو آهي جو وڏن کان ننڍن تائين پهتو آهي، باقي اسلوب بيان هر راويءَ جو پنهنجو آهي. سنڌي لوڪ ڪهاڻين کي گڏ ڪرڻ وقت اهو خاص احتياط رکيو ويو آهي تہ هر هڪ ڪهاڻيءَ کي راوي جي پنهنجن لفظن ۾ قلمبند ڪيو وڃي، جيئن تہ صرف ڪهاڻي جي خاڪي ۽ سٽاءُ، بلڪ ان جي الفاظ ۽ اداءُ جي اصليت پڻ حتي المقدور قائم رهي.

هن ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻيون سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن مان قلمبند ڪيو ويون. بعضي ساڳي ڪهاڻيءَ جون جدا جدا روايتون مليون. جن مان جيڪي بالڪل ناقص هيون تن کي ڇڏيو ويو، باقي جملي پوريون توڙي اڌ پوريون روايتون پيٽي متن تيار ڪيو ويو ۽ اُن ۾ صرف ايتري ترميم ڪئي ويئي تہ جملا صحيح ۽ سولا ٿي بيهن. مجموعي طور سان ڪهاڻي جي هرمڪمل روايت کي، هڪ مستقبل روايت طور قلمبند ڪيو ويو آهي، باقي هڪ جهڙين يا قدري ناقص روايتن کي پيٽي انهن مان هڪ جامع روايت تيار ڪئي ويئي آهي.

هن ڪتاب ۾ شامل اوڻيتاليهن ڪهاڻين مان هرهڪ ڪهاڻيءَ جون جيڪي روايتون جتان بہ مليون آهن تن جا حوالا ڪتاب جي آخر ۾ شامل 'ضميمي' (۴۳۷- ۴۴۸) ۾ ڏنا ويا آهن. ڪن ڪهاڻين جي هڪ روايت تہ ڪن جون هڪ کان زياده روايتون مليون آهن، جن جو ضلعي ۽ تعلقيوار وچور هيٺينءَ طرح آهي. ڏنل انگ ڪتاب ۾ ڪهاڻين جو سلسليوار نمبر ڏيکارين ٿا.

**ضلعو سکر**

أباوڙو ۴، ۷، ۱۰، ۳۵،
ميرپور ماٿيلو ۲، ۱۳،
۲۰، ۲۱، ۳۸
پنو عاقل ۵
روهڙي۱
شڪارپور ۳۴

**ضلعو لاڙڪاڻو:**

شهدادڪوٽ ۲۲
وارھ ۱۲، ۱۴، ۲۹
قنبر ۱، ۱۱، ۱۸، ۲۷
ميرو خان ۱۷
لاڙڪاڻو ۳۰

**ضلعو دادو**

ڪڪڙ ۲۸
ڪوٽڙي ۲۳

**ضلعو نواب شاھ**

نوشهرو فيروز ۳٦

**ضلعو سانگھڙ**

شهدادپور ۲۷، ۳۱، ۳۲،
۳۳، ۳۹

**ضلعو حيدرآباد**

حيدرآباد ۱، ۵، ۱۱،
۱۵، ۱۹، ۲۹
ٽنڊوالهيار ۱، ۱۱
گوني ۹
بدين ۵، ۸، ۲۱، ۲۷

**ضلعو ٿرپارڪر**

سامارو ۳، ٦، ۱٦، ۲٦
مٺي [illegible]
ڇاڇرو ۲۴

**ضلعو ٺٽو**

ٺٽو ۲۵، ۲۹

مٿين تفصيل مان معلوم ٿيندو تہ ڪي ساڳيون ڪهاڻيون اُتر، وچولي توڙي لاڙ ۾ رائج آهن. مثلاً پهرين ڪهاڻي "گل انداز بادشاھ" جون چار روايتون هر هڪ روهڙي، قنبر، ٽنڊوالهيار ۽ حيدرآباد تعلقن مان مليون؛ پنجين ڪهاڻي "شهزور بادشاھ" جون پڻ چار روايتون هر هڪ پني عاقل، مٺي، بدين ۽ حيدرآباد تعلقن مان مليون؛ ۽ اوڻتيهين ڪهاڻي "شهزادو لال ملوڪ" جون ٽي روايتون واره، ٺٽي ۽ حيدرآباد تعلقن مان مليون. ڪن ڪهاڻين جي مڪمل روايت فقط هڪ پاڳي مان ملي آهي، پر انهن جا ڪي ٽاٽا ۽ واقعا ٻين پاڳن مان مختلف نالن سان مليل ڪهاڻين سان ملن ٿا: مثلاً ستين ڪهاڻي "امير حمزو ۽ ڪٺڪ راڻي" فقط تعلقي اُباوڙي مان ملي، مگر ان جا ڪي واقعا ۽ ساماري تعلقي مان مليل ڇهين ڪهاڻين "لال ملوڪ بادشاھ" جا ڪي واقعا پاڻ ۾ ملن ٿا. ان مان ظاهر آهي تہ آڳاٽي وقت کان وني سنڌ ۾ ڪهاڻيون عام مقبول ۽ مروج رهيون آهن، جو راوين اُتر واريون ڪهاڻيون لاڙ ۽ لاڙ واريون اُتر تائين پهچايون. جيڪڏهن ڪهاڻين جو ذوق ايترو عام نہ هجي ها تہ هر ڪهاڻي جو دائرو مڪاني طور محدود هجي ها.

جن ڪهاڻين جون هڪ کان زياده روايتون مليون، تن جي پيٽ سان ڪهاڻين جي سٽاءَ ۽ سلسلي جي صحت قائم ڪئي وئي آهي، مگر جن ڪهاڻين جون فقط اڪيليون روايتون مليون، تن مان ڪن ۾ روايت جا سُقم باقي آهن- جيئن ته ستين، پنجويهين ۽ ٽيٽيهين ڪهاڻيءَ ۾- جن ڏانهن هيٺ اشارا ڪجن ٿا:

ستين ڪهاڻي ”امير حمزو ۽ ڪٽڪ راڻي“ ۾ ديو امير حمزي جي ڪنوار کي جهلي ٿو محض انهيءَ لاءِ ته امير حمزو انهيءَ بهاني سان وٽس اچي. جڏهن امير حمزو آيو ته ديو کيس نهايت عاجزيءَ سان عرض ڪيو ته ’ڏقيل ديو‘ ڪانئس ڪٽڪ راڻي کسي ويو آهي جا امير حمزو مهرباني ڪري کيس وٺي ڏئي. امير حمزي جو جواب همدردي ۽ دلداري وارو آهي ۽ هو ديو کي ”چڱو يار!.... الاتوهار“ چئي موڪلائي سندس انهيءَ ڪم سان وڃي ٿو ۽ پنهنجي ڪنوار کي وٽس ئي ڇڏي وڃي ٿو (١٠٧). امير حمزي جي انهيءَ مرداني ڪردار جي فطري طور اها تقاضا آهي ته ’ڪٽڪ راڻي‘ آزاد ڪرائي اچي هن ديو کي پهچائي. پر راوي جي پنهنجي غلطي يا سندس ٻڌل غلط روايت سببان، جڏهن امير حمزو ڏقيل ديو کي ماري ڪٽڪ راڻيءَ کي آزاد ڪري ٿو ته سندس صحبت ۾ غرق ٿي وڃي ٿو (١٢٤)؛ نه فقط ايترو پر جڏهن واپس ديو وٽ موٽي اچي ٿو ته باوجود انهيءَ جي جو ديو نهايت نيازمنديءَ سان ڳالهائي ٿو ته به امير حمزو غيرت ۽ خار(؟) وچان ترار ڪيي هڪ ئي ڌڪ سان سندس سسي ڌار ڪري ڇڏي ٿو (١٢١). ڪهاڻيءَ جي سٽاءَ جي لحاظ سان ائين ڪرڻ امير حمزي جي ڪردار جي خلاف آهي ۽ ظاهر آهي ته اها روايت غلط آهي.

پنجويهين ڪهاڻي ”ولايت شاهه“ واري جي آخر ۾ ولايت شاهه کي ٽي خاص وٿون-لٺ، مٽيو ۽ سرمو-ملن ٿيون (٢٩١). ڪهاڻيءَ جي انهيءَ سٽاءَ جي تقاضا آهي ته وڏيڪ ڪارناما ڪري ۽ اهي وٿون کيس ڪم اچن: يا ڪم از ڪم انهن وٿن جا ڪرتب بادشاهه کي ڏيکاري يا انهن جي زور تي ظالم وزير کي مات ڪري. پر پائنجي ٿو ته راوي وٽ هن ڪهاڻيءَ جي انهيءَ آخري ڀاڱي جي روايت ڪٽل هئي، جنهنڪري اهي وٿون جيئن ولايت شاهه کي ملن ٿيون، تيئن بنا استعمال جي وٽس رهن ٿيون ۽ ڪهاڻي پوري ٿي وڃي ٿي.

شهزادي ”ساعت ملوڪ“ واري ٽيٽيهين ڪهاڻيءَ ۾ ساعت ملوڪ کي هڪ فقير ملي ٿو، جو ساڻس نيازمنديءَ سان پيش اچي ٿو ۽ کيس ”سيلهي ڏنڊو“ تحفو ڪري ڏئي ٿو. ساعت ملوڪ طرفان پهريائين انهيءَ فقير تي سيلهي ڏنڊي جو وار ٿئي

ٿو. اِڳتي وري ٻيو فقير ساعت ملوڪ سان محبت سان ملي ٿو ۽ ڪيس 'فوري طعام مهيا ڪندڙ ديڳڙي' سوکڙي ڪري ڏئي ٿو، پر ان کي پڻ سيلهي ڏنبي سان مارايو وڃي ٿو (۳۹۲). ظاهر آهي تہ اها راويءَ جي پنهنجي غلطي آهي، جنهن بنا سوچ سمجهہ جي ساعت ملوڪ جي سڄڻن تي سيلهي ڏنبي جو وار ڪرائي کين مارايو آهي، جو تہ اڳتي ٽيون فقير ساعت ملوڪ کي "اُڏند کٽولي" تحفي طور ڏئي ٿو، پر اُن کي ڪونہ ٿو ماريو وڃي.

باوجود زباني روايتن جي انهن جزوي خامين جي، ڪهاڻين جو هيءُ مجموعو سنڌي لوڪ ادب جو هڪ قيمتي سرمايو آهي، جنهن کي وڏي ڪوشش ۽ احتياط سان سهيڙيو ويو آهي ۽ ڪافي ڏيان سان سوڌيو ۽ سنواريو ويو آهي.

— ن. ب



# عنوانن جي فهرست



# گل انداز بادشاهہ

هڪڙو هو بادشاهہ،- بادشاهہ تہ پاڻ الله آهي، پر هو زماني جو بادشاهہ هو. لاءِ لشڪر، مال متاع ۽ ڌن دولت جي وٽس ڪمي ڪانہ هئي. جيڪڏهن ڪو غم هوس، تہ فقط اهو جو ڪيس ڇهن راڻين جي هوندي بہ ڪو اولاد ڪونہ هو. بادشاهہ انهيءَ ڳڻتيءَ ۽ غم ۾ ڏينهون ڏينهن ڳرندو ويو. هڪڙي ڏينهن هڪڙو درويش اوچتو اچي بادشاهہ جي ڪچهريءَ ۾ نڪتو. بادشاهہ درويش کي سوال ڪيو تہ "اي درويش، خدا جي درگاهہ مان مون کي اولاد وني ڏي!" فقير بادشاهہ کي چيو تہ "بادشاهہ سلامت، توکي اولاد نصيب ۾ لکيل آهي، پر تڏهن جڏهن تون ستين شادي ڪندين!" بادشاهہ اها ڳالهہ ٻڌي. ڏاڍو سرهو ٿيو، ۽ پنهنجي وزير کي حڪم ڏنائين تہ "منهنجي لائق ڪنان ڀانهن جو بندوبست ڪر!"

ٻئي ڏينهن بادشاهه ۽ وزير ڪجهه لشڪر ساڻ ڪري شڪار تي نڪتا. گهوڙا ڊوڙائيندي ڊوڙائيندي، ڏينهن ٽپي وين، پر شڪار هٿ نه لڳن. بادشاهه کي اُڃ ۽ ٿڪ ڏاڍو هلاڪ ڪيو. وزير، بادشاهه کي اتي ڇڏي، پاڻ گهوڙي تي چڙهي، اتي پاڻيءَ جي ڳولا ۾ نڪتو. اڃا ٿورو پنڌ ڪيائين، ته هڪڙي جهوپڙي ڏسڻ ۾ آيس. گهوڙي کي هڪلي وزير جهوپڙيءَ وٽ آيو، ۽ در تي بيهي سڏ ڪيائين. اندران هڪ جوان ڇوڪري نڪري آئي. وزير اُن ڇوڪريءَ کان پاڻي گهريو، جنهن پاڻيءَ جو وٽو ڀري، ان ۾ ٿورو ٻُهه وجهي، آڻي هٿ ۾ ڏنس. وزير به اهو پاڻي کڻي تکڙو تکڙو بادشاهه وٽ آيو. پاڻي پيڻ کان پوءِ، بادشاهه جڏهن سامت ۾ آيو، تڏهن وزير کان پڇيائين ته "پاڻيءَ ۾ جو ٻُهه پيو هو، تنهن جو سبب ڇا؟" وزير سموري ڳالهه ڪري ٻڌايس، ۽ چيائين ته "ان جو سبب ڇوڪريءَ کان پڇجي، ته بهتر!" بادشاهه ۽ وزير ٻيئي ڄڻا پوءِ سڌا جهوپڙيءَ وٽ آيا، ۽ سندن سڏ تي اُهائي ڇوڪري ٻاهر نڪري آئي. بادشاهه ڇوڪريءَ کان پڇيو ته "ڇوڪري! جڏهن توکي وزير ٻڌايو هو ته بادشاهه پاڻي پيئندو، تڏهن تو اُن ۾ ٻُهه ڇو وڌو؟" ڇوڪريءَ جواب ڏنو ته "بادشاهه سلامت! مون سمجهيو ته هن سخت ڪاڙهي ۾ بادشاهه سلامت کي اُڃ لڳي آهي؛ جيڪڏهن يڪساهيءَ پاڻي پيئندو، ته لاشڪ نقصان ٿيندس: تنهنڪري ان ۾ ٻُهه وڌم ته من آهستي آهستي پاڻي پئي." بادشاهه ڇوڪريءَ جو هيءُ عقل ڏسي حيران ٿي [illegible] پڇيائينس، "ڀلا توکان سواءِ ٻيو ڪو ٻاتي گهر ۾ آهي، يا اڪيلي آهين؟" ڇوڪريءَ ورائيو، "بادشاهه سلامت! هن وقت ڪوبه ڪونهي [illegible] آهي سنڌيءَ ۾ [illegible] [illegible] آهي پاڻي [illegible] آهي [illegible]
[illegible] ڇوڪريءَ [illegible]
ڳالهه [illegible] سمجهي [illegible] ڪجهه ڇوڪريءَ
جيڪا [illegible]

بادشاهه کي جواب ڏنائين ته "جيئندا قبلا، آءُ خود ڇوڪريءَ جي ڳالهه سمجهي نٿو سگهان." تڏهن بادشاهه ڇوڪريءَ کان ڳالهه جو مطلب پڇيو. ڇوڪريءَ کلي وراڻيو ته "جهان پناها! ڪنهن لاش سان ڪانڌي ٿي ويو آهي، اما ويٺي آهي ڏڌ وڪڻڻ، ۽ بابو ويو آهي اما جي پويان ته متان ڪنهن جي پريت جي پيچ ۾ نه اچي وڃي." بادشاهه ڇوڪريءَ جون هي ڳالهيون ٻڌي، هيڪاري حيران ٿي ويو، ۽ وري پڇيائينس ته "ڀلا تنهنجو نالو ڇا آهي؟" ڇوڪريءَ وراڻيو ته "نه مئي نه مرندي!" بادشاهه هڪو ٻڪو ٿي، وزير ڏانهن ڏٺو، جنهن چيس ته "قبلا، ڇوڪريءَ جو نالو 'جيئندي' آهي."

پوءِ بادشاهه ۽ وزير گهوڙن تي چڙهي، اچي پنهنجي جاءِ تي پهتا. ٻئي ڏينهن، بادشاهه وزير کي حڪم ڪيو ته "هڪدم انهيءَ ڇوڪريءَ جي ماٽن کان منهنجي لاءِ سڱ جي گهر ڪئي وڃي- بس اهائي ڇوڪري منهنجي راڻي ٿيڻ جي لائق آهي!" بادشاهه جو خيال ڏسي، وزير سڌو ڇوڪريءَ جي پيءُ وٽ آيو. اوپاريون لهواريون ڪندي، پنهنجي اچڻ جو مقصد ظاهر ڪيائين، ۽ بادشاهه جي لاءِ سڱ جي گهر ڪيائين. ڇوڪريءَ جو پيءُ پهريائين ته وائڙو ٿي ويو ته 'اسين غريب ماڻهو، سو بادشاهه ڪيئن ٿو اسان کان سڱ جي گهر ڪري!' پر پوءِ وزير جي يقين ڏيارڻ تي خوشيءَ سان ڳالهه قبول ڪيائين. بادشاهه يڪدم ڪٺي شاديءَ جي تياري ڪئي، ۽ ٻن ٽن ڏينهن ۾، ان سياڻيءَ سياڳيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪري، خير سان خوش ٿي، اچي ساڻس هڪ جدا محلات ۾ رهڻ لڳو.

خدا جي قدرت اهڙي، جو جڏهن بادشاهه هن ستينءَ راڻيءَ سان شادي ٿي ڪئي، تڏهن سندس ڇهن ئي راڻين کي اڳي ئي ڪا اميدواري هئي! ٿورن گهڻن ڏينهن کان پوءِ، ستينءَ راڻيءَ کي به ڏينهن ٿيا. ٿيندي ٿيندي، نيٺ ڇهن ئي راڻين کي ڇهه پٽ ڄاوا؛ پر ستينءَ کي پاسا آجا ڪرڻ

۾ اچا مهينا پيا هئا، جنهن جي پروڙ بادشاهہ کي ڪانہ هئي. بادشاهہ، جيڪو ورهين کان اولاد جو سڪايل هو، تنهن جو ڇهہ پٽ اڪئين ڏٺا، سو اڳين راڻين سان نئين سر قرب ۾ ڪڙجي ويو، ۽ ستينءَ راڻيءَ کي بنهہ وساري ڇڏيائين- ايتريقدر جو هن جي محلات ڏانهن منهن ڪري نهارڻ بہ ڇڏي ڏنائين. ننڍيءَ راڻيءَ پنهنجيءَ پر ۾ گهڻيئي حيلا وسيلا ڪيا، پر ڪجهہ بہ ڪونہ وريو. ٿورين گهڙين ڏينهين، ستينءَ راڻيءَ کي بہ خير سان پٽ ڄائو: راڻي بهار بهار ٿي ويئي، ۽ ڏاڍي لاڏ پيار سان هن جو نالو "گل انداز" رکيائين. بادشاهہ، جو ڏانهنس ايڏو اگوندرو ٿي ويو هو، سو راڻيءَ بہ پٽ ڄمڻ جي خبر هن کي ڪانہ ڏني. ۽ دل ڏاڍي ڪري، ڳجهہ ڳوهہ ۾، پنهنجي منهن پاڻ، پٽ جي پالنا ڪرڻ شروع ڪري ڏنائين؛ ۽ جڏهن ڇوڪرو سمجهہ پريو ٿيو تڏهن هن جي پڙهڻ ۽ پهلوانيءَ جي فن سکڻ جو جوڳو بندوبست ڪيائين. شهزادو اڃ ننڍو سياڻ وڏو، تان جو اچي جوان ٿيو، پر انهيءَ عرصي ۾ نہ پنهنجي محلات کان ٻاهر نڪتو، ۽ نہ ڪڏهن پيءُ جي ئي شڪل ڏٺائين.

هڪڙيءَ رات، جيئن بادشاهہ پنهنجي محلات ۾ ستو پيو هو، تيئن اڌ رات مهل خواب ۾ ڇا ڏسي تہ 'روپو ٿُڙ' سونا ڏارَ، جواهري پَن- لعلون پيون لڙڪن: تنڌڙي هير پيئي لڳي؛ ۽ چار پريون آهن، جي روئن بہ پيون ۽ لعلون بہ پيون چوندين!' بادشاهہ ڇرڪ ڀري اٿي ڪڙو ٿيو. حيرت جهڙو خواب هو! گهڻوئي مٿو هنيائين، پر سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ آيس، ۽ انهيءَ فڪر ۾ صبح تائين ننڊ نہ آيس- اُٿلندي پُٿلندي، لوچ پوچ ۾ صبح ٿي ويس. صبح ٿيڻ شرط دربار ڪوٺائين، ۽ اميرن، وزيرن ۽ نجومين کي خواب ٻڌائي، تعبير جي گهر ڪيائين. اميرن، وزيرن ۽ ڏاهن گهڻيئي مٿا مونا هنيا، پر خواب جو تعبير نہ ڪري سگهيا. آخر هڪڙي جهور پوڙهي نجوميءَ رمل هڻي ٻڌايس تہ "بادشاهہ سلامت، انهيءَ خواب جو تعبير جيڪڏهن ڪو آهي تہ تنهنجا پٽ ئي اهو توکي ڪٿان آڻي ٻڌائي سگهن

تا!" بادشاهہ کي ستين پٽ جي تہ خبر ئي ڪانہ هئي، تنهنڪري ڇهن ئي پٽن کي گهرائي، کين خواب جي تعبير آڻي ڏيڻ جو حڪم ڪيائين. شهزادن، ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، سفر جي تياري ڪئي، ۽ ناڻي جون خرزينون ڀري، گهوڙن تي سوار ٿي، هڪڙي پاسي هڪلي اٿي راهي ٿيا.

اجا پنهنجي ملڪ جي حد ئي ڪانہ ڇڏي هئائون، تہ ڌاڙيلن جو هڪ ٽولو ڦري آين، جن ڪائنن خزانو ڦري، کين ٻڌي ڪٽي هڪڙيءَ جاءِ ۾ قابو ڪيو. ٻارهن مهينا گذري ويا، مگر شهزادن جو ڪو پتوئي ڪونہ پيو. نيٺ بادشاهہ شهزادن جي خبر آڻڻ لاءِ چئن ئي ڪنڊن تي ماڻهو موڪليا، ليڪن سڀ نااُميد ٿي موٽي آيا. ۽ ٿيندي ٿيندي بادشاهہ بہ پٽن جي موٽڻ جو آسرو لاهي ويهي رهيو.

خدا جي قدرت سان هڪڙي ڏينهن اهو ساڳيو درويش بادشاهہ جي ڪچهريءَ ۾ اچي وارد ٿيو. بادشاهہ هن فقير کي پنهنجي خواب، ۽ خواب جي تعبير آڻڻ لاءِ ڇهن ئي پٽن جي سفر تي اسهڻ جو ذڪر ڪري ٻڌايو. فقير سمورو احوال ٻڌي، بادشاهہ کي چيو تہ "بادشاهہ سلامت، تنهنجي انهيءَ خواب جو تعبير سواءِ تنهنجي ستين پٽ جي ڪوبہ آڻي ڪونہ سگهندو. ان کي ئي موڪلين ها." بادشاهہ حيران ٿي چيو تہ "درويش! مون کي انهن ڇهن پٽن کانسواءِ ڪو ٻيو پٽ آهي ئي ڪونہ!" ان تي درويش کلي چيو تہ "بادشاهہ سلامت، تنهنجون راڻيون ست، ۽ پٽ ڇهہ! اهو ڪو حساب نهي ٿو؟ توکي ستينءَ راڻيءَ مان بہ پٽ آهي، پر تون نڪو اوڏانهن ويو آهين ۽ نہ ئي توکي خبر آهي." بادشاهہ، اها ڳالهہ ٻڌي، پنهنجي ننڍيءَ راڻيءَ سان ڪيل بي وفائيءَ تي ڏاڍو پشيمان ٿيو. هيڪاري انهيءَ تي عجب ٿيس تہ ڪيس ستين پٽ جي ڇو خبر ڪانہ پيئي؟ تنهنڪري درويش کي چيائين تہ "سائين، هاڻي اوهين پاڻ هلي مون کي پنهنجي اُن سياڳي ستين پٽ سان ملايو!" پوءِ درويش ۽ بادشاهہ ٻيئي گڏجي، ننڍيءَ راڻيءَ جي محلات جي در تي آيا. درويش چيو تہ "بادشاهہ سلامت،

تنهنجي پٽ جو نالو 'گل انداز' آهي، ۽ 'گل انداز' ڪري سڏ، تہ پاڻهي توکي جواب ملندو." بادشاه، فقير جي چوڻ موجب، "گل انداز" ڪري سڏ ڪيو. راڻيءَ بادشاه جو آواز سڃاتو، ۽ خيال ڪيائين تہ 'اڄ سالن کان پوءِ بادشاه هن طرف آيو آهي، ۽ وري گل انداز جو نالو وٺي سڏ ڪيو اٿس، ضرور ڪنهن ڏوتيءَ ڏوتسو ڪيو آهي، يا ڪنهن چغل چغلي هنئي آهي؛ انهين نہ تہ ئي، جو شهزادو مون کان ڪسجي وڃي!' سو ٻچا ڇڪيائين، جي شهزادي کي کوهيءَ ۾ لڪائي، بادشاه کي محلات ۾ گهرايائين. بادشاه، درويش سميت، محلات ۾ داخل ٿيو، ۽ اچڻ شرط راڻيءَ کان گل انداز جي پڇا ڪيائين. راڻيءَ، ڄاڻي واڻي نٽائڻ خاطر، بادشاه کان پڇيو تہ "بادشاه سلامت! ڪهڙو گل انداز؟" تڏهن درويش راڻيءَ کي چيو تہ "راڻي! اسان درويشن کان ڪابہ ڳالهہ ڳجهي ڪانہ رهندي آهي. بادشاه کي پٽ جي خبر هجي ها، تہ پهريائين اچي ها؛ پر مون ئي کيس تنهنجي گل انداز جي خبر ڏني آهي. هاڻي کوهيءَ مان گل انداز کي ٻاهر ڪڍ، تہ پنهنجي پيءُ سان ملي." راڻيءَ جڏهن ڏٺو تہ ميڙائي جا ڏينهن موٽيا آهن، تڏهن خوش ٿي شهزادي گل انداز کي ٻاهر آڻي، بادشاه جي آڏو بيهاريائين. شهزادو پيءُ سان ڏاڍي ادب سان مليو، ۽ بادشاه بہ پنهنجي پٽ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. اتي درويش بادشاه کي وريءَ بہ ٻڌايو تہ "بادشاه سلامت، اهوئي ڇوڪرو آهي، جيڪو تنهنجي خواب جو تعبير توکي آڻي ڏيندو!" ان کانپوءِ، بادشاه، درويش ۽ شهزادو گل انداز گڏجي دربار ۾ آيا، ۽ ڪيترن ڏينهن تائين سڄيءَ بادشاهيءَ ۾ خوشيون ۽ شادمانا ٿيندا رهيا.

ڪجهہ وقت گذرڻ بعد، بادشاه، شهزادي گل انداز کي پنهنجو خواب ٻڌائي، چيو تہ "پٽ! جڏهن کان اهو خواب ڏٺو اٿم، تڏهن کان نڪو اٿم ڏينهن جو قرار، نڪو اٿم رات جو آرام. درويش جي چوڻ موجب تون ئي هن خواب جو تعبير آڻيندين. تنهنڪري ستن ڏينهن اندر تياري ڪر، ۽

الله تي آسرو رکي، خواب جي تعبير هٿ ڪرڻ لاءِ روانو ٿي وڃ!" انهيءَ تي گل انداز سفر جي تيار ڪئي، ۽ پورن ستن ڏينهن کان پوءِ ٻه هو هيني کان موڪلائي، اچي ڳاڙهي جون خرزينون پري، اُتي روانو ٿيو. اجا پنهنجي ملڪ جي حد ئي پار ڪانه ڪئي هئائين، ته هن کي اُهي ساڳيا ڏاڙيل ڦري آيا، جن سندس ڀائرن کي ڦري ماري قيد ڪيو هو. ڏاڙيلن هن کي چيو ته "مالِي، گهوڙي سميت، اسان جي حوالي ڪر، نه ته تنهنجو خير ڪونهي!" گل انداز کين چيو ته "اوهين ٻه مڙس آهيو، ۽ آءٌ ٻه مڙس آهيان؛ جيڪڏهن اوهان کي مردن وانگر مقابلو ڪرڻو هجي، ته پوءِ هٿيارن سان يا بنان هٿيارن جي هڪ هڪ تي مقابلو ڪريو. جي اوهان کٽيو، ته مال ۽ گهوڙو اوهان جو؛ جي مون کٽيو، ته پوءِ جيڪي مون کي وڻيو، سو اوهان سان ڪندس." ڦورن اها ڳالهه ٻڌي، خيال ڪيو ته 'اسان مان هرهڪ هن ڇوڪري جهڙا ڪئين کايو ڪپايو ويٺو آهي، سو هي اسان کي ڇا ڪندو!' تنهنڪري شهزادي گل انداز جو شرط قبول ڪيائون، ۽ هڪڙو هڪڙو ٿي، بيهي هن سان مقابلو ڪرڻ لڳا. گل انداز جي پهلوانيءَ جو فن ۽ پنهنجيءَ جاءِ تي هو، ۽ جيڪي ان جا انگ هن کي ياد هئا، تن مان هڪڙي هڪڙي انگ پيچ سان ڇهن ئي ڏاڙيلن کي جدا جدا ڪيرائي، ٻڌي سوگهو ڪندو، هڪ پاسي اڇلائيندو ويو- تان جو جڏهن ڇهه ئي ڏاڙيل ٻڌجي سڪ تي ويا، تڏهن پاسي ۾ بيٺل پير جي وڻ مان تلهڙون وڍي، هڪ منو تي، بيهي سٽڻ لڳن. چي: "سچي ڪريو، هن کان اڳ اوهان ڪهڙا ظلم ڪيا آهن؛ ۽ اوهان جي رهڻ جي جاءِ ڪهڙي آهي؟" پهريائين ته ڏاڙيلن سچي ئي ڪانه ڪئي، پر چوندا آهن ته "موچڙن کان جن ٻه ڀڄي وڃن". تنهنڪري شهزادي کي وني وڃي پنهنجو تاڪُ ڏيکاريائون، جتي هن جا ڇهه ئي ڀائر قيد هئا. گل انداز ڇهن ئي ڀائرن کي ڇڏائي ڪٽي ساڻ ڪيو، ۽ ڏاڙيلن کان آئيندي جي چڱي چال جو سنهن ساک وني. اُتي اڳتي هليو.

هلندي هلندي، ڇهن ڀائرن مان هڪڙي هن کان خبرچار پڇي. گل

انداز ٻڌاين تہ "آءٌ اوهان جو ننڍو ڀاءُ، گل انداز آهيان، ۽ بادشاهہ سلامت جي خواب جي تعبير لاءِ نڪتو آهيان. - هاڻي ست ئي ڄڻا گڏجي هلي ٿا ڪوشش ڪريون." انهن ڀائرن جڏهن ٻڌو تہ هي بہ اسان جو ڀاءُ آهي، تڏهن حسد ٿين تہ هيءُ اسان کان ننڍو، سو اسان کان ڪٿي ڪسر نہ ڪٽي وڃي! تنهنڪري خيال ڪيائون تہ موقعو وٺي، هن کي ڪنهن طرح ختم ڪري ڇڏجي! بہ چار ڏينهن گڏ مسافري ڪرڻ کان پوءِ، گل انداز ڀائرن جي اجائي سُس پس ۽ اشارن اندازن مان سهي ڪيو تہ هنن جي نيت ۾ مڙيوئي ڪو خلل آهي، ۽ منجهانئن نيٺ بہ هن کي نقصان رسڻو آهي. تنهنڪري، جيڪا بہ مالي پاڻ سان ساڻ آندي هئائين، سا ڇهن ئي ڀائرن کي ڏيئي، هنن مان جند ڇڏايائين، ۽ پنهنجي منهن، اڪيلوئي اڪيلو راهہ وٺي اتي هڪ پاسي روانو ٿيو.

هلندي هلندي، شهزادو گل انداز، ٿورن ڏينهن کان پوءِ، آخر اچي هڪ باغ ۾ پهتو. نظر ڦيرائي ڏٺائين تہ باغ تہ سڄو سڪو پيو آهي، پر ان جي بنهہ وچ ۾ هڪڙو ڪوهہ آهي، جنهن تي صحيح سلامت نار چڙهيو پيو آهي! باغ ۾ ٿورو اڳيرو ويو تہ ڏٺائين تہ هڪڙي هنڌ هڪڙو جهور پوڙهو فقير ستو پيو آهي. هن کي يقين ٿي ويو تہ منهنجو مطلب ٿيڻو آهي تہ هن ئي فقير وٽان پورو ٿيندو. سو خيال ڪيائين تہ جيسين فقير سجاڳ ٿئي، تيسين ڇو نہ باغ کي ويهي پاڻي ڏيان. اها ڳالهہ ڳڻي، هن باغ کي پاڻي ڏيڻ شروع ڪيو. بہ چار ڏينهن گذري ويا، پر فقير ننڊ مان پاسو بہ ڪونہ ڇوريو! شهزادو ويچارو باغ جو ڪم ڪندو رهيو، تان جو ڪيترا ڏينهن ائين گذري ويس. تيسين باغ بہ سڄو سرسبز ٿي ويو. قسمين قسمين ميوا بہ ان ۾ پچي تيار ٿيا. پوءِ تہ شهزادو اهي ميوا کائي پيو اتي وقت گذاريندو هو. نيٺ ڇهن مهينن کان پوءِ فقير سجاڳ ٿيو. اک کٽي کولي، تہ ماڙ! سڄو باغ سرسبز لڳو پيو آهي! سو رڙ ڪيائين تہ "جن هجين، ڀوت هجين يا دنيا جو آدمي هجين، اُتي ڏي جواب: نہ تہ اَهُر جيڏا داٽا ڪري

ڇڏيندو ساڻس!" شهزادي جواب ڏنو ته "نڪي جن آهيان، ۽ نڪي ڀوت؛ دنيا جو ماڻهو آهيان ۽ دنيا جي ڪنهن ڪم پنيان هتي اچي نڪتو آهيان!" ائين چئي، "آديس گرو، آديس گرو" ڪري، اچي پيرمرد جي پيرن تي ڪريو. فقير هن کي ٻانهن کان وٺي اُٿاريو، ۽ چيائين ته "ٻچا! جي 'آديس گرو، آديس گرو' نه ڪرين ها، ته اَهُر جيڏا داٽا ڪري ڇڏيئين ها!" توريءَ دير کان پوءِ، شهزادي گل انداز ڪجهه ميوا پٽي، آڻي فقير کي ڏنا. فقير ميوا کائي ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ گل انداز کي چيائين ته "ٻچا، تو منهنجي باغ کي سائو ڪيو آهي، هاڻي گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي!"
شهزادي به فقير کي راضي ڏسي، پيءُ جي خواب واري سموري حقيقت هن کي ٻڌائي، ۽ عرض ڪيائين ته "فقير سائين، هاڻي آءٌ منجهي پيو آهيان ته ڪيڏانهن وڃان، ۽ ڪيئن ڪريان؟ مهرباني ڪري مون کي ڪنهن دڳ لائي!" فقير گل انداز کي چيو ته "ٻچا، تمام مشڪل ڪم ۾ هٿ وڌو اٿئي، پر هاڻي خدا مڙيوئي چڱي ڪندو: هتان اولهه طرف مهيني جي پنڌ تي هڪڙو سمنڊ آهي؛ سمنڊ اُڪرڻ کان پوءِ 'ننڊ ولايت' آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري ديو ۽ پريون رهندا آهن- اهي ڇهه مهينا جاڳندا آهن ۽ ڇهه مهينا سمهندا آهن، تون 'ننڊ ولايت' جي سر اُتر طرف هليو وڃ؛ ٻن ڏينهن جي مسافريءَ کان پوءِ، توکي هڪرو ٻَڙَ جو وڻ ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن جي ڀرسان هڪڙي ماڙي هوندي؛ تنهنجي خواب جو تعبير ان ماڙيءَ ۾ آهي. هيءُ تعويذ وٺي سوگهو ڪر، ۽ جڏهن اهو ٻانهن ۾ ٻڌندين، ته توکي ڪو به ديوان پري نقصان ڪونه رسائي سگهندو."
شهزادو گل انداز تعويذ ٻانهن ۾ ٻڌي، فقير کان موڪلائي، اُتي اولهه طرف هليو. وات تي هڪڙي هنڌ ڏسي ته ٻرپٽ ۾ هڪڙو خوبصورت نوجوان، جنهن کي موڙ ٻڌل آهن ۽ ميندي لڳل آهي، سو منهن مٿو پيو پٽي ۽ هانءُ ڦاڙي رڙيون پيو ڪري. گل انداز گهوڙي کي هڪلي سڌو ان وٽ پهتو، ۽ خبرچار پڇيائينس. هن ٻڌايو ته "آءٌ شادي ڪري ڄڃ سان



پئي آيس، تہ اوچتوئي اوچتو، هن پٽ ۾ سڀ جيڪي غائب ٿي ويئي، هاڻي آءٌ اڪيلو هن برپٽ ۾ پيو دانهون ڪريان. خبر نہ ٿي پوي تہ هي ڪهڙو طلسم آهي! تون ئي چئو تہ هاڻي آءٌ ڪهڙو منهن ڪٺي ڳوٺ وڃان؟" گل انداز، اها خبر ٻڌي، حيران ٿي ويو. نوجوان کي اتي بيهاري، پاڻ گهوڙو هڪليندو، سڌو فقير وٽ آيو، ۽ اچي ساري حقيقت ٻڌايائينس. فقير چيس تہ "بابا، تون ان ڳالهہ ۾ هٿ نہ وجهہ. تون جنهن ڪم سان آيو آهين، سان ڪري وڃي اهو ڪر!" پر گل انداز چيس تہ "سائين، هو ويچارو رڻ ۾ رُلي رُلي مري ويندو؛ ڪيئن بہ هجي، پر هن کي پنهنجي ڪنوار جيج سميت ضرور ملڻ گهرجي." فقير، لاچار ٿي گل انداز کي ٽي ڳالهيون ٻڌايون ۽ چيائينس تہ پهريون گل ميدان ۾ اڇلائيندين، تہ ڌوڙ جو طوفان لڳندو؛ غبار لهڻ کان پوءِ، هڪڙو ڪوٽ نظر ايندئي، جنهن کي چوڌاري ڪوبہ دروازو ڪونہ هوندو؛ وري ٻيو گل ان ڪوٽ کي هڻندين، تہ ڪوٽ غائب ٿي ويندو، ۽ اُتي باهہ جو مچ پيدا ٿيندو؛ جڏهن باهہ جهڪي ٿيندي، تڏهن ان مان هڪڙو هيبتناڪ جادوگر نڪري ايندو؛ تون ڪوبہ ڊپ ڊاءُ نہ ڪري، تلوار جي ڌڪ سان سندس سري لاهي ڇڏج: ان کان پوءِ، ٽيون گل

وري مڇ ۾ ڦٽو ڪيج، تہ جادوءَ جو سڄو اثر غائب ٿي ويندو ۽ اهو ماڳيو جادوگر، ماڻهوءَ جي صورت ۾، تنهنجي آڏو هوندو، پر منجهس اُها اڳين طاقت نہ هوندي- تون هن کي مارجئين نہ، پوءِ جيئن چوندينس، تيئن ڪندو!"

شهزادو گل انداز، فقير جي سڄي ڳالهہ سمجهي، ليٽي گل ڪٽي، اُن ميدان ۾ آيو. جيئن فقير سمجهايو هوس، اُئين ئي ڪري، جادوگر کي هٿ ڪيائين. جادوگر هٿ ٻڌي شهزادي کي منٿون ڪيون تہ "ڏٺيءَ جي نالي مون کي نہ مار، باقي جيئن چوندين تيئن ڪندس!" شهزادي چيس تہ "اول اسان کي اُها ڇڄ صحيح سلامت گهرجي. جيڪا تو هِن ميدان مان غائب ڪئي آهي." جادوگر گل انداز کي وٺي وڃي اُها ڇڄ [redacted] ڪنوار ڏيکاري. شهزادي اُن جاءِ جون ٻيون بہ ڪُوٺيون گهمي ڏٺيون، جن ۾ ڪيترائي ماڻهو ۽ نيون نويليون ڪنواريون بند هيون. شهزادي انهن سڀني کي آزاد ڪرائي، خير سان پنهنجي پنهنجي ملڪ ڏانهن روانو ڪيو. انهن ۾ هڪڙيون بہ ڇٽيون، جي بادشاهي گهراڻي جون ڏسڻ ۾ ٿي آيون، تن جو دنيا ۾ ڪوبہ عزيز باقي ڪونہ هو؛ تنهنڪري شهزادي گل انداز گهوٽ کي چيو تہ "تون پنهنجي ڇڄ وٺي روانو ٿيءُ؛ پر هي بہ شهزاديون تو وٽ امانت آهن: جي جيسيرو موٽيس، تہ تو وٽان وٺي ويندوسانءِ، نہ تہ الله داني تو داني، اهي توکي پرتيون، پنهنجي ساهہ سئين سارسنڀار پيو لهجئين."

اِئين چئي، گل انداز پنهنجو رستو ورتو.

ڪجهہ ڏينهن جي مسافريءَ کان پوءِ، هڪڙي ڏينهن شهزادو ٿڪجي پيو، ۽ آرام ڪرڻ لاءِ هڪڙي وڏي وڻ جي ڇانو هيٺ گهوڙي جا سنج سرانديءَ کان رکي، سمهي رهيو. پورا پيهر ٿيا ۽ سج ڪاپار تي آيو، تہ اوچتو پکين جي ڦڙڦڙ ۽ آواز تي سندس اک کلي. ڏسي ڪٿي تہ هڪڙو وڏو نانگ وڻ تي پيو چڙهي؛ مٿي وڻ تي، جو نظر پيس تہ ڏسي تہ هڪڙو آکيرو آهي، جنهن ۾ پکيءَ جا ٻچا آهن، جي نانگ کي مٿي ايندو ڏسي،

ڦڙڪيون پيا ڪائين ۽ دانهون پيا ڪن. شهزادي سمجهيو تہ نانگ انهن ٻچن کي کائي ڇڏيندو، سو ڪڍندي ئي ترار وڻ تي چڙهي ويو، ۽ هڪ ئي ڌڪ سان نانگ ماري ان کي ٽڪر ٽڪر ڪري، پکيءَ جي ٻچن آڏو آڪيري ۾ رکي، پاڻ لهي، وري سمهي رهيو. مچاڻ جو اهو آکيرو گرڙ پکيءَ جو هو، جنهن کي ٻن ٽن ڏينهن کان شڪار هٿ نہ آيو هو. سو صبح جو ٻچن کي چئي ويو هو تہ 'جيڪڏهن اڄ بہ ڪو شڪار نہ لڳو تہ اوهان جو خير ڪونهي!' ٻچن، جو نانگ جا پيرا آڏو ڏٺا، سي ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ ڪجهہ پاڻ کاڌائون ۽ ڪجهہ پنهنجي پيءُ لاءِ رکي ڇڏيائون. خدا جي قدرت، جو گرڙ پکيءَ کي ان ڏينهن بہ شڪار هٿ ڪونہ آيو، سو بک کان ڇتو ٿي آکيري ۾ گهڙيو، ۽ نانگ جي پيرن کي پيل ڏسي ڪائڻ ۾ جنبي ويو. جڏهن ڪائي ڍؤ ڪيائين، تڏهن هڪل ڪري چيائين تہ "ڪي ٻچيا بہ آهيو، يا سڀ کاڄي ويئو؟" ٻچا، جيڪي گرڙ جي اچڻ وقت لڪي ويا هئا، سي 'چُون چُون' ڪري ڊوڙي آيا. گرڙ پکيءَ ٻچن کان پڇيو تہ "اوهين سڀ سلامت آهيو، پوءِ مون ڇا کاڌو؟" ٻچن سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌايس تہ "وڻ هيٺان جيڪو ماڻهو ستو پيو آهي، انهيءَ اسان جي جان بچائي آهي، نہ تہ اڄ اسان کي جيئرو نہ ڏسين ها." گرڙ پکيءَ ٻچن جي اها ماجرا ٻڌي، دل ئي دل ۾ ڏاڍا شهزادي جا ٿورا مڃيا.

انهيءَ مهل سج لڙي ويو هو، جنهنڪري وڻ جي ڇانو بدران شهزادي گل انداز تي اُس اچي ويئي هئي. پر هن تي جو ننڊ جا الوٽ چڙهيل هئا، تنهنڪري اک ئي ڪين کليس. گرڙ پکي، اهو حال ڏسي، يڪدم وڻ تان لهي آيو، ۽ پنهنجا پر پکيڙي شهزادي مٿان ڇانو ڪري بيهي رهيو. هوشيار ٿيڻ تي، گل انداز پنهنجي مٿان گرڙ پکيءَ کي ڏسي، ڏهلجي ويو. پر گرڙ پکيءَ چيس تہ "اي انسان! تون ڪنهن بہ قسم جو [illegible] تو منهنجي ٻچن جي جان بچائي آهي، تنهنڪري آءٌ منهنجو [illegible] جيڪو [illegible] چوندين، اکين سان ڪري [illegible]

ڪري چيس تہ "مون کي 'ننڊ ولايت' پهچڻو آهي، تنهنڪري تنهنجي مدد جي ضرورت آهي." گرڙ پکيءَ اها ڳالهہ وڏيءَ خوشيءَ سان قبول ڪئي، ۽ اُتي جو اُتي گل انداز کي پٺيءَ تي ڪٽي ونئي اُڏاڻو. اڏامندي اڏامندي "ننڊ ولايت" جي سرحد تي نيئي شهزادي کي ڇڏيائين.

شهزادو گرڙ پکيءَ کي موڪل ڏيئي، 'ننڊ ولايت' جي شهر ۾ آيو، پر ڇا ڏسي تہ جو ماڻهو جتي آهي، سو اُتي ئي ستو پيو آهي. گهمندي گهمندي، شهزادو نيٺ هڪڙيءَ محلات ۾ گهڙي ويو، جنهن جي دروازي تي ديو ستا پيا هئا. شهزادي کي تہ ڊپ جو تعويذ ٻڌل هو، سو ڊنو اصل ڪونہ! اندر ڪٽي ڏسي تہ هڪڙي پري غسلخاني ۾ وهنجڻ لاءِ گهڙي آهي، ۽ سندس نوڪرياڻي ٻاهرءَ جو بدنو پريو بيٺي آهي، پر ٻنهي کي اتي ئي ننڊ ڪٽي ويئي آهي! گل انداز پريءَ کي ڏسڻ شرط، مٿس عاشق ٿي پيو: سو ڇا ڪيائين، جو پريءَ کي غسلخاني مان ڪڍي، اچي پلنگ تي سمهاريائين. پريءَ جي شال ٻاڻ کنيائين، ۽ پنهنجي شال پريءَ جي مٿان وڌائين. پريءَ جي منڊي جنهن تي 'ننڊ پري' نالو لکيل هو، اُها پنهنجي آڱر ۾، ۽ پنهنجي نالي واري منڊي ڪٽي هن جي آڱر ۾ وڌائين. رات اُتي ئي ترسي پيو، ۽ صبح جو اُٿي غسل ڪري، فقير کان مليل ڏس تي اُتر طرف روانو ٿيو. ڪجهہ پنڌ ڪرڻ کانپوءِ، ٻڙ جو وڻ ۽ اُن جي پرسان ماڙي نظر آيس- ۽ شهزادو اچي انهيءَ ماڙيءَ جي هيٺان بيٺو.

مٿي ماڙيءَ تي ڪن پرين پئي چوپڙ راند ڪئي. اتفاق سان هڪڙي ساري ماڙيءَ تان هيٺ ڪري پئي ۽ اچي گل انداز جي اڳيان ڪري. هن يار بہ ساري کڻي پنهنجي کيسي ۾ وجهي ڇڏي. هڪڙيءَ پريءَ جيئن ساري ڏسڻ لاءِ دري، مان منهن ڪڍيو، تہ ڏسي تہ هڪڙو خوبصورت نوجوان هيٺ بيٺو آهي! هن ٻين ساهيڙين کي سڏ ڪري، اهو لقاءُ ڏيکاريو- ۽ گهڙي ڪن تہ دريءَ مان ئي ديدار بازي ٿيندي رهي. آخر پرين پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ "هن ملڪ ۾ هڙو خوبصورت جوان پاڻ کي خدا ڏياريو آهي،



... سونو ٿُڙ روپا ڏارَ جواهري پن ـ لعلون پيون لڙڪن، تڏڙي هير پئي لڳي، ۽ اهي ساڳيون چار پريون آهن، جي روئن به پيون ۽ لعلون به پيون چونڊين!

ــ ص ١٦

تنهن کي هٿان ڪيئن ڇڏيون!' سو فيصلو ڪيائون تہ 'ٻاڻ چار ڄڻيون آهيون– جنهن جي کٽ تي ويهندو، تنهن جو هو ٿيندو: پلا جي سردار جي کٽ تي وينو، تہ پوءِ چئني ئي جو ٿيندو!' اهو فيصلو ڪري، شهزادي کي ماڙيءَ تي اچڻ لاءِ سڏ ڪيائون. شهزادو گل انداز بہ وڏي چاهہ مان مٿي چڙهي ويو. ماڙي عجب جنسار سان سينگاريل هئي: سون، چانديءَ ۽ هيرن جواهرن مان اهي اهي شيون ٺهيل هيون، جن کي ڪا مهل تہ هو عجب مان وات ڦاڙي ڏسندو رهيو. نيٺ جڏهن پرين ويهڻ لاءِ چيس، تڏهن هڪڙي پلنگ تي ويهي رهيو. مڃاڻ، جو اهو پلنگ هو سردار جو! بس پوءِ تہ چئني ئي ڄڻين هن کي ڪٺي پنهنجو ڪيو. اُن بعد راڳ رنگ جون محفلون لڳي ويون، ۽ شهزادو بہ خوشيءَ سان ويهي اهي مجلسون ماڻڻ لڳو.

ڪيترائي ڏينهن راڳ ناچ جي انهن محفلن ۾ اهڙيءَ طرح گذري ويا. هڪڙي ڏينهن شهزادي کي ويٺي ويٺي پنهنجي پيءُ جو خواب ياد پيو. ڏاڍو ويچار ٿيس تہ 'هيترا ڪشالا ڪيم ۽ ڏاڪڙا ڏٺم، پر اڃا منزل کي نہ پهتو آهيان!' اهو ويچار ڪري مايوس ٿي ويهي رهيو. پرين، جو هن کي اداس ڏٺو، سو ڏاڍي پاٻوهہ مان سبب پڇيائونس. شهزادي گل انداز پنهنجي پيءُ جي خواب جي ساري حقيقت کين ٻڌائي. انهيءَ تي پرين چيس تہ "شهزادا! بس ... ڳالهہ بہ ايتري، جنهن لاءِ ڪٺي دل ننڍڙي ڪئي اٿئي! هاڻي جنهن مهل بہ چوين، توکي اهو تعبير ڪري ڏيکاريون." گل انداز، جنهن ايترا ڏاڪڙا رڳو خواب جي تعبير لاءِ ڪيا هئا، تنهن جو اها ڳالهہ ٻڌي، سو خوش ٿي پرين کي چيائين تہ "جي ائين آهي، تہ پوءِ دير نہ ڪريو. آءٌ خواب جو تعبير هينئر ئي ڏسڻ چاهيان ٿو." انهيءَ تي پرين چيس تہ "چڱو، اسين جيئن توکي سمجهايون تيئن ڪج. جيڪڏهن ٿورڙي بہ ڀل ڪندين، تہ خطا کائيندين." پوءِ چيائونس تہ "وهنجي سهنجي، ڪير جهڙي اڇي صاف چادر پنهنجي بدن کي ويڙهي، اگهاڙي تلوار هٿ ۾ کڻي، هن ڪرسيءَ تي خبرداريءَ سان ويهي رهہ. اسين جيئن

ناچ ڳانو ٿيندو آهي، تيئن تنهنجي اکيان اچ ناچ ڳانو ڪنديونسين. جنهن وقت ڳائيندي ڳائيندي ۽ نچندي نچندي، اسان مان ڪا به تنهنجي اکيان اچي جهڪي ويهي، تنهن مهل تون بنان سوچ ويچار جي ٻي ڏڙڪ تلوار جو اهڙو ڌڪ هڻج، جو ان جي سسي ڌڙ کان ڌار ٿي وڃي.... پوءِ راڳ ناچ جي ڪرشمي جي پاڻيهي توکي خبر پوندي! پر ياد رک، انهيءَ ڪم ۾ ڪنهن به قسم جو انديشو ڪيئي، ته پوءِ هڪڙو ته خواب جو تعبير اڌ ۾ رهجي ويندو، ۽ ٻيو ته اسان جو ۽ تنهنجو وڏيڪ جيئڻ مشڪل ٿي پوندو!"

گل انداز سڄي ڳالهه سمجهي، پرين جي چوڻ موجب، وهنجي سهنجي، ڪير جهڙي اڇي صاف چادر ويڙهي، اگهاڙي تلوار هٿ ۾ ڪٽي، هڪڙيءَ ڪرسيءَ تي ٿي وينو. ناچ ڳانو شروع ٿيو: پريون ڳائيندي ڳائيندي ۽ نچندي نچندي، جڏهن راڳ ناچ جي پوريءَ موج ۾ آيون، تڏهن انهن مان هڪڙي پري ٻين پرين کان جدا ٿي، شهزادي جي اکيان اچي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهي. گل انداز به تيار ٿيو وينو هو، تنهن دل پڪي ڪري، پهرئين ئي ڌڪ سان پريءَ جي سسي لاهي ڇڏي. پريءَ جي سسي ته وڃي پري پيئي، پر ان جو ڌڙ پرپرو وڃي روپو ٿڙ بنجي ويهي رهيو! اهڙيءَ طرح وري ٻي پري هن جي آڏو آئي، لاچار ان جي سري به تلوار سان لاٿائين ۽ ڪٽي جو ڏسي ته سونا ڏار ٿڙ سان مليا بيٺا آهن! وري ٽين پري آئي، ۽ ان به ساڳيءَ طرح پنهنجو سر قربان ڪيو- ۽ ان مان وري وڻ جا جواهري پن نهي پيا! اهڙيءَ طرح چوٿينءَ پريءَ جڏهن پنهنجي سسيءَ جي پيٽا ڏني، تڏهن شهزادو گل انداز ڪٽي جو نظر ڪري، ته سبحان الله!-- "روپو ٿڙ، سونا ڏار، جواهري پن- لالون پيون لڙڪن ۽ ٽنڊڙي هير پئي لڳي. ۽ اهي ساڳيون چار پريون آهن، جي روئن به پيون ۽ لالون به پيون چونديون!" گل انداز اهو لقاءُ ڏسي، بيهوش ٿي، ڪرسيءَ تان ڪري پيو. چئني ئي پرين ڊوڙي، اچي هن تي گلاب جو پاڻي ڇنڪاريو. شهزادي جڏهن اک کولي، ته ڏسي ته اهو وڻ غائب، ۽ پريون سندس حاضريءَ ۾ بيٺيون آهن! اهڙيءَ

طرح پيءُ جي خواب جو هيءُ عبرت جهڙو تعبير اڪين سان ڏسي، شهزادو بنهہ لاڳاپا لاهي ۽ بي اونو ٿي، چئن ئي پرين سان راڳ رنگ جي هنن هوشربا محفلن ۾ مگن ٿي ويو، ۽ ٿيندي ٿيندي ڪيئي ڏينهن اتيّ هن کي ائين گذري ويا. ٿورن گهڻن ڏينهن کانپوءِ، هڪڙي ڏينهن نيٺ هن کي ويچار ٿيو تہ 'جنهن ڳالهہ لاءِ هتي آيو هوس، سا پاڻ اکين سان ڏسي، ائين ئي اتي رهجي ويس!- هوڏانهن بادشاهہ سلامت جو ڇا حال هوندو، تنهن جي ڪا اون ئي دل تي ڪانہ ٿو آڻيان!' پوءِ هن پرين کي چيو تہ "مون کي هاڻي پنهنجي ملڪ موٽڻو آهي؛ پر هڪڙي ڳالهہ اٿم تہ خواب جو تعبير جو مون ڏٺو آهي، سو بادشاهہ سلامت کي ڪيئن ثابت ڪري ڏيکاريندس!" تنهن تي پرين چيس تہ "اي شهزادا، تون اها ڳڻتي اصل نہ ڪر: هاڻي اسين تنهنجي سر سان ٻڌل آهيون؛ جڏهن چوين، تڏهن توسان گڏ اتي هلي، بادشاهہ کي خواب جي تعبير ڪري ڏيکاريندي يونسين!"

پوءِ، چارئي پريون، ڏينهن ٻن بعد، گل انداز کي تخت تي کڻي، اتي اڏاڻيون، ۽ اڏامندي اڏامندي هڪڙي ڏينهن صبح جو، ڪنهن شهر جي ٻاهران اچي لٿيون. پرين شهزادي گل انداز کي چيو تہ "هتي ڪجهہ ڏينهن آرام ڪبو؛ تون شهر ۾ ڪا جاءِ مسواڙ تي وٺي، وڃي ان ۾ رهہ. اسين پريون آهيون؛ سو شهر ۾ رهي ڪين سگهنديونسين؛ تنهنڪري سج لٿي کان پوءِ، سج اڀرڻ تائين ڪنهن بہ محل، هتي ئي اسان سان روزانو اچي ملاقات ڪج!" گل انداز شهر ۾ اچي هڪڙيءَ پوڙهيءَ جي گهر ۾ ٽڪيو، ۽ جيئن پرين ٻڌايو هوس، ان موجب صبح شام شهر جي ٻاهران وڃي هنن سان ملاقات ڪندو هو. خدا جي قدرت، جو هڪڙي ڏينهن، شهر جي بادشاهہ جي وڏ وزير ڏيءَ پنهنجي مڙس جي ڳولا لاءِ چؤنري ٿي ڦيرائي. پوڙهيءَ بہ گل انداز کي اچي اها حقيقت ٻڌائي. شهزادي ڇا ڪيو جو ميرا ۽ ڦاٽل ڪپڙا پائي، اچي انهيءَ ميڙ ۾ بيٺو، جتي چؤنري ڦري ڦري اچي شهزادي گل انداز جي مٿان بيني. ماڻهن، جو ڏٺو تہ هڪڙي گدلي ۽ غريب

ماڻهوءَ تي اچي چونري ڍري آهي، سو هن کي ڌڪا ڏيئي، ميڙ مان ڪڍي ڇڏيائون، ۽ چوڏاري هوڪار مچي ويئي ته "سانئڻ نه پلي، پانهي پلي! سانئڻ نه پلي، پانهي پلي!" ان ڪانپوءِ، وري به دفعا چونري ڦيرايائون، پر چونري ڦري ڦري، اچيو شهزادي تي بيهي! اتي شهزاديءَ، جنهن سمورو تماشو پئي ڏٺو، تنهن پنهنجي پيءُ کي چيو ته "بابا! وڏيڪ تڪليف ڪريوئي نه، اهوئي مڙس منهنجي قسمت ۾ لکيل آهي، ۽ مون کي اهو قبول آهي- اڳتي ڪٿن منهنجا ڀاڳ!" پر بادشاهه اچي ڪاوڙيو: چي، "هي الائي ڪير آهي؟ آءٌ اهڙي ڪٽل ماڻهوءَ کي پنهنجو نائي ڪيئن ڪريان؟" تنهن تي شهزاديءَ چيو ته "بابا، ائين آهي، ته پوءِ سياڻي عام دربار ڪرايو، ته اتي آءٌ پاڻ پنهنجو ڪو ورُ چونڊيان!" بادشاهه اها ڳالهه قبول ڪري، شهر ۾ پڙهو گهمارايو ته "سياڻي شهزادي عام دربار ۾ پنهنجو ور چونڊيندي، تنهنڪري جنهن کي قسمت آزمائڻي هجي، ته اچي آزمائي!"

پئي ڏينهن مقرر وقت تي ماڻهو اچي دربار ۾ مڙيا. گل انداز انهيءَ ڏينهن اتي نه ويو. شهزادي ساريءَ دربار کي ڏسي موٽي ويئي، ۽ بادشاهه کي چيائين ته "وري سياڻي!" بادشاهه تپي ٽامڻي تي ويو، ۽ ڪاوڙ ۾ شهزاديءَ کي چيائين ته "تو منهنجو نالو ٻوڙي ڇڏيو آهي: ملڪ سڄو مون تان پيو کلي: هاڻي جيڪڏهن سياڻي مڙس نه چونڊيئي ته وچ دربار ۾ هڪڙي ٽي ڌڪ سان تنهنجي سسي لاهي ڇڏيندس!" پئي ڏينهن گل انداز ڇا ڪيو، جو ڪپڙا لٽا ڦاڙي ليڙون ليڙون ڪري، هڪڙو پراڻو سراٽو نڪر جو جمن هٿ ڪري، ان ۾ ڏڌ ۽ مانيءَ جا پور وجهي، چريس وانگر ٽيڙ ڪائيندو، گگون ڳاڙيندو، اچي دربار ۾ نڪتو. دربار ۾ جوانن جا هشام هار سينگار ڪري، اُچا ۽ ريشمي ڪپڙا پائي، شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ جي سڌ ۾ اچي گڏ ٿيا هئا: تن جو هن چرئي کي بڇڙن حالن ۾ ڏٺو، سو ڌڪا ڏيئي دربار مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائونس. شهزادو به جنهن هنڌ جتيون

رکيون هيون، اتي پاسو ڏيئي اچي ويهي رهيو. مانيءَ پور بہ پيو ڪائي، ۽ گگون بہ پيو ڳاڙي! ماڻهو پيا ڪلن- چي، ”اڙي هي بہ آيو آهي شهزادي ماڻڻ!“ مقرر وقت تي شهزادي درٻار ۾ آئي. ڪئين شهزادا، وزير زادا، امير، سڪيا ستابا ماڻهو، هار سينگار ڪري، اچي گڏ ٿيا هئا. ساري درٻار خوشبوءِ سان واسيل هئي. درٻار ۾ ڪا گهٽتائي هئي، تہ فقط اها، جو هڪڙو مستانو ماڻهو جتين رکڻ جي جاءِ تي ويٺو هو! شهزاديءَ بہ، درٻار لتاڙي، اچي ان مستاني تي هٿ رکي، چيو تہ ”منهنجو مڙس آهي، تہ هيءُ آهي!“ سيني کي حيرت وٺي ويئي. وڏو ويل تہ بادشاھہ سان ٿيو. جتي هيترا شهزادا ۽ اميرزادا اچي گڏ ٿيا هئا، اتي شهزاديءَ هڪڙو چريو ۽ گگرُ پنهنجو مڙس چونڊيو هو! قصو ڪوتاھہ، گل انداز جي انهن ئي حالن ۾ شادي ڪرائي ويئي. مگر شاديءَ ڪانپوءِ بہ، شهزادو گل انداز مڪر ڪري، سوليءَ طرح نہ پيو ڳالهائي، نہ ٻولهائي. شهزاديءَ ويچاريءَ گهڻائي حيلا وسيلا ڪيا، مگر شهزادو پنهنجيءَ تان هڪڙو تر بہ نہ هٽيو.

گل انداز دستور موجب روزانو صبح شام، شهر کان ٻاهر وڃي، پرين سان ملاقات ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن پرين چيس تہ ”تون ڪجهہ ڏينهن اتي آرام ڪر؛ تيستين اسين پنهنجي ملڪ مان چڪر هڻي ٿيون اچون.“ گل انداز پهرين تہ انڪار ڪيو، پر پوءِ خيال ڪيائين تہ ’پنهنجيءَ تي اچي، زوريءَ هليو وڃن، تہ بہ آءٌ ڇا ڪري سگهندس!‘ تنهنڪري هنن جي محبت ۽ وفاداريءَ کي ياد ڪري، ڪلي خوش ٿي، موڪل ڏنائين. پرين شهزادي گل انداز کي موڪلائڻ مهل پنهنجي وارن جون ڇڳون ڏيئي، کيس چيو تہ ”اسان جي وارن مان ڪمان ٺاهي پاڻ وٽ رکي ڇڏ؛ جنهن مهل ضرورت پوئي، تہ رڳو ڪمان کي ڇڪ ڏجئين، تہ هڪدم اسين اچي حاضر ٿينديونسين!“ ائين چئي پريون موڪلائي وينديون رهيون. شهزادو موتي محلات ۾ آيو. هن پنهنجي چريائيءَ واريءَ حالت ۾ اجاتائين ڪوبہ ڦيرو ڪونہ آندو هو؛ ان ڪري سندس سهرو هن کي ڏسي

پيو ٻڌندو هو تہ 'هيءُ ڳالهه ٺاهي ڳالهه ڏني هئي؟' ٻئي ڀيري ڏينهن، هو هلي، شهزاديءَ کان خبر چار وٺڻ ويندو هو. شهزادي بہ گل انداز جي انهيءَ روش کان ڪڪ تہ ٿي پيئي هئي، پر دل تي پٿر رکي، هڪڙي ڏينهن باد شاهہ کي سنئون سڌو ۽ صاف چٽي ڏنائين تہ "باد شاهہ سلامت! منهنجو مڙس چريو آهي يا ڪريو آهي، پر جي آهي تہ اهو آهي: اوهان هن مان بيزار آهيو، پر آءٌ تہ هن مان بيزار نہ آهيان. هاڻي اڳتي جيئن وڻيو، تيئن وجي ڪريو: پر مون کي وري ان باري ۾ ڪو اکر چيو اٿو، تہ پاڻ کي اڳو پوءِ زهر ڏيئي ماري ڇڏينديس!" تنهن تي باد شاهہ کي لڳي خار، سو وزير کي چيائين تہ "وزير! ڪا اٽڪل ڪڍ تہ جيئن هن چرئي مان جند بہ ڇٽي، بدنام بہ نہ ٿجي، ۽ شهزاديءَ جو ساهہ بہ سلامت رهي. لال بہ ليپي ۾ پريت بہ رهجي اچي. يا تہ هن کي ماڳهين مارائي ڇڏجي، يا وري شهر نيڪالي ڏجيس- پوءِ جيڪي ٿئي، تنهن کي ڏسي رهجي." اجا انهيءَ ويچار ۾ هئا، تہ هڪڙي ڏن ڀروءَ ملڪ جي باد شاهہ جو ايلچي ڪچهريءَ ۾ آيو، جنهن پنهنجي باد شاهہ جو پيغام آڻي پهچايو تہ "اسين هر سال اوهان کي ڏن ڀريندا هئا سين، مگر هن سال کان اسان ڏن نہ ڏيڻ ۽ آزاد رهڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جيڪڏهن اوهان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار آهيو، تہ اسين بہ تيار آهيون. ٻيءَ صورت ۾ پاڻ اوهان کي صلاح ٿي ڏجي تہ اسان کي ڏن ادا ڪريو، نہ تہ اسان جي طرفان هيءُ جنگ جو اعلان ڪري سمجهو!"

باد شاهہ هن اوچتيءَ خبر ڪري ويچار ۾ پئجي ويو تہ 'هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ جنگ ڪرڻ جي اسان ۾ طاقت ڪانہ رهي آهي، ۽ آنڪي ڀري ڏيڻ تہ هيڪاري بي عزتي آهي. هاڻي ڪجي، سو ڪجي ڇا!'

اوڏيءَ مهل گل انداز بہ ڪچهريءَ ۾ آيو ۽ باد شاهہ کي پريشان ڏٺائين. پڇا ڪرڻ تي ساريءَ ماجرا کان واقف ٿيو. گل انداز يڪدم ڪچهريءَ ۾ اٿي بيهي ۽ ايلچيءَ کي چيائين تہ "پنهنجي باد شاهہ کي وڃي چئُ تہ 'ستن ڏينهن اندر ڏن ادا ڪري، نہ تہ ٻئي هفتي ۾ سندس ملڪ تي

حملو ڪيو ويندو' !" بادشاهه، امير، وزير ۽ درٻاري سيئي مانَ ۾ اچي ويا ته گل انداز هي ڇا ڪيو؟ پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا. بادشاهه وزير کان پڇيو ته "هاڻي ڇا ٿيندو؟" وزير جواب ڏنو ته "قبلا! ٿيندو وري ڇا؟ هاڻي ته پاڻ سولائي ٿي: جي گل انداز جنگ کٽي، ته فتح پنهنجي. جي هارايائين، ته يا مارجي ويندو يا قيد ٿيندو... ٻنهي حالتن ۾ گل انداز کان پنهنجي جند ڇٽي پوندي!" بادشاهه وزير جي صلاح ٻڌي خوش ٿيو، ۽ گل انداز کي سڏي چيائين ته "پٽ! تو ڏاڍو خراب ڪم ڪيو: سمجهين ٿو ته انهيءَ جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟" گل انداز ورندي ڏني ته "بادشاهه سلامت! نتيجو وري ڪهڙو نڪرندو؟ هڪڙو غلام ملڪ اسان کي هن طرح هيسائي ۽ ڏن گهري، تنهن کي اهڙي ته سزا ڏجي، جو سڄي ڄمار ياد ڪري!" بادشاهه چيس ته "ائين ته برابر آهي، پر ان جي مقابلي جي طاقت اسان ۾ ڪٿي آهي؟ نه آهي زر. نه لشڪر." گل انداز چيو ته "انهن سيني ڳالهين کان اوهين ڇٽل آهيو. اوهين جنگ واري ڏينهن کان فقط هڪڙو ڏينهن اڳ ڏسجو ته ڇا ٿو ٿئي." بادشاهه، گل انداز جي ڳالهه ٻڌي، حيران ٿي ويو ته هفتي ۾ ڪهڙي تياري ڪري سگهندو؟ پر وري وزير واريءَ صلاح جو خيال ڪري، ماٺ ڪري ويهي رهيو. گل انداز جي وري به اهائي ساڳي ڪار- نه ڪنهن سان ڳالهائي نه ٻولهائي! اتي شهزادي ويچاري ڏاڍي پريشان ٿي ته 'خدا خير ڪري- ڪٿي شهزادي کي ڪجهه ٿي نه پوي!'

جنگ کان هڪ ڏينهن اڳ بادشاهه گل انداز کي گهرائي چيو ته "سڀاڻي جنگ جو نقارو وڄائڻو آهي. دشمن جو لشڪر منزل هٽي چڪو آهي!" گل انداز شهر کان ٻاهر وڃي پرين جي وارن مان ٿهيل ڪمان کي چڪ ڏني، ته يڪدم چارئي پريون اچي حاضر ٿيون. هن پرين سان ساري حقيقت ڪئي. پرين کيس چيو ته "اڄ رات وچ ۾، جنگ جي ميدان کان ميل اوري، هڪ هزار تنبو هڻائي ڇڏ: هرهڪ تنبوءَ ۾ کٽ، هنڌ ۽ پاڻي

موجود هجي. صبح جو ڪوبہ ماڻهو انهن تنبن جي ويجهو نہ وڃي، نہ تہ مٺو پيو هوندو؛ ڇو تہ صبح سان ديون جو لشڪر هتي پهچي ويندو! تون پاڻ بہ انهن تنبن کان پري ويهي، ديون کي حڪم ڏج: ۽ پنهنجي ڪنن کي بہ تنبن ڏانهن وڃڻ نہ ڏج." اهي چئي پريون وينديون رهيون. شهزادي گل انداز هڪ هزار تنبو جنگ جي ميدان کان اوري هٽائي، ان ۾ ڪتون، هنڌ ۽ پاڻي رکائي ڇڏيا، ۽ حڪم ڪيائين تہ "اڄ رات کان پوءِ اوڏانهن ڪير بہ نہ وڃي،نہ تہ مٺو پيو هوندو!" اهو ٻڌي بادشاهہ، وزير ۽ ٻين کي اچي کل ڇڙي تہ 'هي آهي چريو، سو پاڻ سان گڏ اسان سڀني کي بہ مارائيندو.' خيال ڪيائون تہ 'غنيم سان ڪٿي صلح ڪجي.' ٻئي ڏينهن جڏهن دشمن جو لشڪر سڀ سنبري ميدان ۾ آيو... تہ هتان گل انداز جو اشارو ڏيڻ ۽ ديون جو ميڙ جڻ. دشمن جي فوج ۾ ڌوڙيو مچائي ڏنائون، ۽ پنجن منٽن ۾ سڄو سپاهہ مارجي ويو. حملہ آور بادشاهہ ڏٺو تہ الائي ڪهڙيون آفتون اچي لشڪر ۾ پيون آهن، سو بہ وڃي ڀڳو. هيڏانهن، جو هيءُ بادشاهہ پنهنجي لشڪر سميت جنگ جي ميدان کان ٻہ ميل پري، صلح جو جهنڊو کنيو ويٺو هو، تہ جي گل انداز هارايو، تہ اسين صلح ڪري جان بچائيندا سون، سو ويچارو وائڙن وانگر، صلح جي جهنڊي سميت، ائين جو ائين رهجي ويو. ان وقت پريون بہ جنگ جو نظارو ڏسي رهيون هيون. گل انداز انهن کي چيو تہ "فتح تہ برابر پنهنجي ٿي آهي، پر دشمن جي لشڪر جو بادشاهہ اڃا گرفتار ٿيو ڪونهي." تنهن تي پرين هڪڙي ديو کي سڏي، حڪم ڪيو، جو اوڏيءَ مهل دشمن جي بادشاهہ کي صحيح سلامت پڪڙي گل انداز وٽ وٺي آيو.

جنگ کٽڻ کانپوءِ، گل انداز پنهنجي سهري بادشاهہ کي چوائي موڪليو تہ "هاڻي منهنجو لشڪر شهر ۾ گهمڻ واسطي اچي ٿو، ۽ فتح جو خوشيءَ ۾ هنن لاءِ انعام جو بندوبست ڪيو وڃي!" بادشاهہ، ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، گل انداز جي لشڪر کي شهر گهمڻ جي موڪل ڏني.

جنهن محل ديو شهر ۾ گهڙيا، ان محل هٿ تاڙ تي ويئي. ماڻهو پڇندا بادشاهہ وٽ آيا تہ "هي آفتون شهر مان ڪيو!" بادشاهہ جان ڪٿي نظر ڪري، تہ مار، رڳا ديو ئي ديو! اڃي ڏپ ورايس، ۽ گل انداز کي چيائين تہ "ڏٺيءَ جي ناليِ هنن آفتن کي شهر مان ڪڍ، نہ تہ رعيت ڏپ ۾ مري ويندي!" گل انداز چيو تہ "هنن مان هرهڪ ديو کي ڏهہ سير سونو نيڻر پيريءَ ۾ پارايو، تہ هليا ويندا!" بادشاهہ سڄي شهر جو سون گڏ ڪرايو، مگر انهيءَ مان رڳو هڪ سو ديون جي نيڻرن جي پورت مس ٿي ٿي. نيٺ گل انداز ڇا ڪيو، جو ديون جي سردار کي هڪ مڻ تور جو پڪو سونو زنجير نهرائي ڏنائين، جنهن کان پوءِ سيئي ديو چپ چاپ پنهنجي ملڪ هليا ويا.

شهزادو گل انداز انهن ڪمن کان واندو ٿي محلات ۾ آيو، جتي شهزادي ۽ بادشاهہ سندس انتظار ۾ ويٺا هئا. هينئر هو چريو گل انداز ڪونہ هو، پر حقيقي شهزادو پئي معلوم ٿيو. بادشاهہ، گل انداز جي همت ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ شهزادي تہ هونئن ئي گل انداز تان پنهنجو سر فدا ڪرڻ لاءِ تيار هئي. پئي ڏينهن، بادشاهہ فتح جي خوشيءَ ۾ جشن ڪيو. گرفتار ٿيل بادشاهہ کي گل انداز انهيءَ شرط سان معافي ڏني تہ هو سال بسال باقاعدي ڏن ادا ڪندو رهندو. هن بادشاهہ بہ اهو شرط قبول ڪري آڻ مڃي. انهيءَ فيصلي تي سيني واهہ واهہ ڪئي، ۽ سيئي گل انداز کي پنهنجي اکين ۾ جايون ڏيڻ لڳا.

ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد، گل انداز پنهنجي ملڪ موٽڻ جو ارادو ڪيو: ۽ پنهنجي راڻيءَ سان اها ڳالهہ ڪيائين. راڻيءَ چيس تہ "آءٌ توسان ٻڌل آهيان: پلي بادشاهہ سلامت کان موڪلاءِ، تہ هليا هلون." بادشاهہ گل انداز جي موڪل گهرڻ تي ڏاڍو غمگين ٿيو، ۽ چيائين تہ "گل انداز، مون کي ٻيو ڪوبہ اولاد ڪونهي، آءٌ هن وقت مرڻ ڪنڌيءَ تي آهيان، ۽ مرضي اٿم تہ جيئري ئي حڪومت جون واڳون تنهنجي حوالي ڪري، عمر

جا باقي ڏينھڙا ڪنھن ڪنڊ ۾ ويھي خدا جي عبادت ڪريان." مطلب تہ بادشاھہ گھٽيءَ ئي منٿون ڪيس، پر شھزادي وڏيڪ ترسڻ جي نہ ڪئي؛ تنھنڪري بادشاھہ لاچار ٿي، ھنن کي اجازت ڏني. وڃڻ وقت، بادشاھہ پاڻ گل انداز کي، سوڪڙيون ۽ تحفا ڏيئي، ھڪڙيءَ منزل تائين اُماڻڻ آيو. گل انداز جو ھيءُ شاندار قافلو ھلندو رھيو، ۽ چارئي پريون ساڻن گڏ مٿان اڏامنديون آيون. ھلندي ھلندي، گل انداز کي بہ شھزاديون اچي ياد پيون، جيڪي جادوگر وٽان قيد مان ڇڏايون ھئائين. خيال ڪيائين تہ انھن کي بہ ھٿ ڪجي، سو منزلون ڪندو اچي ان شھر ۾ نڪتو، جتي اھي شھزاديون ھيون. شھزاديون ويچاريون، جيڪي شھزادي گل انداز لاءِ سڪايل ھيون. تن ھن کي ڏسي روئي ڏنو، ۽ وڏيءَ حب سان پاڻ وٽ رھائي خاطرداري ڪيائونس. آخر گل انداز ھنن کان پڇيو تہ "اوھان جو ڪو مٽ مائٽ ھجي، تہ ٻڌايو تہ اوھان کي اتي رسائجي!" شھزادين جواب ڏنو، "شھزادا، اسان جو ھاڻي وارث وسيلو سڀڪجھہ تون آھين. اسان جا سڀ عزيز انھيءَ موذيءَ ديو ماري ڇڏيا، جنھن کان تو اسان کي آزاد ڪرايو ھو؛ تنھنڪري توکانسواءِ ھاڻي اسين ڪيڏانھن وڃون؟ تنھنجو اسان تي احسان آھي، تنھنڪري توکان ھڪ پل بہ جدا ٿيڻ نٿيون گھرون!" اھڙين سڪ پرين ڳالھين مھاڙين ڪانپوءِ، گل انداز انھن کي ساڻ ڪري پنھنجي ملڪ روانو ٿيو.

ڪجھہ ڏينھن جي مسافريءَ ڪانپوءِ، آرام ڪرڻ جي خيال سان، ھڪڙي شھر ۾ ڪا جاءِ مسواڙ تي ورتي، پاڻ، راڻيءَ ۽ شھزادين سميت، اتي رھڻ لڳو، ۽ باقي سندس ماڻھو شھر جي ٻاھران رھڻ لڳا. ھڪڙي ڏينھن، شھر ۾ گھمندي گھمندي، گل انداز ھڪڙا ڇھہ ماڻھو ڏٺا، جن جي مٿن تي ڪاٺين جون ڀريون ھيون، سندن ڪپڙا ميرا ۽ ڏاڙھيون وڏيون ٿي ويون ھيون. گل انداز کين سڃاڻي ورتو تہ 'اھي تہ منھنجا ڀائر آھن!' سو پنھنجن ماڻھن کي اشارو ڪيائين، جي ڪاٺين ڪاٺين خريد ڪرڻ جي

ڀاڻي سان، هنن کي پنهنجي جاءِ تي وٺي آيا. اتي گل انداز ڇهن ئي ڄڻن کي چيو ته ”اوهين چور آهيو- جيڪڏهن سچي نه ڪندا، ته اوهان کي جيل ۾ وجهائيندس!“ ويچارا ڇهه ئي ڄڻا اچي عاجز ٿيا، سو گل انداز کي روئي عرض ڪيائون ته ”سائين، نالي خدا جي ڪيئن به اسان جي جند آزاد ڪريو، اسين بي گناهه آهيون.“ شهزادي چيس، ”چڱو، انهيءَ شرط سان معافي ملندؤ، جو اڄ کان پوءِ منهنجا غلام ٿي رهندؤ، ۽ منهنجي مهر توهانجي پٺن تي نشانيءَ طور هڻبي!“ ڇهن ئي ڀائرن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته ’اسان کي آخر به پنهنجي ملڪ وڃڻو آهي، ۽ هي سوداگر به انهيءَ ملڪ جو ٿو ڏسجي؛ تنهنڪري اسان کي به ضرور اوڏانهن وٺي هلندو. پنهنجي ملڪ ۾ پهچڻ کان پوءِ، هي سوداگر ڇا ڪري سگهندو؟‘ سو نيٺ گل انداز کي چيائون ته ”اسان کي اها ڳالهه منظور آهي.“ اتي، گل انداز پنهنجي منديءَ سان هرهڪ جي پٺيءَ تي مهر هنئي، ۽ هنن ڇهن ئي جي حوالي رات جو پهري جو ڪم مقرر ڪري ڇڏيائين، ۽ ماني جيڪا گل انداز پاڻ کائيندو هو، سا هنن کي ملندي هئي.

ڪجهه ڏينهن بعد، گل انداز اُتان ڪوچ ڪيو. پرين چيس ته ”شهزادا، تون پنهنجي ملڪ پهچي، پوءِ اسان کي گهرائج؛ هينئر اسان کي اجازت ڏي!“ پرين جي ڳالهه به عدولي ڪين سگهيو، سو ڪين وڃڻ جي اجازت ڏنائي، پاڻ اُتي وري به پنهنجي وطن ڏانهن روانو ٿيو. ڪن ڏينهن بعد، هڪڙيءَ رات، گل انداز پنهنجي راڻين کي ٻڌايو ته ”اهي ڇهه ئي ڄڻا منهنجا ڀائر آهن!“ اتفاق سان گل انداز جي ڀائرن اهو ٻڌي ورتو- سي اندر ۾ سڙي ويا، ۽ پهه پچايائون ته ’ڪيئن به ڪري شهزادي کي ختم ڪجي!‘ ٻيءَ رات، گل انداز تي، اوچتو، ڇهن ئي گڏجي، حملو ڪيو، جنهنڪري کيس سخت زخم رسيا ۽ بيهوش ٿي ويو. شهزادي کي مئل ڄاڻي، ڀائر رات وچ ۾ گهوڙن تي چڙهي، اچي پنهنجي ملڪ کان نڪتا؛ ۽ ناهه ناهي پنهنجي پيءُ کي اچي ٻڌايائون ته ”اسين خواب جو تعبير لهي

پئي آيا سين، ته واڻ تي گل انداز اسان کي قري ماري، پاڻ الائي ڪيڏانهن هليو ويو!" ائين چئي، بادشاهه کي ڪوڙ بدوڙ بڌائي، خوش ٿي ويهي رهيا.

گل انداز جا زخم جڏهن ڇُٽا، ۽ هلڻ گهمڻ جهڙو ٿيو، تڏهن منزلون ڪري، اچي پنهنجي ملڪ ۾ نڪتو، ۽ شهر جي ٻاهران هڪڙي باغ ۾ منزل ڪري، پيءُ ڏانهن چوائي موڪليائين ته "آءُ خواب جو تعبير ڪري آيو آهيان- هاڻي فقط توهان جي حڪم جي دير آهي!" بادشاهه، گل انداز جو نياپو ٻڌي، خوشيءَ ۾ نه ماپيو. يڪدم پٽ سان اچي مليو، ۽ ڪيس چيائين ته "ٻيون خبرون چارون پوءِ، پهرين خواب جو تعبير!" شهزادو پيءُ سان ڏاڍي ادب سان ٻيهر پيرين پئي مليو، ۽ چيائينس ته "بادشاهه سلامت! توهين دربار ڪوٺايو، ته سڀ خواب جو تعبير ڏسن." بادشاهه جي حڪم سان اتي جو اتي دربار لڳي ويئي. شهزادي چيا ڪيو، جو تنبوءَ ۾ وجي ڪمان چڪيائين، ته چارئي پريون اچي حاضر ٿيون. تن کي چيائين، "هينئر بادشاهه سلامت کي خواب جو تعبير ڏيکارڻو آهي؛ آن لاءِ اوهان کي تڪليف ڏني اٿم." پريون، وڏيءَ خوشيءَ سان هائوڪار ڪري، شهزادي کي اڳئين وانگر هدايتون ڏنيون. ان بعد ناچ گانو شروع ٿيو، ۽ گل انداز پاڻ وهنجي سهنجي، ڪير جهڙي اڇي صاف چادر ڍڪي، تلوارَ هٿ ۾ ڪٺي، هڪڙيءَ ڪرسيءَ تي ٿي ويٺو. جڏهن راڳ رنگ ۽ ناچ گانو اوج تي پهتو، تنهن وقت هڪڙي پري گل انداز جي ويجهو آئي، ۽ هن جي اڳيان ڪنڌ نمائي بيهي رهي. گل انداز هڪدم پنهنجي تلوار سان هن جي سسي لاهي ڇڏي. ماڻهو حيرت وچان ڏسڻ لڳا ته هڙيءَ حسين عورت کي شهزادي ڇو ماريو؛ مگر خبر تڏهين پين، جڏهن ڏٺائون ته سامهون باغ جي وچ ۾ روپو ٽڙ نهيو بيٺو آهي! اهڙيءَ ريت، ٻيءَ پريءَ جي سسيءَ لهڻ تي سونا ڏار نهي پيا. وري ٽينءَ جو سر قلم ٿيو، ته جواهري پن جڙجي ويا؛ ۽ چوٿينءَ جي سسي لٿي، تڏهن ڏسن ڪٽي ته 'روپو ٽڙ' سونا ڏار، جواهري پن- لالون پيون لڙڪن؛ تڏڙي هير پئي لڳي، ۽ اهي ساڳيون چار

پريون آهن، جي روئڻ به پيون ۽ لالون به پيون ڇوڙينديون!" بادشاهه پنهنجي خواب جو تعبير ڏسي خوشيءَ وچان بيهوش ٿي ويو. گل انداز ڊوڙي وڃي اٿاريس. بادشاهه جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن چيائين ته "راڳ ناچ جو اهو لقاءُ آءٌ وري به ڏسندس!". گل انداز چيس ته "جيئندا قبلا! اهو اوهين ڪنهن به وقت ڏسي سگهو ٿا. ڇو جو اهي چارئي پريون توهان جون نُهرون آهن، ۽ هميشه هتي ئي رهنديون!"

هاڻي، بادشاهه کي ڇهن پٽن جو خيال آيو. سو انهن کي گهرائي، چيائين ته "توهان کي جيڪا به گل انداز خلاف شڪايت ڪرڻي هجي، سا هن جي روبرو ڪريو، ته ان جو هڪدم فيصلو ڪيو وڃي." ڇهن ئي ڀائرن، جو گل انداز کي ڏٺو، سي شرم ۾ ٻڏي ويا. مگر پيءُ جي آڏو، جا شڪايت ڪني هئائون، سا به سچي ڪرڻي هين. سو، پير پڙي، ڪوڙ تي محڪم بنجي رهيا؛ چي، "اهو سيڪجهه اسان جي محنت جو نتيجو آهي- گل انداز اسان سان دغا ڪري اسان کان ڦري ويو آهي." گل انداز به پريءَ دربار ۾ پنهنجن ڀائرن جي سچي ڳالهه ڪري ٻڌائي، ۽ آخر ۾ اها منڊي به ڏيکاري، جنهن سان ڀائرن کي مهر هڻنيون هئائين. اها ڳالهه ٻڌي، ڇهن ئي ڀائرن ڪڻي ڪنڌ هيٺ ڪيا، ۽ بادشاهه به سمجهي ويو ته واقعي گل انداز جيڪي چيو ٿي سو سچ هو. ان ڪانپوءِ ڏاڍي شان مان سان گل انداز کي مٿن ئي راڻين سان شهر ۾ آندائون.

راوي هن طرح ٿا بيان ڪن ته ننڍ پري جنهن وقت سجاڳ ٿي، ته ڏسي ته سندس شال جي عيوض ٻي شال مٿانئس پيل آهي، جنهن تي گل انداز جو نالو لکيل هو. وري هٿ منهن ڌوئڻ مهل منڊيءَ تي اک پيس، جنهن تي پڻ گل انداز جو نالو اڪريل، ۽ سندس پنهنجي منڊي غائب! حيران ٿي وڃي ته هي شيون ڪيئن آيون؟ وري ياد آيس ته "آءٌ تنهه واري عرصي کان اڳ غسل ڪرڻ لاءِ حمام ۾ گهڙي هيس ۽ اتي ئي ننڊ ڪٺي وڃي هيم. پوءِ هتڏ تي ڪيئن پهتيس! آخر اهو ماڻهو ڪير آهي، جنهن پنهنجي محبت جون هي نشانيون مون وٽ ڇڏيون آهن؟ بس، منهنجو

سرتاج بہ هاٿي اهو ٿيندو." ننڍ پريءَ پوءِ ساري حقيقت پيءُ سان ڪئي ۽ چيائين تہ "بابا، منهنجو وارث اهوئي ٿيندو، جيڪو مون وٽ پنهنجون نشانيون ڇڏي ويو آهي. تنهنڪري انهيءَ ماڻهوءَ جي ڳولا ڪنديس!" پٽس گهڻو ئي سمجهايس تہ "اسين پاڻيهي ان ماڻهوءَ جي ڳولا ڦولا ڪريون ٿا،" پر ننڍ پري ضد ڪري بيهي رهي تہ "آءٌ پنهنجي پرينءَ جي ڳولا پاڻ ڪنديس!" نيٺ پٽس مجبور ٿي کيس موڪل ڏني.

ننڍ پري قافلو تيار ڪرائي، بہ چار ديو پاڻ سان وٺي، گل انداز جي ڳولا ۾ نڪتي. جنهن بہ شهر ۾ ويندي هئي. اتي وجي پڙهو ڏياريندي هئي تہ 'ننڍ پري انهيءَ ماڻهو جي ڳولا ۾ نڪتي آهي، جيڪو ننڍ ولايت ۾ پنهنجون نشانيون ڇڏي آيو آهي؛ هاٿي جيڪو بہ ماڻهو پار پتا ڏيندو، اهو ننڍ پريءَ جو سڱ ماڻيندو!' پڙهو گهمارائي، بہ ٽي ڏينهن ان شهر ۾ رهندي هئي، ۽ جڏهن ڪو بہ اهڙو ماڻهو ملاقات لاءِ نہ ايندو هو، تڏهن ٻئي شهر ڏانهن ڪوچ ڪندي هئي. اهڙيءَ طرح شهر بحر، ديس بديس گهمندي ڦرندي، پڇا ڳاڇا ڪندي رهي. نيٺ هڪڙي ڏينهن، گل انداز جي شهر ۾ اچي پهتي. اتي بہ اهڙيءَ طرح پڙهو ڏيارائين. ڪيئي ماڻهو ويا، پر ڏسي ڏسي، پري ڪان ئي موٽي ٿي آيا. جيڪو ويجهو وڃي، سو رڳو ديون جون صورتون ڏسي واپس موٽيو اچي. اها ڳالهہ گل انداز جي بہ ڪن تي پيئي؛ تنهن ڇا ڪيو، جو ننڍ پريءَ واري شال ۽ منڊي ڪڍي، سڌو ننڍ پريءَ جي تنبوءَ ڏانهن رخ ڪيائين. تنبوءَ جي اڳيان بہ ديو وينل هئا، تن وٺي کيڪڙاٽ ڪيا، مگر هن جوان ڪو بہ خيال نہ ڏنو، ۽ سڌو ننڍ پريءَ جي تنبوءَ جي در تي اچي بيٺو. ننڍ پريءَ بہ شهزادي کي پري کان ئي ڏسي، سهي ڪيو تہ 'آهي نہ آهي، اهوئي شخص آهي، جو ديون کان بہ ڪونہ ڊنو آهي؛ شايد هن جو اڳيئي ديون سان واسطو پيل ٿو ڏسجي. آءٌ بہ ڪيترائي ملڪ گهمي آئي آهيان، پر ڪو بہ ماڻهو رڳو منهنجي در تائين بہ نہ پهتو آهي؛ تنهنڪري لاشڪ گل انداز اهوئي آهي!" پريءَ گل انداز کي اندر گهرائي چيو تہ "مون کي پڪ آهي تہ جنهن ماڻهوءَ جي ڳولا ۾ آءٌ نڪتي آهيان، سو تون ئي

آهين. پر شڪ دور ڪرڻ لاءِ وڏيڪ پڪ ڪنديس: هاٿي جي تون ٿي آهين، تہ ڪي نشانيون ڏي!" گل انداز شال ۽ منڊي ڪڍي ڏيکاريس: جي ڏسي، نند پريءَ کي پڪ ٿي ويئي. پوءِ شهزادو پريءَ کي وٺي شهر ۾ آيو، ۽ اعلان ڪيائين تہ "نند پريءَ سان اسان جي لاڏ ڪوڏ واري شادي شاهاڻي شان مان سان ٿيندي!" شاديءَ واري ڏينهن رستن تي فرش فروش، گلم غاليچا وڇائجي ويا. رات مان ڏينهن ٿي ويو. گهر گهر ۾ بادشاهي حڪم پهتو تہ "ستن ڏينهن تائين ڪوبہ ماڻهو پنهنجي گهر باهہ نہ ٻاري- انهن کي گهر ويٺي کاڌو ملندو." گل انداز لاءِ هيرن جواهرن جو جهلڪيدار وڳو تيار ٿي ويو. سرگس ۾ روپيا ۽ سونا ڦل گهور پيا، جي غريب چونڊي امير ٿي ويا. گل انداز پنهنجي انينءَ راڻيءَ، نند پريءَ، کي بہ وٺي، انهيءَ محلات ۾ اچي رهيو، جتي ڇئن راڳ راڻين سميت سندس ست راڻيون اڳيئي هيون.

بادشاهہ هاٿي ٻڌو ٿي چڪو هو، سو جيئري ئي پنهنجو تخت ۽ تاج نندي پٽ گل انداز جي حوالي ڪري، پاڻ محلات ۾ويهي، خدا جي عبادت ڪرڻ لڳو.... ۽ گل انداز بہ باقي عمر امن امان، عدل انصاف ۽ عيش آرام سان گذاري.

- جهڙا ميلا انهن سڀني جا ٿيا، تهڙا شل جڳ جهان جا ٿين، ۽ اسان سڀني جي عمر بہ شال انهن وانگر امن امان، عدل ۽ انصاف ۽ سک آرام سان گذري- آمين!

●●●

# گل بادشاھہ، شوق شھزادو

گل بادشاھہ کي ست زالون ھيون. پيون سڀ زالون بنان اولاد ھيون، مگر ھڪڙي پيرين پاري ھئي: تنھنڪري پين دل ۾ خيال ڪيو تہ 'جي ھن کي پٽ ڄائو، تہ بادشاھہ ھن کي وڌيڪ گھرندو، ۽ اسان بادشاھہ کي نہ وڻنديونسين.' سو، ھنن ڇا ڪيو جو گاھيءَ کي لب لالچ ڏيئي، حڪم ڪيائون تہ "روز بادشاھہ جو ھڪ گھوڙو ماري، راڻيءَ جي محل ۾ ان جا ھڏا پوري ايندو ڪر." اھڙيءَ طرح بادشاھہ جا گھوڙا، ھڪ ھڪ ٿي گھٽندا ويا. جڏھن بادشاھہ کي ان ڳالھہ جي خبر پيئي، تڏھن بادشاھہ ۽ سندس وزير، سڀ منجھي پيا تہ 'گھوڙا ڪيڏانھن ٿا وڃن!' ھڪڙي ڏينھن ڇھن راڻين بادشاھہ کي صلاح ڏني تہ گھوڙن جي ڳولا لاءِ ڪو نجومي گھرائڻ گھرجي، پوءِ پاڻھي خبر پئجي ويندي. بادشاھہ وزير کي حڪم ڏنو ۽ نجومي گھرايو ويو.

نجوميءَ کي راڻين اڳيئي سيکاري ڇڏيو ھو: سو، جڏھن بادشاھہ نجوميءَ سان سچي حقيقت ڪئي، تہ نجوميءَ حساب ڪري، بادشاھہ کي چيو تہ "سائين اوھان جي محلات ۾ ھڪڙي پيرين پاري راڻي آھي، انھيءَ گھوڙا ماري انھن جا ھنيانءَ کاڌا آھن. منھنجو علم ٿو چوي تہ گھوڙن جا ھڏا راڻيءَ جي محلات ۾ ئي پوريل آھن." بادشاھہ ۽ وزير • پيا نوڪر چاڪر سيپيئي انھيءَ راڻيءَ جي محلات ڏي ويا ۽ جتي نجوميءَ چيو، اتي کوٽي ڏسن تہ برابر ھڏا پيا آھن. اھو ڏسي، بادشاھہ ڏاڍو ڪاوڙيو، ۽ حڪم ڪيائين تہ "ھن ڏائڻ کي ڪنھن رڻ پٽ ۾ ڦٽو ڪري اچو." حڪم ملڻ شرط، وزير راڻيءَ جون اکيون ٻڌي، کين پنھنجي بادشاھيءَ کان ٻاھر، ڪنھن ڏورانھن رڻ پٽ ۾ ڦٽو ڪري آيو.

راڻيءَ جڏھن اکيون کوليون، تہ ڏٺائين تہ چوڌاري رڻ بيابان لڳو پيو آھي. نيٺ ويچاري ھڪ پاسي منھن ڪري اٿي ھلي. ھلندي ھلندي، ھڪ جھنگ ۾ اچي پھتي. اتي ھن کي ويم جا سور بہ ٿيا. لاچار ٻي ڪا واھ نہ ڏسي، ھڪڙي وڻ ھيٺ ويھي رھي. قدرت سان انھيءَ ڏينھن راڻيءَ کي پٽ ڄائو. راڻيءَ، پنھنجو رئو ڦاڙي، ٻار جا ٻنڌڻا وغيرہ ٺاھيا، ۽ پنھنجو گذران جھنگلي ميوي تي ڪرڻ لڳي. ٿورا گھڻا ڏينھن گذريا، تہ ان ملڪ جو بادشاھ، شڪار ڪندي، اتان اچي لانگھائو ٿيو. بادشاھ جو پيري ڪُتو، سيني جي اڳيان پئي آيو، سو اوچتو ھڪ ھنڌ بيھي ڀونڪڻ لڳو. بادشاھ وزير کي حڪم ڪيو تہ "وزير، ڏس تہ ڪتو ڇا تي پيو ڀونڪي؟" وزير، سٽ پائي وڃي، ڏسي تہ ڪتو ھڪ وڻ جي جھڳٽي جي ٻاھران بيھي ڀونڪي رھيو آھي. وزير لنگھي جھڳٽي جي اندر ويو، تہ راڻيءَ اندران ھڪل ڪيس تہ "ھيڏانھن نہ اچ، جو آءٌ ٻي سُرتي آھيان." وزير، جو ھمڙي جھنگ ۾ عورت جو آواز ٻڌو، سو اچرج ۾ پئجي ويو، ۽ سڌو وڃي بادشاھ کي حقيقت ٻڌايائين. بادشاھ ھڪدم ھڪ چادر ڪنئي، ۽ پاڻ اڪيلو اوڏانھن ويو. ٻاھران بيھي، ھڪل ڪري چيائين تہ "مائي! ھيءَ چادر وٺ، ۽ ڍڪي ٻاھر اچ. آءٌ ھتي جو بادشاھ آھيان، ۽ تون ڪوبہ الڪو نہ ڪر- تون منھنجي ڀيڻ آھين." راڻي چادر ڍڪي، ٻاھر آئي، ۽ ادب سان بادشاھ کي سلام ڪري بيھي رھي. بادشاھ ھن کان سموري حقيقت پڇي، ۽ راڻيءَ بہ سربستي ڳالھ ڪري ٻڌايس... جنھن جي ٻڌڻ سان بادشاھ کي ڏاڍو رحم اچي ويو، ۽ پوءِ وڌيڪ شڪار ڪرڻ بند ڪري، راڻيءَ کي پاڻ سان گڏ پنھنجي محلات ڏي وٺي ويو.

ٿورا گھڻا ڏينھن گذريا، تہ ڇوڪرو وڏو ٿيو، ۽ ٻين بادشاھي ٻارن سان راند روند ڪرڻ پيو ويندو ھو. راند ڪندي ڇوڪرن کي چوندو ھو تہ "مان اوھان جو بادشاھ آھيان." تنھن تي ڇوڪرا چوندا ھئس تہ "تون ڪنھن جو پٽ آھين، تنھنجو پيءُ ڪٿي آھي؟" ڪيترا ڏينھن تہ ڇوڪرو

مات ڪري ويندو هو، پر نينگ هڪ ڏينهن ڪاوڙجي، وڃي ماءُ کي چيائين تہ "اما! منهنجو پيءُ ڪير آهي، ۽ ڪٿي آهي؟" راڻيءَ هن کي سڄي حقيقت ڪري ٻڌائي تہ "تنهنجو پيءُ پر واري ملڪ جو بادشاهہ آهي، ۽ هن جي ڇهن راڻين اسان سان ظلم ڪري، اتان اسان کي لوڌائي ڪڍيو آهي." ڇوڪري اها حقيقت ٻڌي تمام گهڻو ارمان ڪيو، ۽ نينگ ڪجهہ سوچ ڪري، ماءُ کي چيائين تہ "اما، مون کي هڪڙو گهوڙو ۽ ترار وٺي ڏي، تہ آءٌ بابا وٽ ٿو وڃان." پهريائين تہ ماءُ پٽ کي گهڻو ئي سمجهايو، پر نينگ هو جڏهن نہ مڙيو، تڏهن بادشاهہ کان هڪڙو گهوڙو ۽ ترار وٺي، پٽ کي ڏنائين. ڇوڪرو گهوڙي تي چڙهي پنهنجي پيءُ جي بادشاهيءَ ڏانهن روانو ٿيو. نينگ اچي اتي پهتو، ۽ وڃي دربار ۾ حاضر ٿيو. قدرت سان، بادشاهہ کو سخت بيمار هو، ۽ بيماري بہ اهڙي موذي هئي، جنهن جي لاءِ حڪيمن ڏس ڏنو هو تہ 'ان جو ٻيو تہ ڪو بہ علاج ڪونہ آهي، باقي جيڪڏهن سامونڊي گهوڙي جو رت ملي پوي، ۽ بادشاهہ اهو رت پئي، تہ چاق چڱو ڀلو ٿي پوي.' بادشاهہ انهيءَ لاءِ سڄي شهر ۾ پڙهو ڏياريو هو تہ جيڪو سامونڊي گهوڙي جو رت آڻي ڏيندو، تنهن کي مالا مال ڪيو ويندو؛ مگر ڪنهن جي همت ڪانہ ٿي تہ ڪو ايڏي مسافري ڪري- ۽ وري ڪنهن کي اها بہ خبر ڪانہ هئي تہ سامونڊي گهوڙا ڪٿي ٿا. نينگ بادشاهہ، جنهن کي تنهن وچ ۾ ڇهن راڻين مان ڇهہ پٽ ٻيا بہ ڄاوا هئا، تنهن پنهنجن پٽن کي گهرائي، سامونڊي گهوڙي جي آڻڻ لاءِ چيو؛ جي ڇهي سنبري، مسافريءَ تي نڪتا هئا، تہ مٿان شهزادو بہ اچي پنهنجي پيءُ وٽ پهتو هو.

بادشاهہ، جو بيمار هو، تنهن ائين ئي شهزادي کان پڇيو تہ "اي جوان! تون ڪير آهين، ۽ مون ۾ ڪهڙو ڪم اٿيئي؟" ڇوڪري بادشاهہ کي ورندي ڏني تہ "سائين، منهنجو نالو 'شوق' آهي ۽ آءٌ ڳل بادشاہ جو پٽ آهيان." بادشاهہ بيماريءَ ۾ تمام گهڻو هو، تنهنڪري وڌيڪ بحث

ڪري نه سگهيو، پر ايترو سو چيائين ته ”جيڪڏهن منهنجو پٽ آهين، ته جيئن منهنجا ڇهه پٽ اڳي ئي ويا آهن، تيئن تون به وڃ، ۽ منهنجي لاءِ ساموندي گهوڙو ڳولي آڻ.“ اهو ٻڌي، ڇوڪري دل ۾ خيال ڪيو ته ’مڙسي ڏيکارڻ جي مهل هيءَ آهي- پنهنجي پيءُ کي به شفاياب ڪندس، ۽ منهنجو منهن به مٿي ٿيندو.‘ اهو خيال ڪري، پائرن جو ڏس پڇي، اتي اوڏانهن روانو ٿيو. ٿوري پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، هن کي ڇهه ئي پائر گڏيا، جن کانئس پڇيو ته ”تون ڪير آهين؟“ شهزادي وراڻي ڏني ته ”منهنجو نالو ’شوق‘ شهزادو آهي، ۽ جنهن جا اوهين پٽ آهيو، تنهن جو آءٌ به پٽ آهيان. آءٌ به بادشاهه سلامت جي بيماريءَ لاءِ ساموندي گهوڙي جو رت آڻڻ لاءِ اوهان سان گڏجي هلان ٿو.“ شهزادن، جو اهو ٻڌو، سو اچي حسد جاڳين، ۽ شوق شهزادي کي چيائون ته ”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، تنهنڪري اسان سان نه هل.“ شهزادي گهڻئي چيو، پر ڇهه ئي شهزادا پنهنجا گهوڙا تڪا ڊوڙائي هليا ويا، جهٽ پٽ نظر کان غائب ٿي ويا.

جڏهن ڇهه ئي شهزادا نظر کان غائب ٿي ويا، تڏهن شوق شهزادو به الله تي توڪل ڪري، هڪ پاسي منهن ڪري اتي هليو. هلندي هلندي، هڪ باغ ۾ اچي پهتو، ۽ باغ جي اندر ڏسي ته هڪڙي ماڙي بيٺي آهي. هن دل ۾ خيال ڪيو ته هتي ڪجهه ڏينهن به ٺارجي ۽ هتان ڏس پتو پڇي پوءِ اڳتي هلجي؛ سو اڳتي وڌي، وڃي ماڙيءَ جو دروازو کڙڪايائين. دروازي کڙڪائڻ سان، هڪ ڇوڪري لهي آئي ۽ هڪ آدمزاد کي ڏسي حيران ٿي رهي. نيٺ پڇيائينس ته ”تون ڪير آهين ۽ هتي ڪيئن آيو آهين؟“ ڇوڪر ورندي ڏني ته ”منهنجو نالو شوق شهزادو آهي، ۽ آءٌ ٿڪجي پيو آهيان، سو ڪجهه وقت آرام ڪندس.“ ڇوڪريءَ چيس ته ”هن ماڙيءَ ۾ ست ديو ٿا رهن، جي اجهي آيا ڪي آيا، سو تون هتان ڀڄي وڃ، نه ته توکي ماري ڪائي ڇڏيندا.“ ڇوڪريءَ کي، شهزادي چيو ته ”انهيءَ جي ته مون کي پرواهه ڪانه آهي، پر مون کي بک لڳي آهي، سو ڪجهه هجي، ته آڻي

ڪاراءِ.“ ڇوڪريءَ هن کي ميوا وغيره آڻي ڏنا، جي هن کائي ڍؤ ڪيا، ۽ پوءِ باغ ۾ وڃي هڪ وڻ هيٺ ويهي رهيو. ڪا مهل ٿي ته ست ئي ديو به ستيندا، اچي باغ ۾ گهڙيا. اوچتو هڪڙي ديو جي شهزادي تي نظر پئجي ويئي، سو هڪل ڪري پنهنجو گرز کڻي شهزادي تي وريو. شهزادو به اڳي ئي هوشيار ٿيو بيٺو هو، سو وارو بچائي، هڪدم پنيان کڻي جو پنهنجو ڏنڊو هنيائينس، ته ديو ڌو منهن ڀر وڃي ڪريو. پوءِ يڪدم شهزادي رسو کڻي، جهٽ ۾ هن ديو کي وڻ سان ٻڌي ڇڏيو. ڪا مهل ٿي، ته ٻيو ديو پهرئين ديو کي ڳولڻ لاءِ نڪتو. جڏهن ڳوليندي ڳوليندي، اتي اچي پهتو، تڏهن يڪدم شهزادي تي گرز کڻي وار ڪيائين. شهزادي وري به پهرئين وانگر وار بچائي، ديو کي ڏنڊو هڻي ڪيرائي، ان کي به وڻ سان ٻڌي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح ستن ئي ديون کي ، سُڪ ڪري، وڻ سان ٻڌي ڇڏيائين. نيٺ ڇوڪري، جا اصل ۾ ديون جي ڀيڻ هئي، تنهن جو اها حالت ڏٺي، سو اچي شهزادي کي منٿ ڪيائين ته ”اسين سڀ تنهنجا غلام آهيون، جيئن چوندين تيئن ڪنداسون: مهرباني ڪري منهنجن ڀائرن کي آزاد ڪر.“ شهزادي اتي ديون کان به پڇيو. ديون به اهو قبول ڪيو، ۽ حضرت سليمان جو قسم به کنيائون. شهزادي انهن ستن ئي ڇٽن کي کوليو، جن پوءِ هن کي ڏاڍي آدرڀاءُ سان مٿي ماڙيءَ تي وڃي ويهاريو، ۽ هن جي خوب خدمت ڪيائون. شهزادو هڪ ٻه ڏينهن اتي رهجي پيو. هڪ ڏينهن، جيئن شهزادو دريءَ کان بيٺو هو، تيئن پري کان دونهين جي لاٽ ڏٺائين. ديون کان پڇيائين ته ”اهو ڇا آهي؟“ ديون جواب ڏنو ته ”اهو هڪڙو ديو آهي، جو ٻارهن مهنا سمهندو آهي، ۽ ٻارهن مهينا جاڳندو آهي، هينئر اهو ستو پيو آهي، ۽ اها هن جي نڪ مان نڪتل هوا جي لاٽ آهي. جڏهن اهو جاڳندو آهي، تڏهن ٻيا ماڻهو ته ڇا، پر اسين ديو به هي ملڪ ڇڏي ڀڄي ويندا آهيون.“ ڇوڪريءَ انهن کي چيو ته ”ڏنجاءِ ڪريو، هاڻي ان ديو جا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن.“

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير، شهزادي ديون کي چيو تہ ”هاٿي اهو ديو هلي مون کي ڏيکاريو.“ ديو هن سان گڏجي، اوڏانهن روانا ٿيا. ڪجهہ مهل کان پوءِ، اچي اتي پهتا. ڏسن تہ برابر هڪ شاهي ديو اتي سُتو پيو آهي، ۽ پرسان جهوپڙي آهي، جنهن ۾ هڪ حسين عورت ويٺل آهي. عورت هنن کي ڏسي، چيو تہ ”خدا جي واسطي، منهنجي هن آفت مان جند ڇڏايو.“ شهزادي ان کي بہ چيو تہ ”اي عورت! تون گهبراءِ نہ.“ ائين چئي، هن دل ۾ خيال ڪيو تہ ستل کي مارڻ بهادري نہ آهي، هاٿي هن ديو کي ننڊ مان جاڳائي پوءِ حملو ڪجي؛ سو، يڪدم ديو جي ٽنگ ۾ ترار ٽنبي ڪڍيائين. ديو ڪجهہ مڙيئي پاسو ورايو. ڇڙ تہ ڪنهن جيت وغيره چڪ هنيو هوس. تنهن تي شهزادي وري بہ ترار ٽنبي ڪڍيس، جنهن تي ديو هڪدم سجاڳ ٿي؛ ويهي رهيو، ۽ ڏٺائين تہ هڪ آدمزاد آهي، جو ترار کنيو بيٺو آهي. اتي ديو کي بہ جوش آيو، سو هڪدم هڪ پٿر جي چپ ڪٽي، شهزادي ڏي ڦٽي ڪيائين. چوڪري گوهي ڏيئي، پٿر کان پاڻ بچائي، ٽپ ڏيئي، وٺي جو ترار هنيس، تہ ديو جي سسي وڃي پري پيئي. پوءِ تہ ان حسين عورت کي هو پاڻ سان وٺي واپس ماڙيءَ ۾ آيا، جتي هن عورت پنهنجي رضا خوشيءَ سان شهزادي سان شادي ڪئي. نيٺ هڪڙي ڏينهن شهزادي اُنهن ديون سان پنهنجي مطلب واري ڳالهہ ڪئي، ۽ سامونڊي گهوڙن جو ڏس پڇيائين. ديون شهزادي کي چيو تہ ”تون هن تخت تي ويهہ، تہ اسين توکي اتي ڻا ڪٽي هلون، باقي تنهنجي پهچڻ جي جاءِ نہ آهي.“ پوءِ شهزادو تخت تي چڙهي ويٺو، ۽ ديون مان هڪڙو ديو هن کي ڪٽي وٺي اڏاڻو. ستن ڏينهن ۽ ستن راتين جي اڏامڻ کانپوءِ ديو هڪ هنڌ اچي تخت لاٿو. ڏسن تہ برابر هڪ گهوڙو بيٺو آهي، ۽ ان تي هڪ پري چوڪيدار آهي؛ مگر اوڏيءَ مهل پري ستي پيئي هئي. شهزادو بہ پنهنجو رومال هن جي منهن تي وجهي، وڃي گهوڙي کي واڳ مان، ٽپ ڏيئي هڪدم تخت تي ويهي رهيو، ۽ تخت کڻي ديو وٺي اڏاڻو. گهڙي نہ



.... تخت ڪٺي ديو وٺي اُڏاڻو

گذري، تہ پري بہ سجاڳ ٿي: ڏسي، تہ گهوڙو آهي ڪونہ. يڪدم هيڏانهن هوڏانهن اُڏامي گهوڙي کي ڳولڻ لڳي. نيٺ پري کان ڏٺائين تہ ديو گهوڙي کي ڪنيو پيو وڃي. بس پي ڪا پڇڻ جي واهہ نہ ڏسي، پاڻ ئہ اچي انهن سان گڏي، ۽ پوءِ سڀئي باخيريت واپس اچي ديون جي ملڪ ۾ پهتا. شهزادي پوءِ اتي هن پريءَ سان بہ شادي ڪئي، ۽ پوءِ ٽيئي ڄڻا ديون کان موڪلائي، خير سان پنهنجي ملڪ ڏي روانا ٿيا.

منزلون ڪندي ڪندي، ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ، هيءُ هڪ شهر ۾ اچي پهتا. جتان گل بادشاهہ جو شهر باقي هڪ ڏينهن پنڌ تي هو. اتي هنن جو خيال ٿيو تہ ڪجهہ دير آرام ڪري، پوءِ پنڌ پئجي. شام جو گهمندي گهمندي، هڪڙي هنڌان اچي لنگهيا، تہ شهزادي پنهنجي ڇهن ئي ڀائرن کي ڪانيون وڪڻندي ڏٺو. هن کي اهو ڏسي ڏاڍو ارمان ٿيو، سو اچي انهن کي پنهنجي سڃاڻپ ڪرايائين. ڀائر هن کي ڏسي ڏاڍا رُنا. شهزادي پڇين تہ "اوهان حقيقت ٻڌايو تہ ڪيئن هي حال ٿيوَ!" هنن چيو تہ "اسان جا پئسا سڀ کپي ويا؛ پوءِ ڪيڏانهن وڃون، جو ڪاڏي لاءِ بہ پيسو نہ هجي: نيٺ پرديس ۾ هي ڌنڌو ڪري پيٽ پيا پاليون." شهزادو پوءِ ڇهن ئي ڀائرن کي وني پاڻ وٽ آيو، ۽ انهن کي ٽڙ وغيره ڪرائي، نوان ڪپڙا سبائي ڏنائين، ۽ هنن جا پراڻا ڪپڙا لهرائي پاڻ وٽ رکي ڇڏيائين. پوءِ سڀ اتي پنهنجي ملڪ ڏي روانا ٿيا. رستي تي، جو شهزادي جي ڀائرن ساموندي گهوڙو ۽ خوبصورت راڻيون ڏٺيون، سو نيت خراب ٿي وين، ۽ نيٺ هڪ هنڌ شوق شهزادي جون ٽنگون ٻانهون وڍي، هڪ هنڌ ڦٽو ڪري، پنهنجي ملڪ ڏي روانا ٿيا. شهزادي جي راڻين کي هن ڳالهہ جي خبر ئي پئجي ڪانہ سگهي. جڏهن ڇهہ ئي ڀائر راڻين سميت پنهنجي ملڪ ۾ اچي پهتا، تڏهن بادشاهہ کي ساموندي گهوڙو ڏنائون: جنهن جو رت ڪيرائي بادشاهہ ڪم آندو، تہ ڇاق ڇڱو ڀلو ٿي ويو. پوءِ ڇهن ئي ڀائرن کان خبر پڇيائين، جن ڪوڙ سچ ملائي: بادشاهہ کي پنهنجي بهادريءَ جي ڳالهہ

ڪري ٻڌائي، بادشاهہ ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ شوق شهزادي جي ڀينرن ۽ ڀاڻيجن کي محلات ۾ رهائي ڇڏيائين. ڏينهن ٻہ جڏهن شوق شهزادو پنهنجي راڻين وٽ نہ ويو، تہ راڻين کي ڏاڍو ويچار ٿيو، تن نيٺ پائرن کان شهزادي بابت پڇيو. چهن ئي پائرن نئولِيءَ طور سچي حقيقت ڪري ٻڌاين، ۽ چيائون تہ "هاڻي مانَ ڪري ويهي رهو، نہ تہ اوهان جو بہ اهڙو حال ٿيندو، جهڙو هُن جو ٿيو." اتي پريءَ ٻيءَ شهزاديءَ کي دلجاءِ ڏني تہ "گهٻراءِ نہ: آءٌ پاڻهي ٿي شهزادي کي ڳولي اچان."

پري اتان وني اڏاڻي، ۽ ڳوليندي ڳوليندي، نيٺ اچي ڏسي تہ شهزادو پنگلو ٿيو، هڪ هنڌ پيو آهي. پري وڃي اچي شهزادي کي ملي، ۽ حقيقت پڇيائينس. شهزادي جواب ڏنو تہ "ڏينهن جو الائجي ڪير ڪاڏو ڏيو وڃيم، ۽ رات جو الاجي ڪٿان چار پريون اچيو وڃن، جي اچيو مون کي ٻانهون ٽنگون چنبڙائين، ۽ پوءِ مون کي سرندو هٿ ۾ ڏين. آءٌ سرندو وڄائيندو آهيان، ۽ هو پريون موج ۾ اچيو ڳائينديون ۽ نچنديون آهن. جڏهن صبح ٿئي، تڏهن وري منهنجون ٽنگون ۽ ٻانهون جدا ڪريو هليون وڃن، ۽ آءٌ اهڙي جو اهڙو هتي پيو آهيان." پريءَ اهو ٻڌي، چيس تہ "چڱو هاڻي تون مانَ ڪري جيئن دستور موجب ڪندو آهين، تيئن ڪج: باقي آءٌ پاڻهي ٿي بندوبست ڪريان." پوءِ پري واپس محلات ۾ آئي، ۽ شهزاديءَ کي ٻڌائي آئي تہ "شهزادو لڌو آهي، ۽ تون دلجاءِ ڪري ويهہ: اسين صبح جو ايندا سون." شهزاديءَ ويچاريءَ خدا جو شڪر ڪيو، ۽ صبح جو انتظار ۾ ويهي رهي. سانجهيءَ جو، پري اڏامي، وري ساڳئي هنڌ لڪي، اچي ويهي رهي. دستور موجب، چارئي پريون آيون، ۽ شهزادي کي ٽنگون ٻانهون چنبڙائي، کيس سرندو هٿ ۾ ڏنائون. شهزادي سرندو وڄائڻ شروع ڪيو، ۽ هوڏانهن پريون موج ۾ اچي ويون. تيڏيءَ مهل، اوچتو پريءَ، ظاهر ٿي، وني جو گوڙ ڪيو، تہ هو چارئي پريون خوف ۾ ڇرڪي، ڀڄي ويون، ۽ هوءَ شهزادي کي وني سڌو محلات ۾ آئي، ۽ پوءِ تيئي پاڻ ۾ ملي ڏاڍو خوش ٿيا.

صبح جو شهزادي وجي بادشاهہ کي سلام ڪيو. بادشاهہ هن کي ڏسي تعجب ۾ پئجي ويو، ۽ چيائينس تہ ”منهنجي لاءِ ساموندي گهوڙي جو رت آندئي؟“ شهزادي بادشاهہ کي چيو تہ ”سائين اهو ڪونہ مليو؟ اهو تہ منهنجا ڇهہ ڀائر ڪٽي آيا هئا.“ بادشاهہ چيو تہ ”هائو، اهو تہ برابر انهن آندو هو.“ تنهن تي شهزادي بادشاهہ کي سچي حقيقت ڪري ٻڌائي، ۽ پڇاڙيءَ جو ڀائرن جا پراڻا ڪپڙا بہ ڏيکاريائينس، ۽ پوءِ پنهنجي ماءُ جي ۽ ٻين ڇهن راڻين جي دغا جي بہ سچي حقيقت بادشاهہ کي ڪري ٻڌايائين. بادشاهہ اهو ٻڌي، اهڙو اچي سخت ڪاوڙيو، جو پنهنجن ڇهن ئي راڻين ۽ ڇهن ئي پٽن کي ملڪ نيڪالي ڏيئي ڇڏيائين.... ۽ پوءِ پنهنجي هن راڻيءَ کي وٺي اچي ڏاڍي مزي سان باقي حياتيءَ جا ڏينهن گذارڻ لڳو.





# محمود شاهہ

ڪنهن سمي، هڪڙي ملڪ ۾ هڪڙو انصاف وارو ۽ عاقل بادشاهہ حڪومت ڪندو هو. ڪيس ڏين دنيا ۾ هڪڙوئي پٽ هو. پلا بادشاهي پار، سو بہ سڪي سڪي جاول، انهيءَ ڪري شهزادو ڏاڍو ڏاڍلو هوندو هو. ننڍي هوندي، سنگتين ساٿين سان پيو گهمندو ڦرندو ۽ موجون ڪندو هو. جڏهن جوان ٿيو، تڏهن پٽس ڪيس بہ سهٽيون شهزاديون پرڻايون. شهزادي کي گهوڙي سواريءَ جو تمام گهڻو شوق هو. وٽس ڪيترائي عمدا گهوڙا هئا، پر هڪڙي تمام پلي گهوڙي هيس، جنهن سان هن جو ڏاڍو پيار هوندو هو. شهزادو روزانو گهوڙيءَ تي چڙهي، سنگتين سان گڏجي، گهمڻ ويندو هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ اڪيلو بہ ويندو هو.

انهيءَ شهر ۾ هڪڙو ريباري رهندو هو، جنهن کي هڪ تمام حسين

ڏيءِ هئي، جنهن جي حسن جي هاڪ چوڌاري پکڙيل هئي. اُها ڇوڪري پنهنجين ساهيڙين سان روزانو گڏجي، پاڻي ڀرڻ لاءِ درياءَ تي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن، شهزادو انهيءَ محل اتان اچي لنگهيو، جنهن محل هي ڇوڪريون درياءَ تي هيون. گهوڙيءَ جي ٽاپ ٽاپ ۽ سوار جي ڦڙتائيءَ کين متوجهہ ڪيو. عشق جو تير سيني ۾ کپي ويو، ۽ شهزادو هن ريبارڻ ڇوڪريءَ تي موهت ٿي پيو. گهر تہ موٽي آيو، پر آرام نہ پيو اچيس، لوڇ پوچ ۽ بيقراريءَ ۾ رات گذري. ٻئي ڏينهن صبح سان، شهزادي گهوڙيءَ تي لانگ ورائي، ۽ ڇوڪريءَ جي رستي تي وڃي بيٺو. هوڏانهن ڇوڪري سهيلين سميت درياءَ تي پاڻي ڀرڻ لاءِ آئي. شهزادي بہ اچي هنن جي پر ورتي. جڏهن هو پاڻي ڀري موٽيون، تڏهن شهزادو بہ سندن ڪڍ هلڻ لڳو.

اهڙيءَ طرح روز ٿيندو هو. ڇوڪريءَ کي اها ڳالهہ نہ آئڙي. سانده مهينو ائين گذري ويو. آخر ڇوڪريءَ، ڪڪ ٿي، اهو ارادو ڪيو تہ 'شهزادي کي اهڙو سبق سيکاريان، جو سڄي ڄمار ياد ڪريو پوءِ، جي بادشاهہ اسان کي ڪٿي لڏايو، تہ اسين لڏي وينداسين.' اهو پڪو پرن ڪري گهران نڪتي، تہ شهزادو بہ اچي گڏيس. جڏهن شهزادي جي گهوڙي ڇوڪريءَ جي ڀرسان آئي، تڏهن هڪدم هن گهوڙيءَ کي اهڙي تہ لپاٽ هنئين، جو گهوڙي غش ٿي ڪري پيئي، ۽ شهزادو بہ پريان وڃي ڪريو. ڇوڪريون تہ هليون ويون، پر گهوڙي، جا نہ اُٿي سا نہ اٿي، ۽ اتي ئي ساهہ ڏنائين. اها ڳالهہ شهزادي کي ڏاڍي ڏکي لڳي. پر ڪري ڇا؟ گهر تہ موٽي آيو، پر ڏک وچان ڪا بہ ڳالهہ نہ پيئي وڻيس. مانڊ ڪري اونڌي منهن وڃي محلات ۾ ليٽي پيو، ۽ خبر ئي نہ پئي پيس تہ ڇا ڪري. نيٺ دل ۾ اهو پڪو ارادو ڪيائين تہ 'ريبارڻ ڇوڪريءَ کان انهيءَ جو عيوضو ضرور وٺندس.' ان لاءِ هيءَ رٿا رٿيائين تہ ڪنهن اٽڪل سان هن ڇوڪريءَ سان شادي ڪري، پوءِ کيس طلاق ڏجي. اهو پڪو پهہ پچائي، شهزادو ڏرٽو ماري ويهي رهيو - نہ سنگتين ساٿين سان هلي، ۽ نہ ڪنهن سان گهمي

ڦري، ۽ نہ مـاني تـڪي ڪـائي: سـڄو ڏينهن محلات ۾ وينو هوندو هو. سنگتي ساٿي جڏهن ساڻس ملڻ ايندا هئا، تڏهن انهن سان بہ چڱيءَ طرح سان منهن نہ ڏيندو هو. دوستن پڇيس، ”ڏي خبر، خير تہ آهي؟“ هن جواب ڏنو تہ ”مڙئي خير آهي!“ پر سنگتين سهي ڪري ورتو تہ ڪا ڳالهہ ضرور آهي پر اسان کي نٿو ٻڌائي. اها خبر نيٺ بادشاهہ کي پئي. بادشاهہ دوڙندو آيو: چي، ”پٽ توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟“ شهزادي جڏهن ڏٺو تہ بابو منهنجي هر ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار آهي، تڏهن يڪدم چيائينس، ”بابا، آءٌ هڪ ريٻارڻ کي پيـار ٿـو ڪـريان: منهنجي ان سـان شـادي ڪـرايو!“ بادشاهہ ڳالهہ ٻڌي، کيس دلداري ڏني. شهزادو خوش ٿيو، ۽ اتي خير سان ماني تڪي کاڌائين.

بادشاهہ يڪدم پنهنجي وزير کي گهرايو، ۽ کيس سربستي ڳالهہ ٻڌائي چيائين تہ ”تون ريٻاريءَ وٽ وڃ ۽ ڪانئس سڱ جي گهر ڪر!“ وزير جواب ڏنو تہ ”جيئندا قبلا! ريٻاري گهٽ ذات، اوهان ملڪ جا بادشاهہ- اها شادي نٿي ٿي سگهي. ٻئي ڪندي، هي ٻنهہ بکيا غريب ماڻهو آهن! شهزادي کي چئو تہ پنهنجي هٿ ڪان هيٺ لهي، انهيءَ ۾ ئي سندس ڀلائي آهي!“ بادشاهہ وراڻيو، ”مون تہ گهڻا مٿا مونا هنيا آهن، پر هو مڃي ئي نٿو. باقي تون وڃي سمجهائينس: من سنئين رستي تي اچي.“ وزير بہ شهزادي کي گهڻوئي سمجهايو، پر ورپو ڪي بہ ڪين. لاچار وزير کي ريٻاريءَ وٽ وڃڻو پيو: ۽ کيس سڄي حقيقت ڪري ٻڌايائين. ڳالهہ ٻڌي، ريٻاري ٽٻيءَ ۾ پئجي ويو: جي سڱ ٿو ڏئي، تہ برادريءَ مان ٿا ڪڍنس: جي نٿو ڏئي، تہ بادشاهي ڏمر ٿو ڪٽي! ڪري، سو ڪري ڇا؟ آخر ريٻاريءَ ڳالهہ جهلي، ۽ هڪ مهيني جي مهلت گهري. وزير هائوڪار ڪئي، ۽ واپس موٽي، اچي شهزادي ۽ بادشاهہ کي حقيقت ٻڌايائين.

ريٻاريءَ پنهنجي ڌيءَ کان پڇيو تہ ”تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي؟“ ڇوڪريءَ چيو تہ ”جيڪو قسمت ۾ لکيل آهي، سو اوس ٿيندو. جي سڱ

نہ ڏيندؤ، تہ بہ هو مون کي زوريءَ کڻي ويندا؛ انهيءَ ڪري اها مائٽي کڻي قبول ڪريو!" ريباريءَ کي بہ اها ڳالهہ دل سان لڳي، ۽ بادشاهہ کي چوائي موڪليائين تہ "مون کي اها مائٽي منظور آهي." آخرڪار ڏاڍي ڌام ڌوم سان هيءَ شادي ٿي، ۽ شهزادو ريبارڻ سان گڏ هڪ جدا محلات ۾ رهڻ لڳو، ۽ ريبارڻ جي سياڻپ ۽ ڏاهپ ڪري شهزادي کي پنهنجو ڪيل پرن بلڪل وسري ويو.

هوڏانهن شهزادي جون پيون بہ زالون اچي حيران ٿيون تہ ڪيئن شهزادي سان ملجي، جنهن هنن کي صفا وساري ڇڏيو هو. انهيءَ سوچ ۾ هيون، تہ در تي هڪ فقير صدا هنئين. راڻين جي خيال ۾ آيو تہ ڇو نہ انهيءَ فقير کي شهزادي ڏي موڪلي، ڪيس پنهنجي ڪنيل قسم جي يادگيري ڏيارجي. سو فقير کي لالچ ڏيئي، پڪو ڪري، چيائونس تہ "تون شهزادي جي در تي صدا هڻجانءِ؛ جڏهن ريبارڻ توکي خيرات ڏئي تہ تون اها نہ وٺجانءِ، ۽ چئج تہ 'مون کي شهزادو پاڻ پنهنجن هٿن سان بکياڏئي.' پوءِ شهزادو جڏهن توکان انهيءَ جو سبب پڇي، تڏهن کيس ٻڌائجانءِ تہ 'تنهنجي ريبارڻ زال پاپڻ آهي، هن تنهنجي گهوڙي ماري آهي؛ ۽ هن جي پيٽ ۾ جيڪو ٻار آهي، سو تنهنجي سر جي تباهيءَ جو باعث ٿيندو.'" فقير يڪدم شهزادي جي در تي آيو، ۽ جيئن ڪيس راڻين سمجهايو هو، تيئن ڪيائين. شهزادي کي پنهنجي ڪيل پرن جي يادگيري پيئي، ۽ مٿان اچي ڊپ ورايس، ۽ پيو وري بادشاهي آرا.... سو يڪدم پنهنجن نوڪرن کي حڪم ڪيائين تہ "هن نياڳيءَ رن کي جهنگ ۾ وٺي ماري اچو، ۽ ثابتيءَ لاءِ سندس اکيون ڪڍي آڻي مون کي ڏيکاريو!" نوڪر ريبارڻ کي، مارڻ لاءِ، جهنگ ۾ وٺي ويا. اُتي پهچي جڏهن هن کي مارڻ لڳا، تہ ريبارڻ کين روئيندي چيو تہ "مون کي مارڻ مان توهان کي ڇا حاصل ٿيندو؟ توهين مون کي ڇڏي ڏيو، آءٌ توهان کي دعا ڪنديس!" نوڪرن چيو تہ "جيڪڏهن اسين توکي ڇڏي ڏيون، تہ پوءِ شهزادي کي

تنهنجون اکيون ڪيئن ڏيکاريندا سين؟" سامهون ئي هڪ هرڻ پئي چنو،
ريبارڻ ان ڏانهن اشارو ڪري، چيو ته "انهيءَ هرڻ کي ماري، ان جون
اکيون ڪڍي، وڃي شهزادي کي ڏيو!" نوڪرن به ريبارڻ جي ڳالهه مڃي،
۽ هرڻ ماري، ان جون اکيون ڪڍي، وڃي شهزادي کي ڏنائون.

ريبارڻ اتان هلندي هلندي، نيٺ هڪ ٻئي شهر ۾ وڃي پهتي. ڪوبه
ڄاڻ سڃاڻ ڪونه هوس؛ وڃي ته وڃي ڪيڏانهن! انهيءَ ٻڌتر ۾ هئي، ته
اتان جي هڪڙي سوداگر جي هن تي نظر پئجي ويئي، ۽ هن کي مٿس
ڪهل آئي، ۽ وڏي اچي خبر چار پڇيائينس. ريبارڻ به سربستي ڳالهه
ڪري ٻڌايس. جنهن تي هن چيس ته "اڄ کان تون منهنجي ڀيڻ آهين: تون
هلي منهنجي گهر ٽڪ. روز رازق تي آهي، مڙيئي ڀيو وقت گذرندو!"
سوداگر ريبارڻ کي گهر چڏي، ۽ پنهنجي زال کي هن جي پارت ڪري،
واپس موٽي اچي دڪان تي وينو.

ريبارڻ خوشيءَ سان وقت گذارڻ لڳي. هن کي پيٽ به هو، سو نوين
مهيني کيس هڪ پٽ ڄائو: نالو رکيائينس "محمود". ڇوڪر اڃ ننڍو
سيان وڏو، اچي سمجهه ڀريو ٿيو. ٻاڙي جا ٻار هن کي ڏاڏو ڪڪ ڪندا
هئا. چي، "هن جو پيءُ آهي ئي ڪونه!" هو ڏاڍو شڪي ٿيندو هو. آخر
هڪ ڏينهن پنهنجي ماءُ کان پڇيائين ته "منهنجو پيءُ ڪير آهي؟" ماڻس
چيس ته "ابا، تون اڃا ننڍو آهين؛ وڏو ٿيندين، ته پاڻهي خبر پوندئي." پر
ڇوڪري چيو، "نه، مون کي ٻڌاءِ ته منهنجو پيءُ ڪير آهي؟" آخر، راڻيءَ
کيس سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي، ۽ چيو ته "تنهنجو پيءُ بادشاهه،
تنهنجو ڏاڏو بادشاهه، ۽ تون به ڪڏهن بادشاهه ٿيندين!" اها ڳالهه ٻڌي،
محمود ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ اڳتي نهي نڪي شان مان سان هلڻ لڳو.

هڪ ڏينهن، سوداگر، واپار سانگي، ڪنهن ولايت ڏي سنپريو؛
تڏهن ريبارڻ چيس ته "ادا هاڻي تنهنجو ڀاڻيجو اچي وڏو ٿيو آهي؛ تون هن
کي سان وٺي ويندين، ته ڪجهه پرائيندو: هتي ته رڳو ڀيو سوٽي سان وڙهي

۽ جهيڙا ڪري!" محمود کي جڏهن اها خبر پيئي، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو. بئي ڏينهن، سهي سنيري، موڪلائي توڪلائي هو سوداگر سان گڏ سفر تي نڪتو. هلندي هلندي ڪيئي ولايتون پوئتي ڇڏي، هڪ ڏينهن جاوا ٻيٽ جي هڪ ملڪ ۾ اچي پهتا. محمود پنهنجي مامي کان موڪل وٺي ويو شهر ۾ گهمڻ. گهمندي گهمندي، اچي هڪ ميدان ۾ پهتو، جتي گهوڙن جي ڊوڙ پئي ٿي. خبر پيس ته سال بسال، هتي، بادشاهه جي سامهون، گهوڙن جون شرطون لڳنديون آهن، اڄ به اهو ڏينهن آهي. هن ڏٺو ته هڪ مٿاهينءَ جاءِ تي، هڪ عاليشان تخت تي بادشاهه ويٺو آهي. هن نڪا ڪئي هم نڪا تم، سڌو وڃي بادشاهه جي پر ۾ ويٺو. بادشاهه هن کان پڇيو ته "ڇوڪرا تون ڪير آهين؟" ڇوڪري جواب ڏنو، "منهنجو پيءُ بادشاهه، منهنجو ڏاڏو بادشاهه، ۽ آءٌ به ڪڏهن بادشاهه ٿيندس! حال هتي گهمڻ آيو آهيان!" هن جو جواب ٻڌي، بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ هن کي وٺي پنهنجي قريب ويهاريائين. گهوڙن جي ڊوڙ ڏسڻ کانپوءِ، محمود شهر جي بزار ڏسڻ ويو. جڏهن هڪڙي جوهريءَ جي دڪان وٽ آيو، تڏهن ڏٺائين ته جوهري هڪ شخص کي ٺڳڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو- چي، "هي سچا موتي آهن!" محمود، جو اهو ناحق ٿيندو ڏٺو، سو يڪدم دڪان تي چڙهي ويو؛ ۽ چيائين، "ڪير ٿو چئي ته هي سچا موتي آهن، تو وانگر هي به ڪوڙا آهن!" جوهريءَ کي عجب به ٿيو، ۽ ڪاوڙ به لڳي ته هي وري ڪير آهي، جو منهنجي ڪم ۾ هرويرو ٿو دخل ڏئي. تنهن چيس ته "ميان! جيڪڏهن تون هي سچا موتي ڪوڙا ثابت ڪندين، ته آءٌ توکي پنهنجو سڄو دڪان ڏيندس؛ پر جي تون ڪامياب نه ٿئين، ته تون سڄي عمر منهنجو ٻانهو ٿي رهندين!" محمود چيو، "مون کي منظور آهي." جوهريءَ چيو، "چڱو، آءٌ امين ٿو وٺين اچان." دل ۾ خيال ڪيائين ته ڪنهن کي ڪجهه پيسا ڏيئي، سيکاري ڇڏيندس، بس پوءِ شرط منهنجي ٿيندي. پر محمود به چالاڪ هو. تنهن يڪدم چيس ته "امين آءٌ آڻيندس."

ائين چئي، سڌو بادشاهہ وٽ ويو، ۽ ڪيس سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌايائين. بادشاهہ يڪدم جوهريءَ کي گھرايو، ۽ اُهي ساڳيا موتي شاهي جوهريءَ کي ڏيکاريائين، جنهن تصديق ڪئي تہ اهي موتي ڪوڙا آهن. ڪيتئي جوهريءَ جون بہ ويون چهہ بہ ويون؛ منهن مٿو پٽيندو، وڃي گهر وينو؛ ۽ محمود سندس دڪان جو مالڪ ٿي ويهي رهيو.

هوڏانهن جڏهن محمود کي ڪجھ دير ٿي ويئي، تڏهن مامس کي اچي اونو ٿيو: سو يڪدم هن کي ڳولڻ لاءِ روانو ٿيو، ۽ بزار مان گهمندي گهمندي، هو اچي جوهريءَ جي دڪان وٽان لنگهيو. محمود مامي کي ويندي ڏٺو، سو يڪدم سڏ ڪيائينس: مامو، محمود کي ڏسي خوش ٿيو، ۽ خبر چار پڇيائينس. هن ڪيس سربستي ڳالهہ ڪري ٻڌائي، ۽ چيائينس تہ "هاڻي هي سڄو دڪان پنهنجو آهي؛ توهين هتي ويهو، تہ آءٌ ماڻهو وني اچان، تہ هتان سڀ سامان ڪڍايون." پوءِ مامي کي اُتي ويهاري، هو سڌو جهاز تي ويو، ۽ اُتان ماڻهو وني سامان ڍوئڻ لڳو، ۽ نيٺ سمورو سامان سڙو ڪٽي، جهاز هاڪاريائون. هلندي هلندي هڪ ٻيٽ تي اچي پهتا، جتي رات ٽڪڻ جو فيصلو ڪيائون. محمود پهري تي وينو، ۽ ٻيا سڀ ننڊ ۾ سمهي پيا. ٿوري رات گذري، تہ محمود ڏٺو تہ بہ پکي، هڪ ننڍو ۽ ٻيو وڏو، وڻ جي ٽار تي هڪٻئي ۾ ڳالهيون ڪري رهيا آهن- وڏي پکيءَ چيو تہ "جيڪڏهن ڪو منهنجو گوشت کائي، تہ ان جو الهہ تلهہ چٽ ٿي وڃي!" وري ننڍي پکيءَ چيو تہ "ڪو ماڻهو جيڪڏهن مون کي ماري کائي، تہ اهو بادشاهي ماڻي!" محمود، جو اهو ٻڌو، تنهن يڪدم تير چوڙيا؛ ۽ ٻئي پکي اچي پٽ تي پيا: ننڍي جو گوشت پچائي پاڻ کاڌائين، ۽ وڏو اجلائي ڪتن کي ڏيئي ڇڏيائين. سوداگر اُهوئي ستو رهيو، ۽ محمود وري بہ جاڳندو رهيو. اڌيءَ رات جو، ڪن پريان روشنائي ڏٺي؛ پهريدار کي سجاڳ ڪري، پاڻ سڌو روشنيءَ ڏي ويو. هلندي هلندي وڃي هڪ ٻڙ جي ريجهو پهتو. ڇا ٿو ڏسي تہ چار پريون وينيون چوپڙ رانديون ڪن، خيال ڪيائين تہ انهن مان هڪ کي ضرور جهلجي؛ ۽ جهڙي اُچانڪ



ڏنائين، تهڙو پريون تہ اُڏامي ويون، پر هڪڙي پري جنهن ڊارا ۽ چوَپڙ ڪٽڻ تي گهريا، تنهن کي ٿوري دير تي ويئي، جنهنڪري پنيان رهجي ويئي، ۽ هڪڙو ڊارو بہ پوئتي رهجي ويس. محمود، رهيل ڊارو کٽي، انهيءَ پريءَ جي پنيان پيو. هيءَ پري، ٿورو اڳتي هلي، بيهي رهي، ۽ اتي هڪڙو دروازو هو، انهيءَ ۾ اندر گهڙي ويئي. گهڻ وقت اينرو چيائين تہ "جي محمود هجين، تہ مون کي ڳولي هٿ ڪج!" پريءَ جا اهي گفتا محمود ٻڌا، ۽ خيال ڪيائين تہ اندر وڃان، پر غار تمام اونهو هو، جنهنڪري هن پنهنجو اهو خيال لاٿو، ۽ اتان جا ڪي نشان ڪٽي واپس ماڳ تي موٽي آيو.

صبح جو سويل قافلو روانو ٿيو، ۽ ڪجهہ ڏينهن جي سفر ڪرڻ ڪانپوءِ اچي پنهنجي ڳوٺ جي پرسان پهتا، اتي ٻاهرئي محمود کي پنهنجا ننڍپڻ جا دوست گڏيا، تن محمود کي خبرچار ٻڌائڻ لاءِ ترسايو. محمود پنهنجي مامي کي ڊارو ڏيئي موڪليو تہ "هي وجي اما کي ڏي، ۽ آءٌ اچان

ٿو.“ سوداگر کي ڏسي، ريڀارڻ پنهنجي پٽ جي پڇا ڪئي، جنهن ٻڌايس ته اهو به آيو آهي، ۽ ٻاهر دوستن سان ڪچهري ڪري اجهو اچي ٿو. پر سوداگر اهو ڏارو، جيڪو محمود ڏنو هوس، سو ريڀارڻ کي نه ڏنو، ۽ خيال ڪيائين ته اسان جي ڪهڙي ڪم ايندو؛ ڇو نه بادشاهه کي ڏيئي، خوشنودي حاصل ڪريان! وري محمود به ماءُ کان نه پڇيو ته ڪو مامي توکي ڏارو ڏنو يا نه؟ آخرڪار سوداگر هڪ ڏينهن ڏارو کڻي وڃي بادشاهه کي ڏنو، جنهن اهو وري پنهنجي راڻين کي ڏنو. راڻين هڪڙو ڏارو ڏسي، چيو ته ”هن هڪڙي ڏاري مان ڇا ٿيندو؟ اسان کي اهڙا ٻه ٻيا به ڏارا گهرائي ڏي!“ بادشاهه يڪدم سوداگر کي سڏايو، ۽ حڪم ڪيائينس ته ”جيترو جلد ٿي سگهي، اهڙا ٻه ٻيا به ڏارا پيدا ڪر، نه ته ڦاسي تي چاڙهيندو سانءِ!“ سوداگر ويچارو اچي حيران ٿيو ته هاڻي ڇا ڪريان؟ آخر ٻڌي ٽري ڪجهه مهلت گهريائين. بادشاهه اها ڳالهه مڃي. سوداگر گهر موٽي آيو ۽ اونڌي منجي ڪري سمهي پيو. محمود سوداگر کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو، تڏهن پڇيائينس ته ”ماما، تو ڇو ههڙو حال بنايو آهي؟“ مامس کيس سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي. محمود چيو، ”بس ڳالهه به اها! پاڻ هلي ٻئا ڏارا هٿ ڪري اچون! بادشاهه وٽ وڃ ۽ وڃي کيس چئو ته ’مون کي ڪاٺي جي ڪوني ۽ ريشم جي رسي تيار ڪرائي ڏي‘ !“ سوداگر جي پيٽ ۾ ساهه پيو، ۽ ڊوڙندو بادشاهه وٽ ويو ۽ کانئس ڪاٺي جي ڪونيءَ ۽ ريشم جي رسيءَ جي گهر ڪيائين، جي ٻئي شيون هن کي جهٽ نهي مليون.

اهو سامان کڻائي، ٻئي ڄڻا روانا ٿيا. هلندي هلندي، هو انهيءَ بريٽ ۾ پهتا، جتان محمود اهو ڏارو لڌو هو، ۽ اچي انهيءَ غار وٽ بيٺا، جتي هڪ پري غائب ٿي ويئي هئي. محمود مامي کي چيو ته ”هاڻي آءٌ ڪاٺي جي ڪونيءَ ۾ ويهان ٿو، ۽ تون مون کي هيٺ لاهيندو وڃجانءِ؛ جڏهن آءٌ ڏور کي لوڏو ڏيان، تڏهن سمجهج ته آءٌ ڪنهن منزل تي پهتو آهيان. پوءِ جڏهن وري آءٌ ٻي ڇڪ ڏيان، تڏهن تون پيٽي ڇڪي

ونجانءِ. . . " ائين چئي، هو پيتيءَ ۾ ٽي وينو، ۽ پيتي ڊرندي ڊرندي، وڃي هڪ ميدان ۾ لٿي. ٻاهر نڪري، ڏور کي لوڏو ڏيئي، اڳتي هليو، چوڌاري نظر ڪيائين، پر ڪجهہ بہ نظر نہ آيس. ٿورو اڳيرو هليو، تہ هڪڙي محلات جي چوٽي ڏسڻ ۾ آيس: تڪڙو تڪڙو اوڏانهن رخ رکيائين. اها هڪ تمام وڏي محلات هئي، جنهن کي هڪ ننڍڙو دروازو هو: دروازي مان گهڙي اندر داخل ٿيو، تہ حيران ٿي ويو. چوطرف باغ بستان لڳا پيا هئا، ڦوهارا جهرمر لايو بيٺا هئا. پر عجب اهو هو تہ ماڻهو هڪ بہ نہ هو- چوڌاري سڃ لڳي پيئي هئي! محمود آهستي آهستي اندر گهڙيو، تہ ڇا ڏسي تہ هڪ حسين نوجوان ڇوڪري تخت تي ڇڙهي ويٺي آهي! هيءَ اُهائي ڇوڪري هئي، جنهن محمود کي چيو هو تہ "جي محمود هجين، تہ مون کي ڳولي لهج." ڇوڪري محمود کي ڏسي ڇرڪي، ۽ ڊپ وچان چيائين تہ "اي آدمزاد، تون ڪير آهين، ۽ هتي ڇو آيو آهين؟" محمود جواب ڏنس، "آءٌ محمود آهيان، ۽ توکي ڳولڻ لاءِ هت آيو آهيان!" ڇوڪريءَ جو منهن خوشيءَ وچان ٻهڪڻ لڳو، ۽ ڊوڙي وڃي هن کي ڀاڪر پاتائين. خوشيءَ وچان ٻيئي ماٺ ۾ هئا: آخر محمود هن کان خبر چار پڇي تہ "تہ تون ڪير آهين، ۽ هتي ڪيئن آئي آهين؟" ڇوڪريءَ جواب ڏنو تہ "آءٌ پارس ولايت جي بادشاهہ جي ڌيءَ آهيان، ۽ هتي هڪ ظالم ديو جي قيد ۾ آهيان، جنهن ۱۲ ڪوهن جي آباديءَ ۾ هڪ بہ ماڻهو نہ ڇڏيو آهي، هو صبح جو ويندو آهي، ۽ شام جو موٽي ايندو آهي: هو ظالم توکي بہ ڪانہ ڇڏيندو! پر تون ڪو بہ خيال نہ ڪر، آءٌ جادوءَ جي زور تي توکي طوطو بڻائي ڇڏينديس!" محمود چيس تہ "ڀلا توکي ڪيئن خبر پوندي تہ ديو آيو آهي؟" شهزاديءَ جواب ڏنس تہ "ٻهرين واچ لڳندي آهي، ٻوءِ پٿرن جو مينهن پوندو آهي- اها نشاني ديو جي اچڻ جي آهي!" ايتري ۾ واچ لڳڻ شروع ٿي. شهزاديءَ يڪدم محمود تي ڦيٽو پڙهيو، ۽ هو طوطو ٿي وڃي وڻ تي ويٺو. هاڻي پٿر اڏامڻ شروع ٿيا، مينهن پيو، ۽ آخر راڪاس بہ اچي نڪاءُ ڪيو. اچڻ سان ئي وني رڙيون ڪرڻ لڳو تہ "آدم بوءِ! آدم بوءِ!"

ڇوڪريءَ ڇيس تہ ”ڇريو ٿيو آهين ڇا؟ هتي ڪٿان آيو آدم؟“ جڏهن ڪجهہ نظر نہ آيس تہ مات ڪري سمهي پيو. صبح جو راڪاس اُٿي هليو ويو، ۽ شهزاديءَ محمود کي ساڳيءَ شڪل ۾ آندو: اهڙيءَ طرح ٻتي ڏينهن گذري ويا.

هڪ ڏينهن، محمود شهزاديءَ کي سمجهايو تہ ”تون ديو جو منجهہ ڪڍ تہ سندس ساهہ ڪٿي آهي؟“ شهزاديءَ هائوڪار ڪئي، ۽ ديو جي اچڻ کان اڳ ڪارا ڪپڙا پائي، زر زيور لاهي، منهن سڄائي ويهي رهي. ديو، جو هن کي اُداس ڏٺو، تنهن ڪانئس پڇيو تہ ”سچي ڪر، ڇا ڳالهہ آهي؟“ ڇوڪريءَ چيو تہ ”ڳالهہ وري ڇا آهي! تون روز الائي ڪيڏانهن ٿو هليو وڃين، ۽ آءٌ هتي اڪيلي ويٺي آهيان: قضا سان ڪير توکي ماري وجهي، تہ پوءِ منهنجو ڇا ٿيندو؟“ ائين چئي، اچي روئڻ ۾ پيئي. ديو ٺهڪ ڏيئي، چيو تہ ”تون انهيءَ جو ڪوبہ فڪر نہ ڪر، مون کي ڪير بہ ماري نٿو سگهي!“ شهزاديءَ پڇيس تہ ”ڇو، ائين ڇو آهي؟“ راڪاس جواب ڏنس تہ ”منهنجو ساهہ منهنجي بدن ۾ ڪونهي- منهنجو ساهہ هڪ ٻئي هنڌ محفوظ رکيل آهي!“ شهزاديءَ وري پڇيس تہ ”ائين وري ڪيئن هوندو!“ تنهن تي هن چيو تہ ”هن پنهنجي محلات جي باغ جي اتر پاسي هڪ غار آهي: ان غار جي مٿان هڪ سؤمڻو پٿر رکيل آهي: اهو پٿر مون کانسواءِ فقط محمود نالي شخص چوري سگهي ٿو: انهيءَ غار ۾ لوهہ جو پڃرو رکيل آهي: ان پڃري ۾ هڪ پوپٽ آهي، ۽ انهيءَ ئي پوپٽ ۾ منهنجو ساهہ آهي! هاٿي تہ پڪ ٿيئي تہ مون کي ڪوبہ نٿو ماري سگهي!“ ڳالهہ ٻڌي، شهزادي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ هن سان کلي ڳالهائڻ لڳي.

صبح جو، جڏهن راڪاس ويو، تڏهن هوءَ محمود سان گڏجي انهيءَ غار ڏي ويئي. وڃي ڏسن تہ برابر هڪ پٿر رکيو آهي: محمود ان کي ڏڪي پري ڪيو، ۽ اندر گهڙي ويو. غار ۾ هڪ پڃرو پيو هو، ۽ پڃري ۾ پوپٽ پئي ڦيرا ڪاڏا. محمود يڪدم ڪٽي پوپٽ کي جهليو. هوڏانهن راڪاس، جو پاڻ کي جهليل سمجهيو، سو وٺي ڀڳو: ۽ ميهنن واءُ ڪندو، اچي

پنهنجي محلات ۾ پهتو ۽ جيئن محمود ڏانهن وڌيو، تيئن هن پونئر جي هڪ ٽنگ اچلائي ڇڏي. راڪاس جي بہ هڪ ٽنگ غائب ٿي ويئي! تڏهن بہ هو هڪڙيءَ ٽنگ تي ڏوڪيندو آيو. اتي محمود پونئر جي ٻي ٽنگ پٽي اڇلائي.... تہ راڪاس جي ٻي ٽنگ بہ گم ٿي وئي! تڏهن بہ راڪاس پيٽ پر رڙهندو پئي آيو. محمود يڪدم هن جي منڍي مروٽي اڇلائي، تہ هن جي سسي بہ غائب ٿي ويئي، ۽ راڪاس مري ويو. راڪاس جي مرڻ کانپوءِ، هو ڪيترا ڏينهن آرام سان رهيا، ۽ آخر هڪ ڏينهن اهڙا ڍارا ۽ ٻيا هيرا جواهر پاڻ سان کٽي، اچي ڪائي جي ڪونيءَ وٽ بيٺا، سامان سڙا ان ۾ رکي بس ڪيائون، تہ ڏنائون تہ جاءِ تہ رڳو هڪڙي ماڻهو جي آهي! سو محمود شهزاديءَ کي ان ۾ ويهاري، رسي لوڏي، ۽ شهزاديءَ کي چيائين تہ "متي وجي ڪوني وري هيٺ موڪلج تہ آءٌ بہ اچان!" ڪائي جي پيتي جڏهن متي پهتي، تڏهن سوداگر حيران ٿي ويو، جان کٽي ڏسي تہ ڍارن جي پيتي ۽ ٻيا بہ ڪيترائي هيرا جواهر پيا هئا. سوداگر جي دل ۾ اچي بي ايماني جاڳي، سو ڇا ڪيائين، جو پيتي پجي پور ڪري ڇڏيائين. پريءَ گهڻيون ئي رڙيون ڪيون، پر هن ڪجهہ بہ نہ ٻڌس، ۽ زوريءَ وني آڻي گهر ويهاريائينس.

پري سچو ڏينهن پيئي محمود جي ياد ۾ روئندي هئي. هڪ ڏينهن، سوداگر پريءَ کي چيو تہ "ڪيترا ڏينهن پيئي روئنديءَ ۽ رڙنديءَ؟ تون مون سان شادي ڪر....." پريءَ ڏٺو تہ سوداگر هٿ ڌوئي اچي پٺيان پيو آهي، سو ڪجهہ وقت مهلت ڏيڻ لاءِ عرض ڪيائينس، جاڳالهہ سوداگر خوشيءَ سان قبول ڪئي، ۽ انهيءَ خوشيءَ ۾ سوداگر هڪ وڏي دعوت ڪئي، ۽ ملڪ جا مشهور ۽ وڏا پنڊت 'شڀ گهڙيءَ' ڳولڻ لاءِ گهرايائين. پنڊت متو هٽي بيٺا، پر ويجهڙي ڪا سندس شاديءَ جي 'شڀ گهڙي' ڳولي نہ سگهيا. پر سوداگر کي هئي تڪڙ... انهيءَ ڪري تہ متان ڪٿان مخمود اچي نڪري!

هوڏانهن محمود ڳچ ڏينهن انتظار ڪري سمجهي ويو تہ سوداگر دغا

ڪئي، سو اچي حيران ٿيو. آهستي آهستي پور پچائيندو، ديو جي محلات ڏانهن وڃڻ لڳو. اتي ڏٺائين ته پاڏي جيڏا پکي آهن، جي پيا ديو جو ڍڍر کائين. محمود چا ڪيو، جو لڪندو لڪندو وڃي هڪ پکيءَ جي ٽنگ جهليائين. پکي اڏامڻ لڳو. هي به پکيءَ سان گڏ اڏامندو، اچي هڪ وڻ تي لٿو. وڻ تان لهي، پيرين پنڌ اڳتي هلڻ لڳو. پريان هڪ جهوپڙي ڏٺائين، ٽڪڙيون ٽڪڙيون وکون کڻندو، انهيءَ پاسي ويو، ۽ جهوپڙيءَ ۾ اندر گهڙي ويو. ڏٺائين ته اتي هڪ درويش ويٺو آهي. ڏاڍي ادب سان مليس. درويش هن کي ماني ٽڪي کارائي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، جڏهن محمود درويش کان موڪل گهري، تڏهن هن کيس به دٻليون ڏنيون، ۽ چيائين ته "هن وڏيءَ دٻليءَ ۾ جيڪو گل پيو آهي، ان کي سنگهڻ سان ماڻهو پير مرد ٿي ويندو آهي، ۽ ننڍيءَ دٻليءَ واري گل سنگهڻ سان وري جوان ٿي ويندو. هي منهنجي پاران تحفو اٿئي. هڪ نه هڪ ڏينهن توکي ضرور ڪم ايندو!" محمود درويش جو ٿورو مڃيو، ۽ پنهنجي ڳوٺ جو رستو پڇي روانو ٿيو.

هلندي هلندي، آخر هڪ ڏينهن، پنهنجي ڳوٺ اچي پهتو. رستي تي محمود وڏو گل سونگهيو، ۽ هو سچ پچ پوڙهو ٿي ويو. ڳوٺ رسڻ کانپوءِ، هو سڌو وڃي هڪ ڪنيار جي گهر وٽ ويٺو. ڪنيار سمجهيو ته هي ڪو وڏو درويش آهي، سو مهماني قبول ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائينس، جو هن خوشيءَ سان قبول ڪئي. ماني ٽڪي کائڻ کانپوءِ، خبر چار هلي: ڪنيار ٻڌايس ته "هتي هڪڙو سوداگر ولايت مان هڪ نهايت سهڻي شهزادي وٺي آيو آهي، تنهن سان شادي ڪرڻ ٿو گهري، پر ڪو شيءِ لڳن نٿو نڪريس." محمود چيو ته "آءٌ وڏو پنڊت آهيان: وڃي ٻڌائينس ته آءٌ کيس شيءِ لڳن ڪڍي ڏيندس!" ڪنيار اٿيو، ۽ جلدي جلدي سوداگر وٽ ويو، ۽ وڃي کيس اهو حال ٻڌايائين. سوداگر يڪدم هڪ عاليشان سواري موڪلي، جنهن تي محمود چڙهي آيو، ۽ ڏٺائين ته محفل لڳي پئي آهي، جنهن ۾ بادشاهه به ويٺو آهي. ۽ دغاباز مامس به ويٺو آهي. هو يڪدم ٻوٿي کولي ويهي رهيو. گهڻيءَ دير کان پوءِ هن ٻڌايو ته "اڄ رات جو لڳن

اچي ويو ۽ هن دفعي طعام ۽ ڪپڙن ڪي اصل ٻاهه ڪانه لڳي. اتي ڪجهه باد شاهه ۽ راڻيءَ ڪي ٻه هانءَ تي پاڻي پيو. نيٺ هو اتي ئي رهڻ لڳا.

باد شاهه ڪي اُتي رهندي، ٿورائي ڏينهن گذريا، ته هڪ رات راڻيءَ باد شاهه کي ٻڌايو ته "مون کي اميدواري آهي." باد شاهه کي فقير واري اها ڳالهه ته 'تون پٽ جي ياڳ ۾ وڃي ڪاءُ'، وسري ويئي هئي: ڏکن ۾ هو اهڙو غلطان هو، جو هن کي ان ڳالهه جو گهڻو خيال ئي ڪونه رهيو هو.

صبح جو جڏهن ٻيئي دوست شڪار تي ويا، تڏهن هن کي هڪ هرڻو نظر آيو. تير ماريندي ڪيس فقير جو پٽ ياد آيو، ۽ ان سان گڏ فقير جو پاراتو به. هن کي ياد آيو ته گذريل رات راڻيءَ به کيس ٻڌايو هو ته 'هوءَ ٻن جيئن سان آهي'. اهو ياد ڪري، پنهنجي دوست کي چيائين ته "ادا، هاڻي اسان جو ياڳ شايد جاءِ تي ايندو." ۽ پوءِ کيس فقير وارو پاراتو ۽ راڻيءَ جي ٻن جيئن سان هجڻ جو ٻڌايائين، ۽ ملڪ موٽڻ لاءِ موڪل به گهرڻ لڳس. يار پهريائين ته منع پيو ڪريس، پر آخر موڪل ڏنائينس، ۽ وڃڻ وقت ٻڌايائينس ته سندس راڻيءَ کي به پيٽ آهي. انهيءَ تي ٻنهي دوستن هڪٻئي سان وعدو ڪيو ته 'جيڪڏهن هڪڙي کي پٽ پيدا ٿئي ۽ ٻئي کي ڌيءَ، ته ٻنهي جي پاڻ ۾ شادي ڪرائيندا سون.'

باد شاهه جڏهن پنهنجي ملڪ ۾ آيو، ته سندس رعيت ڏاڍي خوش ٿي. اُهو ساڳيو سڙيل خزانو وري پنهنجي اصلي صورت ۾ اچي ويو. رب ڏک ڏور ڪيس، ۽ ٿوري وقت کان پوءِ کيس پٽ ڄائو، جنهن جو نالو "ڏول شهزادو" رکيائين.

ڏول شهزادو اڃ ننڍو سيان وڏو، جڏهن جوان ٿيو، تڏهن هيءُ به پنهنجي پيءُ وانگر شڪار جو شوقين ثابت ٿيو: اڃا به پيءُ کان چار پير چوڪا ڪنيائين. پٽس ته تير ڪمان سان شڪار ڪندو هو، پر هيءُ هرڻن کي

"سُنبي" سان ماريندو هو، يعني گهوڙي کي ڍُڪائي، جڏهن هرڻن جي مٿان وجي پوندو هو، تڏهن سنبو انهن جي پنيءَ ۾ وجي کوڙيندو هو.

ڊول شهزادي جي ٻي عادت هئي تہ رڳو نر هرڻ ماريندو هو، تنهنڪري ٿيندي ٿيندي هن جي ملڪ ۾ ڪو هڪ نر هرڻ بہ ڪونہ بچيو. هڪڙي هرڻي هئي، تنهن کي پيٽ هو، جنهن سمجهيو تہ جيڪڏهن ڪيس هرڻوٽو ڄائو، تہ ڊول شهزادو انهيءَ کي بہ ماري ڇڏيندو؛ تنهنڪري چڱو ائين سمجهيائين تہ هيءُ ملڪ ڇڏي ڪنهن ٻئي بادشاهہ جي بادشاهيءَ ۾ هلي وڃي. اها ڳالهہ ڳٽي، هوءَ اُتي پنڌ پيئي، ۽ هلندي هلندي، هڪڙي ڏينهن شام جو هيءَ اچي هڪڙي باغ جي ويجهو پهتي. جڏهن رات ٿي، تڏهن وڃي باغ ۾ چرڻ لڳي. اُتي هن کي سور ٿيا، ۽ ويم ڪري ٻچڙو ڄڻيائين. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن ماليءَ هرڻيءَ کي ڏسي، بادشاهہ جي ڌيءَ کي، جا انهيءَ باغ جي مالڪياڻي هئي، اطلاع ڏنو. ملوڪزادي يڪدم باغ ۾ هلي آئي، ۽ هرڻيءَ جي ٻچڙي کي ڏسي، ان کي ڪٺڻ لڳي. چوندا آهن تہ انهيءَ زماني ۾ هرڪا شي ڳالهائيندي هئي، - سو هرڻيءَ بہ ملوڪزاديءَ کي چيو، "ڊول شهزادي جي سورن کان تہ هتي پڄي آيس، پر جند هتي بہ نہ ڇٽي." ملوڪزادي ڊول شهزادي جو نانءُ ٻڌي، هرڻيءَ کان ان بابت پڇڻ لڳي. هرڻيءَ ڊول شهزادي جي صورت ۽ ان جي ڏاڍائيءَ جي سڄي ڳالهہ ملوڪزاديءَ کي ٻڌائي. ملوڪزاديءَ چيو، "ڪنهن صورت ۾ اهو هِت اچي سگهندو؟" هرڻيءَ جواب ڏنو، "هن ٻَڇَ جي خدمت ڪر، تہ اهوئي ونئي ايندس."

اُها ملوڪزادي اُها هئي، جنهن جي پيءُ سان ڊول شهزادي جي پيءُ جي دوستي هئي، ۽ هڪٻئي کي سڱ ڏيڻ جو وعدو ڪيو هئائون. ملوڪزاديءَ ان هرڻوٽي کي خوب پاليو. پوءِ يائين باغ جي ٻاهران ڏهہ هَٿَ ڪوٽ ڪڍايائين، ۽ دروازو بند ڪري هرڻ کي باغ جي اندر ڇيڪ ڇڏي

ڏنائين،-- جتان هو هڪڙي ڏينهن ٽپُ ڪائي ٻاهر هليو ويو. شهزاديءَ جي ٻانهي پوءِ هن کي ڏتاري وري ڪوٽ ۾ وني آئي، ۽ شهزاديءَ هڪدم ڪوٽ جو هڪ هٿ وڌائي ڇڏيو.... ائين ٿيندي ٿيندي شهزاديءَ جيئن جيئن ڪوٽ کي هڪ هڪ هٿ وڌائڻ شروع ڪيو، تيئن تيئن هرڻ به ٽپ



وڌائيندو ويو. جڏهن ڪوٽ ويهه هٿ اُوچو ٿي ويو، تڏهن ملوڪزاديءَ کي پڪ ٿي ته هرڻ هاڻي ڪافي طاقت وارو ٿي چڪو آهي: تنهن هرڻ کي چيو

تہ "تون ڊول شهزادي جي بادشاهيءَ ۾ وڃ ۽ هن کي هتي وني اچ!"

هرڻ ماءُ کان موڪلائي هليو ويو. ۽ جڏهن ڊول شهزادي جي حد ۾ پهتو، تڏهن ڏٺائين تہ هرڻين جو هڪ وڏو ولر بيٺو آهي. سيڪا هرڻي چوڻ لڳي: "هي منهنجو مُڙس آهي!" انهن ۾ جيڪا وڏي هئي، تنهن چيو: "ترسو، مان فيصلو ٿي ڪريان." پوءِ هن کي چيائين: "هڪڙي هڪڙي رات هرهڪ وٽ رهہ ۽ ڪڏهن ڪڏهن مون غريب کي بہ ياد ڪجانءِ!" هن سڀني هرڻين کي چيو تہ "مون کي بادشاهہ جو باغ ڏيکاريو، ۽ اوهان سڀ بيفڪر ٿي، هلي اُهو کائو." اُهي سڀ خوش خوش سندس پوئتان هليون؛ باقي ٻڍڙي هرڻي، سا هن جي بہ اڳ ۾ هلڻ لڳي. جڏهن رات ٿي، تڏهن سڀ هرڻيون اچي باغ ۾ پيون، ۽ پيلي ناس ڪري ڇڏيائونس. اُسُر وقت سڀني کي چيائين: "هاڻي اوهين سڀ هليون وڃو!" تنهن تي سڀ هرڻيون هليون ويون. پوءِ پاڻ باغ ۾ بالم ٿي ويهي رهيو.

صبح جو مالهي اچي باغ گهمي، تہ سڄو سڄ ٿيو پيو آهي. رڳو هڪ سونن سڱن ۽ سونين چيرين سان هرڻ اندر ڏسڻ ۾ آيس؛ تنهنڪري چاهيائين تہ 'اهو سون انهيءَ هرڻ کان لاهي وٺان، ۽ پوءِ وڃي بادشاهہ کي اطلاع ڏيان.' مالهي ڊوڙي وڃي پنهنجي زال کي سڏي آيو، ۽ ان کي در وٽ بيهاري، چيائين تہ "ٻانهون ڪنڌيري مضبوط ٿي بيهہ، تہ مان هرڻ کي هوڏانهن وڃي هڪليان." مالهيءَ جي هڪلڻ تي هرڻ دروازي ڏانهن سٽ ڪئي، ۽ مالهڻ جي ٽنگن جي وچ مان گوهي ڏيئي نڪري ويو. مالهڻ ويچاري ڪِري پيئي. مالهي منهن مهتيندو، سڌو ڊول شهزادي وٽ ويو، ۽ سڄي حقيقت وڃي ٻڌايائينس.

ڊول شهزادو گهوڙي تي سوار ٿي، سنبو هٿ ۾ ڪٺي، ٿيو هرڻ جي پنيان روانو؛ ۽ گهوڙو ڊوڙائي يڪدم اچي ويجهو پيس. هرڻ رکيو پيرن تي زور تہ شهزادي بہ ڏني گهوڙي کي مُٺ. تمام گهٽو پنڌ ائين ڪلاڪن ۾ ڪٽجي ويو. نيٺ گهوڙو اچي ٿڪو. شهزادو بہ اچي ڪڪ ٿيو، پر هرڻ

پنهنجي ويجهو اچڻ ئي نہ ڏئيس. آخر ڏول شهزادي خيال ڪيو تہ ’الائي ڪيترو پنڌ پري نڪري آيو آهيان. گهر جو دڳ هٿ ايندو، يا مفت ۾ رُلي مرندس!‘ سو ڪيندي ئي ڪمان ڪلهي مان ڇڪي اهڙو تير هنيائين، جو وڃي هرڻ جي ٽنگ ۾ لڳو. هرڻ بيهي رهيو، ۽ ڏول ڏانهن نهاري، چيائين: ”اِنڌا شهزادا، باقي رڳو هڪ منزل جو پنڌ هو. پوءِ هلي مگيندي جو منهن ڏيکاريانءِ ها!“

ڏول شهزادو ڳالهہ سمجهي ويو، ۽ يڪدم گهوڙي تان لهي، پنهنجو پٽڪو ڦاڙي، اُچي هرڻ جو زخم ٻڌائين، ۽ گهٽوئي پڇتايائين، ۽ هرڻ کان معافي پڻ گهريائين. پوءِ هرڻ کي چيائين: ”تون رڳو رستو ڏيکاريندو هل، مان توکي گهوڙي تي ڪنيو ٿو هلان.“ پر هرڻ چيس تہ ”تون پرواهہ نہ ڪر. اجا بہ تنهنجو گهوڙو مون کي پهچي نہ سگهندو!“

آخر بيئي هلندا هلندا، اچي ان ملڪ ۾ پهتا. هرڻ ڏٺو تہ سندس مالڪيائيءَ انهيءَ باغ جي پٺ کي ڏهہ هٿ وڏيڪ اوساري ڪرائي ڇڏي آهي، ۽ ان جي مٿان وري لوهہ جون سيخون ٽنبائي ڇڏيون اٿائين! هرڻ ڏول شهزادي کي چيو: ”يار، جيڪڏهن ٽنگ زخمي نہ ڪرين ها، تہ اهي ڪوٽ جهل ڪونہ ڏين ها، پر هاڻي الله توهار اٿيئي.“ ائين چئي وٺي زور سان ڇلانگ ڏنائين، پر پوئينءَ ٽنگ نہ پڄايس ۽ سيخ ۾ ٽنبجي بيهي رهيو، ۽ پساهہ پورا ڪيائين.

ملوڪزاديءَ جڏهن هرڻ کي ٽنگيل ڏٺو، تڏهن ڊوڙي آئي. جڏهن ڏٺائين تہ هرڻ جي پوئين ٽنگ زخميل آهي، تڏهن ڏاڍو ارمان ٿيس. چي، ’ناحق ڪوٽ تي سيخون هڻايم. خير، جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو.‘ پوءِ هرڻ کي اُتان لهرائي، ان جي مٿان ڇڇري نهرائي ڇڏيائين.

ڏول شهزادو جڏهن پنهنجي سهري وٽ ويو، تڏهن ان سندس ترار ڏٺي، جنهن تي ٻنهي دوستن جو وعدو لکيل هو. ترار ڏسڻ کان پوءِ، ڏول شهزادي جي شادي ملوڪزاديءَ سان ڪئي ويئي.

ڏول شهزادو شاديءَ جي شوق ۾ ايترو مشغول ٿي ويو، جو پيءُ، ماءُ به وسري ويس. هڪ رات خواب ۾ ڏسي ته سندس پيءُ، ماءُ پننڊا ٿا وتن! چرڪ ماري، ڪلمو پڙهي، اُٿي ويٺو. زال پڇيس، "پلو ٿيئي، خير ته آهي؟" شهزادي خواب جي ڳالهه ٻڌايس. صبح جو، ڏول شهزادي سُهري کان پنهنجي وطن وڃڻ جي موڪل گهري، جنهن خوشيءَ سان اجازت ڏنيس.

ڏول شهزادو وڃڻ لاءِ سنبريو، ته زال به ساڻس گڏ هلڻ لاءِ سنبري بيٺي. ڏول شهزادي گهڻوئي کيس پليو ته رستي ۾ تڪليف آهي، پر هوءَ نه مڙي. پيڻ کي ويندو ڏسي، ڏول شهزادي جي سالي به وڃڻ لاءِ زور پريو. هو ٻه جهل پل تي جهلجي نه سگهيو. چيائين، "مان ساندهه ان ڏينهن اُج جهلي ٿو سگهان، تنهنڪري ضرور هلندس!"

خير سان ٽيئي ڄڻا موڪلائي روانا ٿيا. جڏهن ٻنپهرن جو پنڌ ڪيائون، تڏهن ڏول شهزادي جي سالي کي اڃ اُج ورايو! ڏول شهزادي کلندي چيس، "تو ته انن ڏينهن تائين اُج جهلڻ لاءِ چيو هو؟ هاڻي پاڻ جاڻ." پر ملوڪزاديءَ جي رت ريلو ڏنو، تنهن چيو، "ڪيئن به ڪري منهنجي ياءُ کي بچاءِ."

ڏول شهزادو انهن کي اتي ڇڏي، پاڻ پاڻيءَ جي ڳولا ۾ نڪتو. هڪڙي هنڌ ڏسي ته هڪ سائي پير بيٺي آهي. خيال آيس ته اتي ضرور پاڻي هوندو، سو هڪلي ويو اُتي. ڏسي ته هڪڙو پاڻيءَ جو تلاءُ آهي. پاڻيءَ جي مشڪ پري جڏهن پير جي هيٺان آيو، تڏهن خيال ڪيائين ته جهٽ ڪن ساهي پٽي وٺان؛ سو اُتي ئي پير جي هيٺان وڻ جي ٿڌيءَ ڇانو هيٺان ويهي رهيو. ويهندي ئي ننڊ جي ڳهر اچي ويس، ۽ اُتي ئي سُڪ ٿي ويو. خدا جي قدرت ڏسو، جو اُتي هڪ پيئٽو نانگ رهندو هو، تنهن ڏول شهزادي جي وات ۾ زهر وجهي کيس ماري ڇڏيو.

جڏهن ڏول شهزادي جي سالي ۽ ملوڪزاديءَ ڏٺو ته شهزادو ڪو نه موٽيو، تڏهن سندس پير کڻي اچي انهيءَ تلاءُ تي نڪتا. ڏول شهزادي جي سالي ته ست ڪئي پاڻيءَ تي، باقي ملوڪزادي اچي مڙس کي اٿارڻ لڳي.

پلا هن کي تہ يڪي نند هئي، سو ڪيئن اُٿي؟ ويچاري ٿاڙهو ٿاڙهہ دانهون ڪرڻ ۽ روئڻ لڳي. ڏول شهزادي جي سالي تہ پيڻ ڏانهن نهاريو بہ ڪين، ۽ پاڻي پيئندي ڪيائين گهر ڏي منهن! ملوڪزادي ويچاري هڪ اڪيلي، پيو مڙس جو ڏک: اچي منجهي. جهٽ گذري، تہ بہ جوڳيسر اچي انهيءَ تلاءَ تي نڪتا. پاڻي پي، جيئن ئي چانو ۾ ويهڻ لاءِ پير ڏانهن آيا، تيئن ملوڪزاديءَ کي ڏسي عبرت ۾ پئجي ويا. پڇڻ تي ملوڪزاديءَ سڄو واقعو ٻڌايو. جوڳيسرن ڏول شهزادي کي ڏسي سمجهي ورتو تہ هن کي نانگ جي زهر ماريو آهي: تن يڪدم مَنِ جي زور تي هن مان زهر ڪڍي ورتو. اتي شهزادي بہ پاسو ورايو، ۽ گهڙي رکي، ڪلمو پڙهي اُٿي ويهي رهيو.

جڏهن ملوڪزاديءَ سڄو قصو ٻڌايس، تڏهن جوڳيسرن کي گهڻوئي انعام ڏنائين، ۽ الله جا شڪرانا ادا ڪري ملوڪزاديءَ سميت اڳتي روانو ٿيو.

ڪن ڏينهن جي مسافريءَ ڪانپوءِ، نيٺ اچي پنهنجي ملڪ ۾ پهتا. ڏول شهزادي دل ۾ خيال ڪيو تہ 'سال ٿي ويا آهن، ملڪ جي الائي ڪهڙي حالت ٿي هوندي؟ تنهنڪري حال في الحال پڇا ڪجي: پوءِ جيئن هوندو ائين ٿيندو.' اها ڳالهہ ڳڻي، هو شهر جي ٻاهران اچي ترسيا. ڏول شهزادو ملوڪزاديءَ کي هڪ هنڌ لڪائي، پاڻ ويو شهر ۾. هڪ ماڻهو مليس، جنهن کان پڇا ڪيائين تہ "هن بادشاهيءَ جو بادشاهہ ڪير آهي؟ ۽ اهو ڪهڙيءَ طبع جو آهي؟" تڏهن اُن ماڻهوءَ ٻڌايس، "ادا، ڪهڙي ڳالهہ ٻڌايانءِ، تون شايد ڪو پرديسي آهين، نہ تہ هرڪو ڄاڻي ٿو تہ هتي هڪ انصاف وارو بادشاهہ رهندو هو. اوچتو ان جو پٽ ڏول شهزادو شڪار ڪندي گم ٿي ويو. بادشاهہ ان جي ڏاڍي ڳولا ڪرائي، پر هو هٿ نہ آيو. آخر بادشاهہ ان جي غم ۾ روئي روئي انڌو ٿي ويو. پوءِ جلد ئي وزير ڦري بادشاهہ ٻڻجي ويٺو، ۽ بادشاهہ ۽ بادشاهہ جي راڻيءَ کي محلات مان لوڌي ڇڏيائين. بادشاهہ ويچارو تہ الائي ڪٿي وڃي ڪريو آهي، باقي

راڻي، سا ويچاري هيستائين پنندي رهي هئي. تيون ڏينهن جيڪا برسات پيئي هئي، تنهن ۾ مينهن کان بچڻ خاطر هڪ پٽ جي پر ۾ ويٺي هئي، جو مٿان اوچتو اها پٽ ڪري پيس، ۽ مري ويئي. هن ظالم بادشاهہ کي جڏهن خبر پيئي، تڏهن حڪم ڪيائين تہ 'ڏاندن جو جوڙو ڏڪائي، هر جي چوٽي راڻيءَ جي وات ۾ وجهي، ڍير تي اُڇلائي اڇوس!' سو نيٺ ويچاريءَ کي ڍير تي اُڇلارائي ڇڏيائين، جتان خبر نہ آهي تہ سندس لاس ڪاڏي ويو!" ڊول شهزادي انهيءَ شخص کان پڇيو، "جي ڊول شهزادو اچي وڃي، تہ پوءِ؟" هن جواب ڏنو، "تنهنجو وات گلاب، پر هو هاڻي ڪٿي ٿو اچي! جي اچي وڃي، تہ جيڪر سڄي رعيت هن ظالم کي ٻُج ٻُج ڪري کوهي ڇڏي."

ٻئي ڏينهن ڊول شهزادي شهر جي پوڙهين پوڙهين کي خرچي ڏيئي چيو تہ هو هرهڪ گهر ۾ اهو اطلاع خفيہ نموني ۾ ڏيئي اچن تہ "ڊول شهزادو اچي ويو آهي، ۽ سڀاڻي شام جو شهر ۾ ايندو!" ائين اها ڳالهہ گهر گهر ۾ مشهور ٿي ويئي. صبح جو جيڪو ماڻهو جتان نڪتو، اُتان لٺ، ٻاننو، لوڙهہ، ڪهاڙي هٿ ۾ ڪيو آيو. آخر شام ٿيندي ئي سڄيءَ خلقت اچي شهر جو در ورتو..... ۽ ظالم وزير کي قتل ڪري ڊول شهزادي کي تخت تي ويهاريائون. ٻئي ڏينهن هڪ دائيءَ اچي شهزادي کي ٻڌايو تہ "تنهنجو پيءُ مون وٽ لڪل آهي. اڄ جڏهن اهو ظالم خبيث وزير مري چڪو آهي، تڏهن اها ڳالهہ ظاهر ٿي ڪريان!" ڊول شهزادي پيءُ کي گهرائي، ڳچيءَ لڳي ڏاڍو رُنو، ۽ انهيءَ دائيءَ جو گهر سون سان پري ڇڏيائين.

■■■

# شهزور بادشاهہ

آڳاٽي زماني جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪڙو ڪو بادشاهہ هوندو هو، جو بهادريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هوندو هو: جهڙس ٻيو ڪو ورلي هوندو. نالو سندس شهزور هو، ۽ هو روزانو چا ڪندو هو، جو صبح جو سويل اُٿي، گرڪمان ڪڍي، پنهنجي زال وٽ ويندو هو، ۽ هن کي چوندو هو تہ "تون وينديءَ کي هٿ سان نڪ تي سنئون ڪري جهل، تہ آءٌ وچان ان جي تير لنگهايان!" پوءِ ڪمان ڪشي، تير ان وينديءَ مان لنگهائيندو هو، ۽ راڻيءَ جي نڪ کي ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿيندو هو. پوءِ زال کان پڇندو هو تہ "ڪيئن؟ دنيا ۾ مون جهڙو ڪو پهلوان هوندو؟" زال چوندي هيس تہ "نہ!" راڻي ويچاري انهيءَ ڳڻتيءَ ۾ پيئي ڳرندي هئي تہ 'ڪنهن ڏينهن انهيءَ تير وگهي نہ مري وڃان!' هڪڙي ڏينهن سندس ماءُ وٽس آئي ۽ پڇيائينس، "ڇو ڌيءَ! روزانو ڳرندي پئي وڃين؟" راڻيءَ چيس تہ "اما! منهنجو مڙس روزانو منهنجي وينديءَ مان تير لنگهائيندو آهي، ۽ مون کي ڊپ آهي تہ ڪنهن ڏينهن، جي اهو تير لڳي ويم، تہ مري وينديس. انهن ئي ڳڻتين ۾ ڳرندي ٿي وڃان." تڏهن ماڻس چيس تہ "هاڻي تير هڻي، جڏهن تنهنجو مڙس توکان پڇي تہ 'مون جهڙو ڪو ٻيو شهزور آهي؟' - تہ تون چئجانس تہ 'پلان پليءَ جو ڪو ڇيهہ ئي ڪونهي.' پوءِ هو پاڻهي چوندو تہ 'آءٌ وڃان ٿو پلان پليءَ جو ڇيهہ ڏسڻ' ... اهڙيءَ طرح تون هن روز روز جي موت کان بچي پوندين."

ٻئي ڏينهن دستور موجب تير هڻڻ بعد، جڏهن شهزور راڻيءَ کان پڇيو تہ "مون جهڙو ڪو ٻيو پهلوان آهي؟" تڏهن راڻيءَ چيس تہ "پلان پليءَ جو ڇيهہ ئي ڪونهي!" تڏهن شهزور ڪاوڙجي پيو، ۽ چيائين تہ

"جيڪڏهن ائين آهي، ته پوءِ آءٌ وڃان ٿو پلان پليءَ جو ڇيهه ڏسڻ." زال توڙي مٽن مائٽن کيس گهڻوئي روڪيو، پر هن ڪنهن جي به نه ٻڌي، ۽ تيار ٿي اُٿي روانو ٿيو.

شهزور بادشاهه ڪي هلندي هلندي، رات اچي هڪڙي بيابان ۾ پيئي. تنهن رات، هو اُتي ترسيو، ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو اُٿي وري هلڻ لڳو. سڌ ڪن پنڌ جو اچا مس هليو، ته ڏسي ته هڪ نوجوان شخص آسمان ڏي نهاري، پيو هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي؛ ايتري ۾ مٿان هڪ ڪونج اچي ڪري جا هن ڊوڙي وڃي ڪنئي! شهزور بادشاهه نوجوان جي اها بهادري ڏسي عجب ۾ پئجي ويو، ۽ وٽس اچي چيائين، "دوست! تو جهڙو پهلوان ته دنيا ۾ ڪو مشڪل هوندو!" تڏهن اُن ڪونج مار شخص چيس ته "يار، بهادر ته آهي شهزور بادشاهه، جنهن جي پريٺ مون ياري مڃي آهي!" اِتي شهزور بادشاهه چيس ته "اهو ته مان آهيان." تڏهن ڪونج مار يڪدم پاڪر پائي، چيس ته "جيڪڏهن اهو تون آهين، ته پوءِ هاڻ جيڏانهن تون تيڏانهن مان." تڏهن شهزور چيس ته "جيڪڏهن ائين آهي، ته پوءِ هل- جيڪا تنهنجي مرضي." پوءِ ٻيئي دوست گڏجي اڳتي هلڻ لڳا.

اجا ٿورو پنڌ ڪري اڳتي پهتا، ته ڏسن ته هڪ ٻڪرار آهي، جنهن جي ڪلهي تي ٻبر جو وڻ آهي، پٽن تي ڪانبي ۾ ٻڪرين جا ڦر اٿس، ۽ هٿن ۾ سٽيءَ جو ڍيرو اٿس، جنهن کي ڪتيندو ڏاڍي مزي سان پيو اچي! جڏهن هي هن جي ويجهو پهتا، تڏهن شهزور بادشاهه چيس، "ميان! تو جهڙو پهلوان ته دنيا ۾ ڪو ورلي ملندو!" تڏهن ٻڪرار وراڻيو ته "ادا، پهلوان ته شهزور بادشاهه آهي، جنهن جي هاڪ ٻڌي، اوڏانهن پيو وڃان!" تڏهن شهزور ٻڌايس ته "اهو ته مان آهيان!" اهو ٻڌي ٻڪرار چيو ته "ادا، جيڪڏهن اهو تون آهين، ته پوءِ آءٌ به توسان؛ جيڏانهن توهين تيڏانهن آءٌ." اهڙيءَ طرح ٽيئي يار گڏجي اڳتي هلڻ لڳا.

ڪجهه پنڌ ڪرڻ کان پوءِ وري هڪ عجيب واقعو ڏٺائون. ڏسن ته

هڪ نوجوان آهي، جو سؤ پُرهه اونهي کوهه جي تري مان کوڙر جو لپو امالڪ ٻاهر پيو اُڇلائي! تڏهن شهزور کي ڏاڍو عجب لڳو، ۽ چيائينس، ”دوست! تون ته وڏو بهادر ٿو ڏسجين!“ تڏهن ان نوجوان جواب ڏنس ته ”ادا، بهادر تہ آهي شهزور بادشاهه، جنهن جي مون پرپٺ ياراڻي قبولي آهي!“ اتي ان کي ٻہ ٻڌايائين تہ ”اهو شهزور بادشاهه آءٌ آهيان.“ تڏهن انهيءَ نوجوان بہ وراڻيو تہ ”جي اهو بادشاهه تون آهين، تہ پوءِ اوهان سان هلندس.“ پوءِ تہ چارئي ڄڻا گڏجي اڳتي هلڻ لڳا.

اڳتي هلي، هنن کي هڪ ٽَڪر ۾ اجهو ونڊو پيو. ان ٽڪر ۾ هڪ لوهار رهندو هو، جنهن جو نالو هو ’ٽڪر ٽاڪو لوهار.‘ ان لوهار، ٻين ٽڪرن جي وچ ۾ ويهي، هڪڙي ترار پئي ناهي، پر مٿس ٽڪرن بہ جملو پئي ڪيو: لوهار انهن ٽڪرن کي نوننين سان ڏکي پري جهليو بيٺو هو، ۽ ترار بہ پئي ناهيائين! اهو واقعو ڏسي، شهزور بادشاهه ۽ سيندس يارن کي ڏاڍو عجب لڳو. ٿوريءَ دير کان پوءِ هن جي ويجهو اچي سلام ورايائون، ۽ شهزور بادشاهه چيس تہ ”بيلي! تو جهڙو پهلوان تہ ڪو ورلي لبندو!“ اتي ٽڪرٽاڪو لوهار چيو تہ ”ياءُ، پهلوان تہ آهي شهزور بادشاهه، جيڪو روزانو پنهنجي راڻيءَ جي ويندي مان تير لنگهائيندو آهي، ۽ ان لاءِ ئي تہ هيءَ تلوار ناهي اٿم!“ شهزور اها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو سرهو ٿيو، ۽ چيائينس تہ ”تون بيشڪ پهلوان آهين، توکي پلي مائٽن جائو. اهو شهزور بادشاهه جنهن جي تون تعريف پيو ڪرين، اهو آءٌ آهيان. هاڻي اها امانت جا تو مون لاءِ تيار ڪئي آهي، سا مون کي ڏي!“ لوهار يڪدم تلوار ڪڍي شهزور جي حوالي ڪئي، ۽ پاڻ بہ سنيري انهن سان گڏ سفر تي تيار ٿيو.

پوءِ پنج ئي دوست گڏجي پيا. هلندي هلندي ٿوري پنڌ کان پوءِ، هنن کي هڪ بيو عجيب لقاءُ ڏسڻ ۾ آيو. ڏسن تہ هل جوان مڙس پنهنجي سٿڻ جا وَرَ پيو ڪٽي. هن کان پڇيائون تہ ”چا ٿو ڪرين؟“ چيائين تہ ”آءٌ هٿن سان هرڻ جهليندو آهيان، ۽ هينئر بہ ڪجهہ هرڻ تاڙيا اٿم.“ ائين چئي

اوچتو وني ڊوڙ پاتائين، ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ ڏسن ته هو به هرڻ جهليو پاڪر ۾ ڪنيو پيو اچي! هرڻ ڏسي،. شهزور ڏاڍو خوش ٿيو، پوءِ هن کي به ساڳي حقيقت ٻڌائي، پاڻ سان ڪنيائون.

هلندي هلندي، ڪهندي ڪهندي، ڪين هڪ هنڌ رات پئجي ويئي. سيني کي بک به ڏاڍي اچي لڳي. شهزور بادشاهه چين ته "هاڻ توهان مان هڪ ڄڻو وڃي ڪنهن ويجهيءَ بستيءَ مان ٿانڊو ڪٽي اچي، ته ڪو ڪاڌي جو بندوبست ڪريون." هونئن ته هرڪو پنهنجي فن ۾ قابل ۽ پهلوان هو، پر پهريائين ڪونج مار همراهه کي ٿانڊي ڪٽڻ لاءِ موڪليائون. جڏهن اُهو جوان ان بستيءَ ۾ پهتو، تڏهن ڏٺائين ته ٿانڊي جو مچ پيو ٻري، ۽ هڪ پوڙهو فقير اتي وينو آهي. ڪونج مار همراهه ايندي ئي هٿن سان ٿانڊو ڪٽڻ لڳو. تڏهن ان پير مرد چيس ته "ابا، هي چمٽو پيو آهي، ان سان ٿانڊو ڪڻ!" ڪونج مار جوان سوچيو ته پوڙهو چوي نيڪ ٿو، سو نوڙي چمٽو کڻڻ لڳو. فقير يڪدم سسيءَ ۾ هٿ وجهي ڪٽي گوڏن هيٺ هنيس.

جڏهن ڪونج مار جوان واپس نه موٽيو، تڏهن هنن سمجهيو ته 'هن ياري ڪانه نباهي، ۽ سنگت ڇڏي ڀڄي ويو.' آخر وري ٻڪرار کي ٿانڊي ڪٽڻ لاءِ موڪليائون، پر اهو به نه موٽيو. ان کانپوءِ وري کوهه واري همراهه کي موڪليائون، ان سان به فقير ساڳي حالت ڪئي. ٿوريءَ دير کان پوءِ، لوهار ويو، پر اهو به واپس نه موٽيو. جڏهن لوهار به واپس نه موٽيو، تڏهن شهزور بادشاهه سمجهيو ته ضرور ڳالهه ۾ ڪجهه رولو آهي. سو، هرڻ واري همراهه کي اتي ويهاري، پاڻ ٿانڊي ڪٽڻ لاءِ روانو ٿيو. شهزور بادشاهه جڏهن اتي پهتو، ته فقير کي وينل ڏٺائين. شهزور بادشاهه سمجهي ويو ته اها ڪيڏ مڙيئي هن فقير جي آهي؛ سو ويندي شرط ٻنان ڪنهن ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي پاسو وني ٿانڊو ڪٽڻ لڳو. فقير ٻين وانگر هن کي به چيو "ابا ائين هٿ سڙنديئي- هي چمٽو ڪٽي، ان سان ٿانڊو ڪڻ!" شهزور هڪ ته بادشاهه، ٻيو پهلوان، ٽيون وري ڪيس خدا عقل به ڪافي

ڏنو هو. سو ٽيڏي، اک سان فقير کي به جاچڻ لڳو ۽ پٺي طرف هٿ وڌائي چمٽو به کڻڻ لڳو. فقير جو به هٿ هريو بيٺو هو، سو جيئن هٿ وڌائي شهزور کي ٽي جهليائين، تيئن شهزور بادشاهه ڦڙتائيءَ سان اتندي نڪاءَ جو ڪٽي ٽڦڙ ڪرائينس، ته فقير سچا سٺ قدم پري وڃي ڪريو، ۽ شهزور جا سپ ساٿي هڪ هڪ ٿي فقير جي گوڏن مان نڪري اچي شهزور پيڙا ٿيا. فقير جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن سڌو اچي شهزور جي پيرن تي ڪريو، ۽ چيائينس، "تو مون کي پهرين چو نه ٻڌايو ته تون شهزور آهين: مان ته پريٺ تنهنجو يار آهيان. جي هي مون کي ٻڌائين ته 'اسين شهزور جا ساٿي آهيون،' ته آءٌ هنن جي وار جو به نالو نه وٺان ها. پر هاڻي مون کي معاف ڪر، ۽ مون کي پنهنجو دوست سمجهه. هاڻ مان اجهو ٿو سيڌو ڪٽي اچان، پوءِ رڌي توهان به کائو، ۽ مون کي به کارايو."

اهو فقير ديون جو سردار هو، جو شهزور جي ڳولا ۾ ماڻهوءَ جي صورت ۾ فقير ٿي، اچي اتي ويٺو هو. ٿوريءَ دير کان پوءِ، وٽس ڪا مشڪ جي دٻلي هئي، تنهن کي کوليائين: ته ديو ديو جي ذات اچي گڏ ٿي، ۽ اک ڇنڀ ۾ الائي ڪٿان ڪٿان ڇانورن جون ڳوٺيون، ۽ گيهه، مرچ، مصالحا ۽ ٻيا ٻانت ٻانت جا ڪاڌي جا سامان آڻي ڪٺا ڪيائون. شهزور به وري اهڙي اهڙي ته لذيذ ماني تيار ڪئي، جو هو ديون جو سردار، جو ڪن ڏينهن جو ڪو بکايل هو، تنهن بنهه دل تي ڪائي ڪيو ڊوُ. اها رات اتي رهيا، ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو، ان "فقير" کي ساڻ وٺي، شهزور بادشاهه ساٿين سميت اتي پنڌ پيو.

هلندي هلندي هڪ نئين شهر ۾ اچي نڪتا. مڃاڻ تن ڏينهين ان شهر جي بادشاهه جو پٽ مري ويو هو: پر لاش کي جيڪي به ڪانڌي مقام تي ڪٽي ٿي ويا، اُهي واپس نه ٿي موٽيا، باقي لاش هر هر واپس موٽي ٿي آيو! انڪري بادشاهه جو حڪم هو ته جيڪو به پاهريون ماڻهو اچي، ته لاش ان کان کڻائي قبرستان ڏانهن موڪليو وڃي. سو هي سٺ ئي يار،

فقير سميت، سج لٿي ساڻ جيئن ان شهر ۾ پهتا، تيئن بادشاهه جي ماڻهن کين پڪڙي، وچي بادشاهه وٽ پيش ڪيو. جنهن کين يڪدم لاش ڪٽائي ڪانڌي ڪري مقام ڏانهن روانو ڪيو. جڏهن شهزور بادشاهه ۽ سندس ساٿي اُتي پهتا، تڏهن کين اُتي رات پئجي ويئي. شهزور ۽ سندس پيا ساٿي سمهي پيا، باقي پهرئين پهر لوهار پهرو ڏيڻ لڳو.

ٿوريءَ دير ڪان پوءِ، هڪ پوڙهو ڪن پٽ جوڳي آيو، جنهن اچي مرليون وڄائڻ شروع ڪيون. مرلين جي آواز تي لاش جي وات ۾ اچي گُف پيئي، ۽ آهستي آهستي سندس بدن مان هڪ ڪارو نانگ نڪتو، جو مرلين جي وڄت تي ناچ ڪرڻ لڳو، ۽ شهزادو ڪلمو پڙهي، نوبنو ٿي اٿي ويهي رهيو. لوهار به سڀ لقاءُ پئي ڏٺو، تنهن وجهه وٺي تلوار هٿي نانگ کي ماري وڌو، ۽ ڪڏ ڪوتي ڪٽي ان ۾ نانگ کي پوري ڇڏيائين. پوءِ پنهنجو پهريون پهر پورو ڪري، هرڻ واري همراهه کي اُٿاري، شهزادو ۽ پاڻ ڇپڙي ڪري سمهي رهيا.

هرڻ واري همراهه کي پهرو ڏيندي، اجا ٿوري دير گذري هئي، ته ڏسي ته ٿي پريون لهي آيون ۽ هڪ چؤيڙ سنئين ڪري، ان تي ويهي راند ڪيڏڻ لڳيون. هرڻ واري همراهه به وجه وٺي هڪ ئي ڏڪ سان تنهي کي پورو ڪري، چؤيڙ ڪٽي ور ۾ هٽي ڇڏي، ۽ پوءِ پنهنجو پهرو پورو ڪري، ورڙي فقير يعني ديون جي سردار کي اُٿاري پاڻ سمهي پيو.

فقير کي پهرو ڏيندي، اجا ٿوروئي وقت ٿيو هو ته ڏسي ته ڪا شيءِ آهي، جا مقام ۾ هُل ڪريو بيٺي آهي. ويجهو وڃي ڏسي ته هڪ ڏائڻ آهي، جا ڪنهن تازي مئل ماڻهوءَ جو هانءُ ڪڍيو پيئي کائي، ۽ ڏانهون نه پئي ڪري. فقير به لڪي لڪي وڃي نڪا جو ڏڪ ڪرائيس، ته ڏائڻ جو ساهه نه تو ڏٺو نه مون ڏٺو، جهڙي هئي ئي ڪانه! آخر فقير به پنهنجي پهري جو وقت پورو ڪري، شهزور کي اُٿاري، پاڻ اچي سمهي رهيو.

شهزور بادشاهه کي به اجا گهڙي ڪن مس ٿي هئي، ته سچي مقام

مان رڙين جا آواز اچڻ لڳس. شهزور بادشاهه يڪدم ترار هٿ ۾ ڪٺي، انهن رڙين جي آواز ڏانهن هلڻ لڳو. جڏهن ويجهو پهتو، ته ڏسي ته ننڍن ٻارن جو گوڙ لڳو پيو آهي- سڀ پيا رڙيون ڪن. شهزور ڇوڪرن کان پڇيو ته ”توهان سان ڪهڙي ويڌن آهي، جو رڙيون پيا ڪريو؟“ تڏهن ڇوڪرن چيس ته ”هاڻ ٿوريءَ دير ۾ ست سِسيو راڪاس ايندو؛ پوءِ جيڪو به اسان ۾ تلهو ڏسندو، ان کي کائي ويندو. خدا جي واسطي اسان جي جان بچاءِ!“ ايتري ۾ ست سِسيو راڪاس به اچي ڪڙڪيو. شهزور بادشاهه هڪ طرفان ٿي بيٺو، ۽ راڪاس جون ڀرئين ئي ڏڪ سان ست ئي سسيون لاهي ان کي ماري رکيائين، ۽ ان جو ڪن پڇ وڍي، ور ۾ هٽي، اچي سمهي رهيو.

آخر صبح ٿيو ۽ شهزور بادشاهه ۽ سندس ساٿي بادشاهه جي پٽ کي صحيح سلامت وٺي واپس موٽيا. جڏهن بادشاهه وٽ پهتا، تڏهن بادشاهه کي چيائون ته ”جيڪڏهن اسين توکي تنهنجو پٽ بلڪل چڱو ڀلو ڪري ڏيون، ته پوءِ اسان کي ڪهڙو انعام ڏيندين؟“ بادشاهه چيو ته ”جي توهان مون کي منهنجو پٽ چڱو ڀلو ڪري ڏيو، ته آءٌ توهان کي اڌ راڄ ۽ اڌ ڀاڱ ڏيندس، ۽ پنهنجي وڏي ڌيءَ به توهان کي پرڻائيندس.“ سڀني اها ڳالهه منظور ڪئي، ۽ شهزور بادشاهه جي صلاح سان، شهزادي جي ٻانهن ان بادشاهه کي هٿ ۾ ڏنئي، سندس شهزادي ڪونج واري پهلوان کي پرڻايائون، ۽ شهزور بادشاهه جو خنجر هن کي نشانيءَ طور ڏنئي، پيو ٻڪرار به ان جي خدمت لاءِ اتي ڇڏي، پاڻ وري اڳتي هلڻ لڳا.

هلندي هلندي، هنن کي رات پئجي ويئي، پر هي هڪليندا هڪليندا نيٺ هڪ ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ اچي پهتا، ۽ هڪ هنڌ رهي پيا. فقير کي حڪم ڪيائون ته ”تون ڪٺان سيڌو آڻ، ته ماني تيار ڪريون.“ ٿوريءَ دير ۾ فقير سيڌو آڻي حاضر ڪيو ۽ هرڻ واري همراهه ماني تيار ڪري ورتي.

مجاڻ اتي ڪو ٻيو به راڪاس رهندو هو. ان ملڪ جو بادشاهه ان

راڪاس کي روزانو هڪ ڳاڏي چانور، هڪ سانهہ پاڏو ۽ هڪ ماٺهو ۽ اواڏو پاڻيءَ جو ڏيندو هو؛ تنهنڪري انهيءَ مصيبت کان بچڻ لاءِ بادشاهہ چوڌاري پڙهو گهمائي ڇڏيو هو تہ 'جيڪو بہ انهيءَ راڪاس کي ماريندو. ان کي اڌ راڄ، اڌ ڀاڳ، ۽ وڏي ڌيءَ پرڻائيندس!' سو جڏهن هرڻ واري همراهہ اها ماني تيار ڪري رکي، تڏهن اهو راڪاس "ٻلي" تي چڙهي آيو، ۽ هرڻ واري کي ٻڌي، سڀ ماني کائي ويو. جڏهن هن کان پڇيائون تہ "ماني ڪٿي؟" تہ هرڻ واري چيو تہ "ماني مون کائي ڇڏي!" تڏهن سيني چيس تہ "ادا! چڱو ڪيئي." ٻيءَ رات وري ٻئي کي ويهاريائون، ان سان اها حالت ٿي. ساڳيءَ طرح پوڙهي فقير تائين سيني سان اها حالت ٿيندي رهي، پر سچي ڪنهن بہ ڪانہ ڪئي. آخري رات جڏهن شهزور بادشاهہ جو وارو آيو، تڏهن هو بہ طعام تيار ڪري ويهي رهيو، تہ ڪنهن محل سچيءَ جاءِ ۾ گهنگهرن جي آواز جو شور مچي ويو. شهزور وائڙو ٿي، هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو، تہ ايتري ۾ اهو ساڳيو راڪاس، جو روزانو شهزور جي ساٿين کان ماني کائي ويندو هو، سو آيو، ۽ روزانيءَ عادت وانگر ٻنان ڪنهن پيا ڳاڇا جي، اچي ٿانون جا ڍڪ لاهڻ لڳو. شهزور يڪدم ٽپ ڏيئي اٿيو، ۽ هڪل ڪري پڇيائينس تہ "ڪير آهين؟" تنهن تي اُن "ٻلي" تي سوار چيس تہ "آءٌ راڪاس آهيان: مون سان گوڙ نہ ڪر! جي پنهنجو خير گهرين، تہ ماٺ ڪري ويهي رهہ: آءٌ تنهنجو گهران تہ ڪو تو جهڙو جوان منهنجي هٿان مري!" شهزور بادشاهہ ڪڙڪي سان چيس: "پر آءٌ تہ چاهيان ٿو تہ تو جهڙو منحوس منهنجي هٿان مري!" اها ڳالهہ ٻڌي راڪاس تپي باهہ ٿي ويو، ۽ اٿندي ئي شهزور تي وار ڪيائين، پر شهزور تہ اڳ ۾ ئي مجيل پهلوان هو، تنهن وڇهندي ئي ٻڪُ، بہ چار اندريان ٻاهريان جانٺا جو هنيس تہ ڦان ڪري اچي هيٺ ڪريو؛ شهزور بہ ٽپ ڏيئي چڙهي وينس سيني تي، ۽ ترار ڪڍي ٿي ڪنائينس، تہ راڪاس چوڻ لڳس: "يار! تو مون کي دغا ڪري جانٺا هڻي ڪيرايو آهي، اها ڳالهہ ٺيڪ نہ آهي!" پر

شهزور بادشاهه هٽندي ئي ترار اُتي ئي پورو ڪري رکيس. پوءِ سندس ڪن پڇ وڍي، سڌو اچي اُتي جي بادشاهه کي ثبوت طور ڏنائين، ۽ پوءِ ان کان اڌ راڄ اڌ ياڳ ورتي، هرڻ واري کي ڏنائين، ۽ بادشاهه جي ڌيءَ به هن کي پرڻايائين. پوءِ ان کي اتي ڇڏي، ۽ ڪوهه وارو همراهه هن جي خدمت لاءِ اتي مقرر ڪري، وري اڳتي هلڻ لڳا. هلڻ وقت هرڻ واري پهلوان کي هڪ ڪپ نشانيءَ طور ڏنائين، ۽ چيائنس ته "جڏهن هي ڪپ ڪٽجي، ته سمجهج ته منهنجو خير ڪونهي."

هلندي هلندي، هنن کي هڪ ٻيلي ۾ رات پئجي ويئي، ۽ رات گذارڻ لاءِ لاچار هنن کي اتي ئي رهڻو پيو. انهيءَ ٻيلي ۾ هڪ آفت رهندي هئي، جنهن جي خوف کان شينهن شير خدا جا به ٻيلو ڇڏي ڀڄي ويا هئا. ان ٻيلي ۾ هڪ شمير نالي ڌاڙيل به رهندو هو، جنهن شهر مان هڪ شهزادي کڻي اچي ان ٻيلي ۾ ويهاري هئي. ان رهزن وٽ ڪجهه مينهون ۽ هڪ ڪتو به هو، جن جي وسيلي هو انهيءَ خوفناڪ آفت کان پاڻ بچايو وينو هو. جڏهن شهزور بادشاهه ۽ سندس ساٿي، لوهار ۽ فقير، ٻيلي ۾ هلڻ لڳا، تڏهن ڪين اها جاءِ ڏسڻ ۾ آئي، جنهن ۾ اها راڻي رهندي هئي. ان وقت اهو ڌاڙيل مينهن چارڻ لاءِ جهنگ ۾ ويل هو، ۽ راڻي اڪيلي ان جاءِ ۾ ويٺي هئي. هي سڌو ان جاءِ ۾ گهڙي ويا، ۽ ان مائيءَ کي چيائون ته "اسين مسافر آهيون، ۽ ڏاڍي بک لڳي اٿئون؛ جيڪڏهن اسان کي ماني کارائيندينءَ، ته توکي ثواب ملندو!" راڻيءَ هنن کي ماني انهيءَ شرط تي کارائي ته 'ماني جهوليءَ ۾ وجهي کائيندا به وڃو، ۽ ڀڄندا به وڃو؛ ڇو ته ان شمير بدمعاش وٽ جيڪو ڪتو آهي، سو ٻارهن ميلن اندر ڪنهن به مسافر کي جيئرو نه ڇڏيندو آهي.'

شهزادو ته ڪافي عقلمند هو، سو يڪدم هيءُ راز سمجهي ويو ته ضرور بدمعاش هن شهزاديءَ کي ڪٿان زوريءَ کڻي آيو آهي ۽ هيءَ معصوم زبردستيءَ پنهنجي جواني سورن ۾ پيئي ساڙي. ٿوريءَ دير کان

پوءِ شهزاديءَ هنن کي ماني تيار ڪري، آٽي ڏني ۽ ڪين پڇڻ لاءِ هوشيار ڪيائين. شهزور بادشاهه ماني کڻي ميل ٻن پنڌ تي وڃي، پنهنجي ساٿين کي سڏي صلاح ڪئي ته "هن شهزاديءَ کي انهيءَ آزار مان آزاد ڪري پوءِ اڳتي هلنداسون." اها صلاح ڪري، سيئي گڏجي هڪ وڻ تي چڙهي ويهي رهيا.

سج لٿي ڪانپوءِ، شهمير بدمعاش به مال ڪاهي گهر موٽيو. ڪتي ايندي شرط جو اتي ڌارين ماڻهن جا پير ڏٺا، سو پير سونگهندو اوڏانهن رخ رکيائين، جيڏانهن شهزور بادشاهه ويو هو. شهمير ڏاڙيل به اهو رنگ ڏسي، گرز کڻي، ڪتي جي پويان وڃڻ لڳو: هلڻ وقت راڻيءَ تي به ڪجهه ڪاوڙيو ته ڌارين ماڻهن کي ڇو تي گهر ۾ اچڻ ڏنائين.

خير، قصو ڪوتاهه، ڪتو پير سونگهندو اچي اتي پهتو، جتي شهزور بادشاهه ۽ سندس ساٿي وڻ تي چڙهيا ويٺا هئا. ڪتي اچڻ سان وڻ تي ٽپ ڏيڻ شروع ڪيا، پر وڻ تي چڙهي نه سگهيو، ۽ اتي ئي هيٺ ويهي سهڪڻ لڳو. شهزور بادشاهه جي ساٿين جو ته ساهه ئي سڪي ويو هو، باقي شهزور بادشاهه هوشيار ٿي سڀ رنگ جانچي رهيو هو. هن ڏٺو ته هينئر ڪتو سهڪي پيو، پر ٿڪ پڇي وري ٻُل ڏيڻ شروع ڪندو: اجا ان خيال ۾ هو، ته سندس نظر اوچتو شهمير تي پيئي، جيڪو پريان گرز کڻيو پئي آيو، هن سوچيو ته اهو ضرور اسان کي مارڻ پيو اچي، سو ڇا ڪيائين، جو اجا شهمير ان وڻ هيٺ پهتوئي مس، ته مٿانس کڻي پنهنجي سامان واري هڙ اڇليائين. هڙ جي ڪرڻ سان ڪتي سمجهيو ته مٿان ڪو ماڻهو ڪريو آهي، سو ڏيندي ٽپ هڙ تي چڙهي ويو، ۽ هٽندي چڪ شهمير جا آنڊا اوجهريون ڪڍي رکيائين. شهمير ويچارو اتي ڦٿڪي مري ويو، ۽ ڪتو وري وڃي پريان ڍپ تي ويهي رهيو. شهزور بادشاهه جي ته مرضي اها هئي ته هي بدمعاش مري، سو وجهه وني ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو، ۽ شهمير وارو گرز کڻي، نڪاءُ جو ڪرائي ڪتي کي، ته ڪتو اتي ئي ڍير ٿي پئجي

رهيو.

ان وقت رات ٿي ويئي هئي، تنهنڪري هيءُ وري به وڻ تي چڙهي ويهي رهيا. اجا رات ٿوري گذري هئي، ته هڪ ٻلي جهڙي آفت اچي ان وڻ هيٺ نڪتي، ۽ هنن کي وڻ تي ويٺل ڏسي، اها آفت وڻ تي چڙهڻ لڳي. شهزور بادشاهه جڏهن آفت کي مٿي چڙهندو ڏٺو، تڏهن لڳي گرز هڻيائينس: پر گرز جو هن تي ڪوبه اثر نه ٿيو- رڳو هيٺرو ٿيو، جو مٿي چڙهڻ کان بان ڪري ويهي رهي. آفت جڏهن وڏيڪ مٿي نه چڙهي سگهي، تڏهن ويهي ان وڻ جون پاڙون کوٽڻ شروع ڪيائين. قدرت سان، جڏهن پاڙون ٻيون پٽي دنگ ڪيائين ۽ باقي هڪ پاڙ رهي، سا جيئن زور ڏيئي ٿي پٽيائين، تيئن وڻ به تڙڪاٽ ڪري اچي ان آفت جي مٿان ڪريو، ۽ اها آفت اتي ئي ان وڻ هيٺان دٻجي مري ويئي. اها رات ته اتي ئي ٽيئي ڄڻا ويچارا وڻ جي اوٽ ۾ لڪا ويٺا رهيا، پر صبح جو جڏهن ڏٺائون ته آفت ان وڻ هيٺ مئي پيئي آهي، تڏهن ڏاڍا سَرها ٿيا. پوءِ شهزور بادشاهه ان جو ڪَن پڇ وڍي پاڻ سان کنيو، ۽ ٽئي دوست گڏجي شهزاديءَ ڏي وڃڻ لڳا.

ٿوريءَ دير ۾ هي ٽيئي ڄڻا اچي ان شهمير واري شهزاديءَ وٽ پهتا، ۽ شهزور بادشاهه ڪيس ڪتي، شهمير ۽ آفت جي مرڻ وارو سمورو قصو ٻڌايو ۽ اهو به ٻڌايائينس ته "منهنجو نالو شهزور بادشاهه آهي." راڻيءَ هنن کي ٻڌايو ته "آءٌ به هڪڙيءَ ولايت جي بادشاهه جي ڌيءَ آهيان، پر بدقسمتيءَ سان هن شهمير بدمعاش مون کي آڻي هن جهنگ ۾ قتو ڪيو آهي: پر وري به خدا جو شڪر آهي، جو توهان جي مدد مون کي هن ذاڙيل جي مصيبت مان ڇڏايو آهي."

شهزور بادشاهه ان وقت ئي پنهنجي ساٿين کي سنبرائي، تيار ٿي، شهزاديءَ کي وٺي اچي ان ولايت ۾ پهتو، ۽ اتي جي بادشاهه وٽ وڃي سندس ڌيءَ سندس حوالي ڪيائين، ۽ ٻي به سموري حقيقت ٻڌايائينس، ۽ پنهنجي بهاديءَ جي ثبوت لاءِ وري آفت جا وڍيل ڪن ۽ پڇ ڪڍي

ڏيڪاريائينس. باد شاهہ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ سڄيءَ محلات ۾ عاليشان جشن ڪيائين، ۽ ان خوشيءَ جي موقعي تي اها شهزادي پڻ شهزور باد شاهہ کي عطا ڪيائين؛ جنهن وري اها شهزادي پنهنجي دوست لوهار کي پرڻائي. پوءِ لوهار کي اتي ڇڏي، باقي فقير کي پاڻ سان وٺي وري اڳتي روانو ٿيو.

هي ٻئي دوست پوءِ هلندي هلندي، جر جبل لتاڙيندي، هڪ اهڙي بيابان ۾ اچي نڪتا، جتي ماڻهوءَ جي تہ ڪا بوءِ ئي ڪانہ هئي. ان بيابان جي پاسي ۾ هڪ شهر هو، جنهن کي چوڌاري قلعو ٻڌل هو. ان ڪوٽ جو سؤ مڻ لوهي هڪ دروازو هو، جو سج لهڻ کانپوءِ بند ٿي ويندو هو، ۽ وري صبح جو کلندو هو. شهزور باد شاهہ، فقير کي ٻاهر ٻيهاري، جڏهن ان شهر ۾ اندر گهڙيو، تہ ڇا ڏسي تہ حلواين جا دوڪان تازي مٺائيءَ سان ڀريا پيا آهن، ڪپڙي جا دوڪان ڪپڙي سان ٿمتار ٿيا پيا آهن، ميوات جا دوڪان تازيءَ ميوات سان ڏٿيا پيا آهن، پر سڄي شهر ۾ ڪو ماڻهوئي ڪونهي! هن کي ڏاڍو عجب لڳو، پر هي اڳتي هلندو ويو. ٿورو پنڌ ڪيائين، تہ هڪ عاليشان محلات نظر آيس، ۽ بسم الله ڪري گهڙي پيو ان محلات ۾. ڇا ڏسي تہ هڪ خوبصورت مائي تمام گهريءَ ننڊ ۾ ستي پيئي آهي. هيءُ ماٺ ڪري هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو، تہ اوچتو هن جي نظر دريءَ تي اُڪريل هڪ منتر تي وڃي پيئي. اصل ڳالهہ هيءَ هئي تہ اهو منتر پڙهي، هڪڙو ديو ان راڻيءَ کي ننڊ ۾ سمهاري ويندو هو. سو شهزور باد شاهہ بہ اهو منتر پڙهي، جڏهن راڻيءَ تي شوڪاريو، تہ راڻي يڪدم اُٿي ويهي رهي. راڻي پهرين تہ ڪاوڙجي ويئي تہ 'ڪير آهين ۽ هتي ڇو آيو آهين؟' پر پوءِ پاڻ جهڙو انسان پنهنجي سامهون بيٺل ڏسي، هڪدم نرم ٿي ويئي، ۽ پيو شهزور باد شاهہ جي سونهن هن جي دل تي اثر ڪيو، سو ٿوري ئي وقت ۾ پاڻ ۾ رلي ملي ويا، ۽ هڪٻئي سان پنهنجا پنهنجا احوال اورڻ لڳا. ڪجهہ وقت کانپوءِ، راڻيءَ شهزور باد شاهہ کي چيو تہ "هاڻي

ديو جي اچڻ جي مهل ٿي آهي، تنهنڪري تون ڪٿي لڪي وڃ!" پر شهزور بادشاهه ڪيس دلاسو ڏيئي، چيو ته "تون ڊپ نه ڪر، الله مڙيئي چڱو ڪندو؛ تون رڳو ديو کي اچڻ ڏي!" پوءِ ته وري به ويهي پاڻ ۾ پيار محبت جون ڳالهيون ونڊڻ لڳا. آخر جڏهن ديو جي اچڻ جو گوڙ ٿيڻ لڳو، تڏهن راڻيءَ شهزور بادشاهه کي هڪ پيتيءَ ۾ لڪائي ڇڏيو.

جڏهن ديو آيو، تڏهن راڻيءَ کي اتاري، هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو: "آدم بوءِ، آدم بوءِ!" شهزادي ويچاري پهرين ته ڏڪي ويئي، پر پوءِ چيائينس: "هتي ته آءٌ ئي هڪ آدمزاد آهيان، مون کي ئي ڪٿي کاءُ؛ باقي ٻيو ته هتي ڪير ئي ڪونهي." تنهن تي ديو ڏند ڪڍي کلڻ لڳو- ۽ پوءِ اچي شهزاديءَ سان پيار جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. راڻي به: شهزور بادشاهه جي چوڻ موجب، ديو سان بيدليا ناز نخرا ڪرڻ لڳي، ۽ چيائينس ته "سچي عمر مون ۾ اعتبار ڪيئي، پر اڄ مون تي شڪ آڻي بي عزت ڪيو اٿئي!، ديو اتي شرمسار ٿي، راڻيءَ کان معافي گهرڻ لڳو. پر راڻي مڪر ڪري، سنن اچي روئڻ ۾ پيئي: نيٺ ديو پرچائڻ لاءِ اچي، جڏهن ڳراٽڙي پاتيس، تڏهن چيائينس ته "هن سڄ ۾ توکانسواءِ منهنجو ٻيلا ٻيو ڪير آهي؟ مٽ به ويا، مائٽ ويا، باقي آءٌ هت اڪيلي؛ خدا پيو خير ڪري، تون به وري هر روز و ڃين هلينو ٻاهر! مون کي ڊپ آهي ته جيڪڏهن توکي ڪٿي ڪو ماري وجهي، ته پوءِ مان ته هتي دربدر ٿي ويندس!"

چوندا آهن ته مرد، جي جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي وڃي، ته به زال کيس چپٽيءَ جي اشاري سان لاهي سگهي ٿي؛ پر جي زال کنهن خسيس پٿر تي چڙهي ويهي رهي، ته مرد ڪيڏي به ڪوشش ڪري. ـ زال کي نه لاهي سگهندو. سو، بيوقوف راڪاس به راڻيءَ جي مٺين، ڪ نهـ سي ٽڙڻ لڳو، ۽ سمجهيائين ته 'هاڻ راڻي مون سان سچ پچ پيار ٿي ڪري؛ سو کيس چوڻ لڳو: "جاني، تون دلجاءِ ڪر، منهنجو مارجڻ ڪو اهڙو سولو نه آهي! چو ته منهنجو ساهه، هتان کان سو ميل پري، الهندي طرف هڪ

ڪوهه آهي، جنهن جي مٿان سو مڻ ڳري ڇپ رکيل آهي ۽ ان ڪوهه ۾ هڪ پڃرو آهي، جنهن ۾ هڪ چتون ويٺل آهي- ان چتونءَ ۾ آهي: جيسين اهو چتون نه مرندو، تيسين مان به نه مرندس. پر جيڪڏهن ڪو مون کي ماري به ڪٽي، ته به منهنجو ٻول آهي ته ان کي پنهنجي رت ۾ ئي ٻوڙي ماريندس. مون کي فقط شهزور بادشاهه ئي ماري سگهندو، باقي ٻئي ڪنهن جي جاءِ نه آهي." شهزادي اهي ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو خوش ٿي، ۽ شهزور بادشاهه جو نالو ٻڌي هيڪاري خوش ٿي: پر ظاهريءَ طرح وري به ديو کي ڀاڪر پائڻ ۽ چمڻ چٽڻ لڳي، ۽ چيائينس: "منا، هاڻي مون کي پڪ ٿي ته تون مون کي دل سان گهرين ٿو!"

خير، قصو ڪوتاهه، صبح ٿيڻ تي، راڪاس ته روز وانگر هليو ويو. پوءِ شهزاديءَ شهزور بادشاهه کي پيٽيءَ مان ڪڍيو، ۽ رات واري سڄي حقيقت کيس ٻڌايائين. شهزور بادشاهه ڳالهه ٻڌي، يڪدم ڪوهه ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، ۽ وڃڻ وقت شهزاديءَ کي هڪ منڊي نشاني ڏنائين ۽ چيائينس ته "جيڪڏهن هيءَ منڊي ڪاري ٿي وڃي، ته سمجهجانءِ ته شهزور مري ويو."

شهزاديءَ کي الوداع چئي، شهزور بادشاهه ڪوهه جو رخ رکيو، ۽ ڪهندي ڪهندي، منزلون ڪندي، آخر اچي ان ڪوهه وٽ پهتو. پهلوان ته اڳ ۾ ئي هو، سو خدا کي ياد ڪري، نڪا جو سؤ مڻيءَ ڇپ کي ٿڏو ڪرايائين، ته ڇپ سؤ قدم وڃي پري ڪري! پوءِ اندر هٿ وجهي، يڪدم پڃري کي ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين، ۽ پڃرو ڪڇي وري واپس راڻيءَ ڏانهن رخ رکيائين.

هيڏانهن ديو کي جا خبر پئي ته هن جو ساهه ڪنهن جي مُٺ ۾ اچي ويو آهي، سو به ڏوڪيندو آيو. شهزور بادشاهه به ڪاهيندو اچي راڻيءَ وٽ پهتو، ۽ اتي پهچڻ سان چتون ڪڍي ان جي هڪ ٽنگ پٽيائين، ته راڪاس جي هڪ ٽنگ پڃي پيئي: پر ته به ديو هڪ ٽنگ تي هن کي مارڻ

لاءِ سامهون ڪاهيندو آيو. شهزور باد شاهه وري چتونءَ جي ٻي ٽنگ پٽي، تہ وري ديو پيَر تي ڏوڪيندو هن جي ويجهو پوڻ لڳو. اتي شهزور باد شاهه چتونءَ جي پهرين هڪڙي ڪنيڙاتي، پوءِ ٻي، پوءِ آخر ڳچي پٽي ڪٽي پٽ تي هنئي، تہ ديو بہ ڍير ٿي اُتي ئي ڪِري پيو.... پر سندس رت چوڌاري، ڦوهارا ڪري وهڻ لڳو! اتي شهزور ۽ شهزادي دروازا بند ڪري ويهي رهيا، ۽ ٽن ڏينهن-کان پوءِ جڏهن ديو جو رت سڪو، تڏهن هيءُ دروازو کولي ٻاهر نڪتا.

شهزور يڪدم فقير کي پاڻ وٽ گهرايو. جڏهن فقير شهزور وٽ پهتو، تڏهن هن کيس محلات تي پهري ڏيڻ لاءِ چڏيو پر فقير، جيڪو اصل ۾ ديو هو، تنهن جو ڇهن مهينن جي ننڊ جو مدو پرجي آيو، سو شهزور کان اجازت وٺي، سنئون نئون ٿي سمهي رهيو. سمهڻ وقت شهزور کي چيائين تہ "جيڪڏهن ڪا بہ مشڪل اچي وڃي ۽ منهنجي مدد جي ضرورت پوي، تہ پوءِ هي لوهہ جا ٻہ گولا منهنجي نڪ ۾ وجهي ٺوڪجو تہ آءٌ سجاڳ ٿي پوندس، ڇو تہ پوءِ منهنجو ساهہ اچي مِنجهندو، پر جنهن وقت آءٌ اٿان، ان وقت منهنجي منهن کان پري ٿجو، ڇو تہ اُٿڻ سان آءٌ ڇِڪ ڏيندس، جنهن ڪري اهي گولا زور سان نڪ مان نڪرندا- متان اهي توهان مان ڪنهن کي لڳن ۽ هو مري پوي!"

قصو ڪوتاهہ، فقير تہ سمهي پيو: باقي راڻي ۽ شهزور باد شاهہ پنهنجي محلات ۾ مزي جا ڏينهن گذارڻ لڳا. قدرت سان ان شهر جي پر ۾ پيو بہ هڪ شهر هو، ۽ اتي جو باد شاهہ بہ ان شهزاديءَ تي اڳ ۾ ئي ڪو عاشق هو: پر جڏهن ان شهزاديءَ کي ديو کڻي ويو، تڏهن هيءُ لاچار ماٺ ڪري ويهي رهيو هو. پر جڏهن کيس اها خبر پيئي تہ هاڻي ان ديو کي ڪنهن راهگير شخص ماري، راڻيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو آهي، تہ هن کي وري راڻيءَ جي هٿ ڪرڻ جو خيال ٿيو. آخر گهڻي سوچ ويچار کانپوءِ، هن هڪ ڏوتي راڻيءَ ڏي موڪلي، تہ جيئن اها وڃي راڻيءَ کي هٿ ڪري

اڇي.

ذوتي به بنهي ڪا استاد هئي! سو ايندي شرط، هن ڳالهين ۾ ئي راڻيءَ کي ريبي، ڪٽي پنهنجو ڪيو، ۽ اتي ئي راڻيءَ وٽ پورهيت ٿي ڪمائڻ لڳي. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ، ذوتيءَ راڻي کي چيو ته ”تون پنهنجي مڙس، شهزور کان پڇ ته سندس ساهه ڇا ۾ آهي؟“ تڏهن راڻيءَ ڪلي چيس، ”ساهه هوندس پيٽ ۾، ٻيو وري ڇا ۾ هوندس؟“ اتي ذوتيءَ چيس، ”چري! توکي ناهي خبر، پهلوانن جو ساهه هميشه ڪنهن ٻيءَ شيءِ ۾ هوندو آهي. جيڪڏهن تنهنجو مڙس توکي دل سان گهرندو هوندو، ته اها ڳالهه توکان ڪڏهن ڪين لڪائيندو.“ چوندا آهن ته زالون زالن جو وياءُ، سو يڪدم هوءَ ذوتيءَ تي وسهي ويئي.

جڏهن رات ٿي، ته راڻي ڪارا ڪپڙا ڍڪي، اونڌي کٽ ڪري، سمهي رهي. شهزور جڏهن راڻيءَ کي هن حالت ۾ ڏٺو، تڏهن پڇيائينس ته ”آخر ڳالهه ڇا آهي، جو يڪدم پنهنجا هيءَ حال ڪٽي ڪيا اٿئي؟“ تڏهن راڻيءَ روئيندي چيس، ”جيڪڏهن تون مون کي گهڻو گهرين ٿو، ته مون کي ٻڌاءِ ته تنهنجو ساهه ڇا ۾ آهي؟“ شهزور سمجهي ويو ته هيءُ عقل هن کي ضرور ڪنهن دشمن ڏنو آهي، سو راڻيءَ کان پڇيائين ته ”اها مت توکي ڪنهن ڏني آهي؟“ راڻيءَ ٻڌايس ته ’پوڙهيءَ نوڪرياڻيءَ.“ اتي شهزور ذوتيءَ جي سڄي چالاڪي سمجهي ويو؛ پر شهزاديءَ کي دلاسو ڏيندي، چيائين، ”منهنجي پياري راڻي! جيڪڏهن پنهنجي محبت سچي آهي، ته ڪوبه پنهنجو وار ونگو ڪري نه ٿو سگهي، پر اها منهنجي نصيحت ياد رک ته هن پوڙهيءَ کان پاسو ڪج؛ باقي منهنجو ساهه هن ترار ۾ آهي.“

شهزاديءَ اها ڳالهه ڪنهن طرح ذوتيءَ سان ڪري وڌي، جنهن ان ڏينهن کان ڇيٽا چوندڻ شروع ڪيا، ۽ ٻن چئن ڏينهن ۾ هڪ ڪوني ڇيٽن سان ڀري ڇڏيائين. آخر هڪ رات، شهزور کي ستل ڏسي، سندس ترار کسڪائي ورتائين، ۽ ان ڇيٽن واريءَ ڪونيءَ کي باهه ڏيئي، ترار ڪٽي ان ۾

اڇلايائين... تہ شهزور جيئن ستو پيو هو، تيئن وري نہ اُٿيو. فقير تہ اڳ ۾ ئي ڇهن مهينن جي ننڊ ۾ ستل هو. سو، ڏوتيءَ زبردستيءَ راڻيءَ کي گھلي وڃي عذاب ۾ هنيو.... ۽ اهڙيءَ ريت هن کي ڪنيي، اچي ٻئي بادشاهہ جي حوالي ڪيائين.

بادشاهہ راڻيءَ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ ڏوتيءَ کي ڏاڍا انعام اڪرام ڏيئي، خوش ڪري، روانو ڪيائين. پوءِ اچي راڻيءَ کي چيائين تہ "شاديءَ لاءِ يڪدم تيار ٿيءُ!" اتي راڻيءَ هن کي چيو تہ "اسان ۾ جنهن جو مڙس مري ويندو آهي، اها ٻارهن مهينا عدت ۾ ويهندي آهي: توهان ڀيو نہ، تہ بہ ڇهہ مهينا مون کي ڇڏيو: پوءِ آءٌ توهان سان شادي ڪنديس." بادشاهہ بہ سوچيو تہ 'هاڻ هن جو ڪهڙو واهرو آهي، جو اچي هن کي ڇڏائيندو!' سو هن کي خوشيءَ سان ڇهن مهينن جي موڪل ڏنائين.

ٻئي طرف ڪونج واري همراهہ کي بہ پنهنجي ساٿين کان ٿنئي اچي ٻارهن مهينا ڪن ٿيا هئا، ۽ ڀيو وري جو ڏنائين تہ سندس يار جي ڏنل نشاني بہ ڪاري ٿي ويئي آهي، سو ڊپ ۾ پرجي، اتي هن جي ڳولا ۾ نڪتو. ڪهندي ڪهندي، نيٺ اچي هرڻ واري همراهہ کي هٿ ڪيائين. پنهنجي ساٿيءَ کي ڪمهلو آيل ڏسي، پهرين تہ هو اُٿ تڙ ۾ پئجي ويو، پر پوءِ آڌر ڀاءُ ڪري، کيس ويهاري، خبرون چارون پڇڻ لڳس. ڪونج واري ٻڌايس تہ "شهزور جو هيءُ نشانيءَ طور ڏنل خنجر ڪارو ڏسي، سمجهيم تہ هو ڪنهن مصيبت ۾ آهي: سو ان جي مدد لاءِ نڪتو آهيان، ڀيو مڙيئي خير." اتي هرڻ وارو همراهہ بہ ڊوڙي وڃي شهزور بادشاهہ واري ڏنل ٽڪ کي پيتيءَ مان ڪڍي ڏسي، تہ اهو بہ ڪارو ٿيو پيو آهي. پوءِ تہ ٻيئي دوست راتو واهہ اتان اٿي پڳا، ۽ هلندي هلندي اچي لوهار وٽ پهتا. لوهار هنن کي ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، پر جڏهن هنن کيس حقيقت ٻڌائي، تہ ويچارو هي بہ ڳڻتين ۾ پئجي ويو. وري اندر وڃي ڏسي تہ منڊي، جا کيس شهزور ڏني هئي، سا بہ ڪاري ٿي پيئي آهي، پوءِ تہ وارئي ڪاٻدارجي

ويس، ۽ انهيءَ وقت ئي تيئي دوست سنيري نڪتا سفر تي.

هلندي هلندي آخر اتي اچي پهتا، جتي شهزور ۽ فقير ستل هئا، هنن شهزور کي اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن هو نه اٿيو، تڏهن لوهار کي ڪجهه شڪ پيو، ۽ هو يڪدم پيٽيون کولي شهزور جي ترار ڳولڻ لڳو. جڏهن اها نه لڌيس. تڏهن پنهنجي ساٿين کي چيائين ته "پهرين ڪيئن به ڪري ترار ڳوليو!" پوءِ ته يڪدم سڀئي ترار جي ڳولا ۾ لڳي ويا.وهار ڳي، ڏسي ته هڪڙي ڪوني سڄي چيٽن جي رک سان پري پئي آهي: هن يڪدم ان ۾ گهڙي هٿوراڙيون ڏنيون، ته ترار هٿ اچي ويس! پوءِ ته يڪدم اچي ان کي صاف ڪرڻ وينو. ترار جو جڏهن هڪ پاسو صاف ٿيو، ته شهزور هڪ پاسو ورايو، ۽ جڏهن ٻيو پاسو به صاف ٿي ويس، ته يڪدم ... پڙهي اٿي ويهي رهيو، ۽ پنهنجا ساٿي اتي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ... ڊيئي اٿي، انهن سان ڀاڪر پائي ملڻ لڳو. پوءِ پنهنجي سڄي حقيقت ساٿين کي ٻڌايائين، جنهن تي لوهار چيس، "تو ته بيوقوفن جهڙو ڪم ڪيو، جو اهو راز راڻيءَ کي ٻڌايئي، پر خير! هاڻي هن فقير کي اٿار، ته راڻيءَ جي ڳولا ڪريون." شهزور کين چيو ته "هي ته لوهي گولا ڪٽي نڪ ۾ نوڪي وجهوس!" پوءِ هنن اهي به گولا نوڪي فقير جي نڪ ۾ وڌا. ته يڪدم هو ٽپ ڏيئي اٿي وينو، ۽ وني جو ڇڪ ڏنائين، ته گولا سندس نڪ مان نڪاءِ ڪري ٻاهر نڪتا، ۽ سامهون واريءَ پٽ کي به چيري، وچي ٻاهر ڪريا. فقير هنن کان ڪچيءَ ننڊ مان اٿارڻ جو سبب پڇيو. شهزور بادشاهه کيس سموري حقيقت ڪري ٻڌائي، ۽ چيائينس ته "هاڻي راڻيءَ کي ڳولڻ جو بندوبست ڪر." پوءِ ته فقير اوڏيءَ مهل ئي اٿي راڻيءَ جي تلاش ۾ روانو ٿيو.

هلندي هلندي، فقير اچي نيٺ انهيءَ ملڪ ۾ پهتو، جتي راڻي بند هئي. پوءِ هٿ ۾ هڪ ڪشتو کڻي، در در پننڊو، اچي راڻيءَ جي محلات جي در تي بيٺو. جڏهن اتان خيرات وٺڻ لاءِ صدا هنيائين، ته راڻيءَ هن کي سڃاڻي ورتو، ۽ اچي پڇيائينس ته "تون هتي ڪيئن آئين؟" فقير چيس ته

"آءٌ توکي ونڻ آيو آهيان، پر هاڻ تون هيءَ اٽڪل ڪر، جو بادشاهه کي چئو تہ توسان شادي ڪري؛ پوءِ شاديءَ جي ڏينهن، جڏهن بادشاهه جون سڀ عزيزياڻيون وغيره اچي محلات ۾ گڏ ٿينديون، تڏهن محلات کي ڏيندس مٿو، پوءِ سڏو هلي شهزور بادشاهه وٽ تڪرنداسون." راڻيءَ کي اها ڳالهہ ڏاڍي وڻي، سو فقير سان ڳالهہ پڪي ڪري، سڏو ويئي بادشاهہ ڏانهن.

راڻيءَ بادشاهہ کي اچي چيو تہ "هاڻي آءٌ توهان سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان!" بادشاهہ جي الله ٻڌي، سو يڪدم اٿي تياريءَ ۾ لڳو، ۽ سڄي شهر ۾ جشن ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. آخر شاديءَ جي رات بادشاهہ جون عزيزياڻيون ۽ اها ڏوتي وغيره سڀ اچي بادشاهہ جي سينگاريل محلات ۾ گڏ ٿيون. فقير بہ نڪا ڪئي هم نڪا تم، يڪدم ڏيندي مٿو محل کي گهڙين ۾ اچي شهزور بادشاهہ وٽ محل ڪڙڪايائين. جڏهن بادشاهہ ٻڌو تہ سندس محل ۽ عزيزياڻيون سڀ غائب آهن، تہ مٿان ٿي اهڙو تہ پٽ تي ڪريو، جو وري ڪونہ اٿيو.

شهزور بادشاهہ پنهنجي راڻيءَ کي صحيح سلامت پاڻ وٽ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ ٻوڙي اچي هڪٻئي کي ڀاڪر پاتائون. ڏوتيءَ کي ان وقت ئي ان ديو سان پرڻائي روانو ڪيائون، ۽ باقي ڏوتيءَ سان آيل لشڪر کي بہ فقير جي حوالي ڪري، پاڻ واپس موٽڻ لڳا.

شهزور بادشاهہ، رستي ۾ پنهنجي راڻي پاڻ سان وٺي، باقي ٻين دوستن، کي پنهنجي بادشاهيءَ ۾ چڙهيندو، اچي واپس پنهنجي وطن پهتو. سندس پهرين راڻي تہ سندس جدائيءَ ۾ گهڻو وقت ٿيو مري ويئي هئي، باقي سندس ماءُ پيءُ پنهنجي پٽ کي ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيا. پوءِ تہ ملڪ ۾ هر هنڌ جشن ۽ خوشيون ۽ خيرخيرات ٿيڻ لڳا، ۽ شهزور بادشاهہ ۽ شهزادي بہ باقي عمر سک سانت ۽ مزي خوشيءَ ۾ ٻي اونا ٿي گذارڻ لڳا.

●●●



# لال ملوڪ بادشاهہ

هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪڙو ڪو غريب شخص رهندو هو. هڪ سال ملڪ ۾ اچي ڏڪار پيو، سڀ ماڻهو ڪنهن ٻئي آباد ملڪ ڏانهن ڀڄي ويا، تڏهن هن غريب شخص به اوڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو، ۽ گهران زال ۽ پٽ سميت سنهيري روانو ٿيو. واٽ تي هنن کي اچي بک لڳي. غريب شخص دل ۾ خيال ڪيو ته 'اَن جو ڪٽو به ڪونهي، جو نه ڇوڪري کي کڻي ان جو گوشت کائون ۽ اڳتي هلڻ جهڙا ٿيون.' هن اها ڳالهہ پنهنجي زال سان ڪئي، جنهن پهرين ته ناڪار ڪئي، پر چوندا آهن "بک ٻڇڙو ٿول، دانهہ ديوانا ڪري"، سو آخر زال به هائوڪار ڪئي. غريب شخص ڇوڪري کي وٺي، پري ڪنهن پاسائينءَ جاءِ تي پهتو. ڇوڪر کي سمهاري ڪهڻ تي هو، ته ايتري ۾ پرسان پيل هڪڙي مئل هرڻ تي نظر پيس، جنهن کي ڪنهن شينهن ماري اڌ کائي ڇڏيو هو ۽ باقي اڌ اوباري اتي ڇڏي ويو هو.

تڏهن ڇوڪري کي ڇڏي، انهي هرڻ کي ڪٽڻ ويو.... ۽ وري اچي ڏسي ته ڇوڪرو آهي ئي ڪونه! سمجهيائين ته ان کي اهوئي شينهن کٽي ويو هوندو، جنهن هرڻ کي ماري اتي ڇڏي ڏنو هو. پوءِ ڇا ڪيائين، جو هرڻ جي کل لاهي: ڪجهه گوشت پچائي پاڻ کاڌائين، ۽ ڪجهه زال وٽ کڻي آيو. ويچاريءَ زال اهو ڏسي چيو: "هاءِ افسوس! هيءُ منهنجي ٻچڙي جو گوشت آهي؟ آءٌ نه کائينديس." غريب شخص جواب ڏنو ته "هيءُ گوشت ڇوڪري جو نه آهي." تنهن تي زال پڇيو: "پوءِ ڪنهن جو گوشت آهي؟ تڏهن منهنجو ٻچڙو ڪٿي؟" غريب شخص چيو: "پريان ٽڪر جي اوٽ ۾ ڇوڪري کي سمهاري کڻ وارو هوس، ته پرسان مئل هرڻ ڏٺم: ڇوڪر کي اتي ڇڏي ان کي ڪٽڻ ويس، ته انهيءَ وچ ۾ ڇوڪر کي ڪو شينهن کٽي ويو، ۽ آءٌ انهيءَ هرڻ جو هيءُ گوشت کٽي آيو آهيان." زال اهو گوشت پچائي کاڌو، ۽ پنهنجي مڙس کي چيائين: "مون کي هلي اها جاءِ ڏيکار- ضرور انهيءَ ٽڪر ۾ ڪٿي اوسي پاسي شينهن جو غار هوندو." ٻئي ڄڻا گڏجي اتي آيا، ۽ ڳولا ڪندي شينهن جو غار ڏٺائون، پر ڇوڪرو ڪونه لڌن. ڇوڪري جي پنيءَ جا نشان سو بيٺا هئا، ۽ پرسان شينهن جي پيرن جا نشان ڏٺائون، جنهن مان پڪ ٿين ته شينهن ڇوڪري کي ڇُر اندر گهلي ويو آهي. اهو ڏسي، ٻيئي ڄڻا، ٻي ڪا واهه نه ڏسي، نا اميد ٿي هليا ويا، ۽ چيائون ته "هاڻ ڪٿي ڇوڪر جو ياڳ." زال ۽ مڙس سمجهيو ته شينهن ڇوڪر کي کائي ويو هوندو، سو آسرو پلي روانا ٿيا.

انهيءَ غار ۾ هڪ شينهڻ پنهنجن ٻچن سان رهندي هئي، اها هن ڇوڪري کي ٻه ڪير پيارڻيندي هئي: جنهنڪري شينهڻ جا ننڍڙا ٻچا ٻه هن سان هري مري ويا. ٿورن گهڻن ڏينهن کان پوءِ، جڏهن اهي شينهڻ جا ٻچا ۽ ڇوڪر وڏا ٿيا، تڏهن غار مان ٻاهر نڪري شڪار ڪرڻ ويندا هئا. اهي بادشاهه جي ٻڪرين جي ڌڻ تي اچي هريا، سو روزانو اتان ٻڪريون شڪار ڪري کٽي ايندا هئا. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، جڏهن بادشاهه کي



خبر پيئي تہ شينهن جا ٻچا رات جو واڙ مان ٻڪريون ماريو ڪٽيو ٿا وڃن. تڏهن بادشاھ واڙ جي چوڌاري هڪڙو وڏو لوهي ڪوٽ اڏايو. جيئن تہ واڙ مٿان ڪليل هئي، شينهن جا ٻچا ۽ ڇوڪرا هو ڪوٽ بہ ٽپي هر روز ٻڪريون ڪٽي ويندا هئا. بادشاھ خيال ڪيو تہ لوھ جي ڪوٽ جي ڪري بہ ٻڪرين جو بچاءُ ٿي نہ سگهيو، سو ڇا ڪيائين، جو ڪوٽ جي چوڌاري اونهي کاهي کٽائي ڇڏيائين. رات جو شينهن جا ٻچا تہ کاهي ٽپي ويا، پر ڇوڪر ٽپي نہ سگهيو، ۽ کاهيءَ اندر ڪِري پيو ۽ ٻاهر نڪري نہ سگهيو. صبح جو بادشاھ جا ماڻهو آيا ۽ اچي ڏٺائون تہ کاهيءَ اندر هڪڙو ڇوڪرو پيو آهي، جو شينهن وانگر گوڙيون پيو ڪري. اها حالت ڏسي، اهي سڀ ڊڄي ويا، ۽ چيائون: "هيءُ ماڻهوءَ جو ٻچو شينهن جي گجگوڙ ڪيئن ٿو ڪري!" اها حقيقت وڃي بادشاھ کي ٻڌايائون. بادشاھ چيو تہ "هڪڙو دهل، ڪپڙا ۽ رسيون کڻي وڃو؛ دهل وڄائي، ان ماڻهوءَ جي ٻچي

کي ڊيڄاريو. جنهن تي ڪا هيءَ مان نڪرڻ لاءِ هو اُتي بولاٽيون کائيندو ۽ ٽپا ڏيندو، پوءِ جڏهن ٽپا ڏيئي ڏيئي ساٽو ٿي ڪري پوي، تڏهن ڪپڙن سان ڍڪي، رسين سان ٻڌي، قابو ڪري وٺي اچوس." نوڪرن، بادشاهه جي حڪم جي تعميل ڪئي، ۽ هن کي ٻڌي سوگهو ڪري، بادشاهه وٽ وٺي آيا. بادشاهه ڪيس هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪرائي، قلف ڏيارائي ڇڏيو. انهيءَ جاءِ ۾ هڪڙي دري هئي، جتان هن کي ماني ۽ پاڻي ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ، هو ماڻهن جون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي، ڳالهائڻ سکندو ويو. هڪڙي ڏينهن ماڻهن کي چيائين: "ٻيلي، مون کي ڪپڙا ڏيو ته پايان. آءٌ اڳ ننڍي هوندي جهنگ ۾ رهندو هوس، مون کي هڪ شينهڻ کڻي ويئي، ان جي ٻچن سان گڏ نپنس ۽ جانورن وارا لڇڻ سکيس: پر آءٌ اوهان جهڙوئي انسان آهيان." تنهن تي بادشاهي نوڪرن هن کي ڪپڙا ڏنا.

انهيءَ شهر ۾ هڪڙو سوداگر رهندو هو، جنهن کي اولاد ڪونه هو. جڏهن هن ڇوڪري جي ڳالهه ٻڌي، تڏهن بادشاهه وٽ ويو ۽ بادشاهه کي چيائين ته "انهيءَ ڇوڪر جي ٻانهن مون کي ڏيو، ڇاڪاڻ ته مون کي ڪوبه اولاد ڪونه آهي." بادشاهه اهو ڇوڪرو سوداگر جي حوالي ڪيو، جو ڪيس پنهنجي گهر وٺي ويو، ۽ لاڏ ڪوڏ سان ٻيئي زال مڙس هن کي پالڻ نپائڻ لڳا. سندس نالو "لال ملوڪ" رکيائون، ۽ خاص نوڪر چاڪر رکي ڪجهه وقت خلاصيءَ جاءِ ۾ هن جي رهڻ جو بندوبست ڪيائون. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ، سوداگر کي زال چيو ته "ڇوڪر کي هاڻ وٺي اچو ته آءٌ ڏسان." سوداگر ٻئي ڏينهن ڇوڪر کي گهر وٺي آيو، ۽ پوءِ هو اتي گهر ۾ ئي رهڻ لڳو. اهڙيءَ طرح لال ملوڪ اچي جوان ٿيو. لال ملوڪ جي جواني ۽ حسن ڏسي، سوداگر جي زال جي اچي نيت خراب ٿي ۽ ڪيس تمام گهڻو تنگ ڪرڻ لڳي. لال ملوڪ چيو ته "توهان مون کي پنهنجو پٽ ڪري پاليو آهي ۽ توهان منهنجي ماءُ لڳين: مون کان اهڙو ڪڌو ڪم ڪڏهن نه ٿيندو."

جڏهن سوداگر جي زال سڀ حيلا هلائي ٿڪي، تڏهن ڪيس دڙڪو ڏيئي چيائين: ”چڱو اٿئي تہ منهنجو چوڻ مڃ، نہ تہ سوداگر کي چئي، توکي بدنام ڪري مارائيندس.“ لال ملوڪ چيو تہ ”مون کي مارائين، تہ ڀلي مارائي ڇڏ: منهنجي نظر ۾ تون اهائي منهنجي ماءُ آهين.“ سوداگر جي زال ڏنو تہ وڏيڪ چوڻ هن کي اجايو آهي، سو چپ ڪيائين، جو جڏهن سوداگر گهر آيو، تڏهن بڇڙا حال ڪري، سوداگر کي چيائين تہ ”تو گهر ۾ نانگ پاليو آهي. هن حيوان کي نمڪ جو بہ قدر ڪونہ پيو: ڪيترين وقت کان مون ۾ بدنظر رکيو وينو آهي. هيترا ڏينهن مون توهان سان ڳالهہ ڪانہ ڪئي: هن کي ڪيتروئي سمجهايم، پر هيءُ نٿو سمجهي: تڏهن لاچار اچ اوهان کي ٻڌايان ٿي.“ سوداگر هو سياڻو، دل ۾ خيال ڪيائين تہ ’جي ڇوڪري کي لوڏي ڪڍيم يا مارايم، تہ ملڪ ۾ بدنام ٿيندس ۽ اجائي ڳالا بہ ٿيندي: تنهنڪري اهڙي ڪا اٽڪل ڪريان، جو هو پاڻهي مري وڃي ۽ آزار کان بہ آجو ٿي پئجي.‘ اهو خيال ڪري، هڪ ڏينهن، ڇوڪر کي سڏي چيائين تہ ”پٽ، مون کي پيٽ ۾ سور پوندڙ آهي، اچ ڏس مليو اٿم تہ شينهڻ جو کير ملي تہ اهو پيئڻ سان، سور لهي ويندو: سو تون ڪٿان بہ شينهڻ جو کير وني اچ.“ سوداگر خيال ڪيو تہ ’شينهڻ جو کير آڻڻ تمام ڏکيو ڪم آهي، تنهنڪري ڇوڪرو ڏپ جي ڪري پاڻهي ڀڄي ويندو يا ڪيس شينهن ماري ڇڏيندا ۽ اهڙيءَ طرح اسين خواريءَ کان بہ بچندا سون ۽ هن مان بہ جند ڇٽندي.‘ ڇوڪر اها ڳالهہ ٻڌي، سوداگر کي چيو: ”مون کي هڪ گهوڙو ۽ لوٽو آٽي ڏيو!“ پوءِ سوداگر هن کي گهوڙو ۽ لوٽو آٽي ڏنو، جو هو وٺي روانو ٿيو.

لال ملوڪ جنهن ڏينهن کان شينهڻ جي ٻچن کان جدا ٿيو هو، انهيءَ ڏينهن کان وٺي، اُهي لال ملوڪ جي جدائيءَ ۽ فراق ۾ غمگين گذاريندا هئا. سو جڏهن لال ملوڪ گهوڙي تي چڙهي غار جي ويجهو آيو، تہ پري کان شينهڻ جي ٻچن ڏسي ماءُ کي چيو تہ ”اما! اچ ادو پيو اچي.“ شينهڻ

چيو: "بچا! اهو وري ڪٿان آيو؟ اوهين پلجو تا، اهو ڪو ٻيو هوندو." اينتري ۾ لال ملوڪ به اچي پهتو، ۽ هڪڙي پٿر سان گهوڙو ٻڌي ڇڏيائين، پڇڻ ڊوڙي اچي ڪيس پاڪر پائي ڪيڪاريو، ۽ ڏاڍي چاهه سان وٺي وڃي ويهاريائونس ۽ حال احوال پڇيائونس. لال ملوڪ سڄي پيرائتي ڳالهه ڪري ڪين ٻڌائي، ۽ چيائين ته "اچ آءٌ ڪير ونڻ آيو آهيان!" پڇڻ چيو ته "ادا، ڪير ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي، توکي جي اسان جو سر کپي ته اهو به حاضر آهي." جڏهن لال ملوڪ شينهڻ مان ڪير ڏهي، لوٽو ڀري، موڪلائڻ لڳو، تڏهن پڇڻ چيو ته "اسين به توسان گڏ هلنداسين." لال ملوڪ چيو ته "ادا هلو ته پلي، پر جيئن آءٌ چوان، تيئن ڪجو." پڇڻ ائين ڪرڻ قبول ڪيو. لال ملوڪ چيو ته "آءٌ گهوڙي تي چڙهي هلان ٿو، ۽ اوهين پويان گجڪارون ڪندا هلو؛ پر جڏهن شهر جي ويجها هلو، تڏهن سڀئي گڏجي گجڪارون ڪندا سون." آخر سڀ گڏجي روانا ٿيا. جڏهن شهر جي ويجهو پهتا، تڏهن شينهڻ جي ٻچن ۽ ڇوڪري گڏجي وٺي گجڪارون ڪيون. ماڻهو اچي ڏنا ۽ شينهڻ جي ٻچن کي ڏسي ڊپ وچان هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. لال ملوڪ شينهڻ جي ٻچن سميت شهر ۾ پهچي ويو، ۽ ڀڄندڙ ماڻهن کي دلداري ڏيئي، چيائين: "اوهين ڪو به ڊپ نه ڪريو ۽ ڀڄو نه، اوهان جو ڪو به نالو نه وٺندو." تڏهن ماڻهن کي دلجاءِ ٿي ۽ ڀڄڻ بند ڪيائون. لال ملوڪ کير آڻي سوداگر کي ڏنو. سوداگر اهو ڏسي خيال ڪيو ته ڇوڪرو هن نموني مئو ئي ڪونه، تڏهن لاچار ٿي لال ملوڪ کي چيائين: "تون اسان کي نه کپين؛ هاڻ جيڏانهن جو آهين، مان ڪري اوڏانهن هليو وڃ." لال ملوڪ شينهڻ جي ٻچن کي چيو ته "هاڻ پلي موٽي وڃو." تڏهن اهي سڀ موڪلائي روانا ٿيا. انهن جي وڃڻ کان پوءِ، پاڻ به اهو شهر ڇڏي، هڪ طرف روانو ٿيو.

ويندي ويندي، لال ملوڪ وات تي ڏٺو ته هڪ ماڻهو گرزمان سان ڪونج ماريو بيٺو آهي. اهو ڏسي لال ملوڪ چيو: "يار! تو ته انصاف

ڪري چڙهيو آهي، جوهڪ ٿي ڏڪ سان ايترو مٿي ۽ ايتري تکي اڏامندڙ ڪونج ماري چڙهي اٿئي." تنهن تي هن ماڻهوءَ جواب ڏنو: "ادا! انهيءَ ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي؛ مون تہ فقط هڪڙي ڪونج ماري آهي؛ پر شاباس تہ لال ملوڪ کي آهي، جو شينهن جي ٻچن سان گڏ ٿو گهمي!" لال ملوڪ چيو: "اهو تہ آءٌ آهيان!" تڏهن هن چيو تہ "جيڪڏهن لال ملوڪ تون آهين، تہ آءٌ بہ توسان گڏ هلندس." لال ملوڪ چيس تہ "ڀلي هل." پنئي ڄڻا گڏجي، اڳتي هلي ڏسن تہ هڪڙي ماڻهوءَ ڊوڙي وڃي هرڻ کي جهليو. ويجهو اچي هنن چيس: "تون تہ ڏاڍو ڪو افلاطون آهين، جو ڊوڙي وڃي هرڻ کي جهليو اٿئي!" ان ماڻهوءَ وراڻيو: "ادا! انهيءَ ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي: شاباس تہ لال ملوڪ کي آهي، جو شينهن جي ٻچن سان گڏ ٿو گهمي!" تنهن تي لال ملوڪ چيو: "اهو تہ آءٌ آهيان." هرڻ مار چيو تہ "پوءِ آءٌ بہ توسان هلندس!" لال ملوڪ چيس تہ "ڀلي هل." آخر ٽيئي ڄڻا روانا ٿيا. اڳتي اچي ڏسن تہ هڪڙو واڍو آهي، جو نونئين سان پيو وڻ ڦوڙي. تڏهن لال ملوڪ چيو: "تو جهڙو ڏاڍو مڙس بہ ڪو پيو، جو نونئين سان پيو وڻ ڦوڙي!" واڍي چيو: "ادا، انهيءَ ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي: شاباس تہ لال ملوڪ کي آهي، جو شينهن جي ٻچن سان گڏ ٿو گهمي!" لال ملوڪ چيو: "اهو تہ آءٌ آهيان!" تڏهن واڍي چيو تہ "پوءِ آءٌ بہ توسان گڏ هلندس!" آخر چارئي ڄڻا گڏجي اتان روانا ٿيا. اڳتي هلي ڏسن تہ هڪڙو راڪاس آهي، جو ريڙهيون پائيندو پيو وڃي! ويجهو اچي هنن چيس: "ائين ڇو ٿو هلين؟ اُٿي ڇو نٿو هلين؟" انهيءَ راڪاس چيو تہ "جي اُٿي ٿو هلان، تہ منهنجي وک آهي وڏي، هڪڙو پير هتي تہ ٻيو پير ڏنگ ڪان بہ پرتي هليو ٿو وڃي، پر منهنجو ڪم هتي اورتي آهي، تنهنڪري ائين ٿو هلان." لال ملوڪ چيو: "تون تہ ڏاڍو ڪو حيرت جهڙو مڙس آهين، جو وک ٿي ايڏي ٿو کڻين!" راڪاس چيو: "ادا، انهيءَ ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي: شاباس تہ لال ملوڪ کي آهي، جو شينهن جي ٻچن سان گڏ ٿو گهمي!" لال ملوڪ چيو تہ "اهو تہ آءٌ آهيان!" تڏهن راڪاس چيو تہ "پوءِ آءٌ بہ توسان گڏ

هلندس!"

پوءِ هي پنج ئي يار گڏجي اڳتي روانا ٿيا. اڳتي ويا ته هڪڙو شهر نظر آين، پر ان ۾ ڪوبه ماڻهو ڪونه هو. ان شهر ۾ هڪڙو هڪ اڪئو راڪاس رهندو هو، جنهن شهر جا سڀ ماڻهو کائي کپائي ڇڏيا هئا: فقط هڪ حسين ڇوڪري هئي، جنهن کي پاڻ وٽ رکيو هئائين. راڪاس ان ڇوڪريءَ کي ڏينهن جو اڪيلو ڇڏي، ٻاهر کيڏانهن نڪري ويندو هو، ۽ وري رات جو موٽي ايندو هو. آخر گهمندي گهمندي، جڏهن انهيءَ جاءِ وٽ پهتا، جتي اها ڇوڪري رهندي هئي، تڏهن لال ملوڪ ڇوڪريءَ وٽ ويو. ڇوڪريءَ هن کي ڏسي چيو ته "اي آدمزاد! تون هتي ڪيئن آيو آهين؟ ڀڄ! نه ته هڪ اڪئو راڪاس توکي ڏسندو، ۽ ٻنهي سرنهن جيڏا داڻا ڪري ڇڏيندءِ!" لال ملوڪ هن کي دلداري ڏني، ۽ چيائين ته "تون ڪوبه خيال نه ڪر: رڳو ٻڌاءِ ته راڪاس ڪيڏيءَ مهل ايندو آهي؟" ڇوڪريءَ چيو: "راڪاس سج لٿي مهل ايندو آهي." سج لٿو، ته هڪ اڪئو راڪاس به آيو، ۽ هنن کي ڏسي عجب ۾ پئجي ويو ته 'هي ڪير آهن، جو ايتري همت



اٿن؟ آءُ تہ شڪار ڳولڻ لاءِ ٻاهر ويس، پر هي تہ گهر ويني هٿ اچي ويا!'
دل ۾ اها ڳالهہ ڳٽي، پانيائين تہ اڳوڻيءِ هنن کي پورو ڪري وڃان. تہ لال
ملوڪ پنهنجي دوست، وڏ-وڪئي راڪاس، کي اشارو ڏنو.... ۽ اک ڇنڀ
۾ ويڙهہ شروع ٿي ويئي. آخر لال ملوڪ جي دوست، هن ديوس راڪاس
کي دَسي، ٻڌي، ڏکن ۾ چنبن سان هٿي پورو ڪري ڇڏيو. پوءِ ان کي
سيني گڏجي ڪٽي تيل جي تتل ڪٽاهيءَ ۾ وڌو. جتي پُڇي پُڇي ڪوڪي
ٿي ويو. پوءِ سڀ دوست گڏجي اُتي رهڻ لڳا. لال ملوڪ انهيءَ ڇوڪريءَ
سان شادي ڪئي.

ڪجهہ وقت گذرڻ ڪانپوءِ، هڪ ڏينهن سڀ دوست لال ملوڪ وٽ
آيا، ۽ چيائونس تہ "وطن جي سڪ ٿي اٿئون. هاڻ موڪلائيندا سون." لال
ملوڪ پاڪر پائي ۽ هٿ هٿ ۾ ڏيئي سيني سان موڪلايو، ۽ هرهڪ
دوست کي هڪڙو گل ڏنائين، ۽ چيائين تہ "مون تي جڏهن بہ ڪا آفت آئي،
تہ هيءُ گل ڪومائجي ويندو، ۽ سمجهجو تہ آءُ وڏيءَ مصيبت ۾ آهيان، ۽
جي يار آهيو تہ انهيءَ مهل اچي منهنجي خبر وٺجو!" واڍي لال ملوڪ کي
پوءِ زڪ جي هڪ تلوار، خالي هٿن سان نپي ناهي، تيار ڪري ڏني، جنهن
لال ملوڪ جو ساهہ رکيل هو، ۽ چيائينس: "اها تلوار نہ ٻاهہ ۾ وجهج
۽ نہ وري پاڻيءَ ۾، ۽ نہ وري ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏج. جيستائين اها
سلامت هوندي، تيستائين تنهنجي سر کي ڪوبہ جوکو نہ رسندو." انهيءَ
بعد، هي چارئي يار موڪلائي روانا ٿيا، ۽ لال ملوڪ پنهنجي زال سميت
اتي ئي رهي پيو.

لال ملوڪ جي زال تمام سهڻي هئي: هن جي جتيءَ تي سون جو
پرت ۽ هيرن جي جڙت ٿيل هئي. هوءَ هر روز صبح جو درياءَ تي وهنجڻ
ويندي هئي. لال ملوڪ وٽ پاليل هڪ ڪتو ۽ هڪ ٻلي پڻ هئا. هڪ
دفعي جيئن هن جي زال درياءَ تي وهنجڻ ويئي، تيئن جهڙو جُتي ٿي
پاتائين، تهڙو هڪڙو پادر ترڪي وڃي درياهہ ۾ ڪريس. جتيءَ جي پادر
کي گهڻوئي ڳوليائين، پر هٿ نہ آيس. قضا سان اهو پادر هڪ مڇي ڳهي

ويئي، جا هڪڙي مهاڻي جي ڄار ۾ وڃي ڦاٿي. مهاڻي اها مڇي وڃي بزار ۾ وڪڻڻ لاءِ رکي، جا هڪڙي شاهوڪار خريد ڪئي، ۽ گهر وڃي ان کي وڍايائين، ته اندران جنيءَ جو ڀادر نڪتو! شاهوڪار جي جوان پٽ جڏهن جنيءَ جو هيءُ سهڻو ڀادر ڏٺو، تڏهن خيال ڪيائين ته 'جنهن ڇوڪريءَ جي جتي ئي ههڙي آهي، سا پاڻ ته الائي ڪهڙي سهڻي هوندي!' سو پرپٺ ان تي عاشق ٿي پيو، ۽ دل ۾ پڪو ارادو ڪيائين ته انهيءَ ڇوڪريءَ کي ڳولي لهندس، ۽ ان سان ئي شادي ڪندس.' پوءِ اتان اٿي سڌو پنهنجي پيءُ وٽ آيو ۽ چيائينس: "ابا، جي مون کي شادي ڪرائڻي اٿئي، ته هن جتيءَ واريءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪراءِ!" پيءُ جو ڇوڪري سان تمام گهڻو پيار هو، ۽ هن کي پٽ جي پرواهه ته هئي ڪانه. ۽ پٽ سان ڇا نٿو ڪري سگهجي! سو ڇوڪريءَ جي پڇا ڳاڇا لاءِ چئني ئي ڪنڊن تي ڪيترائي ماڻهو ۽ ڏوتيون ڪٽي ڇڏيائين، ۽ چيائين: "ڪوشش ڪري، اها ڇوڪري هٿ ڪريو: جي نه، ته به پڇا ڳاڇا ڪري، ڏس پتو ڪڍي اچو ته اها ڪير آهي ۽ ڪٿي جي رهندڙ آهي. جيڪو به اها خبر آڻيندو، تنهن کي جهجهو انعام ڏيندس."

هڪڙي ڏوتي، ملڪ گهمندي، ڏيهه ڏوريندي، آخر هڪڙي ڏينهن وڃي ڇوڪريءَ واري شهر ۾ پهتي، جتي پڇا ڪندي نيٺ لال ملوڪ جي گهر جو ڏس مليس، ۽ ڪجهه ڏينهن اُتي رهي، واقفيت حاصل ڪري، وڃي ان ڇوڪريءَ تائين پهتي. ڇوڪريءَ جي خوشامد ڪندي، ان کي چوڻ لڳي: "آءٌ تنهنجي ناني آهيان، توکي راڪاس ڪٽي ويو هو، تنهنجا ماءُ پيءُ تنهنجي وڇوڙي ۾ مري ويا، ۽ آءٌ به پڇائون ڪندي ڪندي، الائي ڪيڏن ڪشالن کان پوءِ اڄ هتي پهتي آهيان- خدا ڪيو، جيئري تنهنجو منهن اچي ڏٺو اٿم!" آخر اتي رهي، هيءَ ڏوتي ڇوڪريءَ سان اهڙي ته گهائل مائل ٿي ويئي، جو خيال ڪيائين ته ڇوڪريءَ کي هاڻي ڪنهن طرح هتان ڪڍجي. آخر ڪنهن نموني هن کي خبر پيئي، ته لال ملوڪ جو ساهه آهي ترار ۾، جيڪا ڏينهن رات هو ساهه سان سانديو پيو گهمي، سو

خيال ڪيائين ته 'اها ترار مڙيوئي ڪنهن اٽڪل سان هٿ ڪريان ۽ لال ملوڪ کي ماري پوءِ هن ڇوڪريءَ کي ونيءَ وجان. پر اها ترار لال ملوڪ ڪڏهن به پنهنجي جان کان جدا ڪونه ڪندو هو. پر چوندا آهن ته 'شڪاريءَ کي جيڪڏهن صبر آهي، ته شڪار ڪڏهن نه ڪڏهن پاڻهي اچي سندس جهوليءَ ۾ پوندو' : سو هڪڙي ڏينهن اتفاق اهڙو ٿيو، جو لال ملوڪ ترار گهر ۾ ڇڏي، پاڻ ٻاهر ڪنهن ڪم سان هليو ويو. ڏوتيءَ به ڏٺو ته 'وجهه ته واهه جو اڄ مليو آهي، وري اهڙو موقعو هٿ نه ايندو!' سو ڇا ڪيائين، جو هڪدم اها ترار کڻي، لڪائي، پاسي واري درياءَ ۾ وڃي اڇليائين. ٻئي طرف لال ملوڪ جتي ويل هو، انهيءَ گهڙيءَ اتي ئي مري پيو! اوڏيءَ ئي مهل، سنگتين کي ڏنل لال ملوڪ جا ڳل اوچتو ڪومائجي ويا. سنگتين خيال ڪيو ته 'اڄ لال ملوڪ تي ڪا آفت اچي ويئي آهي!' سو هر ڪو جتي هو، اتان اتي روانو ٿيو. ڏينهن رات هڪ ڪندا، نيٺ سڀ سنگتي اچي لال ملوڪ جي گهر پهتا، ۽ اچي ڪٿي ڏسن ته نه آهي لال ملوڪ نه آهي ان جي زال- ڪاريءَ وارا ڪک لڳا پيا آهن. دوستن مان ٻيا ته سڀ آيا، پر راڪاس ڪونه آيو هو، تنهنڪري سڀ ڊوڙي ويا راڪاس وٽ. اتي اچي ڏسن ته راڪاس الوڻ ننڊ ۾ ستو پيو آهي. تڏهن ٻڪرين جو ڏڻ هڪلي آڻي هُن جي ناسن ۾ وڌائون، ته راڪاس سجاڳ ٿي اٿي ويهي رهيو. پوءِ هن کي به لال ملوڪ ۽ سندس زال جي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايائون.

ڳالهه هيءَ هئي ته لال ملوڪ جيئن گهران نڪتو، تيئن وري نه موٽيو: تنهن تي سندس زال کي ڏاڍي اُڻ تڻ ٿي پيئي، مگر ڏوتيءَ هن کي دلداري ڏيندي چيو: "تون ڪوبه فڪر نه ڪر، ڪنهن ڪم سان ٻاهر پرڀرو نڪري ويو هوندو، پاڻهي موٽي ايندو، تون ڇو ٿي ڳڻتي ڪرين؟" نيٺ هڪڙي ڏينهن ڏوتيءَ ڇوڪريءَ کي چيو ته "هل ته پر سان درياءَ تان گهمي ڦري اچون." ڇوڪري هن کي پنهنجي ناني سمجهندي هئي، سا هن سان گهمڻ

لاءِ ٻاهر نڪتني، ۽ اچي درياءَ تي پهتيون. اتي اڳي ئي رٿيل منصوبي موجب، شاهوڪار جا ماڻهو ٻيڙن سميت تيار بيٺا هئا، ۽ ڇوڪريءَ کي زوريءَ ٻيڙي ۾ وجهي روانا ٿي ويا، ۽ سڌو اچي ماڳ پهتا. ڇوڪريءَ کي گهڻئي لالچون ڏنائون، آخر ۾ دڙڪو به ڏنائونس ته "شاهوڪار جي پٽ سان شادي ڪر، نه ته توکي ڪوٺيءَ ۾ پوري ڇڏبو." ڇوڪريءَ هنن جي هڪ به نه مڃي، پر هو به هن کي روز ستائڻ لڳا. ڇوڪريءَ ڏنو ته هنن مان هان ڪيئن جند ڇڏايان، سو هڪ ڏينهن انهن کي چيائين: "جن جا مڙس مري وڃن ٿا، سي به ٻارهن مهينا ويهن ٿيون، منهنجو مڙس ته جيئرو آهي: گهٽ ۾ گهٽ مون کي به ته ڇهه مهينا ڪن مهلت ڏيو، پوءِ آءٌ شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان." هن جو خيال هو، ۽ کيس اميد هئي، ته ڇهن مهينن اندر لال ملوڪ منهنجي ضرور پوئواري ڪندو ۽ هتان جند ڇٽي ويندي. شاهوڪار خيال ڪيو ته ڇهه مهينا اجهي ڪي اجهي گذريا. تنهنڪري هن کي وڏيءَ خوشيءَ سان مهلت ڏنائين.

لال ملوڪ جا سنگتي ۽ راڪاس به پڇا ڳاڇا ڪندا. آخر اچي انهيءَ درياءَ جي ڪنڌيءَ تي پهتا. اتي لال ملوڪ جا پاليل ڪتو ۽ ٻلي اڳي ئي ويٺا هئا، جن کي هنن ڇوڪريءَ کي ڳولڻ لاءِ موڪليو. چوندا آهن ته "ڪتن ٻلين کان ڪنهن جا گهر لڪل ڪين آهن." سو ڳوليندي ڳوليندي، نيٺ لال ملوڪ جو ڪتو ۽ ٻلو وڃي انهيءَ شهر ۾ پهتا ۽ شاهوڪار جو گهر ڳولي وڃي هٿ ڪيائون، ۽ ڇوڪريءَ کي اکئين ڏسي، خاطري ڪري، اچي لال ملوڪ جي دوستن کي ساري حقيقت ٻڌايائون.

ٻئي طرف لال ملوڪ جا دوست، ڪتي ۽ ٻلي کي روانو ڪري، اتي ئي ترسي پيا هئا.... جيستائين ڪتو ۽ ٻلي واپس موٽي اچن. هڪڙي ڏينهن سڀ سنگتي وڃي انهي درياءَ ۾ وهنجڻ لڳا. چوندا آهن ته "بخت ورندي ويرم نٿي ڪانه ٿئي"، سو واڍي کي وهنجندي وهنجندي، پير ۾ ڪجهه لڳو، جهڙو نوڙي، هٿ وجهي، ڪڍي ٻاهر ڪيائين، ته ڏسي ته

ساڳي لال ملوڪ واري ترار، جا پاڻ هٿن سان ناهي هئائين! ترار ڏسي، سيني سنگتين کي پڪ ٿي تہ لال ملوڪ سان دغا ٿي آهي. پوءِ ترار مهٽي مهٽي خوب صاف ڪيائون، ۽ اهڙو چلڪايائونس جهڙي وج. هيڏانهن ترار صاف ٿيندي ويئي، ۽ هوڏانهن لال ملوڪ جتي هيترا ڏينهن پيو هو، اتي ڪر موڙيندو جاڳندو ويو. ۽ نيٺ نوبنو ٿي اُٿي ويهي رهيو. پوءِ پيرين سيرين ٿي پنڌ ڪري، انهيءَ گهڙيءَ اچي هو پنهنجي گهر پهتو. ۽ ڇا ڏسي تہ سڄو گهر پَڙپانگ لڳو پيو آهي. ڏسندي وائسندي، پتو پيس تہ سڀ سندس دوست درياءَ جي ڪپ تي لٽل آهن ۽ سندس ۽ سندس زال جي ڳولا پيا ڪن. پوءِ لال ملوڪ هڪدم ڊوڙي اچي دوستن سان مليو، ۽ پاڻ ۾ حالي حوالي ٿيا. ايتري ۾ ڪتي ۽ ٻلي بہ لال ملوڪ جي زال جي خبر آڻي کين ڏني. لال ملوڪ، دوستن سان صلاح ڪري، ڪتي ۽ ٻلي هٿان پنهنجي وفادار زال کي نياپو ڪيو تہ ”تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر: شاهوڪار کي چئو ’آءٌ شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر انهيءَ شرط سان تہ شادي ستن ڏينهن اندر ٿئي!‘ پوءِ جڏهن شاديءَ جي پوريءَ طرح تياري ٿي وڃي، تڏهن شهر جي سيني زالن کي چئج تہ پنهنجن ٻارن سميت سڀ هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ ويهي ڳيچ ڳائين. جڏهن اهي ڳيچن ڳائڻ ۾ مشغول ٿي وڃن، تڏهن ٻاهر نڪري، جاءِ کي ڪلف ڏيئي، تاڙي وڄائج. اسين بہ اتي پرسان بيٺا هونداسين، ۽ هڪدم اچي تو وٽ پهچنداسون، ۽ انهيءَ ئي گهڙيءَ توکي واپس وٺي هلنداسون. هاڻي، انهن ڳالهين جي پورائي ڪري، اسان کي جواب واپس موڪل.“

ڪتو ۽ ٻلو، جي بيحد سياڻا هئا، لال ملوڪ جو نياپو کڻي، هڪ ئي ڊوڙ وجي ڇوڪريءَ وٽ حاضر ٿيا، ۽ سمورو نياپو ذري پرزي هن کي رسايائون، جنهن کين روڪي حال في الحال پاڻ وٽ ويهاري ڇڏيو. ڇوڪريءَ پوءِ شاهوڪار کي چوائي موڪليو تہ ”آءٌ شادي ڪرڻ لاءِ هاڻي تيار آهيان، پر انهيءَ شرط سان تہ شادي اڄ کان ٻنهہ ستين ڏينهن ٿئي!“

شاهوڪار تہ اڳي ئي آتو وينو هو، تنهن جڏهن اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن خوشيءَ ۾ اهڙا ونئي ٻڏا ٻڏا ٽپ ڏنا، جو ماڻهن سمجهيو تہ مغز سان ڪجهہ معاملو ٿي ويو اٿس. مطلب تہ هڪدم شاديءَ جي تياريءَ جو حڪم ڏنائين، ۽ شاديءَ جون تياريون زور شور سان شروع ٿي ويون: چوڌاري دعوتون ڏجي ويون، ٻڪرا ڪسجي ويا، ديڳيون چڙهي ويون، ۽ دعوتي پڻ سوداگر جي گهر اچي گڏ ٿيڻ لڳا. ڇوڪريءَ سمورو احوال ڪتي کي ڪن ۾ ٻڌائي، لال ملوڪ ڏانهن روانو ڪيو، جڏهن ڪتو لال ملوڪ وٽ پهتو، تڏهن سموري حقيقت معلوم ڪري سڀ خوش ٿيا، ۽ هڪدم اوڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويهي رهيا.

انجام موجب ٽئين ڏينهن شاديءَ جي تياري پوري ٿي ويئي. رات جو شهر جون ننڍيون وڏيون زالون ٻارن سميت سڀ اچي گڏ ٿيون. ڇوڪريءَ چيو تہ "مهرباني ڪري سڀيئي هن ڪوٺيءَ ۾ ويهي ڳيچ ڳايو." جڏهن سڀ زالون ڳيچ ڳائڻ ۾ لڳي ويون، ۽ ٻارڙا سمهي رهيا، تڏهن ڇوڪري اٿي، انهيءَ ڪوٺيءَ کي ڪلف ڏيئي، ٻاهر نڪري، تاڙي وڄائي ويهي رهي. تاڙيءَ جي آواز تي لال ملوڪ ۽ سندس دوست، جي ويس بدلائي آيل هئا، سي سڀ ظاهر ٿيا. پوءِ تہ لال ملوڪ جي دوست، راڪاس، زالن واري ڪوٺي هڪدم کڻي وڃي درياءَ جي ٻئي ڪپ تي ڇڏي، ۽ واپس اچي، ظالم شاهوڪار تہ نهيو، پر سڀ شهر جا ماڻهو، جيڪي اهڙي ظالم کي شهر ۾ ڇيڪ ڇڏيو وينا هئا، ۽ هميشہ هن جي آڏو هٿ جوڙ ڪيو بيٺا هوندا هئا، ماري ختم ڪري، ۽ سڄي شهر کي ٻاهہ ڏيئي، ساڙي، ڀسم ڪري، موتي آيو پنهنجن ٻين سنگتين وٽ. ڪوٺي کولي ڏسن تہ سبحان الله، اندر تہ ڪي اهڙيون حسين حورون ويٺيون آهن، جن جي ڳالهہ ئي نہ پڇو! پوءِ سڀ گڏجي آيا لال ملوڪ جي جاءِ تي، جتي لال ملوڪ پنهنجي دوستن کي ... چار چار دلگهريون شاديون ڪرايون. پوءِ ٿي خير خوشيءَ جا ڏينهن اچي گذاري،

هڪڙي ڏينهن انهن سنگتين لال ملوڪ کي چيو تہ ”يار، هاڻ موڪلائيندا سون، وطن پيو ساري!“ لال ملوڪ ڏاڍي ڏک سان دوستن کان موڪلايو، ۽ پاڻ سوداگر جي شهر جون زالون ۽ بار ونئي، پنهنجي سلطنيءَ سهٽيءَ زال سميت وري اچي اهو شهر وسائي ويهي رهيو. جنهن هڪ اکئي راڪاس ڦتائي نابود ڪري ڇڏيو هو، جنهن کي پوءِ هن پاڻ تتل تيل جي ڪٽاهيءَ ۾ وجهي ڪوڪي ڪري هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏيو هو.

هائو سائين، لال ملوڪ جون کهڙيون ڳالهيون ڪري کهڙيون ڪجن! جهڙو هوس نالو، تهڙو ئي بيشڪ هو مڙس لال ملوڪ!





# امير حمزو ۽ ڪٽڪ راڻي

ڳالھ ٿا ڪن تہ ھڪڙي بادشاھ کي ست پٽ ھئا ، جن مان ڇھ ڄڻا تہ بي عقل ۽ بي ھمت ھئا ، باقي جيڪو ننڍو ھو، سو ڏاڍو سورھيہ ۽ سياڻو ھو. سندس نالو ھو امير حمزو. بادشاھ جي مرضي ھئي تہ سٺن ئي پٽن کي اھڙي گھران پرڻايان جو ستئي ڪنواريون پاڻ ۾ ڀينرون ھجن. غريبن وٽان تہ اھڙا سڱ ڪھڻائي ملي پيا سگھيا ، پر بادشاهي گھر ۾ انھن جو جوڙ جڙڻ مشڪل ھو. آخر بادشاھ پنھنجي وزير کي چيو تہ "خدا جي خدائي گھمي پيسي آھي ، ڇجي ڳولا ڪر. جتي بہ ڪنھن بادشاھ جون ست ڌيئر ھجن، ان سان جي مائٽي ڪري اچ." وزير ، خرچ اچي ڳاڙھي جي پري ، اٿي روانو ٿيو. ھڪليندو ھڪليندو ، ڪيترين ئي بادشاھيون لتاڙي ڏٺو ، ڪٿي چار، ڪٿي پنج، تہ ڪٿي ڇہ ڪنواريون بہ مليون ٿي ، پر جن جو نالو ست، سي ملنس ئي نہ.

آخر پڇائيندي پڇائيندي، هڪڙي ڏينهن، هو هڪڙي شهر ۾ اچي پهتو، جتي رات جو هڪڙيءَ پوڙهيءَ دائيءَ جي گهر اچي مهمان ٿيو. جڏهن رات ٿي، تڏهن پيڙيءَ سان رهاڻيون ڪندي، ڪيس پنهنجا ٻار ٻچا ياد پيا، ۽ روئي ڏنائين. مائيءَ جي پڇڻ تي، هن سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي. دائيءَ ڪان ڪل نڪري ويئي. وزير کي عجب بہ ٿيو، پر ڏاهو ماڻهو هو، تنهن سمجهيو تہ هاڻي شايد ڪا واهہ پيدا ٿي پوي- تنهنڪري پيڙيءَ کان کلڻ جو سبب پڇيائين. مائيءَ چيس تہ "ابا! ڪٿي چور سُجا، ڪٿي ڍور سُجا.... اجا گذريل رات هڪ وزير هتي ترڪيل هو، سو وري وتيو ٿي پنهنجي باد شاهہ جي سٽن ڌيئرن جا ور ڳوليندو! اجهو بنهہ اڄ صبح جو، هتان فلاڻي شهر ڏانهن روانو ٿي ويو آهي." وزير، هيءَ ڳالهہ ٻڌي، جيئن تيئن ڪري رات نباهي، ۽ صبح ٿيندي ئي ڪيائين ان شهر جو رخ. چئن ڏينهن جو پنڌ ٻن ڏينهن ۾ پورو ڪيائين، پر ڪيس انهن ٻارن پٽن وارو ماڻهو وات ۾ ڪٿي بہ ڪونہ مليو. وزير، اتي بہ هڪ دائيءَ جو گهر ڳولي، پنهنجي رهڻ جو بندوبست ڪيو، ۽ گهوڙو اتي ٻڌي، اچي شهر جي ٻاهران دروازي وٽ وينو، ۽ سامهون رستي ۾ اکيون وجهي ويهي رهيو.

ٻن ڏينهن جي انتظار ڪان پوءِ، هيءُ جيئن ئي نااميد ٿي، دائيءَ جي گهر ڏانهن وڃڻ لاءِ پئي سنبريو، تيئن ڪيس سڙڪ مان رَبي اُٿندي نظر آئي. هيءُ بيهي رهيو، ۽ ڪن بہ ڪانہ گذري، تہ هڪڙو گهوڙي سوار اچي دروازي تي لٿو. وزير ٻارن پٽن مان هن کي سڃاڻي ورتو تہ هيءُ تہ اهو ساڳيو ماڻهو آهي، جنهن جو دائيءَ ٻڌايو هو. سو، سواءِ ڪجهڻ پڇڻ جي، انهيءَ سوار جي پٺيان لڳو، تان جو سوار بہ پڇائي پڇائي، وڃي انهيءَ ساڳيءَ دائيءَ جي گهر ترڪيو، جتي وزير پاڻ ترڪيل هو. جڏهن رات ٿي، تڏهن وزير وڃي انهيءَ نئين آيل مهمان جو پاسو ورتو. پاڻ هرتو ڪيس ٻڌايائين تہ "مان سٽن ڪنوارين جي تلاش ۾ نڪتل آهيان!" جنهن تي اهو سوار، جو پاڻ بہ وزير هو، تنهن چيس تہ "ادا! آءٌ پاڻ بہ اهڙن سٽن شهزادن

جي ڳولا ۾ آهيان، جن سان منهنجي بادشاهه جي ستن شهزادين جو سڱ ٿئي!" بس پوءِ ته هو انهيءَ وزير سان گڏجي، ستن شهزادين جي ملڪ ۾ ويو، ۽ اتي جي بادشاهه سان ڳالهه پڪي ڪري، شاديءَ جي تاريخ مقرر ڪري موٽي اچي پنهنجي بادشاهه وٽ پهتو. بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ شادين جون تياريون ٿيڻ لڳيون.

مقرر تاريخ تي، بادشاهه هڪ وڏي ڄڃ وني، ستن گهوٽن سميت روانو ٿيو. جڏهن شهر کان ٻاهر نڪتا، تڏهن امير حمزو پيءُ وٽ آيو، ۽ چيائين ته "قبلا! پويان جيڪڏهن ڪو غنيم ڪاهي اچي، ته ان سان ڪير مقابلو ڪندو؟ چڱو ائين آهي ته اسان مان هڪڙو ڄڻو هت رهي پوي." سڀني چيو ته "ڳالهه سورهن آنا نيڪ آهي، پر هتي رهي ڪير؟" سڀڪو پيو چاهي ته مان ضرور وڃان. نيٺ امير حمزي چيو ته "اوهان سڀ وڃو، مان هتي ٿو ترسان. منهنجي ڪنوار کي لائون منهنجي گز سان ڏيارجو." وڃڻ وقت کين تاڪيد ڪيائين ته "رستي تي هڪڙي هنڌ کوهه آهي، ۽ ان جي ڀرسان هڪڙو عاليشان ٻڙ جو وڻ بيٺو آهي، جنهن جي هينان رهڻ جي لاءِ جاءِ به ڏاڍي وڻندڙ آهي... پر انهيءَ هنڌ هڪ ديو ٿو رهي، تنهنڪري اُتي منان ٽڪيا آهيو!" اها ڳالهه ٻڌي، سڀني هائو ڪئي؛ ڄڃ رواني ٿي؛ باقي اميرحمزو گهر موٽي آيو.

هلندي هلندي، ڄڃ جڏهن انهيءَ کوهه وٽ پهتي، تڏهن رات پئجي ويئي؛ سڀئي ڏاڍا ٿڪل هئا، رات رهڻ جي لاءِ جاءِ به ڏاڍي سٺي هئي، پر ديو جي خوف کان اُتان هليا ويا، ۽ وڃي ٻئي هنڌ رات رهيا. اهڙيءَ طرح منزلون ڪندا ڪندا، نيٺ هڪڙي ڏينهن، اچي انهيءَ بادشاهيءَ ۾ پهتا، جتي مائٽي ڪئي هئائون. شاديون خير سان پوريون ٿيون، ۽ هرڪو ماڻهو انعام اڪرام وٺي خوش ٿيو. امير حمزي جي ڪنوار کي سندس گز سان

پرڻايو ويو، ۽ آخر موڪلائي، ڪنواريون ونئي، پنهنجي بادشاهيءَ ڏانهن روانا ٿيا. ويهندا وڳندا، پنڌ ڪٽيندا، جڏهن انهيءَ ديو واري ڪوهه وٽ پهتا، تڏهن وري رات پئجي وين. ڪن ماڻهن چيو ته اڳتي هلجي، پر شهزادن چيو ته "سڄي ڄڃ ٿڪجي چور ٿي پئي آهي، الائجي ديو آهي به يا رڳو وهم آهي، چو پاڻ ڪي تڪليف ۾ وجهون، پر جي ديو هوندو به سهي، ته اسان هيترن سارن جي اڳيان ان جي ڪهڙي دال ڳرندي! اميرحمزو پهلوان آهي، ته اسان به ان کان گهٽ ڪونه آهيون. پاڻهي مقابلو ڪندا سون."

رات جو سيڪو ڪائي پي سمهي رهيو. پرپات جو ڏسن ته ڇڻ سندن چوڏاري ڪارو ڪوٽ چڙهيو پيو آهي. سيئي دڄي ويا. جڏهن سج اڀريو، تڏهن ڏٺائون ته هڪرو وڏو ازگر ڪارو نانگ آهي، جو ڄڃ کي چوڌاري ويڙهيو پيو آهي- پڇ ورائي، ڪٽي وات ۾ وڌو اٿس.... نڪرڻ جي ڪا جاءِ ئي ڪانهي. پوءِ ته هرڪو منهن مٿو پٽڻ لڳو، ۽ اميرحمزي جا پائر ويچارا ته منهن لڪائي ويهي رهيا. آخر امير وزير وڃي نانگ کي التجائون ڪرڻ لڳا ته "اسان کي ڪنهن حيلي حوالي رستو ڏي." نانگ جواب ڏنو ته "امير حمزو منهنجو يار آهي، مون کي سندس منهن ڏسڻ جي ڏاڍي سڪ آهي: هونئن ته هتي هرگز نه ايندو، پر جيڪڏهن سندس ڪنوار هتي ڇڏي ويندؤ، ته هو ضرور ان کي ونڻ ايندو، ۽ انهيءَ بهاني سان آءٌ پنهنجي يار کي ڏسي سگهندس. هاڻي جي امير حمزي جي ڪنوار مون وٽ ڇڏيو، ته پوءِ اوهان سڀني کي موڪل آهي، نه ته پلي سڀ اتي وينا هجو." وزير نانگ کي چيو ته "بيون ڪيتريون به زالون چوين، ته توکي ڏيون: باقي ڪنوارين جي ڳالهه نه ڪر." نانگ، اها ڳالهه ٻڌي، پُڇ کي ڳهڻ شروع ڪيو، گهيرو ويو سوڙهو ٿيندو، ۽ ماڻهو ويا هڪبئي جي مٿان چڙهندا.

اتي سپيني ماڻهن بادشاهه کي عرض ڪيو تہ "سائين، هاڻي جيئن وڻيئي تيئن اسان کي هن اوبڙ مان ڇڏاءِ." بادشاهہ پاڻ نانگ وٽ ويو، ۽ ڪيس



چيائين تہ "منهنجي ٻين ڇهن پٽن مان جنهن جي ڪنوار وڻيئي تون روڪ، باقي اميرحمزي جي ڪنوار نہ روڪ." پر نانگ جي ڳالهہ هڪ -ڇي، "ڏيو تہ اميرحمزي جي ڪنوار، نہ تہ سپيني جون هڏيون گڏيون پچي ڇڏيندس." ائين چئي، پڇ کي وڌيڪ ڳهڻ شروع ڪيائين. جڏهن ماڻهو هڪٻئي جي مٿان ستجڻ لڳا، تڏهن بادشاهہ کي چيائون تہ "سائين، هڪ ماڻهوءَ جي ڪري سڀ مري وينداسين... وڌيڪ پاڻ ڄاڻ." نيٺ بادشاهہ مجبور ٿي امير حمزي جي ڪنوار نانگ کي ڏني، جنهن تي نانگ پڇ وات مان ڪڍيو، ۽ اميرحمزي جي ڪنوار وني ڪوهہ ۾ هليو ويو. باقي جڃ روئندي پٽيندي، ملڪ ڏانهن رواني ٿي.

اميرحمزو روزانو شهر جي ٻاهران ويهي جڃ جو انتظار ڪندو هو. هڪ ڏينهن، هيءُ جيئن شهر جي ٻاهران ويهي جڃ جو انتظار ڪري رهيو

هو، تيئن ڏنائين ته ڇڄ پيئي اچي. . پر نه دهل نه دماما، نه راڳ نه روپ، ويتر پٽڪو سٽڪو پيو ٻڌجي... تڏهن پڪ ٿيس ته هي ضرور ڪوهه تي رات تڪيا هوندا! جڏهن ويجهو پهتا، تڏهن پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيس ته برابر ائين هو.... ۽ نانگ سندس ڪنوار روڪي ڇڏي هئي! اها ڳالهه ٻڌي، اتان ئي گهوڙي تي چڙهي، هڪ نوڪر ساڻ ڪري، ڪوهه روانو ٿي ويو. بادشاهه کيس گهڻوئي پليو، مگر هي نه مُڙيو. آخر سڀ سندس حياتيءَ جو آسرو لاهي، ماتم ڪندا شهر ڏانهن ويا. اميرحمزو جڏهن ڪوهه وٽ پهتو، تڏهن خيال ڪيائين ته گهوڙي ۽ نوڪر کي پري بيهارجي- پوءِ به پنهنجو سر وڃي، هنن ويچارن ڪمڙي چوري ڪئي! اها ڳالهه سوچي، گهوڙو پري هڪ وڻ سان ٻڌي، نوڪر کي اتي بيهڻ جو حڪم ڏنائين. نوڪر به پنهنجو گهوڙو تيار ڪري بيهي رهيو- ڇي، 'ڪا نه ملل ڪنهن جهڙي، ته ڏيان گهوڙي کي مُنَ.'

اميرحمزو ڪوهه جي مٿان اچي ڏسي ته سندس دشمن ننڊ ۾ سُتو پيو آهي، ۽ سندس ڪنوار هڪ پاسي کان موڙهي ويٺي آهي. هڪ دل چويس ته سنل جو ئي ڪم لاهجي، پر پوءِ خيال ڪيائين ته ڪنوار چوندي ته گيدي هو، جو سنل دشمن تي وار ڪيائين. اها ڳالهه ڳڻي، هڪل ڪيائين: جنهن تي ديو جاڳي پيو، ۽ هٿ ٻڌي اميرحمزي کي عرض ڪيائين: "سائين! تنهنجي ديدار جي ڏاڍي سڪ هئي، سو اُهو نصيب ٿيو. هاڻي، هيءَ اوهان جي ڪنوار حاضر آهي، ٻلي وٺي وڃو. پر منهنجو هڪ عرض آهي ته 'ڪٺڪ راڻي ملوڪزادي، جنهن جو منهن سٺن بر . ن مان به ائين پيو چمڪندو آهي، جو سڄو محلات رات جو به ڏينهن وانگر پيو ٻرندو آهي. اها ڏئيل ديو مون کان کسي ورتي آهي، سا تون ئي وٺي ڏيندين: مان تنهنجو ۽ الله جو آسرو ڪري، هن ڪوهه ۾ اچي ڪريو آهيان- هاڻي منهنجي مدد ڪر!' اميرحمزي دل ۾ چيو ته 'ٻيلي، يا ته مدد نه گهري ها: جي گهري اٿس، ته هاڻي مڙسن جو وڙ نه آهي، جو دل لاهي جواب ڏجي.'

سو ديو کي چيائين ته "چڱو يار! اسان جي الاتوهار آهي.... جي جيئرا رهيا سون، ته اچي پنهنجي ڪنوار هٿ ڪندا سون، جي مئا سون ته اها به توکي پرتي." ديو چيو ته "سائين! هيءَ ته تنهنجي ئي ملڪيت آهي. مان ڪيس هر طرح جو آرام ڏيندس. تون رڳو مون کي پنهنجو حق وني ڏي." اميرحمزو نوڪر رت موتي آيو، ۽ ان کي چيائين "هاڻي توکي موڪل آهي، وڃي منهنجي عزيزن کي سلام ڏي ۽ ٻڌائين ته وڃان ٿو ديون جي منهن ۾ - هوندي حياتي ته اچي ملندس." ائين چئي الاتوهار ڪري ٽيو روانو.

اڃا هڪ ڏينهن جو پنڌ مس ڪيائين، ته کيس هڪ ٻڪرار نظر آيو، جو من جو ڪهاڙو ڪلهي تي رکيو، سؤ ليلا ڪتي جي ڪانبي ۾ وجهيو، انهن لاءِ پور ڍنگرن جو مٿي تي ڪنيو، ڍيرو ڪتيندو ٿي وتيو. اميرحمزو هن جي پهلوانيءَ تي حيران ٿي ويو. ويجهو ٿي سلام واري هن شخص کي چيائين ته "يار. تون آهين ته ڏاڍو جوان!" ٻڪرار ورندي ڏني: 'سائين، مان ڪهڙو ڏاڍو جوان آهيان، ڏاڍو جوان ته آهي اميرحمزو، جنهن جو ڌرتيءَ تي ڌاڪو آهي." اميرحمزي ورندي ڏني ته "ادا، هڪڙو اميرحمزو ته آءٌ به آهيان." ٻڪرار چيو: "سائين، جي اميرحمزو تون آهين، ته اڳل تنهنجي پيچل منهنجي." ائين چئي، ٻڪريون اتي ئي ڇڏي، اميرحمزي سان اٿي پنڌ ٿيو.

ٻيئي ڄڻا هڪليندا آيا، تان جو هڪڙي هنڌ ڇا ڏسن ته هڪڙو ميهار آهي، جو نديءَ جي ڪپ تي مينهون پيو چاري ۽ ڪوڏي وچ ڪڇ ۾ جهلي، ٽپ ڏئي ٿو، ته نديءَ جي هُن پر وڃي ٿو بيهي.... اُتان وري ٽپ ڏئي ٿو، ته نديءَ جي هِن پر اچيو بيهي. هن کي ڏسي، ٻيئي ڄڻا حيران ٿي ويا. ويجهو اچي، سلام ورائي، اميرحمزي چيس ته "يار، تون ته ڪو ڏاڍو جوان ٿو ڏسجين!" ميهار ورندي ڏني: "ادا، مان ڪهڙو ڏاڍو جوان آهيان. ڏاڍو جوان آهي ته اميرحمزو آهي، جنهن جو ڌرتيءَ تي ڌاڪو آهي."

اميرحمزي چيو تہ "هڪڙو اميرحمزو تہ مان بہ آهيان." تنهن تي ميهار چيو تہ "سائين، جي اميرحمزو تون آهين، تہ مان بہ تنهنجي ڪيڏ. مينهوڙ پرتيون ربّ کي." ائين چئي، هو بہ هنن جو همراهہ ٿي پيو.

اڳتي اچي ڏسن تہ هڪڙو لوهار آهي، جو وينو تير ناهي. سندس پاسن کان بہ ٽڪريون آهن، سي جڏهن آهستي آهستي رڙهيون اچيو پاڻ ۾ ويجهيون ٿيون ٿين، تڏهن انهن کي رڳو نونڌ ٿو هڻي، تہ وري پوئتي هٽي ٿيون وڃن. انهيءَ وقت اُهي ٽڪريون بہ هن کي اچي ويجهو پيون، تہ مٿان اميرحمزي، ٻڪرار ۽ ميهار بہ اچي سلام ورايو. لوهار ڦريائين تہ نونڌيون هٽي ٽڪرين کي پري ڏکيو، پوءِ و عليڪم سلام چئي اچي هنن سان مليو. هي تيئي ڄڻا حيران رهجي ويا. اميرحمزي چيس تہ "ٻيلي، تون تہ ڪو ڏاڍو جوان ٿو ڏسجين!" لوهار وراڻي ڏني تہ "ادا، آءٌ ڪهڙو ڏاڍو جوان آهيان، ڏاڍو جوان تہ آهي اميرحمزو جنهن جو ذرتيءَ تي ڌاڪو آهي." تنهن تي اميرحمزي چيو: "هڪڙو امير حمزو تہ آءٌ بہ آهيان." لوهار چيو تہ "سائين، جي اميرحمزو تون آهين، تہ پوءِ آءٌ بہ تنهنجو پوئلڳ آهيان." ائين چئي، دوڪان ڦٽو ڪري، هن بہ اميرحمزي جي ڪيڏ ورتي.

اجا ٿورو پنڌ اڳتي هليا، تہ ڪين هڪڙو ماڻهو نظر آيو، جو ميدان ۾ بيٺو هو، ۽ اکيون آسمان ۾ هيس. سلام وارڻ بعد، اميرحمزي پڇيس "ادا، تون ڇو اُڀ ۾ اکيون پايو بيٺو آهين؟" هن وراڻيو: "سائين، ڇهہ مهينا ٿيندا، ڪو مون هڪڙيءَ ڪونج کي گز هنيو هو. آءٌ گز اهڙي زور سان هڻندو آهيان جو اهو پنج مهينا پيو مٿي ويندو آهي، ۽ هڪ مهينو ان کي موٽڻ ۾ لڳندو آهي. اڄ ان جي ڪِرڻ جو ڏينهن آهي، تنهنڪري انهيءَ انتظار ۾ آهيان." اجا هن ڳالهہ بہ پوري ڪانہ ڪئي تہ گز ڪونج سميت اچي هيٺ ڌڪو ڪيو. اهو ڏسي سڀ حيران ٿي ويا. اميرحمزي چيس تہ "ٻيلي، تو جهڙو ڏاڍو جوان تہ ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو هو" هن وراڻيو، "سائين، مان ڪهڙو ڏاڍو جوان آهيان، ڏاڍو جوان آهي تہ اميرحمزو آهي [illegible] جو

ذرتيءَ تي ڌاڙو آهي." اميرحمزي چيو: "هڪڙو اميرحمزو تہ مان بہ آهيان." هن چيو: "سائين، جي تون اميرحمزو آهين؛ تہ مان بہ تنهنجي ڪڌ ٿو لڳان." اهڙيءَ طرح اهو پنجون يار بہ اچي هنن سان مليو.

ڪونج ڏسي، سيني کي مانيءَ جو خيال ٿيو: سو خيال ڪيائون تہ ڪٿي ڪا باهہ نظر چڙهي، تہ ڪونج پچائي هانءَ جهل ڪجي. انهيءَ لاءِ بڪرار کي چيائون تہ "ڪنهن وڻ تي چڙهي، ڪو دونهين جو نشان ڏس." بڪرار يڪدم هڪ وڻ تي چڙهي ويو، ۽ ڏنائين تہ هڪ طرف کان دونهين جي سنهي لاٽ پيئي نظر اچي. هيٺ لهي، سيني دوستن کي ٻڌايائين. سيني چيس تہ "باهہ بہ تو ڏٺي آهي، تہ ڪٿي بہ تون اچ." هيءُ مڙس بہ هاڪاري ڪري هليو ويو. اُتي وڃي ڏسي تہ هڪڙو ديو آهي، جو ليٽيو پيو آهي- سندس اکين جا ڇپر وڏي وڃي گوڏن تي پيا آهن. بڪرار چاهيو تہ هن کي ڇيڙڻ جو ضرور ڪونهي، باهہ کڻيو هليو وڃان؛ پر پوءِ خيال آيس تہ ان موڪلائي شي کڻڻ مردن جو وڙ نہ آهي، سو هڪل ڪري چيائينس تہ "ماما! هتان ڇيٽو دکائي وٺان؟" ديو چيو تہ "باباً پلي، پر پهريائين مون کي هٿ ڏيئي اٿاري تہ ويهار، گهڻي وقت کان سمهڻ ڪري پاسائي لڳي ويا اٿم." بڪرار جيئن وڏي اچي ديو کي هٿ ڏنو، تيئن هن وراني ڪٽي گوڏي هيٺان ڏنس. مڙس اتي ئي هٽيڪو ٿي ويو.

هوڏانهن اميرحمزي ۽ ساٿين جڏهن گهڻو وقت بڪرار جو انتظار ڪيو، تڏهن سمجهيائون تہ شايد مڙس کي اچي ليلا ياد پيا، جو پڇاڙيءَ جو موڪلايائين بہ ڪين. انهيءَ ڪري ميهار کي چيائون تہ "ادا، تون وڃ ۽ باهہ ڪٽي اچ!" ميهار، بڪرار جا پير کڻي، روانو ٿيو. ساڳئي هنڌ پهچي، ديو کي ڏسي دهلجي ويو؛ مگر همت جهلي، باهہ مان ڳوهو دکائڻ تي هو، تہ ديو دانهن ڪئي: "اي شخص! مون ٻيڏڙي کي پاسي اٿلائي ڏينهن ٿي ويا آهن؛ ڀلائي ڪري هٿ ڏيئي اٿار تہ سهي." ميهار جيئن وڏي وڃي سنس هٿ ورتو، تيئن ديو هن کي بہ وراڻي ڪٽي گوڏي هيٺان ڪيو.

ڳچ وقت ميهار ڪي بہ تڪيائون، پر هو نہ موٽڻو هو نہ موٽيو. اميرحمزي چيو تہ "ادا! هن ڪي بہ ڪنڌيون ياد پيون، ويندي ويرم ئي نہ ڪيائين. هاڻي اوهان مان ڪو وڃي." اهو ٻڌي، لوهار سنبري اٿي هليو؛ مگر وڃڻ وقت هن کي چيائون تہ "ٻيلي! ادا! دڪان تي وڃڻو هجيئي، تہ هينئر ئي ڪٿي ٻڌاءِ!" لوهار چيو تہ "جي دوڪان جي ايتري ڳڻتي هجي ها، تہ هتي اچان ئي ڪونہ ها." ائين چئي، هو روانو ٿي ويو. جڏهن دونهينءَ تي پهتو، تڏهن ديو ڏسي ڪجهہ شڪ پيس، پر دل جهلي چيائينس تہ "ماما! ڇيٽي دڪانن جي موڪل آهي؟" پر ديو هن کي بہ ساڳيءَ طرح سٽ ڏيئي، ڪٽي ٻين سنگتين سان ڀيڙو ڪيو.

جڏهن لوهار بہ ڪين موٽيو، تڏهن اميرحمزي ڳاڙهي کي چيو: "ادا، هو سڀئي وڃي پنهنجي پنهنجي گهر آسودا ٿيا، تون بہ جي سنگت نوڙين، تہ هاڻي ئي ڪٿي ٻڌاءِ!" تنهن تي هن چيو تہ "سائين، وڃڻ وارا ويا، منهنجو سرُ سائينءَ سان آهي." ائين چئي، هو بہ اُٿي ٿيو ساڳين پيرن تي روانو. پر اتي پهتو، تہ هن سان بہ ديو ساڳي ڪار ڪئي.

جڏهن اميرحمزي يارن جي موٽڻ جو آسرو پليو، تڏهن پاڻ بہ انهن ئي پيرن تي اُٿي پنڌ پيو. ڇا وڃي ڏسي تہ ٻلي! هڪڙو آفت جيڏو ديو ستو پيو آهي! شڪ پيس تہ هن ئي منهنجا دوست گم ڪيا آهن. اجا انهيءَ ويچار ۾ هو تہ ڪيس چار ڇيٽا بہ دونهينءَ جي پر ۾ پيل نظر آيا. هاڻي پڪ ٿيس تہ اهو ڪم انهيءَ ديو جو آهي. سو، وڏي وڃي پڇيائينس تہ "سائين! باهہ ڪٿي وڃان؟" ديو ساڳيءَ طرح وراڻيو تہ "بابا! ٻلي، پر مون ٻيڙي ڪي تہ هٿ کان وٺي اُٿاري ويهار." اميرحمزي تہ ڪيس سڃاتو هو، تنهن هٿ کان وٺي اهڙي سٽ ڏنيس، جو ديو تہ وڃي ميل پنڌ تي ڪريو-

پر ڇا ڏسي تہ سندس دوست 'ڪيڙو ڪيڙو' ڪيو پيا اُٿن! اميرحمزو پنهنجن دوستن سان ملي ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ هنن کان قيد ٿيڻ جو پڇيائين- تڏهن سڀني ساڳي ڳالهہ ڪئي. ايتري ۾ ديو بہ ڏڪ جهلي، را ڳهور

ڀريندو، اچي ويجهڙو بيٺو، پر ڀَوَ کان ڏڪيو پئي. اتي اميرحمزي ديو کي چيو ته "اي شخص، تون ته ڪو ڏاڍو جوان آهين، جو منهنجا چار بهادر دوست هڪ ئي گوڏي هيٺ ڪري ويهي رهئين!" ديو هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته "سائين، مان ڪهڙو پهلوان آهيان ڏاڍو مڙس آهي ته اميرحمزو آهي، جنهن جو ڏرتيءَ تي ڏاڪو آهي." اميرحمزي چيو ته "هڪڙو اميرحمزو ته مان به آهيان." ديو هٿ ٻڌي چيو ته "سائين، جي اميرحمزو تون آهين، ته آڳو تنهنجو پيچو منهنجو!" ۽ ائين چئي هو به اميرحمزي وارن جو همراهه ٿي پيو.

جڏهن ڪجهه پنڌ ڪيائون، تڏهن ديو پڇيو ته "سائين، آخر ڪيڏانهن هلڻ جو ارادو آهي؟" اميرحمزي کيس ٻڌايو ته "مان وڃان ٿو ڏقيل ديو جي قيد مان ڪٽڪ راڻيءَ کي ڇڏائڻ؛ توکي خبر آهي ته اهو ڪهڙي هنڌ آهي؟" ديو هٿ ٻڌي عرض ڪيو: "قبلا، اهو خيال لاهي ڇڏ: هو اهڙي بلا آهي، جو اسين به هن جي ڀَوَ کان ڀڄي، ست بادشاهيون پري دونهيون دکائي اچي هتي ڪريا آهيون.... ڪوه ديو سندس ملڪ ۾ ڪونه ٿو رهي؛ سو تون اڪيلو آدمزاد اتي ڇا ڪري سگهندين؟ چڱو ائين ٿيندو ته ڪنهن ٻئي پاسي منهن ڪر. جنهن به بادشاهيءَ جي ڪا به حسين ۽ سهڻي عورت توکي وڻي، سا آءٌ آڻي تو وٽ حاضر ڪريان، باقي انهيءَ نامراد ديو جي اوڏو نه وڃ." اهو ٻڌي، اميرحمزي چيس ته "اي يار، مون پنهنجي هڪڙي دوست سان وعدو ڪيو آهي، سو مڙندس اصل ڪونه، توکي هلڻو آهي ته هل، نه ته اسين وڃون ٿا." اهو ٻڌي ديو هنن سان گڏ هلڻ تي رضامند ٿيو- چيائين ته "هيءُ ته هڪڙو سِرُ آهي، پر جي ڏهه هجن، ته به دوستن تان قربان ڪري ڇڏيان."

ديو ملڪ جو سونهون هو، تنهنڪري هنن کي ڪا تڪليف ڪانه ٿي... جو اچي هڪڙي شهر وٽ پهتا. اميرحمزي چئن ئي يارن کي شهر ڀرسان هڪ ... ترسيو ڏنو، ته پلي وجي شهر گهمي ڪاڏي ڪيپيتي جو سامان وٺي

اچن: باقي ديو کي هڪ سو رپيا ڏنائين- چو ته چاتائين ته هن جو پيٽ ٿوري مان نه پربو. پيا ته سڀ مُلهه سان شيون خريد ڪري کائڻ لڳا، باقي ديو رپيا دوڪاندارن جي منهن ۾ اُڇلائيندو ويو. جڏهن روپين کان جند آزاد ٿيس، تڏهن جيڪي جتان وٺيس، سو کڻي کائڻ لڳو. ٿورو گهڻو ڏُڪ ٻُجو ته مٿس اثر ئي ڪونه پيو ڪري. آخر پڇاڙيءَ جو جيترو سامان کڻي سگهيو، سو کڻي امير حمزي وٽ آيو. شهر جي ماڻهن وڃي بادشاهه کي اهو اطلاع ڏنو. بادشاهه لشڪر تيار ڪري، مقابلي لاءِ سنپري آيو. امير حمزي ديو کي چيو "ته تو ناحق ڪري چڙيو! هاڻي ڪير هنن سان منهن ڏيندو؟" ديو نڪا ڪئي هم نڪا تَم، پر واريءَ ٽڪريءَ تان وڏيون چپون کڻي، لشڪر تي اڇلائڻ لڳو، ۽ گهڻو لشڪر چٽ ڪري ڇڏيائين. بادشاهه پيش پيو، صلح جي شرطن ۾ اڌ بادشاهيءَ جو ۽ ڌيءَ جو سڱ ڏنائين. امير حمزي اهو سڱ پڪرار ڪي ڏنو، ۽ اڌ بادشاهي به ان کي بخشي، کيس هڪ تير ڏيئي اڳتي روانو ٿيو- وڃڻ وقت چيائينس ته "هيءُ پاڻ وٽ سوگهو رکجانءِ. جڏهن ڏسين ته تير ڪٽجي ويو آهي، تڏهن پڪ ڄاڻجانءِ ته منهنجي سر ڏي خير ڪونهي."

جڏهن ٻئي شهر وٽ پهتا، تڏهن امير حمزي ٻين ٽن ڄڻن کي هڪ هڪ رپيو خرچي ڏنو، باقي ديو کي وري به سَو رپيا ڏيئي، نصيحت ڪيائين ته "اجائي جهڳڙي مان کهڙو سود.... پنهنجا پئسا ڏيئي، جيڪي وٺئي سو وڃي کاءُ پيءُ." پر ديو جي وري به ساڳي ڪارا وڃي شهر ۾ ماناڻ وڌائين. بادشاهه وٽ شڪايت پهتي، تنهن هن بلا سان مقابلي لاءِ لشڪر روانو ڪيو. ديو به، هڪ وڻ پاڙون ڪڍي، رخ رکيائين لشڪر ڏانهن- ڪيترا سپاهي هٽي سٽي وڌائين. آخر هن بادشاهه به اڌ بادشاهي ۽ ڌيءَ جو سڱ ڏيئي، جند ڇڏائي. امير حمزي اهو سڱ ۽ بادشاهي ميهار جي حوالي ڪئي، ۽ وڃڻ وقت هن کي به هڪ تير ڏنائين، ۽ کيس سمجهايائين ته "جيڪڏهن تير ڪٽيل ڏسين، ته منهنجو خير نه

سمجهجانءِ."

هاڻي هيءُ چار ڄڻا روانا ٿيا، ۽ وڃي رات جو هڪ شهر جي ٻاهران نڪتا. صبح جو شهر گهمڻ لاءِ لوهار ۽ گازڙي رپيو رپيو وٺي روانا ٿيا؛ باقي ديو کي اميرحمزي ٻه سو روپيا ڏيئي، چيو ته "بيلي! باقي وڃي چار ڄڻا بچيا آهيون. هرويرو چو ٿو ڪتراڳ ڪرين؟" ديو وعدو ڪيو ته "سائين، هاڻي ڪجهه به نه ڪندس." مگر جڏهن شهر ۾ پير پاتائين، ته وري به اهو ڳن اهو ڪمازو! ڪيائين لٽ مار شروع. هڪڙيءَ شاديءَ لاءِ ڪتاه پئي تيار ٿيا... لذيذ طعام ڏسي، دل نه رهيس: سو پلٽي ماري وينو کائڻ. ماڻهو ته سندس هيبت کان اڳ ۾ ئي پڄي ويا هئا، سو مڙس بي فڪر ٿي وينو پيٽ پرڻ. شهر ۾ هل پئجي ويو. ماڻهن وڃي بادشاهه جو ڳلو ورتو، جنهن پنهنجي پٽ کي هاٿيءَ تي چاڙهي روانو ڪيو. ديو به طعام کائي، شهر کان ٻاهر نڪتو مس، ته شهزادو اچي پهتس. ديو، شهزادي کي هاٿيءَ سميت ڪنيي ڪٽي اچي اميرحمزي وٽ پهتو. بادشاهه پنهنجي پٽ جي آزاد ڪرائڻ لاءِ وزير کي موڪليو، جنهن سان اميرحمزي وري به اڌ راڄ پاڳ ۽ ڌيءَ جي سڱ ملڻ تي ناهه ڪري، شهزادي کي آزاد ڪرايو. اميرحمزو اهو سڱ ۽ بادشاهي لوهار جي حوالي ڪري، هڪڙو تير ڪيس به نشانيءَ طور ڏيئي، اڳتي روانو ٿيو.

جڏهن ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ پهتا، تڏهن وري به ديو جي شرارت سبب اتان جي بادشاهه جنگ ڪئي، مگر هار کائي، اميرحمزي کي ڌيءَ جو سڱ ۽ اڌ بادشاهي جو ڏنائين. اميرحمزي اهو سڱ گازڙئي کي پرڻائي، بادشاهيءَ جو حصو ڪيس بخشي، ٻين وانگر هن کي به هڪ تير نشاني ڏنو، ۽ پاڻ اڳتي روانو ٿيو. هاڻي رڳو وڃي ديو همراهه رهيو هوس. منزلون ڪندا ڪندا اچي ڪنهن راڻيءَ جي محلات کي ويجها پيا. جڏهن ديو جي اک ڏٺيل ديو جي محلات تي پيئي، تڏهن هن، اميرحمزي جي پيرن تي هٿ رکي، ڪانئس موڪلايو-چي، "سائين، جي ديو کي مات ڪيم، ته اچي

تو وٽ سهڙندا سون، نه ته پرتين پِيرن ڪي!"

اميرحمزو جڏهن ويجهو پهتو، تڏهن ڏنائين ته سڄو محلات پيو جهرڪي. ڪوبه ان جو اوهي واهي نه ڏسي، گهڙي پيو محلات ۾. اندر وڃي ڏسي، ته هڪ ملوڪزادي سٽن برقعن ۾ منهن بند ڪيو ويٺي آهي. وڃي، سندس برقعا لاٿا. ملوڪزادي هن جي حسن تي حيران ٿي ويٺي، ۽ هيءُ وري سندس سونهن تي موهجي پيو. آخر پڇا ڪيائين ته "تنهنجو نالو ڇا آهي، ۽ هت ڪيئن ٿي رهين؟" ملوڪزاديءَ ٻڌايو ته "اي شهزادا، منهنجو نالو 'ڪٽڪ راڻي' آهي. سون ڪي هيءُ ديو منهنجي پيءُ جي بادشاهيءَ مان زوريءَ کڻي آيو آهي. ڏينهن جو هو شڪار تي ويندو آهي، ۽ شام جو موٽي ايندو آهي. هيءُ ديو سيني ديون کان وڌيڪ خراب آهي. توکي هتي ڏسندو، ته ماري ڇڏيندو؛ تنهنڪري بهتر ٿيندو ته تون هڪدم هتان هليو وڃ." اميرحمزي چيو: "راڻي، آءٌ آيو ئي تنهنجي ڳولا ۾ آهيان: يا ته اڃان نه ها، جي آيو آهيان ته هاڻي مڙس ٿي منهن ڏيندس."

سڄو ڏينهن رهاڻيون ڪندي گذاريائون. جڏهن شام ٿي، تڏهن پهريائين ڇوهو آيو ۽ آسمان تي غبار ڇانئجي ويو. ڪٽڪ راڻي اميرحمزي کي ٻڌايو ته "هيءَ انهيءَ ديو جي هلڻ ڪري دز اُڏاڻي آهي. هاڻي ڄاڻ هو آيو. تنهنڪري پچي وڃي ڪٿي لڪ!" پر اميرحمزو ويٺوئي رهيو. ٿوريءَ دير بعد، مينهن جي ڪڻ ڪڻ شروع ٿي: ڪٽڪ راڻي اتي هن کي ٻڌايو ته "هاڻي هو بلڪل ويجهو آهي." پر اميرحمزي تڏهن به ٻڌو ان ٻڌو ڪري ڇڏيو. جهٽ ڪانه گذري، ته ديو "آدمبوءِ، آدمبوءِ" ڪندو پهچي ويو. اميرحمزو به ديو سان مقابلي لاءِ محلات کان ٻاهر نڪري آيو. ديو، پنهنجي محلات اڳيان هڪڙي آدمزاد کي ڏسي، ڪاوڙ ۾ ڪارو ٿي ويو، ۽ هڪڙي چپ کڻي اميرحمزي تي اُڇلايائين. اميرحمزي ڍال سان اُن چپ کي اهڙو ته تيز ڌڪ ڏنو، جو وڃي ڪوهن ۾ ڪري. ديو ڏٺو ته مار، هيءَ ته ڪا وڏي آفت آهي! تڏهن ويجهو اچي، چيائينس ته "هشيار اُڇلاءِ: اچ ته

هٿين خالي مقابلو ڪريون." اميرحمزي بہ ترار ڪٽي اڇلائي، ۽ ٻئي ٻڪين پئجي ويا. پھريائين اميرحمزي کي ديو ڦيرائي پٽ سان هنيو، تہ گوڏن تائين زمين ۾ ويھي ويو. اميرحمزي پاڻ کي آجو ڪري، ديو کي ٻڪ وجھي مٿي ڪنيو، ۽ ڦيرائي ڦيرائي اهڙي زور سان زمين تي هنيائينس، جو هو چيلھہ تائين زمين ۾ گھڙي ويو. وري ديو ڪاوڙ مان اٿان نڪري، اميرحمزي کي گھمائي گھمائي، زمين تي هنيو، تہ هو سيني تائين مٽيءَ ۾ پورجي ويو. اِتي اميرحمزي يڪدم پاڻ ڇڏائي، جوش مان ديو کي ڦيرائي اهڙو تہ زور سان زمين تي هنيو، جو هو ڳچيءَ تائين ڌوڙ ۾ دفنجي ويو، ۽ گھڻي ئي ڪوشش ڪيائين، پر اٿان نڪري نہ سگھيو. پوءِ اميرحمزي ڏک هٿي ماري ڇڏيس.

امير حمزي جو دوست ديو، جنھن اهو تماشو پري کان پئي ڏٺو، سو اڏامندو آيو، ۽ اميرحمزي کي ڪلھي تي کڻي يڪدم سڄي شھر جي چوڌاري ڦيرائي، آڻي محلات ۾ لاٿائينس. ان کان پوءِ، اميرحمزي کي چيائين: "سائين، مون انھيءَ ديو جي پَوَ کان ٻارهن مھينا ننڊ نہ ڪئي آهي، هاڻي اجازت ڏيوم تہ اک لائي وٺان.... پر ڇھہ مھينا مون کي نہ اُٿارجو." اميرحمزو پوءِ اچي ڪٽڪ راڻيءَ سان مليو، جا اڳ ۾ ئي در وٽ بيٺي هئي. ٻيئي ملي ڏاڍا خوش ٿيا.

اميرحمزو شھر گھمي ڏسي، تہ سڄو ويران ٿيو پيو آهي. ماڻھو چيٽو ڪوبہ ڪونھي، باقي ڪاڌ خوراڪ جو ڪاٽو ڪونہ هو. هن کان تہ پنھنجو ملڪ ئي وسري ويو. رات ڏينھن شڪار جي شوق ۽ ڪٽڪ راڻيءَ جي محبت ۾ غرق هو. هڪڙي ڏينھن، ڪٽڪ راڻيءَ جيئن محلات جي هيٺان وهندڙ نديءَ ۾ تڙ ٿي ڪيو، تيئن ڦٽي ڏيئي، ڦٽيءَ ۾ ڦاڻا وار ڳوڙهي ڪري ڪٽي نديءَ ۾ اڇلايائين. اچي جا هڪ سينگاري مڇي، تنھن اُهي وار ڳِھي ڇڏيا. ڪٽڪ راڻيءَ جا وار سونا هئا.

هڪڙي ڏينھن، پاسي واريءَ ڪنھن ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ هڪڙي مھاڻي

چار وڌو. اتفاق سان اهائي سينگاري مڇي چار ۾ ڦاٿي، جنهن جي پيٽ ۾ ڪٺڪ راڻيءَ جا سونا وار هئا. انهيءَ ڏينهن چار ۾ ڦاٿي به رڳو اهائي هڪڙي مڇي، سو مهاڻي دل ۾ خيال ڪيو ته مون کي ته آهي گهڻ ٻچن جي، سو هن مان انهن جو ڪيئن پيٽ پربو.... تنهنڪري انعام جي لالچ تي بادشاهه وٽ سوکڙي ڪري کڻي آيو. بادشاهه مڇيءَ جو تحفو قبول ڪري، مهاڻي کي انعام ڏيئي روانو ڪيو. پانهيءَ جڏهن وڃي مڇي چيري، ته ڏسي ته اندر سونن وارن جي هڪ ڳوڙهي پيئي آهي. پانهي اهي سونا وار کڻي سڌو بادشاهه وٽ آئي. بادشاهه سونا وار ڏسي ڪٺڪ راڻيءَ تي اڻ ڏٺو عاشق ٿي پيو، ۽ يڪدم شهر ۾ هوڪو ڏياريائين ته "جيڪو ماڻهو مون کي اها راڻي آڻي ڏيندو، تنهن کي ڏيءَ جو سڱ، ۽ اڌ بادشاهي ڏيندس." پڙهو ٻڌي، هڪڙي پوڙهي بادشاهه وٽ آئي ۽ اچي چيائين ته "اي بادشاهه، اهو ڪم آءٌ ڪنديس، پر هينئر مون کي مهاڻا گهرائي ڏي." مهاڻن کي گهرايو ويو. پوڙهيءَ انهن کان پڇيو ته "هن موسم جي مڇي اوڀاري يا لهواري؟" مهاڻن جواب ڏنو ته "لهواري." پوڙهيءَ پوءِ بادشاهه کي چيو ته مون کي هڪڙي ٻيڙي چئن مهاڻن سميت ڏي، ۽ انهن لاءِ ڇهن مهينن جو سيڌو به ڏي. بادشاهه حڪم ڪيو ته "پوڙهي جيڪي به گهري سو کيس هڪدم ڏيو." آخر پوڙهيءَ ٻيڙو کڻي درياهه ۾ هاڪاريو.

ٻيڙو اوڀارو هلندو رهيو. جڏهن ڪٺڪ راڻيءَ جي محلات کي اوڏو آيا، تڏهن پوڙهيءَ ملاحن کي ٻيڙي بيهارڻ لاءِ چيو. جڏهن ٻيڙو ڪنڌيءَ لڳو، تڏهن پوڙهي محلات ۾ وڃڻ بدران شهر ۾ هلي ويئي. شهر گهمي ڏٺائين ته سڄو سڃ لڳو پيو هو. خيال ڪيائين ته هتي ضرور ڪنهن ديو جو واسو آهي. اهو خيال ڪري، هن وڃي محلات جو پاسو ورتو، ۽ لِڪي لِڪي محلات ڏانهن نهاريندي رهي. ڪٺڪ راڻي جڏهن گهمندي ڦرندي اچي هڪ دريءَ وٽ بيٺي، تڏهن هن جا سونا وار ڏسي پوڙهيءَ مائيءَ کي

پڪ ٿي تہ هيءَ اهائي راڻي آهي، جنهن جي تلاش ۾ آئي آهيان. اتي پوڙهيءَ مڪريلڻ چا ڪيو، جو تيل جي هڪڙيءَ مَٽيءَ ۾ويهي، يڪدم ٻاهر نڪري آئي، ۽ انهيءَ حالت ۾ ئي ڪٽڪ راڻيءَ جي محلات ۾ هلي ويئي. ڪٽڪ راڻي هن کي ڏسي ڏاڍي حيران ٿي، ۽ ڪانئس پڇيائين: "اي ٻيڍڙي! تون ڪير آهين ۽ ڪٿان آئي آهين؟" ٻيڍڙيءَ جواب ڏنو: "اما، بادشاهن واقعا پوندا، جَتِي ڪانہ ويچاري: مان هن شهر جي بادشاهہ جي ماءُ هيس. جڏهن اهو مُئو ديو هن شهر تي اچي ڪريو، تڏهن ٻيا تہ سڀ ڪائي ڪپائي ڇڏيائين، باقي مان تيل جي هڪ مَٽيءَ ۾ وڃي لڪيس. تيل جي ٻانس سبب هن کي منهنجي ٻانس ڪانہ آئي، انهيءَ ڪري بچي ويس. هاڻي جڏهن ڏٺم تہ ديو مارجي ويو آهي، تڏهن هٿ وسهن سمجهي، هلي آئي آهيان. الله جي ڏني مان کو ڪٿو ڏينديون‌ءَ تہ واهہ، نہ تہ الله خوش رکيئي." ڪٽڪ راڻيءَ کي هن تي رحم اچي ويو. تنهن چيس تہ "ماسي، ويني ڪاءُ. مان اڪيلي ٿيندي آهيان. هاڻي هڪ کان ٻہ ٿي پيونسين.

جڏهن شام ٿي، ۽ امير حمزو موٽي آيو، تڏهن ٻيڍڙيءَ کي ڏسي ڇرڪ پيس. ڪٽڪ راڻيءَ کان ان بابت پڇيائين. ڪٽڪ راڻيءَ سچي حقيقت ٻڌايس. امير حمزي چيو تہ "هاڻي خير ڪونهي. هن مڪريل پير ڪوڙي ڪوڙ هنيو آهي. انهيءَ مان ڀلائي ڪانہ ٿيندي. چڱو ائين آهي تہ هن کي هاڻي ئي ٽڙا مٽي تي ڏي." پر ڪٽڪ راڻي چوي تہ "پوڙهي جهور، پنهنجي ئي ساهہ ۾ ٿي مري، سا اسان کي ڪهڙو نقصان رسائيندي!" ڪٽڪ راڻيءَ جي ضد تي ٻيڍڙي اُتي ئي ترسي پيئي.

هڪ ڏينهن خدا جو ٿيو، تہ ٻيڍڙيءَ ڳالهين ڪندي، ڪٽڪ راڻيءَ کي چيو تہ "عورت ڪيتري بہ سچي هجي، مگر مرد کي ان ۾ اعتبار نہ ويهندو." ڪٽڪ راڻيءَ چيو تہ "منهنجو مڙس مون تي پورو ويساهہ رکندو آهي." ٻيڍڙيءَ چيو تہ "تون پنهنجي دل ۾ ڪٿي ڪيترو بہ خوش هجين، پر ڳالهہ سچي اها اٿيئي، جا مون ٻڌائي آهي." آخر گهٽي جهڳ جهڳ

ڪانپوءِ، ٻيڙيءَ چيو تہ ”تون ڪٿي منھنجي ڳالھہ کي آزمائي- جڏھن امير حمزو اچي، تڏھن ڪانئس پڇجانءِ تہ سندس ساھہ ڪھڙيءَ شيءِ ۾ آھي؟“ ڳالھہ پڪي ٿي ويئي. رات جو امير حمزو ماني کائي جيئن سُتو، تيئن ڪٺڪ راڻيءَ پڇيس: ”اي شهزادا! ٻڌاءِ تہ تنھنجو ساھہ ڪھڙيءَ شيءِ ۾ آھي؟“ امير حمزي کي ھانءَ ۾ چڻ ڏڪ لڳي ويو. سمجھيائين تہ اھي ڪم انھيءَ پوڙھيءَ ڏائڻ جا آھن. پوءِ ڳالھہ ڳٽي، جواب ڏنائين: ”اھا بہ ڪا عقل جي ڳالھہ آھي! ساھہ سيڪنھن جو بدن ۾ ھوندو آھي، ٻيو وري ڇا ۾!“ پر ھيءَ بہ پڪي پڙھايل ھئي، سا مڃي ڪٿي ٿي! نيٺ امير حمزي کي مڃائي وڌائين، جنھن انجام ڪيس تہ ”مھيني ڪان پوءِ توکي ڏسيندس.“

صبح جو ٻيڙيءَ راڻي کان پڇيو، جنھن تي ھن ٻڌايس تہ.”مھيني جووعدو ڪيو اٿس.“ پوڙھي بہ نڪرين جي پڙھيل ھئي: تنھن ڇا ڪيو، جوُ ھڪ ڏاڳو ڪٽي ھڪڙي ڳنڍ ڏيئي ڇڏيائين. جڏھن ٻيو ڏينھن ٿيو، تڏھن وري ٻي ڳنڍ ڏنائين. اھڙيءَ طرح ھر روز ھڪ ڳنڍ ڏيندي ھئي. جڏھن مھينو پورو ٿيو، تڏھن وري راڻيءَ کي چيائين: ”راڻي، اڄ رات مھينو پورو ٿيو، ھاڻي وري پڇجانس.“ رات ٿي، تہ ڪٺڪ راڻيءَ وري بہ امير حمزي کي چيو تہ ”ھاڻي پنھنجو وعدو پورو ڪر.“ امير حمزي سمجھيو ھو تہ زائفان جي ذات آھي، ڳالھہ وسري ويندس. پر ھيءَ تہ ڪنھن پڪي مُلي جي پاڙھيل ھئي: تنھنڪري لاچار ٿي ٻڌائٿو پيس تہ ”منھنجو ساھہ ھِن ڪَني (ترار) ۾ آھي.“

اجا صبح ئي مس ٿيو تہ ٻيڙيءَ اچي پاسو ورتس. ڪٺڪ راڻيءَ بہ کيس سربستي ڳالھہ ڪري ٻڌائي. ٻئي ڏينھن پوڙھي شھر گھمڻ جو بھانو ڪري، وڃي ٻيڙيءَ وارن ملاحن سان پڪ ڪري آئي تہ ”سياڻي فلاڻي گھيڙ وٽ اچي ٻيڙي کي جھلجو.“ ٻئي ڏينھن ڪٺڪ راڻيءَ کي چيائين تہ ”اما، اڄ تہ ميٺ تيل ڪري نديءَ مان تڙ ڪري اچون.“ ڪٺڪ راڻيءَ بہ ڪٽي ھائو ڪئي. جڏھن ٻيئي ڇٽيون نديءَ تي پھتيون، تڏھن ملاحن کي ڪٽي اشارو

ڪيائين، جن ڪٽڪ راڻيءَ کي وجهندي ئي پاڪر، ڪٽي ٻيڙيءَ ۾ وڌو؛ ۽ هڪلي ٿيا روانا. اجا سڏ پنڌ پرپرو ويا تہ اتي ٻيڙيءَ کي اميرحمزو ياد آيو. سو يڪدم محلات ۾ موتي ويئي، ۽ چيا ڪيائين، جو اميرحمزي جو ڪنو ٻئي ڪني سان بدلائي، ڪپهہ جي ٻُرڪين ۾ ويڙهي، مٿان تيل هاري، ڪٽي باهہ ڏنائينس. پوءِ موٽي اچي ٻيڙي تي پهتي، ۽ ٻيڙو هاڪاري ٿيا پنهنجي ملڪ ڏانهن روانا.

اميرحمزي ان مهل شڪار پٺي ڪيو ـــ جو سندس ڪپڙن کي اوچتوئي اوچتو اچي باهہ ورتو. هو ڳالهہ سمجهي ويو، سو يڪدم گهوڙي تي چڙهي محلات ڏانهن موٽيو. پر تيستائين سندس سڄو جسم سڙي ويو. نيٺ هو بيهوش ٿي، اچي پلنگ تي ڪريو، ۽ دم ڏنائين-- چو تہ ڪنو انهيءَ وچ ۾ سڄو سڙي ڪارو ٿي ويو هو.

جڏهن ڪٽڪ راڻيءَ کي بادشاهہ وٽ آندائون، تڏهن بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ انجام موجب ٻيڙيءَ جي پوٽي کي پنهنجي ڌيءَ جو سڱ ۽ اڌ بادشاهي ڏنائين. ان کانپوءِ، ڪٽڪ راڻيءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ سنيهو. مگر ڪٽڪ راڻيءَ جواب ڏنس تہ "جن جا وَرَ مري تا وڃن، سي بہ چار مهينا عدت ۾ ويهنديون آهن؛ پر آءٌ تہ مڙس چڏي آئي آهيان، سو مون کي ٻارهن مهينا مهلت ڏي... ان کانپوءِ تنهنجي مرضي." بادشاهہ اها ڳالهہ قبول ڪئي، هن کي نديءَ جي ڪپ تي هڪڙو جدا محلات نهرائي ڏنائين، جنهن ۾ ڪٽڪ راڻي ڪارا ڪپڙا ڍڪي، اميرحمزي جي ارمان ۾ ويهي رهي.

اميرحمزي جا يار هڪڙي ڏينهن فجر جو اُٿيا، تہ سندن تير ڪتيا پيا هئا. جوانن جي دل ڪاجي ويئي. ٻڪرار پڳو سڌو ميهار وٽ. ميهار اڳيئي سنيريو بيٺو هو. ٻنهي جڻن رکيو پيرن تي زور..... سڌو آيا لوهار وٽ. لوهار بہ حال احوال پڇي هنن سان ڪيو تيلهڙو. هليا اڳتي، تہ گازڙيو بہ پنهنجي گز ڪمان سان تيار بيٺو هو. چارئي جڻا حال احوال ڏيندا،

هڪليندا جڏهن امير حمزي جي محلات وٽ آيا، تڏهن ڏسن ته محلات جي هيٺان ديو ستو پيو آهي، سندس کونگهري جو نڪاءُ پيو لڳي! جاڳايائونس، پر هن پڇڙي به نه چوري. صلاح ڪيائون ته هن کي جاڳائڻ به ضرور آهي. سو ڊنگرن جا پور ڪٽي اچي هن جي مٿان کُهَڙَ بڻايائون، ۽ نوڪي ڏنائونس تيلي. تڏهن باھ جي سيڪ تي 'اون اون' ڪري اُٿي ويٺو. يارن تي ناراض ٿي چيائين: "اجا اڪ ئي مس لڳي هئي، ته اچي جاڳايو اٿو!" تنهن تي هنن ٻڌايس ته "خدا خير ڪري، امير حمزي جو الائي ڪهڙو حال آهي، جو اسان جا گز ڪٽجي ويا آهن، نيٺ ديو اُٿيو. سيئي ويا محلات ۾. چا ڏسن ته امير حمزو سڄو سڙيو ڪارو ٿيو پيو آهي. ڏاڍو تعجب لڳن ته ٻيو ڪوبه ٽپڙ ڪونه سڙيو، باقي جوان ڪيئن سڙيو؟ لوهار هو سياڻو، تنهن ٽپڙ ڦولهڻ شروع ڪيا. ڏسي ته ٻيا سڀ ٽپڙ، جو جتي آهي تتي رکيو آهي، باقي هڪ ڪنوسو سڙيو پيو آهي. هن سهي ڪيو ته حرڪت ئي انهيءَ ڪني ۾ آهي؛ سو نڪريون ڪٽي، اچي ويٺو، ڪني کي گسڻ. اجا ان جو هڪ پاسو صاف ڪيائين، ته امير حمزي پاسو بدلايو. وري ٻيو پاسو صاف ڪيائين، ته امير حمزي پاسو بدلايو. وري ٻيو پاسو صاف ڪيائين، ته ڪلمو پڙهي اُٿي ويٺو. اُٿڻ شرط پڇيائين ته "ڪٽڪ راڻي ڪٿي آهي؟" هنن چيس ته "اسان کي خبر ڪانهي." پوءِ ته پوڙهي ياد آيس، ۽ سڄو معاملو سمجهي ويو. ديو کي چيائين ته "ڪيئن به ڪري ڪٽڪ راڻيءَ کي ڳول." ديو، طوطو بڻجي، ڪٽڪ راڻيءَ کي ڳولڻ لاءِ اُڏامي روانو ٿي ويو. طوطي ڪان، سو به ديو طوطي ڪان، ڪهڙي ٿي ڳالھ لڪي رهي... سو چڻن ئي ڪنڍن تي لامارا ئي چار ڏنائين، ته وڃي راڻيءَ کي ڳولي هٿ ڪيائين، ۽ پري ڪان راڻيءَ کي چتائي ڏسڻ ويهي رهيو.

ڪٽڪ راڻيءَ طوطي کي پاڻ ڏي ائين ڏسندو ڏسي، چيو ته "جي منهنجو آهين، ته مون ڏانهن اچ." طوطو خوش ٿيندو تلندو ڏانهنس ويو، ۽ وڃي خبر چار ٻڌايائينس. نيٺ صلاح ڪيائون ته ڪٽڪ راڻي بادشاھ کي چوي ته هوءَ شاديءَ لاءِ تيار آهي. ٻئي ڏينهن ڪٽڪ راڻيءَ بادشاھ کي



- تڏهن ديو محلات ڪٽي ترِيءَ تي رکيو.....

ٻڌايو. بادشاھہ ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو. رات جو شھر جون خوبصورت ۽ معتبر زالون ان ساڳيءَ پوڙھيءَ مڪريلڻ سان گڏ ڪٽڪ راڻيءَ کي مينديءِ لائڻ ويون. جڏھن سڀ محلات ۾ پھتيون، تڏھن ديو اھو محلات ڪٽي ترِيءَ تي رکيو، ۽ جيئن جو تيئن اک ڇنڀ ۾ آڻي اميرحمزي جي اڳيان حاضر ڪيو. اميرحمزو ڪٽڪ راڻيءَ سان ملي ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ ٻين کي دوستن جي حوالي ڪري ڇڏيائين. ديو عرض ڪيو تہ "سائين! اھا پوڙھي مون کي ڏيو." اميرحمزي اُھا ان کي ڏني، جنھن چنھن چنگھہ تي چنگھہ رکي چيري ڇڏيس.

امير حمزي کي ھاڻي خيال آيو تہ پنھنجي ملڪ وڃان. يارن کان موڪلائي، ديو کي چيائين تہ "اسان کي ھڪدم انھيءَ ڪوھہ تي پھچاءِ، جنھن ۾ ديو رھي ٿو." ديو جي اڳيان ڪھڙي دير ھئي! جھٽ پٽ اُتي اچي ڇڏيائين. اميرحمزي ڏٺو تہ ھائو ٻيلي، اُھو ديو اجا ستو پيو آھي، ۽ سندس ڪنوار ويچاري اھائي موڙھي سوڙھي ھن جي پاسي ۾ ويٺي آھي. ڏاڍي غيرت آيس، پر ڪاوڙ پي ويو، ۽ ھڪل ڪري اُٿاريائينس. ديو اميرحمزي کي ڏسي ڏڪي ويو. اميرحمزي چيو: "مان ڪٽڪ راڻيءَ کي وٺي آيو آھيان، ۽ تنھنجو دشمن بہ ماري آيو آھيان. ھاڻي مون کي پنھنجي ڪنوار ڏي." ديو چيو: سائين، تنھنجي مِلڪ آھي.... وٺي وڃ، ۽ ڪٽڪ راڻي مون کي ڏي!" اميرحمزي کي ڏاڍي خار آئي، ۽ نڪاءُ جو ترار ڪرايائينس تہ سِسي وڃي پري پيس. پوءِ ڪنوار وٺي، ڪٽڪ راڻيءَ سميت خير سان گھر پھتو. سندس ماءُ، پيءُ ھن جي غم ۾ روئي روئي انڌا ٿي پيا ھئا. انھن جڏھن ٻڌو تہ اميرحمزو آيو آھي، تڏھن اول تہ اعتبار ئي نہ پيا ڪن. پر جڏھن اميرحمزي جو ڳالھاءُ ٻڌائون، تڏھن ڏاڍا خوش ٿيا. بس پوءِ تہ ملڪ ۾ خوشيون ٿي ويون؛ ۽ بادشاھہ پنھنجي پٽ امير حمزي کي پنھنجي جيئري ئي ڪٽي تخت تي ويھاريو. - جھڙو ميلو انھن جو ٿيو، تھڙو شل جڳ جھان جو ٿئي.

●●●



# سونن وارن واري شهزادي

ڪنهن ملڪ جي بادشاهه کي هڪڙو سڪيلڌو پٽ هوندو هو، پر ڏاڍو ائنٽرو هوندو هو. شهزادي جي ارڏاين کان رعيت ڏاڍي تنگ ٿي... آخر گهڻيءَ دانهن ۽ شڪايت تي، بادشاهه غصي ۾ اچي، شهزادي کي ديس نيڪالي ڏيئي، ملڪ مان ڪڍي ڇڏيو. شهزادي جا ٽي دوست هئا: هڪ برهمڻ، ٻيو سونارو ۽ ٽيون واڍو. شهر ڇڏڻ کان اڳ ۾، شهزادو جڏهن انهن کان موڪلائڻ آيو، تڏهن يارن چيس: "شهزادا، جيڏانهن تنهنجو پنڌ، اوڏانهن اسين به هلنداسين. دوست اهو، جو دوست جو سر ڏيندڙ ساٿي بنجي." نيٺ چارئي دوست، پلن گهوڙن تي چڙهي، وطن کي پٺ ڏيئي، ڏور ڏيهه ڏانهن روانا ٿيا ويا.

هلندي هلندي، ڪين هڪڙي جهنگل وٽ سج اچي لٿو ۽ رات پئجي ويئي. اتي شهزادي پنهنجن يارن کان پڇيو ته "يارو، اوهان کي ڪهڙو ڪهڙو هنر ٿو اچي؟" برهمڻ چيو: "ادا، آءُ فقير تن مائٽن جو اولاد آهيان.

مون کي ٻيو تہ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو اچي، باقي جيڪڏهن ڪو بہ لاش ڏسندس تہ ڏٺيءَ کي سڃاڻي، ان تي چار اُبتا ، چار سبتا ڦيٽا وجهندس، تہ مالڪ جي مهربانيءَ سان، اهو مردو ڪهڙو بہ هجي ۽ ڪڏهن بہ مئو هجي، چڱو ڀلو ٿي پوندو." اهو ٻڌي، شهزادي چيو: "اهو هنر تہ تمام سٺو آهي." انهيءَ کان پوءِ سوناري چيو تہ "ادا، منهنجو پيءُ سونارو هو. مون هن کان اهو ڏنڌو سکيو آهي؛ پر مون جيڪا وڏي ڳالهہ دڪان تي ويهي پرائي، سا هيءَ تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ منهنجي ڪنهن دوست واقفڪار سان ڪڏهن بہ ۽ ڪٿي بہ ڳالهايو هوندو تہ آءٌ جڏهن ان ماڻهوءَ کي ڏسندس يا ڳالهائيندو ٻڌندس تہ هڪدم چئي ڏيندس تہ هن منهنجي فلاڻي کي فلاڻي دوست واقفڪار سان ڳالهايو ضرور آهي. آءٌ تہ اجهو اهو هنر ٿو ڄاڻان." اهو ٻڌي، سيٺي چيو: "ادا، اهڙو هنر تہ لاجواب آهي." انهيءَ کان پوءِ واڍي جي پٽ چيو تہ "ادا، مون کي بابي اهڙو واڍڪو هنر سيکاريو آهي، جنهن جو مٽ ئي ڪونهي: مون کي جيڪڏهن سٺو ڪاٺ ۽ سامان موجود ملندو، تہ ڪاٺ کي گهڙي ناهي، ان ۾ اهو تہ هنر رکي ڇڏيندس، جو اهو ڪاٺ اڏامر کٽوليءَ جيئن اڏامي اتي هلندو." اهو ٻڌي، سيٺي واهہ واهہ ڪئي-چي، "هيءُ تہ واقعي هڪ عجيب هنر آهي، وقت سر ڏاڍو سٺو ڪم ڏيندو." پوءِ جڏهن شهزادي جو وارو آيو، تڏهن هن چيو تہ "ادا ' وهان سيني جا هنر وڏا.... منهنجو ڪم آهي حيواني: آءٌ بادشاهي پر- جنگ ۾ ماهر، تير هڻڻ جو هوشيار، تلوار جو ڪوڏيو- جيڪڏهن ڪا بہ مشڪل سر تي اچي وڃي، تہ پٽ ڏيڻ بدران منهن ڏيئي بيهي رهندس پوءِ مران يا ماريان. اڳي آءٌ انهيءَ حيواني بهادريءَ سبب پاڻ کي شيءِ سمجهندو هوس، پر هاڻي سمجهان ٿو تہ وڙهي ڪٽا بہ سکهن ٿا- اهو وڙهڻ ماڻهن جو ڪم نہ آهي. اوهان ٽنهي جا ڪم اعليٰ آهن." اهڙيءَ طرح. گهٽي گهٽي تائين ڳالهيون ٻولهيون ڪندي ڪندي، هنن کي ننڊ اچي وئي. ۽ هو سمهي رهيا.

صبح جو اٿي، گڏجي هڪ طرف منهن ڪري هليا. ۽ هڪڙي جهنگل ۾ وڃي پهتا. اتي هڪ شينهن مئو پيو هو. اهو ڏسي شهزادي برهمڻ کي چيو تہ "ادا، تنهنجي آزمودي جو وقت تہ پهرين ئي اچي ويو: هاڻي هيءُ شينهن مئو پيو آهي، اهو اسان کي اٿاري ڏيکار.... تہ اسان جي دل کي پڪ ٿئي." جواب ۾ برهمڻ چيس تہ "هيءُ شينهن خدا جو شير آهي- اٿندو، پاڻ کي وچوڙي چڏيندو. انهيءَ ڳالھ کي ئي ڪٿي ڇڏ!" ٻين دوستن بہ برهمڻ جي ڳالھ کي ٽيڪ ڏني. پر شهزادو اچي ضد تي چڙهيو- چي، "انهيءَ ڪان تون ڇتو آهي. شينهن کي مارڻ منهنجي ڏاڍي هٿ جو ڪيل آهي. انهيءَ ڪان ڇو ٿا ڊڄو؟" يار چون تہ "شهزادا، ڏاهو ٿي! هيءُ شينهن اٿندو، تون تہ هن سان وڙهنديين، پر اسين ڊپ ڪان اتي پڇندا سون- تنهنڪري پاڻ کي رڇوڙو اچي ويندو. ڪجھ خيال ڪر!" پر شهزادو مڃيني نہ. آخر برهمڻ بہ ونئي بہ چار آڏا ابتا ڦيتا هنيا، مالڪ منان کي سوال ڪيو.... ۽ ٿوريءَ دير ڪان پوءِ، شينهن گجڪار ڪري اٿي ڪڙو ٿيو. ٻيا همراھ شينهن کي ڏسي، اتي ڀڳا، پر شهزادو شينهن کي سامهون ٿي بيهي رهيو. آخر تہ بادشاهي ٻار هو: شينهن ۽ شهزادو سڄو ڏينهن لڙندا رهيا. سيٺ ڏچيءَ ڏاري شينهن بيزار ٿي، اٿي ڀڳو. شهزادو پنيان لڳس، پر شينهن وٺائنس پڇي ويو! اتي جان ڪٿي ڏسي، تہ مارا نہ يار، نہ ساٿي! اڪيلوئي اڪيلو! افسوس ۾ پنهجي وسو تہ "يارن چيو سچ ٿي. هاڻي يارن ڪان بہ وڇڙيس - ماٺن ڪان پوءِ ڏڍ هنا. تہ اهي ئي هٺا."

آخر سوچيندي سوچيندي، رات پنهجي ويس. ۽ جهنگلي جانورن ۽ مرن جي خوف ڪان، هڪڙي وڏي وڻ تي جڙهي ويهي رهيو. ٻلا جسڪو ريشمي هنڌن تي سمهندڙ هجي، انهي- کي ڪنڊن تي اهڙي هنڌ اڪيلي سر ننڊ اچي- ڪرڻ جو خوف تنهن ڪانسواءِ سو. شهزادو اُبو ٿيو وڻ تي ويٺو رهيو. ننڊ مٿس غلبو ڪري، تہ پاڻ کي جهنڊڙيون وجهيو، وري سجاڳ ڪيو ڇڏي- ۽ اهڙيءَ طرح پاڻ کي هوشيار ڪندو جاڳندو رهيو. اڌ رات

جو اوچتو لڙٽو ورائي ڪٽي جو پنيان نهاري ته ڏسي ته هڪ اژگر نانگ آهي، جو پنهنجي وات ۾ ٽانڊو ڪنيو پڳو اچي. اهو ڏسي، هن کي حيرت لڳي ته نانگ سڙي چو نٿو؟ پر پوءِ ياد آيس ته چوندا آهن ته ڪلاداري نانگن کي مٿي ۾ مڻ ٿيندي آهي- لاشڪ ته هيءُ به ڪلاداري نانگ آهي، ۽ اهو جرڪو انهيءَ مڻ جو آهي، ايتري ۾، نانگ به اچي انهيءَ وڻ هيٺ پهتو. نانگ هڪ هنڌ اها مڻ رکي، ناچ ڪرڻ لڳو. مڻ جي نور ڪان جهرجهنگ چمڪڻ لڳو. ڪئين جيت جناور انهيءَ روشنيءَ تي اچي گڏ ٿيا. ۽ نانگ جيڏيءَ مهل ناچ ڪري ٿڪو، تڏهن اهي جيت جانور ماري، شڪار ڪري پنهنجو پيٽ ڀري، مڻ کڻي، هليو ويو. ڪلاداري نانگ جي مڻ بابت شهزادي گهڻيئي ڪرامتي ڳالهيون ٻڌيون هيون، سو هاڻي نانگ جي وڃڻ بعد شهزادي انهيءَ مڻ جي هٿ ڪرڻ جو پورو ارادو ڪيو.

شهزادي کي ڏپ وچان سڄي رات ننڊ نه آئي ۽ پور پچائيندي صبح ڪيائين. صبح جو وڻ تان لهي، شهزادو ڀر واري شهر ۾ويو، ۽ هڪڙي لوهار کي چيائين ته "لوهه جو ٻن ٽن سيرن جو هڪڙو چلو ناهي، انهيءَ ۾ چوڌاري تيز پاڪيءَ جهڙي ڌار وجهي، مون کي ڏي، ۽ اها ڌار اهڙي تکي هجي جو جيڪو به ان کي ويجهو وڃي، سو هڪدم وڍجي به ٽڪر ٽي پوي." لوهار شهزادي کان خرچ وٺي، چوڻ موجب شهزادي کي تکيءَ پاڪيءَ جي ڌار وارو اهڙو چلو ناهي ڏنو.

شهزادو، اهو چلو هڪ ننڍڙيءَ پيتيءَ ۾ رکي، کڻي، ساڳئي وڻ تي وڃي وينو، ۽ چلي جي سوراخ ۾ سٽيءَ جي ڏور ٻڌي، ويهي نانگ جو انتظار ڪرڻ لڳو. آخر نانگ پنهنجي وقت تي مڻ وات ۾ جهلي ساڳئي رستي تان هلندو، اچي انهيءَ وڻ هينان پهتو، جنهن تي شهزادو لڪو وينو هو. نانگ وات مان مڻ ڪڍي، ساڳئي هنڌ رکي، اڳئين وانگر ناچ ڪرڻ لڳو، ۽ جيت جناور دستور موجب اچي مڻ کي ڦري بيهي رهيا. موقعو ڏسي، شهزادي آهستي آهستي ڪري ڏور ۾ ٻڌل چلو اهڙيءَ طرح لتڪايو.

جو مڻ ان جي وچ ۾ اچي ويئي. نانگ مڻ جي آڏو ڪا شيءِ ڏسي، ڇلي ڪي ڇڪ هنيو، تہ زبان ۽ منهن پاڪيءَ جي ڌارن سان لڳي، زخمجي پيس. نانگ هيڪاري ڪاوڙ ۾ اچي، وري ڇلي تي حملو ڪيو.... پر جهڙو ان تي وار ڪيائين. تهڙو سِري وڍجي وڃي پري پيس. پوءِ تہ نانگ ڦٿڪڻ لڳو، ۽ ڦٿڪي ڦٿڪي اتي ئي مري ويو.

شهزادي، پوءِ وڻ تان لهي، مڻ ڪٺي قابو ڪئي، ۽ جتان نانگ آيو هو، اوڏانهن روانو ٿيو. نانگ جو ليڪو هلندي هلندي وڃي پاٽيءَ جي پريل هڪ واڻ ۾ گهڙيو. شهزادو بہ واڻ ۾ گهڙڻ لاءِ تيار ٿيو. ڪيس حيرت لڳي تہ پاڻ جيئن واڻ طرف پئي ويو، تيئن واڻ جو پاٽي هن ڪان هٽندو پري ٿيندو پئي ويو. اتي خيال آيس تہ اها مٽيا ڪا هن مڻ ۾ ئي آهي! مڻ ڪڍي، ڪٺي پاٽيءَ ڪي ويجهي ڪيائين، تہ پاٽي ان ڪان پري هٽي ويو. بس، پوءِ تہ شهزادي ڪي پريل واڻ مان جڳهہ ملندي ويئي ۽ شهزادو ان ۾ هيٺ لهندو ويو.

ويندي ويندي، واڻ جي تَري ۾ شهزادي کي هڪ محلات جي دري ڏسڻ ۾ آئي، ۽ هو هڪدم لنگهي ان ۾ اندر ٿيو. شهزادو هڪ سنو عاليشان محلات ڏسي، حيران ٿي ويو. محلات ۾ گهمندي گهمندي هڪ هنڌ ويو، تہ ڏسي تہ هڪڙي سدا ملوڪ سهڻي شهزادي، جنهن جا سونا وار آهن، هار سينگار ڪيو پلنگ تي ويٺي آهي. ڌارئي ماڻهوءَ کي اندر محلات ۾ ڏسي، هوءَ حيران ٿي ويئي، ۽ شهزادي کي چيائين تہ "اي بدنصيب انسان، تنهنجو هن دوزخ ۾ ڪيئن اچڻ ٿيو؟ جيئن آيو آهين، تيئن هتان ڀڄي وڃ! هتي هڪڙو ڪلاداري نانگ رهي ٿو، اجهو آيو ڪي آيو، توکي ڏسي ماري ڇڏيندو. تو جهڙو هڪ حسين خوبصورت نوجوان منهنجي اکيان مارجي، اهو مون کان ڏٺو نہ ٿيندو: پنهنجي جوانيءَ تي قياس ڪر، ۽ هڪدم هتان ڀڄي وڃ!" شهزادي جواب ۾ وراڻيو تہ "تنهنجو نانگ مون کان ڏاڍو نہ آهي، آءٌ هن کي ختم ڪري سگهان ٿو:

تون ڇو اِيتري ڊِچي رهي آهين؟" شهزاديءَ جواب ڏنو تہ "اي انسان، توکي هن مردود نانگ جي خبر ڪانهي- هن زمين تي هڪ شهر آهي، جتي منهنجي پيءُ جي حڪومت هئي: هن نامراد نانگ الائي ڪيئن مون کي اُتي ڏسي ورتو، ۽ مون تي عاشق ٿي پيو. پوءِ منهنجي پيءُ ۽ ڀائرن کي ماري، مون کي هتي کڻي آڻي قيد ڪيو اٿس. ان بعد، روزانو انهيءَ شهر ۾ وڃي اتي جا ماڻهو ٽورا ٽورا ڪري ماري ڇڏيائين، ۽ اهڙيءَ ريت سڄو شهر برباد ٿي ويو. منهنجا مائٽ نانگ ماري ڇڏيا ، ۽ آءٌ هتي قيد ۾ پيئي آهيان- گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ، تو جهڙي خوبصورت انسان کي ڏسي، دل کي ڪجهہ آٿت آيم، پر وري بہ خيال ٿي ڪريان تہ نانگ بي رحم توکي بہ ماري ڇڏيندو. پنهنجو ساهہ بچائڻ انسان تي فرض آهي، تنهنڪري تون ڇو هروڀرو منهنجي ڪري پنهنجي حياتي ٿو وڃائين؟ انهيءَ ڪري ئي توکي منٿ ٿي ڪيم تہ مون کي پنهنجي قسمت تي ڇڏي ڏي؛ تون پنهنجو ساهہ بچاءِ!"

شهزادو هن جي ڳالهہ ٻڌي، غم ۾ ٻڏي ويو، پر ساڳئي وقت دل ۾ڏاڍو خوش ٿيو تہ چڱو ٿيو، جو هھڙي ظالم نانگ کي پورو ڪيم. شهزادي کي ماٺ ۾ ڏسي، شهزاديءَ سمجهيو تہ شايد هو نانگ کان ڊنو آهي، سو چوڻ لڳي تہ "اي نوجوان، هاڻي آءٌ توکي اڪيلو مرڻ نہ ڏينديس- پهرين آءٌ، پوءِ تون. آءٌ بہ هاڻي قيد ۾ رهي رهي، پنهنجي جان کان بيزار ٿي پيئي آهيان، سو ڇو نہ گڏجي نانگ کي مارڻ جي ڪوشش ڪريون؛ جي مري وياسين، تہ بہ هنن سورن کان جند آزاد ٿينديسين. هينئر نانگ جي اچڻ جي مهل آهي، اجهو آيو ڪي آيو: تنهنڪري تون هن پلنگ هيٺان پيتيءَ ۾ لڪي ويهي رهہ- نانگ اچي، جيڏيءَ مهل مڻ وات مان ڪڍي، پلنگ تي ويهي، اوڏيءَ مهل يڪدم پلنگ هيٺان نڪري، ترار هڻي ماري ڇڏجئينس- پوءِ آءٌ ۽ تون، جيڏانهن چوندين، اوڏانهن هليا هلنداسين."

ايترو ٻڌي، شهزادي سونن وارن واريءَ شهزاديءَ کي نانگ جي مارجڻ جي سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي، ۽ مڻ ڪڍي، ڪٿي هن جي اڳيان رکيائين.

شهزادي نانگ جي مرڻ ۽ مڻ هٿ اچڻ تي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ شهزادي کي چيائين ته ”اي نوجوان، خدا ڪيو ته ڏکن جا ڏينهن لهي ويا، ۽ تو جهڙو بهادر ۽ خوبصورت شهزادو مون کي خدا ڪٿي ملايو: هاڻي آءٌ تنهنجي آهيان... . چو نه هن ئي محلات ۾ ڪي ڏينهن آرام سان گذاريون!“ شهزادو به هو پنهنجي دل گهرين يارن کان وڇڙيل ۽ ڏاڪڙن جو ڏکويل، تنهن شهزاديءَ جي آڇ قبول ڪئي: پوءِ ته ٻيئي جڻا گڏجي ڪي ڏينهن عيش عشرت سان اُتي گهارڻ لڳا.

شهزاديءَ وٽ هڪڙو ڳالهائيندڙ طوطو پڃري ۾ بند هو، جنهن سان اڪيلائيءَ ۾ هوءَ ڳالهيون ٻولهيون ڪري، ڏک سور اوري، دل جو بار گهٽ ڪندي هئي: پر شهزادي جي ملڻ کان پوءِ، هن طوطي کي بلڪل وساري ڇڏيو. طوطو ويچارو پنهنجي مجبوريءَ تي راضي رهي ۽ شهزاديءَ جي آزاديءَ تي خوش ٿي، پنهنجي منهن سر ويٺو ٻوليون ڪندو هو. آخر هڪ ڏينهن، شهزاديءَ کي طوطي جي ياد گيري آئي، ۽ شهزادي کي وٺي اچي منوءَ خوش ڪلام سان ملاقات ڪرايئين ۽ ٻڌايائينس ته ”اي شهزادا، سهنجو هي منو عاقل آهي، ۽ دنيا جي هر ڳالهه کي جاڻي ٿو.“ شهزادو منو کي ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو.

خير، خدا جو ڪرڻ ٿيو. هڪڙي ڏينهن شهزادو ۽ شهزادي ٻئي جڻا گڏجي [illegible] ڪٿي ٻاهر [illegible] آيا، ۽ [illegible] اچا اچرا ٿيا. [illegible] [illegible]

ڪونهيم. پر ڊپ ٿو ٿئيم ته متان اهو وار اسان تي ڪا مصيبت آڻي، اسان جي وچ ۾ ڪا جدائي نه وجهي.“ تنهن تي شهزادي سمجهايس ته ”جنهن ڌڻيءَ هيستائين موت کان بچايو آهي، اڳتي به انهيءَ تي ننگ آهي- دلگير نه ٿيءُ.“ شهزادي جي پرچائڻ تي شهزاديءَ مان ڪئي، ۽ گڏجي محلات ۾ آيا.

هوڏانهن سونو وار پاڻيءَ ۾ لڙهندو لڙهندو، وڃي هڪ مڇيءَ جي وات ۾ پيو، جنهن ڳرڪائي ڇڏيو. خدا جي قدرت، مڇيءَ جي پيٽ ۾ وار وڃڻ سان مڇيءَ جو رنگ سونو ٿي پيو. سوني مڇي درياءَ مان هلندي هلندي، وڃي ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ نڪتي. هڪڙو غريب مهاڻو الله جي آس ڪيو ٻچن جي گذر سفر لاءِ درياءَ ۾ ڄار وجهيو ويٺو هو، ۽ مڇي وڃي ان جي ڄار ۾ ڦاٿي. مهاڻو سوني مڇي ڏسي دل ۾ خوش ٿيو، ڌڻيءَ جا شڪرانا بجا آندائين ته ”اڄ مالڪ مهربان ٿيو آهي، جو ههڙي عجيب مڇي هٿ آئي آهي- جو نه اها بادشاهه کي تحفو ڏجي، ۽ شاهي انعام حاصل ڪري، زندگيءَ جا ڪي چار ڏينهن سکيا گذرجن. اهو خيال ڪري، مهاڻو اها سوني مڇي کڻي بادشاهه جي دربار ۾ ويو. بادشاهه مهاڻي کي چڱو انعام ڏيئي رخصت ڪيو، ۽ مڇي شاهي باورچيءَ جي حوالي ڪئي. جڏهن باورچيءَ مڇيءَ کي چيريو، تڏهن مڇيءَ جي پيٽ مان سونو وار نڪري آيو، جو کڻي هن سڌو اچي بادشاهه کي دربار ۾ پيش ڪيو. انهيءَ مهل دربار ۾ اميرن وزيرن سان گڏ بادشاهه جو وڏو پٽ، جو اڪ کان ڪاڻو هو، سو به تخت جي پير ۾ بادشاهه سان گڏ ويٺل هو. بادشاهه ۽ سڀ درباري سونو وار ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا. پر ڪاڻي شهزادي جي، سونو وار ڏسي، هڪڙي دل اچي ويئي ۽ پيءُ کي چيائين ته ”بابا! اها شادي ان ئي عورت سان ڪندس، جنهن جي مٿي جا اهڙا سونا وار آهن.“

[illegible] ٻئي ڏينهن ۽ [illegible] بادشاهه هڪڙي [illegible]

[illegible]

مجي. آخر بادشاهہ پڙهو گهمايو تہ ”جو بہ شخص شهزادي کي اها سونن وارن واري عورت آڻي ڏيندو، ان کي آءٌ پنهنجو اڌ راڄ يا ڳپ ورهائي ڏيندس.“

هڪڙي ڏينهن، هڪ پوڙهي جادوگرياڻي بادشاهہ جي دربار ۾ آئي. بادشاهہ کان انجام وٺي، انهيءَ سونن وارن واريءَ شهزاديءَ جي ڳولا ۾ اٿي هلي. پوڙهي، ڏارو هٽي، شهزاديءَ ۽ شهزادي جي رهڻ جو هنڌ ڳولي، اچي انهيءَ محلات تي پهتي، جنهن ۾ هيءَ ٻيئي رهندا هئا. پوڙهي وجهہ ڳولي محلات ۾ گهڙي آئي، ۽ شهزادي ۽ شهزاديءَ کي ڪو ڪوڙو بيان ناهي ٻڌايائين. هنن ٻنهي قياس ڪري پوڙهيءَ کي رهايو؛ پر طوطو اها پوڙهي ڏسي، ڏاڍو رنج ٿيو، ۽ پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ ويهي هن کي لوڏڻ لڳو، جنهن تي شهزادي ۽ شهزاديءَ چيس تہ ”ميان منو، رڳو تو واري ٽاهپ بہ هميشہ ڪانہ هلندي.... هيءَ اسان جي پوڙهي ناني آهي، تون اجايو بيزار نہ ٿيءُ.“ اهو ٻڌي طوطو تہ ماٺ ڪري ويهي رهيو. طوطي دل ۾ چيو تہ ’عجيب اسرار آهي- دشمن گهر ۾ آهي، تڏهن بہ منهنجا مالڪ ان کي عزيز سمجهيو وينا آهن، ۽ دشمن ۽ سڄڻ جي ڪا ساڃاهہ ڪانہ ٿا رکن. خير، پاڻهي پوڳيندا.‘ چالاڪ پوڙهيءَ، ٿورن ئي ڏينهن ۾، شهزادي ۽ شهزاديءَ کي منيون منيون ڳالهيون ٻڌائي؛ پنهنجو ڪري ڇڏيو.

مهيني ڏيڍ کان پوءِ، هڪ ڏينهن اها پوڙهي شهزاديءَ کي وهنجڻ جي بهاني سان درياءَ تي وٺي آئي. جڏهن راڻي ميٺ مٺي ۾ وجهي مٿو ڌوئڻ لڳي، تڏهن ڌوتيءَ چيو تہ ”شهزادي، مون کان ڦٽي آڻڻ تہ وسري وئي! مڻ ڏينمر تہ وانءِ تپي محلات مان وڃي ڪٽي اچان.“ راڻيءَ مڻ ڪٽي ڏنيس. ڌوتيءَ ڇا ڪيو، جو محلات ۾ وڃي ستل شهزادي کي ترار سان ماري ڇڏيائين، ۽ مڻ ڪٽي ٻاهر هلي آئي، ۽ شهزاديءَ کي وجهي انهيءَ ٻيڙيءَ ۾

ويماريائين، جا پاڻ ڪاهرائي آئي هئي. شهزاديءَ کي چيائين ته ”هيءُ بيڙو تنهنجي پيءُ جو آهي. نانگ جنهن وقت کان وني تنهنجو ملڪ ناس ڪيو، تنهن کان پوءِ اڄ تو اچي هن تي پير رکيو آهي.“ شهزادي ڏاڍي خوش ٿي. پوڙهيءَ سان گڏ بيڙي تي ويهي رهي، ۽ پنهنجا مائٽ ياد ڪري افسوس ڪرڻ لڳي. هوڏانهن پوڙهي جادوگرياڻيءَ پنهنجن ماڻهن کي اشارو ڪيو، جن وني بيڙو هاڪاريو.

گهڙيءَ کان پوءِ، شهزادي جان ڪٽي نهاري، ته بيڙي وچ سمنڊ ۾ پيئي هلي! پوءِ ته گهٽيئي دانهون ڪوڪون ڪيائين، پر ڏوتيءَ چيس: ”اڙي شهزادي، دانهن مان ڪي ڪين ورندئي.... هاڻ ڪٽي ماٺ ڪر!“

راڻي ويچاري قسمت کي ڏوهه ڏيندي، اچي ڪاٽي شهزادي جي ملڪ ۾ پهتي. ڪاٺو شهزادو ڏسو ته باغ باغ پيو ٿئي. آخر شهزاديءَ بيو ڪو وسيلو نه ڏسي، ڪاٺي کي چيو ته ”جن جا مڙس مريو وڃن، سي ٻه سال سچو سوءَ ۾ ويهن ٿيون، پر آءٌ ته پنهنجو مڙس جيئرو ڇڏي آئي آهيان، تنهنڪري سال مون کي ٻه اجازت ڏيو. ۽ اهي ٻارهن ئي مهينا ملڪ ۾ خير خيرات ڪريو، طعام رڌي غريب غربي ايندڙ ويندڙ کي کارايو- تنهن کان پوءِ جيڪا منهنجي قسمت، سا مون کي قبول آهي.“ ڪاٺي شهزادي ڏوتيءَ کان پڇيو ته ”هن جو ڪو پنيان وارث وسيلو آهي؟“ ڏوتيءَ جواب ڏنو ته ”رڳو مڙس هوس، سو به ماري آئي آهيان.“ اهو ٻڌي، ڪاٺي شهزادي هن کي سال لاءِ خوشيءَ سان اجازت ڏني، ۽ عام خاص لاءِ ٻني چاڙهائي ڇڏيائين، جنهن مان هرڪو ايندڙ ويندڙ کائي ويندو هو.

هوڏانهن شهزادي کي جيڏيءَ محل ڏوتيءَ ڪنو، اوڏيءَ محل طوطو رڙيون ڪري پڃري مان نڪري آيو، ۽ شهزادي جي لاش تي ويهي رهيو.... بس، شهزادي جي انهيءَ حال تي پيو لڙڪ ڳاڙيندو هو.

خدا جي قدرت، جو شهزادي جا وچڙيل دوست- سونارو، برهمڻ ۽ وادو- ڪجهه ڏينهن کانپوءِ، هلندي هلندي، انهيءَ شهر ۾ آيا، جنهن

۾ شهزاديءَ عام دعوت جو اعلان ڪرايو هو، ۽ ۽ آيو ويو، امير توڙي غريب، هر وقت اتان کا يو پيو ويندو هو. شهزاديءَ جو هيءُ دستور هوندو هو تہ جيستائين لنگر پيو هلندو هو، تيستائين محلات جي دريءَ ۾ ويٺي رهندي هئي، ۽ جيڪو بہ کاڌو کائڻ ايندو هو، تنهن کي چتائي ويٺي ڏسندي هئي. شهزادي جي هنن ٽنهي دوستن کي بہ اچي بک لڳي، سو لنگهي آيا انهيءَ عام لنگر ۾. ماني کائي، ٽيئي دوست جنهن مهل شهزاديءَ جي اڳيان اچي لنگهيا، تنهن مهل سوناري شهزاديءَ کي ڏسي، يارن کي چيو تہ ”ادا، الله ٺٺو پلائيم، تہ هن شهزاديءَ پنهنجي دوست شهزادي سان ضرور ڳالهايو آهي.“ دوستن چيس: ”ماٺ ڪر تہ شهزادي نہ ٻڌي، نہ تہ پوندا سين آزار ۾!“ پر هيءُ چوي تہ ”ادا، چوان تہ سچ ٿو!“ اها سڄي حالت شهزاديءَ پئي ڏٺي، تنهن يڪدم حڪم ڏنو تہ ”هنن ٽن مسافرن کي هيڏانهن سڏيو.“ يڪدم ٽيئي دوست شهزاديءَ وٽ حاضر ڪيا ويا. شهزاديءَ پڇين تہ ”اوهان ڪير آهيو؟“ جواب ڏنائون تہ ”اسين آهيون هڪ سونارو، ٻيو برهمڻ ۽ ٽيون واڍو.“ شهزاديءَ سهي ڪيو تہ منهنجو مڙس، جن يارن جو ذڪر ڪندو هو، سي اِهي ئي آهن. پوءِ ڪين اکير سان ملي، ۽ سڄي حقيقت پنهنجيءَ پر ۾ ڪين ٻڌا يائين. چئني ئي چڻن صلاح ڪئي، ۽ ٻئي ڏينهن شهزاديءَ ڪاٽي شهزادي کي چوائي موڪليو تہ ”شاديءَ جي تياري ڪر، آءٌ تيار آهيان.“ ڪاٽي خوش ٿي شاديءَ جو بندوبست ڪيو. ٻئي ڏينهن شهزادي جي يارن شهر ۾ هوڪو ڏنو تہ ”اسين اڏام ڪٺولي ناهي سگهون ٿا.“ شهزاديءَ ڪاٽي کي چوائي موڪليو تہ ”تون اڏام ڪٺولي نهراءِ، تہ پاڻ ان ۾ لائون لهنداسون.“ پوءِ تہ ڪاريگر گهرائجي ويا، ۽ اڏام ڪٺولي ٿورن ڏينهن ۾ ٺهي ويئي. ڪاٽي شهزادي سونن وارن واريءَ شهزاديءَ سان هڪ سونارڻ، هڪ برهمڻياڻي، هڪڙي واڍي ۽ پوڙهي جادوگرياڻي گهرائي اڏام ڪٺوليءَ ۾ ويهاريون.



.... ۽ هوءَ ڪوڙهيءَ ڪتيءَ جهڙو منهن ڪري،
ڪنڌ ۾ ويڙهجي سيڙهجي ويهي رهي.

هوڏانهن هو ٽيئي ڪاريگر به اڏنڊ کٽوليءَ تي هڪ ڪنڌ ۾ لڪا ويٺا هئا. ٿوري اشاري تي، اڏامر کٽولي فرش ڇڏي عرش وٽي اُتي اڏاڻي. هيئنان ويچارو ڪاٺو شهزادو لولاٽ ڪندو رهجي ويو. آسمان تي پهچڻ ڪانپوءِ، سونارو، برهمڻ ۽ واڍو به نڪري ظاهر ٿيا. پوڙهيءَ ڏوتيءَ چيو ته ”هتي اوهين ڪيئن آيا؟ نڪرو ٻاهر!“ پر هي ٻڌن ئي نه پيا. پوڙهي جادوگرياڻيءَ جي عادت هوندي هئي ته شهزادي واري ”مڻ“ هميشه ساڻ رکندي هئي. شهزاديءَ ڇا ڪيو، جو جهٽ ڏيئي، هن ڏوتيءَ کي ڪٽي چُنبن کان جهليائين- چي، ”ڪڍ مڻ ٻاهر، نه ته ڏياڻءِ تي اڏنڊ کٽوليءَ کان هيٺ ڌڪو- پرزا پرزا ٿي ويندينءَ.“ تنهن تي ڏوتيءَ ڇيڙي ڪري مڻ ڪڍي، ڪٽي شهزاديءَ کي ڏني، ۽ ڪوڙهيءَ ڪٽيءَ جهڙو مُنهن ڪري، ڪنڌ ۾ ويڙهجي سيڙهجي ويهي رهي.

اڏامر کٽولي، اڏامندي اڏامندي، اچي انهيءَ محلات وٽ لٿي، جنهن ۾ شهزادو ڪٺو پيو هو. شهزاديءَ کان ڏسي رڙ نڪري ويئي- چي، ”هيءُ قهر ڪنهن جو؟“ طوطي جي نظر، جو ڏوتيءَ تي پيئي، سو پڙڪو ڏيئي، اچي هن کي چنبن ۾ نونگن سان ورتائين- هٿي هُن وٺواند کي رتوڇاڻ ڪري وڌائين. شهزاديءَ اٿي منوءَ کي جهليو، ۽ چيائينس: ”تورو صبر ڪر، تنهنجي فرياد جو فيصلو به ٿئي ٿو.“ شهزادي جي دوستن جڏهن شهزادي جو اهو حال ڏٺو، تڏهن برهمڻ کي چيائون: ”ادا، واهر ڪر، وقت هيءُ اٿئي!“ پوءِ برهمڻ شهزادي تي به چار منتر جنتر پڙهيا، ۽ ڏٽيءَ کان دعا پنيائين، ته شهزادو ڪلمو پڙهي اُٿي وينو، ۽ پنهنجا يار وفادار ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويو- چي، ”ادا، مون کي ننڊ مان اٿاري ڪٺي ڪڙو ڪيو!“ تنهن تي يارن سڄي حقيقت ٻڌايس، ۽ هو سمجهي ويو ته طوطي جو چوڻ صحيح هو. سونارڻ، واڍي ۽ برهمياڻي به اهو قصو ٻڌي حيران ٿي ويئون،

۽ پوءِ سونارڻ، سوناري سان، واڍي، واڍي سان، ۽ برهمياڻي برهمڻ سان پرڻيون. باقي شهزادي خوشيءَ جي گوڙهن جا ڦڪ ڳاڙي، اتي اچي شهزادي سان ملي- ۽ ڪا دير ته ٻيئي هڪٻئي کي چپ چاپ ويٺا ڏسندا رهيا. ۽ پوءِ سيني يارن کي واپس ڳوٺ ورڻ جو خيال ٿيو، ۽ پوڙهيءَ ڏوتيءَ کي اڪيلو ان محلات ۾ بند ڪري، پاڻ طوطي سميت، اڏند ڪٽوليءَ تي چڙهي، اچي وطن پهتا. سيئي پنهنجن پنهنجن مائٽن سان مليا.... پوءِ ته عيدون ٿي ويون- ۽ باقي حياتيءَ جا ڏينهڙا، پنهنجي وطن ۾ هڪٻئي سان وفاداريءَ ۾ گذاريائون.



# ڪرمان ۽ ڪوري بادشاهہ

بادشاهن جو بادشاهہ تہ رب پاڪ آهي، پر ڪوڙي زماني جو هڪڙو ڪو بادشاهہ هوندو هو، جنهن کي مايا ملڪيت جي تہ ڪا پرواهہ ڪانہ هئي، پر سير مٺيءَ (اولاد) جو بکيو هو. اهو بادشاهہ ذات جو ڪوري هو. هڪڙو ڏينهن الله جو اهڙو ٿيو، جو دربار ۾ پنهنجن سيني اميرن ۽ وزيرن کان صلاح پڇيائين تہ "جيڪڏهن آءٌ مري ويس، تہ پوءِ منهنجي رعيت تہ سڄي دربدر ٿي ويندي! مون کان پوءِ ڪير آهي، جو انهن جي سار سنڀال لهندو! خدا پاڪ تہ مون کي ٻيو سڀ ڪجهہ ڏنو آهي، پر انهيءَ ڏن جو ڏنار ڪونہ ڏنو اٿس. هاڻي هيءَ رعيت ئي منهنجو سچو پچو اولاد آهي؛ تنهنڪري منهنجو خيال آهي تہ آءٌ پنهنجي سموري مايا ۽ ملڪيت جيئري ئي پنهنجي هن اولاد کي پنهنجن هٿن سان ورهائي ڏيان، ۽ چوان تہ اها ملڪيت، جا هونئن بہ سندن ئي آهي، سوگهي ڪري پاڻ وٽ سميٽي رکن. البت جيسين منهنجي حياتي آهي، تيسين ان کي هٿ نہ لائين، باقي منهنجي مرڻ پڇاڙان ڀلي پنهنجي ڪم آڻين. سندن وقت پوءِ سٺو پيو گذرندو."

وزيرن ۽ عقل جي ويرن کي بادشاهہ جي انهيءَ 'بيوقوفيءَ' تان ڏاڍي ڪل بہ آئي، مگر ڪنهن کي بہ همت نہ پيئي ٿي، جو ڪجهہ ڪڇي سگهي! آخر هڪڙي پيرسن وزير دل جهلي، ٻانهون ٻڌي، ڪنڌ نمائي، بادشاهہ کي چيو: "جهان پناهہ، بادشاهہ سلامت جي سر بخت جو سدائين شل خير هجي، جنهن جي حڪومت اندر شينهن ٻڪري گڏ ڪائين ٿا، جنهن جي انصاف ۽ عدل جي هنڌين ماڳين هاڪ لڳي پيئي آهي،-

اسان سيني کي بادشاهه سلامت جن جي بي اولاد هجڻ تي دل ۾ ڏاڍو ارمان ۽ افسوس آهي؛ پر سچو بندو الله جو اُهو آهي، جو مرڻ گهڙيءَ تائين الله پاڪ جي مهربانين مان اميد لاهي نااميد نه ٿئي. ڪالهه اسان کي خبر پيئي آهي، ته پنهنجي شهر کان ڏهن ڪوهن جي پنڌ تي جبل جي هڪڙي غار ۾، هڪ الله لوڪ درويش رهي ٿو، جو هميشه خدا جي عبادت ۾ ئي رذل رهي ٿو، ۽ گهٽو ڪري ڪنهن به بني بشر سان نٿو ڳالهائي. ٻڌو اٿئون ته سندس منهن مان هميشه نور پيو وسي. ڪڇهري ڪنهن سان به ڪونه ڪري، سڄو وقت اکيون پوريون پيون اٿس، ۽ تسبيح سوريندو ۽ چپ چوريندو رهي ٿو- جيڪي به پيو پڙهي، سو سڀ دل ۾. اسان جو سائينءَ جن کي عرض آهي ته انهيءَ درويش کان به ته هلي سوال ڪري دعا پني ڏسو! من ڀاڄارو ڏٺي انهيءَ وليءَ جي مهابي ڪٺي سير مٿيءَ جي مهرباني ڪري!"

بادشاهه وزير کي وراڻيو ته "اي عقل جا اڪابر وزير! آءٌ تنهنجي انهيءَ نيڪ راءِ سان شامل آهيان. هڪدم سواريءَ جو بندوبست ڪريو ته هلي درويش کي ڏسجي." حڪم جي دير هئي؛ بادشاهه سلامت ۽ ساڻس گڏجي ويندڙ وزيرن اميرن جي سواريءَ جو يڪدم بندوبست ٿي ويو. دربار پوري ڪري، منزل ڪوچ ڪئي ويئي؛ ڏينهن ٽپي ويو هو، جنهن ڪري واٽ تي هڪ وڏي گهاٽي وڻ جي هيٺان ڪاڙهو ناريائون. پر ۾ بيٺل پاڻيءَ جي ڍُبن مان گهوڙن کي پاڻي پياريائون، ٿورو وقت آرام ڪيائون، آنڌل ڪاڏو ڪاڏائون، ته مٿان اچي اڳينءَ جي مهل ٿي. سج لڙندو ڏسي، بادشاهه ڪوچ ڪرڻ جو حڪم ڪيو. يڪدم منزل ڪوچ ٿي، ۽ وچينءَ مهل وڃي درويش وٽ پهتا. درويش به اوڏيءَ مهل غار کان ٻاهر نڪري، پنهنجي ٻهاريل ٽڪريءَ جي وچ ۾ دڪايل دونهينءَ کي ڪوڙو ڏيو، پاٿولي ماري اکيون بند

ڪيو وينو هو، ۽ تسبيح پڙهي رهيو هو. بادشاهه جيڏيءَ مهل دونهينءَ جي ويجهو ويو، تيڏيءَ مهل درويش پنهنجي دونهينءَ جي ڀئي پاسي وڇايل تڏي تي ويهڻ لاءِ اشارو ڪري، ڪانئس پڇيو ته "بادشاهه سلامت ڪي اڄ اسان غريبن جي ڪيئن يادگيري آئي، جو هيڏي ساري تڪليف ورتي اٿن!"

بادشاهه فقير ڪي چيو ته "الله جو ڏنو، اوهان الله لوڪ درويشن جو ڏنو، ٻيو سڀڪجهه آهي؛ سير مٽيءَ جو طالبو آهيان، جنهن جي ڳاراٽي ۾ ڳري رهيو آهيان. انهيءَ ڪري ئي اڄ اوهان جي حاضريءَ ۾ حاضر ٿيو آهيان. اوهان درويشن کي الله پاڪ وڏي سگهه ڏني آهي، اوهان جي ڪيل ڪمائيءَ تي ڪلتار راضي آهي. چوندا آهن ته ڪامل درويش جي هنئي ڪڏهن به ڪين گسي! درويش جي دعا کي الله پاڪ به نٿو موٽائي، تنهنڪري مون بي اولاد بندي جي حق ۾ الله جي دربار مان دعا گهري، سير مٽيءَ جو وني ڏيوم، جنهن جو ڏاڍو بڪايل ۽ سڪايل آهيان!"

درويش بادشاهه جي سموري حقيقت ٻڌي ٽپيءَ ۾ پئجي ويو. ٿورو وقت صبر ڪري، ڪلي، چيائين: "بادشاهه سلامت! تنهنجي لاءِ اولاد ته مون کي لکيل ئي نظر نٿو اچي؛ آءٌ به خدا جي سموري خدائيءَ کي اُٿلائي پٿلائي، ڳولي ڦولي آيو آهيان. جنهن صورت ۾ توکي ڪو اولاد ئي لکيل نه آهي، تنهن صورت ۾ هيءُ گنهگار بندو ڇا ٿو ڪري سگهي!"

اتي، ڏس ڏيندڙ وزير، ٻانهون ٻڌي، وچ ۾ عرض ڪيو ته "فقير سائين! جيڪڏهن اسان جي بادشاهه سلامت جي پٽ پڏري ٿيڻ لاءِ سير مٽيءَ جو لکيل هجي ها، ته ضرور ڪيس ملي ها؛ جڏهن ته لکيل ئي ڪونه آهي، تڏهن ته اوهان جي قدمن ڇهڻ لاءِ اچي حاضر ٿيا آهيون!"

اتي بادشاهه وچ ۾ وراڻيو: "لکيو ته سڀڪو لهي ٿو، پر ڪمائيءَ وارا ڪامل بزرگ ۽ درويش اُهي، جي اڻ لکيا پلئه پائين ٿا!"

انهيءَ تي درويش جون ڳاڙهيون مشعل جهڙيون اکيون ڪلي ويون ۽ هڪل ڪري دهشت سان چيائين: "بابا! انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃو، خدا جي ڳجهه ۾ ڪنهن کي به هٿ وجهڻ جي طاقت نه آهي. تنهنڪري مٺ ڪري جتان آيا آهيو، اوڏانهن واپس هليا وڃو!"

بادشاهه تمام ڪيرتون ڪري عرض ڪيس: "درويش سائين! اڇٽا اڇي چڪاسين. باقي اهڙيءَ درٻار مان بنا وٺ وڃڻ جي هٿين خالي موٽي، پاڻ کي مهٽيماب ڪين بنائيندا سين. تنهنڪري عرض آهي ته تون پاڻ کي سجاڻي، سوال ڪري، اسان جو سبب پورو ڪر، ته اسين مانائتا ٿي موٽي وڃون."

اها حقيقت سڻي، فقير سائين وري ٽبيءَ ۾ پئجي ويو. ڳچ ڳچ جيتريءَ دير کان پوءِ، ڪنڌ لوڏي، ٿورو مشڪي چيائين: "بادشاهه سلامت، توکي مبارڪ هجي! الله پاڪ جي درٻار ۾ عرض اگهاڻو آهي. ستت ئي توکي به ٻار ٿيندا، اول نياڻي ۽ ان کان پوءِ پٽ. نياڻي جڏهن وڏي ٿيندي ۽ بلوغت کي پهچندي، تڏهن پروارن بادشاهن ۾ تنهنجي لاءِ دشمني پيدا ٿي پوندي، ۽ هو لڙاين لاءِ ميدان اچي والاريندا:" فقير وري ٽبيءَ ۾ پئجي ويو، ۽ ساعت کن کانپوءِ چيائين: "پر فتح نيٺ تنهنجي ٿيندي."

اها حقيقت ٻڌي، بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ آندل سيپئي تحفا درويش جي اڳيان نذرانو رکي، درويش کان مليل ڪير جي وٺي پي، موڪلائي پنهنجي شهر تخت گاهه ڏانهن روانا ٿيا، ۽ خير سلامتيءَ سان اچي پنهنجي شهر پهتا: جتي بادشاهه ڪي پنهنجي محلات ۾ چڙي، سيڪو وڃي پنهنجي پنهنجي آستاني تي آرامي ٿيو.

خير! ڳالهيون سگهيون پوريون ٿين، ڏينهن پنهنجي مُدي تي گذرن. ٿوري گهٽي ڏينهين بادشاهه جي ٻن راڻين کي اميد واري ٿي. بادشاهه به خوشيءَ ۾ ڪيتروئي خزانو لٽايو. غريبن به بادشاهي انعام وٺي پنهنجا

پنهنجا گهر پريا. آخرڪار، مدي پوري ٿيڻ تي، هڪ راڻيءَ کي ڌيءَ ڄائي، ۽ مهيني ٻن کان پوءِ ٻيءَ راڻيءَ کي پٽ ڄائو. بادشاهہ خدا پاڪ جا شڪرانا ڪري، نجوميءَ کان ٻارڙن جي بخت بنسبت پڇيو، جنهن پڻ ڪامل درويش واري ڳالهہ ڏسي؛ بلڪ صاف طرف کولي بيان ڪئي. چي: "بادشاهہ سلامت جي ٻنهي ٻچڙن مان صاحبزاديءَ ۽ صاحبزادي جا بخت بلڪل زور آهن. باقي ٿوري رنڊڪ آهي- جيڪڏهن جهان پناهہ اسان کي جيئدان ڏئي، تہ اُها بہ بيان ڪريون."

بادشاهہ کين وچن ڏنو تہ "اوهان بنا ڪنهن خوف جي حقيقت بيان ڪريو." انهيءَ تي آيل نجومين مان هڪڙي جهور پوڙهي نجوميءَ، جنهن جي ڪنن جون پاپڙيون پئي لڏيون، پانهون ٻڌي چيو: "جيئندا قبلا! جنهن وقت اوهان جي صاحبزادي، اسان رعيت جي شهزادي، بلوغت کي پهچندي، تنهن وقت حڪومت کي ڪجهہ لوڏو ايندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، پر جلدي ئي فتح ۽ ڪاميابي اسان جي بادشاهہ سلامت جي ٿيڻي آهي، ۽ جيڪي بہ غنيم چڙهي ايندا، سي هار کائي وٺي ڀڄندا، ۽ انهن سڀني جو جنگي مال ۽ اسباب بہ بادشاهہ سلامت جن جي هٿ ۾ ايندو."

خير، ڏينهن بہ منائتا گذري اچي پورا ٿيا. شهزادي بہ اچي بالغ ٿيڻ کي ويجهي پهتي؛ سندس [illegible] چڻ ئي ڏسين کان ٻين بادشاهن جا قاصد، ڪوري بادشاهہ وٽ سندس ڌيءَ جي سڱ وٺڻ لاءِ ايندا رهيا. بادشاهہ بہ سڀني کي جهوٽ جواب ڏيندو رهيو. ٻين بادشاهن تہ ڪٿي مات ڪئي، پر سندس [illegible] بادشاهہ، جنهن [illegible]
[illegible]
[illegible]

اڇان، تہ پنهنجيءَ حڪومت مان ڪجهہ ڏاڙيل موڪلي بہ سندس حڪومت هٿ ڪري سگهان ٿو، سو منهنجي هيڏي ساري ڪٽڪ اڳيان ڪيئن دم پٽي سگهندو؟' ساري رات ڪرمان باد شاهہ کي اهڙن پورن پچائڻ ۾ پلنگ تي لچندي پڇندي گذري ويئي، مگر ننڊ نہ آيس. صبح جو سويل دربار ۾ جڏهن سڀ امير وزير اچي گڏ ٿيا، تڏهن ڪرمان باد شاهہ ساڻن گذريل رات واري سموري حقيقت بيان ڪري، ڪانئن صلاح پڇي: جنهن تي ٻين سيني باد شاهہ سان هائو ۾ هائو ملائي، مگر هڪ ٻيڙو وزير ماٺ ۾ ئي رهيو: جنهن تي باد شاهہ چيس: "ٻيڙا وزير، تون ڇو نٿو ڪڇين؟ ڇا اسان جي راءِ توکي نہ ٿي وڻي؟" ٻيڙي وزير هٿ ٻڌي چيو تہ "باد شاهہ سلامت جي سربخت جو سدائين خير هجي! جيڪي حضور جن فرمايو آهي، سو سڀ برحق سچ آهي، مگر منهنجي مرضي آهي تہ توهان وري بہ کيس هڪ خط لکو، جنهن ۾ ڪٿس حقيقت کولي ٻڌايو تہ 'جنهن صورت ۾ تو منهنجي پٽ جي آيل مائٽي عدولي آهي، تنهن صورت ۾ باد شاهي قاعدي ۽ قانون موجب جنگ ڪرڻ ئي ٿي جڳائي: هاڻي يا تہ سڱ ڏي يا تہ جنگ ڪر!' پوءِ هو ڏجي ويندو، ۽ ڪٽي سڱ ڏيندو." باد شاهہ ۽ ٻين سيني کي ٻيڙي وزير جي اها صلاح پسند آئي، جنهن ڪري باد شاهہ کي ڪرمان، پنهنجي خاص ڪاتب کان خط لکائي، شاهي مهر هڻي، ٻيڙي وزير هٿان ڪوري باد شاهہ ڏانهن موڪليو. ٻيڙو وزير ڪوري باد شاهہ جي دربار ۾ وڃي ادب سان حاضر ٿيو، ۽ باد شاهي خط هڪڙي سوني ٿالهيءَ ۾ رکي، ٻيءَ سوني ٿالهيءَ سان ڍڪي، باد شاهہ سلامت کي پيش ڪيائين، ۽ ڪرمان باد شاهہ کان آندل هيرا ۽ جواهر بہ تحفو ڪري پيش ڪيائين.

ڪوري باد شاهہ پنهنجي اڪابر وزير کان خط پڙهايو، ۽ جنگ جي ڌمڪيءَ جو ٻڌي، تپي باهہ ٿي ويو. خط ڦاڙي ساڙيو ويو، ۽ آندل هيرا

جواهر بہ اڇلارايا ويا ۽ آيل ٻيڙي وزير ڪي چيو ويو: ”تنهنجي پيرسنيءَ تي قياس ٿو اچيم ۽ خدا جو خوف ٿو ٿئيم . جنهنڪري توکي سلامت واپس وڃڻ ٿو ڏيان: هاڻي آندل خط جو اهو جواب اٿيئي، جو پنهنجي مغرور بادشاهہ کي وڃي پهچاءِ تہ ’جنگ جا دڙڪا نہ ڏي: لڙائي ڪرڻي اٿئي، تہ لهي اچ ميدان ۾ ، تہ خبر پوي!‘ “

ٻيڙو وزير بادشاهہ جو زباني پيغام کڻي، پنهنجي ڪرمان بادشاهہ وٽ پهتو، ۽ اکر بہ اکر وڃي کيس ٻڌايائين. ڪرمان بادشاهہ سموري حقيقت ٻڌي، تپي باهہ ٿي ويو، ۽ هڪدم جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻ جو حڪم ڏنائين. طبل وڄي ويا . جنگ لاءِ سيڌا سامان ۽ هٿيار پنوهار گڏ ٿي ويا. هڪ شاهي ڪٽڪ تيار ٿي ويو. آخرڪار بادشاهہ بہ پنهنجن گهوڙن ٻيڙن سميت اچي ڪوري بادشاهہ جي تخت گاهہ کان اڌ ميل ڪن پنڌ تي پنهنجا خيما کوڙيا ، ۽ ڪوري بادشاهہ کي چوائي موڪليائين تہ ”آءٌ لڙائيءَ لاءِ فوج وٺي آيو آهيان، تون بہ پنهنجي فوج وٺي اچي لڙائي ڪر، يا پنهنجي ڌيءَ جي منهنجي وڏي پٽ سان شادي ڪري ڏي، تہ پوءِ آءٌ واپس هليو وڃان!“

ڪوري بادشاهہ پيغام پهچڻ تي، پنهنجو لشڪر تيار ڪري. وڏي وزير جي هٿ هيٺ، ڪرمان بادشاهہ سان لڙائي ڪرڻ لاءِ موڪليو. وڏي وزير جي جڏهن ڪرمان بادشاهہ جي لشڪر تي نظر پيئي، تڏهن پاڻ ۽ سندس سپهہ سالار دهلجي ويا ، ۽ بادشاهہ کي پيغام ڏياري موڪليائون تہ ”ڪرمان بادشاهہ سان ايڏو تہ ڪٽڪ آهي، جو پنهنجو لشڪر ان جي اڳيان ڪجهہ بہ نہ آهي: تنهنڪري اسان جو عرض آهي تہ اجائي خونريزي ڪرڻ ۽ لشڪر مارائي رت جي نديون وهائڻ مان ڪجهہ بہ ڪين ورندو. سنو ائين ٿيندو تہ اوهان پنهنجي صاحبزاديءَ جو سڱ ڪٽي ڪرمان بادشاهہ

جي صاحبزادي کي ڏيو، ائين ڪرڻ سان هڪڙو تہ ٻنهي ڌرين جي عزازت ڳنڍجي پوندي، ۽ ٻيو تہ ٻنهي بادشاهن جي وچ ۾ ايتري تہ محبت وڌي ويندي، جو ٻيو ڪوبہ ڌاريو غنيم اوهان ٻنهي بادشاهن تي ڪاهہ ڪري نہ سگهندو."

ڪوري بادشاهہ کي جڏهن پنهنجي وزير جو اهو پيغام پهتو، تڏهن ڪيس ڌاڍي منيان لڳي، ۽ ائين سمجهيائين تہ "اسان جو لشڪر يا تہ ڊڄو آهي، يا تہ دشمن جي لشڪر سان ملي هڪ ٿي ويو آهي." تنهنڪري پنهنجي لشڪر کي سبق سيکارڻ ۽ ڪرمان بادشاهہ سان دوبدو ڳالهائڻ لاءِ پاڻ هڪ اَرڙو گهوڙو تيار ڪرائي، ان تي سوار ٿي، وني گهوڙي کي اڙي هنيائين، تہ گهوڙو اک ڇنڀ ۾ بادشاهہ سميت اچي سندس پنهنجي ڪٽڪ ۾ ڪڙڪيو. بادشاهہ جي گهوڙي، جو ڪرمان بادشاهہ جا گهوڙا پريان بيٺل ڏٺا، سو امالڪ ڪٽي انهن ڏي رخ رکيائين. ڪوري بادشاهہ، گهٽوئي گهوڙي کي روڪيو، پر گهوڙو سندس وَس کان ٻنهہ ٻاهر نڪري ويو، جنهنڪري بادشاهہ کي پنهنجي ڪِرڻ جو اچي خوف جاڳيو. گهوڙو اهوئي پڄندو، دشمن جي لشڪر ڏي ڪاهيندو پئي ويو. ڪوري بادشاهہ بہ نيٺ، پنهنجي ڪِرڻ کان بچڻ لاءِ، ڪٽي هڪ وڻ کي ڀاڪر وڌو. گهوڙو جو ڏوڪيندو پئي ويو، سو وڻ بہ بادشاهہ جي ٻکن ۾ اچي پاڙان پٽجي ويو، ۽ بادشاهہ جي ڪلهي تي اچي پيو.

ڪرمان بادشاهہ جي ڪٽڪ جڏهن ڏٺو تہ "مار! ڪوري بادشاهہ جي ٻي فوج تہ الائي ڪٽي آهي! سندس فوج جو هڪ رواجي سپاهي بہ ٻي ڊپو اهڙيءَ بهادريءَ سان گهوڙي کي ڪڏائيندو، وڻ پاڙان پٽيو ڪلهي تي ڪنيو، اسان تي ڪاهيندو پيو اچي، ۽ اسان جي لشڪر کي چيريندو سڌو بادشاهہ سلامت جي تنبوءَ ڏانهن ڏوڪيندو پيو وڃي!' – سي ڊپ ۾ چڙوچڙ ٿي، وني پڳا.



كوري بادشاھ كي سِر سان اچي لڳي، سو ٻه وڏي واڪ دانھون كندو پئي ويو ته ”كٽي كِران!“ پر كرمان بادشاھ ۽ سندس لشكر سمجھيو ته كوري بادشاھ للكاريندو پيو اچي، ته ”كٽي كرمان!“ جڏھن كرمان بادشاھ جي كَن تي ھيءُ پڙلاءُ پيو، تڏھن تنبوءَ كان ٻاھر نكتو جان كٽي ڏسي ته سندس فوج ڀڄي ويئي آھي، ۽ كيترا ماٺھو سركش گھوڙي پنھنجي لتن ھيٺان آٽي، سنبن سان ئي سوراتي چڏيا آھن.... سو ٻير وارن بيٺل گھوڙن مان تڙ تكڙ ۾ ھكڙو گھوڙو چوڙيندي، مٿس سوار ٿي وٺي ڀڳو؛ مگر متيون اھڙيون ته منجھي پيس، جو گھوڙي جي پڇاڙي كيڏڻ وسري ويس، جنھنكري گھوڙي جي، ست ڏيڻ سبب، پوئين جنگھه ڀڃي پيئي! تيسين كوري بادشاھ جو گھوڙو ٻه اچي مٿس

ڪڙڪيو، ۽ جيئن بينل گهوڙي سان وڙهڻ لاءِ نَرا ڪنيائين، تيئن بادشاهه جي ڪلهي تان پٽيل وڻ ڪِري پيو، ۽ وڃي ڪرمان بادشاهه کي لڳو، ۽ ڪرمان بادشاهه ان جي هينان چيچجي مري ويو. هيڏانهن ڪوري بادشاهه خود گسڪي وڃي زمين تي پيرن پر بيهي رهيو. ڪوري بادشاهه پاڻ سان خدا جي مدد ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو: ۽ ڪرمان بادشاهه جو ملڪ ۽ آندل لشڪر جا هٿيار ۽ سامان سمورا ڪٽي، وڃي خيرن سان اڳي کان به وڌيڪ عدل ۽ انصاف سان پنهنجي بادشاهي هلائڻ لڳو.



# پاڳوَند بادشاهه

هڪڙو هو بادشاهه، اُن پنهنجي لشڪر کي حڪم ڪيو ته ”سپاهي شڪار تي هلنداسين: جنهن جي سامهون شڪار اچي، اُهوئي اُن جي پنيان پوي!“ ٻئي ڏينهن صبح جو، بادشاهه پنهنجي اَتالي سميت جهنگ ڏي روانو ٿيو: اوچتوئي اوچتو، هڪ هرڻ وڻن جي جهڳٽي مان نڪتو ۽ بادشاهه جي سامهون ٽپ اڳتي وڌي ويو. بادشاهه به ڪٽي هرڻ جي پنيان لغام ٿيڪيو. اڳيان هرڻ پنيان بادشاهه، وڃي اهڙي هنڌ نڪتا، جتي وسنهن نه واڙي: جهنگ به اُتي گهاٽو هو، هرڻ ڇلانگ ڏيئي اُن جهنگ ۾ گم ٿي ويو، ۽ بادشاهه حيران ٿي بيهي رهيو. بادشاهه آخر وري گهوڙي کي وٺي ڊوڙايو، پر گهڻي پنڌ کان پوءِ به هن کي ڪا وسندي نظر نه آئي. گهوڙو به سڄو ڏينهن اُڃ بُک ۾ ڊوڙيو هو، سو به اچي ماندو ٿيو، ۽ ٿوري پنڌ ڪرڻ کان پوءِ اڳتي هلڻ کان جواب ڏيئي بيهي رهيو. خار ۾، بادشاهه گهوڙي کي ٻتي چهبڪ وهائي ڪڍيا، گهوڙي کي اهڙو ڪو ڌڪ بلائتو لڳو، جو يڪدم ڪري پيو ۽ مري ويو. بادشاهه هاڻ ته هيڪاري اچي پريشان ٿيو. آخر توڪل جو ترهو ٻڌي، پيرين پنڌ اتي اڳتي هليو. سڄ به اچي لٿو هو، ۽ بُک اُڃ ۾ بادشاهه بنهه بيحال ٿي پيو: ايتري ۾ اوچتو هڪ هنڌ چلڪو ڏسڻ ۾ آيس، ۽ منهن ۾ ڪجهه رونق آيس، ۽ همت ٻڌي وٺي ان طرف روانو ٿيو. مڃاڻ اهو چلڪو هڪ تلاءُ جو هو! جيئن تيئن ڪري، بادشاهه اتي پهتو، پاڻي پيتائين، ۽ پوءِ جهٽ کان پوءِ اگهور ننڊ ۾ پئجي ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو بادشاهه ننڊ مان اُٿيو: هيڏي هوڏي ڏٺائين ته بنهه بيابان آهي. ... ڪي نه چارو. ... ڪيائين ته ... هڪ ٽي

تلاءَ آهي، ضرور ڪو جانور هتي ايندو هوندو. سو گهاٽي گاهه ۾ لڪي ويهي رهيو. جهٽ نه گذري، ته هرڻن جو ٽولو پاڻي پيئڻ لاءِ آيو، ۽ پاڻي پي پرسان بيهي چرڻ لڳا. جڏهن بادشاهه جي پرسان هڪ هرڻ آيو، تڏهن بادشاهه اُچانڪ ڏيئي ڪٽي ٽنگ ۾ ورتس، ۽ هڪدم ليٽائي ڪٽي تڪبير وڏائيينس، ۽ پوءِ سڃيءَ ڪوڙيءَ ڪانيءَ کي گسائي، باهه ٻاري، گوشت پچائي، پيٽ پري کاڌائين. اهڙيءَ طرح روز پيو گذارو ڪندو هو. انهيءَ وچ ۾ بادشاهه جي حالت صفا جهنگلين جهڙي ٿي ويئي هئي. ڪپڙا به اچي ڳُتس. جهنگ گهمي گهمي هڪ گاڏر چارو هٿ ڪيائين. پوءِ اڳئين وانگر هڪڙو هرڻ جهلي، ان کي ڪٽي، اتي هڪ طرف روانو ٿيو. ٻن ڇئن ڪوهن جي پنڌ کان پوءِ، هڪ شهر ڏسڻ ۾ آيس. شهر ۾ گهڙيو ته ڦريائين ڏٺائين ته هڪ ٻڪڻ وينو ڪاٽ ڪمائي. بادشاهه ڍڪڻ وٽ پهه جي سلام ورايو. ڍڪڻ سلام جو جواب ڏيئي، پڇيس ته "يار، هرڻ ويڪو آهي ڇا؟" بادشاهه چيس ته "يا ته يار نه سڏين ها، جي يار سڏيو اٿيئي ته پوءِ مُلهه وري ڪهڙا ٿو پڇين! جي گهرج هجيئي، ته هرڻ حاضر آهي." ڍڪڻ گهڻوئي زور پريس، ته پيسا وٺ، پر بادشاهه صفا جواب ڏنس. بادشاهه جڏهن وڃڻ لڳو، تڏهن ڍڪڻ چيس ته ادا "الله ته اڙي اوڇتي نه وجهندئي، پر جي ڪنهن وقت ڪا ڏکيائي پيش اچيئي، ته مان فلاڻي پاڙي ۾ وينو آهيان، هڪل ڪندين ته اچي حاضر ٿيندس!"

بادشاهه وري ساڳئي تلاءَ تي موٽي آيو. ٻئي ڏينهن به وري هرڻ جهليائين، ۽ خيال ڪيائين ته شهر جي ٻئي پاسي کان وڃي، هرڻ وڪڻي؛ ڪپڙو لٽو وٺان. اهو پور پچائي، شهر جي ٻيءَ ڪنڊ کان اچي نڪتو. ڇا ڏسي ته هڪ ملنگ وينو آهي. بادشاهه ملنگ کي سلام ڪيو، جنهن سلام جو جواب ڏيئي چيس، "يار، جي هرڻ وڪڻين، ته مُلهه ٻڌاءِ!"



بادشاهه جواب ڏنس ته ”فقير سائين يا ته يار نه سڌين ها، پر جي يار سڌيو اٿئي ته پوءِ مُلهه ڪهڙا تو ڪٿائين! لوڙهه هجي، ته هرڻ حاضر آهي.“ ائين چئي، بادشاهه هرڻ فقير کي ڏنو، ۽ پاڻ هلڻ لڳو. فقير چيس، ته ”بابا، الله ڪم ته ڪونه وجهندئي، پر جي ڪم پوئي ته اِنهيءَ دونهين تي پيو اچجانءِ!“

وري ٽئين ڏينهن به ساڳي ءَطرح بادشاهه هرڻ پڪڙيو، ۽ شهر جون اڳي به ڪندبون چڙهي، ٽينءَ ڪندب جي راهه ورتائين. اڳيان هڪ سوداگر مليس. بادشاهه ان کي سلام ڪيو، ۽ هن وراڻي ڏيندي چيو ته "يار، ڪر خبر، هرڻ ويڪو آهي چا؟" بادشاهه چيو ته "يارن سان ڪهڙا مُلهه، اچي هرڻ تون ڪڻ!" جڏهن موٽڻ لڳو، تڏهن سوداگر چيس ته "خدا ڪم ته ڪونه وجهندئي، پر جي ڪا گهڙي وقت جي پيئي، ته اسين حاضر آهيون! منهنجو نالو فلاڻو اٿيئي."

چوٿين ڏينهن به وري ساڳي ڪرت. هن ڀيري بادشاهه کي اُتي جي بادشاهه جو پٽ مليو، جنهن کانئس، يار چئي، هرڻ ورتو، ۽ پاڻ کي هن جو دوست ڪري هليو ويو. بادشاهه موٽي اچي تلاءَ تي ليٽي پيو. اجا سج ئي نه اُڀريو هو، ته هڪ واهر پير کڻي اچي تلاءَ جي پرسان وجايا، ۽ بادشاهه کي کڻي بڌائون، چي: "تون خون ڪري هتي اچي لڪو آهين!" بادشاهه ويچاري اهو آمر الله طرفان سمجهيو، ۽ چپ چاپ هنن سان گڏ هلڻ لڳو. جڏهن بادشاهه کي انهيءَ بادشاهيءَ ۾ آندائون، جتي هي ءُهرڻ ڏيئي ويندو هو، تڏهن هن کي ياد آيو ته واهر اُهي ئي پيرا کنيا آهن، جن سان هيءُ هرڻ ڏيئي موٽندو هو. آخر بادشاهه کي اچي شهر جي بنديخاني ۾ بند ڪيائون، ۽ کيس ٻڌايائون ته "توکي سڀاڻي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندو!" بادشاهه ڏاڍو ششدر ٿيو، آزيون نيزاريون ڪرڻ لڳو، وڏي واڪي دعائون پنڻ لڳو. مڃاڻ قيد جي پرسان بادشاهه به اچي لنگهيو. انهيءَ، جو بادشاهه جون آهون دانهون ٻڌيون، تنهن چا ڪيو جو گهڙي ويو جيل ۾، ۽ داروغي کي چيائين ته "مون کي فلاڻي قيديءَ وٽ وٺي هل!" داروغي يڪدم هن کي قيدي بادشاهه وٽ پهچايو، جنهن وٽ بادشاهه پاڻ کي جيل جو داروغو ظاهر ڪيو، ۽ چيائينس ته "جيڪڏهن توکي پنهنجي ڪنهن دوست يار سان ملڻو ڪرڻو هجي، ته ٻڌاءِ. ته ان کي ڪهرائجي." قيدي بادشاهه چيو ته "مون پرديسيءَ کي هت ڪو ڪونه ٿو

سجاڻي: ها، باقي شهر جي فلاڻي پاسي هڪ ملنگ فقير وينو آهي، ان کي سڏي ڏيو." بادشاهہ يڪدم فقير کي گهرايو، ۽ هو قيدي بادشاهہ جي آڏو پيش ڪيو ويو. فقير کي ڏسي هن چيو: "يار، پنهنجا تہ هال اجهي هي اٿيئي!" ملنگ پنهنجي يار جي اها حالت ڏسي، سيڪجهہ سمجهي ويو، ۽ چيائينس: "يار، خدا ڪندو تہ بادشاهہ سپاڻي توکي ڇڏي ڏيندو؛ پر جي نہ ڇڏيائين، تہ شهر اسان بہ غرق ڪري ڇڏينداسونس. هاڻي وڃي مزي سان رات گذار."

پوءِ قيدي بادشاهہ کان پڇيائون تہ "جيڪڏهن ڪو ٻيو يار هجيئي، تہ ان کي بہ آندو وڃي!" جنهن تي هن ڊکڻ جو نالو ڪنيو. تنهن تي ڊکڻ کي هڪدم وٽس حاضر ڪيو ويو. ڊکڻ کي ڏسي هن چيو تہ "يار، اسان جي هاڻي الله توهار آهي؛ سپاڻي بادشاهہ ڦاسيءَ تي چاڙهائي ڇڏيندو: مون چيو تہ يار کان موڪلايو وڃان!" ڊکڻ چيس تہ "يار، خدا ڪندو، بادشاهہ توکي سپاڻي ڇڏي ڏيندو؛ جي نہ، تہ محلات جا ٿنڀا مون ناهيا آهن، ۽ انهن ۾ هڪ اهڙي چپر آهي، جو اُها ڪڍي وٺان، تہ بادشاهہ جي سڄي محلات ڇٽ تي وڃي. هاڻي الله کي ياد ڪر، سپاڻي اسان توکان اڳي اُتي هونداسين!" ائين چئي ڊکڻ رمندو رهيو.

پوءِ وري قيدي بادشاهہ کان پڇيائون تہ "ٻيو ڪو يار هجيئي، تہ ٻڌاءِ!" هن پوءِ سوداگر جو نالو ٻڌايو، جنهن کي اتي جو اتي آڻي وٽس پيش ڪيائون. سوداگر، يار جي اِها حالت ڏسي، حيران ٿي ويو؛ خبر چار ورتائينس. آخر قيدي بادشاهہ سوداگر کي چيو تہ "يار، چيم هاڻي مرون ٿا، سو يار سان تہ موڪلاڻي ڪجي!" سوداگر جواب ڏنس تہ "اسين تنهنجا يار باقي ڇا لاءِ آهيون، هاڻي، تون ڪو خيال نہ ڪر، سپاڻي آءٌ دنيا جو واڪ ڏيندس، جي بادشاهہ ان تي بہ راضي نہ ٿيو، تہ آءٌ انهن ٻن گهوڙن جو بہ واڪ ڏيندس، جن تي بادشاهہ عاشق آهي؛ پر جي انهن تي [illegible] نہ ٿيو، تہ پوءِ [illegible] پنهنجي [illegible] ڪندس- ان تي [illegible]

آهي! پر انهيءَ تي به جي راضي نه ٿيو، ته پوءِ ڀائو، الله واهي!" ائين چئي سوداگر هليو ويو.

قيدي بادشاهه کان وري به پڇا ٿي ته "اٿئي ڪو ڀيو به يار دوست، ته ان کي به گهرائي ونجي!" تنهن تي هن شهزادي جو نالو ٻڌايو. يڪدم شهزادي کي گهرايو ويو. شهزادي پنهنجي دوست جي اها حالت ڏسي، ڏک جو اظهار ڪيو، ۽ چيو ته "يار، خدا ڪندو ته بادشاهه سياڻو ٿي، توکي ڇڏي ڏيندو؛ جي نه ڇڏيائين، ته پوءِ پنهنجا به هٿ بادشاهه ۾ آهن- پوءِ ڪٿن ڀاڳ!، ائين چئي شهزادو به هليو ويو.

جڏهن صبح ٿيو، تڏهن بادشاهه ڪچهري گڏ ڪئي، ۽ قيدي بادشاهه کي به گهرايائين. جهٽ ڪانه گذري، ته سوداگر به گهوڙا وٺي اچي ڪچهريءَ جي پرسان بيٺو. هڪ گهوڙي تي سون جون خرزينون هيون، ۽ ٻئي تي سندس سدا ملوڪ گهرواري ويٺي هئي. ٻئي پاسي ڏکڻ به محلات جي هڪ ڪنڌ ونيو وينو هو. هوڏانهن شهزادو به پنهنجو لشڪر وٺي تيار ٿيو بيٺو هو. ٻئي پاسي وري ملنگ پنهنجو سڄو هٿ رنبيءَ وانگر زمين ۾ پُرڙي وينو هو.

شهر جي بادشاهه کي ته اڳي ئي سڀ ڳالهه جي خبر هئي، باقي رڳو پئي ڀاڳوند بادشاهه جا ڀاڳ آزمايائين. سوداگر بادشاهه کي عرض ڪيو ته "هيءُ خوني سون جي بدلي مون کي توري ڏيو." بادشاهه انڪار ڪيو، تڏهن سوداگر پنهنجا گهوڙا آڇيا، پر بادشاهه وري به "نه" ڪئي. تنهن تي هن پنهنجي زال پيش ڪئي، پر بادشاهه اها ڳالهه به نه مڃي. وري ڏکڻ کي سڏ ڪيائين، پر ڏکڻ اُٿائين رڙ ڪئي ته "جيئندا قبلا، ڦيريائين منهنجي يار کي آزاد ڪر، ته پوءِ اُٿان، نه ته محلات اڄئي ٿي پٽ تي!"

انهن ڳالهين مقالن ڪانپوءِ، بادشاهه، ڀاڳوند بادشاهه کي آزاد ڪري، سوداگر کي ڀاڪر پاتو، ۽ سوداگر جي زال کي ڀيڻ جي گنديءَ مٿي ... ڪائي، چيائين ته "واقعي منهنجي نيت بد هئي؛ پر اڄ کان پوءِ تون

منهنجي پيڻ آهين!" ان بعد فقير کان معافي ورتائين، ڏکڻ کي انعام ڏنائين، ان کان پوءِ پنهنجي پٽ کي پاڪر پائي، چيائين ته "بيشڪ تون حلالي ٻار آهين."

انهيءَ کان پوءِ پاڳوند بادشاهه کي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏنائين. جڏهن گهوٽ ڪنوار سيج تي وينا، تڏهن پاڳوند بادشاهه پنهنجي ڪنوار کي ٻڌايو ته "شهزادي آءٌ هتي رڳو اجوڪي رات آهيان: سڀاڻي پنهنجي وطن ويندس. جيڪڏهن تون اوڏانهن مون سان گڏ وطن هلين، ته ڀلي: نه ته اسان جي الله توهار اٿيئي!" شهزادي پهرين ته حيران ٿي ويئي، پر پوءِ چيائين ته "نيڪ آهي: تنهنجي آءٌ ٻانهي آهيان- جيڏانهن تون، تيڏانهن آءٌ به تنهنجي پنيان!" تنهن تي پاڳوند ٻڌايس ته "شهزادي مان پاڻ بادشاهه آهيان، تنهنجو پيءُ به منهنجو ڏنَ پرو آهي! تون فڪر نه ڪر: قسمت جي لکئي مون کي هتي آندو آهي، نه ته ڪير ائين ايندو آهي!"

صبح جو پاڳوند بادشاهه پنهنجي سهري کي به سچي ڳالهه ٻڌائي، جو پڻ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ بادشاهه ۽ شهزاديءَ کي خوشيءَ سان پنهنجي ملڪ موٽي وڃڻ جي موڪل ڏنائين.





# بادشاهه ۽ ٻڪرار

زماني جو هڪڙو بادشاهه هوندو هو، جنهن وٽ ٻيءَ ڪنهن شيءِ جي ته ڪمي ڪانه هئي، پر اولاد ٿيندو ئي ڪونه هوس. آخر گهڻي خير خيرات ۽ دعائن سڪائن ڪان پوءِ، هن ڪي ڪنهن فقير دعا ڪئي، ۽ کيس پٽ ڄائو. بادشاهه جو پٽ، اڃ ننڍو سيان وڏو، نيٺ اچي لائق ٿيو، هڪ ته بادشاهي ٻار ۽ ٻيو سِڪي سِڪي ڄاول، سو آزاد ٿي پيو گهمندو هو. اُتي هڪ ٻڪرار به رهندو هو، جنهن سان بادشاهه جي پٽ جي جيڪي سو زياده دوستي هوندي هئي. ٻڪرار ڌڻ ڪاهي جهنگ ڏانهن ويندو هو، ته شهزادو به وٽي ساڻس گڏيو هو. بادشاهه کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن ڏاڍو ناراض ٿيو. کيس اها ڳالهه پسند ڪانه هئي ته کو سندس پٽ ٻڪرار جي دوستيءَ ۾ جهنگل گهمندو وتي، مگر پيار ۽ لاڏ سبب کيس چوندو ڪجهه به ڪونه هو.

هڪڙي ڏينهن، ٻئي دوست درياءَ جي ڪناري تي ويٺا هئا ۽ ٻڪرين کي پاڻي ويٺي پيارِيائون، تہ هڪ غوراب اچي لنگهيو، جنهن تي هڪ چنڊ جهڙي سهڻي، پري پيڪر، انساني روپ ۾، پسار ڪري رهي هئي. سندس حسن جي تجليءَ شهزادي کي موهي ڇڏيو، ۽ هو بت بڻجي ويهي ڏانهس ڏسڻ لڳو.

عشق جو تير ٻنهي طرفن لڳي چڪو هو، هڪ ئي ڏڪ سان پيئي نشانو بڻجي چڪا هئا- ۽ پريان شهزادي بہ شهزادي سان اکيون اڙائي ويهي رهي.

پاڻهي، جنهن اهو لقاءُ ويٺي ڏٺو، تنهن شهزاديءَ کي هوش ۾ آندو، ۽ چيائينس تہ "پرديسيءَ سان پريت جو پيچ پائڻ آهي پاڻ نهوڙڻ، ڪير ڄاڻي، هيءَ ڪٿي جي بلا!" شهزاديءَ چيو تہ "حيلو آءٌ بہ ڪنديس، وسيلو پاڻهي ٿيندو!" ائين چئي، شهزادي جي ڏسندي ڏسندي، هڪ ٿالهہ ڪٽي ان ۾ هڪڙي سوپاري وڌائين؛ وري اُها سوپاري ڪٽي وچ ٿالهہ تي رکيائين؛ اُتان ڪٽي وري پنهنجيءَ چوڙيءَ تي رکيائين؛ اتان ڪٽي وري ڏندن تي رکيائين، پوءِ اُتان ڪٽي، اکين تي رکي، درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيائين، آخر پُٺ ورائي، غوراب اندر هلي ويئي. ايتري ۾، شهزادي جي ٻنهہ اکين آڏو غوراب مَتي، اڳتي روانو ٿي ويو.

اهو سڄو تماشو ٻڪرار بہ پئي ڏٺو، شهزادي ٻڪرار کان پڇيو تہ "انهن اهڃاڻن جو مطلب ڪهڙو؟" ٻڪرار دل ۾ خيال ڪيو تہ جي 'سچي حقيقت، جيئن مون سمجهي آهي، تيئن کيس ٻڌائيندس، تہ شهزادي کي صبر ايندو ئي ڪونہ، ۽ چوندو تہ هينئر ئي غوراب جي پنيان هليا هلون!' تنهنڪري جواب ڏنائين تہ "آءٌ ٻنهہ ٻُوز، ٻڪرار؛ مون کي ڪهڙي خبر تہ هن

ڇا ٿي ڇيو؟ گونگن جا اشارا گونگا سمجهن ۽ پيا سمجهن گونگن جا مائٽ!"



خير، غوراب ته هليو ويو، پر شهزادو انهيءَ حسينه جي فراق ۾ روزبروز ڳرندو ويو. نيٺ شهزادي جي پريشانيءَ جي خبر وڃي بادشاهه تائين پهتي؛ جنهن نه سوچيو نه ويچاريو، ڳنڍ ڪٽي ٻڌائين ته "هي

سيڪجھ ٻڪرار جي صحبت جو اثر آهي، ۽ هن جي ڪري ئي منهنجي پٽ جي حياتي برباد ٿي رهي آهي!‘ ۽ حڪم ڏنائين تہ ”ٻڪرار کي شهر نيڪالي ڏيئي، ڏيهان ڏور ملڪان پري، ڪنهن اهڙي هنڌ اماڻي ڇڏيو، جو اتان وري ڪڏهن موٽي هيڏانهن منهن نہ ڪري سگهي!“

ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا، غريب جي ڇا مجال، جو ڪڇي سگهي! سو، ٻڪرار ويچارو اهو شهر ڇڏي، ڪنهن ٻئي شهر ڏانهن هليو ويو. پر شهزادو هو، جو ڏينهون ڏينهن ويو پٺي پوئتي پوندو. باد شاھ نيٺ ڪانئس هن ڳُڻتيءَ جو سبب پڇيو؛ جنهن تي شهزادي پهريائين تہ ٻڌائڻ کان انڪار ڪيو، پر نيٺ، اکين مان زارو زار ڳوڙها ڳاڙيندي ڳاڙيندي، سچي حقيقت ڪري ٻڌايائين. باد شاھ پنهنجي وزيرن ۽ اميرن کي گهرائي، شهزادي جي ڳجهارت پجڻ لاءِ چيو، مگر منجهانئن ڪوبہ ڳجهارت جو منجهہ لهي ڪين سگهيو. اِتي باد شاھ کي اچي شهزادي جي حياتيءَ جو ڊپ لڳو، تنهنڪري حڪم ڏنائين تہ ”ٻڪرار کي ئي ڪنهن طرح ڳولي هٿ ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ نيٺ بہ هو شهزادي جو دوست آهي؛ ممڪن آهي تہ ڳجهارت جو حل هن وٽان ئي هٿ اچي سگهي!“

حڪم جي دير هئي، باد شاھ جا ماڻهو، مٿا مونا هڻي، چارئي ڪندون نهاري، نيٺ ٻڪرار کي ڳولي وٺي آيا. باد شاھ کيس شهزادي جي سموري حقيقت ٻڌائي، ۽ چيو تہ ”هيءُ هاڻ مرڻ کي اچي ويجهو ٿيو آهي، سندس علاج ڪو توکي سجهندو هجي، تہ مهل هيءَ اٿيئي! هاڻي ٻڌاءِ تہ اصل اِها ڳالهہ ڪيئن آهي؟“ ٻڪرار باد شاھ کي ٻڌايو تہ ”باد شاھ سلامت! اها ڳالهہ آسان آهي. مون شهزادي سان رڳو انهيءَ ڪري نہ ڪئي، جو انهيءَ مهل ٻڌي ها، تہ يڪدم اوڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿئي ها، ۽ جهان پناھ جو ڏمر وري بہ ناحق مون غريب تي ٿئي ها!“

پوءِ ٻڪرار باد شاھ کي ٻڌايو تہ ”شهزاديءَ جنهن وقت ٿالهہ ڪنيو، تنهن مان مطلب اهو نڪتو تہ شهزادي ’ٿالهار‘ شهر جي آهي؛ سوپاري

ٿالھ جي وچ ۾ رکيائين، تنھن جو مطلب اھو ھو تہ سندس محلات وچ شھر ۾ آھي، ۽ ان جي دروازي تي سوپاريءَ جو وڻ بيٺل آھي؛ چوڙيءَ تي سوپاريءَ رکڻ جو اھو مطلب ھو تہ چوڙيگر جو دڪان بہ پرسان ئي اُتي ڪٿي آھي؛ وري سوپاريءَ کي ڏندن تي رکڻ مان ھيءُ مطلب ظاھر ٿيو تہ ھوءَ 'ڏاندار' بادشاھہ جي ڌيءَ آھي؛ ۽ ان کي اکين تي رکڻ مان مطلب اھو نڪتو تہ 'جيڪڏھن توھين اُتي ايندا، تہ منھنجين اکين ۾ جايون لھندا!' آخر ۾، سوپاريءَ کي درياءَ ۾ اڇلڻ جو مطلب ھيءَ ھو تہ 'اھا ڳالھہ ائين ٻڌي ۽ سُڻي، سوپاريءَ جيان خسيس سمجھي، مَن تان لاھي، وساري نہ ڇڏجو!' "

ٻڪرار جي ڳالھہ ٻڌي بادشاھہ ۽ سندس امير وزير ڀريائين تہ حيران ٿي ويا، پر پوءِ ڏاڍو خوش ٿيا. بادشاھہ کيس چيو تہ "ھاٺي اھو سڄو ڪم تنھنجي حوالي آھي. منھنجي پٽ جي حياتي ھاڻ توکي ئي بچائڻي آھي!" ائين چئي، شھزادي ۽ ٻڪرار، ٻنھي جي سفر اسھڻ لاءِ ھڪدم بندوبست ڪرڻ جو حڪم ڪيائين. بس، پوءِ تہ بيني بيني تياريون ٿي ويون، ۽ ٻئي ڏينھن شھزادو ۽ ٻڪرار پرديس وڃڻ لاءِ سنيري اڇي ٻاھر بيھي رھيا: بہ پلا گھوڙا ناٽي جي خرزينن سان ڀري کين ڏنائون، جن تي چڙھي، انھيءَ ئي مھل ھيٺي اُتي ھليا.

ٿوري گھٽين ڏينھين، منزلن پويان منزلون ڪندا، ڏسندا وائسندا، ۽ پڇائون ڳاڇائون ڪندا، نيٺ شھزادو ۽ ٻڪرار اچي 'ٿالھار' جي شھر ۾ پھتا. شھر ۾ جاءِ ھڪڙي مسواڙ تي ڪري، گھوڙن کي اتي ٻڌي، ھڪدم نڪري شھر ڏانھن گھمڻ لاءِ روانا ٿي ويا. گھمندي ڦرندي، ڏٺائون تہ ھڪ محل شھرجي وچ ۾ آھي، جنھن جي اڳيان سوپاريءَ جو وڻ بيٺل آھي، ۽ چوڙيگر پرسان دڪان ڄمايو برابر اتي وينو آھي. ھنن کي پڪ ٿي تہ 'ھيءَ ئي اھا محلات آھي، جنھن لاءِ ھيترا ڪشالا ڪڍي، اسين ھت آيا آھيون!' اھڙيءَ طرح ٻيو بہ ڪيتروئي ملڪ جو واءُ سواءِ لھي، ڳچ وقت کان پوءِ ھو

موتي پنهنجي رهڻ واريءَ جاءِ تي آيا ، ۽ جو ڪجهہ ڏٺو وائنو هيائون، تنهن تي گهٽيءَ گهٽيءَ تائين ڳالهيون مقالون ڪندي ڪندي، هڪ منا تي سمهي رهيا ۽ ننڊ ڪٽي وين.

ٻئي ڏينهن سوير صبح جو اُٿندي ئي، نيرن پاڻي ڪري، ٻڪرار وڃي هڪڙيءَ پوڙهيءَ مائيءَ کي هٿ ڪري آيو، ۽ هن کي پئسا ٽڪا ۽ ٻيا دم دلاسا ڏيئي، سمجهائي پڪو ڪري، ٻنهہ پنهنجو ڪري ڇڏيائين: چوندا آهن تہ ”هونئن نہ مَاسي، پئسي سان سيڪا ماسي“ ، سو ٻئي ڄڻا هاڻ کيس ”ماسيِ ماسي“ ڪري سڏڻ لڳا. پوءِ کيس چيائون تہ ”تون محلات ۾ وڃ، ۽ شهزاديءَ کي فقط ايترو چئو تہ ’تو جيڪي ساريا، سي آيا!‘ بس، پوءِ تون ڇٽينءَ!“ پوڙهي ”ماسي“ پهريائين تہ ڊني، مگر پئسن جي لالچ تي دل ٻڌي، شهزاديءَ وٽ ويئي، ۽ چيائينس تہ ”تو جيڪي ساريا، سي آيا!“ شهزادي اها ڳالهہ ٻڌي، باغ باغ ٿي ويئي! پهريائين ”ماسيءَ“ کي ڪجهہ انعام ڏنائين، ۽ پوءِ هڪ ٿالهہ آٽي ڏنائينس، جنهن ۾ اٽي جا قبا نهيل هئا ، جن مان هڪ قبو ڇوٽيءَ کان ڀڳو پيو هو! تنهن کان پوءِ، شهزاديءَ کيس هڪڙي ڏاڍي مار ڏيئي، لوڏي پاڻ وٽان روانو ڪري ڇڏيو! چي: ”ڪنِي رن، ههڙي ڪِي تهڙي، هلي آهين نامحرم مردن جا نياپا پهچائڻ. . . ٻيءَ ٽري وڃ منهنجي منهن تان، تہ ٻهہ ڪل نہ پرائي ڇڏيئين!“ پوڙهيءَ ”ماسيءَ“ ٿالهہ آٽي ٻڪرار کي ڏنو، جنهن اُتي جو اُتي سڄين ڳجهارتن کي سمجهي ورتو. هي ٻيئي ڄڻا پوءِ اُتي شهر جي چوڌاري چڪر هڻڻ لڳا . نيٺ ڏٺائون تہ شهزاديءَ جيڪي نشان ڳجهارت ۾ موڪليا هئا ، انهن نشانن وارا قبا شهر جي ٻاهران بيٺا هئا! رات ٿي، تہ ٻڪرار، چيڙي ڪري، شهزادي کي ڇوٽيءَ لٽل قبي ۾ ويهاري ڇڏيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ، شهزادي بہ اچي اتي پهتي، ۽ اهڙيءَ طرح شهزادي ۽ شهزاديءَ جي پهرين ملاقات ٿي. پوءِ انهيءَ جاءِ تي روزانو ملڻ جو وعدو ڪري، فجر مهل شهزادي جيئن آئي هُ ي، تيئن محلات ڏانهن واپس موٽي هلي ويئي.

ٻيءَ رات، ڪيل وعدي موجب، شهزادي مقرر وقت تي محلات کان ٻاهر نڪتي، پر اتفاق اهڙو ٿيو، جو اڃا شهر جي گهٽين ۾ مس پهتي، ته ڪنهن چوڪيدار کيس ڏسي ورتو، ۽ هڪل ڪري، سندس آڏو ڏگ جهلي بيهي رهيو. شهزادي به آواز تي هيسجي، جتي هئي اُتي هڪدم بيهي رهي. چوڪيدار ويجهو اچي ڪانئس ايڏيءَ مهل محلات مان نڪرڻ جو سبب پڇيو. تنهن تي شهزاديءَ منهن پڪو ڪري، کيس جواب ڏنو ته "منهنجي فلاڻي پير تي باس باسيل آهي، سو اوڏانهن ٿي وڃان." چوڪيدار خاموش ٿي ويو. پوءِ شهزادي چوڪيدار کي ڪجهه مڪائي، انهيءَ ئي ويل ڏسيل جاءِ تي اچي پهتي، جتي رات جو باقي حصو شهزادي سان رهاڻيون ڪيائين، ۽ اڳينءَ رات وانگر، فجر کان اڳ موٽي محلات ڏانهن هلي ويئي.

ٽيءَ رات وري چٽا ٿيو، جو شهزادي اڃا قبن وٽ وعدي موجب پهتي ئي مس، ته کيس مجاور ڏسي ورتو، ۽ جڏهن قبي اندر ويئي، تڏهن مجاور ٻاهران بيهي ڪَنائڻ لڳو. ٻڪرار دل ۾ خيال ڪيو ته هن وقت، جي ڳالهه رهجي آئي، ته چڱو: نه ته خير ڪونهي. سو ظاهر ٿي سڌو مجاور وٽ آيو، ۽ کيس چيائين ته "پري کان پنڌ پيو آهيان: مون کي پنهنجي هينئر زيارت ڪرڻي آهي- آءُ قبي اندر ويندس!" مجاور پهريائين ته اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو، پر کيس جڏهين خاصو نذرانو ٻڪرار کان مليو، تڏهين راضي ٿيو، ۽ چيائينس ته "ميان، جيئرن جاڳندن ولين جي زيارت کان ڪهڙي جهل!" ٻڪرار ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ اندر وڃي، سڄي ڳالهه شهزاديءَ کي ڪري ٻڌايائين. نيٺ صلاح ڪيائون ته 'هتان هاڻي جلد نڪرڻ گهرجي.' شهزاديءَ جواب ڏنو ته "سياڻي سچ لڻي، اوندهڙي مهل، گهوڙا تيار ڪري هتي پهچجو: پاڻ هتان نڪري هلندا سون!" پوءِ شهزادي ٻڪرار جو پٽڪو ٻڌي، ۽ ٻڪرار جي اجرڪ ڪلهن ۾ ويڙهي، ۽ پنهنجي جتي هٿ ۾ ڪئي، ٻڪرار جي جُتي پيرن ۾ پائي، قبي کان ٻاهر نڪري ويئي. گهٽيءَ

گهٽيءَ دير ڪانپوءِ، جڏهن مجاور در کڙڪايو، ته ٻڪرار ۽ شهزادو ٻاهر نڪري آيا، جن وري به خاصو نذرانو ڏيئي، صدق دل سان دعائون گهريس، ۽ پوءِ خير سان ٻيئي موٽي اچي پنهنجيءَ جاءِ تي آرامي ٿيا.

شهزادي ۽ ٻڪرار ٻئي ڏينهن سفر لاءِ سامان سڙو نه اهي، سڄو ڏينهن آرام ڪيو، ۽ رات جو مقرر وقت تي ڏسيل جاءِ وٽ وڃي پهتا. جيسين شهزادي اچي ئي اچي، تيسين، ٻڪرار شهزادي کي چڙهي، پاڻ ويجهڙائيءَ ۾ چڪر هڻڻ لڳو، ته جيئن ڪنهن اوچتي خطري جو اڳ ٻچاءُ ڪري سگهجي. مڃاڻ، پرسان ماڙيءَ تي هڪ جادوگرياڻي رهندي هئي، جنهن ان ئي گهڙيءَ پنهنجي نوڪرياڻيءَ کي پٺي پنهنجي ڪانيءَ مانيءَ جو مقالون ٻڌايون. ٻڪرار، جو اهو آواز ٻڌو، سو ڪَن ڏيئي ڳالهه ٻڌڻ لڳو. جادوگرياڻيءَ نوڪرياڻيءَ کي پٺي چيو ته "اڄ اسان جي شهر مان ڏاندار بادشاهه جي شهزادي وڃي رهي آهي. ساڻس گڏ هڪ شهزادو به آهي. واٽ تي هيءَ هڪ ٻير جي هيٺان لنگهندا؛ شهزادو ٻير مان ٻير پٽي ڪائيندو، جنهن جي زهريلي اثر ڪري شهزادو مري ويندو! پر جيڪڏهن اتان هو بچي ويو، ته ڪُن تي هڪ ڏوڏياٽي ڏُڏ کنيو پٺي ايندي؛ پر ان ڏُڏ ۾ نانگ جو زهر مليل هوندو، ۽ جي اهو ڏڏ پيئندو، ته اُڪت مري ويندو! پر جيڪڏهن اُتان به هو بچي ويو، ته جڏهن پنهنجي محلات ۾ سمهندو، تڏهن رات جو هڪ بلا شهزاديءَ جي ڳل تي زهر هاري ويندي؛ شهزادو ننڊ جي خمار ۾ ڪيس چُمي ڏيندو، ۽ يڪدم مري ويندو! پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو هيءَ ڳالهه ٻڌي، اڳي يا پوءِ، شهزادي کي ٻڌائيندو، ته ان ماڻهوءَ جو سڄو بدن پنڊپهڻ ٿي پوندو!" اتي نوڪرياڻيءَ جادوگرياڻيءَ کان پڇيو ته "ان ويچاري جو بُت پهڻ مان ڪيئن ڇٽندو؟" تنهن تي جادوگرياڻيءَ جواب ڏنس ته "شهزادي جي پهروني پُٽ جو رت سندس بدن تي پوندو، ته هو وري ساڳيءَ حالت ۾ ايندو؛ ٻيءَ صورت ۾ هو هميشه ائين ئي رهندو!"

ٻڪرار اها سڄي حقيقت ٻڌي، مان ڪري هليو آيو، اتي ڪنهن

محل شهزادي به اچي پهتي. پوءِ هيءُ سڀ گهوڙن تي سوار ٿي، پنهنجي ملڪ ڏانهن روانا ٿيا. هلندي هلندي، ڏينهن ٿي وين. پوءِ اڌ سج مٿي چڙهيو، ته گس تي هڪ ٻير پڪي ڏٺائون. شهزادي ٻيرن کائڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، ۽ ٻڪرار کي چيائين ته "ٻير کي ڌوڻ، ته ڪجهه کائون!" ٻڪرار هڪدم 'هائو' ڪئي، ۽ ٻير کي ڌوڻڻ لاءِ مٿي چڙهيو. پر شهزادي کي چيائين ته "جيسين آءٌ لهي نه اچان، تيسين ڪنهن ٻير کي چکڻ اوهان تي حرام آهي!" آخر ٻير کي ڌوڻي، ٻڪرار هيٺ لهي آيو، ۽ هڪدم ٻيرن سان خرزين ڀري، ان ۾ ٽنگ ڪري ڇڏيائين، ۽ شهزادي کي چيائين ته "اڳتي هلي آرام سان ويهي ٿا ٻير کائون: جتي پاڻي به ملي سگهي: رستي تي سڪڻ وانگر ٻير کائڻ پنهنجي منهن تي ڪوڙ ٿو پوي!" شهزادو اها ڳالهه ٻڌي، لاچار گهوڙو هڪلي اڳتي وڌيو. ٻڪرار به پنيان گهوڙي کي ڊوڙايو. جيئن گهوڙا ڊوڙيا، تيئن خرزين مان سڀ ٻير هڪ هڪ ٿي پٽ تي ڪِري پيا. اڳيان هڪڙي چشمي تي نظر پين، سو اتي لهي، شهزادي ٻڪرار کان ٻير گهريا. ٻڪرار خرزين ۾ هٿ وڌو، ۽ رڙ ڪري چيائين: "مار... ٻير ته سڀ هارجي ويا! خرزين کي ڪو اڳي ئي ٽُنگ هو!" شهزادي ٻڪرار جي اها ڳالهه ٻڌي، ڪٿي صبر ڪيو. چشمي جي ڪپ تي ٿورو مانجهاندو ڪري، سڀ گهوڙا هڪلي، سڄي رات پنڌ ڪيائون، ورندي ٻئي ڏينهن، جڏهن پورن ٻنپهرن جي گهڙي هئي، ته رستي ۾ ڪين هڪ ڏوڏياڻي گڏي. شهزادي تنهن تي چيو ته "مون کي اُڃ لڳي آهي، ۽ گرميءَ به چيهه ڪري ڇڏيا آهن: هتي ترسو، ته ڏُڌ پي، ڪجهه نڙيءَ کي سائو ڪريون، ۽ آرام ونون!" تنهن تي ٻڪرار چيو ته "شهزادا سڄي ماٽي ٿا خريد ڪريون، اڳتي هلي آرام سان پيئجو!" پوءِ ٻڪرار ڏڌ جي سڄي ماٽي خريد ڪري، ڪٿي پنهنجي اڳيان رکي، ۽ گهوڙو هڪلي اڳتي وڌڻ لڳو. ڪجهه پنڌ هليا، ته ٻڪرار ماٽيءَ مان هٿ ڪٽي ڪڍيو، ته ڏڌ سڀ هارجي ويو، ۽ ماٽي پچي پيئي! شهزادي جڏهن ڏٺو ته ڏڌ سڀ

ھارجي ويو آھي، تڏھن وري بہ صبر ڪان ڪم ورتائين، ۽ جھڙو ھو تھڙو ماٺ ڪري اڳتي ھلڻ لڳو.

آخر ھلندي ھلندي، شھزادو، شھزادي، ۽ ٻڪرار اچي پنھنجي ملڪ پھتا. ٻڪرار شھزادي کي چيو تہ ”اڄ رات تنھنجي محل تي اچي پھرو ڏيندس!“ شھزادي کِلي کيس اجازت ڏني. رات جو شھزادو ۽ شھزادي پلنگ تي ستا پيا ھئا، تہ اوچتو ھڪ بلا آئي، جيڪا شھزاديءَ جي ڳل تي زھر ھاري ھلي ويئي. ٻڪرار اھو سڄو لقاءُ ڏسي رھيو ھو: تنھن ڇا ڪيو، جو يڪدم راڻيءَ جي ڳِل تان پنھنجي پٽڪي جي پلوَ سان زھر اگھڻ لڳو.

قدرت جي ڳالھہ، اوچتو شھزادي سجاڳ ٿي پيئي، ۽ ڀڪ ٿيس تہ ’ماڻھوءَ جي ڪرڻ جي ڪا مند ڪانھي، سو ھن ٻڪرار جي نيت ۾ بہ ڪو وڏو خلل ھو!‘ سندس دانھن تي شھزادو بہ اٿي ويھي رھيو! شھزاديءَ سموري ڳالھہ کيس ڪري ٻڌائي، ۽ چيائينس تہ ’ھن نمڪ حرام کي ھن گستاخيءَ جي اھڙي سزا ڏجي، جو دنيا ڏسي ۽ عبرت وٺي.“ شھزادو پھريائين تہ ٻڪرار جي ھھڙيءَ حرڪت جو ٻڌي تپي باھہ ٿي ويو، پر پوءِ کيس پنھنجي ھڪ پڳ مٽ يار جي وفاداري ۽ سچائي ياد پئي؛ جنھنڪري ٿڌو ٿي، ڪانئس حقيقت پڇيائين. ٻڪرار چيس تہ ”شھزادا، مون گستاخي برابر ڪئي آھي، مگر انھيءَ ۾ ڪو راز رکيل آھي، مون کان ھوند نہ پڇو، تہ بھتر!“ شھزادي چيس تہ ”پنھنجي جان جي امان ٿو گھرين، تہ اِتي جو اِتي ٻڌاءِ تہ اھو راز ڪھڙو آھي!“ ٻڪرار لاچار ٿي پيو، ۽ سڄي ڳالھہ ٻڌائي، تيئن تيئن پيرن کان شروع ٿي، مٿي تائين پٿر ٿيندو ويو! ٻڪرار جي ھيءَ حالت اکين ڏسي، شھزادي کي ڀڪ ٿي تہ ھن جيڪي چيو ٿي، سو سچ ٿي چيو.... ۽ سندس ئي حياتيءَ جو بچاءُ ڪندي، ھن پاڻ کي انھيءَ مصيبت جي منھن ۾ وڌو ھو. ٻڪرار غريب جي نيٺ حالت ھيءَ اچي بيني جو ھوڏانھن بلا جي زھر واري ڳالھہ ۽ پنھنجي

چوٽڪاري واري ڳالهہ ٻڌائي پوري ڪيائين، ۽ هيڏانهن سِسيءَ سوڏو پندپهڻ ٻنجي بيهي رهيو!

ٻڪرار جي هيءَ حالت ڏسي، شهزادو ۽ شهزادي ڏاڍا غمگين ٿيا، ۽ دعا گهريائون تہ پاڻ کي ڪو پٽ ڄمي، تہ هن ٻڪرار تي سندس رت هاري، ڪيس هن تڪليف کان ڇوٽڪارو ڏيون. نيٺ ٿورن گهڻن ڏينهن کان پوءِ، سندن دعا اگهي، ۽ کين چنڊ جهڙو هڪ سهڻو ۽ سلڇڻو پٽ ڄائو. پوءِ هڪ ڏينهن، شهزادي ۽ شهزاديءَ، ٻنهي صلاح ڪري، پنهنجي سڪيلڌي پٽ جو رت ٻڪرار جي بدن تي هاريو تہ ٻڪرار صحيح سلامت ساڳيءَ حالت ۾ اچي ويو! اهڙيءَ طرح هيءُ ٽيئي ڄڻا پوءِ خوش ٿي هڪ دفعو وري هڪٻئي کي مليا، ۽ حياتيءَ جا باقي ڏينهن خير خوبيءَ سان گذارڻ لڳا. شهزادي جي پٽ جي ڏؤنري تي سو هڪڙو وڏ جو نشان سڄي عمر ڇٽوئي ڇٽو بيٺو رهيو، ڇاڪاڻ تہ اتي ئي ٽڪو ڏيئي، سندس رت ٻڪرار جي پندپهڻ جسم تي هاريو هئائون، ۽ پوءِ هو پنهنجي اصلوڪيءَ صورت ۾ آيو هو.



ڪليون هٽندو، وجي جاري ۾ وينو: ۽ جڏهن ٻانهين کي نشي ورتو، تڏهن ونئي نيٽان ٻائيءَ جو هندورو ڏاڍيان لوڏيائون، تہ هندوري جون واڳون اچي جاري کي لڳيون ۽ هن ڦڙتائيءَ سان اهو ڪدو ڪٽي ورتو، ۽ هيٺ لهي ۽ گهوڙي تي لانگ ورائي، ونئي پڳو، ۽ ڏينهن کي رات ۽ رات کي ڏينهن ڪندو، منزلون ماريندو، نيٺ اچي پنهنجي شهر جي ٻاهران شاهي باغ ۾ لٿو. لهڻ ساڻ ڪدوءَ کي چير ڏيئي، جان ڪٽي ڏسي تہ سبحان الله! هڪ سهٽي من مهٽي پري پيڪر انساني صورت ۾ ڪنڌ نمايو هن جي اڳيان بيٺي آهي! بادشاهه ڏسڻ سان هوش حواس وڃائي ويهي رهيو ۽ پتنگ جيان اهڙو تہ مٿس موهت ٿي پيو، جو پانئي تہ بيٺي بيٺي دل جان قربان ٿئي، تہ بار لهي. هوڏانهن نيٽان ٻائي بہ، جو ڪدوءَ جي قيد مان آزاد ٿي، سو دل ئي دل ۾ بادشاهه جي ٻنجي ويئي. رڪي رڪي، نيٺ بادشاهه نيٽان ٻائيءَ کي چيو تہ ”مان زماني جو بادشاهه آهيان، تنهنڪري شادي پنهنجي شان مطابق ڪندس.“ ۽ کيس ان باغ ۾ رهائي، پاڻ شاديءَ جي تياريءَ لاءِ شهر ڏانهن روانو ٿيو.

هيڏانهن هڪ پوڙهي ڏائڻ اتي ان باغ ۾ رهندي هئي. جا مانٽ مانٽ ڪري، پنهنجي ڌيءَ کي گهليندي، باغ ۾ لنگهي آئي، ۽ نيٽان کي اچي چيائين تہ ”توکان سهٽي تہ هيءَ منهنجي ڌيءَ آهي!، نينان چيس تہ ”جهڙي تون پاڻ تهڙي تنهنجي ڌيءَ!“ ڏائڻ چيس تہ ”ڪٿي آءُ آرسي، تہ ڏسون.“ نيٽان ٻائيءَ جواب ڏنو تہ ”آرسي هتي باغ ۾ ڪٿان آئي؟“ ڏائڻ چيس تہ ”پوءِ هل تہ باغ جي کوهہ تي هلون، جتي ٻنهي جا چهرا ڏيکاربا!“ پوءِ ٽيئي ڄڻيون نڪري ٻاهر باغ جي کوهہ تي اچي بيٺيون... ۽ جهڙو نيٽان ٻائي ۽ ڏائڻ جي ڌيءَ گڏجي، نوڙي پاڻيءَ ۾ پنهنجا منهن ڏسڻ لڳيون، تهڙو وجهہ وٺي پوڙهيءَ ڏائڻ ڇا ڪيو، جو ونئي نيٽان ٻائي کي ڌڪو ڏنائين، تہ ڌو وڃي ويچاري کوهہ ۾ ڪِري- ۽ ڪرڻ سان هڪ سهٽو گل ٿجي پاڻيءَ ۾ ترڻ لڳي.



...... جان ڪٽي ڏسي ته سبحان الله! هڪ سهڻي من مهڻي پري پيڪر.... اڳيان بيٺي آهي!

پوڙهي ڏائڻ خوش ٿي پنهنجي ڌيءَ کي نيٽان بائيءَ جي پوشاڪ پهرائي، اچي باغ ۾ نيٽان بائيءَ جي جاءِ تي ويهاري ڇڏيو، ۽ پاڻ ڪيڏانهن گم ٿي ويئي. ٿوري وقت کان پوءِ، باد شاهہ بہ ڏام ڏوم سان ڇڄ وني اچي نڪتو، ۽ هن ڇٽ کي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو، ۽ پڇيائينس: ”توکي هيءَ ڇا ٿي ويو، جو تنهنجو رنگ ۽ ڊول ويني ويني ايترو بدلجي ويو آهي؟“ تنهن تي ڏائڻ جي پڪيءَ پڙهايل ڌيءَ جواب ڏنس تہ ”باد شاهہ سلامت! مان ساڳي نيٽان آهيان، مگر مان هن کان اڳ ڪدوءَ ۾ هيس- سڄ، چنڊ ۽ هيءَ هوا مون ڏني ئي ڪانہ هئي؛ هينئر انهن جي اثر کان ڪجهہ رنگ روپ ڦري ويو آهي.“ باد شاهہ ان تي اعتبار ڪري، ساڻس شادي ڪئي، ۽ پوءِ جيئن تيئن ان سان گڏ گذارڻ لڳو.

هيڏانهن نيٽان بائي گل بڻجي کوهہ ۾ تري رهي هئي، ۽ ڪيترن ئي ماڻهن ان کي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪيس ڪڍي ڪونہ سگهيا. ٿوري گهٽي ڏينهين، اهو گل پاڻهي مالهہ جي هڪ لوٽيءَ ۾ پئجي، اچي باهر پاڙڇ ۾ پيو، ۽ اتان وري لڙهي نيسر جي ذريعي، اچي ڪسيءَ ۾ پيو، ۽ اُتي هڪ ٻوٽي جي شڪل ۾ وني ڦٽو جو ٿوري گهٽي ڏينهين وڏي وڻ ٿيو ۽ گُل بہ جهلڻ لڳو. ان جي ڇانوَ ۽ خوشبوءِ جي واڪاڻ ايڏي وني پکڙي، جو باد شاهہ جي ڪنن تائين خبر وڃي پهتي، ۽ باد شاهہ جڏهن اُتي آيو ۽ ان جي ڇانو ۾ وينو ۽ خوشبوءِ سُنگهيائين، تڏهن هن کي هيءُ وڻ ايترو تہ وڻيو، جو هر روز ٿڪجي ٽٽجي اچي هن وڻ جي هينان گهڙي ڪن ويهندو هو ۽ آرام وٺندو هو. ان وقت ڪيترائي گل باد شاهہ جي جهوليءَ ۽ سيني تي پيا ڪِرندا هئا، پر باد شاهہ انهن کي سواءِ سُنگهڻ جي، پنهنجي ڪيسي ۾ وجهندو ويندو هو. ٿورن گهٽن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ، پوڙهيءَ ڏائڻ کي پتو پيو تہ نيٽان بائيءَ وارو گل وڻ جي شڪل وني بيٺو آهي، ۽ روز باد شاهہ ان وڻ جي ڇانو ۾ وڃي ويهندو ۽ سمهندو آهي؛ تنهنڪري ڪيس

ساڙ ورتو ۽ دل ۾ خيال ڪيائين ته 'ڪيئن به ڪري اهو وڻ پاڙون پٽائي دل ناريان، نه ته منهنجي ٻچڙيءَ ڪان ڪڏهن نه ڪڏهن بادشاهه جي دل ٻنهه ڪتي ٿي پوندي.' سو هڪڙي ڏينهن، وجهه وٺي، لڪي ڇپي، اچي ڏيءَ کي پٽي پڙهائي ويئي. ٻئي ڏينهن، ڏيٽس مڪر ڪري، ڊگهي ٿي سمهي رهي، ۽ وٺي سنهيون سنهيون، ڊيڄڙي جهڙيون ڇيخون ڪرڻ شروع ڪيائين- چي، "پيٽ سور مران، ڙي پيٽ سور مران!" آخر بادشاهه کي خبر ڏنائون، سُنيون ڦڪيون آيون، پر پيٽ جو سور هٽ جو، سو فرق ئي نه پوي. تنهن تي بادشاهه پڇيس ته "آخر تنهنجو سور ڪيئن لهندو؟" هن چيو ته "آءٌ سمجهان ٿي ته جيڪڏهن بادشاهه سلامت، پنهنجي باغ واري هُن وڻ جون پاڙون ساڙائي، ته انهن جي رک هوند هفتو ڏيڍ ڦڪيان، ته دل ٿي چئيم ته پوءِ منهنجو درد هوند جهڪو ٿي وڃي"... بس، حڪم جي دير هئي. وڻ پاڙون پٽجي ويو، ۽ سندس سڀ گل ڪومائجي ويا. فقط هڪڙو گل سرسبز ۽ تازو وڃي ان جي چوٽيءَ واريءَ ٽاريءَ ۾ رهيو.

هيڏانهن هڪڙو ٻڪرار هو، سو ٻڪرين جي ڪاڻ لاءِ وڻ جون ٽاريون ڇانگي، ڀري ٻڌي، گهر ڪٺي آيو. اُتي ٻڪرار جي زال ڪومايل پنن جي وچ ۾ اهو تازو گل ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويئي. ۽ جنهن وقت ان کي پٽي ۽ نڪ تي رکي، سُنگهيائين، ته.... ان مان انهيءَ ئي گهڙيءَ هڪڙي سدا ملوڪ ۽ سهڻي ڇوڪري پيدا ٿي پيئي. ٻڪرار کي اولاد ڪونه هو، سو هڙي چند جهڙي نينگر ڏسي، ٻيئي زال مڙس ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ وڏي لاڏ ڪوڏ سان هن جي پرورش ۽ پالنا ڪرڻ لڳا.

ٿوري گهڙيءَ ڏينهن بادشاهہ جي زال کي ڏائڻ ماءُ کان پٽنو پيو تہ نيٽان ٻائي ٻکرار جي گهر وري پيدا ٿي آهي. اهو ٻڌي، هوءَ ڏاڍي ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويئي، ۽ وري بہ مکر ڪري وٺي دانهون ڪرڻ لڳي تہ ”هاءِ پيٽ سور مران، پيٽ سور مران!“ بادشاهہ ڏي ٻانهي ڊڄندي آئي، چي، ”بادشاهہ سلامت! راڻي ٿي مري.“ بادشاهہ ڊڄندو آيو، ۽ ڪئين طبيب ۽ حاذق حڪيم اچي ڪناٽيا، مگر سور لهي ئي نہ. آخر راڻيءَ بادشاهہ کي چيو تہ ”بادشاهہ سلامت! جيڪڏهن مون سان دل اٿيئي، تہ تنهنجي ٻکرار جي گهر جيڪا ڏيءَ ڄائي آهي، ان کي کهائي، ان جو رت منهنجي پيٽ کي مکيندين تہ پوءِ مهيني اڌ ۾ آءٌ شايد چڱي ڀلي ٿي پونديس.“ بادشاهہ اهو ٻڌي، فکر ۾ پئجي ويو، ۽ دل ۾ خيال ڪيائين تہ ’هو وڻ تہ هو منهنجي باغ جو، جو مون وڍرائي ڇڏيو، باقي پرائيءَ ڏيءَ منهنجو ڪهڙو قصور ڪيو آهي، جو ان ويچاريءَ کي ٻي ڏوهہ مارايان!‘ پر راڻي هٺي، جا رکي رکي اُهي پيئي دانهن مٿان دانهون ڪري، جو ماٺهوءَ جا وار پيا ڪاندارجن- چي: ”ٻکرار جي ڏيءَ جو رت آڻيو.... رت آڻيو!“ اتي بادشاهہ کي دل ۾ اچي شڪ جاڳيو تہ آخر ڳالهہ ڇا آهي، جو هروڀرو راڻي وٺي غريب ٻکرار جي ڏيءَ پنيان هٿ ڌوئي پيئي آهي؟“

اها ڳالهہ دل ۾ رکي، بادشاهہ پنهنجي سر شهر ۾ جاچ ڪرڻ ۾ ملڪ جو واءُ سواءُ لهڻ لاءِ ويو، تہ راڻيءَ جي پيٽ سور لاءِ آخر ماڻهن ۾ ڪهڙا ڇڙٻول هئا! گهمندي گهمندي، ماڻهن جون اُبتيون سبتيون ڳالهيون ڪنائيندي ڪنائيندي، اچي هڪڙيءَ گهٽيءَ ۾ نڪتو. جان ڪٿي سامهون

نهاري، تہ ڏسي تہ هڪڙي ڇوڪري ببيني آهي، جا هوبهو پنهنجي ”نيٽان
ٻائيءَ“ جهڙي! بادشاهہ کي ڏاڍو عجب لڳو، ۽ ان جي پيءُ کي سڏرائي،
پڇيائينس تہ ”بابا! سچ ٻڌاءِ تہ هيءَ ڇوڪري ڪنهن جي آهي؟ تنهنجي تہ
هيءَ ڌيءَ ٿي نٿي سگهي، ڇو تہ تون ڏنار ماڻهو، ۽ هيءَ سڀاجهي سهڻي
نينگر تہ شهزادين کي بہ ڇيهہ ڏيو بيٺي آهي!“ تنهن تي لاچار ٿي ٻڪرار
باغ مان وڻ جي ٽارين ڪٽي اچڻ، ۽ انهن جي هڪ گل کي سندس زال جي
سنگهڻ، ۽ ان مان ان ڇوڪريءَ جي پيدا ٿيڻ جي سموري حقيقت بيان
ڪري ٻڌائي. بادشاهہ اچرج ۾ پئجي ويو، ۽ وڪ وڌائي نينگر ڏانهن ويو،
جنهن سڄيءَ حقيقت کان هن ريت واقف ڪيس تہ ”اي بادشاهہ سلامت! آءٌ
اُها نيٽان ٻائي آهيان، جا ڪدوءَ ۾ ڇاپس، ڪدوءَ ۾ نپنيس، ۽ لوهي
ڪوٽ اندر وڌيس ۽ وڌي ٿيس؛ جنهن کي توهان اتان ڪڍي پنهنجو ڪيو،
۽ پوءِ مون کي باغ ۾ ڇڏي، شهر هليا ويؤ؛ پنيان اِها ڏائڻ جا هن وقت
اوهان جي راڻي آهي، تنهن جي مڪريلڻ پوڙهيءَ ماءُ مون کي کوهہ ۾
اڇلائي ڇڏيو، جتي آءٌ ’گل‘ ٿي ترڻ لڳيس، ۽ مون کي کوبہ اُتان ڪڍي نہ
سگهيو، خيال ڪيم تہ من بادشاهہ اچي اتان ڪڍيم، پر اوهان بہ ڪونہ
آيا؛ پوءِ آءٌ پاڻهي اتان ٻاهر نڪتيس، ۽ وڻ ٿيس ۽ گُل جهليم، توهان
منهنجي ڇانو ۾ ويهندا هئا، ۽ آءٌ اوهان جي مٿان گل ٿي ڪرندي هيس، تہ
من ڪڏهن ڪو گُل سُنگهيو، پر اوهان ڪوبہ گل ڪونہ سُنگهيو– فقط
کيسي ۾ وجهندا، هيا– نہ تہ اوهان جي هٿن ۾ آءٌ اهائي نيٽان ٻائي ٿي پوان
ها؛ پر اوهان ... کي پاڙئون پٽي ڪٽي ڦٽو ڪرايو! منهنجي ڪا قسمت

سني هئي، جو باقي هڪ گل ۾ منهنجا پساهہ وڃي رهيا، ۽ هيءُ پڪرار
لن وڻ جون ٽاريون ڪٽي آيو، ۽ هن جي زال اهو اڏ ڪومايل گل سُنگهيو، ۽



آءٌ هتي هنن غريبن وٽ پيدا ٿي پيس، جتي مون کي پيار مليو ۽ پنهنجائپ

ملي، آءٌ هينئر بہ اوهان جي اهائي مِلڪ آهيان!"

باد شاهہ هيءَ خبر ٻڌي ڏاڍو ارمان ڪيو، ۽ يڪدم ڏائڻ راڻيءَ کي ماءُ سوڌو گهرائي آلن توئن ۾ وجهي، ساڙائي خاڪ ڪرائي ڇڏيو.... ۽ ٻڪرار کي جهجهو انعام اڪرام ۽ پهرياڻيون پهرايون؛ پوءِ باد شاهہ نيٽان ٻائيءَ سان ڏاڍي ڏام ڏوم ۽ شان مان سان شادي ڪري، دل جي ڦتل باغ کي سائو ڪيو، ۽ هنن جي سڄي حياتي خوشين ۾ پرجي ويئي: ڪالهہ ڏنا سين تہ ٻيئي گلاب جي گل وانگر پئي ٽڙيا، ۽ خوش لڳا وينا هئا.

●●●



# نورُ شاھ بادشاھ

زماني جو ھڪڙو بادشاھ ھو، جنھن کي اولاد اصل ڪونہ ٿيندو ھو. گھڻيئي ڏس پتا ڪيائون ۽ در پيئيائون، پر ڪي بہ ڪين وريو. ھڪڙي ڏينھن، ھڪ سيلاني فقير اچي اتان لانگھائو ٿيو. بادشاھ کي غمگين ڏسي، پڇيائين، ”بادشاھ سلامت! ڇو، ايترو غمگين پيا ڏسجو؟“ بادشاھ ٻڌايس تہ ”اولاد اصل ڪونہ ٿو ٿئي. گھڻائي جتن ڪيا اٿم، پر سڀ اجايا.“ اِھو ٻڌي، فقير چيس، ”ھاڻي ھيئن ڪر، جو ھيءَ دعا جي سوٽي ٿو ڏيانءِ– وڃي ڪنھن ٻير کي ھڻ. جيترا ٻير ڪريا. اوترا پٽ، ۽ جيترا پَن ڪِريا، اوتريون ڌيئرون ڄمنديئي.“ فقير، بادشاھ کي اھا سوٽِي ڏيئي، رمندو رھيو. ۽ بادشاھ اوڏيءَ مھل ئي سوٽي کڻي، پنھنجي باغ ڏانھن روانو ٿيو ۽ اُتي پھچي، بسم الله ڪري، ھڪ ٻير کي ھنيائين... ۽ ھڪڙو پڪل ٻير اچي پَٽ تي ڪِريو، جو کڻي وڃي ھن پنھنجي راڻيءَ کي کارايو. خدا جي قدرت، جو ٻير کائڻ کانپوءِ، راڻيءَ کي اميدواري ٿي، ۽

پورن ڏهن مهينن ڪانپوءِ، هِن کي هڪ چٽيهہ لکڻو پٽ ڄائو، جنهن جو نالو نور شاهہ رکيائون.

نور شاهہ شهزادو، اڃ ننڍو سيان وڏو، آخر اچي جوان ٿيو. کيس هڪ استاد وٽ پڙهڻ ويهاريائون، جنهن ٻارهن ورهين جي عمر ۾ ئي هن کي سڀ علم ۽ هنر ۽ بادشاهي آداب وغيره سيکاري، پڙ ڪيو، ۽ پوءِ وٺي آئي بادشاهہ جي اڳيان پيش ڪيائينس. بادشاهہ هن جو امتحان ورتو تہ شهزادو کيس سيکنهن ڪم ۾ قابل نظر آيو. جنهن تي هن جي استاد کي گهڻا انعام اڪرام ڏيئي، خوش ڪري روانو ڪيائين. نور شاهہ شهزادي کي شيل شڪار جو ڏاڍو شوق هوندو هو: سو، هڪ ڏينهن، وزير سميت، جيئن جهنگ ڏانهن سير ڪرڻ ويو، تيئن گهمندي گهمندي، پري نڪري ويا، ۽ اچي هڪڙيءَ عاليشان جاءِ وٽ پهتا. اندر جو نگاهہ پين، تہ ڏسن تہ هڪڙيون ٽي عورتون آهن، جي پاڻ ۾ پيون ڳالهائين. هڪڙيءَ چيو، ”ادي، جيڪو مون سان شادي ڪندو، تنهن جي پاءَ آٽي مان آءٌ سندس گهر ۽ اوطاق جو ڪاڏو پورو ڪنديس.“ ٻيءَ چيو، ”مون سان جنهن شادي ڪئي، تنهن کي سُٽ جي هڪ سير مان گهر ۽ اوطاق جا سيئي ٽپڙ ناهي ڏينديس.“ ٽينءَ عورت چيو، ”مون کي جيڪو شخص پرڻبو، تنهن کي هڪ اهڙو پٽ ڄڻي ڏينديس، جو سندس منهن ۾ سِج ۽ پُنيءَ ۾ چنڊ هوندو. جنهن جاءِ ۾ ويهندو، اها جاءِ پيئي ٻرندي.“ اتي نورشاهہ شهزادي ۽ وزير پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ ’انهن ٽنهي ڇوڪرين جا سڱ هٿ ڪجن.‘ ٻئي ڏينهن بادشاهہ سان صلاح ڪري، نورشاهہ شهزادي، وزير جي هٿان، انهن ٽنهي ڇوڪرين جي وارثن ڏانهن شاديءَ جو پيغام ڏياري موڪليو، جن خوشيءَ سان اهو قبول ڪيو، ۽ ٿوري گهڻي ڏينهين، هن انهن ٽنهي ڇوڪرين سان ڏاڍي ڏام ڌوم سان شادي ڪئي، ۽ ڪين

پنهنجي محلات ۾ وني آيو.

نورشاهہ شهزادي انهن ٽنهي ڇوڪرين سان شادي تہ رچائي، پر ساڻن ڳالهائڻ ٻولهائڻ صفا بند رکيائين. هڪ ڏينهن، انهن مان جيڪا وڏي هئي، تنهن همت ڪري، شهزادي ڪان پڇيو، "اسان سان ڪاوڙيل آهيو ڇا، جو ڳالهايوئي ڪونہ ٿا؟" تنهن تي نورشاهہ شهزادي چين تہ "توهان جيڪي انجام ڪيا هئا، سي پاڙيا اٿو. جو توهان سان ڳالهايان؟" اهو ٻڌي، هن جواب ڏنو تہ "پنهنجي شاديءَ کي پورو هڪڙو چنڊ لنگهيو آهي- مان روز سيڏي مان هڪڙو پاءُ اٽي جو بچائي رکندي ويئي آهيان..... هاڻي ڏس تہ ڪيئن نہ ٿي پاءُ اٽي مان تنهنجي گهر ۾ اوطاق جو ڪاڏو پورو ڪيان!" ائين چئي، اٽي جي پاٽ ڪڍي آئي، ۽ ان جون مانيون پچائي سڄي گهر ۽ اوطاق کي کارائي ڊيڍ ڪرائي اٽي ڪڙي ٿي! ساڳيءَ ريت شهزادي جي وچينءَ زال بہ سُٽ جو سير گهرائي، ان مان ڏاڳا وٽي، گهر ۽ اوطاق جا سڀ ٽپڙ سڀي ناهي ڪٽي حاضر ڪيا! باقي رهي سڀ ڪان ننڍي زال، تنهن سان بہ شهزادو وچي رات جو ملاقاتي ٿيو، ۽ خير سان هُن کي اميد واري ٿي. پورن ڏينهن تي، هن کي سچ چنڊ جهڙو هڪرو منهن ملوڪ سهڻو پٽ ڄائو.... پر هن جي ٻن ساهيڙين ڊوهہ ڪري، هن جي پاسي ۾ ڪوئلن جو ڇچ رکي، سندس ٻار کي وچي شهزادي جي گهوڙن جي ڪُڙهہ ۾ پوري ڇڏيو، ۽ جڏهن نورشاهہ شهزادو آيو، تڏهن هن کي ٻڌايائون تہ "هن اسان جي ساهيڙيءَ تہ اجهو هي ڪوئلن جو ڇچ ڄڻي ڏنو آهي!" اهو ٻڌي، نورشاهہ شهزادو پنهنجي ننڍي زال تي ڏاڍو اچي ڏمريو، ۽ ڪيس چيائين تہ "تون ڪوڙي ۽ دغاباز آهين- هنن ٻنهي پنهنجي انجامن کي پاڙي ڏنو، پر تو ڪوڙ ڳالهايو.... تنهنڪري ان جي سزا ۾ مان توکي پنهنجي هنن ٻن راڻين جي ٻانهي ڪريان." ان

ڏينهن ڪان وٺي، نورشاهه شهزادو پنهنجيءَ ننڍيءَ زال کي ڏکيو رکڻ لڳو- ۽ هوءَ ويچاري به هڪ ڪنڊ ۾ پئي رهندي هئي.

هڪڙي ڏينهن، نورشاهه شهزادو، گهمندي ڦرندي، اچي پنهنجي گهوڙن جي ڪُڙهه ۾ پهتو. ڏسي ته گهوڙن جي سڄي ڪڙهه پيئي جرڪي، ۽ ان مان چمڪات پيا نڪرن! اهو ڏسي گهڙي پلڪ ته حيران ٿي ويو: پوءِ وزير کي چيائين، "آءُ پنهنجي اوطاق اچي ٿو هڻ گهوڙن جي ڪڙهه اڳيان اڏايان. جيئن ماڻهو سمجهن ته جهڙو شهزادو پاڻ، تهڙي سندس گهوڙن جي ڪڙهه!" جڏهن شهزادي جي ان فيصلي جي خبر، سندس وڇيڻ ۽ وڏيءَ زال کي پئي، تڏهن اچي ڊپ لڳن، ۽ ان خيال کان ته متان بادشاهه کي سندن ڪرتوتن جي خبر پئجي وڃي، وٺي ڳجهه ڳوهه ۾ ان جاءِ کي کوٽيائون، جتي انهن ٻار کي جيئرو دفن ڪيو هو. ڇا ڏسن ته ڇوڪري جي وات ۾ مصري آهي، جا وينو چوسي، ۽ هٿ ۾ به مصريءَ جي هڪ تڙ اٿس! ڇوڪري کي جيئرو جاڳندو وينل ڏسي، ڪين حيراني به ٿي، ته ڊپ به لڳن. پر دل پڪي ڪري، ڇوڪري کي اتان کڻي، وڃي چاري ۾ مينهن جي لنگهه وٽ پوري آيون، ته پلي مينهون کُرن سان لتاڙي ڪيس ماري ڇڏين. آخر جڏهن مينهون چاري مان لنگهيون، تڏهن ويچارو معصوم ٻار انهن جي لتن ۾ چيڀاٽجڻ لڳو. کُرن لڳڻ ڪري، ڏاڍو رت وهڻ لڳس، ۽ ان جو هڪ ڦيپو وڃي پاسي تي ڪجهه پرپرو ڪريو. ٿوري گهڻي ڏينهين، ان هنڌ، جتي رت جو ڦڙو اچي ڪريو هو، هڪ ٻير جو وڻ پيدا ٿيو، جو آهستي آهستي وڌڻ لڳو، ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ وڏي وڏو وڻ ٿي پيو.

هڪ ڏهاڙي، نورشاهه شهزادو ۽ وزير وري گهمندا ڦرندا اچي ان وڻ هينان پهتا، ۽ ان وڻ جي ٿڌي ۽ مٺي ڇانو ڏسي، ان جي هيٺيان ويهي رهيا. ڪين ڇانو ايڏي ته وڻي ويئي، جو اتان اٿڻ تي دل ئي ڪانه پيئي

ورين. شهزادي وزير کي چيو، "آءٌ پنهنجي اوطاق پٽائي، اچي ٿو هن ٻير جي وڻ هيٺيان اڏايان." شهزادي جي وچينءَ ۽ وڏيءَ زال کي وري جڏهين



هيءَ ڳالھ ڪن تي پيئي، تہ ميٺهن جي چاري وٽ ٻير جو هڪ وڻ پيدا ٿيو آهي، ۽ شهزادي پنهنجي اوطاق ان جي هيٺان اڏائڻ جو فيصلو ڪيو آهي، تڏهن انهن خيال ڪيو تہ ان وڻ کي پٽرائي چڏڻ ئي چڱو ٿيندو. سو هڪ ٻڪرار کي حڪم ڏنائون تہ "ان وڻ کي صبح ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي پاڙن سوڌو ڪپي ڇڏ." ٻڪرار اهو حڪم ٻڌي، پرھ ڦٽيءَ کان بہ اڳ ۾ اٿي، اچي ان وڻ کي رسيو ۽ پاڙن کان ڪپي ڪٽي پٽ تي اڇلايائينس، ۽ ان کي پنهنجي ٻڪرين جي حوالي ڪيائين تہ پلي کائي ڌؤ ڪن. ان ٻير جي وڻ جي چوٽيءَ ۾ هڪ گل هو، جو هڪ ٻڪريءَ کاڌو. اها ٻڪري اصل کان لڳندي هئي، ۽ جي لڳندي هئي تہ اُٿلي پوندي هئي. پر ان گل کائڻ کانپوءِ، ٻڪريءَ لڳ ڪرايو، ۽ جڏهن ويائي، تڏهن هڪ اهڙو ڇيلڙو ڄڻيائين، جو تمام

سپاجهڙو ۽ خوبصورت هو.

هڪ دفعي شهزادي جي نظر وجي ان ڇيلي تي پيئي. هن کي ڇيلو ڏاڍو وڻيو، سو ٻڪرار کي چيائين ته ”اهو ڇيلو مون کي ڏي.“ ٻڪرار ڇيلو هڪدم شهزادي جي حوالي ڪيو. جڏهن شهزادي جي وڃڻ ۽ وڏيءَ زال جي ڏيان تي اِها ڳالهه آئي، ته شهزادي کي هڪ ڇيلو ڏاڍو پسند اچي ويو آهي، ۽ اهو انهيءَ ٻڪريءَ جو پيٽ ڄائو آهي، جنهن انهيءَ ٻپر جو گل کاڌو هو، جيڪو هنن ٻڪرار کان وڍائي ڇڏيو هو، تڏهن کين ان ڇيلي ۾ به شڪ پوڻ لڳو ته ان ۾ ضرور ڪجهه آهي. سو پهه ڪيائون ته ’ان ٻڪر کي مرڳو ڪهرائي ڇڏجي، ته جنڌئي ڇٽي پوي.‘ اهو ڇيلو رهندو ته بادشاهه جي اوطاق ۾ هو، پر ان جي سنڀال وري به اهو ساڳيوئي ٻڪرار ڪندو هو. هڪ رات بادشاهه جون ٻيئي زالون لڪي ٻڪرار وٽ پهتيون، ۽ هن کي چيائون ته ”شهزادي کان اسين موڪلائي آيون آهيون- اهو ڇيلو اسان جي حوالي ڪر، ته ڪهي ان کي اسين خيرات ڪيون.“ ٻڪرار کي ان ڳالهه تي اعتبار نه آيو، ڇو ته هن کي خبر هئي ته شهزادو ڇيلي کي ڏاڍو پيائيندو آهي، سو ان کي ڪهي خيرات ڪرڻ جي موڪل ڪيئن ڏيندو! سو هن ڇيلي ڏيڻ کان انڪار ڪيو، ۽ چيائين ته ”شهزادو پاڻ اچي مون کي حڪم ڏئي، ته پوءِ مان هيءُ ڇيلو اوهان کي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، باقي اوهان جي چوڻ تي ڪونه ڏيئي سگهندس.“ ٻڪرار جي هن جواب ٻڌڻ کان پوءِ به هر ڪونه مڙيون، ۽ هن کي ڇيلي ڏيڻ لاءِ تنگ ڪرڻ لڳيون. پر هو به ڇيلي ڏيڻ کان صفا نابُري واري بيهي رهيو. جڏهن ٻڪرار ڏٺو ته راڻيون به پڇر ڇڏڻ واريون ڪونه آهن، تڏهن ڇيلي کي وٺي، اوطاق مان ان وقت ئي اٿي هليو، ۽ سفر ڪندو ڪندو، پري وڃي ڪنهن ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ پهتو، ۽ پوءِ اتي ئي رهڻ لڳو. اتي هن ٻيون به ڪيتريون ئي ٻڪريون ڌاريون؛ جن ڏاڍو کير ڏيڻ شروع ڪيو. هن وٽ ايترو ته کير ٿيڻ لڳو، جو وڪري ڪرڻ کانپوءِ به ڪيترو ئي کير هاري ڇڏڻو پوندو هوس. اهو ڏسي، هڪ ڏينهن ڇيلي، جو هاڻي وڏي وڏو ٻڪر ٿي پيو هو، صلاح

ڏنيس تہ ”کير کي اجايو هاري چو تو چڙين! هل تہ اهو بچيل کير هلي بادشاهہ جي اوطاق تي ڏيئي ايندا ڪريون، تہ مسافر پي دعائون ڪندا.“ ٻڪرار کي ٻڪر جي اها صلاح وڻي، ۽ ان ڏينهن کان پوءِ، هو ٻڪر کي ساڻ وٺي، پنهنجو سمورو بچيل کير هر روز بادشاهہ جي اوطاق تي پهچائي ايندو هو.

ٿورا گهڻا ڏينهن گذريا. تہ ٻڪر ٻڪرار کي چيو تہ ”بادشاهہ جي ڌيءُ مون کي وڻي ويئي آهي- هاڻي اها مون کي پرڻاءِ!“ ٻڪرار هن کي دلاسو ڏنو، ۽ چيائينس، ”تون ڪو خيال نہ ڪر، مان توکي بادشاهہ جي ڌيءُ ضرور پرڻائيندس.“ اها ڳالهہ ٻڌي، ٻڪر خوش ٿي، وڃي ٻڪرين سان چرڻ لڳو، ۽ ٻڪرار سڌو ٿيو بادشاهہ جي اوطاق ڏانهن روانو. ٻڪرار بادشاهہ جي اوطاق ۾ ويهي ويهي ٿڪجي پيو، پر بادشاهہ ڪونہ آيو. هن اتي ويٺل ٻين ماڻهن کان پڇا ڪئي تہ ”بادشاهہ جي ڪا جوان ڌيءُ ويٺل آهي ڇا؟“ انهن ’هائو‘ ڪئي، پر ٻڌايائونس تہ ”جنهن بہ چڱي مڙس بادشاهہ کان ڌيءُ جو سڱ گهريو آهي، تنهن جون ٽنگون ۽ ٻانهون ڪپرائي، ان کي پنگلو ڪري ڇڏيو اٿس.“ ٻڪرار ٻئي ڏينهن بہ بادشاهہ جي اوطاق تي ويو. ان ڏينهن بادشاهہ ويٺو هو، جنهن ٻڪرار کي سڃاتو ۽ هن کان پڇيو، ”ٻڌاءِ، تون ڪهڙي ڪم سان آيو آهين. توتي سڀ گناهہ معاف آهن، ۽ تون جيڪو بہ ڪم چوندين، سو ضرور پورو ڪندس.“ ٻڪرار هٿ ٻڌي عرض ڪيو، ”قبلا، مون وٽ هڪ ٻڪر آهي. انهيءَ جو اوهان جي ڌيءُ پرڻجڻ تي ضد آهي، سو اوهان مهرباني ڪري مون کي پنهنجي ٻڪر لاءِ ڌيءُ جو سڱ ڏيو!“ بادشاهہ کي اهو ٻڌي ٻڪرار تي سخت ڪاوڙ بہ آئي، تہ کل بہ آئي. بادشاهہ هن کي چيو تہ ”مون سان مسخري نہ ڪر.... وري سڀاڻي اچي پيو ڪجهہ گهرجانءِ.“ ائين چئي، بادشاهہ اوطاق مان اٿي هليو ويو. جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو، تہ ٻڪرار وري اچي بادشاهہ جي اوطاق تي پهتو. بادشاهہ هن کي وري ڪجهہ گهرڻ لاءِ چيو، پر ٻڪرار اها ساڳي ڳالهہ چئي، جا پهرين چئي هئائين. بادشاهہ

ڏنو تہ ٻڪرار تہ ڪو هنيلو شخص آهي، ۽ هو هوڏ تان لهڻ وارو ڏسجي ئي نٿو، سو هن تي ڪاوڙ بہ ڏاڍي پئي آيس تہ 'چريو، ٻڪر لاءِ منهنجي ڌيءُ گهري رهيو آهي، جنهن جو سڱ بادشاهن کي بہ ڪونہ ٿو ڏيان! بيوقوف، هي بہ نٿو سمجهي تہ هن جي ٻڪر تي پنهنجي ڌيءُ کي ڪيئن قربان ڪندس!' پر بادشاهہ بہ مجبور هو، جو هن جا گناهہ اڳ ۾ ئي پريل اوطاق ۾ معاف ڪري ڇڏيا هئائين، ۽ هن سان وعدو بہ ڪري چڪو هو تہ جيڪي گهرندو، سو هن کي ملندو. هاڻي بادشاهہ پنهنجي تڪڙ تي پڇتائڻ لڳو، ۽ ويچارڻ لڳو تہ هن احمق ٻڪرار مان جند ڪيئن ڇڏائجي. آخر هڪ ڳالهہ سُجهي آيس، ۽ ٻڪرار کي چيائين تہ "مان پنهنجي ڌيءُ جو سڱ تنهنجي ٻڪر لاءِ ضرور ڏيندس، پر ان لاءِ شرط هيءُ آهي تہ تون مون کي ڪوهہ تڪن جو پري آڻي ڏي!" ٻڪرار بادشاهہ جو اهو شرط قبول ڪيو، ۽ سيني ڪان موڪلائي اوطاق مان اٿي آيو.

ٻڪرار بادشاهہ وارو شرط وڃي ٻڪر کي ٻڌايو. ٻڪر چيس تہ "بس، ڳالہ بہ اِيتري! ڇڱو تون ڪوهہ ۾ پنهنجي ٻڪرين جون ڦولهڙيون وجهي پري ڇڏ، ۽ پوءِ مون کي اچي ٻڌاءِ." ٻڪرار چيا ڪيو، جو ٻن ٽن ڏينهن ۾ پنهنجي واڙ مان ڦولهڙيون ميڙي، ڪوهہ پري ٽمٽار ڪري ڇڏيائين، ۽ پوءِ اچي ٻڪر کي خبر ڪيائين. ٻڪر چيس، "هاڻي تون چئين، بادشاهہ کي وڃي چئو تہ 'سڀاڻي صبح جو اچي، پنهنجو تڪن سان پريل ڪوهہ هٿ ڪري. ٻڪر جي هيءَ ڳالهہ ٻڌي، ٻڪرار اٿي پنڌ پيو، ۽ سڄ بيٺي ئي وڃي بادشاهہ جو سلامي ٿيو، ۽ چيائينس "حضور، تڪن سان پريل ڪوهہ حاضر آهي، صبح جو هلي سائينءَ جن پاڻ پنهنجن اکين سان ڏسن."
بادشاهہ ٻڪرار جي ڳالهہ ٻڌي، ڪلي ڪتي چپ ڪئي، ۽ ٻڪرار موٽي سڌو پنهنجي گهر آيو. اتي ٻڪر چيا ڪيو، جو، رات ٿي ۽ ٻڪرار سمهي رهيو، تہ چيڙي ڪري، ڪوهہ تي ويو ۽ ڦولهڙين جي ڍير مٿان بيهي، ڪٿي جو پنهنجو ٻاڪرو پوش لاٿائين، تہ هڪدم سڄو ڪوهہ روشن ٿي ويو، ۽ موتين وانگر ڦولهڙيون تجليٰ ڏيئي چمڪڻ لڳيون! پوءِ گهٽيءَ گهٽيءَ دير تائين

هو اُتي ويٺو رهيو، ۽ ويهي ويهي، صبح جو سج اڀرڻ کان اڳ وري پاڻ کي ٻاڪري روپ ۾ آڻي، موتي پنهنجي گهر آيو، ۽ اچي ڏسي تہ ٻڪرار اجا ستو پيو آهي. ٻڪرار کي اٿاري، چيائين تہ ”هاڻ وڃ، وڃي بادشاهہ کي ٻڌاءِ، متان تڪن پريل ڪوهہ کو پيو نہ ڪٽي وڃيس!“ ٻڪرار اُٿندي وٺي ڪٽي ڪڙي ڪئي، ۽ وڃي بادشاهہ کي سڌي اٿاريائين- چي، ”سائين، هلو.... وچ ۾ ڪو پيو نہ ٽڪا ڪٽي وڃي“ لاچار بادشاهہ پنهنجن اميرن وزيرن سان گڏ اُتي ٻڪرار سان هليو. ڪنهن کي اعتبار ئي نہ پيو اچي، پر پوءِ جڏهن وڃي پنهنجن اکين سان ڏٺائون، تہ حيرت جي حد ئي نہ رهين. بادشاهہ کي اطمينان هو تہ هيءُ غريب ٻڪرار تڪن سان پريل ڪوهہ آڻڻ وارو شرط ڪڏهن بہ پورو نہ ڪري سگهندو، جنهن ڪري سندس ڌيءُ جي ٻڪر سان شادي روڪجي ويندي، ۽ اهڙيءَ طرح ان ٻڪرار مان هميشہ لاءِ جند ڇٽي پوندي. پر هاڻي جڏهن ٻڪرار ڪيس شرط پورو ڪري ڏيکاريو، تڏهن بادشاهہ مجبور ٿي ويو، ۽ پنهنجو قول پاڙي پنهنجي ڌيءُ ٻڪر کي پرڻائي ڏنائين، ۽ پنهنجي ڌيءُ کي هڪ جدا محلات ڏنائين، جنهن ۾ زال مڙس پنهنجي ٻانهين ۽ ٻانهن سان رهڻ لڳا.

بادشاهہ جي ڌيءُ کي پنهنجي پيءُ جي قول رکڻ خاطر ٻڪر سان شادي تہ ڪرڻي پيئي، پر هن کي ٻڪر کان سخت نفرت هئي، ۽ هوءَ ان جي ويجهو بہ ڪانہ ويندي هئي. اهڙيءَ طرح، چڱا ڏينهن گذري ويا. آخر جڏهن ٻڪر ڏٺو تہ سندس زال تہ سندس پاڇي کان بہ پيئي ڊڄي، ۽ هن سان پيار ڪرڻ تہ ڇا، پر هن سان ڳالهائڻ لاءِ بہ تيار نہ آهي، تڏهن، هڪ رات هن اوچتو ڪٽي پنهنجو ٻاڪرو پوش لاٿو.... تہ اندران هڪ سهڻو ۽ سندر شهزادو نڪري آيو. هن جو ظاهر ٿيڻ، ۽ سڄيءَ محلات ۾ ڏينهن جهڙي روشني ٿي وڃڻ! شهزادي، جا اتي موجود هئي، تنهن، جو هيءَ اوچتي روشني ڏٺي، سو اچرج ۾ پئجي ويئي. وري جو ڪٽي پنهنجو منهن ورائي پنيان ڏسي، تہ ٻڪر جي جاءِ تي هڪ نهايت سهڻو ۽ ٺاهوڪو شهزادو ڏانهنس ڏسي ۽ مشڪي رهيو آهي، ۽ ٻاڪري کل هن جي ٻانهن



.... ڪٿي جو ڏسي تہ ٻڪر جي جاءِ تي هڪ سهڻو شهزادو مُشڪي رهيو آهي!....

تي ٻانهن تي رکي آهي! شهزادي جي چهري ۾ ايترو تہ نور آهي، جو سڄي محلات ۾ سندس روشني پکڙجي ويئي آهي! شهزاديءَ جڏهن ڏٺو تہ سندس مڙس حقيقت ۾ ٻکر نہ، پر هڪ خوبصورت شهزادو آهي، تہ خوشيءَ وچان ٽڙي پيئي. بس ڪپڙن ۾ ئي نہ پيئي ماپي. يڪدم هڪ ٻانهيءَ کي پنهنجي پيءُ ڏانهن روانو ڪيائين، جنهن وڃي بادشاھہ کي چيو، "قبلا سائين، شهزادي چئي ٿي تہ 'اچي منهنجي مڙس کي ڏسي وڃو.' " بادشاھہ تہ اڳ ۾ ئي ان شاديءَ تي سڙيو وينو هو، تنهن اهو ٻڌي، نڪاءُ ڪيو ٻانهيءَ کي موچڙو، ۽ واپس ڪري ڇڏيائينس. ٻانهيءَ موٽي اچي شهزاديءَ کي سربستو احوال ٻڌايو. تنهن تي شهزاديءَ ان ٻانهيءَ کي وري پنهنجي پيءُ ڏانهن موٽائي موڪليو، ۽ چيائينس تہ "وڃي چئينس تہ 'جي ڏيءُ جو منهن ڏسڻو اٿو، تہ اچي ڏسو، نہ تہ هوءَ مري ويندي.' " بادشاھہ کي جڏهن اهو نياپو پهتو، تڏهن پنهنجي راڻيءَ سميت شهزاديءَ جي محلات ڏانهن وٺي ڀڳو. ڏيءُ جي محلات ۾ پهچي ڏسن تہ مار! ٻکر جي بدران هڪ خوبصورت شهزادو وينو آهي، ۽ سندس منهن ۾ ايترو تہ نور آهي، جو ان سبب سڄو محلات پيو جرڪي ۽ جهرمر ڪري! اهو ڏسي بادشاھہ ۽ سندس راڻي باغ باغ ٿي ويا، ۽ پنهنجي ڏيءُ ۽ شهزادي کي ڪٺي ڀڪلي لڳايائون، ۽ پوءِ شهزادي ۽ شهزاديءَ جو نڪاح ڏاڍي چاھہ سان ۽ وڏيءَ ڌام ڌوم سان ٻيهر ڪرايو ويو.

ٿورا ڏهاڙا گذريا، تہ شهزادي پنهنجي زال کي چيو تہ "هاڻي هل تہ مان توکي پنهنجو پيءُ ۽ ماءُ ڏيکاريان. شهزاديءَ کي بہ پنهنجي سس ۽ سهري کي ڏسڻ جو ڏاڍو شوق هو، سو مائٽن کان موڪلائي اُٿي هليا، ۽ نور شاھہ بادشاھہ جي شهر جي ٻاهران اچي تنبو کوڙيائون. (تنهن وچ ۾ هوڏانهن نور شاھہ شهزادو پيءُ جي گذاري وڃڻ تي راڄ-ڀاڳ ڏٺي ٻنجي، تخت تي وينو هو. ۽ شهزادي مان ڦري هاڻي بادشاھہ ٿيو هو.) جڏهن نور شاھہ بادشاھہ کي خبر پيئي تہ ڪنهن ٻيءَ بادشاهيءَ مان هڪ شهزادو ۽ سندس زال اچي سندس بادشاهيءَ ۾ لٿا آهن، تہ هو انهن مهمانن جي آذر

ڀاڱ ڪرڻ لاءِ انهن وٽ ويو، ۽ ڪين وڏيءَ عزت ۽ شان سان پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو. ٻئي ڏينهن تي شهزادي بادشاهه کان پڇيو، ”هوءَ ڀراٽن ۽ قاتل ڪپڙن ۾ ويڙهيل عورت، جيڪا ڪنڌ ۾ پيئي آهي، سا ڪير آهي؟“ بادشاهه شهزادي کي سموري حقيقت ڪري ٻڌائي، ۽ چيائين، ”.... هاڻي ان دوکي جي هن کي اها سزا ملي رهي آهي!“ اهو ٻڌي، شهزادي چيو، ”قبلا، مون کي ان ڳالهه جو ڪيئن اعتبار اچي ته ڪا عورت ڪوئلن جو ٻچ به ڄڻي سگهي ٿي! ضرور تنهنجيءَ وڏيءَ ۽ وچينءَ راڻيءَ ساڙ وچان تو سان ۽ تنهنجي هن ننڍيءَ راڻي سان ڪو ظلم ڪيو آهي. اهو ٻڌي، نور شاهه بادشاهه کي شهزادي تي ڪاوڙ اچي ويئي، ۽ چيائينس، ”تون ڪيئن ٿو منهنجي راڻين تي الزام لڳائين، ۽ انهن کي هرويرو بدنام ڪرين. اهي ٻيئي مون سان بيحد وفادار آهن، ۽ انهن مون کي ڪڏهن به دوکو نه ڏنو آهي. هن ڪمبخت کي ضرور ڪوئلن جو ٻچ ڄائو هوندو. ڀلا جي پٽ ڄميس ها، ته اهو ڪيڏانهن گم ٿي ويو؟“ شهزادي چيس، ”تنهنجي ان راڻيءَ کي ڪوئلن جو ٻچ هرگز نه ڄائو هو، ۽ هن پنهنجي وعدي مطابق توکي اهڙو ئي پٽ ڄڻي ڏنو هو، جهڙو تو گهريو ٿي..... ۽ اهو مان آهيان!“ پوءِ شهزادي نور شاهه بادشاهه کي سڄي حقيقت اکر اکر ڪري ٻڌائي. نور شاهه بادشاهه کي جڏهن سڄيءَ حقيقت جي خبر پيئي، ته ڏاڍو پشيمان ٿيو، ۽ پنهنجي پٽ کي ڪٽي ڇاتيءَ سان لاتائين ۽ هڪدم وڃي پنهنجي ننڍيءَ راڻيءَ کان روئي معافي ورتائين، ۽ ڪيس سندس پٽ ڏيکاريائين. پوءِ پنهنجن، وڏيءَ ۽ وچينءَ، ٻنهي راڻين کي اگهاڙين پيرين محلات مان ڪڍي، ملڪ نيڪالي ڏيئي ڇڏيائين، ۽ پوءِ پنهنجي ننڍيءَ راڻيءَ، پٽ ۽ ننهن سان زندگيءَ جا باقي ڏهاڙا خوشيءَ ۾ گذارڻ لڳو.



# جمڙو باد شاھ

هڪڙو هو باد شاھ: باد شاھ تہ پاڻ الله آهي، پر هيءَ ڪُوڙيءَ دنيا جو باد شاھ هو. هن جو نالو هو ”جمڙو باد شاھ“. باد شاھ ڇا ڪندو هو، جو جيڪا بہ زال پرڻبو هو، ان کي هڪ رات پاڻ وٽ رهائي، صبح جو ماري ڇڏيندو هو. اهڙيءَ طرح، ڪنئين زالون ماري، هڪڙي ڪا نئين شادي ڪرڻ پئي ويو، تہ وات تي هڪڙي ڪوھ تي هڪڙيون بہ ڪنواريون ڇوڪريون پاڻي ڀري رهيون هيون، جي ڪنهن ٻڪرار جون ڌيون هيون: تن مان وڏيءَ ڀيڻ ننڍيءَ کي چيو تہ ”اج باد شاھ وري ٻي زال پرڻجڻ پيو وڃي، پر ان ويچاريءَ کي بہ هڪ رات رهائي ماري ڇڏيندو!“ تنهن تي ننڍيءَ چيو: ”ڪنهن زال جا هٿ ڪونہ لڳا اٿس، نہ تہ جيڪر ڪنن سان پادر ٻڌائي ڇڏيس!“ باد شاھ جڏهن اهي لفظ ٻڌا، تڏهن ڏاڍا خار لڳس، ۽ دل ۾ چيائين: ”هيءَ شادي ڪري اچان، پوءِ اها ڇوڪري ضرور پرڻبس: ڏسان تہ ڪيئن ٿي ڪنن سان پادر ٻڌائيم!“

باد شاھ شادي ڪري آيو- رات گذري، صبح ٿيو.... تہ اڳين راتين وانگر، اُن کي بہ ماري ڇڏيائين. باد شاھ کي تہ ٻڪرار جي ڌيءُ وارو گفتو ياد بيٺو هو، سو هڪدم وزير کي ٻڪرار ڏانهن موڪليائين تہ ڪا نئس وڃي سڱ جي گهر ڪري. وزير ٻڪرار وٽ آيو ۽ ڪيس باد شاھ جو پيغام ڏنائين. ٻڪرار چيو تہ ”آءٌ جڏڙو جسم، مون ۾ تہ ڪم جي پهچ بہ ڪانہ رهي آهي. سڱ ڏيئي، هڪ هٿ وڍائي ڇڏيان، تہ پوءِ منهنجي ڪير ڪندو!“ پر وزير ڏاڍو مٿس زور رکيو، تنهن تي ٻڪرار نيٺ چيس تہ ”پنهنجي ڌيءُ کان پڇي اچان، پوءِ جيئن هن چيو تيئن ٿيندو.“ ائين چئي، هو پنهنجي ڌيئن وٽ آيو، ۽ وزير واري ساري حقيقت کين ٻڌايائين. وڏيءَ

ڏيءُ تہ ڳالھہ ٻڌي يڪدم چيو تہ ”ڪنهن کي مرڻو آهي، جو بادشاھہ سان شادي ڪندي؟ آءٌ تہ ڪانہ ڪنديس!“ تنهن تي نٺيءَ ڏيءُ چيس تہ ”بابا تون وزير کي وڃي چئو تہ پنهنجي ننڍي ڏيءُ بادشاھہ کي انهيءَ شرط تي ڏيندس تہ ان جي تور برابر سون مون کي ڏيندو‘ .“ وزير ڀڪرار جو اهو شرط قبول ڪري، بادشاھہ وٽ آيو ۽ کيس ساري ڳالھہ ڪري ٻڌايائين.

آخر بادشاھہ، نبار سون ۾ ڪانيءَ سڻ تورائي، ڀڪرار جي ڏيءُ ورتي، ۽ ڏاڍي ڏام ڏوم سان شادي ڪيائين. خير جي رات گذري، صبح ٿيو... تہ بادشاھہ بہ مياڻ مان ترار ڪڍي! راڻيءَ، اهو ڏسي، چيس: ”بادشاھہ سلامت! اهو ڇا؟ ماٺھو ڇا چوندا تہ راڻي بادشاھہ کان زور تي پئجيو ويئي، يا مرڳو ڀڄيو تي ويئي، جو بادشاھہ يڪدم ماري ڇڏيس! آخر تو بہ سون ۾ توري مون کي ورتو آهي؛ اڄ ڇڏيو، سڀاڻي ڪٽي مارجو!“ نيٺ ٻي رات گذري، صبح ٿيو... تہ بادشاھہ وري بہ يڪدم ڊوڙي، وڃي ترار کنئين. تنهن تي راڻيءَ چيس: ”بادشاھہ سلامت، مون کي پوءِ مار... پهرين ’ڇوٻول راڻي‘ تہ پرڻجي اچ، تہ آءٌ بہ سمجهان تہ تون برابر مرد آهين- نہ تہ سمجهنديس تہ گيدي آهين، رڳو هيٺين زالن کي ماري ڄاڻين!“ اهو ٻڌي، بادشاھہ ترار ڦٽي ڪري، راڻيءَ کان ڇوٻول راڻيءَ جي ملڪ جا پار پتا پڇيا ۽ پوءِ مال جا ٻيڙا ڀرائي، سوداگر جو ويس پائي، اوڏانهن روانو ٿي ويو.

ويندي ويندي، نيٺ وڃي هڪڙي هنڌ لنگر هنيائون. پريان ڏسي تہ هڪڙو منڊو آهي، جو هڪ ٽنگ تي يڪساهيءَ ڊوڙندو اچي! منڊي، اچڻ سان، بادشاھہ کي چيو: ”تنهنجي پيءُ منهنجي ڄنگھہ ڪپائي هئي... سو، يا تہ ڄنگھہ جي ڄنگھہ ڏي، يا ڄنگھہ جي تور سون ڏي، نہ تہ هن تر جو بادشاھہ آءٌ آهيان، تنهنجا هي ٻيڙا درياءَ داخل ڪري ڇڏيندس!“ بادشاھہ، جند ڇڏائڻ لاءِ، جهولي سون جي هن کي ڏني، ۽ ٻئي ڏينهن تي ٻيڙا ڇوڙائي، اتي اڳتي هليو. ويندي ويندي، نيٺ وري ٻئي هنڌ اچي لنگر



.... رات گذري، صبح ٿيو، ته بادشاهه به مياڻ مان ترار ڪڍي!

هنيائون. پريان ڏسي تہ هڪڙو ڪاٺو آهي، جو اڪ تي هٿ رکيو ڊوڙندو اچي. ڪاٺي، اڇڻ سان، بادشاهہ کي چيو: ”تنهنجي پيءُ منهنجي اڪ کڏائي هئي... سو، يا تہ اڪ جي اڪ ڏي، يا اڪ عوض سچين موتين جو ٿالهہ ڏي، نہ تہ هن تر جو بادشاهہ آءٌ آهيان. تنهنجا هي ٻيڙا درياءَ داخل ڪري ڇڏيندس!“ بادشاهہ، جند ڇڏائڻ لاءِ، ڀڪ موتين جو هن کي ڏنو، ۽ ٻئي ڏينهن تي ٻيڙا ڇوڙائي اتي اڳتي هليو. ويندي ويندي، نيٺ هڪڙي ڏينهن اچي، چؤٻول راڻيءَ جي باغ جي پر ۾ نڪتو، جتي هڪڙي پير رکيل هئي. جيڪو بہ شهزادو چؤٻول راڻيءَ لاءِ ايندو هو، سو پهريائين اچي پير تي ڏونڪو هڻندو هو. بادشاهہ بہ جو ايترا ڪشالا ڪڍي، اتي آيو هو، سو اڇڻ سان وڃي، ان پير تي ڏونڪو هنيائين. پير جي آواز تي، راڻيءَ ٻانهيءَ کي موڪليو، جنهن اچي چيس: ”گهر جو تتو آهين، يا زال جو ماريو؟ ڪهڙي ويڌن اٿئي، جو پير ٿو ڦاڙين!“ بادشاهہ چيس: ”نہ آهيان گهر جو تتو، نہ آهيان زال جو ماريو: تون ڇپڙي ڪري وڃ، ۽ وڃي پنهجي راڻي کي چئو تہ ’پنهنجا ٻول ٻڌاءِ، يا ڪٽ تي ويهڻ ڏي!“ ٻانهيءَ چيس تہ ”چؤٻول راڻيءَ جو پهريون ٻول آهي تہ ’هي ڪاٺ جو ڪهاڙو ڪڻ، هوڏانهن هو لوهہ جو بند ڏسين ٿو- ان سان وڃي اهو ڏار!“ بادشاهہ ڪاٺ جو ڪهاڙو ڪٽي، بيٺو لوهہ جو بند ڏارڻ. بہ ٽي ڌڪ هنيائين، تہ ڪاٺ جو ڪهاڙو چيٽيون چيٽون ٿي ويو، ۽ لوهہ جي بند کي ڪجهہ ڪين ٿيو. پوءِ، راڻيءَ جي حڪم موجب، بادشاهہ کي وٺي وڃي نارَ ۾ جوٽيائون، ۽ ان نار ۾ جيڪو اڳ شهزادو وهيو پئي، تنهن کي ڇوڙي، ڪارو ڏاڳو ڳچيءَ ۾ ٻڌي، گهيتو ڪري، ان کي جاءِ ۾ بند ڪري ڇڏيائون.

چؤٻول راڻيءَ وٽ بادشاهہ کي نار ۾ جُتئي بہ ڏينهن ٿي ويا.... اِتي سندس راڻيءَ کي پڪ ٿي تہ بادشاهہ جو خير ڪونهي، تنهن پنهنجي سس سهري کان موڪل وٺي، مردانو وڳو ڍڪي، هٿيار پنهوار پهري، گهوڙن تي سوار ٿي، اتالي سميت، پنهنجي مڙس جي ڳولا لاءِ، اتي اڳتي هڪليو.

هڪليندي هڪليندي، انهي ساڳئي پٽ تي آيا، جتي بادشاهہ کي منڊو ڦري آيو هو. هن بہ منزل ڪئي تہ اهو ساڳيو منڊو ڊوڙندو آيو، جنهن اچي راڻيءَ کي چيو: ”تنهنجي پيءُ پر مون کان منهنجي ٽنگ اڌاري ورتي هئي.... هاڻي يا تہ ٽنگ جي ٽنگ ڏي يا ٽنگ جي تور سون ڏي!“ راڻيءَ نوڪرن کي چيو: ”هن منڊي جي ٻي ٽنگ وڍيو، تہ توري سون پورو ڪري ڏيونس.“ منڊي ڏٺو تہ مار! هاڻي ٻي ٽنگ بہ ٿي وڃي! سو، جو ڪجهہ سڄي عمر ڦريو ماريو هئائين، اهو واپس ڏيئي، اڳتي لاءِ توبهہ ڪري، جند ڇڏائي، دعائون ڪندو هليو ويو. راڻيءَ ٻئي ڏينهن، وري ٻئي هنڌ منزل ڪئي، تہ اتي وري ڪاڻو ڊوڙندو آيو- چي: ”اک سنئين اک ڏي، يا سچن موتين جو ٿالهہ ڏي!“ راڻيءَ پنهنجي ماڻهن کي چيو: ”هن جي ٻي اک ڪڍو، ۽ منهنجي بہ اک ڪڍو، تہ توري برابر ڪري ڏيونس.“ ڪاڻي ڏٺو تہ هاڻي ٻي بہ اک ٿي وڃي، تنهن بہ، جو ڪجهہ سڄي عمر ڦريو ماريو هئائين، سو واپس ڏيئي، اڳتي لاءِ توبهہ ڪري، جند ڇڏائي، رکيو پيرن تي زور.

راڻي، اُنهن جهنگ جي ’بادشاهن‘ مان ائين جند ڇڏائي، اتي اڳتي رواني ٿي. هلندي هلندي، هڪڙي هنڌ هنن کي اچي سج لٿو ۽ رات پئجي وين؛ راڻيءَ چا ڪيو، جو نوڪرن چاڪرن کي سمهاري، پاڻ ٻيهي پهرو ڏيڻ لڳي. پهر کن رات جو مس گذريو، تہ اولهہ پاسي کان دانهن ٿي. راڻي هڪلي ان طرف ويئي؛ ڏسي تہ هڪ جن آهي، جو گوڏن ۾ منهن هنيو، ٿاڙهو ٿاڙهہ پيو روئي! جن، راڻيءَ کي ڏسي، چيو: ”مائي دائي، مردانو ويس ڍڪيو اٿئي تہ پولو ڪونهي.... خدا جو اسم اٿئي، منهنجي زال ٿي ويامي، تون هلي هن جي ڪا مدد ڪر!“ ان تي راڻيءَ چيس: ”تون جن، آءٌ آدمزاد، سو توتي منهنجو ڪهڙو اعتبار؟“ تنهن تي جن حضرت سليمان جو قسم کڻي وچن ڏنس تہ ”آءٌ توکي ڪو بہ نقصان ڪو نہ پهچائيندس.... ۽ يا عمر ٻچن سوڌو تنهنجو ٻانهو ٿي رهندس!“ ان ڪانپوءِ، راڻي جن سان

گڏجي سندس جاءِ تي آئي، اتي جن چيا ڪيو، جو هڪ سؤ هٿ ڏاس جو اُٽيل ڪتو راڻيءَ کي ڏنئي، چيائين ته ”جيڪو به ٻار چمندو وجي، تنهن کي هڪ هٿ ڪتو ڦاڙيندي ويڙهيندي وجهجانءِ... جڏهن سؤ ٻار چمي بس ٿين، تڏهن چئجان ته ’بابا، ڏاڏا، منهنجي جند ڇڏيو!‘ ته پوءِ ٻار چمڻ بيهي ويندا.“ راڻي پوءِ ويئي جنڙيءَ کي ٻار ڄڻائڻ. جڏهن نوانوي ٻارن چمڻ کان پوءِ بيو ٻار ڄائو، تڏهن راڻيءَ چيو: ”بابا، ڏاڏا، هاڻ منهنجي جند ڇڏيو!“ تنهن تي ٻار چمڻ يڪدم بند تي ويا، ۽ جنڙي اتي يڪدم راڻيءَ جي پيرن تي ڪري پيئي، ۽ چيائين ته ”گهر، جيڪي گهرڻو هجيئي!“ راڻيءَ چيس ته ”مائي، مون کي خدا جو ڏنو سيڪجهه آهي، مون کي ڪجهه به نه گهرجي.“ ان تي جنڙيءَ پنهنجن پٽن کي چيو ته ”جيڪو توهان مان حلالي هجي، سو هن مائيءَ جي وجي خدمت چاڪري ڪري.“ جنڙيءَ جو جيڪو وڏو ٻار هو، سو ٽپ ڏيئي اچي راڻيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو؛ راڻي پوءِ هن کي پاڻ سان وٺي پنهنجي تنبوءَ تي آئي.

اجا بيو پهر رات جو گذريو، ته ڏکڻ طرف کان وري بي دانهن ٻڌڻ ۾ آيس. ٻاهر نڪري ڏسي، ته هڪ ديو آهي، جو مينهن واڇ ڪندو، پڇندو پيو اچي.... ۽ امالڪ اچي راڻيءَ جي پيرن تي ڪريو، ۽ چوڻ لڳو: ”مائي دائي، خدا جو واسطو اٿئي! هل، منهنجي زال تي هٿ پير لهي.“ راڻي چيس: تون ديوزاد ۽ آءٌ آدمزاد، مون کي توتي ڪهڙو اعتبار؟“ ديو چيو: ”مون کي حضرت سليمان جو سُنهن آهي، تنهنجو ڪير به نالو نه وٺندو... ۽ يا عمر ٻچن سوڌو آءٌ تنهنجو ٻانهو ٿي رهندس!“ اهو ٻڌي، راڻي اتي هن سان هلي، ۽ اچي ديو جي جاءِ تي پهتي. ديو هن کي سؤ ڪانا ڏگهو سرن جو مڙهيل ٽوئو ڏنو، ۽ چيائين ته ”ٻار ٻار کي هڪ ڪانو هن مان چني ويڙهجانءِ، ۽ جڏهن سو ٻار ڄمن، تڏهن چئجان ته ’بابا، ڏاڏا، منهنجي جند ڇڏيو!‘ ته پوءِ پاڻهي بند تي ويندا، ۽ تون اتي ڪڙي ٿجانءِ“ ديو جي چوڻ موجب، راڻيءَ ائين ڪيو. جڏهن ديوڻ ٻار ڄڻي دنگ ڪيا، تڏهن

ڏکي اچي راڻيءَ جي پيرن تي ڪِري پيئي، ۽ چيائينس: ”گھر، جيڪي گھرڻو ھجيئي!“ ان تي راڻي چيو: ”مون کي خدا جو ڏنو سڀڪي آھي، مون کي ڪجھہ بہ نہ گھرجي.“ ان کانپوءِ، ديوڻ پنھنجي ٻارن کي چيو تہ ”توھان مان جيڪو حلالي ٻار ھجي، اھو وڃي راڻيءَ جي خدمت چاڪري ڪري.“ تنھن تي ديوڻ جو وڏو پٽ ھڪدم اٿي راڻيءَ سان گڏجي ھليو، ۽ پوءِ جو وڏو پٽ ھڪدم اٿي راڻي سان گڏجي ھليو، ۽ پوءِ پيئي اچي پنھنجي تنبوءَ تي رسيا.

ڪجھہ ڏينھن کان پوءِ، ھلندي ھلندي، راڻي اچي ڇؤ ٻول راڻيءَ جي باغ ۾ نڪتي، ۽ اچڻ سان ٻني ڏونڪا زورائتا پير تي وھائي ڪڍيائين. پير جو آواز ٻڌي، ٻانھي يڪدم ڊوڙي آئي، ۽ ھن کي ڏسي چيائين ”اي بخت ڦٽل! گھر جو تڙيل آھين، يا زال جو ڪتيل....!“ ان تي راڻي، جا مرداني ويس ۾ ھئي، تنھن مرداني آواز سان چيس: ”پنھنجي راڻيءَ کي وڃي چئو تہ ’پنھنجا ٻول ٻڌاءِ، يا ڪٺ تي ويھڻ ڏي.‘“ ٻانھيءَ چيس تہ ”ھان، وٺ ھي پھريون شرط: ڪاٺ جي ڪھاڙي سان لوھہ جو بند ڏاري ڏي!“ راڻيءَ ڪھاڙو ورتي، ديو سان صلاح ڪئي: ديو ڪيس پنھنجي ٻج جا ٻہ ٽي وار ڏنئي، چيو: ”ھي وار ڪھاڙي کي ويڙھي، اک ٻچائي ڪھاڙي جو ڌڪ زمين تي ھڻجانءِ... زمين ڪانہ وڍبي، ۽ آءٌ چنبو ھڻي، بند کي ڏاري وجھندس.“ راڻيءَ، ديو جي ٻج جا وار ڪھاڙي کي ٻڌي، نظر ٻچائي، ڪھاڙو ڪٺي زمين تي ھنيو... تہ ھوڏانھن ديو چنبو ھڻي، لوھہ جي بند کي سروسر ڏاري وڌو، ۽ ”وہ واہ!“ ٿي ويئي. راڻيءَ جھٽ پٽ ٻيو ٻول پڇيو، جنھن تي ٻانھي ڇؤٻول راڻيءَ وٽ پڇندي ويئي، ۽ سمورو احوال وڃي ٻڌايائينس. ڇؤٻول راڻي ٻيو ٻول ٻڌائي، ٻانھيءَ کي واپس موڪليو. ٻانھي راڻيءَ وٽ آئي، ۽ ٻيو ٻول ٻڌايائينس- چي: ”خرار چانورن جو رڌارائي، ھڪڙي ماٺوءَ سان گڏجي ويھي، کائي وڃ!“ راڻيءَ، ديو ۽ جن سان صلاح ڪئي، جن راڻيءَ کي چيو تہ ”تون مانڙي ڪري، ھڪ ھڪ چانور پيئي

ڪٽجانءِ... اسين پاڻهي پت جو ڪم پورو ڪنداسون." خير، پورو خ ِار چانور رڌا، راڻي هڪڙي ماڻهوءَ سان گڏجي ويهي، هڪ هڪ چانور ڪري کائڻ لڳي... پر خبر تڏهن پيئي، جڏهن نه تو ڏنو نه مون ڏنو، چانورن جون ديڳيون خالي ٿي ويون، ۽ پنيان داٽو ڪونه پچيو، جو ڪو ڪڪڙ ڪٽي چڳي. ماڻهن کي آڱريون ڏندن ۾ اچي ويون، ۽ وري به "وه واه!" ٿي ويئي.

بن ٻولن پوري ٿيڻ ڪان پوءِ، راڻي سڏي محلات تي آئي، ۽ چؤٻول راڻيءَ جي کٽ تي ويهي، کيس چيائين: "هاڻي ٻڌاءِ، ٻيا کهڙا به شرط اٿيئي؟" راڻي هڪي ٻڪي ٿي ويئي، ۽ چيائينس: "پهريون شرط هي آهي ته هي دلو ۽ ڏيئو ڳالهائين، ۽ ٻيو شرط هي آهي ته هي ويهاڻو ۽ هار تنهنجي واڪاڻ ڪن!" راڻيءَ وري به ديو ۽ جن سان صلاح ڪئي، جن چيو ته "آءٌ پهريائين ڏيئي ۽ پوءِ دلي ۾ ويهي، تو سان ڳالهائيندس.... ۽ پوءِ وري هار ۽ ويهاڻي ۾ ويهندس، ۽ تون جيڪي ڳالهائيندينءَ، ان جو جواب ڏيندس." تنهن تي راڻيءَ هڪدم ڏيئي کي چيو: "اڙي ڏيئا!" ڏيئي چيو: "جيءُ ڙي چؤٻول راڻيءَ جا مڙس ڪيئا!" چؤٻول راڻيءَ کي جا لڳي ڪاوڙ، سو يڪدم چنبو هڻي، ڏيئي کي ڪيرائي، پڄي وڌائين- چي: "ماريا! آءٌ تو ۾ انهيءَ لاءِ تيل ۽ وٽيون وجهندي هيس، نه تون منهنجو دشمن ٿين!" ان ڪان پوءِ، راڻيءَ وري دلي کي چيو: "اڙي دلا!" دلي جواب ڏنو: "جيءُ ڙي چؤٻول راڻيءَ جا مڙس نلا!" چؤٻول راڻيءَ، اهو ٻڌي، ڪاوڙجي، وٺي جو دلي کي ڏڪ هنيو، ته اهو به پڄي پيو- چي: "ماريا! مون تو ۾ هن ڏينهن لاءِ پئي پاڻي پريو، نه تون منهنجو دشمن ٿين!" ان ڪانپوءِ، راڻيءَ وري ويهاڻي کي چيو: "اڙي ويهاڻا!" ويهاڻي ورندي ڏني: "جيءُ ڙي چؤٻول راڻيءَ جا مڙس راڻا!" اهو ٻڌي، چؤٻول راڻيءَ ڪاوڙجي، ويهاڻي کي ڦاڙي چيري ڇڏيو- چي: "ماريا بيقدر! ساري جمار آءٌ توتي مٿو رکي، انهيءَ لاءِ سُتيس، نه اڄ تون منهنجو دشمن ٿين!" ان ڪانپوءِ، راڻيءَ وري هار کي

چيو: "اڙي ھار!" ھار چيو: "جيءَ ڙي چؤبول راڻيءَ جا مڙس منٺار!" اھو ٻڌي، چؤبول راڻيءَ کاوڙجي، ھار ۾ ھٿ وڌا ۽ ان کي ڇنڻ تي ھئي، تہ راڻيءَ يڪدم ھٿ جهلي، چيس: "ھار نہ ڇن!" چؤبول راڻيءَ ھار ڇنڻ کان بس ڪئي، ۽ ھار مڃي پاڻ کي ھن راڻيءَ جي حوالي ڪيائين.

صبح جو سڄي شھر ۾ اھا خبر پکڙجي ويئي، ۽ شاديءَ جي تياري ٿيڻ لڳي- ڏسون ڪٽي تہ ٻڪريون پيون ڪُسن، ڪجريون پيون نچن، پوڙ پلاءُ جي ھونگ لڳي ويئي.... غريب غربو ڪا يو دعائون ڪندو پئي ويو. خير، شادي بہ ٿي. شاديءَ واريءَ پھرينءَ ئي رات، راڻيءَ چيا ڪيو، جو چؤبول راڻيءَ سان، ترار وچ ۾ رکي، سمھي رھي. چؤبول راڻيءَ ان جو سبب پڇيس، جنھن تي راڻيءَ چيس: "منھنجي ماءُ باس باسي ھئي تہ 'جيسين ڳوٺ نہ اچين، تيسين چؤبول راڻيءَ سان نہ سمھجانءِ.' ھاڻي جيسين ڳوٺ نہ پھچندس، تيسين توکي ھٿ نہ لائيندس."

خير سان اھا رات بہ گذري، صبح ٿيو... تہ راڻيءَ چؤبول راڻيءَ کان قيد خاني جون ڪنجيون وٺي وڃي دروازو کولي، جيڪي بہ جانور بيٺل ھئا، تن جي ڳچين مان ڪارا ڌاڳا ٽوڙيا.... تہ اھي ڦري، چنڊ جهڙا منھن ملوڪ شھزادا ٿي پيا. پوءِ تہ سيني کي آزاد ڪري، خرچ پکو ڏيئي پنھنجي پنھنجي ملڪ روانو ڪيائين. پوءِ ڪنڊ ڪنڊ ڪري، ھيڏانھن ھوڏانھن، گھٽوئي ڳوليائين نھاريائين.... مگر پنھنجو "جمڙو بادشاھ" ڪٿي بہ نظر نہ آيس. نيٺ وري چؤبول راڻيءَ وٽ آئي، ۽ ان کان حقيقت پڇيائين- جنھن چيس: "اجا ھڪڙو شھزادو آھي، جيڪو باغ ۾ نار پيو ڪاھي." راڻي وڃي ڏسي، تہ برابر جمڙو بادشاھ آھي، جو نار پيو ڪاھي. نار ڪاھي ڪاھي، جڏھن سج لٿو، تڏھن چؤبول راڻيءَ جي باغائيءَ چيا ڪيو، جو جمڙي بادشاھ کي نار مان ڇوڙي، ڳچيءَ ۾ ڪارو ڌاڳو ٻڌي، گھيٽو بنائي، سامھون مُنيءَ سان اٽڪائي ڇڏيائينس. راڻيءَ اھو سمورو لقاءُ پاڻ پنھنجي سر اکئين ڏٺو.... نيٺ رکي رکي، ڪا ڳالھ ڳتي، وڏي وڃي

جمڙي بادشاهہ جي ڳچيءَ مان ڪارو ڌاڳو ٽوڙيائين، تہ جمڙو بادشاهہ بہ ڏند ڪڍي، ٻانهون ٻڌي، با ادب سامهون بيهي رهيس. راڻي پوءِ هن کي چؤٻول راڻيءَ وٽ وني آئي، ۽ چيائينس تہ "هن ويچاري کي ڪٽي ٿا نوڪر ڪري بيهاريون... هيءَ غريب بہ ڇا ياد ڪندو!" پوءِ تہ جمڙي بادشاهہ کي خاص پنهنجو نوڪر ڪري ڪٽي پاڻ وٽ بيهاريائون.

ٿورا گهڻا ڏينهن گذريا.... نيٺ راڻيءَ چؤٻول راڻيءَ کي گهوٽ هلڻ لاءِ چيو. چؤٻول راڻي تيار ٿي. ڏينهن ٻن ڪانپوءِ، راڻي، پنهنجي لاءِ لشڪر سان، جمڙي بادشاهہ کي ساڻ ڪري، اتي پنهنجي ملڪ ڏي هلي. سياري جي موسم هئي، ۽ سيءُ بہ تمام گهڻو پئي پيو- سو راڻيءَ ڇا ڪيو، جو هڪ نئين نڪور، پٽ جي ٿؤنرن واري، پنهنجي جتي ڪٽي جمڙي بادشاهہ کي ڏني، تہ "هيءَ ڪنن سان ٻڌ، متان سيءُ نہ ڪن ساڙي ڇڏيئي!" جمڙو بادشاهہ هوندي تہ درگران بادشاهہ هو، مگر هاڻي تہ هنن جو نوڪر هو- سو ڇا ڪري! نيٺ جتي وني، ڪٽي ڪنن کي ٻڌائين.

جڏهن پنهنجي بادشاهيءَ ۾ آيا، ۽ شهر جي ويجها پهتا، تڏهن اتي لهي پيا. اتي، راڻيءَ جمڙي بادشاهہ کي جهنگ ۾ وني، وڃي چيو: "جيڪڏهن سنڌر تي مهر هڻڻ ڏين، تہ هيءَ چؤٻول راڻيءَ ۽ سڀ سامان سڙو ڪٽي توکي ڏيان.... پنهنجون کهڙيون ڳالهيون- جتان جا آهيون، اوڏانهن هليا ويندا سون." جمڙي بادشاهہ کي ٻيو ڇا گهربو هو.... سو، هيداهن هوڏانهن نهاري راڻيءَ جي پيرن تي ڪري پيو، ۽ ٻانهون ٻڌي، چوڻ لڳو: "اي دنيا جهان جا شهزادا، انڌو گهري الله کان هڪڙي اک، تون تہ مون کي ٻيئي ٿو ڏين! باقي ٻندي کي ڇا گهرجي.... مون کي شرط قبول آهي!" تنهن تي، راڻيءَ منڊيءَ جي ٽڪ گرم ڪري، بادشاهہ جي سنڌر تي هنئين، ۽ پوءِ ڪنهن بهاني سان، قافلي کي اتي ڇڏي، چپ چاپ وڃي، پنهنجي محلات ۾ لهي جڙي ويهي رهي.

اتي جمڙو بادشاهہ بہ نئين سر ڦنگرجي، شينهن ٿي پيو- ۽ سارو

لاءِ لشڪر وٺي، چوٻول راڻيءَ سميت، پنهنجي شهر ۾ داخل ٿيو، ۽ محلات تي پهچي.... سرڙي وجي ترار ڪڍيائين. راڻيءَ چيس ته "ڇا ٿو ڪرين؟" بادشاهه چيو: "چوٻول راڻي آندي اٿم، هاڻي توکي ماريان ٿو." راڻيءَ چيس: "ميان! مار ڀلي، پر ڪجهه ترس، ته اها چوٻول راڻيءَ آڻ به ته ڏسان!" راڻي اُٿان اُٿي چوٻول راڻيءَ وٽ آئي.... ۽ سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايائينس. چوٻول راڻي سڌي بادشاهه وٽ آئي، ۽ ساري ڳالهه ورائي اچي منهن ۾ هنيائينس، ۽ اها منڊي به ڏيکاريائينس- چي: "هن جو نشان تنهنجي سٿر تي آهي، ۽ هيءَ منڊي تنهنجي انهيءَ راڻيءَ جي آهي، جنهن توکي منهنجي ٻانهن به ڏني، ۽ توکي منهنجي قيد مان به آزاد ڪرايو.... ۽ هاڻي ان کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو آهين!"

بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي، ڊوڙي، ڀيهر وجي راڻيءَ جي پيرن تي ڪريو.... ۽ چيائين: "مون توبهه ڪئي، هاڻي وڌيڪ خوار نه ڪر!" تنهن تي ڪِلي، راڻيءَ چيس: "بادشاهه سلامت، ڪنن کي پادر ٻڌو..., ڪيئن ڪجهه سيءَ کان بچاءُ ٿيو؟....؟" بادشاهه هيڪاري ڦڪو ٿيو، ۽ کوهه واري ڳالهه به ياد پيس-- پوءِ ته ماڳهين ڪنڌ هيٺ ڪري، ويهي رهيو، ۽ راڻيءَ جي مارڻ جو خيال لاهي ڇڏيائين.



# چوبول راڻي

هڪڙو هو بادشاهہ: بادشاهہ تہ پاڻ خدا آهي، پر هي زمين جي ٽڪري جو بادشاهہ هوندو هو. هن جي هڪڙي اصيل نانگ سان ياري هوندي هئي. هڪڙي ڀيري اهو اصيل نانگ بادشاهہ وٽ آيو، ۽ چيائينس تہ "آءٌ ڪنهن ڪم سانگي ڪجهہ ڏينهن لاءِ ٻاهر وڃان ٿو، تنهنڪري منهنجي گهر جي پارت اٿيئي." ائين چئي، نانگ موڪلائي ويندو رهيو.

ڪجھ عرصو گذري ويو. هڪڙي ڏينهن، اوچتو بادشاهہ کي اها ڳالهہ ياد آئي تہ نانگ مون کي گهر جي پارت ڪري ويو هو، پر آءٌ اڄ ڏينهن تائين اوڏانهن نہ ويو آهيان. اهو خيال ڪري اُٿيو، ۽ نانگ جي گهر ڏانهن رخ رکيائين. جنهن وقت نانگ جي گهر ۾ گهڙيو، تہ ڇا ڏسي تہ هڪ ڪپر نانگ سندس يار جي زال سان سُتو پيو آهي. بادشاهہ کي غيرت اچي ويئي، سو يڪدم تلوار مياڻ مان ڪڍي، ڪپر تي وار ڪيائين. اينتري ۾، نانگڻ، جو بادشاهہ کي وار ڪندو ڏٺو، تنهن ڇا ڪيو، جو پڇڙيءَ جي اُڇل سان ڪپر نانگ کي ڇت ۾ اُڇلي ڇڏيائين؛ پر بادشاهہ جي وار سان مرڳو سندس پڇڙي وڍجي پيئي. اتي بادشاهہ کي ڏاڍو ويچار ٿيو تہ هي ڇا ٿيو؟ ڪپر جي مرڻ بدران ماڳهين منهنجي يار جي زال جي پڇڙي وڍجي پيئي، هاڻي يار کي ڇا چوندس؟ انهيءَ ويچار ۾، بادشاهہ موٽي پنهنجي محلات ۾ آيو.

ڪن ڏينهن کانپوءِ، نانگ مسافريءَ تان موٽي آيو. گهر ۾ گهڙڻ شرط، هن جي نظر پنهنجي پڇ وڍيل زال تي پيئي. نانگ حيران ٿي ويو، ۽ پنهنجي زال کان ان جو سبب پڇيائين. زال مڪر ڪري، روئي ٻڌايس تہ "تون پنهنجي يار بادشاهہ کي گهر جي پارت ڪري وئين. بادشاهہ ٻئي

چوٿين ڏينهن اچي خبرچار ونندو هو: نيٺ هن جي نيت ۾ خرابي ٿي، پر مننجي انڪار تي ڪاوڙجي، تلوار سان منهنجي پيچڙي وڍي ويندو رهيو."
تنهن تي نانگ پڇيس: "پلا انهيءَ ڳالهه جو ڪو شاهد؟" نانگڻ چيو: "شاهد اهو ڪپر آهي، جنهن چٽ مان سيڪجهه ويني ڏنو."

نانگ ڪپر کان پڇيو ته "اڙي ڪپر! ڪر خبر، حقيقت ڪيئن آهي؟" ڪپر جواب ڏنو: "سائين، توهان جي زال جيڪي چيو، سو سڀ سچ آهي." اصيل نانگ ويچارو ڏاڍي ويچار ۾ اچي ويو. آخر ڪپر کان پڇيائين: "هاڻي پلا ڇا ڪرڻ گهرجي؟" ان تي ڪپر ورندي ڏني ته "سائين، ڪرڻ وري ڇا گهرجي؟ ائين ڪجي، جيئن بادشاهه ڪيو آهي. هُن تلوار سان توهان جي زال جي پيچڙي وڍي آهي، ۽ توهين وري هڪ ئي ڦوڪ سان سڄو شهر ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيوس." اصيل ڏاڍو خوش ٿيو- ۽ ڪپر کي چيائين: "چڱو، لهي اچ، ته بيئي گڏجي هلي اهو ڪم ڪري اچون."

پوءِ بيئي ڄڻا گڏجي شهر ڏانهن هليا. جڏهن شهر جي نزديڪ آيا، تڏهن ڪپر نانگ، اصيل نانگ کي چيو ته "هتان ئي ڦوڪ ڏيئي، شهر کي ساڙ، ته موٽي هلون!" پر اصيل چيس ته "ڪپر، خبر ڀڏ! پنهنجو ڪنهن گناهه ڪيو آهي، بادشاهه ئي ڪيو آهي، ۽ نه سڄي شهر. تنهنڪري بدلو بادشاهه کان ئي وٺڻ گهرجي. هاڻي سڌا ٿا هلون بادشاهه جي محل ۾. تون هلڻ شرط، هلي سندس جتيءَ ۾ ويهي رهج، ۽ آءٌ وري بادشاهه جي کير ۾ زهر هاري، پاسو وٺي ويهي رهندس. پوءِ جي کير پيئندين، ته به مري ويندو، ۽ جي جتيءَ ۾ پير وڌئين، ته وري تون ڏنگ هڻجئينس." اها صلاح ڪري، سڌو محل ۾ آيا. اصيل نانگ کير ۾ زهر هاري، پاسو وٺي وڃي ويهي رهيو، ۽ ڪپر بادشاهه جي جتيءَ ۾ وڃي وينو.

جنهن ڏينهن بادشاهه نانگ جي گهر ويو هو، ۽ نانگڻ جي پيچڙي وڍجي پيئي هئي، ان ڏينهن کان وٺي هو ڏاڍو مايوس رهندو هو- نه ڪنهن سان ڳالهائيندو هو، نه ٻولهائيندو هو. امير وزير ويچارا سڀ حيران هئا ته

آخر بادشاهہ کي تيو چا آهي! سي بہ انهيءَ ڏينهن گڏجي بادشاهہ وٽ محلات ۾ آيا، ۽ هٿ ٻڌي عرض ڪيائون تہ ”بادشاهہ سلامت، اوهان سان کهڙي ويڌن آهي، جو ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن تہ ڪنهن سان ڳالهايوئي ڪونہ ٿا! رعيت سڄي ويچاري انهيءَ ڪري حيران ۽ پريشان آهي. آخر اسين بہ تہ اوهان جا نمڪ حلال نوڪر آهيون، اسان کي ٻڌايو تہ ڇا آهي- من اوهان جي ڪنهن ڪم اچي سگهون!“ ان تي بادشاهہ، پنهنجي اميرن ۽ وزيرن کي اصيل نانگ جي ياراڻيءَ، نانگڻ جو ڪپر سان خراب ٿيڻ، ۽ نانگڻ جي پڇڙي وڍجڻ جي سموري ڳالهہ ڪري ٻڌائي، ۽ چيو تہ ”هاڻي جڏهن اصيل نانگ ايندو، ۽ پنهنجي زال جي پڇڙي وڍيل ڏسندو، تڏهن ضرور پڇندو؛ ان تي زال ۽ ڪپر منهنجي خلاف ڪونہ ڪو ڪوڙ نانگ کي ٻڌائيندا، ۽ نانگ ڪاوڙجي منهنجي بادشاهيءَ کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيندو. بس، اهوئي ارمان اٿم تہ هيتري ساري خلق خدا جي بي گناهہ مارجي ويندي.“ اها سموري ڳالهہ اصيل نانگ بہ ٻڌي، سو يڪدم اچي بادشاهہ جي جهوليءَ ۾ وينو، ۽ چيائينس تہ ”پهريائين تہ اهو نامراد ڪپر تنهنجي جتيءَ ۾ وينو آهي، تنهن کي ماراءِ، پوءِ جون ڳالهيون پوءِ سان.“ بادشاهہ يڪدم ڪپر کي مارائي ڇڏيو، ۽ ان کان پوءِ نانگ جي ٻڌائڻ تيي کير بہ هارائي ڇڏيائين. انهيءَ ڪم کان پوءِ، ٻيئي دوست پاڻ ۾ ملي ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ دل کولي رهاڻ ڪيائون. موڪلائڻ وقت، نانگ پنهنجي مڻ ڪڍي، بادشاهہ جي بدن سان لڳائي، چيو: ”بادشاهہ سلامت، هن مڻ ۾ اها خاصيت آهي، جو تون سڪرات ۾ پيل ماڻهوءَ جي حالت ڏسي سگهندين، ۽ پکين ۽ جانورن جون ڳالهيون بہ سمجهي سگهندين. پر ياد رک جي اها ڳالهہ ڪنهن سان بہ ڪندين، تہ اُتي مري پوندين.“ ائين چئي، نانگ ويندو رهيو.

هڪڙي ڀيري، بادشاهہ شهر جو گشت ڪندي ڪندي، اهڙي هنڌان اچي لانگهائو ٿيو، جتي رڳو غريب مينگهواڙن جا گهر ۽ دڪان هئا، ۽

ڏٺائين تہ هڪڙي هنڌ ماڻهن جا ميڙ لڳا پيا آهن. بادشاهہ بہ اُن ميڙ ۾ آيو، ۽ ڏسي تہ هڪڙو مينگهواڙ بيمار پيو آهي، ۽ سڪرات واري حالت اٿس. ڪيترائي مينگهواڙ بيمار جي خدمت چاڪريءَ ۾ لڳا پيا هئا. ايتري ۾ ڇا ڏسي تہ موت جو فرشتو آهي، جنهن جي هٿ ۾ هڪڙو سائو ريشمي رومال آهي، تنهن اچي ان بيمار جو روح قبض ڪيو آهي، ۽ اهو روح ان رومال ۾ ويڙهي ڪٽي ويندو رهيو. اها حالت ڏسي، بادشاهہ جي اکين مان ڳوڙها ڪري پيا، ۽ موٽي محلات ۾ آيو. بادشاهہ راڻيءَ سان بہ مينگهواڙ جي مرڻ جي ڳالهہ ڪري روئي ڏنو. جنهن تي راڻيءَ چيس: ”بادشاهہ سلامت، افسوس جي ڪهڙي ڳالهہ آهي، تنهنجي شهر ۾ ڪئين پيا مرن ۽ ڪئين پيا ڄمن.“ پر راڻيءَ کي ڏاڍو عجب لڳو تہ هڪ خسيس مينگهواڙ لاءِ بادشاهہ ڇو رنو.

ٿوري گهٽي ڏينهين، راڻيءَ جو پيءُ سخت بيمار ٿي پيو، جنهنڪري بادشاهہ راڻيءَ سميت اچي پنهنجي ساهراڻي گهر نڪتو. گهر ۾ گهڙڻ سان پنهنجي سهري تي نظر پيس، جو سڪرات جي حالت ۾ هو. بادشاهہ پنهنجي سهري جي سيرانديءَ کان اچي وينو. اجا ٿورو وقت گذريو ئي ڪونہ، تہ ڏسي تہ موت جو فرشتو پيو اچي، جنهن جي هٿ ۾ ڄاڱري ٻير جي ڇانپ آهي؛ اها ڪٽي اچي بادشاهہ جي بدن ۾ هنيائين، ۽ ان ۾ هن جو ساهہ قبض ڪري ڪٽي ويندو رهيو. بادشاهہ جڏهن اها حالت ڏٺي، تڏهن هن کان ٺهڪ نڪري ويو. راڻيءَ کي ننهن کان چوٽيءَ تائين باهہ وٺي ويئي، مگر ان وقت هوءَ ڪجهہ ڪين سگهي. جڏهن لاش کي دفنائي واپس آيا، تڏهن راڻيءَ يڪدم بادشاهہ کي چيو تہ ”بادشاهہ سلامت، مون کي اهو تہ ٻڌايو، جو پنهنجي شهر ۾ هڪڙو خسيس مينگهواڙ مئو، تہ اوهان جي اک مان ڳوڙهوئي ڪين ٿي بيٺو، پر اڄ، جڏهن منهنجي پيءُ وفات ڪئي، تڏهن اوهان کان يڪدم ٺهڪ نڪري ويو- انهيءَ جو ڪهڙو سبب؟“ انهيءَ تي بادشاهہ چيس تہ ”راڻي! انهيءَ ڳالهہ کي هن وقت ڇڏي ڏي، توکي اها

حقيقت پوءِ ٻڌائيندس." مگر راڻي ضد ٻڌي بيٺي- چي: "مون کي ڪيئن به ڪري هينئر ٻڌاءِ!" بادشاهه ويچارو ڏاڍو لاچار ٿي پيو، نيٺ چيائين ته "چڱو! توکي انهيءَ جو سبب ٽن ڏينهن کان پوءِ ٻڌائيندس."

راڻي انهيءَ ڳالهه تي راضي ٿي. آخر ٽي ڏينهن به گذريا. راڻيءَ وري به بادشاهه جا ڪن ڪڙا ڪيا. بادشاهه ويچار ڪيو ته 'نانگ جو چوڻ آهي ته جي اها ڳالهه ڪنهن کي ٻڌائيندين ته مري ويندين: هاڻي ڪيئن ڪريان! نانگ به ته ڪوڙ ڪونه ڳالهايو هوندو.' سو، راڻيءَ کي چيائين ته "ڳالهه وڃي ڪانه ٿي، پٽهين اجا تازو مئو آهي، پلي ته چاليهو گذري، ۽ مهمان به وڃن، ته پوءِ هڪ منو ٿي، توکي ٻڌائيندس." راڻيءَ اها ڳالهه قبول ڪري، ڪٽي مان ڪئي. نيٺ چاليهه ڏينهن به گذري ويا. چاليهي جو ختمو آيو، مهمان به جيڏانهن جا هئا، سي اوڏانهن روانا ٿي ويا. تڏهن راڻيءَ وري به بادشاهه کي ساڳي ڳالهه ياد ڏياري. بادشاهه کي ته اڳيئي سڌ هئي، تنهن راڻيءَ کي چيو ته "راڻي! توکي انهيءَ ڳالهه جو ڏاڍو فڪر آهي، هيءَ ڪا خاص ڳالهه ته آهي ئي ڪانه، جنهن جي لاءِ ايتري تڪڙ ٿي ڪرين. هاڻي توسان وعدو ٿو ڪريان ته پنهنجي ملڪ هلي، سربستي ڳالهه ٻڌائيندوسانءِ."

نيٺ هفتي کن گذرڻ بعد، بادشاهه پنهنجي ملڪ موٽ ڪاڏي. هلندي هلندي، هڪڙي هنڌ ڏسي ته هڪڙو ٻڪرين جو ڌڻ جهنگ ۾ پيو چري، جنهن ۾ هڪڙو ٻڪر آهي، جو ٻڪريءَ کي ٻوڪڻ لاءِ پيو ڦري... ۽ ٻڪري آهي، جا هن کان پاسو ڪندي رهي ٿي. نيٺ جڏهن ٻڪر اچي سوڙهو گهتيس، تڏهن ٻڪريءَ چيس ته "تنهنجي ڳالهه مون کي منظور آهي، پر هڪڙو شرط آهي- پهرين هن پر واري کوهه جي تري مان گاهه جو ٻوڙو پٽي آڻي ڏي." ان تي ٻڪر چيس: "اهو بي وقوف بادشاهه آهي، جو راڻيءَ جي چوڻ تي پنهنجو سر ٿو ڏئي. مون کي جي تون ٻوڪڻ نه ڏيندينءَ، ته مون لاءِ ٻيون به هزار آهن." ائين چئي ٻڪر هليو ويو. بادشاهه مڻ جي زور تي ٻڪر جي اها ڳالهه ٻڌي، دل ۾ چوڻ لڳو ته "مار! آءُ ته هن ٻڪر کان به گهٽ

ٽيس: مون کي تہ هن جيترو بہ عقل ڪونهي. چا ٿيو، جي هيءَ زال ويئي، ٻي پرڻجي پوندس: هرويرو پنهنجو سر ڇو وڃايان!" بادشاھہ يڪدم ٻڪرار کي گهرائي، ان کان اهو ٻڪر خريد ڪري، اچي پنهنجي ملڪ ۾ رسيو.

بادشاھہ جو محلات ۾ پهچڻ، ۽ راڻيءَ جو ڳالهہ پڇڻ. اجا راڻيءَ ڳالهہ چوري ئي مس، تہ بادشاھہ بيد جو لڪڻ کڻي، اچي راڻيءَ کي ورتو. راڻيءَ جي دانهن مٿان دانهن- چي: "مون انهيءَ ڳالهہ جي پڇر ئي ڦٽي ڪئي!" پر بادشاھہ چوي تہ "نہ.... بيهہ، تہ آءٌ توکي پيرائتي ڳالهہ ٿو ڪري ٻڌايان." نيٺ ڏکن هڻي راڻيءَ کي ساٽو ڪري وڌو، ۽ مٿان ٿي ڪِري پيئي. تنهن کان پوءِ، بادشاھہ پڇيس تہ "اجا بہ ڳالهہ ٻڌڻ جو شوق اٿئي؟" راڻيءَ چيو تہ "مون توبهہ ڪئي، مون کي ڪانہ ٿي ڳالهہ کپي." ٻئي ڏينهن، بادشاھہ شهر ۾ پڙهو گهمارايو تہ "هي ٻڪر منهنجو دوست آهي، جنهن مون کي موت جي منهن مان بچايو آهي، تنهنڪري ڪوبہ هن جو نالو نہ وٺي. جيڪو بہ هن جو نالو ونندو، تنهن کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويندو. ٻڪر جيترو بہ ڪنهن جو زيان ڪندو، ان کي ٽيل زيان جو ٻيٽو حصو منهنجي خزاني مان ملندو." ان بعد، ٻڪر کي ڪٽي شهر ۾ ڇيڪ ڇڏيائون. ٻڪر بہ سڄي شهر ۾ مزي سان گهمندو وتيو. مجال آهي جو ڪير ان جو نالو وٺي. ڪنهن جو بہ زيان ٿيندو هو، تہ اهو شاهي خزاني مان ٻيٽو ڪري وٺي ويندو هو. ٿورن ئي ڏينهن ۾، ٻڪر ڪائي مٿارو ٿي پيو. بادشاھہ کي بہ ٻڪر جي اون ڪانہ هوندي هئي- اچي تہ ڇا، نہ اچي تہ ڇا، بعضي بعضي تہ ٻہ ٻہ ٽي ٽي ڏينهن بہ شهر ۾ ڪونہ ايندو هو.

هڪڙو ڏينهن خدا اجو ٿيو - نماشام جي مهل، مينهن بہ ڏاڍو پيو، ۽ ٻڪر بہ شهر کان ٻاهر نڪري، شهر جي پر واري جبل تي ٽنڌڪار سانگي وڃي ويهي رهيو. سج لهي ويو، پر ٻڪر شهر ڏانهن نہ موٽيو. اتفاق سان ڪي چار ماڻهو انهيءَ جبل تان اچي لنگهيا، جن کي بک ڏاڍو هلاڪ ڪيو هو. هيڏانهن هوڏانهن نظر ڪيائون ..... ڏسن تہ هڪڙو ٻڪر آهي، جو

بي فڪر ٿيو سُتو پيو آهي. صلاح ڪيائون ته ڇو نه انهيءَ ٻڪر کي ڪٺي حلال ڪجي.... پر هڪڙي ڄڻي چيو ته "بيلي، ٻڪر خبر نه آهي ته ڪنهن جو آهي: تنهن کان سواءِ، بنا اجازت پرائو مال کائڻ به گناهه آهي. تنهنڪري ڪاڏي جو پيو ڪو بندوبست ڪرڻ گهرجي." نيٺ يارن گهڻي ويچار ڪان پوءِ، چيو ته "ادا، اها ڳالهه برابر آهي، پر پانئجي ائين ٿو ته قدرت خود اسان جي لاءِ هيءَ نعمت موڪلي آهي، تنهنڪري ڪريوس حلال- صبح جو ڪٺي پر واري شهر مان پڇا ڪري، ٻڪر جي ڏٿيءَ کي عيوض پري ڏيندا سون، يا بخش ڪرائيندا سونس." ان تي سڀني راضي ٿي، ٻڪر کي جهلي کهي ڪٺي باهه تي رکيو، ۽ پوءِ کائي پي سمهي رهيا.

رات خير سان گذري، صبح ٿيو. هي چارئي سنگتي آيا شهر ۾: پڇا ڪيائون ته 'هڪڙين يارين فلاڻو ٻڪر ڪنهن جو هو!' جنهن کان ڪٺيو پڇن، سو چوي ته "اهو ٻڪر ته بادشاهه جو آهي." نيٺ بادشاهه وٽ آيا، ۽ بادشاهه کي ٻڌايائون ته "هڪڙيءَ طرح، اسان اوهان جو ٻڪر کهي کائي ڇڏيو آهي، هاڻي جيڪو ڏنڊ ڏوهه رکو، سو اسين پرڻ لاءِ تيار آهيون." ان تي بادشاهه چيو ته "انهيءَ ٻڪر کي هٿ لائڻ يا ڪجهه چوڻ لاءِ منهنجو حڪم ڦاسيءَ جو آهي، تنهنڪري توهان چارئي ڄڻا ڦاسيءَ تي چاڙهيا ويندا."

انهيءَ تي انهن چئن ئي ڄڻن چيو ته "بادشاهه سلامت، ٻڪر اسان بي خبريءَ ۾ کهي کاڌو آهي: جي چوري ڪري کائون ها، ته توهان وٽ اچي حاضر ٿي ٻڌائڻ جو اسان کي ڪو ضرور ئي ڪونه هو: ۽ جي هليا وڃون ها، ته اسان کي ڪير سڃاڻي ڪونه، جو اچي ڳولي هٿ ڪري ها: پر اسان خود ائين مناسب نه ڄاتو ته ڪو پرايو مال بنا اجازت جي کائي، خدا جي آڏو شرمسار ٿيون. هاڻي توهان کان جي پڇي سگهي، ته اسان کي گناهه بخش ڪريو: جي نه ته جيڪا ٻڪر جي قيمت مقرر ڪريو، اها اسين پري ڏيڻ لاءِ تيار آهيون." بادشاهه چيو ته "منهنجو واعدو ڪيل آهي، تنهنڪري توهان کي ڦاسيءَ تي لٽڪائبو." اِتي هنن يارن ڏٺو ته بادشاهه

ڇڏيندو بنھ ڪونہ، سو پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪري، بادشاھ کي چيائون تہ "جھان پناھ، اسين چارئي يار، ڪنھن ٻيءَ دنيا جا رھواسي آھيون، شيل شڪار سانگي ھن سرزمين تي آيا آھيون؛ اسان اڄ ڏينھن تائين ڪنھن کي بہ ڏڪوئيو ڪونھي. ڪالھہ بہ اوھان جو ٻڪر بي خبريءَ ۾ ڪاڏوسون. ھاڻي جيڪڏھن اوھين اھو ٻڪر اسان کي بخش ڪندا، يا ان جي قيمت اسان کان نہ وٺندا، تہ ٻين پنھنجن ديس ڀائرن ۾ اسان جي عزت رھندي؛ تنھنڪري اسان صلاح ڪئي آھي تہ اوھان کي 'چوبول راڻي' پرڻايون، جنھن جھڙي سھڻي روءِ زمين تي ڪانھي- ان جي عيوض اسان کي ٻڪر جو خون معاف ڪريو." بادشاھ اھا ڳالھہ ٻڌي، حيرت ۾ پئجي ويو. ويتر چوبول راڻيءَ جو ٻڌي، بنھ دل ڀڄي پيس. آخر ھنن کان پڇيائين تہ "اھا راڻي ڪير آھي، ۽ ڪيئن ھٿ اچي سگھي ٿي؟" تنھن تي منجھانئن ھڪڙي ٻڌايو تہ "اسين گھمندي گھمندي، ھڪڙي شھر ۾ پھتاسين؛ شھر جي ٻاھران ھڪڙو وڏو نار نظر آيو، جنھن کي سؤ مڙس گڏجي زور لائين، تڏھن مس ڇُري سگھي. پڇا مان خبر پئي تہ ھتي جي بادشاھ کي چوبول راڻيءَ نالي سھڻي ڌيءَ آھي، جنھن جھڙي خوبصورت روءِ زمين تي نہ ملندي. ان شھزاديءَ جا شرط آھن تہ جيڪو اڪيلي سر اھو نار ڦيرائي ويو، ۽ ٻيو تہ راڻيءَ سان اڪيلو ويھي، رھاڻ ڪندي، ڪن ڳالھين جي جواب وٺڻ لاءِ جيڪڏھن راڻيءَ کي چار دفعا ڳالھارائي ويو، تہ پوءِ ھوءَ ان سان شادي ڪندي؛ پر جنھن بہ انھن شرطن ۾ ھارايو، سو ڦاسيءَ چڙھندو. سو، اي بادشاھ، اسان کي تہ چوبول راڻيءَ جي ڪا ضرورت ڪانہ ھئي، تنھنڪري ھليا آياسين: ھاڻي، تنھنجو اسان تي احسان ٿيندو؛ ان ڪري اسان جي مرضي آھي تہ اھا راڻي توکي پرڻايون."

بادشاھ چيو: "اھو تہ ڏاڍو چڱو، پر ٻڌايو تہ اوھين مون سان مدد ڪيئن ڪندا؟"

چئن شخصن ٻڌايو تہ "عاليجاھ، تون رڳو نار کي ھٿ وجھي ھلندين، زور اسين لائيندا سون. ماڻھو اسان کي ڏسي ڪونہ سگھندا،

تنهن جي خاطري رک: تنهنڪري سمجهندا ته نار بادشاهه پيو ڦيرائي ۽ راڻيءَ سان ملاقات مهل، اسين چارئي يار راڻيءَ جي ويهاڻي، هار، ڏئي ۽ ڏنب ۾ لڪي ويهي رهنداسين. تون اول راڻيءَ سان خبر چار ڪج: جيڪڏهن راڻيءَ جواب ۾ ڳالهايو، ته وه واه: نه ته به اسان مان هڪڙي هڪڙي سان خبر چار ڪندو اچج، پوءِ من ڪنهن طرح ڳالهائي."

بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي، راضي ٿيو، ۽ انهن چئني ئي همراهن سان گڏجي، لاءُ لشڪر ساڻ ڪري، اُتي هليو چوبول راڻيءَ جي ملڪ.

ٿورن گهڻن ڏينهن جي مسافري بعد، اچي چوبول راڻيءَ جي شهر پهتا. بادشاهه لشڪر کي پاسي تي لهڻ جو حڪم ڏيئي، پاڻ سڌ سماءُ رکڻ لاءِ نار تي آيو. آزمودي لاءِ نار کي ٻه ٽي زور به ڏنائين، پر نار چري نه سگهيو. اتي بادشاهه کي پڪ ٿي ته 'پيلي، هنن جيڪي چيو ٿي، سو سچ آهي.' ٻئي ڏينهن مقرر وقت تي، بادشاهه اچي پير تي ڏونڪو هنيو. سڄي شهر ۾ هُل اٿي ويو ته 'اچ وري راڻيءَ جو ڪو نئون عاشق آيو آهي....' سو سڀ ماڻهو نار وٽ اچي گڏ ٿيا. بادشاهه به سڌو نار تي آيو، ۽ يارن جي چوڻ موجب اچا نار جي ڳاڏيءَ تي هٿ رکيائين، ته نار وهڻ لڳو.... ۽ پاڻي باغ کي ٻوڙي، ريل ڇيل شهر ڏانهن وهي هلڻ لڳو. اهو حال ڏسي، سڀ ماڻهو بادشاهه وٽ ڊوڙي آيا، ۽ اچي چيائونس ته "بادشاهه سلامت، شهر ٿو ٻڏي.... مهرباني ڪري راڻيءَ جي عاشق کي چوائي موڪليو ته نار ڪاهڻ بند ڪري!" نيٺ بادشاهه جا ماڻهو هن وٽ آيا، ۽ اچي چيائونس ته "توهان کي هن شهر جي بادشاهه گهرايو آهي." اچا هنن ائين چيوئي مس، ته نار ازخود بيهي رهيو. اتي بادشاهه انهن ماڻهن کي چيو: "اوهين هلو. آءٌ ياتيهي اوهان جي بادشاهه وٽ اينداس." جڏهن اهي ماڻهو ويا هليا، تڏهن هو چارئي شخص ظاهر ٿي، بادشاهه سان مليا، ۽ ساڻس صلاح مصلحت ڪري، راڻيءَ جي محل ڏانهن هليا ويا.

بادشاهه به سڌو چوبول راڻيءَ جي پيءُ وٽ آيو، ۽ هن کي پنهنجي

اچڻ جو مقصد ٻڌايائين. چوبول راڻيءَ جي پيءُ چيس ته ”تون ڀلي چوبول راڻيءَ سان اڄ رات ڳالهاءِ! پر جي هن کي نه ڳالهارائي سگهئين ته ڦاسي ملنديئي، ۽ جي ڳالهارائي وئينس، ته هن سان تنهنجي شادي ٿيندي!“ بادشاهه اهو شرط منظور ڪري، موٽي پنهنجي جاءِ تي آيو.

بادشاهه شام جو سويل ئي ماني ٽڪي کائي، اچي پير تي ڏونڪو هنيو. چوبول راڻيءَ جون ٻانهيون آيون، جي هن کي راڻيءَ جي ڪمري ۾ ڇڏي هليون ويون. ڪجهه وقت ته بادشاهه ڏسندو رهيو. ته من ڳالهائي، من ڳالهائي، پر راڻي ڪٿي ٿي ڳالهائي! بادشاهه هتان هُتان جون خبرون چارون ڪرڻ لڳو، پر راڻي اهڙو ڪجهه جهڙي پٿر. نيٺ بادشاهه ڪڪ ٿي چيو: ”انڌير ته ڏسو، جو آءٌ راڻيءَ وٽ مهمان ٿي آيو آهيان، ۽ راڻي ڳالهائي به نه ٿي! هاڻي هيءَ قيامت جهڙي رات ڪيئن گذرندي؟ اهڙو ڪو دوست به ڪونهي، جنهن سان ويهي دل جو حال ونڊجي!“ ائين چئي، ويهاٽي کي سڏ ڪري، چيائين: ”اي يار ويهاٽا!“ ته ويهاٽي مان آواز آيو: ”جيءُ راڻيءَ جا دلبند يار سياٽا!“ راڻيءَ، جو ويهاٽي مان آواز ايندو ٻڌو، تنهن خار وچان يڪدم ويهاٽي کي سيرانديءَ کان ڪڍي، مروٽي سروٽي، وٺي جا اڇل ڏني، ته وڃي پري پيو. اتي ويهاٽي وري چيو: ”بادشاهه سلامت، -ڏنو راڻيءَ جي ڪاوڙ!.... مون ڪهڙو گناهه ڪيو؟ ساري سپ ڄمار راڻيءَ جي سيرانديءَ کان گذاريو اٿم، اڄ فقط توسان ڳالهايو اٿم، ته منهنجي هيءَ حالت ٿي آهي.... سو تون به ماٺ ڪري هليو وڃ، نه ته توسان به اهڙي ڪار ٿيندي، جهڙي اڄ مون سان ٿي آهي.“ تنهن تي بادشاهه چيس: ”يار ويهاٽا، اهي سڀ ڳالهيون سمجهائي، سر تان آسرو ڪٽي آيو آهيان: هاڻي پُني ڏيڻ مڙس جو ڪم ڪونهي. چڱو جو ڳالهائڻ لاءِ ساٿي ته ٿي پئين. رات جا پهر به آهن چار، ته ڳالهيون به چار! ويهه، ته ويهي ڪچهري ڪريون. هاڻي ڪا اهڙي ڳالهه ٻڌاءِ، جنهن ۾ رات جو هڪڙو پهر ته گذري وڃي!“ ويهاٽي وراڻيو: ”بادشاهه سلامت! تو هرو ڀرو اچي هن راڻيءَ جي پويان سر ڏنو آهي. تون به آزار ۾ پئين، ۽ اسان کي به

اچي تڪليف ۾ وڌءِ. چڱو، هاٿي جي چوين ٿو، تہ پيلا ٻڌ!" ائين چئي ڳالھہ شروع ڪيائين:

"بادشاھہ سلامت! هڪڙا هئا چار دوست: هڪڙو هو واڍو، ٻيو درزي، ٽيون سونارو ۽ چوٿون فقير. چئن ئي ڄڻن پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ 'پنهنجي شهر ۾ پورهيو ذات ڪونهي، ويهي ڪيترو وقت گذرابو؟ آخر تہ ٻچا پارٽا آهن، ڇو نہ هلي ٻئي ڪنهن شهر ۾ ڌنڌو ڪريون!' اها صلاح ڪري، چارئي ڄڻا پورهئي جا اوزار کڻي اٿي هليا. هلندي هلندي، هڪڙي رڻ ۾ اچي رات پين. هنن وٽ ڪاڌي پيتي جو بہ سڀ سامان موجود هو، سو يڪدم ماني تيار ڪيائون. ڪاڌي پيتي کان پوءِ صلاح ڪيائون تہ 'اسان وٽ سامان بہ ڪافي آهي: جي چارئي ڄڻا سمهي رهنداسون، تہ متان ڪو واتھڙو يا چور چڪار سمورو سامان کڻي ٿئي راهي.... تنهنڪري ڇو نہ واري تي سيڪو جاڳي؟' اها رٿ ڪيائون تہ 'ڄڻا بہ آهيون چار ۽ رات جا پهر بہ چار- هڪڙو هڪڙو پهر هڪڙو هڪڙو جاڳي.' اها تجويز ڪري، پهريون پهر واڍي کي ڏنائون، ٻيو درزيءَ کي، ٽيون سوناري کي، ۽ چوٿون پهر فقير کي. پهريون پهر واڍي جو هو، تنهنڪري اهو ويهي جاڳڻ لڳو، ۽ ٻيا ٽيئي ڄڻا سمهي رهيا. واڍو ڪجھہ وقت تہ ويٺو، پر نڪو ڳالهائڻ وارو نڪو ٻولهائڻ وارو. آخر ڪيس اوٻاسين آٽي ورايو، ۽ جهوٽا کائڻ لڳو. ويٺي ويٺي پنڪي اچي ويس، ۽ خواب ۾ ڇا ٿو ڏسي تہ هڪ حسين پري آهي، جا اڏامندي وڃي. اينتري ۾ اک کلي ويس. واڍي کي پريءَ جي سهڻي صورت وڻي ويئي، سو خيال ڪيائين تہ 'چونہ اها خواب واري پري ويهي ناهيان، تہ وقت بہ گذري وڃي ۽ ننڊ بہ نہ اچي!' سو اوزار کڻي، جتي سُتا پيا هئا، اتي پاسي ۾ ڪو سڪل ڪاٺ جو ٻنڊ پيو هو، ان مان ٽڪر وڍي، ويهي پريءَ جو ٻوتو ناهڻ لڳو. رات جو پهر بہ پورو ٿيو، تہ هن پريءَ جي مورت بہ ناهي تيار ڪري کڻي آڏو رکي. ۽ پوءِ درزيءَ کي اُٿاري پاڻ سمهي رهيو.

"درزي جڏهن ننڊ مان اٿيو، ۽ اجا پوري [illegible] ڪانہ کلي هيس، تہ

نظر وجي مورت تي پيس. سمهي ڪيائين ته ”اهو ڪم واڍي جو آهي، جنهن پهر رات ڀرو ڀيهي هيءَ وندر ڪئي آهي.“ مورت به ڏاڍي وڻيس، سو ڪڍندي ئي ڪپڙو ۽ سئي، پنهنجي پهر ۾ انهيءَ ڪاٺ جي مورت کي جهڙ جهڙا ڀلا ڪپڙا سبي، پارائي ڇڏيائين. اني رات جو ٽيون پهر به اچي پورو ٿيو، تنهنڪري ٽئين ساٿيءَ سوناري کي اٿاري پاڻ سمهي رهيو.

”سونارو به اوٻاسيون ڏيئي، اجا واندو مس ٿيو، ته نظر وجي مورت تي پيس. ڏسي ڪتي ته هڪڙي حسين عورت سامهون ويٺي آهي. عجب ۾ پئجي ويو. نيٺ دل نه رهيس، هٿ لائي ڏٺائين - پڪ ٿيس ته ڪاٺ جي مورت آهي. دل ۾ چيائين ته ’واڍي به پنهنجو پهر سجايو ڪيو ۽ درزيءَ به ته سٺي محنت ڪئي آهي. هاڻي آءٌ به ڇو نه ڪي ننهان چوٽيءَ ڪُهه پارائين ڇڏيانس!‘ اهو خيال ڪري، اوزار ڪڍي ويهي زيور ناهڻ لڳو. اجا پهر رات جو مس گذريو ته سڀ ڳهه تيار ڪري، مورت کي پارائي، فقير کي اٿاريائين، ۽ پاڻ سمهي رهيو.

”فقير به ننڊ مان سجاڳ ٿي، ڪتي ڏسي ته هڪ حسين عورت ڪپڙا گنديون پايو نهي نڪي ويٺي آهي. هن جي به دل نه رهي، سو اُٿي هٿ لائي پڪ ڪيائين، ۽ دل ۾ چيائين ته ’واڍي مورت ناهي، درزيءَ ڪپڙا پارايس ۽ سوناري ڳهه وڌس... هاڻي خدا کان سوال ڪري ساهه آءٌ به ته وجهانس!‘ سو پره ڦٽيءَ جي وقت، فقير ڏٿيءَ جي در ڪتي ٻاڏايو. قدرت الله جي سان ڪاٺ جي مورت ۾ ساهه پيو، ۽ چم چم ڪري هوءَ چرڻ پرڻ لڳي.

”اتي هو به ٽيئي يار سجاڳ ٿيا، پر هڪو چوي ته ’زال منهنجي!‘ چارئي جڻا اچي پاڻ ۾ وڙهيا....“

ايتري ڳالهه ٻڌائي، ويهاٽي پڇيو ته ”بادشاهه سلامت، هاڻي ٻڌاءِ ته اها زال ڪنهن جي ٿي؟“

بادشاهه يڪدم جواب ڏنو: ”اي يار ويهاٽا، اها زال ٿي فقير جي، جنهن ساهه وڌس.“

اتي راڻيءَ هڪل ڪري بادشاهه کي چيو: "اڙي بي وقوف بادشاهه، زال سوناري جي ٿي، جنهن نت پارايس. پيا ڳهه ڳنا ماڻت بہ ڏيندا آهن، پر نت هميشہ مڙس ڏيندو آهي."

بادشاهه اهو ٻڌي، يڪدم وڃي پير تي ڏونڪو هنيو- چي: "راڻيءَ مون سان ڦريون ٻول ٻوليو."

بادشاهه وري بہ ڳالهائڻ لاءِ حيلا وسيلا ڪيا، پر راڻي اڃا ڪان بہ وڏيڪ مپ ماري ويهي رهي. نيٺ بادشاهه هڪل ڪئي تہ "اڙي هار!" تنهن محل هار مان آواز آيو: "جي اٿي بادشاهه سلامت، دلبند يار!" اجا هار اها ورندي مس ڏني، تہ راڻيءَ جو هٿ وڃي سينو ۽ هڪ ٺپ جهٽڪ سان چني، وني جو اُچل ڏنائين تہ داتو ڏور پري پيو. اتي هار چيو: "بادشاهه سلامت، ڏٺئي؟ ڪڏهن اها حالت هئي جو راڻي، ساهه وانگر سانڍيم، ۽ اڄ داڻو نہ داڻي پيڙو!" اتي بادشاهه چيس: "يار هار، ٻڌاءِ ڪو دردن جو داستان، تہ غم جي رات ڪٽجي... صبح جو ڦاسي تہ انهن ٿي لهي پئي آهي." ان تي هار پنهنجي ڪهاڻي شروع ڪئي:

"بادشاهه سلامت! هڪڙا چار موالي هئا جي پاڻ ۾ گهاٽا دوست هوندا هئا. انهن مان هڪڙي جو ڪو گڏهه جو ... وڃي ويو. تنهن جو پير ڪٽي، هو اتي هليا. پير نہ ڪٽيندا اچن، ۽ منزل سر ... پيئندا اچن. هڪڙي هنڌ هنن کان گڏهه جو پير وڃائجي ... ٿي منجهي پيا، ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪيائون تہ "ورهه جي ... کي رمز ۾ ڳوليون، پوءِ جيڪو منهن لڳو، سو ... ڪنهن نہ ڪنهن ... ڏسندا تہ ٻڌائيندو؟" سو بہ چار دم هئي، ويهي ان کي رمز ۾ کولڻ لڳا. ڪجهہ وقت کان پوءِ، هڪڙي موالي هڪل ڪئي تہ "يار، اُتو اُتو ڪابي طرف هڪڙو شهر آهي، گڏهن اتي پيو ڏسجي." چارئي جنا ڪاهي اچي انهيءَ شهر ۾ گهڙيا. ڪهمندي ڪهمندي، ٻئي مواليءَ چيو: "يار، هيءُ جا پٽ ڏسو ٿا، انهيءَ ۾ پاڻ واري گڏهه جي لڏ پيئي ڏسجي، ۽ گڏهه بہ شايد اتي ئي آهي." صلاح ڪيائون تہ "پاڻ پرديسي آهيون: جي هتي جي ماڻهن کي ائين ٻڌائينداسون، تہ شايد

گڏهه لڪائي ڇڏين. تنهنڪري چو نہ بادشاهہ سان هلي خبرچار ڪريون.'
سو سڏا آيا بادشاهہ وٽ، ۽ هن کي ساري ڳالهہ ڪري ٻڌايائون. بادشاهہ حيرت ۾ پئجي ويو. نيٺ آزمودي خاطر موالين کي حڪم ڪيائين تہ 'سڀاڻي صبح جو اچجو، تہ توهان کي گڏهہ ونائي ڏيندس.' ٻئي ڏينهن بادشاهہ ڇا ڪيو، جو پيالي ۾ هڪڙو ڏاڙهون رکي، مٿان رومال سان ان کي ڍڪي، سامهون ميز تي رکي ڇڏيائين ۽ پاڻ گلم وڇارائي، طول ويهاٽي تي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو. موالي بہ ڏاڍا وزم واڙي هٿي، ڪائي پي، سڏا بادشاهہ جي ڪچهريءَ ۾ آيا. بادشاهہ پڇين تہ 'سامهون ميز تي ڇا آهي؟' هي چارئي ڄڻا تبيءَ ۾ پئجي ويا. ڪجهہ وقت کان پوءِ هڪڙي مواليءَ هٿ سان بند چنبي جيترو اشارو ڪري چيو: 'آهي بہ هيڏو هيڏو!' تنهن تي ٻئي چيو: 'آهي بہ ڳاڙهو ڳاڙهو.' ٽئين چيو: 'اٿس بہ ڳاڙها ڳاڙها موتي!' تنهن تي چوٿين چيو: 'بادشاهہ سلامت، توهان جي سامهون ميز تي ڏاڙهون تہ نہ آهي!' بادشاهہ هنن جي ڳالهہ ٻڌي، گڏهہ موالين کي ونائي ڏنو."

ايترو ٻڌائي، هار بادشاهہ کان پڇيو تہ "اي بادشاهہ سلامت، هاڻ ٻڌايو تہ چئن ئي مان انصاف ڪنهن جو؟"

بادشاهہ ورندي ڏني تہ "انصاف پهرئين جو، جنهن آٽڏني ڳجهارت پڳي."

اتي راڻيءَ کان رهيو نہ ٿيو، ۽ بادشاهہ کي چيائين:

"اڙي بي عقل بادشاهہ، انصاف ٽئين جو، جنهن اندر جو ڳجهہ ٻڌايو تہ منجهس ڳاڙها موتي آهن."

بادشاهہ وري بہ اُٺي پير تي ڏونڪو هنيو تہ "راڻيءَ مون سان ٻيو ٻول بہ ٻوليو."

راڻي وري بہ ٻم ٻڌي ويهي رهي. نيٺ بادشاهہ ڏئي کي هڪل ڪئي: "او يار ڏيا!" ڏئي مان آواز آيو: "جيءُ راڻيءَ جا يار دلبند ڪيئا!" اجا ڏيئي ايترو ئي مس چيو، تہ راڻيءَ يڪدم اُٺي جو ڏئي کي اُڇل ڏني، تہ

زريون ذريون ٿي ويو. چي: "اڄ هي بہ ٿو ڳالهائي!" اتي ڏئي بادشاهہ کي چيو تہ "اي بادشاهہ، ڏسين پيو راڻيءَ جو ڪست. مون پلا ڪهڙو گناهہ ڪيو، جو هھڙي تعدي ٿي اٿم؟" بادشاهہ جواب ڏنو: "اڙي ڏيا! راڻي پل پيئي مذاقون ڪري، هن کي ڇڏي ڏي. صبح جو مون کي ڦاسيءَ تي چڙهڻو آهي، هاڻي اهڙي ڪا ڳالهہ ٻڌاءِ، جو رات جو ڪجهہ وقت وندر ٿئي." اتي ڏئي ڳالهہ شروع ڪئي:

"بادشاهہ سلامت، هڪڙا چار ماڻهو ڪنهن بادشاهہ جي ڪچهريءَ ۾ آيا، ۽ چيائون تہ 'اسين بادشاهہ وٽ نوڪري ڪنداسين.' بادشاهہ پڇين تہ 'اوهين پگهار ڪيترو وٺندا، ۽ ڪم ڪهڙو ڪندا؟' هنن ورندي ڏني: "بادشاهہ سلامت، جيڪي ڏيندين، سو وٺنداسين، ۽ ڪم اهو ڪنداسين جيڪو ٻيا نہ ڪري سگهن!" بادشاهہ عجب ۾ پئجي ويو، ۽ چئن ئي کي ڪٽي نوڪريءَ ۾ رکيائين. هي چارئي ڄڻا مان ڪيو ويٺا هجن. هاڻي اهڙو ڪم اچي ڪٿان، جو ٻيا نہ ڪري سگهن؟ آخر ڇهہ ٻارنهن مهينا گذريا.... اتفاق سان بادشاهہ جو پٽ گذاري ويو. لاش ڪٽي اجا مقام تي پهتا، تہ سج لهي ويو، ويتر جهڙ سبب اوندهہ انڌوڪار لڳي ويئي، ۽ آفت بہ اُتي ڪا بنهہ بي پير پيئي ڏسائبي هئي... سو ڪوبہ ماڻهو مقام ۾ ترسي ئي نہ پيو: تنهنڪري لاش ڪٽي واپس موٽي آيا. اتي وزير بادشاهہ کي عرض ڪيو تہ 'بادشاهہ سلامت، رات جو مقام ڏانهن ڪوبہ ماڻهو ڪونہ ٿو وڃي: تنهنڪري هي جو چار ڄڻا ويٺا آهن، سي ڇا جي لاءِ آهن؟ اڄ اهو ڪم انهن کي ڏيو، تہ وڃي لاش دفن ڪري اچن.' بادشاهہ هنن چئن ئي کي گهرائي، سڄي ڳالهہ ٻڌائي، ۽ حڪم ڪيو تہ 'هي ڪم، جو ٻين کان نٿو ٿئي، سو توهان کي ڪرڻو آهي.' چارئي يار اها ڳالهہ خوشيءَ سان قبول ڪري، ضروري شيون ۽ لاش ڪٽي، سڌا مقام تي آيا. قبر کوٽي پاڻ ان ۾ تي ويٺا ۽ لاش قبر جي مٿان رکي ڇڏيائون. صلاح ڪيائون تہ 'ڄڻا بہ آهيون چار ۽ رات جا پهر بہ آهن چار، تنهنڪري پاڻ مان هرهڪ پهر پهر جاڳي، ۽ ٻيا سمهن.' اها صلاح ڪري، هڪڙو

جاڳيو، ۽ پيا تي جڻا سمهي رهيا. ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ، هن ڏٺو تہ ڪو شخص آهي، جو لاش ڏانهن پيو اچي. هن يڪدم ڏهہ ويهہ پٿر ميڙي پاڻ وٽ ڍِڳ ڪري ڪٺي رکيا. اهو شخص سڌو لاش وٽ آيو. هن جي هٿ ۾ چار ڏونڪا هئا، تن مان ٻہ سيرانديءَ ۽ ٻہ پيرانديءَ هنيائين، تہ بادشاهہ جو پٽ اُٿي ويهي رهيو. پوءِ هن يڪدم چوپڙ وڇائي، ۽ هو ٻيئي جڻا پاڻ ۾ راند ڪرڻ ويهي رهيا. جڏهن راند ختم ٿيڻ تي هئي، تڏهن قبر ۾ وينل همراهہ ڇا ڪيو، جو وني زور سان هڪ ٻئي پنيان پٿر اُڇلڻ لڳو. هن غيبي شخص، جو پٿرن جا ڦهڪا ٻڌا، سو ڪٽ تان لهي اُٿي ڀڳو. پوءِ هن همراهہ بہ يڪدم قبر مان نڪري، ڏونڪا ڪٽي پٽيا.... تہ بادشاهہ جو پٽ جهڙو هو تهڙو لاش ٿي پئجي رهيو، ۽ پاڻ اُها چوپڙ ۽ ڏونڪا کڻي وري قبر ۾ گهڙي ويو. اتي رات جو پهريون پهر پورو ٿيو، ۽ هو ٻئي جڻي کي اُٿاري، پاڻ سمهي رهيو.

"ٻئي جڻي ڪجهہ وقت جاڳڻ کانپوءِ، ڏٺو تہ هڪڙو اصيل نانگ ڦوڪون ڏيندو، اچي پاسي واري هڪڙي وڻ هيٺ پهتو آهي. گهڙيءَ کن ۾ وات مان مڻ ڪڍي، اُن جي جرڪي تي نانگ بيهي اُٿي راند ڪرڻ لڳو. هن يار دل ۾ خيال ڪيو تہ اها مڻ ڪيئن بہ هٿ ڪجي: سو ڇا ڪيائين، جو پنوڙو ناهي، اُن ۾ ڪنڊا هڻي، اهو پٽڪي ۾ ٻڌي قبر مان نڪتو، ۽ لڪندو لڪندو، وڻ تي چڙهي ويو. اُتان آهستي آهستي اهو پنوڙو ڪٺي، سڌو مڻ تي اُڇليائين. نانگ، جو اوچتي اوندهہ ڏٺي، سو يڪدم مڻ واريءَ جاءِ تي آيو ۽ پنوڙي کي ڏنگ هڻڻ لڳو. نيٺ نانگ ڏنگ هڻي هڻي ڪنڊن وکهي مري ويو. جڏهن نانگ مئو، تڏهن هيءَ همراهہ وڻ تان لهي آيو، ۽ مڻ کڻي، وَر ۾ وجهي، اچي قبر ۾ گهڙيو. اتي رات جو ٻيو پهر ختم ٿيو، ۽ هو ٽئين ساٿيءَ کي اُٿاري، پاڻ سمهي رهيو.

"ٽيون جڻو بہ ڪجهہ وقت تہ اوٻا سيون ڏيڻ لڳو: نيٺ جڏهن چڱيءَ طرح سجاڳ ٿيو، تڏهن ڏٺائين تہ هڪ عورت آهي، جا مينهن واچ ڪندي پڳي اچي. هن کي پڪ ٿي تہ اها ڏائڻ آهي، جا لاشڪ شهزادي جي لاش

ڪاڻ لاءِ آئي آهي: تنهنڪري هي اڳوات ئي تلوار ڪڍي، هوشيار ٿي ويٺو. جيڏيءَ مهل ڏائڻ ويجهي آئي، تيڏيءَ مهل هن هڪل ڪيس... جنهن تي ڏائڻ دهلجي بيهي رهي. هيءُ به يڪدم قبر مان نڪري ٻاهر ٿيو.... ۽ ڏائڻ ونئي پڳي. هن تلوار اُچلي هنيس، جنهن سان ڏائڻ جي ٻانهن به ڪپجي پيئي ۽ گندي به وڃي پري پيس. هن اُها ٻانهن ۽ گندي ڪڍي، بلائتي ڪئي. پوءِ چوٿين ساٿيءَ کي اُٿاري، پاڻ سمهي رهيو.

'چوٿون ساٿي اُٿي ويٺو. ويهندي ويهندي اچي فجر ٿي، پر هن ڪا به خاص ڳالهه ڪانه ڏٺي. دل ۾ خيال ڪيائين ته 'هنن ٽنهي ڄڻن ضرور ڪانه ڪا نشاني هٿ ڪئي هوندي، هاڻي آءٌ به ڪا چيز ته هٿ ڪريان!' اهو خيال ڪري، قبر مان ٻاهر نڪتو. لاش کي پٺن پويان ڇڏي، مقام ڪان ٻاهر آيو. جان ڪڍي ڏسي، ته هڪڙو لشڪر آهي، جو ميٺهن واچ ڪندو ڪاهيندو اچي. هن به اوڏانهن رخ رکيو. جنهن وقت ڏوبدو ٿيا، تڏهن هن لشڪر وارن ڪان خبر چار پڇي. هنن ٻڌايو ته 'اسين ديو آهيون، ۽ وڃون ٿا هن بادشاهيءَ کي تباهه ڪرڻ.' تنهن تي هن يار پڇين 'توهان ڪهڙا ڄڻا آهيو؟' ديون ورندي ڏني: 'هڪ گهٽ لک ديو آهيون.' اتي ديون وري هن کان پڇيو: 'تون ڪير آهين ۽ ڪيڏانهن پيو وڃين، ۽ پٺن تي ڇا ڪنيو وڃين؟' ان تي هن جواب ڏنو: "آءٌ عزرائيل آهيان. الله تعاليٰ مون کي اڄوڪيءَ رات ۾ لک ديون جي ساهه قبض ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. ساري رات ڊوڙيو آهيان، تڏهن مس مس هڪڙي ديو جو ساهه قبض ڪيو اٿم، جو پويان ڪنيو وتان: شڪر ٿيو، جو گهڻيءَ تڪليف کان ڇٽي پيس- توهان سڀني جو ساهه قبض ڪري، اڄهو ٿو لک پورو ڪريان: تنهنڪري هاڻ توهين سڀ مرڻ لاءِ تيار ٿيو.' هن جي اها ڳالهه ٻڌي، ديون کي ڏڪڻي ونئي ويئي، ۽ آزيون نيزاريون ڪرڻ لڳا، مگر هي به هڪڙي ڳالهه ونئي بيهي رهيو. چي: 'سڀني جو روح قبض ڪندس.' تيستائين ديون چيس ته 'جيئن تون چوين، تيئن ڪرڻ لاءِ تيار آهيون... رڳو اسان جي جند ڇڏ!' تڏهن هن چين: 'هاڻي هڪڙي شرط سان اوهان کي ڇڏيو ٿو ڇڏيان.

هيءَ تہ سچ اُپرڻ ڪان اڳ هن شهر جي ٻاهران سِر روپي ۽ سِر سونيءَ سان محلات نهي وجي. محلات جي اڳيان هڪ عاليشان باغ هجي، جنهن ۾ سونو نار پيـو وهي. جي اهو شرط منظور ڪريو تہ توهان کي جيئدان ڏيندس، نہ تہ سپني جو ساهہ قبض ڪندس.‘ ديون اها ڳالهہ منظور ڪئي ۽ وجي ڪم کي لڳا.

”هي شخص بہ واپس قبر تي آيو، ۽ لاش کي ڏوليءَ ۾ سمهاري، تنهي ساٿين کي اُٿاريائين تہ ’هاڻي صبح ٿي ويو آهي، لاش کي دفن ڪريو، تہ هلون.‘ ان تي پهرئين ڄڻي جنهن وٽ ڏونڪا ۽ چوٻڙ هئي، تنهن چيو تہ ’لاش کي پوربو ڪونہ، پر واپس ڪٺي هلنداسون.‘ پوءِ تہ لاش کڻي سڌو بادشاهہ وٽ آيا. وزيرن اميرن، جو ڏٺو، تن بادشاهہ کي چيو تہ ’هنن تہ پيسا ئي حرام ڪري ڇڏيا، اجهو لاش واپس کنيو اچن!‘ بادشاهہ کي ڪاوڙ بہ آئي، مگر صبر ڪري هنن کان خبر چار پڇيائين. تنهن تي پهرئين ڄڻي چيو: ”بادشاهہ سلامت، اسان مان هرهڪ رات جو پهر پهر ورهائي ڪنيو هو. مون کي پهريون پهر مليو. هاڻي مون انهيءَ وقت ۾ ڇا ڏٺو، اهو بيـان پڇاڙيءَ ۾ ٻڌائيندس. اول هنن کان پڇيو وڃي تہ هنن ڇا ڏٺو؟‘ بادشاهہ هرهڪ کان پڇيو. جنهن تي ٻئي پهر واري ساري ڳالهہ ٻڌائي، ۽ نشاني ’مڻ‘ ڪڍي بادشاهہ جي اڳيان رکي. وري ٽئين پهر واري بہ پنهنجو داستان ٻڌائي، ڏائڻ واري ٻانهن ۽ گندي ڪڍي بادشاهہ جي اڳيان رکي. چوٿين پهر واري بہ پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائي، چيو تہ ’سائينءَ جن محلات تي چڙهي، يا سرزمين تي هلي، سر سوني ۽ سر روپيءَ وارو محلات پنهنجين اکين سان ڏسن.‘ بادشاهہ ۽ امير وزير گڏجي آيا، ۽ اچي ڏٺائون تہ برابر محلات، سونين ۽ روپين سرن سان، باغ سميت، تيار بيٺو آهي ۽ ان ۾ سونو نار چڙهيو تيار ٿيو بيٺو آهي. هاتي بادشاهہ پهرئين ڄڻي کي چيو تہ ’تون بہ پنهنجو بيان ڪر!‘ ان تي هن ڇا ڪيو، جو اُهي ڏونڪا ڪڍي لاش جي بہ سيرانديءَ ۽ بہ پيرانديءَ کان هنيائين، تہ بادشاهہ جو پٽ ڪلمو پڙهي اُٿي ويهي رهيو. بادشاهہ پٽ کي جيئرو ڏسي ڏاڍو

خوش ٿيو ۽ هنن کي گهڻو انعام ڏنائين."

ايتري ڳالهه ڪري، ڏئي بادشاهه کي چيو: "اي بادشاهه، هاڻي ٻڌاءِ ته انهن چئن مان انصاف ڪنهن جو؟" بادشاهه جواب ڏنو: "ڏيا! انصاف ان شخص جو، جنهن بادشاهه جي پٽ جي جان بچائي، پيو وري انصاف ڪنهن جو!"

اتي راڻيءَ هڪل ڪري، چيو ته "او بيوقوف بادشاهه، انصاف ان شخص جو، جنهن ديون کي پڇائي، ڏيهه تان ڏرت لاٿو."

بادشاهه يڪدم اُٿي پير تي ڏونڪو هنيو ته "راڻيءَ مون سان ٽيون ٻول به ٻوليو!" پوءِ وري اچي راڻيءَ سان ڳالهائڻ لڳو، مگر راڻي وري به پٽ ٻَنجي ويهي رهي.

بادشاهه وري لاچار ٿي، ٿنڀ کي هڪل ڪئي: "اي يار ٿنڀ!" ٿنڀ وراڻيو: "جيءَ راڻيءَ جا يار دلننپ." اتي راڻي وڏيڪ حيران ۽ پريشان ٿيڻ لڳي ته 'اڄ منهنجو خير ڪونهي، جو محلات جي هرهڪ شيءِ پيئي ڳالهائي!' بادشاهه ٿنڀ کي چيو: "يار، تون به ڪا ڳالهه ٻڌاءِ، ته رات جو باقي هڪڙو پهر آهي، سو ته گذري وڃي؛ صبح جو ته هوئڻ ئي ڦاسيءَ تي چڙهندس." تنهن تي ٿنڀ ڳالهه شروع ڪئي:

"اي بادشاهه، هڪڙو سوداگر هو، جنهن وٽ ملڪيت ته ڪافي هئي، پر سندس مرڻ کان پوءِ سڄي ملڪيت سندس زال ۽ صغير پٽ خرچي ڪپائي ڇڏي. ڪجهه ڏينهن بعد، جڏهن هن جو پٽ اچي لائق ٿيو، تڏهن ماءُ کي چيائين ته 'اما مون کي ڪو دڪان کولي ڏي ته ٿورو گهڻو گذر سفر ويهي ڪريان.' ماءُ هن کي ڪپڙي جو دڪان کولي ڏنو. ڪجهه وقت گذرڻ بعد، ماڻس دل ۾ خيال ڪيو ته 'آءُ جو ماٺ ڪيو ويٺي آهيان، سو چونه ويهي ڪو ڪم ڪريان.' تنهن ويهي، پرت تي هڪ عاليشان رومال ٺاهي پٽ کي ڏنو، چيائينس ته 'هي رومال به وڃي دڪان تي رک، هن جو ملهه ئي ڪونهي- جنهن اگهه ۾ دل چوئي، تنهن اگهه ۾ ڏيئي ڇڏج.' هڪڙي ڏينهن هڪ شخص هن جي دڪان تي آيو، ۽ هن کان رومال جي قيمت

پڇيائين. ڇوڪري هڪڙي قيمت ٻڌايس. تنهن تي هن شخص چيس ته 'يار، مون وٽ ته ايتري رقم موجود ڪانهي؛ جي ڪنهن گهٽ رقم تي ڏين، ته ڏاڍو چڱو.' ڇوڪري ورندي ڏنيس ته 'يار سڏيو اٿيئي، ته هاڻي مون کي پئسو وٺڻ حرام آهي- رومال کڻي وڃ. يارن تان سر به صدقي، رومال ڪهڙي راس آهي!' هن شخص گهڻوئي نتايو، مگر ڇوڪري رومال کڻي هٿ ۾ ڏنس. هلندي وقت انهيءَ شخص پنهنجو ڏس پتو ڏيئي، چيس: "يار، ڪاريءَ رات جو ڪم پويئي، ته به بنا حجاب جي هليو اچجئين- اڄ ڏينهن کان پنهنجي ياراني پڪي ٿي." ڇوڪري رات جو ماءُ کي سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي. ٻئي ڀيري وري ماڻس ٻيو رومال ڏيئي چيس ته 'ابا! هن رومال جي به قيمت ڪانه اٿيئي- جنهن ۾ دل گهريئي، تنهن ۾ وڪڻي ڇڏج.' ڇوڪرو اهو رومال کڻي، دڪان تي آيو. اتفاق سان انهيءَ ڏينهن سپهه سالار سندس دوڪان تي آيو، ۽ هن جي نظر وڃي رومال تي پيئي. رومال ڏاڍو وڻي ويس. تنهنڪري ڇوڪر کان رومال جي قيمت پڇيائين. ڇوڪر هن کي ڪا چڱي موچاري قيمت ٻڌائي، جنهن تي سپهه سالار چيس ته 'يار، قيمت گهٽ ڪر!' تنهن تي ڇوڪر چيس ته 'ادا، جي يار ٿو چوين، ته رومال کڻي وڃ- مون کي هاڻي پئسو وٺڻ به حرام آهي.' ائين چئي، رومال کڻي هن جي هٿ ۾ ڏنائين. سپهه سالار ڇوڪري جي صداقت ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ هن سان ويهي رهاڻ ڪيائين. آخر هلندي مهل، سپهه سالار چيس: "آءٌ بادشاهه جي لشڪر جو سپهه سالار آهيان، ڪنهن به وقت ڪم پويئي، ته منهنجو سر به تو دوست تان قربان آهي." ڇوڪري شام جو موٽي وري به ماءُ کي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي. ماڻس هن ڀيري به ڪانه ڪڇي، ۽ وري به هن کي ٽيون رومال ڏيئي چيائين ته 'هي اڳين ٻن کان به وڌيڪ قيمتي آهي، پر جيئن نظر ۾ اچيئي، تيئن وڪڻي ڇڏج.' هن ٻئي ڏينهن اهو رومال به دوڪان تي ٽنگي ڇڏيو. خدا جي قدرت، انهيءَ ڏينهن هن جي دوڪان تي هڪڙو ٻيو نوجوان چڙهي آيو، جنهن جي نظر به وڃي رومال تي پئي. دل کي وڻي ويس، سو ڇوڪر کان

قيمت پڇيائين. چوڪر قيمت ٻڌائي. پر وري به اڳين وانگر ريڙهه پيڙهه ڪندي، نوجوان چيو ته 'يار، قيمت ۾ ڪجهه چندچاڻ ته ڪر.' دستور موجب چوڪر اهو ٻڌي، چيو ته 'هاڻي وري يارن سان ليکا ڪهڙا؟ رومال کڻي وڃ، توکان هڪڙو پئسو وٺڻ به حرام آهي.' اهو نوجوان، جيڪو وزير جو پٽ هو، سو عجب ۾ پئجي ويو ته هي دوڪاندار وري ڪهڙو آهي! هن رومال وٺڻ کان انڪار ڪيو، پر چوڪري زوريءَ کڻي هٿ ۾ ڏنس. انهيءَ تي وزيرزادي چيس: "دوست، اوکيءَ ويل ۾ منهنجو سر به تو اڳيان حاضر آهي." ائين چئي، وزيرزادو ويندو رهيو. چوڪري شام جو گهر اچي ماڻس کي چيو ته 'اما، رومال ته اڄ به هڪڙو يار آيو، سو کڻي ويو!' ماڻس ڪاوڙ مان چيس: "ابا! جي تنهنجا اهڙا ٻه ٽي ٻيا يار آيا، ته پوءِ تو به دڪان هلايو!" ٻئي ڏينهن وري ٻيو هڪڙو رومال ڏيئي تاڪيد ڪيائينس ته 'هيءُ سڀ کان سٺو رومال اٿيئي.' انهيءَ ڏينهن اتفاق سان بادشاهه جو پٽ اتان اچي لانگهائو ٿيو، ۽ هن جي نظر وڃي رومال تي پيئي. شهزادي دڪان تي چڙهي، ان جي قيمت پڇي. چوڪري قيمت ٻڌايس. شهزادي ايتريءَ قيمت تي رومال وٺڻ نٿي گهريو؛ تنهنڪري ٻيهي سوال جواب پڇڻ لڳو. اتفاق سان هن جي وات مان به "يار" جو لفظ نڪتو. اتي چوڪر چيس: "جي يار ٿو سڏين، ته رومال کڻي وڃ! يارن تان ته سر به صدقي ڪري ڇڏجن!' ۽ رومال کڻي شهزادي جي هٿ ۾ ڏنائين. شهزادي ڀرين ته انڪار ڪيو، پر چوڪر زوريءَ رومال کڻي مڙهايس. آخر موڪلائڻ وقت شهزادي چيس: "يار، جيڪڏهن ڪوبه ڪم مون ۾ پويئي، ته ڪوبه حجاب نه ڪج. آءٌ هن ملڪ جي بادشاهه جو پٽ آهيان." ائين چئي، شهزادو ويندو رهيو.

"هنن ڳالهين کي ڪجهه ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن سوداگرزادو دير سان دڪان بند ڪري، بادشاهه جي محلات وٽان اچي لانگهائو ٿيو، ته اوچتو 'چور چور' جو آواز ٿيو. چوڪيدارن، جو هن کي ڏٺو، سو کڻي ٻڌائونس. ۽ يڪدم بادشاهه وٽ وٺي ويس. بادشاهه حڪم ڏنو ته 'هن

ڪي سپاٽي ڦاسيءَ تي چاڙهيو وڃي.‘ سوداگرزادي ڪان پڇيائون ته ’توڪي ڪجهه چوڻو آهي؟‘ هن بادشاهه کي عرض ڪيو ته ’منهنجا چار يار آهن، تن کي اطلاع ڏنو وڃي.‘ بادشاهه اها ڳالهه قبول ڪئي.

”سوداگرزادي جي پهرئين يار جڏهن اها حقيقت ٻڌي، سو اڌ رات جو ئي بادشاهه وٽ آيو، ۽ عرض ڪيائين ته ’بادشاهه سلامت، منهنجي يار کي آزاد ڪيو وڃي. جيڪو به ڏنڊ ڏوهه رکو، سو آءٌ پري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.‘ مگر بادشاهه انڪار ڪيو. اتفاق سان انهيءَ رات بادشاهه تي پهري ڏيڻ جو وارو وزير جي پٽ جو هو. بادشاهه کي به خبر پيئي ته هيءُ به سوداگرزادي جو يار آهي، سو هن کي به چرڪ وچان ننڊ نه آئي، ۽ پئي پاسا اُٿلايائين. وزيرزادو به تلوار مياڻ ۾ تيار ڪيو بيٺو هو، ته ڪٿي بادشاهه کي ننڊ اچي ته پورو ڪريانس. بادشاهه خيال ڪيو ته ڏسان هيءُ ڇا ٿو ڪري، سو دت هٿي پئجي رهيو. وزيرزادي به وجهه ڏسي تلوار سان وار ڪرڻ جي ڪئي، پر بادشاهه ڪٽي جهليس، ۽ چيائينس ته ’مون کي خبر آهي ته تون هن جو سچو يار آهين، تنهنڪري توسان واعدو ٿو ڪريان ته تنهنجي دوست کي ڦاسي ڪونه ڏيندس. تنهنجي ياريءَ جي خبر پيم، باقي ٻين يارن جي به ته خبر پوي.‘ وزيرزادي کي جڏهن پڪ ٿي ته منهنجي يار جو وار به ونگو ڪونه ٿيندو، تڏهن هن ڪٽي صبر ڪيو. وري جڏهن بادشاهه جي پٽ کي خبر پئي، تڏهن هن يار کي ڇڏائڻ لاءِ پيءُ سان بغاوت ڪرڻ جو خيال ڪيو، ۽ رات وچ ۾ لشڪر جو ڪجهه حصو وٺي، ڦاسيءَ گهاٽ وٽ ويهاري ڇڏيائين- انهيءَ لاءِ ته جنهن وقت سوداگرزادي کي سپاهي ڦاسيءَ لاءِ وٺي اچن، ان وقت حملو ڪري، يار کي بچايو وڃي. هنن ٽنهي يارن جي خبر سوداگرزادي کي پيئي، مگر چوٿون يار سپهه سالار پيدا ڪونه ٿيو. سوداگرزادي کي ان جو ڏاڍو ويچار ٿي پيو. اتي صبح به اچي ٿيو. بادشاهه حڪم ڪيو ته ’هن کي ڦاسي ڏني وڃي.‘ اتي سوداگرزادي وري به عرض ڪيو ته ’بادشاهه سلامت، منهنجو باقي چوٿون دوست اڃا ڪونه آيو آهي، تنهنڪري مون کي سندس گهر وٽان وٺي

هلو، جيئن آخري وقت ۾ سندس منهن ڏسان.' بادشاهه هن جو اهو عرض به قبول ڪيو، ۽ پاڻ به ساڻس هلڻ لڳو. انهيءَ خيال سان ته هن جي ٻين ٽن دوستن جي سچائيءَ جي به خبر پئي، باقي چوٿون يار ڏسان ته ڪهڙا ٿو ڪمال ڪري. جنهن وقت سپهه سالار جي در وٽ پهتا، تڏهن خبر پيئن ته رات هن جي شادي ٿي آهي، ۽ هيٺئر لائون لهي ويٺو آهي. سوداگرزادي سڏ ڪيس: "او يار، ٻاهر نڪر، ته آخري ديدار ته ڪريون- ڦاسيءَ تي ته ائين ئي ٿو چڙهان!" سپهه سالار ويچاري، جو پنهنجي يار جو سڏ ٻڌو، سو يڪدم تلوار هٿ ۾ ڪٺي اُٿيو. ڪنوار، جو هن جي حالت ڏٺي، ۽ ويتر تلوار هٿ ۾ ڏٺائينس. تنهن سمجهيو ته اڄ خير ڪونهي. سو مڙس کي ڪٽي جهليائين. مگر سپهه سالار زال کان جند ڇڏائي، اجا اڳيرو هليو، ته هن وري اچي پويان جهليس. اتي سپهه سالار ڏٺو ته هيءَ رن ڇڏي ئي ڪانه ٿي، سو زال کي هڪ ئي ڌڪ سان ختم ڪري، ٻاهر نڪتو. تلوار رت سان ڀريل، شاديءَ وارا ڪپڙا، شينهن وانگر گوڙ ڪري، بادشاهه تي حملو ڪيائين. چي: 'جيسين منهنجي سسيءَ ۾ ساهه آهي، تيسين يار جو نالو ڪير وٺي؟' سپاهين سپهه سالار کي به گرفتار ڪري، ڪٺي ڦاسي گهاٽ جو رستو ورتو. اجا ڪجهه اڳتي هليا، ته پريان هٿيارن پهنوارن سان هڪڙي ٽولي ظاهر ٿي، جنهن جو اڳواڻ شهزادو هو. شهزادي اچڻ شرط بادشاهه کي چيو ته 'بادشاهه سلامت، منهنجي هن ٻي ڏوهي يار کي آزاد ڪر، نه ته پهريائين مون سان جنگ ڪر، ۽ پوءِ منهنجي يار کي ڦاسي ڏي.' بادشاهه هنن چئن ئي دوستن جي سچائي ڏسي، سڀني کي چيو: 'مون وزير جي پٽ سان رات ئي واعدو ڪيو هو ته آءٌ توهان جي يار کي ڦاسي ڪونه ڏيندس. مون کي فقط اوهان جي ياريءَ جو امتحان وٺڻو هو.' ائين چئي، سوداگر جي پٽ کي آزاد ڪيائين."

ايتري ڳالهه ڪري، ٽنپ پڇيو ته "اي بادشاهه، هاڻي ٻڌاءِ ته انصاف ڪنهن جو؟"

بادشاهه جواب ڏنو: "انصاف وزيرزادي جو، جنهن بادشاهه کي

ماريو تي، تڏهن ئي باد شاهه ڪيس ڇڏڻ جو واعدو ڏنو." انهيءَ تي راڻيءَ هڪل ڪئي تہ "اي بيوقوف باد شاهه، انصاف سڀهہ سالار جو، جنهن پنهنجي دوست خاطر پنهنجي نئينءَ ڪنوار کي بہ کهي ڇڏيو."

اتي باد شاهه اُٿي پير تي ڏونڪو هنيو تہ "راڻيءَ مون سان چوٿون ٻول بہ ٻوليو!"

باد شاهہ، جو محلات ۾ انتظار ۾ ويٺو هو، سو ڏيءُ وٽ آيو، ۽ چيائينس تہ "تو چار دفعا باد شاهه سان ڳالهايو آهي، هاڻي اقرار موجب تون هن جي زال ٿي چڪينءَ."

بس، پوءِ تہ ڏاڍي ڌامر ڌومر سان شادي ٿي- ڪجريون پيون ڪُسن، ٻڪريون پيون نچن؛ ٻوڙ پلاءُ جي هونگ لڳي ويئي.... اسان جهڙا غريب غربا پيٽ ڪاٽڻ ۽ ڪٽڻ ۾ مشغول ٿي ويا- ۽ باد شاهه بہ چوٻول راڻيءَ کي وٺي پنهنجي ملڪ ۾ آيو.

اِتي هنن چئن ئي جڻن باد شاهه کي وعدو ياد ڏياريو. باد شاهه انهن کي ٻڪر جو خون معاف ڪيو، ۽ هو چار ئي جڻا موڪلائي هليا ويا.





# انڀولهہ راڻي

هڪڙي ڀيري، هڪڙي ٻڙ جي وڻ تي ٻہ نرماد پکي، چڪوو ۽ چڪوي، آکيرو ناهي اچي ويهي رهيا. انهيءَ ٻڙ سان اهڙو ڪو حساب هو، جو ڇهين ڇهين مهيني ان کي باهہ لڳندي هئي.... پر پکين کي اها خبر ڪانہ هئي. نيٺ پکين آنا لاٿا، جن مان ٻہ ٻچا ٿيا- ٻيئي نَر هئا. ڇهہ مهـ ٻورا ٿيا، تڏهن ٻڙ کي اوچتو اچي باهہ لڳي، چڪوو تہ باهہ ڏسي، پنهنجي جان بچائڻ لاءِ، اُڏامي ويو، پر مادي ويچاري پنهنجن ٻچن کي ڪوڙي ۾ ڪري ويهي رهي، ۽ ڌڻيءَ در وينتيون ڪرڻ لڳي تہ "اي مالڪ تون منهنجن ٻچن کي بچاءِ، توکان سواءِ اسان کي ڪو اجهو آسرو ڪونهي." ڌڻيءَ در هن جو عرض اگهاڻو، ۽ باهہ ٻرندي ٻرندي، جڏهن آکيري واريءَ ٽاريءَ وٽ آئي، تڏهن اُجهامي ويئي ۽ هو سڀ بچي ويا.

جڏهن باهه وساڻي، تڏهن چڪويءَ پنهنجن ٻچن کي چيو تہ "اوهين ويهو، تہ آءٌ اوهان جي لاءِ چوڳو هٿ ڪري اچان." ائين چئي، اُتان اڏامي ويئي. هن جي وڃڻ کان پوءِ، چڪوو آيو، ۽ ڏٺائين تہ ٻڙ جي باهہ وسامي ويئي آهي.... تڏهن پاڻ اچي ٻچن جي پرسان ويهي رهيو. ٻچن ڏٺو تہ بابا اسان کي تڪليف ۾ ڏسي پڄي ويو هو ۽ هينئر آيو آهي، سو ڪيس نوُنگا هڻڻ لڳا. چڪوي چين تہ "ٻچا، آءٌ توهان جو پيءُ آهيان- نونگا ڇو ٿا هڻو؟" ٻچن چيو تہ "جڏهن ٻڙ کي باهہ لڳي هئي، تڏهن تون پڄي ويو هئين، ۽ امان ويني هئي.... جي تون اسان جو هجين ها، تہ پڄي ڪونہ وڃين ها؛ هاڻي نہ اسين تنهنجا ٻچا، ۽ نہ تون اسان جو پيءُ." انهن جو اجا جهيڙو هليو پئي، تہ ايتري ۾ مادي بہ چوڳو هٿ ڪري آئي. چڪويءَ جڏهن مڙس



کي ڏٺو، تڏهن چيائين تہ "جنهن مهل اسين تڪليف ۾ هئاسين، تڏهن پڄي وئين، ۽ هاڻي وري ڇاجي لاءِ آيو آهين؟ پنهنجو گس وٺي هليو وڃ! اڄ

ڪانپوءِ، منھنجي ٻچن سان تنھنجو ڪوبہ واسطو ڪونھي.“ ائين ٻيئي اچي ٽڪريا- چڪوو چوي تہ ”ٻچا منھنجا!“ ۽ مادي چوي تہ ”ٻچا منھنجا!“

نيٺ ٻيئي گڏجي، فيصلي لاءِ بادشاھہ وٽ آيا- چي: ”تون اسان جو فيصلو ڪر تہ ٻچا پيءُ جا يا ماءُ جا؟“ بادشاھہ چيو تہ ”ٻچا پيءُ جا ٿيندا، ماءُ جو ڇا وڃي!“ ان تي چڪويءَ چيو تہ ”بادشاھہ سلامت، ڪُنياءُ ڇو ٿو ڪرين؟ جڏھن ٻچا ٻاھر پر تي سڙيا، تڏھن تہ ھي ڀڄي ويو ۽ آءُ ويھي رھيس... ۽ ھاڻي وري وڏو وارث ھيءُ ٿو ٿئي!“ بادشاھہ چيو تہ ”بس، منھنجو اھوئي فيصلو آھي.“ تڏھن چڪوي ويچاري ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، روئندي روئندي، رواني ٿي ويئي... ۽ نيٺ انھيءَ ڏک ۾، سامھون وڻ تي ويھي ويھي، آڪيري کي ڏسندي ڏسندي، مري ويئي.

مرڻ کانپوءِ، چڪويءَ وڃي ھڪڙي واڻيي جي گھر جنم ورتو، جنھن جو نالو ڪسونبا رکيو ويو. ڪسونبا، اڄ ننڍي سڀان وڏي، آخر اچي جوان ٿي. سيٺ جي ڀراڙيءَ ۾ اوڏر رھيل ھئي، انھيءَ جي اُڳاڙڻ جو خيال ڪري، ھن ڪانياواڙ مان ھڪڙو پلو گھوڙو گھرايو. اُتي جي بادشاھہ کي جڏھن گھوڙي جي خبر پيئي، تڏھن خيال ڪيائين تہ ’مون وٽ پلي گھوڙي بيني آھي، مگر ھتي ڪو پلو گھوڙو آھي ئي ڪونہ- تنھنڪري جي ڪانياواڙي پلو گھوڙو آيل آھي، سو ڇو نہ گھوڙي ميڙايان، تہ ڦر سنو ٿئي.‘ اھو خيال ڪري، بادشاھہ سيٺ کي نياپو موڪليو تہ ”پنھنجو گھوڙو ڏي، تہ آءُ پنھنجي گھوڙي ميڙايان.“ اھا خبر جڏھن ڇوڪريءَ کي پيئي، تڏھن پنھنجي پيءُ کي چيائين تہ ”بابا، بادشاھہ کي گھوڙو پلي ڏيو، پر ھڪڙو انجام ونوس تہ جڏھن ڦر ڇھن مھينن جو ٿئي، تڏھن اسان کي ڏيڪاري وڃي.“ بادشاھہ سيٺ سان اھو انجام ڪري، نيٺ پنھنجي گھوڙي ميڙائي. جڏھن گھوڙيءَ ناڻ ڏنو ۽ وڇيرو ٿيو، جو ڇھن مھنن تي انجام موجب سيٺ کي ڏيکارڻو ھو، تڏھن بادشاھہ کي اھا ڳالھہ وسري ويئي، ۽ مٿان اچي ان مھينا ٿيا. ڇوڪريءَ سيٺ کي انھيءَ ڳالھہ جي

يادگيري ڏيا يري تہ ”بابا، انجام موجب اجاتائين ڦر ڏيڪارڻ لاءِ ڪونہ موڪليو آهي.“ ان تي سيٺ بادشاهہ ڏي نياپو موڪليو، تڏهن بادشاهہ کي يادگيري پيئي، ۽ پنهنجن ماڻهن کي چيائين تہ ”گهوڙي وڇيري سميت وٺي وڃو، ۽ سيٺ کي ڦر ڏيکاري واپس آڻيو.“ بادشاهہ جا نوڪر گهوڙي وٺي سيٺ وٽ آيا، ۽ سيٺ ڇوڪريءَ کي چيو تہ ”گهوڙي آئي آهي، ان جو ڦر هلي ڏس.“ ڇوڪريءَ چيو تہ ”گهوڙي ڦر سميت حويليءَ ۾ اندر گهرايو.“ آخر گهوڙي اندر آئي، تڏهن ڇوڪريءَ پنهنجن ماڻهن کي چيو تہ ”وڇيرو ٻڌي ڇڏيو.“ انهن وڇيرو ٻڌي ڇڏيو، ۽ پاڻ بادشاهہ جي نوڪرن کي چيائين تہ ”وڇيرو اسان جو آهي- اهو فيصلو خود بادشاهہ جو پنهنجو ڪيل آهي- باقي گهوڙي وٺي وڃو، ۽ وڃي اها حقيقت بادشاهہ کي ٻڌايو.“ نوڪرن اها حقيقت اچي بادشاهہ سان ڪئي.... تڏهن بادشاهہ کي پنهنجي اڳئين فيصلي جي يادگيري پيئي، ۽ ڪٺي ماٺ ڪيائين.

بادشاهہ جي پٽ کي جڏهن انهيءَ ڳالهہ جي خبر پيئي، تڏهن خيال ڪيائين تہ ’ڇو نہ اُنهيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪري، پوءِ طلاق ڏيئي، ڪانئس اهو وڇيري وارو وير وٺان!‘ هي بادشاهہ جو اڪيلو ۽ دادلو پٽ هو، جنهنڪري بادشاهہ جو مٿس گهڻو پيار هو، ۽ جيئن چوندو هو تيئن بادشاهہ ڪندو هو. شهزادي ڇا ڪيو، جو اونڌو ڪنولو ڪري سمهي رهيو. جڏهن بادشاهہ کي اها خبر پيئي، تڏهن يڪدم ڊوڙندو آيو، ۽ اچي پٽ کي ڀاڪر وڌائين، ۽ چيائين تہ ”پٽ، چئہ، توکي ڇا کپي؟ جيڪي چوين، سو آڻي ڏيانءِ.... تون ڪو خيال نہ ڪر.“ شهزادي چيو تہ ”بابا، مون کي اها واڻئي جي ڌيءُ پرڻاءِ.“ بادشاهہ کي سمجهايو تہ ”پٽ، تون شهزادو آهين، ۽ هوءَ پنهنجي رعيت.... سو، اها شادي نهي ئي ڪانہ ٿي. تنهن ڪانسواءِ، پاڻ مسلمان ۽ هو هندو، سو ڇوڪري ڪو ڏيندا؟ تنهنجون ٻہ راڻيون اڳيئي آهن.... وري ٻہ ڪنهن بادشاهہ جي ڌيءُ جيڪا چئين سا

توکي پرڻايان.“ مگر شهزادي ضد ڪيو تہ ”مون کي پرڻائين، تہ اِها واٽئي جي ڌيءُ پرڻاءِ: جي نہ، تہ تون ڄاڻ، تنهنجي بادشاهي..... آءُ وڃي ٿو جوڳي ٿيان.“ بادشاھ ڏنو تہ شهزادو ضد تان نہ لهندو، تڏهن ڪيس دلاسو ڏيئي، اچي پنهنجي وزير سان صلاح ڪيائين. آخر ٻنهي ڄڻن صلاح ڪري، هڪڙو هوشيار ماڻهو واٽئي وٽ سڱ گهرڻ لاءِ موڪليو، جنهن اچي واٽئي سان اها ڳالھ ڪئي. واٽئي چيو تہ ”سائين! بادشاھ مسلمان، اسين هندو.... تنهن ڪانسواءِ، هو بادشاھ، اسين غريب - اهو سڱ ڪو نهي ٿو؟ مون کي پنهنجي برادري نياتَ مان ڪڍي ڇڏيندي! پيو جيڪو بہ حڪم بادشاھ جو ملندو، سو مڃڻ لاءِ تيار آهيان، باقي ڇوڪريءَ جو سڱ ڪونہ ڏيندس.“ اهو ماڻهو واپس موٽي آيو، تڏهن بادشاھ وزير کي موڪليو- تنهن کي بہ واٽئي ساڳيو جواب ڏنو. تڏهن وزير ڪيس سمجهايو تہ ”بادشاھ کي هڪ پٽ آهي، جو ڏاڍو دادلو آهي. شهزادي ضد ڪيو آهي.... تون جي خوشيءَ سان سڱ ڏيندين، تہ واھ، نہ تہ بادشاھ زوريءَ بہ توکان سڱ وٺندو، جنهن ۾ تنهنجي بدنامي ٿيندي.“ اها خبر نيٺ ڪسونبا کي پيئي- ۽ اها بہ خبر پيس تہ شهزادي جي دل ۾ ڇا هو- پر پيءُ کي چوائي موڪليائين تہ ”اوهين ڳڻتي پائيءَ جي نہ ڪريو..... مان ڪري سڱ ڏيو.“ انهيءَ نياپي ملڻ تي، سيٺ بادشاھ کي سڱ ڏنو، ۽ رسم موجب ناريل ڇِني ڏنو، ۽ ٽيٽو ڏسي، لگن نهاري، شاديءَ جا ڏينهن بہ ڇتا ڪري ڏنا. وزير خوش ٿي موٽي ويو، ۽ وڃي سچي حقيقت بادشاھ کي ٻڌايائين، جتي مبارڪون ملي ويون ۽ ڏاڍا شادمانا ٿيا. هنڌ هنڌ ڳالھ پکڙجي ويئي- ڇي: ”واٽئي جي گهر بادشاھ جي پٽ جو وهانءُ ٿيو آهي!“ جيترا وات اوترئيون ڳالهيون، ڪو ڪيئن پيو چوي، ڪو ڪيئن شهزادي کي بہ راڻيون اڳ ۾ بہ هيون، جن کي شهزادي چيو تہ ”واٽئي جي ڌيءُ سان آءُ فقط گهوڙي جي وڇيري جي وير پاڙڻ لاءِ شادي ڪريان ٿو، ۽ ڪيس هفتي اندر طلاق ڏيئي ڪڍي ڇڏيندس.“ جيئن

جيئن شاديءَ جا ڏانهن ويجها پوندا ويا، تيئن تيئن ٻنهي پاسي زور شور سان تياريون ٿيڻ لڳيون. آخر مقرر ڏينهن تي جڃ تيار ٿي، رواني ٿي، ڪنواريتن جڃ جو آدرڀاءُ ڪيو. شادي خير سان پوري ٿي، ۽ شهزادو ڪنوار وني گهر آيو. پوءِ ستن ڏينهن جا ست هفتا گذري ويا، پر شهزادو هجي، جو نئينءَ ڪنوار جي محلات مان نڪري، ڪنهن ڏانهن سنئون منهن ڪري نهاري به ڪين. تڏهن سندس اڳين راڻين ڪيس چوائي موڪليو تہ ”اُهي شهزادائي ڪهڙا، جيڪي پنهنجا وچن وساري ڇڏين..... ڪا هڪ اڌ نگاهہ تہ هيڏانهن اسان ڏانهن بہ ڪيڏيءَ مهل ڪندا ڪريو!“ اِتي شهزادي کي پنهنجو قول ياد پيو، ۽ ڪسونبا کي چيائين تہ ”توکي طلاق ڏيندس!“ تڏهن ڪسونبا کلي چيس تہ ”مون ۾ ڪهڙي اوڻائي آهي، جو طلاق ٿو ڏين؟ مون کي طلاق ڏيئي، انبولهہ راڻي ٿوروئي پرڻجي ايندين... اهڙو بهادر هجين ها، تہ پهرين اُها وڃي پرڻجين ها!“ شهزادي کي جا ڪاوڙ لڳي، سو چيائين تہ ”تون بہ هتي، مان بہ هتي.... آءٌ انبولهہ راڻي ضرور پرڻبس.“ تنهن تي ڪسونبا چيس تہ ”پوءِ پهرين انبولهہ راڻي پرڻجي اچ- طلاق مون کي پوءِ بہ ڏيئي ٿو سگهين!“ هي ٻڌي، شهزادو پنهنجا ٻيلي ٻانها سنيرائي، گهوڙن تي چڙهي، انبولهہ راڻي پرڻجڻ لاءِ اُتي گهران روانو ٿيو، ۽ هڪ ولايت ڇڏي، ٻيءَ ولايت ۾ ويو، جتان ڏس پتو پڇندو، منزلون ماريندو، آخر اچي انبولهہ راڻيءَ جي ملڪ ۾ رسيو، ۽ نيٺ انهيءَ شهر ۾ پهتو، جتي انبولهہ راڻي رهندي هئي.

انبولهہ راڻيءَ جو شرط هو تہ ”جيڪو ماڻهو مون سان شادي ڪرڻ چاهي، سو پهرين نغاري تي ڏونڪو هڻي. آءٌ ان کي اندر گهرائيندس، ۽ سڄي رات پاڻ وٽ رهائيندس- ۽ انهيءَ وچ ۾ آءٌ اصل ڪونہ ڪڇندس.... پر جي مون ساڻس ڳالهايو، تہ پوءِ آءٌ ڪيس مباح آهيان- ۽ جي نہ ڳالهايم، تہ صبح جو اُهو منهنجو غلام ٿي رهندو، ۽ آءٌ ڪيس پنهنجي مرضيءَ موجب وڪڻي ڇڏيندس: اهو شرط جنهن کي قبول هجي، سو اچي نغاري تي ڏونڪو هڻي!“

شهزادو بہ انڀولهہ راڻيءَ جي شهر ۾ ڪجهہ وقت رهي، سموري خبر چار وٺي، هڪڙي ڏينهن وجي نغاري تي بيٺو، ۽ ڪٽندي ڏونڪو زور سان هڪڙو، پيو، ٽيو يڪساهيءَ وهائي ڪڍيائينس. نغاري جو آواز ٻڌي، انڀولهہ راڻيءَ هڪدم ڪيس اندر گهرايو. پوءِ تہ ساري رات شهزادي ڪي جيڪي مرليون وڄائيون هيون، سي وڄائي وڃي دنگ ڪيائين- پر راڻيءَ ڪي، جو نہ ڳالهائڻو هو، سو چپ سبي ويهي رهي.... تان جو اچي صبح ٿيو، ۽ انجام موجب راڻيءَ هن کي پنجن ڪوڏين ۾ هڪڙي چاڪيءَ وٽ وڪڻي ڇڏيو، جنهن هن کي وني وڃي گهاڻي تي بيهاريو، جتي ويچارو سڄو ڏينهن ڍڳو ٿيو پيو گهاڻو گهليندو هو.



شهزادو جيئن گهران نڪتو، تيئن سندس پيءُ کي ڪا بہ خبر ڪا نہ هئي تہ هي ڪيڏانهن ويو هو. بادشاهہ جي ليکي تہ شهزادو اڳيئي گهمڻ ڦرڻ ۽ سير شڪار تي ويندو آهي ۽ موٽي ايندو آهي، سو هينئر بہ گهمڻ ڦرڻ ويو هوندو. ٽي چار مهينا گذريا، شهزادو نہ موٽيو، تڏهن پڇا ڪيائين

..... سڀ پيا چون تہ "اسان کي خبر ناهي." آخر شهزادي جي ٻن راڻين جي محلات مان پڇا ڪيائين، جتان بہ ڪو پتو ڪونہ پيس. نيٺ بادشاهہ شهزادي جي ننديءَ راڻيءَ وٽ لنگهي ويو، جنهن سچي ڳالهہ ڪري ٻڌايس تہ "اڙٻنگ شهزادو انبولهہ راڻي پرڻجڻ ويو آهي!" بادشاهہ انبولهہ راڻيءَ جا شرط اڳيئي ٻڌا هئا، سو خاطري ٿيس تہ شهزادي کان اُهي شرط پورا ٿي نہ سگهيا آهن، ۽ هو ڪنهن نہ ڪنهن تڪليف ۾ ضرور آيو آهي، ۽ تنهنڪري واپس موٽي نہ سگهيو آهي، سو پنهنجن ماڻهن کي چيائين تہ "وڃي شهزادي کي ڳولي وٺي اچو." بادشاهہ جا ماڻهو پوءِ چئني ئي ڪنڊن تي پکڙجي ويا، پر ڪيترائي ڏينهن گذري ويا، ۽ منجهانئن ڪو بہ واپس ڪونہ موٽيو. تڏهن ڪسونبا بادشاهہ کي چيو تہ "اجا تہ شهزادي جو ڪو پتو ڪونہ پيو آهي، هاڻي مون کي نوڪر چاڪر ڏيو، تہ آءٌ ٿي شهزادي کي هٿ ڪري اچان." بادشاهہ کيس اجازت ڏني، ۽ نوڪر چاڪر ۽ مال اسباب ڏيئي، کيس روانو ڪيائين.

ڪسونبا ڇا ڪيو، جو مردانو ويس ڪري، پيلي ٻانها وٺي، گهوڙن تي چڙهي رواني ٿي، ۽ هڪلينديءَ هڪلينديءَ، نيٺ اچي انبولهہ راڻيءَ جي شهر ۾ پهتي. اُتي هڪڙو مندر هو، جنهن ۾ سڀ وڃي لٿا، اُنهيءَ مندر ۾ هڪڙو جوڳي رهندو هو، جو ڇهہ مهينا سمهي ننڊ ڪندو هو ۽ ڇهہ مهينا جاڳي ڏٺيءَ جي عبادت ڪندو هو. هي جڏهن اتي پهتا، تڏهن جوڳي ننڊ ۾ هو، ۽ جڏهن هن جي جاڳڻ جو وقت ويجهو آيو، تڏهن ڪسونبا، جا مرداني ويس ۾ هئي، تنهن وڃي هن لاءِ دونهين دکائي تيار ڪئي. ڇهہ مهينا پورا ٿيا، جوڳي جاڳيو... ۽ ڏسي تہ دونهين اڳي ئي تيار آهي، ۽ سامهون هڪ سهڻو جوان ڪرنش ۾ بيٺو آهي. پوءِ ڪسونبا هٿ ٻڌي، ۽ سيس نمائي، چيو تہ "آديس گهرو!" جوڳي هن جي اهڙيءَ نماڻائيءَ تي بلڪل خوش ٿيو، ۽ دونهين مان رک ڪڍي، ٻٽ کي ملي، ڀڀوت ٿي، ڌيان ۾ ويهي رهيو.... ۽ دير دير کانپوءِ، جولان ۾ اچي، هن ڏانهن منهن ڪري،

چيائين: ”ٻچا، جو تنهنجي دل ۾ آهي، سو اسان سڀ سمجهون ٿا، پر جيڪڏهن آديس گرو نہ ڪرين ها، تہ اهڙ جيڏا داڻا ڪري ڇڏيونءِ ها: هاڻي جيڪي گهرڻو هجيئي، سو گهر!“ تڏهن ڪسونبا چيو تہ ”مون کي انبولهہ راڻيءَ سان شادي ڪرڻي آهي- مهرباني ڪري آسيس بہ ڪريو ۽ مدد بہ ڪريو، جيئن من جي مراد پوري ٿئي.“ تڏهن جوڳيءَ خوش ٿي، هن کي آسيس ڪئي، ۽ دونهين مان ڪجهہ رک کڻي هن کي ڏيئي چيائين تہ ”هيءَ رک پاڻ سان قابو ٻڌي ڇڏ. توکي راڻيءَ جي شرطن جي خبر آهي.... جڏهن راڻي توکي اندر گهرائي ۽ تون ڳالهائي ڳالهائي ڪڪ ٿين- ۽ راڻي تو سان نہ ڳالهائي- تڏهن راڻيءَ جي ڪابي هٿ جي چيچ جهلي، ان کي هيءَ رک ملج.... انبولهہ راڻي پنهنجي ٻالڪي آهي- اميد تہ تنهنجي من جي مراد پوري ٿيندي.“ ڪسونبا رک وٺي قابو ڪئي، ۽ جوڳيءَ کان آسيس وٺي، موڪلائي ٻاهر نڪتي، ۽ وڃي نغاري تي ڏونڪو هنيائين. نغاري جو آواز ٻڌي، انبولهہ راڻيءَ ڪيس اندر گهرايو. پوءِ تہ ڪسونبا ڪيتريون ئي هيٺ مٿي، اوپاريون لهواريون ڳالهيون ويهي ڪيون، پر انبولهہ راڻي اهڙي ڪچي جهڙي پٿ. پوءِ پره ڦٽيءَ مهل، ڪسونبا، راڻيءَ جي ڪابي هٿ جي چيچ جهلي، ان کي رک ملي.... ۽ پوءِ ٽڏو ساهہ پري چيائين: ”انبولهہ راڻي، هاءِ هاءِ!“ ڪسونبا جي بس اينري چوڻ جي دير هئي- ۽ انبولهہ راڻيءَ کان جهليو نہ ٿيو، ۽ چيائين: ”جيءُ ڙي ڪوسنبا راءِ!“ پوءِ، ڪسونبا تہ ڪسونبا، پر جنهن ڳالهہ ٻڌي، سو حيران ٿي ويو- چوڌاري واڌايون وري ويون، ۽ ماڻهن دوڙي وڃي اها خبر انبولهہ راڻي جي پيءُ بادشاهہ کي ٻڌائي، جو بہ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ هڪدم دهل گهرائي شاديءَ جي تيارين ۾ لڳي ويو، ۽ ڏينهن چٽا ڪري، ڪسونبا سان ڌيءُ جي شادي ڪرائي ڇڏيائين.

انبولهہ راڻيءَ جي شادي، جو ٿي، سو پٽ جي هونگ لڳي ويئي- امير اُمرا، غريب غربا سڀ ڪائي خوش ٿي پئي ويا.... جيڪو ٿي آيو، سو

ڪائي پي، پٽ جي هڙ ٻڌي ٿي موٽيو- سڄو شهر پٽي ڪائڻ آيو. تڏهن چاڪيءَ پنهنجي نوڪر ”شهزادي“ کي چيو تہ ”تون بہ وڃ، شادي ڏسي، پٽ ڪائي اچ، ۽ اسان جي لاءِ بہ ڪٽي اچ.“ سو هي بہ ويچارو پٽ ڪائڻ ويو. ڪسونٻا حڪم ڪيو هو تہ ”جيڪو ماڻهو پٽ ڪائڻ اچي، سو پهرين مون وٽ حاضر ڪري، پوءِ ان کي پٽ ڪارائيندا وڃو.“ نوڪر سڀ ڪنهن ماڻهوءَ کي هن وٽ وٺي پئي آيا، ۽ ڪسونٻا انهن کي ڏسي، نوڪرن کي حڪم پئي ڏنو تہ ”هاڻي هن کي پٽ ڪارائي، ڏؤ ڪرائي، روانو ڪريو.“ جڏهن شهزادو چاڪيءَ جي نوڪر جي ويس ۾ پٽ ڪائڻ لاءِ آيو، تڏهن نوڪر کيس ڪسونٻا وٽ وٺي آيا. جنهن کيس سڃاتو ۽ نوڪرن کي چيائين تہ ”هن کي ڪٿو ڪٿو ڪري پٽ ڪارايو، جيئن آهستي آهستي ڪائي، ۽ پوءِ ڪائي بس ڪري، تہ مون وٽ وٺي اچوس.“ هن ويچاري گهاٽي جي ڏکي دل ۾ چيو تہ ”يا خدا، هي ڇا؟ ساري خلقت ڪايو وڃي، مون لاءِ هتي بہ مصيبت- جيڪا ٽڙي، سا ڪاٽي جي اک ۾! هاڻي، الاجي ڇا ڪندا؟ الاجي ٻي وري ڪهڙي مصيبت اچڻي آهي.“ سو ويچاري کي ڊپ وچان ماني بہ نہ وٽي، ۽ مٿان وري چونس تہ ”ڏؤ ڪري ڪاءُ- شاهي حڪم آهي!“ پوءِ تہ چانور چانور ڪري، چٽي چٽي، ويچاري جي چڙهہ ٿي نڪري ويئي.... مٿان اچي رات پيس، تڏهن مس وڃي ڪا ڦيلهي پٽ جي نڙيءَ ڪان هيٺ لٿس، پوءِ غريب کي ڇڪي وٺي آيا ڪسونٻا راڻيءَ وٽ، جنهن ڪانئس حال احوال پڇيو، ۽ چيائينس تہ ”ڊپ نہ ڪر، سچي سچي حقيقت ڪري ٻڌاءِ- توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟“ پوءِ ڏڪندي ڏڪندي، هن سچي سچي حقيقت ڪري ٻڌائي..... تڏهن ڪسونٻا بادشاهہ جي وزير کي گهرائي، چيو تہ ”هن ويچاري جي قيمت ٿي ڪيتري! هاڻي گهاٽائيءَ وٽ وڃ، پنجن ڪوڏين بدران پنج ٽڪا کيس ڏيئي، هن جي جند ڇڏائي اچ!“ وزير گهاٽائيءَ کي گهرائي چيو تہ ”تنهنجي نوڪر جي بادشاهہ جي نانيءَ کي ضرورت آهي، تو پنجن ڪوڏين ۾ خريد ڪيو آهي، اسين توکي

هن جا پورا پنج ٽڪا ڏيون ٿا- سي وٺ، ۽ نوڪر ڏي.“ گهاٽائيءَ ڏنو تہ پنجن ڪوڏين جا پنج ٽڪا بہ ٿا ملن، ۽ هن روئيءَ صورت مان جند بہ ٿي ڇٽي- ۽ بادشاهہ جو نئون نانءُ بہ ٿو راضي ٿئي- سو وزير کي چيائين تہ ”سائين، لھي تہ هيءَ ڪوڙي ڪوڏي بہ ڪونہ، اوهان تہ مون کي پنجن ڪوڏين جا پنج ٽڪا ٿا ڏيو! آءٌ تہ هوندئن ئي هن ڪوڙي ڏِگي مان ڪڪ آهيان.... ڪڍو پنج ٽڪا، ۽ ڪاهيو هن گاهہ جي وٽاهہ کي!“ پوءِ وزير هن ڏِگي شهزادي جي جند ڇڏائي، ان کي آڻي ڪسونبا وٽ حاضر ڪيو، ۽ ٻڌايائينس تہ چاڪيءَ ڪهڙا ٿي هن جي سارهہ جا ڏک پريا.... جيڪي وزير جي واتان ٻڌي، ڪسونبا ڪلي ڪلي ڪيري ٿي پيئي!

رات جو، انبولهہ راڻي جڏهن ڪسونبا سان گڏي، تڏهن ڪسونبا وچان ترار رکي، رات گذاري صبح ڪيو.... ۽ اهڙيءَ ريت جڏهن بہ چار راتيون گذريون، تڏهن انبولهہ راڻيءَ هن کان ان جو سبب پڇيو. تنهن تي ڪسونبا چيو تہ ”سبب تہ ڪوبہ ڪونهي، پر منهنجي باس باسيل آهي تہ ڇهہ مهينا عورت کي ويجهو نہ ويندس- جن مان چار مهينا ٿيا آهن، باقي بہ مهينا آهن، اُهي پورا ٿين، تہ پوءِ تون منهنجي راڻي آهين ۽ آءٌ تنهنجو شهزادو.... تون ڪوبہ خيال نہ ڪر.“

پوءِ ڪجهہ وقت اُتي رهڻ بعد، موڪلائي سڀ واپس موٽيا. شهزادو بہ نوڪر جي حالت ۾ ساڻن گڏ هو. منزلون ڪندا، اچي پنهنجي شهر کي ويجهو پهتا. شهر کان اجا منزل ٻن جي پنڌ تي ئي هئا، تہ ڪسونبا هنن کي چيو تہ ”اوهين هتي ترسو، تہ آءٌ هتان جي بادشاهہ سان ملاقات ڪري اچان.“ ائين چئي، هنن کي ڇڏي، پاڻ بادشاهہ وٽ آئي، ۽ اچي سڄي حقيقت ڪري ٻڌايائينس، ۽ پاڻ زنانا ڪپڙا ڪري، چپ چاپ وڃي محلات ۾ ويني. بادشاهہ ٻاهر نڪري انبولهہ راڻيءَ وٽ ويو، ۽ هنن کي ڏاڍن دهلن دمامن سان گهر وٺي آيو. شهزادو پنهنجي پيءُ کي ڏسي؛ عجب ۾ پئجي ويو. پوءِ تہ بادشاهہ، هن کي ڀُراتڙي پائي، پريرو وٺي، وڃي سڄي حقيقت

ڪري ٻڌائي، جا ٻڌي شهزادو ڏاڍو ڦڪو ٿيو. انبولهہ راڻي بہ هيءَ ڳالهہ ٻڌي، عجب ۾ پئجي ويئي، ۽ وڏي محلات ۾ ويئي، جتي ڪسونبا زناني ويس ۾ ويٺي هئي. ٻئي ڄڻيون هڪٻئي کي ڏسي، اچي ڪل ۾ ڇتيون، ۽ ڪلي ڪلي پيٽ ۾ سور پئجي وين. هي اجا کل چرچي ۾ هيون، تہ مٿان شهزادو بہ آيو. ڪسونبا کيس ادب سان اٿي چيو تہ "انبولهہ راڻيءَ سان شادي ڪري موٽيا آهيو، ان لاءِ مبارڪون هجنو- پر ڏينهن سو گهٽا لاتو!" شهزادو ڏاڍو شرمسار ٿيو- بس ڌرتي جاءِ ڏئيس، تہ هوند پيهي وڃي.... ۽ ڪسونبا کي ڪٽي ياڪر وڌائين- چي: "سبق سکٽو هوم، سو سکيس.... وڏيڪ ٻچڙو نہ ڪرينم- نہ تہ باقي جيئڻ ئي ڪهڙو!" پوءِ ڪسونبا شهزادي کي معافي ڏني، ۽ ڪلي خوش ٿي هڪٻئي سان کير کنڊ ٿي ويا.





# لالُ شهزادو

ڪنهن زماني ۾، هڪڙو ڪو بادشاهه هو، جنهن کي ٻي ته دنيا ۾ ڪنهن ڳالهه جي ڪمي ڪانه هئي، پر اولاد جو سڪايل هو. بادشاهه کان وڌيڪ، رات ڏينهن، راڻيءَ کي اولا دجو فڪر ۽ ارمان هوندو هو. هڪ ڏينهن راڻي، شاهي محلات جي ڪِڙڪيءَ تي اڪيلي ئي اڪيلي، اداس ۽ وياڪل، ويٺي هئي، ته اوچتو پريان نظر وڃي هڪڙي فقير تي پيس. فقير به راڻيءَ کي ڏٺو، ۽ هن کي ايترو اداس ڏسي، خيال ڪيائين ته 'راڻيءَ کي دنيا جون سڀ نعمتون موجود آهن.... پوءِ ڪهڙو سبب آهي جنهن ڪان راڻي ڏکويل آهي؟ لاشڪ، راڻيءَ کي اولاد جو ڳاراٽو ٿو ماري!' سو، وڃي محلات جي در تي صدا هنيائين. ٻانهيءَ هن کي خيرات ڏيڻ جي ڪئي، پر فقير وٽڻ کان انڪار ڪيو، ۽ چيائين ته "راڻي پنهنجن هٿن سان خيرات ڏئي، ته فقير دعائون ڪنس!"

ٻانهيءَ سموري ڳالهه اچي راڻيءَ کي ٻڌائي. راڻيءَ سمجهيو ته 'فقير لالچي آهي، ڏسي ٿو ته راڻيءَ جي هٿن سان جيڪا خيرات ملندي، سا ٻانهيءَ جي خيرات کان گهڻي هوندي.... پر فقير آهي، پل وچ خوش ٿئي- لهي مون مان به ڪونه ويندو.' پوءِ هن هڪڙي مهر ڪڍي، اچي فقير جي جهوليءَ ۾ وڌي، پر فقير مهر وٺڻ کان انڪار ڪيو، ۽ چيائين ته "راڻي، خيرات ۾ ڏيڻو اٿئي، ته ڳچيءَ جي هار مان هڪڙي 'لعل' لاهي ڏي." راڻيءَ ڪلي، هار مان لعل ڪڍي، ڪڍي فقير کي ڏني. فقير خوش ٿي چيس: "راڻي! هاڻي گهر، جيڪي گهرڻو اٿيئي!" راڻيءَ اکين ۾ پاڻي آڻي چيو: "فقير سائين! الله جو ڏنو سڀڪجهه اٿم، باقي اولاد جي بُکي آهيان- خدا کان پني، مون کي ڪو اولاد ڏيار!" فقير چيس ته "راڻي، دلگير نه ٿيءُ! الله ڪندو ته توکي لعل عوض لالُ ملندو." ائين چئي، فقير رمندو رهيو.

خدا جي قدرت سان، راڻيءَ کي اميداواري ٿي. بادشاهه به خوش ٿيو، ۽ خير خيراتون ٿيڻ لڳيون. هڪڙي ڏينهن، راڻي هندوري ۾ ليٽي پيئي هئي، ته اوچتو سندس اک وڃي مٿان هڪڙي جهرڪيءَ جي آکيري تي پيئي. ڇا ڏسي، ته جهرڪ ۽ جهرڪي، اڪيلائي اڪيلا، هڪٻئي تي گهوريا پيا وڃن! راڻي انهن پکيئڙن جي ايڏي پريت ڏسي، ايتري ته خوش ٿي، جو هر روز هندوري ۾ ليٽي، آکيري ۾ اک وجهيو ويٺي رهندي هئي. ٿورا گهڻا ڏينهن گذريا، ته جهرڪيءَ به آنا لاٿا.... ٻچا ڦٽا.... ۽ پوءِ، هڪڙي ڏينهن، ويچاري جهرڪي ڪٿي ونجي پيئي.... ۽ واپس ڪانه آئي، سا ڪانه آئي! ڏينهن به گذريا نه گذرئي جهڙا.... ته جهرڪ سان گڏ ٻيءَ هڪڙيءَ جهرڪيءَ اچي آکيري ۾واسو ڪيو- ۽ اچڻ سان ٻچن کي وننددي ڪنيڙاتين کان، اُڇلائي هيٺ ڦٽي ڪري ڇڏيائين.... ۽ پوءِ ويهي جهرڪ سان پيار ونڊڻ لڳي! راڻي، هيءَ ماجرا ڏسي، اُچانگ ڏيئي هندوري مان اُٿي، ۽ ڪارو ويس پائي، اونڌي منجي ڪري، سمهي رهي. بادشاهه آيو، جنهن راڻيءَ جي اها حالت ڏسي، ڪانئس پڇيو ته "ڇا ڳالهه

آهي؟" راڻيءَ جهرڪين وارو سمورو قصو ڪري ٻڌايس، ۽ چيائينس ته "تي سگهي ٿو ته مون سان به اهڙي حالت ٿئي.... انهيءَ ڪري مون سان واعدو ڪر ته مون کان پوءِ ٻي شادي نه ڪندين؟" بادشاهه راڻيءَ کي، ڳراٺڙي پائي، دلداري ڏني، ۽ ساڻس انجام ڪيائين ته 'چاهي ڇا به ٿي پوي، توکان پوءِ ٻي شادي ڪانه ڪندس!'

ڏينهن پڄاڻا، راڻيءَ کي هڪ پٽ ڄائو- نالو رکيائونس "لالُ". پر راڻي ڍڍهي پيئي، ۽ اڃا ڇوڪري کي ڄائي پنج ڇهه مهينا مس گذريا، ته راڻيءَ دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. راڻيءَ جي موت کي اڃا ڪي مهينا ئي ڪين گذريا، ته اميرن وزيرن اچي بادشاهه کي ورايو- چي، "بادشاهه سلامت! انسان نِرجو آهي- مٺي پنيان ڪيترو ڪو مري سگهندو! ٻيءَ ڳالهه لاءِ نه، ته پنهنجي راڄ رعيت لاءِ ئي سهي- حضور جن کي ٻي شادي ڪرڻ ئي کپي!" پر بادشاهه صفا نابري واري- ۽ ائين ڪي سال گذري ويا. شهزادو لال به اِتي ڇڳو خاصو جوان اچي ٿيو- سونهن ۽ جواني ڏسوس، ته منهان ڦاٽي پئي پاهر نڪريس! تنهن وچ ۾، اميرن وزيرن ۽ بادشاهه تي زور رکڻ ۾ وسئون ڪين گهٽايو.... ۽ ٿيندي ٿيندي، جڏهن بادشاهه جي عمر به اچي هئي، تڏهن آخر هڪ ڏينهن بادشاهه مجبور ٿي شاديءَ لاءِ هائوڪار ڪئي. ڏاڍي ڌام ڌوم سان شادي ٿي. بادشاهه جي شاديءَ کي سال به گذريائي مس، ته هڪ ڏينهن نئين راڻي بادشاهه وٽ، وار ڇوڙي، بڇڙا حال ڪري، سانگ رچائي، ويهي رهي- چي، "مان اڳي ئي ڄاڻنيندي هيس ته لال شهزادي جي نظر ڇڱي نه آهي! اڄ ساڳيو ٻانهيءَ هٿ هي سنيهو موڪليو اٿس!" ۽ ائين چئي، شهزادي جي رومال ۾ ويڙهيل سوپاري ۽ لڱونگ ڪڍي بادشاهه جي آڏو رکيائين. بادشاهه جا ٻه، جو ٻڌي ٻڌي ڪن ئي ڪڙا ٿي ويا هئا، سو هاڻ، جو راڻيءَ سان ٻانهي به ها ۾ ها ملائي ويهي رهي، تنهن تي بادشاهه بنهه تپي باهه ٿي ويو، ۽ نڪا ڪيائين هم نه تم، يڪدم حڪم ڪيائين ته "آخر ڪيترو ڪو سهي، ڪيترو سهندو! شهزادي کي پري ڪنهن هنڌ چپ چاپ وٺي وڃي پورو ڪري اچو، ۽ هن جون اکيون ڪڍي آڻي راڻي کي ڏيو!"

جڏهن وزير ۽ وزير جا سپاهي، راتو رات، شهزادي کي وٺيو، هڪ رڻ پٽ مان اچي لنگهيا، تہ ڏسن تہ هڪڙا چار فقير آهن، جي دونهين دکايو، ان جي چوڌاري پلٿيون هنيو، آکيون بند ڪيو، ڌيان لڳايو، ويٺا آهن. فقيرن، جو پرسان پيرن جو کڙڪو ٻڌو، سو اکيون کوليِ، هنن کي ڏسي، هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا: "سمجهو، يارو، سمجهو! ويل ڳالهہ ڪيئن وري....!" پوءِ، انهن فقيرن مان هڪڙي فقير شهزادي ڏانهن نهاري، وڏي وات چيو تہ "افسوس! هيءُ شهزادو سياڻي هوري ويندو!" تنهن تي ٻئي فقير چيو: "يا، و، اسان پنهنجي حياتيءَ جو اڄ هن شهزادي کي ڏنو!" اِتي وري ٽئين فقير چيو تہ "ڏ حياتيءَ جو اسان بہ هن شهزادي کي ڏنو!" تڏهن چوٿون فقير اُٿيو، ۽ اچي شهزادي جي پُٺي ٺپري چيائين: "شهزادي کي مبارڪ هجي.... سياڻي شهزادو گهوٽ ٿيندو....!" ائين چئي، چارئي فقير اکيون بند ڪري، وري پنهنجي ڌيان ۾ لڳي ويا، ۽ شهزادو ۽ شهزادي جا ويري ويچار ۽ عجب ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري، اتي اڳتي پنڌ پيا.

اِتي، شهزادي وزير کان پڇيو: اوهان مون کي آخر ڇو ٿا مارڻ گهرو؟ منهنجو ڏوهہ ڪهڙو؟ مون کي بہ تہ ٻڌايو!" وزير چيو: "سا تہ اسان کي بہ سڌ ڪانهي.... پر اسين حڪم جا ٻندا آهيون- توکي ماري، تنهنجون اکيون راڻيءَ کي ڏيٺيون اٿئون.... بادشاهہ سلامت جو حڪم اهو آهي!" انهيءَ تي شهزادي وزير کي چيو "بس، هاڻي مون سمجهيو- اها سڄي سازش راڻيءَ جي آهي. پر تون بہ اولاد وارو آهي- توکي بہ ٻچا آهن! مون تہ پنهنجي ماتيلي ماءُ کي بہ سڳي ماءُ ڪري سمجهيو، پر جنهن جي دل ڪاري هجي، تنهن کي ڪيترو ڪو پنهنجو ڪري سگهندو!" وزير چيو: "شهزادا، تون اسان جي سر جو سائين آهين: جيڪي چوين ٿو، سو تہ اسين بہ سمجهون ٿا تہ سورهن آنا سچ اهو آهي: پر تون ئي چئو تہ بادشاهہ سلامت کي هٿين خالي ڪهڙو جواب وڃي ڏيان!" شهزادي چيو تہ "اوهين ڪنهن هرڻ جون اکيون ڪڍي، وڃي راڻيءَ کي ڏيکاريو- هوءَ سمجهندي تہ آءٌ مري ويس.... ۽ بادشاهہ سلامت بہ ٻڌي، ماٺ ۾ اچي ويندو." وزير ۽

وزير جي ماڻهن جي دل تي فقيرن جون ڳالهيون ته اڳي ئي بارُ بنيو بيٺيون هيون، سو شهزادي جي هيءَ ڳالهه ٻڌي، سڀ سرها ٿيا . ۽ شهزادي کي اتي ڇڏي، صبح سان ئي . هڪ هرڻ جو شڪار ڪري، اُن جون اکيون ڪڍي، وڃي راڻيءَ کي ڏنائون.... ۽ ڳالهه رهجي آئي.

صبح جو سوير، شهزادو به اُتي اڳتي پنڌ پيو- نه وسنهن نه واٽ، اڪيلوئي اڪيلو، ائين ئي منهن سامهون هلندو هليو. ايتري ۾ ڪنهن محل ڏسي ته هڪ شاهي حج آهي، جا دهلن دمامن سان ڏانهس پيئي اچي! حج کي پريان ايندو ڏسي، شهزادو بيهي رهيو.... ۽ حج اچي پر سان لنگهيس. ڇاڇين، جو هڪ حسين ڇوڪرو بَر ۾ بيٺل ڏٺو، سو بيهي رهيا . ۽ پوءِ وڏي اچي شهزادي کان پڇيائون ته "سچي ڪر، ڪير آهين؟" شهزادي چيو: "آءٌ غريب پرديسي آهيان، ۽ پنهنجي واٽ وٺيو پيو وڃان!" اتي گهوٽ جو پيءُ گهوڙي تان لهي، وٽس آيو، ۽ چيائينس: "ٻڌ موڙا! هيءَ گهوڙو اٿئي، مانڙي ڪري ان تي چڙهي ويهه، ۽ سڌو ٿي جيڏانهن اسين وڃون ٿا، اوڏانهن اسان سان هليو هل!" مڇاڻ هنن جو گهوٽ هو ڪو ڪاٺو ۽ ڪوجهو، ۽ ويا ٿي ڪنهن ملوڪزاديءَ سان اُن جي شادي ڪرائڻ.... پر ڊپ هون ته متان اُن ڪاٺي ڪوجهي گهوٽ کي ڏسي، ڪنواريتا ڳالهه تان ڦري وڃن، سو بريٽ ۾ هنن کي هھڙو اڙٻنگ سدا ملوڪ شهزادو جو ملي ويو، ته سڀ اوسيئڙا لهي وين.... ۽ شهزادي کي جملي ڪٽي گهوڙي تي ويهاريائون! چي: "هڪ ڏينهن جي هن مزوريءَ جون توکي پوريون هڪ هزار سونيون اشرفيون انعام ڏيندا سين!" شهزادي گهڻوئي ڪنڌ ڪيائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر گهوٽ پيءُ اگهاڙي تلوار ڪڍي مٿانئس بيهي رهيو- چي، "اشرافت سان هلين، ته هل، نه ته اتي جو اتي سر قلم ٿيو پيو هوندئي!" لاچار، شهزادو ويچارو خالي هٿين، جو اُوچتو ائين ٻڌجي پيو، سو نيٺ ڪاٺي گهوٽ جي هيءُ حج پويان ڪري، اُتي اڳتي هليو. جڏهن حج ڪنواريتي گهر پهتي، تڏهن شهزادي جي سونهن ڏسي، سڀ خوش ٿيا. رات جو نڪاح ٿيو، ۽ گهڻيءَ دير ڪانپوءِ، شهزادي لال کي ڪنوار جي حوالي ڪيو ويو. ڪنوار گهوٽ کي

ڏسي، دل جو دل ۾ بهار ٿي ويئي، پر شهزادو اهوئي موڙهو ويٺو رهيو. ڪنوار خبر چار پڇيس، پر شهزادو مٿي جي سور جو بهانو ڪري ليٽي پيو، ۽ شهزادي ويهي مٿي کي زور ڏيڻ لڳيس، ۽ حجاب ڪان وڏيڪ ڪجهه به پڇي ڪين سگهيس.



صبح جو جڏهن ڄڃ هلڻ لڳي، تڏهن بادشاهه شهزادي لال کي چيو ته "بابا، تون هاڻي اسان جي اولاد برابر آهين.... جي مون وٽ رهين ته هيءَ بادشاهي به تنهنجي آهي: جي نه رهين، ته به نيٺ تنهنجي آهي." شهزادو بادشاهه جي ڳالهه ٻڌي، ادب وچان چپ ڪري ويهي رهيو.... ۽ پوءِ شاهي آداب بجا آڻي، بادشاهه کان موڪلايائين، ۽ سڌو، گهوٽ لاءِ بادشاهه جيڪو خاص گهوڙو ڏنو هو، تنهن تي چڙهي، وڃي ڪنوار جي پالڪيءَ پرسان بيهي رهيو. نيٺ جڏهن سڀ تياريون پوريون ٿيون، تڏهن

جج أُتي هلي، ۽ شهزادو بہ اُن سان گڏ چپ چاپ هلڻ لڳو- آخر ويچارو ڪري بہ چا تي سگهيو، پنهنجي وس تہ هوئي ڪونہ. هلندي هلندي، آخرڪار، جج اچي انهيءَ هنڌ پهتي، جتي شهزادي کي ڪنيو هئائون. ڪاٺي گهوٽ جي پيءُ وڏي اچي شهزادي کي چيو تہ ”هاٿي لهہ گهوڙي تان، موڙ چوڙي ڏي مون کي، هي وٺ پنهنجون هزار اشرفيون، ۽ جتان جو آهين، چُپڙي ڪري اوڏانهن هليو وڃ.“ اِتي ڪاٺو گهوٽ بہ شينهن ٿيو، ۽ موڙ ٻڌي، معتبر بنجي، وڃي ڪنوار جي پالڪيءَ وٽ بيٺو. شهزاديءَ هيءُ رنگ اندران ئي اندران چپ چاپ ويني ڏٺو، پر هيءَ ويچاري بہ چا تي ڪري سگهي! اِتي شهزادي چا ڪيو، جو ڪاٺي گهوٽ جي پيءُ کان اشرفيون وٺندي ئي ڪٽي جج جي مٿان اڇلايائين. چاجين، جو هيءُ اوچتو اشرفين جو مينهن وسندو ڏٺو، سو وايون ٻتال تي وين، ۽ ڪيترائي منجهائن اشرفين تي اونڌا تي ڪري پيا. ايتري ۾ شهزادي، ست ڏيئي، شهزاديءَ کي ڊوهي ڪٽي گهوڙي تي ٻيلهہ ويهاريو.... ۽ پر ڪري وٺي جو ڪاٺي گهوٽ کي لپاٽ هنيائين، تہ موڙن سوڌو، گهوڙي سوڌو، وڃي منهن ڀر هيٺ ڪِريو.... ۽ پوءِ وٺي جو گهوڙي کي اَڙي هنيائين، تہ ....نہ تو ڏٺو نہ مون ڏٺو- بس واءُ تي ويو. سڄيءَ جج ۾ ٽرٽلو مچي ويو.... هر ڪنهن جي زبان تي ڳالهہ هڪڙي تہ ”پرديسي ڪير هو، ڪيڏانهن ويو!“ گهڻوئي هيڏانهن هوڏانهن گهوڙا ڊوڙايائون، پر شهزادو ڪٿي هجي، تہ ملين- بس، ائين گم تي ويو، ڄڻ ڪا زمين ڳهي ويس! نيٺ ڪاٺي گهوٽ جي جج، جهڙي هئي تهڙي، ڪنوار ڦُرائي، خالي هٿين، جتان آئي هئي اوڏانهن أُتي هلي. هوڏانهن شهزادي کي جڏهن پڪ ٿي تہ جج وارن مان ڪابہ پهر هن جي پوئتان ڪانہ هئي، تڏهن گهوڙو ورائي، منزلون ڪندو، شهزاديءَ سميت اچي شهزاديءَ جي پيءُ وٽ پهتو، ۽ سڄي ڳالهہ، منڍ کان وٺي آخر تائين، هن کي ڪري ٻڌايائين- جنهن تي بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ پنهنجو تاج تخت هن جي حوالي ڪري، پاڻ گوشائتو ويهي، عمر جا باقي

ڏيهاڙا خدا جي بندگيءَ ۾ گذارڻ لڳو.

هوڏانهن لال جو پيءُ هڪ رات خواب ۾ ڏٺو ته سندس پهرين پٽ راڻي متو اگهاڙو ڪيو بيٺي روئي- چي: ”افسوس، بادشاهه سلامت! تو پنهنجو انجام پورو نه ڪيو!“ بادشاهه ڇرڪ ڀري ننڊ مان جاڳي اُٿيو، ۽ يڪدم وزير کي گهرائي هن سان سڄي ڪيفيت ڪيائين. وزير به بادشاهه کي پنهنجي ڳالهه ڪري ٻڌائي. بادشاهه خوش ٿيو ۽ ڇهن ڪندن تي پنهنجا ماڻهو پٽ جي ڳولا ۾ موڪليائين، جن ٿوري گهڻي ڏينهين، اچي سموري احوال کان واقف ڪيس. بادشاهه پوءِ پنهنجي اُن وڏواند راڻيءَ کي جوڳي سزا ڏني؛ ۽ پنهنجو راڄ ڀاڳ شهزادي لال جي حوالي ڪري، پاڻ گوشه نشين ٿي ويهي رهيو.



# ڪوڙهيو بادشاهه

هڪڙو هو بادشاهه، تنهن کي ڪوڙهه جي مرض اهڙو ته اچي ورايو هو، جو ڏينهون ڏينهن ويس ٿي بدن جي قٽن ۾ واڌارو ٿيندو، ۽ انهن مان هر وقت ريشو پيو وهندو هوس. تان جو نوبت اِتي اچي پهتي، جو سندس وزير، امير امراءَ ۽ ٻيا خاص ڪچهريءَ وارا ماڻهو به هن وٽ وڃي لاچار ڪان اچي ويهندا هئا- ۽ جو به وقت دربار ۾ هوندا هئا، ته پنهنجي نڪ کي ڪپڙو ڏيئي مس مس وقت پورو ڪندا هئا. ٿورن ڏينهن کان پوءِ، اهو مرض ايترو ته وڌي ويس، جو دربار ۾ اچڻ کان ئي بس ٿي ويو. بادشاهه مرض کان آجي ٿيڻ لاءِ دنيا اُٿلائي وڌي، پر ڪٿان به ڪيس شفا ڪانه ٿي. هڪڙي ڏينهن، جيئن بادشاهه غم ۾ وينو هو ۽ پئي ليلايئين ته "اي ڏٽي! يا صحت ڏي، يا اهڙن عذابن کان مرڳوئي ماري ڇڏ!" تيئن، هن وٽ هڪڙو چتون هوندو هو، تنهن هن جي جڏهن اها حالت ڏٺي، سو ان کي هڪدم اکين ۾ پاڻي اچي ويو، ۽ بادشاهه سلامت کي چيائين ته "جيئندا قبلا! اوهان به دوائن ۽ دعائن سان ڪين گهٽايو آهي؛ پر جيڪڏهن مون کي موڪل ڏيو، ته مان هوند، جهنگ جر ۽ بر ٿر رُلي، اهڙي ڪا دوا هٿ ڪري آڻي ڏيانو، جو هڪدم اوهان هوند اُٿي ڪڙا ٿيو!" تنهن تي بادشاهه سلامت چتونءَ کي چيو ته "اي مِٺو! ٻيا ته سڀ مون کان بيزار ٿي ويا آهن... پر گهڙي پلڪ توسان ڪو اچي حال اوريندو آهيان، سو شايد تون به هينئر مون کان بيزار ٿي پيو آهين، جو اهو بهانو ڪري، پنهنجي جند ڇڏائڻ چاهين ٿو!" اُن تي چتونءَ کيس ورندي ڏني: "بادشاهه سلامت! منهنجي پيٽ ۾ اوهان جو نمڪ پيل آهي، ۽ مَري پوءِ اوهان جي گهران نڪرندس. مون هي رڳو اُن ڪري چيو، ته اوهان جي حالت ڏسي، وڏيڪ

سهي نٿو سگهان!" نيٺ، گهڻيءَ منٿ ميڙ ڪانپوءِ، بادشاهه چتونءَ کي موڪل ڏني، ۽ پنهنجن هٿن سان اُتي ان جي پڃري جو دروازو کوليو.... ۽ پوءِ، چتون بادشاهه سلامت کان موڪلائي، وني اُڏاڻو.

اُڏرندو وڃي، اُڏرندو وڃي، نيٺ هڪڙي ڏينهن، چتون وڃي هڪ جبلستان ۾ پهتو، جتي ڏاڍو اڇي مينهن پيو. مينهن ۾ هن جا پَر پُسي پيا، ۽ اُڏرڻ کان لاچار ٿي پيو. هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو، ته پرسان ڪيس هڪڙو بِرڙ ڏسڻ ۾ آيو، ۽ لنگهي ويو ان ۾ اندر. اجا اندر مس ويو، ته هڪڙيءَ مئنا هڪل ڏنيس ته "اڙي ٻانيڻ، هيڏانهن نه اچ! منهنجي ڪنواري ڌيءُ ويني آهي!" چتونءَ اها ڳالهه ٻڌي، مئنا کي چيو، "ڀلا ڪهڙي شرط سان اندر اچڻ ڏيندينءَ؟" مئنا چيس، "جيڪڏهن منهنجي ڌيءُ سان شادي ڪرين، ته پوءِ ڀلي اچ!" چتونءَ دل ۾ چيو، 'هيءُ برسات وارو وقت ته ڪنهن نموني ٽارجي، پوءِ ڏٺو ويندو.' سو مئنا جو اهو شرط قبول ڪيائين، جنهن تي مئنا ڪيس وڏو آدر ڀاءُ ڏيئي، اندر وني آئي، ۽ جيءَ ۾ جاءِ ڏنائينس. مئنا ڪانئس حال احوال ورتا، ته چتونءَ ڪيس بادشاهه جي بيماريءَ واري ڳالهه اول کان آخر تائين ڪري ٻڌائي. تنهن تي مئنا ڪيس چيو ته "اسان جا وڏڙا ڳالهه ڪندا هئا ته مور وڻ جا گل ڪوڙهه جي بيماريءَ لاءِ اڪسير آهن، ۽ اهو وڻ پارس ولايت ۾ هڪڙي هنڌ آهي، جتي آدم ذات جي وڃڻ جي ڀيٽي نه آهي. پر تون ڪو خيال نه ڪر- مان توکي اُهي گل ڪيئن به ڪري آڻي ڏينديس. پارس ولايت ۾ منهنجا عزيز قريب آهن، جن کي هينئر به گڏجڻ لاءِ ڀئي ويس- ۽ مينهن اچڻ جي ڪري، هتي روهه ۾ رهي پيئي آهيان!" چتون اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. اِتي برسات به بند ٿيءِ ويئي، ۽ چتون بِرڙ مان ٻاهر نڪري، پنهنجا پَر سُڪائڻ لڳو. مئنا به چتونءَ جي پنيان لڳي آئي، ۽ ڪيس چيائين ته "هاڻي تون پنهنجو ڪيل واعدو پاڙ!" تنهن تيِ چتونءَ ڪيس چيو ته "جيڪڏهن مور وڻ جا گل آڻين، ته پوءِ مان تنهنجي ڌيءُ سان ضرور شادي ڪندس، نه ته مان

وجانءِ ٿو- چو تہ مان پنهنجي بادشاهہ سان انجام ڪري آيو آهيان تہ 'جيسين هنجي مرض جو دارون هٿ نہ ڪندس، تيسين سک تي ڪين سمهندس!" مئنا چتونءَ جو اهو شرط ٻڌي، حيران ٿي ويئي، پر لاچار ڏيءُ سميت اُتي پارس ولايت ڏانهن رَواني ٿي..... ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ، مور وڻ جا گل پٽي، آڻي چتونءَ جي حوالي ڪيائين. چتون، گل هٿ ڪري، نہ موڪلائڻ نہ توڪلائڻ، يڪدم وني اُڏاڻو. مئنا بہ، جو چتونءَ جي اِها دغا ڏٺي، سو ڏيءُ کي ساڻ ڪري وني هن جي پويان اُڏاڻي. ڳپل پنڌ ڪانپوءِ، چتون پنيان جو ڪٽي نهاري، تہ ڇا ڏسي تہ مار! مئنا ۽ سندس ڏيءُ پويان رَئي آسمان هڪ ڪنديون، اُڏامنديون پيون اچن! اهو ڏسي، چتون بہ وني زور سان اُڏاڻو، ۽ اُڏرندو اُڏرندو، سهڪندو سهڪندو، اچي پنهنجي بادشاهہ جي جهوليءَ ۾ پيو. بادشاهہ سلامت، جو چتونءَ کي ڏٺو، سو خوش ٿيو، ۽ کيس چيائين تہ "مِٺو هُلو ڪٽي هنيو اٿيئي! پيو تہ خير آهي؟" تنهن تي چتونءَ جواب ڏنس تہ "جيئندا قبلا! منهنجي پنيان بہ بلائون اُهي اچن ٿيون، جو ڪٽي بس ڪريو." تنهن تي بادشاهہ سلامت چتونءَ کي دلداري ڏني تہ "مٺو، ڪو فڪر نہ ڪر! تون هينئر ڏٺڪو آهين." بادشاهہ سلامت، چتونءَ کان مور وڻ جا گل وني، نوڪرن کي حڪم ڏنو تہ "هڪدم گرم پاڻي ڪري، اُن ۾ هي گل وجهي، مون کي تَڙ ڪرايو!" نوڪرن حڪم جي تعميل ڪري، مور وڻ جي گلن سان بادشاهہ کي غسل ڪرايو.... بس، غسل ڪرڻ ڪانپوءِ، جو ڦٽ جتي هو، اهو اُتي سڪي ويو، ۽ بادشاهہ سلامت جو سڄو بدن گلاب جي گل جهڙو لال ٿي پيو. اِتي بادشاهہ سلامت خدا پاڪ جا شڪرانا بجا آندا، ۽ خوب خيراتون ۽ شادمانا ڪيائين.

اجا اهي خوشيون ۽ شادمانا هليائي پئي تہ مئنا بہ ڏيءُ سميت بادشاهہ سلامت وٽ اچي نهڪو ڪيو ۽ بادشاهہ سلامت کي چتونءَ جي واعدي ڪرڻ جي ڳالهہ اول کان آخر تائين ڪري ٻڌايائين. بادشاهہ سلامت



.... پادشاهه سلامت سڀني سهڻي ۾ ڏهو گهاراڻي چڙيو ته ”اڄ
رات منهنجو چنون ڳايم ڳنڍو!“ — ص ٢٤٨

مئنا جي اها ڳالهہ ٻڌي، چتونءَ ڌانهن نهاريو. ان تي چتونءَ بادشاهہ کي چيو، ”سائين منهنجا! مان شاديءَ کان بيزار آهيان، چو تہ اڄوڪيون زالون سک سان ويهڻ ئي ڪونہ ٿيون ڏين. شايد اوهان ٻن پيائرن واري ڳالهہ نہ ٻڌي آهي! چڱو اها ڳالهہ مان اوهان کي رات ڪٽي ٻڌائيندس، پوءِ اوهان پاڻ امين ٿجو!“ بادشاهہ سلامت سڄي شهر ۾ پڙهو گهمارائي ڇڏيو تہ ”اڄ رات جو منهنجو چتون ڳالهہ ڪندو!“ ماڻهن، جو اهو پڙهو ٻڌو، سو سڄ بيٺي سان ڪولين وانگر اچي ڪنا ٿيا، ۽ رات ٿي، تہ چتونءَ بہ پنهنجي ڳالهہ شروع ڪئي.

چي: ”بادشاهہ سلامت، هڪڙا هئا بہ پائر، جي جدا جدا شهرن ۾ رهندا هئا. انهن مان هڪڙو بينل هو ۽ ٻيو لُڏيل هو. لُڏيل پاءُ مهيني ماس پنهنجي بينل پاءُ وٽ ايندو هو، ۽ هن کي پنهنجو هيٺو حال ٻڌائي، ڪجهہ نہ ڪجهہ کانئس ڇڏائي ويندو هو. اهڙيءَ طرح، سال بہ لُڏيل پاءُ پنهنجي بينل پاءُ کان هر مهيني مدد وٺندو رهيو. آخر، هڪ دفعي، بينل پاءُ جي گهر واريءَ پنهنجي مڙس کي چيو، ’ميان، اها ڳالهہ سُٺي تہ نہ آهي، جو تنهنجي پاءُ لُٽ ڪٽي ٻڌي آهي. آخرڪار اسان بہ ٻچڙيوال آهيون. پاڻ وٽ آهي، تہ جڳ وٽ آهي.“ مهينو پورو ٿيو، تہ لُڏيل پاءُ وري پنهنجي بينل پاءُ وٽ آيو، ۽ پنهنجي پاڄائيءَ سان مليو، پنهنجي پاءُ جي پڇا ڪيائينس. سندس پاڄائيءَ کيس چيو، ’ادا، پاڻهي تہ ٻاهر ويو آهي، ۽ سيپاڻي ايندو!‘ خير، هيءُ رات جو اُتي رهي پيو، ۽ ماني کائي، لٽ ڏئي سمهي پيو. سندس پاڄائي ڪا جادو ڄاڻندي هئي. سو اهڙو ڪم ڪيائين، جو سڳي تي منتر پڙهي، جو ڏير جي ڳچيءَ ۾ ٻڌائين. سڳي ٻڌڻ شرط، هو ويچارو پاڄائيءَ جي اڳيان ڍڳي جو ڍڳو ٿي بيهي رهيو!

”جڏهن صبح ٿيو ۽ سندس مڙس گهر آيو، تہ گهر ۾ ڍڳو ٻڌل ڏسي، زال کان پڇيائين تہ ’هيءُ ڍڳو ڪنهن جو آهي؟‘ زال ورندي ڏنيس، ’ميان، ڪالهہ پاڻهي آيو هو، ۽ هيءُ ڍڳو پاڻ کي وهائڻ لاءِ ڏيئي ويو آهي.‘ اها

ڳالهہ ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن، صبح جو سويل، ان ڊڳي کي پنهنجي نار ۾ وجي ٻڌائين، ۽ ڏينهن لڙئي تائين هن کي وهائي وهائي، واپس آڻي، گاهہ جو پاڪر اڌ آهر ۾ هن جي اڳيان اڇلائي، ڪلي سان ٻڌي ڇڏيائينس.

”اهڙيءَ طرح، ڪجھ ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن اهڙو خدا جو ڪم ٿيو، جو ان لُڏيل پاءُ، ڊڳي جي روپ ۾، نار ويني ڪاهيو، تہ اتان هڪڙي جڄ اچي لانگهائو ٿي. ڪوهہ کي ڏسي، سموري جڄ پاڻي پيئڻ جي ارادي سان اتي ترسي پيئي، ۽ سڀ ماڻهو واري واري سان اچي پاڻي پيئڻ لڳا. اتي ڪنوار ڪان اوچتو ٿهڪ نڪري ويو. جاجي ڪنوار کي زور سان کلندو ڏسي عبرت ۾ پئجي ويا، ۽ ڪانئس کلڻ جو سبب پڇيائون. تنهن تي ڪنوار ٻڌاين تہ ’اهو ڊڳو، جيڪو نار ۾ وهندو ڏسي رهيا آهيو، سو حقيقت ۾ ڊڳو نہ، پر انسان آهي، ۽ اهو جادوءَ جي زور تي ڊڳو بڻجي ويو آهي!‘ ڪنوار جي هيءَ ڳالهہ ٻڌي، سڀ جاجي مٿس کلڻ لڳا. اهو ڏسي، ڪنوار نڪا ڪئي هم نڪا تَمُ، ڏوليءَ مان لهي، سڌو ان نار تي ويئي، ۽ ڊڳي جي ڳچيءَ مان سٽ ڏيئي وجي سڳو ڇوڙيائين، تہ ڊڳو سيني جي سامهون هڪدم انسان بنجي بيهي رهيو. ’ڊڳي‘ جو پاءُ، جو پڻ اُتي موجود هو، تنهن هن کي ڏسي، حيرت وچان چيو، ’اڙي ادو آهين!‘ تنهن تي لڏيل پاءُ کيس چيو تہ ’واهہ جو ادي کي ناهيو اَٿو!‘ ۽ اول کان آخر تائين پنهنجي پاڃائيءَ جي ڳالهہ ڪري ٻڌايائينس. پاڻس جو اِها سموري ڳالهہ ٻڌي، سو زال کان بيزار ٿي بيهي رهيو. وري هوڏانهن هو گهوٽ جيڪو پنهنجي ڪنوار کي جڄ ڪريو وٺي پئي ويو، سو بہ انڪاري ٿي بيهي رهيو– چي، ’جا جادو سڃاڻي سگهي ٿي ۽ لاهي سگهي ٿي، تنهن کي پاڻ جادو ڪرڻ ۾ ڪا دير!‘ نيٺ بہ پائر هي، ۽ ٽيون اهو گهوٽ، تنهي اُتان ئي ڪٽي ٻَرُ منهن ڪيو. هڪلينداوجن، هڪلينداوجن.... نيٺ وڃي هڪ بادشاهي شهر ۾ پهتا، ۽ اتي هڪڙي جاءِ مسواڙ تي وٺي ان ۾ رهڻ لڳا.

ٿورن ڏينهن ۾، انهن ٽنهي جي شرافت ۽ چڱمڙسيءَ جون ڳالهيون سڄي شهر ۾ مشهور ٿي ويون، ۽ هنن جي واڪاڻ بادشاهه جي ڪنن تائين به وڃي پهتي. بادشاهه ماڻهو موڪلي، انهن ٽنهي کي پاڻ وٽ گهرايو، ۽ کين پنهنجي محلات جو چوڪيدار ڪري رکيائين. سال کن گذرڻ بعد، بادشاهه کين شادي ڪرڻ لاءِ چيو. ٽنهي ڄڻن شاديءَ جو ٻڌي، بادشاهه سلامت، کي عرض ڪيو ته 'جيئندا قبلا! اسان شادي ڪرڻ کان بيزار آهيون!' پر اڳيان به بادشاهي ڳالهه، سو نيٺ هنن ويچارن ٽنهي اشراف مڙسن کي زوريءَ پرڻائي ڇڏيائون، ۽ پوءِ لاچار، هو پنهنجي زالن سان رهڻ لڳا.

"بادشاهه سلامت، هاڻي ڪجهه پويان جو حال به ٻڌو. جڏهن ٽنهي ڄڻن برُ منهن ڪيو هو، ته نئينءَ وهانيل ڪنوار ڇا ڪيو، جو پهريائين انهن ٻن پائرن جي زالن کي ڳولي هٿ ڪيائين، ۽ پوءِ پاڻ ۾ صلاح ڪري، مڙسن کي ڳولڻ لاءِ، جادوءَ جي زور تي ڪاري رنگ جون ڪٻريون ٿي، ٽيئي ونيون اُڏامي، اُڏرنديون اُڏرنديون، آخر اچي اُن بادشاهيءَ ۾ پهتيون، جت سندن مڙس رهندا هئا. هڪ ڏينهن ٽيئي ڄڻا، پنهنجي زالن سان گڏ روح رهاڻ ۾ وينا هئا، ته اهي ٽيئي ڪٻريون اوچتو اچي انهن جي گهر جي پيت تي وينيون، ۽ مڙسن کي پين زالن سان گڏ ويٺل ڏسي، ونئي چيخڻ لڳيون. اهو ڏسي جيئرين جاڳندين زالن پنهنجن مڙسن کي چيو، 'اڙي ميان! اوهان کي اڳي به ڪي زالون آهن ڇا؟' تنهن تي ويچارا ٽيئي ڄڻا سمجهي ويا، ۽ جواب ڏنائون ته 'اڳ ته اسان جي شادي ڪيل نه آهي!' تنهن تي هنن زالن وري چيين ته 'هي پيت ت پوينل ڪٻريون، جو چئي رهيون آهن ته "اهي آهن! اهي آهن!"' نيٺ، ڳچ ريڙهه پيڙهه کان پوءِ، ويچارن اشرافن سچي ڪئي. اها ڳالهه ٻڌي، زالن کين چيو ته 'هي اوهان جون اڳيون زالون آهن ڪاريون ڪٻريون، ۽ اسين پاڻ کي ڪٽي ٽيئي ڪمريون ڪبريون بنايون.... ۽ پوءِ هنن سان وڙهندي وڙهندي، جڏهن کين

پٽ تي ڪيرايون، تڏهن اوهان هيئن ڪجو، جو انهن ڪارين ڪبرين کي ماري ماري، ڪٽي ڍير ڪجو!' ائين چئي، اهي تيئي جٽيون، اُتي جو اُتي



ليٽي پيٽي ڪمريون ڪبريون ٿي پيون، ۽ ڪارين ڪبرين سان وڙهڻ لاءِ ونئي مٿي اُڏائيون. وڙهندي وڙهندي، ڪاريون ڪبريون ۽ ڪمريون ڪبريون سڀ اچي هيٺ پٽ تي ڪريون. اِتي تنهي يارن هڪبئي کي چيو ته "ڪهڙين کي مارجي ڪهڙين کي ڇڏجي؟" اتي منجهانئن جيڪو نئين نويلي ڪنوار ڇڏي آيو هو، تنهن دانهن ڪئي ته "نه ڇڏيو ڪاريون، نه ڇڏيو ڪمريون!" تنهن تي پيا، جو تيئي جٽا، سو ڪٽي پنهنجن هٿن ۾ ڏنڊا، اچي ورتائون ڇهن ئي ڪبرين کي ۽ ماري ڪيائون سيني کي ڍير! ۽ پوءِ ڪيائون اُتان به ڪنهن ٻئي پاسي منهن!

"سو بادشاهه سلامت! اجوڪين زالن جا اهي اتو حال.... تنهنڪري، مان هرگز شادي ڪانه ڪندس."

چتونءَ جي ڳالهه ٻڌي، بادشاهه سلامت مئنا ڏانهن نهاريو. تنهن تي مئنا کيس عرض ڪيو ته ”بادشاهه سلامت، اوهان شايد سوداگر ۽ سندس زال وارو قصو ڪونه ٻڌو آهي، جنهن ۾ زال جي ڪيڏي نه وفاداريءَ جي ساراهه آهي.... ۽ اهو قصو مان سياٽي رات اوهان کي ٻڌائينديس- پوءِ اوهين پاڻ آمين ٿجو!“ جڏهن خير سان ٻي رات ٿي، ۽ خدا جي خلق اچي مڙي، تڏهن مئنا پنهنجي ڳالهه شروع ڪئي.

”بادشاهه سلامت، هڪڙو سوداگر هوندو هو، جنهن کي قدرت اهڙي ته زال ڏني هئي، جو ڪنهن بادشاهه جي گهر ۾ به اهڙي منهن ملوڪ ۽ سيئين پرئين سهڻي عورت ڪانه هوندي. مائيءَ کي خدا جيترو حسن عطا ڪيو هو، اوتروئي شرافت کيس بخشي هئائين. پر اهو سوداگر دل جو نهايت شڪي هوندو هو. انهيءَ ڪري هو واپار وڻج تي به گهٽو ٽٽو ڪونه ويندو هو. اهو ڏسي، هڪ دفعي سندس زال چيس ته 'ميان، تون وڻج واپار به ڪونه ٿو ڪرين: آخر ڪيترا ڏينهن ويهي کائبو! جيڪڏهن تنهنجو مون تي اعتبار نه آهي، ته هيئن ڪر، جو مان توکي ڪير جي اڇي رنگ ڪپڙا ڏوئي، انهن کي پنهنجي پاڪدامنيءَ جو ڪلف ڏيئي ڏيان ٿي. تون اهي ڪپڙا پائي، جنهن ڏيسارو تي وڃيئي، اتي وڃي پنهنجو وڻج واپار ڪر. جيڪڏهن ڪٿي به انهن ڪپڙن کي ڪو داغ ٿيئي، ته پوءِ سمجهجانءِ ته مون توسان بي وفائي ڪئي آهي!' ائين هيٺا نهيون مٿا نهيون ڏيکاري، نيٺ مڙس کي واپار سانگي ڏيسارو تي اسهڻ لاءِ تيار ڪيائين، ۽ سوداگر سامان سان ٻيڙا پرائي سفر تي راهي ٿيو. هڪليندو وجي، هڪليندو وجي، نيٺ وڃي هڪڙي بادشاهيءَ ۾ نڪتو، ۽ سُنگ پرڻ جي خيال سان ٻيڙن کي بندر تي اچي بيهاريائين. اتي جي شهزاديءَ جو قانون هوندو هو ته ڪوبه سوداگر ايندو هو ته ان شهزاديءَ سان ڏاري راند ضرور ڪندو هو. جيڪڏهن اها راند سوداگر کٽي ويندو هو، ته کيس ڪوبه سُنگ وغيره پرڻو نه پوندو هو، ۽ جيڪڏهن هارائي وڃندو هو ته عمر ڀر شهزاديءَ وٽ

نظربند رهندو هو، ۽ سندس پيڙا سامان سميت ضبط ڪيا ويندا هئا.

”نيٺ، اهو سوداگر به شهزاديءَ وٽ ڏاري راند کرڻ لاءِ ويو، ۽ راند شروع ٿي. پر سوداگر راند هارائي وينو. شهزادي پنهنجي ٻانهيءَ کي حڪم ڏنو ته ’سوداگر کي اونداهيءَ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪيو وڃي، ۽ سندس پيڙا مال سميت ضبط ڪيا وڃن!‘ ان حڪم ملڻ شرط، سوداگر کي اونداهي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪيو ويو، ۽ سندس سڀ پيڙا به مال سميت ضبط ڪيا ويا. اجا ڪي ٿي ڏينهن مس گذريا، ته ان ساڳيءَ شهزاديءَ وٽ هڪڙو چاڪي آيو ۽ ڪانئس هڪڙو ٻانهو خريد ڪيائين. پوءِ چاڪيءَ کي انهيءَ ڪوٺي ۾ وٺي ويا، جتي هيءُ سوداگر ۽ شهزاديءَ جا ٻيا قيدي بند هئا. چاڪيءَ ڏسندي ڏسندي، سيني قيدين مان ان سوداگر کي ڪجهه سؤکو سهنجو ڏنو ۽ ڪيس وٺي اچي پنهنجي گهاڻي تي چڙهيائين. اهڙيءَ طرح، ان گهاڻي تي ڪم ڪندي ڪندي، سوداگر کي مهينو کن گذري ويو. ان ملڪ جو بادشاهه، روز اچي اتان لانگهائو ٿيندو هو ۽ ان سوداگر جا ڪپڙا سدائين اڇا اُجلا ڏسندو هو. روز ائين ڏسي، بادشاهه هڪڙي ڏينهن دل ۾ خيال ڪيو ته ’ضرور ان جو ڪو سبب هوندو، نه ته ههڙي سخت ۽ گدلي ڪم ۾ لٿا اڇا ڪيئن رهندا!‘ سو هڪدم هڪڙيءَ ڏوتيءَ کي گهرايائين، ۽ ڪيس چيائين ته ’فلاڻي گهاڻي تي هڪڙو ماڻهو آهي، جنهن جا سدائين ڪپڙا اڇا آهن. سو، تون وڃي ان جو اوڳر لهي آءُ ته ان جو سبب ڪهڙو آهي!‘ ڏوتي، بادشاهه سلامت جي اها ڳالهه ٻڌي، هڪدم اوڏانهن رواني ٿي، ۽ سوداگر سان اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪري، نيٺ پنهنجي مطلب تي آئي، ۽ ڪانئس سندس ڪپڙن جي هميشه اڇي رهڻ جو سبب پڇيائين. سوداگر به هن جي فريب ۾ اچي، اول آخر تائين پنهنجي زال جي ڳالهه ڪري ٻڌايس. اتان اٿي، ڏوتيءَ سربستو احوال اچي بادشاهه کي ٻڌايو. اهو ٻڌي، بادشاهه ڏوتيءَ کي حڪم ڏنو ته ”مهيني جي اندر اندر ان عورت

ڪي اچي مون وٽ حاضر ڪرا' ائين چئي، ڏوتيءَ ڪي سامان جا ٻيڙا ڀرائي، واپار جي بهاني سان، اوڏانهن روانو ڪيائين. ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ، اها ڏوتي ان سوداگر جي ملڪ ۾ وڃي پهتي، ۽ سوداگر جي زال کي ڳولي هٿ ڪري، کيس چيائين ته 'اما، تنهنجي سوداگر مڙس اسان جي بادشاهيءَ ۾ شهزاديءَ سان ڏاري راند ڪندي، پاڻ کي قيد ڪرايو آهي، ۽ هينئر هڪڙي چاڪيءَ وٽ گهاڻو وهندو آهي. سو مون کي موڪليو اٿس ته هيءَ 'منهنجي خبر منهنجي زال کي وڃي ٻڌاءِ، ۽ کيس هيڏانهن وٺي اچ!' سوداگر جي زال، جا هئي عقل ۾ اڪابر، تنهن کي گمان پيو ته ان ۾ ضرور ڪو دوهه آهي. سو، ڳالهه دل ۾ سانيي، ان ڏوتيءَ کي چيائن ته "سڀاڻي پرهه ڦٽيءَ جو پنهنجا سڀ نوڪر وٺي اچجانءِ، ته منهنجو سامان کڻي، هلي ٻيڙن ۾ وجهن، ته پوءِ هليا هلون." ڏوتي اهو ٻڌي دل ۾ ڏاڍي خوش ٿي. پنيان سوداگر جي زال اهڙو ڪم ڪيو، جو پنهنجا ماڻهو اندر ويهاري ڇڏيائين. اجا پرهه مس ڦٽي، ته ڏوتي به پنهنجا سڀ نوڪر چاڪر وٺي، اچي پهتي.... پر سوداگر جي گهر ۾ اندر داخل مس ٿي، ته سوداگر جي زال جا ماڻهو مٿن چڙهي ويا، ۽ سڀني کي پورو ڪري، صندوقن ۾ بند ڪري، درياهه داخل ڪري ڇڏيائون.

"پوءِ سوداگر جي زال مردانو لباس پهري، ڏوتيءَ جي ٻيڙن تي سوار ٿي، ٻيڙن کي وٺي پوئتي هاڪاريو. نيٺ ٿورن گهڻن ڏينهن ڪان پوءِ، اچي اُن بادشاهيءَ ۾ پهتي، جتي سندس مڙس مصيبت ۾ گرفتار هو. لهڻ سان، سوداگر جي زال شهر مان پڇا ڪئي ته 'شهزادي ڪهڙي نموني سان راند ڪندي آهي!' تنهن تي ماڻهن کيس ٻڌايو ته 'شهزادي ڏاري راند ڪرڻ وقت هڪڙو ڏيئو ٻاري، ويهي اُن جي سوجهري تي راند ڪڏندي آهي!' سوداگر جي زال عجب ۾ پئجي ويئي ته 'شهزادي آخر ڏيئو ٻاري ڇو ٿي راند ڪري؟ نه ڏينهن جو ٿي راند ڪري ۽ نه ٻاهه تي ۽ نه ڪنهن

شمعدان تي... بس جي راند ڪري ٿي، تہ هڪ ڏيئي ٿي! ۽ هميشہ پيئي راند ڪٿي! انهيءَ ۾ مڙيوئي ڪو راز رکيل آهي!‘ آخر سوچيندي سوچيندي، پڇائون ڪندي ڪندي، هوءَ سمجهي ويئي، تہ اصل ڳالهہ ڇا آهي. ڳالهہ، بادشاهہ سلامت، اصل هيءَ هئي تہ شهزاديءَ وٽ هڪڙا بہ ڪئا پاليل هوندا هئا، جن کي، راند ڪرڻ وقت، هوءَ پنهجن بغلن ۾ لڪائي ويهي رهندي هئي.... پوءِ، جي سامهونءَ واري جو ڇڪو پوندو هو، تہ شهزاديءَ جو هڪڙو ڪئو وڃي ڏيئو وسائيندو هو، ۽ ٻيو ڪئو ڊوڙي وڃي ڇڪي مان ڇڻنڪو ناهي ڇڏيندو هو! اهڙي نموني سان، شهزاديءَ سوداگرن جون بس ڇتيون لاهي ڇڏيون هيون! هاڻي، جڏهن سوداگر جي زال شهزاديءَ جي اها حرفت سمجهي ويئي، تڏهن ڇا ڪيائين، جو هڪدم ٻليءَ جا هڪڙا بہ ٻلونگڙا هٿ ڪيائين.... ۽ پوءِ دستور مطابق شهزاديءَ وٽ ڏاري راند ڪرڻ ويئي. راند ڪندي ڪندي، جڏهن سوداگر جي زال جو ڇڪو پيو، ۽ اوچتو شهزاديءَ وٺي پنهنجن ڪئن کي ڇڏيو، تہ سوداگر جي زال بہ هيڏانهن ٻليءَ جي ٻلونگڙن کي ڪٽي ڇڏيو، جن جهٽ هٽي، وڃي ڪئن کي قابو ڪيو.... ۽ شهزاديءَ راند هارائي! پوءِ سوداگر جي زال شهزاديءَ کي چيو تہ جيڪي بہ سوداگر تو وٽ قيد آهن، انهن کي هڪدم آزاد ڪر!‘ شهزاديءَ ڪيس جواب ڏنو، ’هينئر اُهي سڀ نظربند سوداگر تنهنجي حوالي آهن..... جيئن تون انهن جو فيصلو ڪرين، تيئن وس وارو آهين.‘ پوءِ سوداگر جي زال سڀني سوداگرن کي گهرائي، آزاد ڪري ڇڏيو، ۽ ڏوتيءَ جي مليل ڏس تي پنهنجي مڙس کي بہ ڳولي هٿ ڪري، اُن چاڪيءَ کي پئسا ڏيئي، اُتان آزاد ڪرائي، ٻيئي زال مڙس پنهنجي وطن ڏانهن وريا.... ۽ ٿورن گهڻن ڏينهن جي سفر ڪانپوءِ، نيٺ خير سان اچي پنهنجي ملڪ پهتا.

”سو، سائين اهڙيون بہ تہ زالون آهن، جيڪي پنهنجن مڙسن کي

نئين حياتي ڏيئي ڇڏين ٿيون!"

بادشاهه سلامت مئنا جي اها ڳالهه ٻڌي، ڇتونءَ ڏانهن نهاريو. پر ڇتون ڏسو ته ونءُ پيو وڃي! نيٺ بادشاهه سلامت مئنا کي چيو ته "مائي مئنا، تنهنجو مون تي برابر احسان آهي؛ پر مان ڇا ڪريان! زور جي ميندي ته تون به ڇاٽين ٿي ته لڳٽي ڪانهي؛ پر جي لڳندي، ته به جٽاءُ ڪانه ڪندي. باقي، پنهنجي ڌيءُ سميت مون وٽ رهه، ته جا خدمت مون کان پڄندي، اها توهان جي مان ڪندو رهندس..... من ڇتونءَ جي به دل ڪڏهن وري پوي، ۽ ڪٽي تنهجي ڪاريءَ ڪلونڙيءَ منهن ملوڪڙيءَ ڌيءُ کي پنهنجو ڪري!" تنهن تي مئنا ڪاوڙ ۾ باهه ٿي ويئي، ۽ ڌيءُ سميت، جيڏانهن جي هئي، تيڏانهن هلي ويئي.... ۽ پوءِ بادشاهه سلامت پنهنجي ڇتونئڙي سان گڏ ۽ پنهنجي راڄ ڀاڳ سان گھٽو گھٽو.... تمام گھٽو خوش گذارڻ لڳو.

•••

# ڪدو شهزادو

هڪڙي بادشاهه کي اولاد ٿيندوئي ڪونه هو. آخر سِڪي پني هڪڙي ڌيءُ ڄايس، جنهن کي ڏاڍي لاڏڪوڏ سان نپايائون. جڏهن شهزادي وڏي ٿي، تڏهن بادشاهه هن جي رهڻ لاءِ درياءَ جي ڪپ تي تمام سهڻو محلات ٺهرايو، جنهن ۾ شهزادي پنهنجي ساهيڙين سرتين سميت رهڻ لڳي. هوءَ اهڙي ته نازڪ بدن هئي، جو روزانو سونيءَ ساهميءَ ۾ فقط هڪڙي گلاب جي گل ۾ تُرندي هئي.

هڪ دفعي، هوءَ پنهنجن سرتين سان گڏجي تلاءُ تي وهنجڻ ويئي. انهيءَ تلاءَ جي ڪنڌيءَ سان ڪدوءَ جون ڪيتريون ئي سايون سهڻيون وليون پکڙيون پيون هيون، جن ۾ مزيدار پيلا پيلا سهڻا گل ٽڙيا بيٺا هئا. وهنجندي وهنجندي هڪڙي گل ڏانهن شهزاديءَ جي دل ڇڪجي ويئي ۽ اهو ول مان ڇڄي، اچي تلاءُ ۾ پيو، ۽ پوءِ ترندو ترندو، لڏندو لمندو، سڌو شهزاديءَ وٽ آيو، ۽ اتفاق سان شهزاديءَ جي وات ۾ پئجي ڳسي ويو. پوءِ وهنجي سهنجي، شهزادي موٽي پنهنجي محلات ۾ آئي.

ڪجهه ڏينهن گذريا، ته هڪڙي ڏينهن، شهزاديءَ جي تور هڪ گل مان وڌي ٻه گل ٿي پيئي، وري ٻئي ڏينهن ٽي گل، ۽ اهڙيءَ طرح شهزاديءَ جي تور وڌي وڃي گلن جي ٽوڪريءَ کي پهتي، ۽ اجا به هر روز هڪ هڪ گل شهزاديءَ جي تور وڌندي رهي. اتي باغائڻ شهزاديءَ کي چيو، "سائڻ! آهي ته خير، جو تنهنجي تور وڌندي وڃي!" شهزادي پاڻ به حيران هئي، جو چيائين، "مون کان ٿي پڇين.... ! مون کي ڪهڙي سُڌ!"

باغائڻ سڌي بادشاهه وٽ آئي، ۽ اچي کيس ساري حقيقت ٻڌايائين. بادشاهه باغائڻ جي واتان اهڙي ڳالهه ٻڌي، سڌو ڌيءُ وٽ آيو. گهڻوئي پڇيائينس ڳاڇيائينس.... پر ويچاري شهزادي ڪجهه به ٻڌائي ڪانه سگهي.

پوءِ ٿوري گهڙيءَ ڏينهن معلوم ٿيو تہ شهزادي ٻن جيئن سان آهي! هڪڙي ڳالهہ ٻڌي، ٻئي ڪي ٻڌائي..... ۽ ٿيندي ٿيندي، چوڏاري ڳالهہ پکڙجي ويئي- تان جو ڳالهہ وڃي بادشاهہ جي ڪنن تائين پهتي. بادشاهہ کي ڏک بہ ٿيو، ۽ ڪاوڙ بہ لڳي..... ۽ نيٺ ويچاري ويچاري، شهزاديءَ کي چوائي موڪليائين تہ "رات وچ ۾، محلات ڇڏي، جيڏانهن وڻيئي تيڏانهن هلي وڃ!"

شهزادي ويچاري، پيءُ جو حڪم ٻڌي، اڌ رات جو محلات ڇڏي، پنهنجي اپاڳ تي روئندي، جهنگ منهن ڪري رواني ٿي. هلندي هلندي، صبح ٿي ويس، ۽ شهزادي ٿڪجي پيئي. شهزادي ڀلا سيپڪڙو ساهہ،



سو ڊپ ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳي، ۽ ڇا ڏسي تہ چوڏاري بريت لڳو پيو آهي! .... نيٺ دير دير ڪان پوءِ، پريان جهڳٽو ساون ساون وڻن جو ۽ هڪڙي جهوپڙي ڏٺائين-- ۽ شهزادي لاچار انهيءَ جهوپڙيءَ ۾ گهڙي ويئي. جهوپڙيءَ ۾ بہ پيرسن زال مڙس رهندا هئا، ۽ جي هڙيءَ منهن

ملوڪ نينگر کي ڏسي حيران ٿي ويا ۽ پرسان ويهاري، هن کان خبر چار ورتائون.... جنهن تي شهزاديءَ ٻڌاين: ”هونءَ ته آءٌ شهزادي آهيان، پر هن وقت منهنجو ڪوبه ڪونهي-- توهان وٽ پناهه وٺڻ آئي آهيان.... ۽ هتي ئي حياتيءَ جا باقي ڏينهن گذاريندس!“ پوءِ شهزاديءَ جي اکين مان زار زار ڳوڙها وهڻ لڳا.... ۽ هن جي موهڻي مورت ۽ بيڪسيءَ کي ڏسي، ٻنهي زال مڙسن کي رحم اچي ويو، ۽ چيائون: ”اي شهزادي! تون ڪا چنتا نه ڪر.... اڄ کان وٺي، تون اسان جي ڌيءُ آهين: جهڙو اسان جو غريباڻو حال آهي، تهڙو توسان ونڊيو پيا هلنداسين.“ هنن جي دلداريءَ تي شهزاديءَ جي اکين مان لڙڪ وهڻ بند ٿيا ۽ هوءَ اتيئي رهڻ لڳي.

ڪجهه ڏينهن بعد، شهزاديءَ کي هڪڙو گول مول ننڍڪڙو ’ڪدو‘ ڄائو. وڏي مائي ويچاري ڏاڍي حيران ٿي-- شهزاديءَ کي ٻڌايائين، جنهن چيس: ”ڪدوءَ کي ڇا ڪنداسين؟ ڪٺي وڃي ڍير تي ڦٽو ڪريوس!“ وڏي مائي ڪدوءَ کي ڪٺي ڍير تي ڇڏي، اچا آئي مس، ته ڏسن ته ساڳيو ڪدو ٽپڪ ٽپڪ ڪندو، اچي گهر ۾ گهڙيو. وري به هن کي ڍير تي ڇڏي آيا، ته وري ٽپڪ ٽپڪ ڪندو واپس اُتي پهچي ويو. اِتي شهزاديءَ جي دل پرچي آئي ۽ ڪدوءَ کي ڪٺي ڇاتيءَ سان لاتائين.

جڏهن جاڳي جاڳي لوڪ لقاءُ سمهي پوندو هو ۽ شهزاديءَ جي به اک لڳي ويندي هئي، تڏهن ڪدوءَ کي به ماءُ جي پاسي ۾ ننڊ ڪٺي ويندي هئي. صبح جو شهزادي اجا سجي ئي پيئي هوندي هئي، ته ڪدو سوير ئي اکيون کولي وينو ٻوليون ڪندو هو! اهڙيءَ طرح، اڄ ننڍو سيان وڏو.... جڏهن ڪدو اچي وڏو ٿيو، تڏهن هن کي ڍور وٺي ڏنائون، جي هي پيو چاريندو هو. جهنگ ۾ ڊراڙ هن سان جهيڙو جهٽو ڪندا هئا، ته انهن کي ٽپڪيون ڏيئي، چڱي سيکت ڏيندو هو. پر هن جي هڪڙي عادت هوندي هئي، جو ٻين جي سامهون ڪڏهن به تلاءَ ۾ ڪين وهنجندو هو- چو ته تلاءَ ۾ وهنجڻ لاءِ ويندو هو، ته ڪدوءَ جا پڙدا لاهي هڪ سدا ملوڪ شهزادو ٿي پوندو هو ۽ گهڻي گهڻي تائين گل وانگر پاڻيءَ ۾ پيو ترندو هو.

هڪڙي ڏينهن هڪڙي تلاءَ تي هي ڪدوءَ جا پڙدا لاهي، اڪيلوئي اڪيلو پئي وهنتو، تہ ان ملڪ جي ڪا شهزادي هئي، جا پنهنجي سهيلين سان شيل شڪار تي نڪتي هئي، تنهن هن کي ڏسي ورتو ۽ هن تي عاشق ٿي پيو. هي تہ وهنجي سهنجي، ڪدوءَ جا پڙدا پهري، موٽي پنهنجي گهر آيو؛ پر شهزاديءَ پنهنجي پيءُ کي چيو تہ "آءُ پرڻبيس، تہ ڪدوءَ سان!" بادشاهہ پنهنجي ڌيءُ جي انگل رکڻ لاءِ، هن ڏانهن ان ڏهہ ڪدو ڏياري موڪليا! شهزاديءَ ڪدو واپس ڪري پيءُ کي چوائي موڪليو: "هنن ڪدن سان منهنجو ڪهڙو واسطو! مون کي هلنڌڙ گهمنڌڙ ڪدو گهرجي." بادشاهہ حيران ٿي ويو، ۽ اچي ڳڻتي ٿيس تہ 'شهزادي چري ٿي پيئي آهي؟ هلنڌڙ گهمنڌڙ ڪو ڪدو ٿيو؟' نيٺ پڇا ڳاڇا مان خبر پيس تہ برابر هڪ اهڙو ڪدو آهي.... ۽ بادشاهہ اُن کي گهرائي، شهزاديءَ ڏي موڪليو. شهزادي ان کي ڏسي، ڏاڍي خوش ٿي، ۽ پنهنجي پيءُ کي چوائي موڪليائين تہ "آءُ هن سان شادي ڪنديس." بادشاهہ ٻڌي اچي ٿڪن ۾ پيو- چي، ڌيءُ چري آهين ڇا؟ ڪدوءَ سان بہ ڪنهن شادي ڪئي، جو تون ٿي ڪرين! شهزاديءَ چيو: "ڪجهہ بہ هجي، پر آءُ تہ هن سان شادي ڪنديس." اها ڳالهہ سڄي شهر ۾ پکڙجي ويئي، هرڪو پيو کلي-چي: "شهزادي ڪدوءَ سان شادي ٿي ڪري!" بادشاهہ پنهنجي اميرن وزيرن سان صلاح ڪئي، جن چيس تہ "بادشاهہ سلامت! شهزادي آهي ٻار، يانئي تہ ڪنهن گُڏي سان شادي ڪري ڏسان. سو، شهزاديءَ جو انگل ڪٽي پورو ڪيو. پوءِ ڏسو تہ شهزادي جهٽ ۾ ڪڪ تي ڪيئن اڇلائي ٿي ڇڏيس!" مطلب تہ نيٺ شهزاديءَ جي ڪدوءَ سان شادي ٿي.

هڪڙي ڏينهن، بادشاهہ وٽ هڪ ايلچي آيو- چي: "توهان هن سان آنڪي ڪانہ پياري آهي- سو، يا تہ آنڪي ڏيو، يا جنگ لاءِ تيار ٿيو!" بادشاهہ وزيرن سان صلاح ڪئي تہ "هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟" وزيرن صلاح ڏنيس تہ ڪدوءَ کي انهيءَ جنگ تي موڪلجي.... جي فتح ڪري آيو، تہ ساري عمر آنڪي پرڻ ڪان ڇٽي پوندا سين: پلا جي مارجي ويو، تہ

شهزاديءَ جي هيءَ چريائپ لهي پوندي." بادشاهه جنهن کي شهزاديءَ جي ڳڻتي رهندي هئي، تنهن کي اها ڳالهه ڏاڍي وڻي- سو، ايلچيءَ کي چيائين ته "آنکيءَ پرڻ وارا ڏينهن گذري ويا.... جي توهان جي بادشاهه کي جنگ ڪرڻ جو ارادو آهي، ته اسين تيار آهيون." ايلچي روانو ٿي ويو، ۽ بادشاهه جنگ جي تياري ڪرڻ لڳو. جڏهن جنگ جو وقت نزديڪ آيو، تڏهن بادشاهه ڪدوءَ کي چيو ته "هاڻي جنگ لاءِ تيار ٿيءُ!"

نيٺ ڪدو لشڪر وٺي جنگ جي ميدان تي آيو، ۽ پنهنجي سڄي لشڪر کي چيائين: "ڪوبه ماڻهو جنگ نه ڪري- آءٌ هڪ ئي هنن لاءِ ڪافي آهيان." ائين چئي دشمن جي لشڪر ۾ ڪاهي پيو. هن کي جيڪو ڏک هڻي، تنهن جو ڏک هن کي لڳي ئي نه، ۽ جي لڳي ته اثر ئي ڪونه ڪريس- ۽ هي بل ڏيئي ڪنهن جو مٿو ڦيهيو وينو آهي، ڪنهن جون پاسريون پڇيو بيٺو آهي- ڪنهن جي ٽنگ چٽ، ڪنهن جي ٻانهن چٽ....تان جو هن ڪيترائي ماڻهو ماري ڇڏيا، ۽ نيٺ وڃي لشڪر جي سردار کي جهليائين. دشمن جي فوج سمجهيو ته 'هيءَ الائجي ڪهڙي ازغيبي آفت آهي! هن کان ڪير بچي، ڪير بچندو!' سو پويان پير ڪري، اُٿي ڀڳا. پوءِ ڪدو لشڪر جي سردار کي ڪنڌ کان جهلي، بادشاهه وٽ وٺي آيو. اهو ڏسي، بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو.

ڪدو جنگ ڪٽي محلات ۾ آيو، ۽ اچي پنهنجي شهزاديءَ سان مليو. رات ٿي.... سڀڪو وڃي آرامي ٿيو. ڪدو به پنهنجي لِڪَ واري پوشاڪ لاهي سمهي رهيو. ڪدوءَ جي پڙدن لهي وڃڻ ڪري سڄيءَ محلات ۾ شعاع ٿي ويو، ۽ فتح جي شادمانن ۾ جيڪي ماڻهو جاڳيا پئي، تن شعاع ڏسي سمجهيو ته محلات ۾ باهه لڳي آهي. سي ڊوڙي بادشاهه وٽ ويا. بادشاهه پاڻ به حيران ٿي ويو، ۽ سڌو محلات تي آيو. اچي ڪٽي ڏسي ته شهزاديءَ جي پر ۾ هڪڙو سدا ملوڪ شهزادو ستو پيو آهي، ۽ ويهاڻي جي پرسان ڪدوءَ وارا اُودا پيلا پڙدا لٿا رکيا آهن! اتي بادشاهه پنهنجي هڙي پريزاد نانيءَ کي ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ ماڻهن

ڪي ٻڌايائين تہ ”اها باهہ ڪانهي، پر منهنجي پريزاد نانيءَ جي سونهن جي تجلي آهي.“ اها ڳالهہ ٻڌي، هرڪو ماڻهو واپس موٽي ويو.

ڪدو رات جو پڙدا لاهي سمهندو هو ۽ ڏينهن جو چاڙهي ڇڏيندو هو. شهزاديءَ کي اها ڳالهہ نہ وڻي، تنهن ڇا ڪيو، جو هڪڙيءَ رات ڪدوءَ جا پڙدا ڪٽي ساڙي ڇڏيائين. ڪدو صبح جو اُٿي ڏسي، تہ پڙدا آهن ئي ڪونہ! شهزاديءَ کان پڇيائين، جنهن چيس: ”اهي تہ مون ساڙي ڇڏيا.“ اِها ڳالهہ ٻڌي، هو ڪاوڙجي پيو ۽ يڪدم ليٽي پيٽي، ڪبوتر ٿي اُڏامي هليو ويو.... ويندي وقت شهزاديءَ کي چئي ويو تہ ”منهنجا پڙدا سو ساڙيا اٿئي، پر تون بہ سڄي عمر پيئي سڙنديءَ پڇرنديءَ!“

چون ٿا تہ اها شهزادي پوءِ ڪبوترن کي ڏاڍو پيائيندي هئي... ۽ جڏهن ڏسبو هوس، تڏهن تلاءَ تي ڪدوءَ جي گلن ڏانهن ويني ڏسندي هئي... ۽ ائين ئي پيئي هر گهڙيءَ ٿڌا ساهہ ڀريندي هئي.



# سج شهزادو ۽ چنڊ شهزادو

هڪڙو بادشاهه هو، جنهن کي ٻه راڻيون هونديون هيون، پر اولاد ٿيندوئي ڪونه هوس. گهڻيئي پير فقير پيتيائين، پر ڪٿان به دل جي مراد پوري نه ٿيس. هڪڙي دفعي اوچتوئي اوچتو هڪ فقير گڏيس، جنهن بادشاهه کي دعا ڪئي ۽ ٻه ٻير ڏنا- چي، ”وجي راڻين کي کاراءِ، ته ٻه فرزند ٿيندئي، جن مان هڪ پٽ تنهنجو هڪ پٽ منهنجو.“ بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ فقير جي ڳالهه قبول ڪري، ٻنهي راڻين کي اچي هڪڙو هڪڙو ٻير کارايائين. ڏينهن گذرڻ بعد، ٻنهي راڻين مان ٻه پٽ ڄاوس، جن مان هڪ جو نالو ’سج‘ ۽ ٻئي جو نالو ’چنڊ‘ رکيائين، ۽ منجهانئن هڪڙي کي لڪائي، هڪ ڀُهري ۾ پالڻ لڳو، ته جيئن فقير کي پٽ ڏيڻو نه پوي.

فقير کي اڳي ئي خبر هئي؛ سو، ٿوري گهڻي ڏينهين، لنگهي بادشاهه وٽ آيو، ۽ انجام ياد ڏياري، ڪانئس هڪڙي ڇوڪري جي گهر ڪيائين. بادشاهه فقير کي چيو ته ”مون کي ته ڄائوئي هڪڙو پٽ.“ تنهن تي فقير چيس ”ڀُهري وارو ڇوڪرو تڏهن ڪنهن جو آهي؟“ بادشاهه ڏٺو ته فقير کي سڀ معلوم آهي، سو ڀهري وارو چنڊ شهزادو آڻي فقير جي حوالي ڪيائين. موڪلائڻ مهل، چنڊ پنهنجي ڀاءُ سج کي منڊي ڏيئي، چيو ته ”جنهن وقت هن جي ٽڪ ڪاري ٿئي، تنهن وقت سمجهجانءِ ته مون ڏانهن خير ڪونهي.“

جڏهن شهزادو هلڻ لڳو، تڏهن هڪڙي ٻانهي هئي، جنهن رنو ٻه پئي، ته کليو به پئي! اهو ڏسي، شهزادي ٻانهيءَ کان پڇيو ته ”ڇو روئين به ٿي ۽ کلين به ٿي؟“ تنهن تي ٻانهيءَ چيو ته ”روئان انهيءَ لاءِ ٿي ته هيءُ فقير جادوگر آهي، جنهن وٽ هڪ تيل جو ڪٽاهه آهي، جنهن جي چوڌاري توکي ڦيرا ڏياري ڏياري، ان ۾ ڦٽو ڪري ماري ڇڏيندو. پر تون خبردار ٿي، فقير کي انهيءَ مهل چئج ته ’آڳي گرو پيڇي چيلا‘ ۽ پوءِ

اٽڪل سان هن کي پنيان ڏڪو ڏيئي، ڪٽاهه ۾ اڇلائيندين، ته پاڻ ان ۾ سڙي مري ويندو.... ڪلان تي انهيءَ ڪري.“ شهزادو پوءِ فقير جي پويان هلندي، سج لٿي مهل اچي فقير جي گهر پهتو. فقير چيس، ”شهزادا، هيءَ نماشام جي مهل آهي- تون هن ڪٽاهه کي پهرين ست ڦيرا ڏي، ۽ پوءِ اچي مون وٽ ويهه، ته استاد جي ڏني مان ڪجهه ڀاڱو مليئي.“ شهزادي چيو ته ”فقير سائين، سو ته سچ، پر آڳي گرو پيڇي چيلا.“ پوءِ اڳ ۾ فقير ۽ پويان شهزادو ڪٽاهه جي چوڌاري ڦرڻ لڳا. جڏهن شهزادي موقعو ڏٺو، تڏهن اٽڪل سان فقير کي ڌڪو ڏيئي، ڪٽي ڪٽاهه ۾ اڇلايائين، ۽ فقير گهڙيءَ ۾ جلي ڪوئلو ٿي ويو. پوءِ چنڊ شهزادو فقير جي مڪان ۾ گهڙيو، ته اتي به گهوڙا سنجيا نهيا ٻڌا بيٺا هئا، تن مان هڪڙي کي چوڙي، ان تي لانگ ورائي، اتي پنڌ پيو، ۽ اچي هڪڙي شهر ۾ پهتو. اتي جي بادشاهه جي ڌيءُ، جا ان وقت محلات جي دريءَ تي بيٺي هئي، تنهن جڏهن پري کان چنڊ شهزادي کي ڏٺو، ته مٿس عاشق ٿي پيئي، ۽ ٻانهيءَ کي چيائين ته ”انهيءَ گهوڙي واري ماڻهوءَ کي هيڏانهن مون وٽ وٺي اچ.“ ٻانهي ڊوڙندي، سڏي چنڊ شهزادي وٽ آئي، ۽ شهزاديءَ ڏي هلڻ لاءِ عرض ڪيائينس، پر شهزادي انڪار ڪيو، ۽ سڌو وڃي شهر جي ٻاهران هڪڙي باغ ۾ لٿو.

صبح جو سوير شهزاديءَ پنهنجي پيءُ کي چيو ته ”آءٌ ڏني تي وَر ڪندس.“ بادشاهه اها ڳالهه قبول ڪئي، ۽ ملڪان ملڪ پڙهو گهمي ويو ته ”مهيني جي چوڏهينءَ رات، شاهي باغ ۾، تلاءَ جي ڪپ سان شهزادي سير تي نڪرندي ..... ۽ اُتي ڏني تي پنهنجو ور چونڊيندي.“ پوءِ جڏهن اهو ڏينهن آيو، سج لٿو ۽ رات ٿي، ته ملڪ ملڪ جا بادشاهزادا اچي اُتي گڏ ٿيا، ۽ چنڊ شهزادو به پنهنجي گهوڙي تي چڙهي اچي اُتي لٿو. شهزاديءَ به چونڊي چونڊي، وڃي چنڊ شهزادي جي ڳچيءَ ۾ هار وڌو، ۽ پوءِ ٻنهي جي ڏاڍي ڌام ڌوم سان شادي ٿي.

شهزاديءَ چنڊ شهزادي کي، پنهنجي ملڪ جون ڳالهيون ٻڌائيندي ٻڌائيندي، جهلي چڙيو ته ”هن ملڪ جي ٽن ڪندن تي جڏهن وٽيو ۽ جيئن وٽيو، تيئن پيا گهمجو ڦرجو ۽ سير شڪار ڪجو، پر چوٿينءَ ڪنڊ تي

پلجي ڪري به نه وڃجو، جو نقصان جو انديشو آهي." شهزاديءَ جي ڳالهه دل تي رکي، چنڊ شهزادو روزانو شڪار تي ويندو هو- ڪڏهن ڪهڙي پاسي، ڪڏهن ڪهڙي پاسي، پر چوٿينءَ ڪنڊ جو ڪڏهن خيال به ڪونه ڪندو هو. هڪڙي دفعي اوچتو اچي دل تي ڳالهه وينيس، سو اُتي چوٿينءَ ڪنڊ ڏانهن روانو ٿيو. هلندي هلندي، اوچتو هن جو گهوڙو بيهي رهيو- گهٽيئي اڙيون هنيائينس، لغام کي چڪيائينس، هيڏانهن هوڏانهن ڪيائينس، پر گهوڙو چري ئي نه. ايتري ۾، ڇا ڏسي ته سامهون به حسين شهزاديون، هٿ هٿ ۾ ڏيو، دڳ جهليو بيٺيون آهن. چنڊ شهزادو گهوڙي تان لٿو. شهزادين هن کي اشارو ڏنو، ۽ بيوس ٿي هنن جي پٺ ورتائين، ۽ هلندي هلندي، اچي اُنهن جي جاءِ تي پهتو. شهزادين چيس "تون هينئر اسان جي قبضي ۾ آهين- پر پاڻ ڍاري راند ڪنداسين، پوءِ جيڪڏهن اسان مان هڪڙيءَ کان به تو کٽيو، ته اسين تنهنجون آهيون: جي نه ته تون اسان جو غلام ٿي رهندين." هن اها ڳالهه قبول ڪئي، ۽ ڍاري راند شروع ٿي. هي شهزاديون دراصل جادوگرياڻيون هيون، ۽ هنن وٽ ڪئا پاليل هئا، جي اونداهيءَ ۾ اچي، ڍارو ڦيرائي ڇڏيندا هئا. هن شهزادي سان به اها ساڳي ڪار ٿي، ۽ ڍاري راند ۾ هارائي ويهي رهيو. پوءِ ورتل قول موجب جادوگرڻين چنڊ شهزادي کي سُئي هڻي، گهيتو بنائي، پاڻ وٽ بيهاري ڇڏيو. هوڏانهن چنڊ شهزادي جو ڀاءُ سچ شهزادو به هر روز منڊيءَ کي پيو ڏسندو هو. هڪڙي ڏينهن منڊيءَ کي ڏسي، ته اُن جي ٽڪ سڄي ڪاري ٿي پيئي آهي. هن کي پڪ ٿي ته اَدو چنڊ ضرور ڪنهن اَئيءَ ۾ آيل آهي، ۽ مدد لاءِ پيو پڪاري.

اهو خيال ڪري، سچ شهزادو ڀاءُ جي ڳولا ۾ اُتي هليو، ۽ هلندي هلندي اُتان اچي لنگهيو، جتان چنڊ شهزادي گهوڙو ڪنيو هو. سچ شهزادو به اُتي بيٺل پيو گهوڙو چوڙي، اُن تي چڙهي وينو، ۽ هڪلي اڳتي روانو ٿيو: ۽ هلندو هلندو، پڇندو پڇندو، سڌو اچي اُن شهر ۾ پهتو، جتان سندس ڀاءُ چنڊ شهزادي شادي ڪئي هئي. شهزادا، بيئي ڀائر، هڪ

مهانديءَ تي هئا. تنهنڪري سيني پئي چيو تہ ”چنڊ شهزادو الاجي ڪٿان اچي نڪتو آهي، ۽ هيترا ڏينهن الاجي ڪٿي هو!“ سج شهزادو بہ پڇا ڪندو پنهنجي پاجائيءَ جي محلات ۾ ويو. راڻيءَ هن جي ڏاڍي خاطر تواضع ڪئي، ۽ پنهنجي پائرن جا مهاندا، جو بنهہ هڪجهڙا هئا، سو راڻيءَ سمجهيو تہ سندس مڙس، چنڊ شهزادو، آيو آهي. رات ٿي تہ راڻي هن کي پنهنجو مڙس سمجهي ساڻس گڏ سمهي رهي. سج شهزادي چيس، ”منهنجو هڪڙو قول ٿيل آهي، سو ڪي ڏينهن رات جو آءٌ ڪنهن سان بہ ملاقات ڪانہ ڪري سگهندس. باد شاهزاديءَ ڪي انهيءَ ڳالهہ تي اعتبار اچي ويو، ۽ چيائين: ”جيڪا تنهنجي مرضي.“

صبح ٿيو، تہ سج شهزادو شهر ۾ ويو، ۽ ويندي ئي وڃي هڪڙيءَ ٻڍڙيءَ مائيءَ جي اڱڻ ۾ لٿو. جنهن کان پنهنجي ڀاءُ بابت پڇا ڳاڇا ڪيائين. ٻڍڙيءَ چيس تہ ”تنهنجو ڀاءُ شڪار جي خيال سان هن ملڪ جي چوٽيءَ ڪنڊ ڏانهن، جنهن جي منع ٿيل هيس، ويل آهي: پر اتي جادوگرڻيون ۽ انهن جا پاليل ڪُتا رهن ٿا، جيڪي ڊاري راند ڪيڏڻ مهل، اونداهيءَ ۾ ڊارو ڦيرائي ڇڏيندا آهن، ۽ بازي هميشہ جادوگرڻيون کٽنديون آهن.... پوءِ جيڪو بازي هارائيندو آهي، ان کي جادوءَ جي زور تي، گهيٽو بنائي پاڻ وٽ بيهاري ڇڏينديون آهن.... سو، تنهنجي ڀاءُ کان بہ اها شرط کٽي هوندائون، ۽ ٻين وانگر هو بہ وڃي وٽن ڦاٿو آهي... هاڻي تون هينئن ڪر، جو هڪ ٻلي پالي، پوءِ وڃي انهن جادوگرڻين سان راند ڪر- پوءِ ڏس تہ توکان ڪيئن ٿيون راند کٽن!“ سج شهزادي پوءِ هڪ ٻلي هٿ ڪئي، ۽ بہ ٽي ڏينهن انهيءَ کي پڙهائي پڪو ڪري- جيئن ٻليءَ جو ڊپ لهي ۽ ماڻهن سان رلي ملي ويهي سگهي- هو اتي ملڪ جي ان چوٽيءَ ڪنڊ ڏانهن روانو ٿيو. هلندي هلندي، هڪڙي هنڌ ڏٺائين تہ هڪ سونن سڱن سان هرڻ پڳو وڃي. شهزادي جلدي پنهنجو گهوڙو انهيءَ هرڻ جي پويان ڊوڙايو، ۽ شهزادي جي گهوڙي اڳيان ڊوڙندي ڊوڙندي، هرڻ وڃي شهزادي کي هڪ وڏي ڪوٽ ۾ ڪڍيو، جتي اِهي جادوگرڻيون هونديون هيون. پوءِ هرڻ غائب ٿي ويو. سج شهزادي عجب ۾ پئجي، هرڻ کي ڳولڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن نهاريو، پر هرڻ جهڙو هوئي ڪونہ. ايتري ۾

جادوگرڻيون شهزادي کي چوڏاري ڦري ويئون، ۽ سچ شهزادو سمجهي ويو ته ٻڌڙيءَ واري ڳالهه سراسر صحيح پئي نڪري.

جادوگرڻين شهزادي کي اُهوئي ڍاري راند وارو شرط ڏنو، جنهن سان هنن چنڊ شهزادو ۽ ٻيا ڪيترائي بادشاهزادا پاڻ وٽ گهيتا بنائي ٻيهاري ڇڏيا هئا. سچ شهزادي هنن جي ڍاري راند کيڏڻ واري ڳالهه قبول ڪئي، ۽ پنهنجي ٻليءَ جي مٿي تي هڪ ڏيو ٻاري، انهن جادوگرڻين سان راند کيڏڻ ويهي رهيو. پوءِ چا ٿيو، جو جادوگرڻين جا ڪئا اچن، ته ٻليءَ کي ڏسيو واپس ڀڄيو وڃن- اهڙيءَ طرح راند ٿيئي دفعا سچ شهزادو جادوگرڻين کان کٽي ويو.... ۽ کيل انجام موجب اُهي سڀ جادوگرڻيون هن جي تابع ٿيون. سچ شهزادي پهرين ته انهن جادوگرڻين کي جادو ڪرڻ ۽ ماڻهن کي تڪليف ڏيڻ کان توبهه ڪرائي، ۽ انجام ورتائين ته اڳتي ڪنهن کي به تڪليف ڪانه ڏينديون ۽ جادو نه ڪنديون. تنهن کان پوءِ سچ شهزادي پنهنجي ڀاءُ چنڊ شهزادي جي جان جادوءَ کان آزاد ڪرائي، ۽ واپس هن کي ماڻهوءَ جي شڪل ۾ آڻايو. پوءِ انهن جادوگرڻين مان هڪ سان پاڻ شادي ڪيائين ۽ ٻيءَ کي چنڊ بادشاهه سان پرڻايائين؛ ۽ ٻيا به گهڻيئي، جيڪي جادوءَ جي زور تي جانور ٿيا اُتي ويٺا هئا اُنهن کي به ماڻهو ڪري سڀني جي جند آزاد ڪرايائين، ۽ انهن کي خرچ پاڙا ڏيئي، پنهنجي پنهنجي ملڪ روانو ڪيائين، ۽ ٻيئي ڀائر جادوگرڻين سميت، پوءِ واپس چنڊ شهزادي واريءَ شهزاديءَ جي ملڪ ۾ آيا. چنڊ شهزادو پنهنجي ڀاءُ سچ شهزادي کي پنهنجي محلات ڏانهن (جتي شهزادي رهندي هئي) وٺي ويو، ۽ اُتي سچ شهزادي بادشاهزاديءَ کي سڄي پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌائي. سچ شهزادو پوءِ ڪجهه ڏينهن اُتي رهي، پنهنجي ڀاءُ چنڊ شهزادي ۽ ٻين سڀني کي ساڻ ڪري، پنهنجي ملڪ ڏانهن واپس موٽيو، ۽ اچي پنهنجي پيءُ ماءُ ۽ يارن دوستن سان مليو، ۽ پوءِ سڀ ڏاڍي مزي ۾ وقت گذارڻ لڳا. جهڙو ميلو اُنهن جو ٿيو، تهڙو ميلو شل جڳ جهان جو ٿئي. (آمين)

●●●

# شهزادو ۽ فقير

هڪ بادشاهه هوندو هو، جنهن کي اولاد ڪونه ٿيندو هو. هن هڪ ٻئي پنيان اولاد لاءِ ست زالون ڪيون، پر قدرت سان هڪڙيءَ مان به اولاد ڪونه ٿيس. هن انهيءَ لاءِ گهڻيئي ڏس پنڌ پڇيا، فقيرن جا در پيٽيا، مگر ڪجهه ڪين وريو. هڪڙي ڏينهن بادشاهه سان وزير ڳالهه ڪئي ته "قبلا، پنهنجي شهر جي ٻاهران هڪ اهڙي فقير اچي ڌوٽي هنئي آهي جو جيڪو به ڪنهن به سوال لاءِ وٽس وڃي ٿو، ته ان جو مطلب پورو ٿئي ٿو- سو، انهيءَ بزرگ وٽ هلي سوالي ٿجي، من ڪا مراد پوري ٿئي!" بادشاهه چيو ته "سڀاڻي صبح جو هلندا سين."

ٻئي ڏينهن، بادشاهه ۽ وزير ٻئي گڏجي، فقير ڏي ويا، ۽ فقير کي پنهنجو دلي مطلب ٻڌايائون، ۽ عرض ڪيائونس ته "اي سائين بابا، بادشاهه جي حق ۾ ڪا دُعا گهرو!" فقير چيو ته "اي بادشاهه، سڀاڻي صبح جو، تيرڪمان کڻي، پنهنجي باغ ۾ وڃجو، ۽ ڌڻيءَ کي ياد ڪري ٻير جي وڻ ۾ تير هڻجو- جيترا ٻير ڪرندا، اوترا اوهان کي پُٽ ڄمندا، ۽ جيترا پن ڪرندا اوتريون ڌيون... پر، شرط اهو آهي ته هڪ پٽ مون کي ڏيندا." بادشاهه هائو ڪئي، ۽ فقير کان ادب سان موڪلائي، ۽ وزير سان گڏجي پنهنجي محلات ڏي موٽي آيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير، بادشاهه تير ڪمان کڻي، پنهنجي باغ ۾ وڃي پهتو، ۽ ٻير جي سامهون بيهي تير ڪمان تيار ڪري، وڻ جو ٻير جي وڻ ۾ تير هنيائين، ته قدرت سان ڪل ست ٻير اچي زمين تي ڪِريا. بادشاهه اهي ٻير کڻي، سڌو پنهنجي محلات ڏي آيو، ۽ هرهڪ رائيءَ کي اچي هڪ هڪ ٻير کارايائين. خدا جي قدرت اهڙي، جو سڀني رائين کي ڏهين مهيني پٽ ڄائو. بادشاهه خوش ٿيو، پر وري اچي فڪر لڳس ته

فقير سان وعدو ڪيو هوم تہ هڪڙو پٽ ڪيس ڏيندس- سو، دل ئي نہ چويس تہ ڪو پٽ فقير کي ڏيان. نيٺ هڪ وڏو ڪوٽ ٺهرايائين، جنهن جي اندر ست ئي شهزادا پئي نپنيا ۽ چوبدارن کي حڪم ڪيائين تہ ڪوبہ شهزادو ڪوٽ کان ٻاهر نہ ڪڍيو وڃي. اهڙيءَ طرح ڪيترا ڏينهن گذري ويا.... ۽ شهزادا، اڄ ننڍا سڀاڻي وڏا، اچي سمجهہ ڀريا ٿيا. هڪڙي ڏينهن، فقير کي ويٺي ويٺي دل ۾ خيال آيو تہ بادشاهہ کي تہ ضرور پٽ ڄاوا هوندا، پر بادشاهہ مون کي هڪ شهزادو نہ ڏنو: هاڻي هلي، بادشاهہ کي ڏسان تہ ڪهڙي حال ۾ آهي؟ سو سڌو آيو بادشاهہ جي محل ڏي. چوبدارن وڃي بادشاهہ کي ٻڌايو تہ "قبلا، هڪ درويش آهي، جو اوهان سان ملاقات ڪرڻ ٿو گهري." بادشاهہ ٻڌڻ شرط يڪدم سمجهي ويو تہ لاشڪ ساڳيو فقير آهي، جنهن سان قول ڪيو هوم.... پر خير هلي ٿو منهن ڏيانس. پوءِ حڪم ڪيائين تہ فقير کي باعزت وٺي وڃي مهمان خاني ۾ ويهاريو وڃي. چوبدارن فقير کي باعزت وٺي، وڃي مهمان خاني ۾ ويهاريو. بادشاهہ بہ ٺهي سنيري فقير وٽ ويو، ۽ وڏيءَ عزت سان فقير سان گڏيو. فقير بادشاهہ سان حال احوال ڪندي، اشارو ڏنس تہ "سائين، هاڻي پنهنجو قول پورو ڪريو!" بادشاهہ فقير کي صاف جواب ڏنو تہ "سائين، بابا، مون کي اڃا ڪوبہ اولاد ڪونہ ٿيو آهي." فقير کي پڪ هئي تہ بادشاهہ کي ست پٽ ڄاوا آهن، پر چپ ڪري، بادشاهہ کان موڪلائي، واپس ويو، ۽ وڃي بادشاهہ جي ڪوٽ جي ٻاهران، هڪ وڻ هيٺ دونهين دکائي ويهي رهيو.

هڪڙي ڏينهن اهڙو اتفاق اچي بڻيو، جو بادشاهہ جي ستن ئي شهزادن پاڻ ۾ ڪينهي راند پئي ڪئي، تہ ڪينهو وڃي پٽ کان ٻاهر ڪِريو. سڀني ڀائرن گڏجي ٻن ڀائرن کي مٿي چاڙهيو، تہ وڃي بال ڪڍي اچن. جيئن هو ٻئي ڀائر هيٺ لٿا تيئن درويش بہ هنن کي ڏسي ورتو، ۽ يڪدم ڊوڙي اچي شهزادن وٽ پهتو. شهزادن کان پڇيائين تہ "اوهين بادشاهہ جا پٽ آهيو؟" شهزادن چيو تہ "هائو، سائين بابا!" نيٺ ڇوڪرن کي فقير چيو

تہ "بابا، منهنجو هڪڙو ڪم آهي- اُهو تہ مهرباني ڪري، ڪري آڻي



ڏيو!" شهزادن چيو تہ "هائو، بابا، ٻڌاءِ." فقير هڪڙو لوٽو ڏيئي چين تہ "بابا، هي تہ مون ڪي ماڪ سان ڀري آڻي ڏيو." شهزادا "حاضر سائين" چئي، پرسان ننڍڙن ٻينل ٻوٽن ڏي روانا ٿيا. اُتي وڃي هنن گهڻي ڪوشش ڪئي، تہ ماڪ لوٽي ۾ گڏ ٿئي، پر لوٽي ۾ تہ ماڪ جو ڦڙو بہ نہ پيو گڏ ٿئي. نيٺ هڪڙي چيو تہ "ادا، ڪيڙو جهل تہ آءٌ ان تي ماڪ ڪي ڌوڻُ ڏيان، ۽ پوءِ جڏهن اهو سڄو پُسي پوندو، تڏهن لوٽي ۾ نپوڙي وجهندا سين." ٻنهي ڄڻن ائين ڪيو، تہ ٿوريءَ ئي ويرم ۾ لوٽو ماڪ سان ڀرجي ويو. پوءِ ٻنهي ڄڻن لوٽو آڻي فقير کي ڏنو. فقير لوٽو ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ شهزادن کان پڇيائين تہ "بابا، اهو ڪنهن جو عقل هو؟" هڪڙي شهزادي ٻئي ڏانهن اشارو ڪري چيو تہ "اهو هن شهزادي جو عقل آهي." پوءِ تہ فقير نڪا ڪئي هم نڪا ڪئي تَم، ڪٽندي اُن شهزادي کي رفو چڪر ٿي ويو، ۽ ان کي کڻي، اچي پنهنجي ملڪ کان نڪتو.

هڪڙي ڏينهن صبح ساڻ، فقير شهزادي کي چيو ته ”وڃي جهنگ مان ڇيٽا چونڊي آءُ، ته باهه ٻاريون.“ شهزادو ڪپڙو کڻي نڪتو ڇيٽا چونڊڻ. اجا ٿورو اڳيرو ويو ته ڏٺائين ته هڪ وڻ تي ٻه سِرَٽيون ويٺيون آهن، پر هڪڙي روئي پيئي ۽ ٻي ويٺي کِلي. شهزادي کي تعجب لڳو، سو سرٽين کان پڇيائين ته ”چو هڪڙي روئي ويٺي ۽ ٻي کِلي ويٺي؟“ تڏهن هڪڙيءَ جواب ڏنو ته ”تنهنجي سهڻي صورت ڏسي کِلان ٿي؛“ ۽ ٻيءَ جواب ڏنو ته ”تنهنجي حياتي آهي باقي اجوڪو ڏينهن، تنهنڪري ٿي رُئان.“ شهزادي چيو، ”سو وري ڪيئن؟“ سرڻ جواب ڏنو ته ”هن بي ايمان فقير جو اهو دستور آهي جو جيڪو سهڻو ٻار آڻي، تنهن کي ائين ڇيٽا گڏ ڪرايو، پوءِ هڪڙي وڏي تئي چاڙهي، ان هيٺان باهه ٻاريندو آهي؛ پوءِ تئي گرم ٿئي، تڏهن اڳيان ڪري ڇوڪري کي ۽ پنيان تئي پاڻ، ۽ وٺيو ڪٺاهه کي ڦِري؛ پوءِ ٻئي ڦيرا ڏيو ڪنيو ڇوڪري کي ڌڪو ڏئي، ته ڇوڪرو ڏُو ڪٺاهه ۾، جتي ترجو تِڪي ٿيو پوي، ۽ هي آدمخور ان کي ڪڍيو کايو ڇڏي.“ شهزادي چيو ته ”پوءِ آءُ ڇا ڪريان؟“ سرٽين چيس ته ”تون هاڻي هيئن ڪج، جو جيڏيءَ مهل فقير توکي چوي ته ’ڦرڦِر ڇيلا،‘ ته تون چئجانس ’آڳي گرو ته پيڇي چيلا!‘ شهزادو پوءِ ڇيتا چونڊي، پري ٻڌي، سڌو اچي فقير جي آستاني تي پهتو. فقير به دستور موجب چلهه جي مٿان هڪ وڏي ڪٺاهه رکي، کڻي تيل سان ڀري، ۽ چلهه ۾ ڇيٽا وجهي، وٺي چيٽن کي باهه ڏنائين. ڪجهه مهل کان پوءِ، جڏهن تيل ٽهڪڻ لڳو، تڏهن شهزادي کي چيائين ته ”ڦرڦِر ڇيلا!“ ته شهزادي يڪدم چيو ته ”آڳي گرو، ته پيڇي چيلا!“ فقير اهو ٻڌي، اڳيان پاڻ تي ڦرڻ لڳو، ۽ پنيان شهزادو. اجا ٻه ڦيرا مس ڏنائون، ته وٺي جو شهزادي فقير کي ٺيلهو ڏنو، ته ڏُو ڪٺاهه ۾ اندر- بس ترجي تِڪي تي پيو. شهزادي پوءِ يڪدم فقير جي ڪونيءَ مان ڪنجيون کڻي وڃي ٻيون ڪونيون ڪوليون ته گهڻيئي مال متاع ڏنائين. پر هڪڙي جاري تي هڪڙو موتي پيل ڏنائين، جو ڏاڍو پئي جرڪيو. هن اهو موتي کڻي ڪيسي ۾ وڌو، ۽ انهن ئي پيرن تي اتان وٺي

پڳو. رستي تي آيو تہ ڏٺائين تہ اهي ئي سرٽيون وينيون آهن، پر کلن پيون. شهزادي انهن کان پڇيو تہ "هاڻ اوهين کلو ڇو پيون؟" سرٽين جواب ڏنو تہ "اي شهزادا، اسين تنهنجي عقل تان ٿيون کلون، تہ اهو تنهنجي کيسي ۾ جو موتي پيو آهي، سو تو ائين بيڪار سمجهي ڪٽي کيسي ۾ وڌو آهي، پر حقيقت ۾ اهو ڏاڍي ڪم وارو آهي!" شهزادي پڇيو تہ "هن ۾ پلا ڪهڙو اسرار آهي؟" سرٽين جواب ڏنو تہ "اهو موتي وات ۾ وجهڻ سان جهڙي شڪل تون چوندين اهڙي ٿي پوندين، ۽ وري وات مان ڪڍڻ سان اڳي وانگر ساڳيوئي ماڻهوءَ جي شڪل ٿي پوندين. شهزادي آزمودي وٺڻ لاءِ موتي وات ۾ وجهي، ونءِ چيو تہ "ڍڳو ٿي پوان!" تہ يڪدم شهزادو ڍڳو ٿي پيو ۽ وري موتي وات مان ڪڍيائين، تہ ساڳيءَ صورت ۾ اچي ويو.

پوءِ شهزادو وات وني، پنهنجي ملڪ ڏي روانو ٿيو. ٿوري پنڌ کان پوءِ هڪ واٽهڙو گڏيس، جنهن چيس تہ "آءٌ غريب ماڻهو آهيان، منهنجي مدد ڪر!" شهزادي چيس تہ "چڱو، آءٌ ڍڳو ٿي ٿو پوان، تون مون کي هلي وڪڻ- جيڪي پئسا ملنئي، سي ونءِ وڃي حال پنهنجي مهل ڪجانءِ!" اُن غريب شخص سندس شڪرانا بجا آندا، ۽ چيائينس تہ "اهُو تہ تون مون سان وڏ تو ڪرين!" تنهن کانپوءِ، ڇوڪر مَتڪو ڪٽي وات ۾ وڌو، تہ ڍڳو ٿي پيو... ۽ اُهو غريب شخص اُن کي ڪاهي اُتي هليو. رستي تي هڪڙا ڪُڙمي گڏين، جن کي ڍڳي جي ضرورت هئي. انهن اُن غريب شخص کان پڇيو تہ "پائو، اهو ڍڳو ڪيڏانهن ٿو ڪاهي وڃين؟" اُن شخص وراڻي ڏني تہ "ادا وڪڻڻ ٿو وڃان." اُنهن پڇيس تہ "گهڻو ملهہ آهي تنهنجي ان ڍڳي جو؟" اُن شخص پوءِ ڍڳي جو ملهہ ٻڌايو... ۽ ڪڙمين کي بہ هئي جا ضرورت، سو جيترا هن پئسا چيا، اوترا پئسا هن کي ڏيئي، ڍڳو خريد ڪري، وڃي گهر بيهاريائون، جڏهن رات ٿي، تڏهن شهزادي وات مان موتي ڪڍيو، تہ وري ساڳيو شهزادو ٿي پيو، ۽ اُتان پڄي وري اچي انهيءَ ساڳئي غريب شخص وٽ پهتو، ۽ چيائينس تہ "هاڻي آءٌ گهوڙو ٿي ٿو پوان، ۽ تون وري مون کي وڪڻي، ٻيا پئسا ڪماءِ، ۽ اڳو پوءِ قرض پڪا لاهي، پنهنجا بند آزاد ڪراءِ."

هوڏانهن قدرت سان ڏاڍو ڪو اچي مينهن پيو- سو مينهن جون ڦڙيون، جو اُن تر جي ٽِڪي تي ويل فقير تي پيون، تہ يڪدم ٽِڪيءَ مان ڦري، وري هو ساڳيو فقير ٿي پيو. اُتڻ شرط هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو، تہ ڏٺائين تہ شهزادو بہ ڪونهي. وري يادگيري پيس تہ شهزادو تہ مون کي هن ڪٺاهہ ۾ ڏکو ڏيئي ڀڄي ويو هو. بس پوءِ تہ نڪا ڪيائين هم نڪا تم، ورتائين ڪٽي رستو. نيٺ شهزادي کي ڳوليندي ڳوليندي، ڪنهن محل اُن شخص تي وڃي نظر پيس، جو اهو گهوڙو ڪاهيو پئي وڪڻڻ ويو. هيءُ بہ وڃي اچي گهوڙي وٽ پهتو، ۽ ڏٺائين تہ برابر اِهو ساڳيو شهزادو آهي. پوءِ اُن شخص کان پڇيائين تہ "ميان، گهوڙو وڪڻندين؟" واتهڙوءَ جواب ڏنو تہ "هائو- انهيءَ لاءِ تہ وٺيو پيو وڃانس." نيٺ فقير منهن گهري رقم هن کي ڏيئي اهو گهوڙو خريد ڪيو، ۽ خوش ٿي اچي پنهنجي ماڳ تي پهتو، ۽ گهوڙي کي خوب مضبوط ڪري ٻڌي ڇڏيائين. صبح جو گهوڙي کي وٺي واهہ تي پاڻي پيارڻ لاءِ آيو. شهزادو يڪدم موقعو جانچي، ڏيڏر ٿي واهہ ۾ گهڙي ويو، ۽ تکو تکو ترندو اُتي ڀڳو. فقير بہ ڇرڪو ڀڄي سندس ڪَڏَ ورتي. ڏيڏر ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي، هڪدم، هڪ مائيءَ پاڻيءَ جو دلو پئي ڀريو، اُن جي دلي ۾ گهڙي ويو، ۽ مائي دلو کڻي پنهنجي گهر ڏي رواني ٿي. فقير بہ مائيءَ پٺ وٺي هلڻ لڳو، ۽ مائيءَ کي چيائين تہ "توکي هي پئسا ٿو ڏيان، تون اهو دلو ڀڃ." مائيءَ ڀهريائين تہ فقير کي چريو ڪري سمجهيو، پر نيٺ جڏهن ڏٺائين تہ فقير هيترا پئسا ڪڍيو پيو ڏئي، تڏهن پئسا وٺي يڪدم کڻي دلو ڀڳائين. دلي جو ڀڄڻ ۽ پاڻيءَ جو وهي اُتي هلڻ. . . پر ڏيڏر بہ ٽپڪيون ڏيندو، اُتي جو اُتي گاهہ ۾ لڪي ويو. پوءِ فقير بيهي ڏيڏر کي ڳولڻ لڳو! اتفاق اهڙو ٿيو، جو اُتي هڪ مينهن پئي چِنو، سو گاهہ سان گڏ اُن ڏيڏر کي بہ کائي ويئي. فقير ڏنو تہ اهو تہ ظلم ٿي ويو جو مينهن ڏيڏر کي کائي ويئي، سو پڇندو پڇندو سڌو آيو مينهن جي ڌڻيءَ وٽ، ۽ چيائينس تہ "مينهن جا پيسا وٺ، ۽ مينهن کي هتي جو هتي ڪُهہ- گوشت توهان کائو، باقي پتو رکو مون

ڪي ڏجو!" مينهن جي مالڪ قبول ڪيو، ۽ مينهن جي قيمت وٺي، مينهن ڪي ڪٽي ڪنائين.... پر وڍيندي ٽڪيندي اها ڳالهہ وسري ويس تہ پتو ڪو فقير ڪي ڏيٺو آهي، سو پتو ڪڍي، ڪٽي پري ڦٽو ڪيائين. مڃاڻ هڪ سرڻ اوڏيءَ مهل گوشت تي پئي لامارو ڏنو، تنهن ڪٽندي پتو وٺي مٿي لُوهہ ڪئي. فقير بہ نڪا ڪئي هم نڪا تم، گرڙ پکي ٿي وٺي سِرڻ جي پنيان اُڏاڻو. سرڻ لامارو ڏيئي، اچي باد شاهہ جي محلات تي ويٺي. فقير بہ سرڻ کان پتي ڇڏائڻ لاءِ، جهڙو لامارو ڏنو، تهڙو سرڻ جي چنبن مان پتو ڪِري پيو ۽ وڃي باد شاهہ جي محل ۾ ڪِريو. شهزادو يڪدم هڪ بنهہ انمول، نولکو هار بنجي، وڃي شهزاديءَ جي ڳچيءَ ۾ پئجي رهيو. فقير يڪدم وري پنهنجي اصلوڪي شڪل ۾ ٿي، اچي محلات جي در تي صدا هنئي، تہ "الله جي نالي، اهو نولکو هار ڏيو!" شهزاديءَ فقير کي چيو تہ "اي فقير، پيو جيڪي کپيئي سو گهر، پر نولکو هار نہ ڏيندس." نيٺ فقير انهيءَ ڏينهن ويو هليو، ۽ وري ٻئي ڏينهن آيو، ۽ اچي محلات تي ڌرڻو ماري ويهي رهيو. شهزاديءَ گهڻوئي سمجهايس، پر فقير باز نہ آيو. نيٺ شهزاديءَ ڪاوڙ مان فقير جي اڳيان وٺي هار ٽوڙيو، تہ موتي موتي ڌار ٿي ويو، ۽ اهي ڦري مڪانيءَ جا داڻا ٿي پيا. فقير، جو اهو حال ڏٺو، سو يڪدم ڪڪڙ ٿي اُهي داڻا چڳڻ لڳو. اجا پڇاڙيءَ جو داڻو ٿي چڳيائين، تہ شهزادو يڪدم هڪ ٻلو ٿي پيو، ۽ وٺي جو ڪڪڙ جي ڳچيءَ ۾ وات وجهي ست ڏنائين تہ فقير جو ڪنڌ ڀَڄي پيو. بس پوءِ تہ اُتي جو اُتي شهزادو يڪدم پنهنجي اصلوڪيءَ شڪل ۾ اچي شهزاديءَ جي سامهون بيهي رهيو. هيڏانهن شهزادي بہ ڏاڍي خوش ٿي.... ايڏي خوش ٿي، جو بس ڇوڻ کان ٻاهر!

ٿورن گهڻن ڏينهن بعد، نيٺ شهزاديءَ جي شهزادي سان شادي وڏي ڌام ڌوم سان ٿي، ۽ پوءِ شهزادو پنهنجي ملڪ، راڻيءَ سميت، روانو ٿيو، ۽ اچي پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ ڀائرن سان گڏيو.

●●●

# فقير ۽ شهزادي

هڪڙو درويش فقير هو، جنهن کي هڪ ئي پٽ هو. سندس زال رضا ڪري ويئي هئي. پاڻ هاڻ پيرسن تي چڪو هو، جنهنڪري ٻاهر نڪري نه سگهندو هو. ڇوڪرو پني ايندو هو، تڏهن پيٽ گذران ڪندا هئا. هڪ ڏينهن، فقير جو پٽ بادشاهه جي گهر پنڻ ويو. بادشاهه جي وڏور ڌيءَ هن کي خيرات آڻي ڏني. ڇوڪرو شهزاديءَ جي حسن تي اکن ڇڪن ٿي پيو. دل ۾ خيال ڪيائين ته 'بابي کي چوان ته بادشاهه کان ڌيءَ جو سڱ وٺي ڏي.' مڪان ۾ آيو ته گودڙي ڦٽي ڪري، لت ڏيئي، سمهي پيو. نه رڌائين نه پچايائين. پٽس پڇيس ته "ابا، اُٿي ماني پچاءِ، ته کائون." ڇوڪري ڳالهائڻ ڪٿي بند ڪيو، چپ ڪيو پيو رهيو. فقير ڪيتروئي مٿو هنيو، مگر ڇوڪرو ائين ڪِڇي جهڙي پٽ. آخر فقير اُٿي پاڻ ماني ڪئي. ڪاوڙ مان پٽ کي مانيءَ جو پور به نه ڏنائين. پاڻ کائي، بالم تي، سمهي رهيو. ڇوڪر سڄي رات لنگهڻ ڪڍيو. صبح ٿيو، ته فقير پٽ کي اٿارڻ لڳو، پر ڇوڪرو بت بنيو ليٽيو رهيو. فقير وڏا وس ڪيا، پر ڇوڪري ڪٿي اکيون ٻوٽيون. سارو ڏينهن سمهيو رهيو. فقير گهڻو وقت هن جي آسري تي وينو، مگر هو اصل نه اٿيو. نيٺ هو پاڻ پنڻ لاءِ ويو، ۽ پني اچي رڌي پچائي کاڌائين. برابر ٽي ڏينهن گذري ويا. ڇوڪري جون اکيون ڏرا ڏيئي ويون. تڏهن فقير پڇيس ته "پلا، تنهنجو مطلب ڇا آهي؟" ڇوڪر اکيون کولي چيو ته "بابا جيڪڏهن مون کي بادشاهه جي ڌيءُ پرڻائيندين ته اٿندس، نه ته مرندو مريويندس، ڪٿ تان هيٺ نه لهندس" فقير اهو ٻڌي، ٻاهه ٿي ويو- چي، "تون سڄو ڏينهن پنين سڪا ٽڪر، ۽ پرڻجين ٿو بادشاهه جي ڌيءُ! سڄي حياتي خواب لهندين ته به ڪجهه نه ورندءِ."

ڇوڪري کي ٽي چار ڏينهن گذري ويا، ته نه ڪاڏو نه پيتو- سو پوين پساهن ۾ اچي ٿيو. فقير ڏنو ته هاٿي ڇوري جو سر ٿو وجي، مري ٿو، تنهنڪري پٽ کي چيائين ته "اُٺ، ڪاڻ پيءُ. مان وڃان ٿو بادشاهه وٽ. جيڪڏهن ڪاوڙيو، ته مارائيندو..... باقي سڳ ڪونه ڏيندو." تڏهن ڇوڪرو ٽپ ڏيئي، اُٿي کڙو ٿيو.

فقير صبح جو سويل اٿندي ئي وجي بادشاهه جو در ورتو. بادشاهه به اک کولي، ته خبر پيس ته فقير در تي بيٺو آهي. بادشاهه پڇيس ته "فقير، ڇا جو سوالي آهين؟" فقير خوف کان ڏڪڻ لڳو. آخر ڏڪي ڏڪي، عرض ڪيائين ته "سائين عرض ڪيان، پر گناهه معاف ٿئي." بادشاهه کي هن تي ترس اچي ويو، ۽ چيائينس ته "توکي گناهه معاف آهي." فقير چيو ته "سائين، منهنجي پٽ کي اڄ چوٿون ڏينهن ٿيو آهي، جو مانيءَ پاڻيءَ کي اکئين نه ڏنو اٿس. چوي ٿو ته 'مون کي بادشاهه جي ڌيءُ پرڻاءِ،' سو سائينءَ جن وٽ عرض ڪٽي آيو آهيان.... قبول پوي!" بادشاهه ويو ته سڙي، مگر وعدو ڏيئي ويٺو هو، تنهنڪري ماٺ ۾ ويهي، فقير کي چيائين ته "صبح جو سويل پنهنجي پٽ کي موڪل، ته مون سان ملي وڃي." فقير، اهو حڪم ٻڌي، ونءِ پڳو، ۽ شڪرانا ڪيائين ته جان بچي. هاٿي پاٽيهي ڇورو بادشاهه جي منهن چڙهندو، ته پتو پئجي ويندس.

ڇوڪرو خوشيءَ مان ٽپا ڏيڻ لڳو. سڄي رات خوشيءَ ۾ ننڊ ئي نه اچيس. صبح جو سوير وڃي بادشاهه جو در ورتائين. بادشاهه اک کولي ته خبر پيس ته ڇوڪرو در وٽ انتظار ڪري رهيو آهي. بادشاهه اُٿي اچي ڇوڪري سان مليو، ۽ پڇيائين ته "ڇا جو سوالي آهين؟" ڇوڪري چيو ته "سائين سڳ جو طالبو آهيان." تنهن تي بادشاهه چيس ته "منهنجو هڪ سوال آهي- يعني، 'پلو پَل ڏيڪار.' جي سوال پورو نه ڪندين، ته سڳ ڪونه ملندءِ، ۽ حياتي وڃائيندين." ڇوڪرو "حاضر سائين" ڪري،

واپس پوئتي موٽيو. فقير جو پٽ فقير ته اڳيئي هو، تنهنڪري هن کي گهمڻ ڦرڻ ۾ ڪا تڪليف يا آر ته اصل نه هو. سو ملڪان ملڪ گهمندو، جادوگرن جي ملڪ ۾ وڃي پهتو، ۽ هڪڙي جادوگر وٽ پڙهڻ ويهي رهيو. جادوگر چيس ته "بابا ٻارهن مهينا پڙهڻ ۾ لڳندءِ." هن قبول ڪيو، ۽ جادوءَ جو علم سکڻ شروع ٿي ويو. ڇوڪرو هو سلڇڻو، ۽ رهندو به جادوگر جي گهر هو، تنهنڪري گهر جو سارو ڪم ڪار ڪندو هو. هن جي نمرتا ۽ سچيتائي ڏسي، جادوگر جي ڌيءُ هن کي ڏين جو پاءُ ڪري سڏيو. جڏهن ٻارهن مهينا گذريا، تڏهن جادوگر ڇوڪر کي چيو ته، "بابا هينئر تنهنجو وقت پرجي چڪو آهي، سڀ علم مان تون واقف ٿي ويو آهين، سو توکي سڀاڻي پڳ ٻڌائيندس." ڇوڪر خوش ٿيڻ لڳو، ۽ جادوگر جي ڌيءَ وٽ آيو. کيس چوڻ لڳو ته "ادي، استاد مون کي سڀاڻي پڳ ٻڌائيندو." اهو ٻڌي ڇوڪري زار زار روئڻ لڳي. تنهن تي ڇوڪري چيس ته "ادي روءُ نه، ڏٽيءَ گهريو آهي ته آءٌ اوهان وٽ ايندو رهندس." ڇوڪريءَ جواب ڏنس ته "ادا، مون کي توتي تمام ديا ٿي اچي، جو اهو منهنجو پيءُ ڏاڍو بي قياس آهي. هينئر توکي سڀ علم پڙهايو اٿس، مگر سڀاڻي توکي گهيٽو بنائي، کهي کائي ڇڏيندو. ائين هن ڪيترا ماڻهو ڪنا آهن. تو اسان سان سنو وقت گذاريو آهي، تنهنڪري توکي بچائڻ لاءِ وڏا وس ڪنديس- پوءِ ڪٿن تنهنجا ڀاڳ."

جڏهن صبح ٿيو، ته جادوگر ڇوڪر کي ويهاري ڪجهه پڙهڻ لڳو. ٿوريءَ دير ۾ ڇوڪرو گهيٽو ٿي پيو. جادوگر ڌيءُ کي سڏ ڪري چيو ته "ڪاتي ڪٽي اچ." ڇوڪريءَ ڪاتي ته اڳيئي لڪائي ڇڏي هئي، سو هيڏانهن هوڏانهن نهاري پيءُ کي چيائين، "ڪاتي ته نٿي لڀي!" اتي جادوگر ڌيءُ کي چيو ته "تون گهيٽو جهل، ته آءٌ ٿو ڪاتي ڳولي اچان." ڇوڪريءَ گهيٽو جهليو، ۽ جادوگر ڪاتي ڳولڻ ويو. اتي ڇوڪريءَ گهيٽي جو رسو کولي، چيو ته "ادا، هاٽي پڄ ۽ جان بچاءِ!، ڇوڪرو پاڻ کي پکيءَ

جي صورت ڪري، اُتي اُڏاڻو، ۽ ڇوڪريءَ وٽي دانهون ڪيون تہ "بابا، گهيٽو مون کان ڇڏائي ويو." جادوگر پڇندو آيو، ۽ اچي ناس هنيائين. ڏنائين تہ ڇوڪرو توٽي ئي هڪ سو ڪوهہ ڪري ويو آهي. هيءُ بہ باز ٿي، ڇوڪر جي پويان پيو. ڇوڪر بہ گهٽو پنڌ پري نڪري ويو، پر جادوگر بہ اچي پهتس. ڇوڪر ڏٺو تہ دشمن ويجهو پهچي ويو آهي، سو لڪڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڏنائين. پريان هڪڙو گيدڙين جو لڏو ڏسڻ ۾ آيس، سٽ ڏيئي وڃي انهن ۾ لڪو. انهيءَ لڏي ۾ هڪ ڪراڙيءَ جي ٻڪري هئي، هيءُ ان جي پيٽ ۾ جادوءَ جي زور سان هليو ويو، ۽ جادوگر جو ڏک گسائي ويو. جادوگر لهي، وري انساني صورت ورتي، ۽ ناس هنيائين تہ ڏنائين تہ ٻڪريءَ جي پيٽ ۾ آهي. سو گيدڙين کي چيائين تہ "اها ٻڪري مون کي کپندي آهي- اوهان ان جا پئسا وٺو." گيدڙين چيس تہ "ادا، اها ٻڪري اسان جي ڪراڙيءَ ماءُ جي آهي، سا ڪڏهن بہ ڪانہ ڏيندي." جادوگر ٻڪريءَ لاءِ ٻڪ ناڻي جو ڏيٽو ڪيو، ۽ چيائين تہ گوشت بہ اوهين کائو، منهنجو رڳو اوجهريءَ ۾ ڪم آهي- اُها مون کي ڏجو." لاچار غريب گيدڙين قبول ڪيو، ۽ پئسا وٺي ٻڪريءَ کي ڪٽي ڪنائون. جادوگر چين تہ "جنهن وقت اوجهريءَ تي اچو، تہ مون کي ٻڌائجو." هنن ٻڪري کهي گوشت هڪ پاسي ڪيو، ۽ اوجهريءَ کي، هٿ وجهڻ لاءِ ٽنگ ڪڍي، پيٽ جي پندار مان جيئن ٻاهر تي ڪڍيو، تيئن ڇوڪر کي سوراخ نظر آيو، اتان نڪري وٺي ڀڳو. جادوگر بہ ڏسي تہ مار، هتان بہ نڪري ويو، سو وري وٺي هن جي پويان اُڏاڻو... تان جو ڇوڪري کي اچي ويجهو پيو. ڇوڪرو، پاڻ کي ٻاهہ جي صورت ۾ آڻي، بادشاهہ جي باغ ۾ گهڙي ويو، ۽ پوءِ وڃي هڪڙي ڏاڙهونءَ ۾ لڪي ويهي رهيو. جادوگر بہ پاڻي پاڻي ڪندو لٿو. سڄي باغ کي باهہ لڳي ويئي. جادوگر مينهن وسائي، سڄو باغ وسايو، ۽ ڇوڪر کي ڳولڻ لڳو. اِتي مالهي سڄي باغ کي ويران ڏسي، روئڻ لڳو. سڄي باغ ۾ هڪ وڻ ڏاڙهونءَ جو بچيو، جنهن

۾ هڪ ڏاڙهون پڪل بيٺو هو. مالهيءَ اهو پٽي، بادشاهه کي آڻي ڏنو، ۽ ساڻس باغ جو احوال ڪيو. بادشاهه اُهو ڏاڙهون پنهنجي ڌيءُ ڏي موڪليو، ۽ باغ جو احوال به چوائي موڪليائينس. بس، ڇوڪرو جنهن جو طالبو هو، تنهنجي هٿن ۾ پهچي ويو. هوڏانهن جادوگر سڄو باغ ٽپا سيو، ته هن کي ڇوڪري جي ڏاڙهونءَ ۾ لڪڻ جي خبر پئجي ويئي، ۽ ڏنائين ته اهو ڏاڙهون شهزاديءَ وٽ وڃي پهتو آهي: سو هو بادشاهه وٽ ويو ۽ بادشاهه کي چيائين ته "اِهو ڏاڙهون جلد مون کي ڏيو، نه ته سڄي شهر جون جايون پٽي اونڌيون ٿو ڪريان." بادشاهه ٻانهيءَ کي حڪم ڪيو ته "ڏاڙهون شهزاديءَ کان وٺي اچ." ٻانهيءَ اچي شهزادي سان احوال ڪيو، ۽ ڏاڙهون گهريائين. ڇوڪري شهزاديءَ کي ڏاڙهونءَ مان اندران ئي عرض ڪيو ته "شهزادي، آءٌ تنهنجي سامر آهيان، سو مون کي بچاءِ. ان جي ترتيب هيءَ آهي ته جنهن وقت ڏاڙهون بادشاهه ڏي موڪلين، ته ٻانهيءَ کي چئج ته اُتي بادشاهه اڳيان ڏاڙهونءَ کي پٽ تي وٺي ڪٽي زور سان هڻي. شهزاديءَ ٻانهيءَ کي سمجهايو، ۽ ٻانهيءَ ڏاڙهون ڪٽي ڪچهريءَ ۾ وڃي زور سان زمين تي هنيو ته ذريون ذريون ٿي ويو. جادوگر پوءِ ڪڪڙ ٿي، انهن داڻن کي چڳڻ لڳو. ڇوڪرو اِتي ٻلو ٿي، ماڻهن ۾ لڪي ويهي رهيو، ۽ جنهن وقت اهو جادوگر ڪڪڙ هن جي پرسان آيو، تنهن وقت هن جهٽ هڻي، ڪڪڙ جي منڍي پچي وڌي، ۽ کائي کپائي ڇڏيائينس. پوءِ انساني صورت وٺي، بادشاهه جي اڳيان ٻانهون ٻڌي بيهي رهيو، ۽ چيائين ته "قبلا، ڏنو اسان جو انصاف!" بادشاهه هي ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ پنهنجي واعدي کي پاڙي ڏنائين- يعني، يڪدم ڇوڪري جي شادي پنهنجي ڌيءُ سان ڪرايائين. - ڏسو ته سهي، ڇا مان ڇا ٿي ويو.

●●●

# آفيمي بادشاھ

هڪڙو بادشاھ هو، جنهن کي آفيم کائڻ جي ڏاڍي عادت هئي. هڪڙي ڏينهن سندس وزير عرض ڪيو تہ "بادشاھ سلامت! گستاخي معاف ٿئي، تہ ڪجھ عرض ڪريان." بادشاھ چيس تہ "چئو!" وزير چيو تہ حضور جن آفيم واپرائين ٿا، جو سراسر خراب آهي؛ ۽ انهيءَ جو نتيجو بہ خراب نڪرندو: سو ڪيئن، جو توهان دشمن ۽ دوست کي ڪونہ سڃاڻندؤ، ڪوڙ ڳالهائڻو پوندو، ۽ چوري ڪندؤ." بادشاھ حيران ٿي ويو، ۽ وزير کي چيائين تہ "اڙي وزير، اج وري اها ڪهڙي نئين ڳالھ پيو ڪرين! آءٌ آفيم تہ روز پيو کائان؛ سو اڃي اڃي، اج ڪيئن ٿو چوين تہ آءٌ دوست دشمن ڪين سڃاڻندس، چوري ڪندس ۽ ڪوڙ ڳالهائيندس؟" وزير چيو تہ "بادشاھ سلامت، جيئن آءٌ چوان ٿو، تيئن نيڪ آهي؛ ڪجھ ڏينهن مهلت ڏيو، آءٌ جيڪي چوان ٿو، سو اوهان کي ثابت ڪري ڏيکاريندس."

ٻن چئن ڏينهن کانپوءِ، بادشاھ کي شڪار جو خيال ٿيو، سو هڪڙي ڏينهن پنهنجي ساٿ سميت اٿي شڪار تي روانو ٿيو. هلڻ کان اڳ، بادشاھ هڪ شرط وڌو تہ "شڪار جنهن جي منهن ۾ نڪتو، اُهوئي انهيءَ شڪار پنيان ويندو، ۽ جي شڪار نہ ڪيائين، تہ پوءِ اُن کي سزا ڏني ويندي." سڀني اِها ڳالھ قبول ڪئي، ۽ پوءِ ڊنبلي جو ڊنبلو گهوڙا ڊوڙائيندو اچي شڪارگاھ ۾ رسيو. تورُوئي اڳتي وڌيا، تہ اچي هڪڙي گهاٽي جهنگ ۾ پهتا. اوچتو اوچتو، هڪ سونن سڱن وارو هرڻ ٽپ ڏيئي، بادشاھ جي سامهون آيو، ۽ ڪيل شرط موجب بادشاھ پنهنجو گهوڙو هرڻ پنيان ڇڏيو. اڳيان هرڻ پنيان بادشاھ- ڊوڙندي ڊوڙندي، ٻچ

ديرکان پوءِ بادشاهہ ٿوري اُڃ محسوس ڪئي.... پر وچ واري شرط جي يادگيري پيس، تہ وري ڪٽي گهوڙي جو لغام ڊرو ڪيائين. ايتري ۾، هرڻ ٽپ ڏيئي هڪ گهاٽي ٻوٽي جي پنيان گم ٿي ويو، ۽ بادشاهہ ششدر ٿي بيهي رهيو. اوسي پاسي نظر ڪيائين تہ ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيس. اُڃ بہ اچي ڏاڍي ستايس. ڏاڍو حيران ۽ پريشان ٿيو. نہ ساٿ نہ سنگت، ڪري سو ڪري ڇا. آخر هانو جي ٻل تي، آهستي آهستي وڌي اڳتي هليو. ٿوري پنڌ کان پوءِ هن کي پريان هڪ ٻڪرار وينل نظر آيو، جنهن وٽ پاڻيءَ جي ڪلي هئي. بادشاهہ ٻڪرار کي چيو تہ "اي ٻڪرار، مون کي پاڻي ڏي!" ٻڪرار بادشاهہ کي سڃاتو ڪونہ، ۽ پاڻي ڏيڻ کان انڪار ڪيائين. بادشاهہ ٻڪرار کان ڪليءَ ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ٻڪرار ڪلي اڳ ۾ ئي کولي، پاڻي هاري ڇڏيو. بادشاهہ پوءِ نااُميد ٿي اڳتي هليو، تہ وري بہ ساڳيو هرڻ ڏٺائين. بادشاهہ وري بہ پنيان پيس، ۽ هرڻ ٿهي اٿي ڀڳو.... پر بادشاهہ تير هڻي هرڻ کي منڊو ڪري وڌو، ۽ پوءِ گهوڙي کي ڊوڙائي، وڃي هرڻ کي جهليائين، ۽ ان کي ڪٽي اچي هڪڙي وڻ جي هيٺان ويهي رهيو. بادشاهہ جو هڪ طوطو هو، جو بادشاهہ جو سڄڻ هو، ۽ بادشاهہ سان گڏ مٿي اڏامندو پئي آيو- تنهن کي هن سڏي پنهنجي ڀرسان ويهاريو. اوچتو مٿان وڻ مان پاڻيءَ جي ڦڙن وانگر ڪجهہ ٽمڻ لڳو. بادشاهہ وڻ جي پن ۾ ڦڙو ڦڙو گڏ ڪري پيئڻ ٿي چاهيو. ٽي دَفعا هن ڪوشش ڪئي، پر ٽيئي دفعا طوطي ڦڙڪي ڏيئي اُهو پاڻي هاري ڇڏيو. بادشاهہ کي بہ لڳي ٿي ڪاوڙ، سو منديءَ کان ونئي جو مَروٽو ڏنائينس، تہ سسي وڃي پري پيس. نراس ٿي اُتان بہ اُٿيو.

ٿوري پنڌ کان پوءِ، هن کي هڪ فقير جو آستان نظر آيو، ۽ اوڏانهن تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻي ويو. فقير ويو هو پاڻي ڀرڻ، سو بہ پريان پئي آيو. پنهجي جهوپڙيءَ وٽ هڪ مسافر ڏسي ان جو آدر ڀاءُ ڪيائين، ۽ پاڻي بہ پياريائينس، ۽ چيائينس تہ "آفيم بہ کائيندو آهين؟" بادشاهہ چيو:

”هائو.“ فقير چيس: ”وٺ دبلي، جيترو ڪائيندو آهين، ايترو ڪاءِ، ۽ ٻيو اتي رک تہ آءٌ ٻاهران تي تو اچان.“ بادشاهہ ڇا ڪيو، جو ڪائڻ جيترو ڪائي، ٻيو اوترو ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيائين- جو فقير ڏسي ورتو، جنهن چيس تہ ”مون توکي ڪائڻ لاءِ ڏنو، نہ چوري ڪرڻ لاءِ!“ بادشاهہ پڪو منهن ڪري چيس: ”مون چوري ڪانہ ڪئي آهي.“ انهيءَ سوال جواب ۾ هئا: تہ وزير بہ اچي نڪتو: جنهن فقير کان پڇيو تہ ”ڇا ڳالهہ آهي؟“ فقير ساري حقيقت ڪري ٻڌايس، ۽ بادشاهہ جي ڪيسي مان آفيم ڪڍي ڏيکاريائينس. اتي وزير بادشاهہ سلامت کي پنهنجي ڳالهہ ياد ڏياريندي، چيو تہ ”بادشاهہ سلامت! مون اوهان کي چيو هو تہ آفيم کائڻ سان تي ڳالهيون ڪندا، جي ٿيئي اوهان ڪيون. چڱو هاڻي ٻڌايو تہ توهان جو سچڻ طوطو ڪٿي آهي؟“ بادشاهہ چيس تہ ”اهو وڻ هيٺان ماري ڇڏيم.“ وزير چيس تہ اهو وڻ ڪٿي آهي، مون کي تہ ڏيکاريو!“ بادشاهہ اُهو وڻ ڏيکاريس، جنهن جي چوٽيءَ تي ارڙ بلا کي ڪنهن ماري ڇڏيو هو- تنهن جو زهر پئي اتان ٽِميو. وزير چيو تہ ”طوطي توهان کي اهو ’پاڻي‘ پيئڻ نہ ڏنو، جو ڏٺائين پئي تہ اهو زهر آهي- پر اوهان ان سچڻ کي نہ سڃاتو، ۽ اُن کي ماري وڌو.“ بادشاهہ کي وزير جون ٿيئي ڳالهيون دل سان لڳيون، ۽ ڏاڍو افسوس ڪيائين.

آخر پنهنجو جهليل سونن سڳن وارو هرڻ ڪٽي، منزل ڏي موٽيا. رستي تي هڪ ٻي بادشاهي پين، جتي جي شهزاديءَ جڏهن بادشاهہ وٽ مرڻ ڏٺو، تڏهن يڪدم ٻانهيءَ کي چيائين تہ ”اِنهيءَ ماڻهو سان آءٌ شادي ڪنديس- انهي وٽ منهنجو پيارو هرڻ آهي!“ پوءِ ٻنهي جي شادي ٿي، ۽ بادشاهہ راڻيءَ کي وٺي موٽي آيو، ۽ ٻيئي اچي خوشيءَ ۾ حياتي گذارڻ لڳا.... ۽ پوءِ بادشاهہ آفيم کائڻ ڇڏي ڏنو.

●●●●



# سياڻو بادشاهہ

هڪڙو شخص هو، جنهن وٽ بيشمار ڌن دولت هئي. هن کي چار پٽ هئا. هڪڙي ڀيري هو سخت بيمار ٿيو، ۽ گهڻا ئي علاج ڪرايائين، پر فائدو بنهہ ڪونہ ٿيس. جڏهن بچڻ محال ڏٺائين، تڏهن خيال ٿيس تہ مون وٽ جيڪا بہ ملڪيت آهي، سا هينئر ئي ڇوڪرن ۾ ورهائي ڇڏيان، متان منهنجي مرڻ ڪانپوءِ، پاڻ ۾ وڙهي ٻچڙا نہ ٿين، اهو خيال ڪري هن چار ديڳڙا گهرايا، ۽ پنهنجي ملڪيت جا حصا ڪيائين..... ۽ ڪجهہ هڪڙي ۾، ڪجهہ ٻئي ۾ – اهڙيءَ طرح چئني ئي ديڳڙن ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ وجهي، چارئي ديڳڙا جدا جدا پنهنجي کٽ جي چئني پاون هيٺان پورائي ڇڏيا.

جڏهن سڪرات جو وقت آيس، تڏهن چئني ئي پٽن کي سڏائي چيائين تہ "بابا! ڌن دولت اهڙي شيءِ آهي، جنهن تان هميشہ خون خرابا ٿيندا آهن. مون پنهنجي سموري ملڪيت چئن ڀاڱن ۾ ورهائي آهي ۽ چارئي حصا الڳ الڳ پنهنجي کٽ جي چئني پاون هيٺان پورائي ڇڏيا آهن. مون لاءِ اوهان چارئي اکين جي تارن جيان آهيو..... پنهنجي ملڪيت جو

مون ڪوبہ حصو گھٽ وڌ ڪونہ ڪيو آهي... تنھنڪري اوهان مان هر هڪ، منھنجي روبرو، ڪٽ جو هڪ هڪ پائو پنھنجو پنھنجو ڪري ڇڏي، ۽ منھنجي مرڻ کان پوءِ اُن جي هيٺان جو ڪجھہ پوريل هجي، سو ڪوٺي ڪٽي." ڇوڪرن پيءُ جي اها ڳالهہ قبول ڪئي... ۽ پڪا وجھي، هرهڪ پنھنجو پنھنجو پائو مقرر ڪري ڇڏيو.

جڏهن شاهوڪار مئو، تڏهن چئن ئي پائرن ڪٽ جي پنھنجي پنھنجي پائي هيٺان زمين ڪوٽي، ڏن جا ديڳڙا ٻاهر ڪڍيا.... ڇا ڏسن تہ هڪڙي ديڳڙي ۾ هيرا جواهر رکيا آهن، ٻيو سون سان ڏٽيو پيو آهي... ۽ ٽئين چوٿين ۾ ڪجھہ بہ ڪونهي- هڪڙي ۾ رڳو ٻڪ مٽيءَ جو پيو آهي، ۽ ٻئي ۾ بہ چار سڪل هڏيون رکيون آهن! جن ڇوڪرن کي هيرن جواهرن ۽ سون چانديءَ جا ديڳڙا هٿ آيا، اهي تہ ڏاڍا خوش ٿيا، باقي ٻن ڇوڪرن کي، جو مٽيءَ ۽ هڏن جا ديڳڙا مليا، سو سخت ناراض ٿيا، ۽ پائرن کي چيائون تہ "هن ڌوڙ ۽ هڏين کي ڇا ڪنداسين! اسين اصل ملڪيت مان ضرور حصا ونداسين." انهيءَ تي هنن چيو تہ "بابو هٿن سان ملڪيت ورهائي ويو، ۽ اوهان پاڻ اِها ملڪيت قبول ڪئي هئي، ۽ پنھنجي خوشيءَ سان پنھنجا پاوا مقرر ڪيا.... هاڻي ڇا ٿيندو؟" آخر هنن جو تڪرار وڌڻ لڳو، ۽ ڳالهہ چئن چڱن تائين ويئي؛ پر چڱا بہ ڪنهن فيصلي تي پهچي ڪين سگھيا، ۽ چيائون تہ "ان ۾ ڪو راز رکيل آهي، تنھنڪري ڪنهن ڏاهي ماڻهوءَ کان نياءُ ڪرايو." سيئي پائر ان تي راضي ٿيا، ۽ ڪنهن ڏاهي ماڻهوءَ جي ڳولا ڪيائون، پر ڪوبہ ڏاهو ماڻهو ڪونہ ملي سگھين، جو ڪو نبيرو ڪري سگھي. تڏهن لاچار چارئي گڏجي، ملڪ جي بادشاهہ وٽ انصاف لاءِ ويا.

جڏهن بادشاهہ جي شهر کي ويجھو پهتا، تہ پريان شهزادو گھوڙي تي ايندو ڏسڻ ۾ آين. هنن اڳتي وڌي، شهزادي کان بادشاهہ جي پڇا ڪئي، جنهن چيو تہ "بادشاهہ وينو تہ آهي، پر چريو ٿيو وينو آهي...."

اها ڳالهه ٻڌي، هنن سيني کي عجب لڳو، ۽ خيال ڪيائون ته موٽي هلون. پر وري رڙهي اڳتي وڌيا، ۽ وڃي محلات وٽ پهتا. اتي هنن کي شهزادي ملي، جنهن ٻڌاين ته "بادشاهه وينو ته آهي، پر اندو ٿيو وينو آهي...." ان ڳالهه به هنن ڀائرن کي عجب ۾ وجهي ڇڏيو. خيال ڪيائون ته ڪو مڙيوئي راز آهي. اجا ڪجهه اڳيرو وڌيا، ته راڻي دريءَ ۾ بيٺي هئي. پڇا ڪرڻ تي راڻيءَ ٻڌاين ته "ٻارهن مهينا ٿيا، جو بادشاهه گذاري ويو...." راڻيءَ جي جواب ته هنن کي ويتر منجهائي ڇڏيو. نيٺ گهٽيءَ پڇا ڳاڇا مان معلوم ٿين ته بادشاهه سلامت واقعي موجود آهي- ۽ هي چارئي ڀائر پوءِ بادشاهه جي دربار ۾ پهچي ويا، ۽ بادشاهه کي فيصلي ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائون.

بادشاهه هنن جيّ ڳالهه ٻڌي، پهرين ته ڪجهه خيال ۾ پئجي ويو، پر پوءِ ڳجهارت کي سلي چيائين ته "اوهان جو پيءُ بلڪل پورو فيصلو ڪري ويو آهي. هيرن جواهرن وارو پلي هيرا جواهر کڻي، ۽ سون وارو سون کڻي- باقي جنهن کي مٽيءَ جو ديڳڙو مليو آهي، سو پيءُ جي زمين سنڀالي، ۽ جنهن کي هڏيون هٿ آيون آهن سو چوپائي مال جو مالڪ ٿئي." بادشاهه جو اهو فيصلو ٻڌي، چارئي ڀائر ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ بادشاهه جا لکين شڪرانا بجا آندائون. پر وڃڻ وقت بادشاهه کي عرض ڪيائون ته "بادشاهه سلامت، جي اجازت ملي، ته هڪ ٻيو به عرض پيش ڪريون..." بادشاهه هنن کي موڪل ڏني، ۽ هنن مان هڪڙي ادب سان عرض ڪيو ته "جيئندا قبلا! اسين جڏهن حضور جن ڏانهن پئي آيا سين، تڏهن پهريائين شهزادو گڏيو، جنهن چيو ته 'بادشاهه وينو ته آهي، پر چريو ٿيو وينو آهي!' وري ڪجهه اڳيرو آيا سون، ته شهزادي ملي، جنهن ٻڌايو ته 'بادشاهه وينو ته آهي، پر اندو ٿيو وينو آهي!' وري اجا اڳتي آيا سين، ته راڻي ملي، جنهن چيو ته 'ٻارهن مهينا ٿيندا، جو بادشاهه گذاري ويو!' پر جڏهن اسين هتي پهتا سون، ته ڏٺوسين ته سائينءَ جن سلامت وينا آهن! آخر هنن جي اهڙين ڳالهين ڪرڻ جو ڪهڙو مطلب هو؟"

انهيءَ تي بادشاهه چيو تہ 'انهن تنهي سچ چيو، پر اوهان هنن جي ڳالهه نہ سمجهي. شهزادي، جو چيو تہ 'بادشاهہ چريو ٿيو وينو آهي،' ان جو مطلب هيءُ هو تہ آءٌ اجا هن جي شادي ڪرڻ نٿو گهران، ۽ چاهيان ٿو تہ پلي تہ پڙهي ۽ زياده علم حاصل ڪري.... تہ پوءِ شادي ڪرايانس؛ پر شهزادو سمجهي ٿو تہ 'آءٌ بالغ اچي ٿيو آهيان،. تہ بہ بابو شادي نٿو ڪرائي- شايد سمجهي نٿو .... تنهنڪري چريو آهي.' شهزاديءَ، جو چيو تہ 'بادشاهہ انڌو ٿيو وينو آهي،' ان جو مطلب هيءُ تہ شهزادي سمجهي ٿي تہ 'آءٌ سورنهن سالن جي اچي ٿي آهيان- بادشاهہ مون کي روز ڏسي ٿو... پر اُن هوندي بہ، منهجي شادي نٿو ڪرائي!' حقيقت ۾ مون ڪي ڪو اهڙو لائق وَر ۽ گهر نٿو سُجهي، جو شهزاديءَ کي پرڻايان.... تنهنڪري سمجهي ٿي تہ 'بادشاهہ انڌو آهي.' وري راڻيءَ، جو چيو تہ 'بادشاهہ ٻارهن مهينا اڳ مري ويو.' تنهن جو مطلب هيءُ هو تہ اج برابر ٻارهن مهينا ٿيا آهن، جو بادشاهي ڪمن جي تڙ پيڙ ڪري، آءٌ هڪ ساعت لاءِ بہ راڻيءَ سان ملاقات نہ ڪري سگهيو آهيان.... تنهنڪري هوءَ سمجهي ٿي تہ 'بادشاهہ مري ويو آهي.' "

اها ڳالهہ ٻڌي، ۽ پنهنجو انصاف ٿيندو ڏسي، اهي چارئي ڀائر بادشاهہ جي عقل ۽ دانائيءَ جي ساراهہ ڪرڻ لڳا، ۽ دعائون ڪندا، اچي گهر پهتا. ۽ پاڻ ۾ مٺ محبت سان گذارڻ لڳا.

•••

# ولايت شاھ

ھڪڙو ھو بادشاھ، جو پنھنجيءَ راڻي سان گڏ محلات ۾ وينو ھو، تہ اوچتنو اچي سندن مٿان ہہ وڏا پکي لانگھائو ٿيا. بادشاھ راڻيءَ کان پڇيو تہ ”اھي ڪھڙا پکي ھئا؟“ راڻيءَ جواب ڏنو تہ ”سائين! اھي ھئا ھنج پکي!“ بادشاھ چيس تہ ”نہ، اھي ھئا مور پکي!“ راڻيءَ کي ھئي خاطري، سو چيائين تہ ”بادشاھ سلامت! جي ھنج پکي نہ ھوندا، تہ آءٌ ھن محلات مان نڪري ويندي!“ بادشاھ ٻانھين کي حڪم ڏنو تہ ”ڏسي اچو تہ اھي ڪھڙا پکي ھئا.“ ٻاھر نڪري، انھن ڏنو تہ برابر ھنج ھئا، مگر بادشاھ جي خوف ۽ خوشامد جي ڪري، ڪوڙ ھڻي، چيائون تہ ”سائين! برابر مور آھن، ۽ سرڪار جو چوڻ سچو آھي.“ جنھن تي بادشاھ راڻيءَ تي اچي ڪاوڙيو، ۽ چيائينس تہ ”جيڪي پاڻ سان کڻڻو ائٿي، اھو کڻ ۽ محلات مان نڪري وڃ.“

راڻي، آسرو الله جو ڪري، ڪجھ ڪڻ جھڙيون شيون کڻي، فقيراڻو ويس ڪري، اٿي ھلي. ھلندي ھلندي، اچي ڪنھن ٻئي بادشاھ جي بادشاھيءَ ۾ پھتي، ۽ ھڪ وڻ جي ھيٺان اچي منزل ڪيائين. اتفاقاً انھيءَ وقت بادشاھ جا ماڻھو بہ اُتي آيا، ۽ ھن جو حسن جمال ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويا، ۽ وڃي بادشاھ کي ٻڌايائون. بادشاھ وزير کي موڪليو تہ وڃي ڏسي، ۽ اچي احوال ٻڌائي. وزير ھن سان اچي مليو، ۽ حال احوال پڇيائينس. راڻيءَ چيو تہ ”آءٌ فقيرياڻي آھيان،“ ۽ وزير کان پڇيائين تہ ”ڀلا ھتي جي بادشاھ جو نالو ڇا آھي؟“ وزير وراڻيو تہ ”ھن ملڪ جي

مالڪ جو نالو آهي عزت شاهه باد شاهه، ۽ آءٌ سندس وزير آهيان.“ پوءِ وزير وجي سندس سونهن ۽ سوڀيا جو احوال باد شاهه کي ڏنو. باد شاهه کيس حڪم ڪيو ته ”انهيءَ عورت کي عزت سان وني اچ، ۽ محلات جي هڪ حويليءَ ۾ آڻي رهاءِ!“ باد شاهه جي حڪم موجب، وزير هن کي آڻي محلات ۾ رهايو، ۽ پوءِ هوءَ پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن خير سان اُتي ڪاٽڻ ۽ گذارڻ لڳي.

راڻيءَ کي هو حمل، سو ٿوري گهٽي ڏينهين کيس پٽ ڄائو، جنهن جو نالو رکيائين ”ولايت شاهه.“ ڇوڪر اڃ ننڍو سيان وڏو، اڃي ٻاهر گهمڻ ڦرڻ ۽ راند روند ڪرڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن وزير جي نظر مٿس پئجي ويئي، ۽ ڪانئس پڇڻ لڳس ته ”ڇوڪرا، تون ڪنهن جو پٽ آهين؟“ ڇوڪر اڃي روئڻ ۾ چٽڪيو، ۽ وجي ماءُ سان ڳالهه ڪيائين. وزير کي هئي شادي ڪرڻ جي اون، ڇو ته اُنهن ڏينهن ۾ سندس گهر واري گذاري ويئي هئي؛ سو جاچ مان پتو پيس ته اهو منهن ملوڪ نينگر انهيءَ فقيرياڻيءَ جو پٽ آهي، جنهن کي پاڻ باد شاهه وني آيو هو. پوءِ، ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان، ”فقيرياڻي“ وٽ اچڻ وڃڻ لڳو، ۽ ڇوڪر سان پڻ پيار ۽ محبت ميٺ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو.

ڇوڪر سمي ڪيو ته وزير جي دل ۾ مڙيوئي ڪجهه ڪوٽ آهي، ۽ خود هن جي ماءُ ٻه ڳالهه کي سمجهي ويئي. پر لاچاريءَ جي ڪري، زماني سارو، دل جي دل ۾ رکي، ٻيئي ماءُ پٽ وزير سان ڳالهائيندا ٻولهائيندا رهيا.

هڪڙي ڏينهن، وزير ان نينگر کي ساڻ ڪري، جهاز ۾ چڙهي، ڪنهن سفر ۾ ويو. نينگر کي اڃي شڪ جاڳيو ته ’هيءَ وزير منهنجي جان جو گهوريو آهي.‘ سو، هڪ ڏينهن جهاز اڃي ڪٿي لنگر ڪيو، ته نينگر پنهنجي خيال سان هيٺ لهي، وجي اُتي جي وڻن جي هڪ گهاٽي جهڳٽي ۾ لِڪي وينو. ايتري ۾، کيس اندر هڪ ڦٽل کوهه ۾ سوجهرو ڏسڻ ۾

آيو. جان ڪٽي چتائي نھاري، ڏسي تہ اندر ڪي عجيب قسم جا ماڻھو آھن، جي ويٺا تا ڏاري راند ڪن. ماڻھن، جو ھن کي ڏٺو، سو وٺي پڳا ۽ اُتي جو اُتي ڪيڏانھن گم ٿي ويا؛ ۽ نينگر يڪدم اندر وڃي، اُھي ڏارا کٽي آيو، ۽ اچي وزير کي ڏنائين. وزير، اھي ڏارا ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ سفر کان موٽڻ تي اچي بادشاھہ جي اڳيان نذر رکيائين، ۽ بادشاھہ اُھي ڏارا اچي پنھنجي راڻيءَ کي ڏنا. راڻيءَ ڏارن کي ڏسي، چيو تہ "مون کي ستن سھيلين لاءِ اھڙا ست ڏارا ۽ ست چوپڙيون گھرجن، ۽ ضرور گھرجن." بادشاھہ پنھنجي راڻيءَ کي راضي رکڻ لاءِ، وزير کي حڪم ڪيو تہ "يڪدم اھڙا ست ڏارا ۽ ست چوپڙيون آڻ، نہ تہ توکي گھاڻي ۾ پيڙايو ويندو!"

وزير، مَنجي اونڌي ڪري، اچي گھر سمھي پيو. نينگر، جو وڃي ھن جو ھيءُ حال ڏٺو، سو کيس چيائين تہ "وزير سائين! اھو ڪم آسان آھي. اوھان اڳي وانگر جھاز وري انھيءَ منزل تائين ڪَھرائي ھلو، تہ آءٌ تو اھي ست ڏارا اوھان کي پيدا ڪري ڏيان." وزير يڪدم بادشاھہ کان موڪلائي، جھاز ڪھرائي، اچي اُنھيءَ ساڳيءَ جاءِ تي لنگر ھنيو. نينگر جھاز تان لھي انھيءَ کوھہ وٽ آيو. تہ ساڳيءَ طرح کيس سوجھرو ڏسڻ ۾ آيو؛ ۽ ھيٺ وڃي ڏنائين تہ ھڪ گھاٽو آھي، جو جادوءَ جي زور تي پيو ھلي. اجا اڳتي ويو، تہ کيس ھڪ شھر ڏسڻ ۾ آيو، جنھن ۾ ھڪ بہ ماڻھو نہ ھو. اتي ھڪ گنبذ واري جاءِ ڏٺائين، ۽ اُن ۾ ھڪ نھايت سھڻي ۽ ملوڪ عورت ڏٺائين، جا اُبتي ٽنگي پيئي ھئي، ۽ مٿي پيئي ھئي. وڏي وڃي اُن کي ھيٺ لاٿائين، ۽ سبتو ڪري اچا پلنگ تي ليٽايائينس ئي ڪونہ، تہ عورت اُتي ويھي رھي، ۽ ھن کي پنھنجي سامھون ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويئي، ۽ پڇيائينس تہ "تون ڪير آھين، ۽ ھتي ڪيئن آيو آھين؟" ھن سمورو احوال ڪري ٻڌايس، جنھن تي انھيءَ عورت چيس تہ "ھتي ھڪ برڙ باڪاس رھندو آھي، ۽ ھيءَ سندس جوءِ آھي؛ ھي سڄو شھر، جو

پڙ پانگ پيو آهي، سو بہ هن برڙ باڪاس ڪائي ڪپائي چڙيو آهي. اصل تہ مان شهزادي آهيان، پر هن مون کي، زوريءَ ڪٽي آڻي هتي قيد ڪيو آهي، ۽ ڏينهن جو مون تي جادو ڪري، جيئن ڏنئي تيئن هن گنبذ ۾ ٽنگي هليو ويندو آهي، ۽ رات جو اچي مون کي اُتان لاهي سجاڳ ڪندو آهي." اهو ٻڌي، نينگر چيس تہ "ڪو فڪر نہ ڪر. تون فقط ايترو ڪر، جو جڏهن اهو اچي، تہ ڪانئس پُڇج تہ 'تنهنجو ساهہ ڇا ۾ آهي؟" تنهن ڪانپوءِ برڙ باڪاس جي اچڻ جي مهل ٿي، ۽ ولايت شاهہ هڪڙي هنڌ وڃي لڪي ويهي رهيو.

ايتري ۾، واءُ ۽ طوفان اچي لٿو، ۽ ان مان برڙ باڪاس ظاهر ٿي، اچي "آدم بُو آدم بُو" ڪرڻ لڳو. شهزاديءَ ڪاوڙجي چيس تہ "پيو تہ ڪونہ آهي- آءٌ ئي تو وٽ هڪڙو آدم وڃي بچي آهيان، سو ڪٽي مون کي ماري ڪاءُ!" برڙ باڪاس پوءِ ٿڌو ٿي، اچي شهزاديءَ جي پرسان ويٺو ۽ هن سان محبت ميٺ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. اِتي شهزادي وري اچي روئڻ ۾ ڇتڪي... ۽ ديوَ جي پڇڻ تي چيائينس تہ "تون مون کي هن جهنگ ۾ اڪيلو ڦٽو ڪيو ٿو وڃين؛ مردن جا گهڻائي دشمن هوندا آهن؛ جي، خدا نہ ڪري، ڪو دشمن توکي ماري وجهي، تہ آءٌ تہ هتي يا عمر ٽنگي پيئي هجان!" ديو چيس تہ "تون فڪر نہ ڪر، مون کي مارڻ وارو اڃا پيدائي ڪونہ ٿيو آهي؛ ۽ منهنجو ساهہ سترو ۽ سولو نڪرڻو نہ آهي، ڇو تہ اُهو آهي هڪ پراڻي مَٽَ ۾ پيل ميٽ ۾، جنهن جي مون کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي خبر ڪانهي. مون کي منهنجيءَ ماءُ جو چوڻ آهي تہ 'ابا توکي جي ماريندو، تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن ولايت شاهہ شهزادو اچي ماريندو' .... ۽ اهو اڃا ڄائوئي ڪونہ آهي. سو تون دلجاءِ ڪر. آءٌ ويندس تہ انهيءَ ڪونيءَ جون ڪنجيون بہ هتي تو وٽ ڇڏي ويندس."

صبح جو برڙ باڪاس دستور موجب هليو ويو- ۽ ڪنجيون راڻيءَ کي ڏيئي ويو. اِتي ولايت شاهہ بہ ٻُهري کان نڪري نروار ٿيو، ۽ اچي اُبتي

تنگيل شهزاديءَ کي لاهي، ۽ ڪيس چڱو ڀلو ڪري، ڪانئس احوال ورتائين. شهزاديءَ سموري خبر ڪيس، ۽ چيائينس تہ ”هي ڪنجيون ڪٽي، فلاڻي ڪوٺيءَ کي کولي، ان ۾ پيل پراڻي مَٽَ وارو ميڻ ڪڍي، ديوَ جو پتلو ناهہ، ۽ پوءِ عضوو عضوو ڪري ماري ڇڏينس.“ ولايت شاهہ ائين ڪيو، تہ برڙ باڪاس سهڪندو پڄندو، گوڙ گهمسان ۽ زمين آسمان هڪ ڪندو آيو، جڏهن ويجهو آيو، ولايت شاهہ پتلي جي هڪ ڄنگهہ ڀڃي ڇڏي.... اجا بہ ويجهو آيو، تہ ٻي بہ ٽوڙي ڇڏيائينس. پوءِ تہ ديو ڙاڙ ڪري پَٽَ تي ڪِري پيو، ۽ هٿن تي رڙهندو، هن ڏانهن اچڻ لڳو. اِتي ولايت شاهہ يڪدم ان جي سِسي مروڙي، ڀڃي ڇڏي، تہ ديوَ بہ پويان پساهہ ڏنا ۽ مري ويو.

ولايت شاهہ اُتان جا سڀ قيمتي زيور ۽ سامان ڪٺائي ۽ چوڀڙيون ۽ ڊارا ڪٽي اچي جهاز ۾ رکرايا، ۽ شهزاديءَ کي بہ ساڻ وٺي آيو. اهو ڏسي، وزير هيڪاري حسد ۾ ٻرجي ويو، ۽ انهيءَ شهزاديءَ تي عاشق ٿي پيو، ۽ جڏهن وطن موٽي پئي آيا، تڏهن واٽ تي اٽڪل سان ولايت شاهہ کي هن هڪ اونهي کوهہ ۾ اُڇلائي ڇڏيو.... ۽ اهي ڊارا ۽ چوڀڙيون اچي بادشاهہ کي ڏنائين. بادشاهہ اهي شيون ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن تي راضي ٿيو، ۽ ان جي بدلي ۾ کيس پهراڻيون پهرايائين.

وزير ان شهزاديءَ کي ڏاهران ئي ٻاهران آڻي پنهنجيءَ محلات ۾ رهايو، ۽ اُن سان شادي ڪرڻ جو ذڪر ڪيائين؛ جنهن تي هن وراڻيو تہ ”آءٌ جي مڙس ڪنديس تہ ولايت شاهہ ڪنديس. ٻئي ڪنهن سان مون کي شادي ڪرڻي ڪانهي.“ تنهن تي وزير کي ڏاڍي خار لڳي، ۽ هن کي اونداهيءَ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيائين.

اتفاق سان اُنهي کوهہ وٽ اچي سيلانين جو لَڏو لٿو، ۽ هڪ نينگر کوهہ مان پاڻي ڀرڻ لاءِ، جيئن ڏول کوهہ ۾ وڌو، تہ ولايت شاهہ شهزادو انهيءَ ڏول کي چنبڙي پيو، ۽ اُن جي ذريعي ٻاهر نڪري آيو. سيلانيءَ جي ڌيءُ پنهنجي پيءُ کي چيو تہ ”بابا! خدا نہ ڀلائي تہ هيءُ ولايت شاهہ

شهزادو آهي، جنهن جي تون ڳالهه ڪندو آهين.“ پٽس چيو تہ ”اما! جي اُهو هُوندو، تہ آءٌ ڪيس اهڙي هڪ لٽ ڏيندس، جو ان کي جوان هٿ ۾ ڪٽندو، تہ ٻيو ڏسڻ ۾ ايندو.“ پٽ چيس تہ ”بابا! جي اُهو هوندو، تہ آءٌ ڪيس اهڙو هڪ مَٽيو ڏيندس، جو جيڪڏهن هو وات ۾ وجهندو، تہ پکي ٿي اُڏامي سگهندو.“ سيلانيءَ جي ڌيءُ چيو تہ ”جي برابر اُهو آهي، تہ آءٌ هن کي اهڙو سرمو ڏينديس، جو پائڻ سان پوڙهو هوندو تہ وري جوان ٿي ويندو.“ آخر حال احوال ورتائون، ۽ هن چيو تہ ”مان برابر اُهو ولايت شاهه شهزادو آهيان.“ تنهن تي هنن ڪيس وعدي ڪيل سڀ چيزون ڏنيون. پوءِ انهن چيزن سميت هو ماءُ وٽ موٽي آيو، ۽ هڪدم بادشاهه جي دربار ۾ ويو، ۽ سموري حال جي حقيقت عرض ڪيائين. تنهن تي بادشاهه حڪم ڏنو تہ ”هن وزير کي جيئري گڏهه جي پيٽ ۾ وجهي لوڙهائي ڇڏيو.“ پوءِ شهزاديءَ کي اونداهيءَ ڪوٺيءَ مان ڪڍائي، ان جي ولايت شاهه شهزادي سان ڏاڍي ڌام ڌوم سان شادي ڪرايائين، ۽ هڪدم شهزادي جي پيءُ ڏي سربستي حقيقت لکي موڪليائين جنهن ۾ هن کي شرمايائين تہ ”پکين جي ڳالهه تي ڪي پنهنجا ننگ ڇڏبا آهن!“ ولايت شاهه شهزادي جو پيءُ اهو خط پڙهي، ڏاڍو شرمندو ٿيو، ۽ اميرن وزيرن کي ساڻ ڪري، پاڻ پنهنجي سَر اُتي هلي آيو، ۽ وڏي شان مان سان پنهنجي راڻيءَ ۽ پٽ کي ننهن سميت پنهنجي بادشاهيءَ ڏانهن وٺي ويو، ۽ اُتي اعلان ڪيائين تہ ”پنهنجي جيئري ئي پنهنجي هن پٽ ولايت شاهه شهزادي کي تخت نشين ٿو ڪيان.“ ۽ پوءِ شهزادي کي تخت نشين ڪري، پاڻ گوشہ نشيني اختيار ڪيائين. ولايت شاهه شهزادو پوءِ پنهنجيءَ راڻيءَ سميت تخت بخت جو مالڪ ٿيو، ۽ زندگيءَ جا ڏينهن خير خوشيءَ سان گذارڻ لڳو.





# سورم راجا ۽ بيکٺ راجا

هڪڙو راجا هوندو هو، جو ڏاڍو زبردست هو. هن ڪيترائي ملڪ فتح ڪيا هئا. خزاني جا ڀنڊار ڀري ڇڏيا هئائين. مال متاع جي ته وٽس ڪمي ڪانه هئي، پر اولاد هوس ڪونه: تنهنڪري ٻي شادي ڪيائين. اُنهيءَ شاديءَ مان ڪيس هڪ پُٽ ڄائو. مالڪ جا به عجيب ڪم آهن. سندس حڪمت جو ته انت ئي ڪونهي.... بادشاهه جنهن کي اولاد جي هيتري سِڪ هئي، تنهن شهزادي جي ڄمڻ ڪان پوءِ جلد ئي وفات ڪئي، ۽ سندس پٽيان راڻي به اُٿي هلي، ۽ شهزادي کي ماٽيجي ماءُ سنڀالڻ لڳي.

شهزادو، اڃ ننڍو سُيان وڏو، نيٺ اچي جوان ٿيو. ماءُ پيءُ ته ڄمڻ سان ئي مري ويا هئس، جنهنڪري هو هن مائيءَ کي ماءُ سمجهندو هو ۽

هن جي ڏاڍي عزت ڪندو هو... پر مائي هئي، جا هن کي سهنديئي ڪانه هئي، ۽ اُٿندي ويهندي پيئي چڙٻون ڏيندي هئس.

هڪڙيءَ رات جو، ڇوڪرو سُتو پيو هو، ته ننڊ ۾ ڇا ٿو ڏسي ته هڪ عاليشان محلات ۾ ڇپر ڪٽ تي سُتو پيو آهي، جتي سندس ٻه راڻيون آهن، جن مان هڪڙي سورم راجا جي ڌيءُ آهي ۽ ٻي بيڪٽ راجا جي، جي ٻئي ڪيس پکي سان هوا ڪري رهيون آهن! شهزادو اوچتو خواب مان سجاڳ ٿيو، ته ڀرپائين ڪيس ڪِل آئي، پر پوءِ ويهي روئڻ لڳو. سندس ماتيجي ماءُ ڏٺو ته اڳي ته شهزادو صبح جو سوير اٿندو آهي، پر الائجي اڄ ڇو ڪونه اٿيو آهي- اهو خيال ڪري، هوءَ شهزادي وٽ آئي، ۽ ڏٺائين ته شهزادو کِلي به پيو ۽ روئي به پيو. راڻي هيءَ حالت ڏسي، عجب ۾ پئجي ويئي، ۽ ڇوڪري کان کلڻ ۽ روئڻ جو سبب پڇيائين. ڇوڪري جواب ڏنو ته ”ٻيو ڪو سبب ڪونهي، مون کان اوچتو کِل نڪري ويئي ۽ روئڻ اچي ويم.“ راڻيءَ سبب ٻڌائڻ لاءِ گھڻوئي زور ڪيس، پر ڇوڪر سچي نه ڪئي... تنهن تي راڻي اچي ڪاوڙي، ۽ حڪم ڪيائين ته ”هن بي ادب نالائق کي جهنگ ۾ وٺي وڃو، ۽ ڪيس ماري، سندس اکيون ڪڍي آڻي مون کي ڏيو.“ نوڪر ڇوڪري کي وٺي روانا ٿيا. پنڌ ڪندي ڪندي، سورم راجا جي محلات وٽان اچي لنگھيا. انهيءَ مهل سورم راجا جي ڌيءُ، هار سينگار ڪري، محلات جي دريءَ مان ويٺي، شهر جو ديدار ڪيو. شهزاديءَ پري کان ئي ڇوڪري کي ڏسي ورتو، ۽ مٿس ڇڪ ٿي پيئي، ۽ سوچڻ لڳي ته تلوارن جي وچ ۾ هھڙي سهڻي ڇوڪري کي ڇو ٿا وٺي وڃن.

جڏهن اهي سپيئي محلات جي هيٺان اچي لنگھيا، تڏهن شهزاديءَ ٻانهيءَ کي حڪم ڪيو ته ”هنن ماڻهن کان حال دريافت ڪري اچ، ته هي ڪير آهن، ۽ ڪاڏي ٿا وڃن؟ ڇوڪرو ڪير آهي ۽ هن کي ڪيڏانهن ٿا وٺي وڃن؟“ حڪم ملنديئي، ٻانهي هنن وٽ آئي، ۽ ڪائنن پڇا

ڪيائين.... پر هنن سچي حقيقت نہ ٻڌائي. تنهن تي شهزاديءَ هنن کي پاڻ وٽ گهرايو، ۽ چيائين تہ ”سچي حقيقت نہ ٻڌائيندؤ تہ اوهان کي ڦاسيءَ چاڙهائيندس، ۽ سچ چوڻ سان جيئدان ملندو.“ هنن بہ ڏنو تہ سچ ڳالهائڻ کانسواءِ ٻيو چارو ڪونهي، تنهنڪري نيٺ سچي ڳالهہ ٻڌايائون. ڳالهہ ٻڌي، شهزاديءَ چيو تہ ”هي شهزادو اسان جي حوالي ڪريو، تہ اوهان کي انعام ملندو، ۽ اوهين جهنگ مان ڪو هرڻ ماري، انهيءَ جون اکيون ڪڍي، وڃي انهيءَ رَن کي ڏيو.“ هنن بہ ڏنو تہ جي انڪار ڪندا سون تہ هيءَ شهزادي ڇوڪرو بہ وٺي ويندي، ۽ ناحق موچڙا بہ کائيندا سون، تنهنڪري لاچار قبول ڪيائون. شهزاديءَ هنن کي گهڻيئي ڏَن دولت ڏني، ۽ هو، ڇوڪرو ڪيس ڏيئي واپس روانا ٿيا. ويندي ويندي، جهنگ مان هڪڙو هرڻ ماري، ان جون اکيون ڪڍي، آڻي انهيءَ ڏائڻ کي ڏنائون، جا ڏسي ڏاڍي خوش ٿي.

شهزاديءَ ڇوڪري جي تعليم لاءِ ڏاڍو سٺو انتظام ڪيو، ۽ هن اهي سڀ علم پرايا، جيڪي بادشاهن لاءِ ضروري آهن. ڇوڪرو بادشاهي بار تہ اڳيئي هو، وري جو صورت سٺي ۽ لڇڻ چڱا هئس، تنهنڪري سڀ ڪنهن کي پٺي وٺيو. سورم راجا بہ کيس گهڻوئي پيار ڪندو هو.

سورم راجا جي پرسان بيکت راجا جو ملڪ دنگئي هو. هڪڙي ڏينهن، بيکت راجا هن کي ڪاٺيءَ جا بہ ٽڪر هڪجيڏا ۽ هڪجهڙا، هڪ ٽڪر ڪاٺيءَ جي هيٺئين پاڱي يعني گوڏ جو ۽ ٻيو مٿئين پاڱي يعني چوٽيءَ جو ڏياري موڪليا، ۽ کيس نياپو موڪليائين تہ ”تنهنجي سياڻپ ۽ عقل جي چوڌاري ناموس آهي، تنهنڪري هي ڪاٺيون موڪليان ٿو- مهرباني ڪري سڃاڻي ڏي تہ ڪهڙي گوڏ جي ڪهڙي چوٽيءَ جي آهي.“ راجا ڪاٺيون ڏٺيون، تہ ٻيئي هڪجيڏيون ۽ هڪجهڙيون! گهڻوئي جاچيائين، پر ڪيس خبر نہ پيئي. اميرن وزيرن کان پڇيائين، ۽ ٻيا بہ ڪيترا ڏاها ۽ سمجهو ماڻهو هتان هُتان جا گڏ ڪيائين، پر ڪوبہ سَلي نہ

سگهيو. راجا کي ڏاڍو ارمان ٿيو ته ملڪ ۾ خواري ٿيندي. ٻيا چوندي ته سڄي ملڪ ۾ اهڙو عاقل ڪونهي، جو ڪانيون سڃاڻي سگهي. ڇا سڄو ملڪ بيوقوفن سان پريل آهي؟ اها ڳالهه ڇوڪري جي به وڃي ڪن پيئي، ۽ هو راجا وٽ آيو، ۽ کيس چيائين ته "اوهان غمگين ڇو ٿيا آهيو"؟ آءٌ انهيءَ جو پتو لهي تو ڏيانوَ." ائين چئي، نوڪرن کي حڪم ڏنائين ته هڪ شاهي ڪُونر پاٽيءَ سان پري تيار ڪريو. جڏهن ڪُونر پاٽيءَ سان پرجي تيار ٿيو، تڏهن ڇوڪري اُن ۾ ٻئي ٽڪر ڪانيءَ جا وڌا. گوڏ وارو ٽڪر، جو هلڪو ٿيندو آهي، اهو ترندو رهيو، ۽ ٻيو ٻڏي ويو. ڇوڪري ٻيئي ٽڪر راجا کي ڏيکاري، چيو ته "هيءُ گوڏ جو ٽڪر آهي، ۽ هي چوٽيءَ جو." راجا هن جي عقل تي گهڻو خوش ٿيو، ۽ کيس ڪيتروئي انعام ڏنائين. پوءِ راجا اهي ٽڪر جدا جدا ڪري بيڪٽ راجا ڏي موڪليا. جو خوش ٿيو، ۽ سندس دربار ۾ سورم راجا جي عقل جي واکاڻ ٿيڻ لڳي. پر ڪن درٻارين چيو ته "ڪانيون ته ٻار به سڃاڻي ويندو، انهيءَ ۾ عقل جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ راجا جو ٻيو ڪو آزمودو وٺڻ گهرجي!"

بيڪٽ راجا وٽ هڪ پلي گهوڙي هئي، جنهن مان هڪ وڇيري ڄائي. اُها جڏهن وڏي ٿي، تڏهن رنگ روپ ۾ هوبهو ماءُ جهڙي ٿي پيئي، ۽ ڪوبه سڃاڻي ڪونه سگهندو هو ته ماءُ ڪهڙي ۽ ڌيءُ ڪهڙي. راجا ڇا ڪيو، جو آزمودي لاءِ اهي ٻيئي گهوڙيون سورم راجا ڏي ڏياري موڪليائين ته "سڃاڻي ڏي ته انهن ۾ ماءُ ڪهڙي آهي ۽ ڌيءُ ڪهڙي؟" گهوڙيون جڏهن سورم راجا وٽ پهتيون، تڏهن هن گهڻي جاچ ڪئي، پر ٻنهي سڃاڻي نه سگهيو. اميرن وزيرن ۽ ڪيترن ئي گهوڙن جي ڄاڻن به هيڏانهن هوڏانهن گهوڙين کي ڏٺو جانچيو، پر ڪوبه خاطريءَ سان ٻڌائي ڪين سگهيو ته ڪهڙي نندي ڪهڙي وڏي. آخر ۾ راجا شهزادي کي گهرايو، جنهن ڳالهه ٻڌي هام هنئي ته "آءٌ اهي گهوڙيون سڃاڻي ڏيندس." ڇا ڪيائين، جو ٻه سوار گهرائي، انهن کي چيائين ته "گهوڙين

تي چڙهي، خوب ڊوڙايون، ۽ جڏهن آءٌ حڪم ڏيان، تڏهن موٽائي هيڏانهن ڪاهي اچونِ." سوارن حڪم مڃي، گهوڙين کي خوب ڊوڙايو. ڪئين ماڻهو تماشي ڏسڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ، جڏهن شهزادي ڏٺو ته هاڻي گهوڙين کي چڱيءَ طرح پگهر نڪتو هوندو، تڏهن اُنهن کي ورَي اچڻ جو حڪم ڏنائين. سوارن گهوڙيون آڻي حاضر ڪيون. تڏهن شهزادي حڪم ڏنو ته "گهوڙين کي پاڻيءَ جي جدا جدا ڪُونرن تي ڇڏيو ته پاڻي پيئن." جڏهن گهوڙيون ڪونرن تي ڇڏيون ويون، ته هڪڙي گهوڙي يڪدم پاڻي پيئڻ لڳي، پر ٻي گهوڙي ڪجهه ساهي پٽي پوءِ پيئڻ لڳي. شهزادي، اهو ڏسي، بادشاهه کي چيو ته "جنهن ساهي کڻي پاڻي پيتو، اُها ماءُ آهي، ۽ جنهن يڪدم پاڻي پيتو، اُها ڌيءُ آهي." راجا شهزادي جي عقل جي ڏاڍي تعريف ڪئي، ۽ کيس گهڻوئي انعام اڪرام ڏيئي خوش ڪيائين. انهيءَ ڪانپوءِ، راجا اُهي گهوڙيون بيکٺ راجا ڏي واپس موڪليون ته فلاڻي ماءُ آهي ۽ فلاڻي ڌيءُ.

تنهن ڪانپوءِ، بيکٺ راجا وري سورمر راجا ڏانهن هڪڙو وڏو ۽ ٿلهو متارو هاٿي ڏياري موڪليو ته "هنجي اسان کي تور ڪرائي موڪليو!" هيءَ ڳالهه ٻڌي، سورمر راجا جي وزيرن جي منهن جو پنوئي ڇڏائي ويو، ۽ وات ڦاٽي وين- چي، "هاٿيءَ جي تور کهڙيءَ ساهميءَ ۾ ٿئي، ۽ اُن لاءِ تورا ڪٿان اچن!" راجا وري به شهزادي کي گهرايو، جنهن چيو ته "هيءَ ڳالهه ته تمام سولي آهي! هينئن ڪيو، جو، هاٿيءَ کي ڪٺي هڪ ٻيڙيءَ ۾ چاڙهيو!" جڏهن ائين ڪيو ويو، تڏهن هاٿيءَ جي بار سبب ٻيڙي جيترو هيٺ پاڻيءَ ۾ جهڪي ويئي، اُتي شهزادي نشان ڪري ڇڏيو. پوءِ هاٿيءَ کي هيٺ لاهي، ٻيڙيءَ ۾ پٿر ۽ سرون وجهائڻ شروع ڪيائين. جڏهن ٻيڙي ساڳئي اِندي تي پهتي، تڏهن انهن سرن ۽ پٿرن جي تورڻ جو حڪم ڏنائين، ۽ چيائين ته "جيتري هنن پٿرن ۽ سرن جي جملي تور، اوترو هن هاٿيءَ جووزن!"

بيڪٽ راجا کي جڏهن هاٿيءَ جي تور ملي، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ راجا جي عقل جي ساراهه ڪرڻ لڳو. پر اجا به هڪ دفعو آزمائڻ جو خيال ڪيائين، سو ڪيس چوائي موڪليائين ته ”مون تنهنجي عقل جي پرک ٿي ڪئي؛ تون بيشڪ ڏاهو آهين؛ پر اجا به هڪ آزمودو ونان ٿو؛ جي اُن مان پار پئين ته سمجهندس ته تو جهڙو عاقل دنيا ۾ ڪونهي؛ پر جي اُن ۾ هارائيءِ، ته اڳيون ڪيل ڳالهيون به اجايون ويون. ڳالهه هيءَ آهي ته منهنجي سمهڻ واريءَ ڪٽ جي هيٺان سوني سِر ۽ هڪ چندن بتي پوريل آهي. اُهي جي ڪنهن اٽڪل سان کڻي ويندين، ته سمجهندس ته تون برابر عاقل آهين.“ نياپي موڪلڻ کانپوءِ، راجا پنهنجي ماڻهن کي خبردار ڪيو ته انهيءَ ڳالهه جو خاص خيال رکن جيئن اِهي شيون کجي نه وڃن. انهيءَ کان سواءِ، راجا شهر جي ٻاهران به سخت پهرو مقرر ڪيو ته ڪنهن به شڪي ماڻهوءَ کي شهر ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنو وڃي، ۽ محلات ۽ پنهنجي سمهڻ واري ڪمري جي چوڌاري پهريدار مقرر ڪري ڇڏيائين. سورم راجا کي جڏهن اهونياپو مليو، تڏهن هن شهزادي کي گهرائي، سڄي حقيقت ٻڌائي. شهزادي راجا کي دلداري ڏني ته ”اوهان فڪر نه ڪريو، اهي شيون آءٌ اوهان کي آڻي ڏيندس. جيڪڏهن راجا اينرو پهرو بيهاريو آهي، ته آءٌ به لڪي ڇپي اهي شيون ڪونه ڪڍندس، پر ٻولائي چولائي ڪُليون کلايو کڻي ايندس. لِڪي کڻڻ ٻُزدليءَ جو ڪم آهي. تنهنڪري اوهين راجا کي خبر ڏيو ته ’اسين اچون ٿا- اوهان کي جيڪو انتظام ڪرڻو هجي، سو ڪري ونو، متان پوءِ اسان کي ميار ڏيو ته لڪي کڻي ويا.‘“ راجا اهڙو اطلاع بيڪٽ راجا ڏانهن موڪليو، جنهن کي ٻڌي هن مرڪي ڏنو، پر اُن هوندي پنهنجي ماڻهن کي خبردار رهڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين.

ٿورن ڏينهن کانپوءِ، شهزادو روانو ٿيو، ۽ اچي بيڪٽ راجا جي شهر جي ويجهو پهتو. ڏسي ته شهر جي چوڌاري زبردست پهرو آهي. خيال ڪيائين ته ڪنهن اٽڪل سان اندر وڃڻ گهرجي، سو قاتل ٺُڳل ڪپڙا پائي،

هٿ ۾ ڪشتو ڪٽي، منڊڪائيندو منڊڪائيندو شهر ۾ داخل ٿيڻ لڳو. پهريدارن کيس ڏسي، هڪل ڪئي ته ”خبردار! اتي ئي بيهي رهه!“ هُو ويچارو اتي ئي بيهي رهيو. پهريدارن هن کان پڇيو ته ”ڪير آهين، ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“ ڇوڪري گهٽيءَ عاجزيءَ سان جواب ڏنو ته ”آءٌ هڪ يتيم پينو بار آهيان. منهنجو ڪوبه مائٽ مٽ ڪونهي، تنهنڪري مُلڪ گهمي، شهرن مان پني پيو گذر ڪريان.“ انهيءَ تي پهريدار کي مٺس قياس اچي ويو، ۽ هن کي شهر ۾ وڃڻ جي اجازت ڏنائون.

ڇوڪر خيال ڪيو ته آءٌ نئون ماڻهو آهيان، شهر جي حال معلوم ڪرڻ لاءِ ڪجهه پا سيرو ٿي رهجي ته بهتر؛ تنهنڪري ڏسندو ڏسندو، شهر جي هڪ ڪنڊ تي هڪ غريب پوڙهيءَ ڪنيارڻ وٽ اچي نڪتو، جنهن کي پاڻ وٽ رهائڻ لاءِ چيائين، مگر پوڙهيءَ ڪاوڙجي چيس ته ”مون وٽ جاءِ ڪانهي، ڇو ته شهر جي راجا جو حڪم آهي ته ’ڪوبه ڪنهن ڌارئين ماڻهوءَ کي پاڻ وٽ نه رهائي‘ .“ اهو جواب ٻڌي، ڇوڪر پوڙهيءَ کي هڪڙي سوني مُهر ڪڍي ڏني ۽ چيائينس ته ”جيستائين آءٌ تو وٽ رهندس، تيستائين توتي آءٌ ڪوبه پنهنجو بار نه وجهندس، بلڪ تنهنجو خرچ به منهنجي ذمي آهي.“ غريب مائي، جنهن پنهنجي ڄمار ۾ ٽامي جو ٽَڪو به مشڪل سان ڏٺو هو ۽ پني پيٽ پاريندي هئي، تنهن سوني مُهر جو ڏٺي، ته هرڪجي پيئي، ۽ هن کي پاڻ وٽ رهڻ ڏنائين، ۽ چيائينس ته ”آءٌ تنهنجي ناني ۽ هيءُ تنهنجو گهر- وينو موجون ڪر.“ ڇوڪرو ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ پوڙهيءَ کي ٻيا پيسا ڏنائين، جن جو هوءَ سيڌو سامان وني آئي، ۽ اچي ماني تيار ڪيائين، جا ٻنهي ڪائي ڍؤ ڪيو. ان کانپوءِ پوڙهيءَ کيس هنڌ وڇائي ڏنو، جنهن تي هو سمهي پيو ۽ مزي جي ننڊ ڪيائين، تان جو صبح جو سجاڳ ٿيو ۽ سارو ڏينهن پوڙهيءَ کان شهر بابت حال احوال وٺندو رهيو.

ٻيءَ رات شهزادي ڇا ڪيو، جو هڪڙي پَني تي لکيائين ته ”سوني

سِر ۽ بَتي ڪٽڻ لاءِ راجا سورم اچي ويو آهي، بيڪٽ راجا کي جيڪو بندوبست ڪرڻو هجي، سو ڪري وٺي،" ۽ اُهو پنو محلات جي در تي هٽي آيو. صبح جو راجا جي نوڪرن اُهو پنو پڙهيو، ته عجب ۾ پئجي ويا، ۽ ترت ئي راجا کي خبر ڪيائون، ۽ پنو به وڃي ڪيس ڏنائون. راجا به عجب ۾ پيو، ۽ پهريدارن تي ڏاڍو ڏمريو، ۽ اجا به وڌيڪ خبردار رهڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين، ۽ هڪڙي هوشيار ماڻهوءَ کي ڇونڊي حڪم ڏنائين ته "تون هڪڙو اُٺ ٽَڪن سان پِري، شهر ۾ هوڪو ڏيندو وڃ ته 'سورم راجا شهر ۾ اچي ويو آهي.... جيڪو به ماڻهو اسان کي اُن جو ڏسُ ڏيندو، تنهن کي هي سڀ مال ڏبو' ." حڪم موجب بيڪٽ راجا جو ماڻهو، اُٺ ٽڪن جو پِري، سڄي شهر ۾ اعلان ڪندو هلندو رهيو.

ڇوڪري وري ڇا ڪيو، جو رات ٿي، ته قاتل ۽ ميرا ڪپڙا ڪري، ڏسي وائسي، بزار ۾ هڪڙي ڪنڊ وٺي، ٺورو ٺاندو ٻاري، وڃي ويهي رهيو. ڪنهن مهل سُتو ٿي، ته ڪنهن مهل اُٿي ٿي وينو. جڏهن هوڪي وارو اُٺ سميت ڪجهه ويجهو ٿيو، ته ڇوڪري وٺي رڙيون ڪيون. دانهن تي هو ڊوڙي وٽس آيو، ۽ سبب پڇيائينس. ڇوڪري ڇيو ته "سائين آءٌ غريب فقير آهيان، ۽ سارو ڏينهن پِني پِني رات ٿي، ته اچي هت سُتو هوس. اوهان جي اچڻ کان ٿورو اڳ هڪڙي ماڻهوءَ اچي ڇيو ته 'مون کي راجا جون شيون ڪٽڻيون آهن.... تون پنهنجا ڪپڙا لاهي ڏي، ته اُهي پائي شيون ڪٽي اچان، جيئن چور سمجهي ڪو جهلي نه وجهيم.' مون انڪار ڪيو ته زوريءَ مون کان ڪپڙا ڦرڻ لڳو، جنهن تي مون رڙيون ڪيون، ۽ هو توهان کي پريان ايندو ڏسي ڀڄي ويو." هوڪي واري پڇيو ته "ڪيڏانهن ويو؟" ڇوڪري جواب ڏنو ته "سامهون گهٽيءَ ۾." هوڪي وارو تڪڙو تڪڙو اوڏانهن روانو ٿيو. ڪجهه پنڌ اڳتي ويو پر ڪجهه ڪونه ڏنائين، تڏهن واپس موٽيو. ڇوڪري، هن کي وري ايندو ڏسي، وٺي رڙيون ڪيون، ته هوڪي وارو به تڪڙو ڊوڙي آيو، ۽ پڇيائينس ته "وري ڇا ٿيو؟" ڇوڪر

پڇيو تہ ”سائين! مون جو اوهان کي ڏسُ ڏنو ۽ اوهين هن جي پنيان ويا ، اينتري ۾ هو وري مون وٽ آيو ، ۽ چيائين تہ ’تو منهنجو ڏسُ ڏنو آهي ۽ آءٌ توکي ماري ڇڏيندس.‘ ائين چئي ، مارڻ لاءِ سنپريو ، تہ مون ونئي دانهون ڪيون ، پر وري بہ توهان کي ايندو ڏسي ڀڄي ويو ، ۽ ويندي چوندو ويو تہ ’آءٌ توکي جيئرو نہ ڇڏيندس.‘ هوڪي واري چيو تہ ”هاڻي هيئنئن ڪر ، جو تون پنهنجا ڪپڙا مون کي ڏي ، ۽ منهنجا ڪپڙا تون پائي ، اُٽ وٺي ، ٿورو پريان لڪي ويھ. آءٌ هن کي جهلڻ بعد پاڻهي توکي سڏ ڪندس.“ پوءِ پنهي ڪپڙا بدلايا ، ۽ هوڪي وارو اُتي ويهي رهيو ، ۽ ڇوڪرو اُٽ وٺي ڪاهي سڌو ڪنيارڻ جي گھر آيو. مال ملڪيت قابو رکي ، اُٺ ڪُهي ، گوشت ڪنيارڻ کي رڌي تيار ڪرڻ لاءِ ڏيئي ، پاڻ اتان روانو ٿيو ، ۽ سڌو اچي محلات جي دروازي تي پَنو هنيائين تہ ”اِج سورمر راجا ، بادشاھ جي هوڪي واري ڪان ٽڪن سوڏو اُٽ ڦري ويو. راجا کي خبردار ٿيڻ گھرجي.... جيڪو بہ بندوبست ڪرڻو هجيس ، سو ڪري ڇڏي!“

هوڏانهن هوڪي وارو ڪجھ وقت ويٺو ۽ ٿانئن تي هٿ ٺئيندو ۽ هيڏانهن هوڏانهن لوڙتا ڦيرائيندو رهيو ، پر ڪوبہ ڪونہ آيو. جڏهن ويهي ويهي ٿڪو ، تڏهن اٿي ڇوڪري جي جاچ ڪرڻ لڳو ، تہ متان چور ان کان اُٽ نہ کسي ويو هجي- پر ڇوڪرو نہ ڏسي ، سمجهي ويو تہ ’چور هو ئي اُهو پاڻ ، جو مون کان ٽڪن سوڏو اُٽ بہ ڦُري ويو!‘ گھڻي جاچ ڪيائين ، پر پتو نہ پيس: نيٺ خيال ڪيائين تہ چور اُٽ ضرور ڪُهي ڪاڏو هوندو ، پر اينترو ساروگوشت هو اڪيلو پاڻ تہ ڪائي ڪين سگھيو هوندو.... تنهنڪري هيڏانهن هوڏانهن شهر ۾ هوڪو ڏيڻ لڳو ، تہ منهنجي زال بيمار آهي: اُٽ جي گوشت لاءِ طبيب ڏس ڏنو آهي: ڪنهن وٽ اٺ جو گوشت هجي ، تہ پئسن تي مون غريب کي ڏئي تہ دعا ڪريانس.“ هوڪو ٻڌي ، پوڙهيءَ ڪنيارڻ کي هن تي قياس آيو تہ هن غريب جي زال بيمار آهي ، پلي ڪنهن غريب جو پلو ٿئي. سو ، هن کي سڏ ڪري ، کيس ڪجھ گوشت

ڏنائين. هن سَهي ڪيو تہ چور هتي آهي، پر اهو خيال ڪيائين تہ اڪيلو آهيان، متان چور مون کان پڄي وڃي، تنهنڪري ڪنپارڻ جي گهر تي اُن جي رت سان نشان ڪري ڇڏيائين، تہ صبح جو پنهنجا ماڻهو وٺي اچي چور کي پڪڙيندس.

چوڪرو، بادشاهہ جي محلات کان واپس اچي، پنهنجي گهر ۾ ٿي گهڙيو، تہ در تي رت جو نشان ڏٺائين. اندر اچي پوڙهيءَ کان پڇيائين تہ "هي نشان ڪنهن ڪيو آهي؟" پوڙهيءَ سربستي ڳالهہ ڪري ٻڌايس. هن سهي ڪيو تہ هيءَ هوڪي واري جي چالاڪي آهي، ۽ سڃاڻپ لاءِ نشان ڪري ويو آهي. پوءِ پاڻ ڇا ڪيائين، جو اُن جو رت ڪٺي پاڙي ۾ جيڪي بہ گهر هئا، تن سڀني جي درن تي اهڙا نشان ڪري ڇڏيائين، ۽ پاڻ بيفڪر ٿي اچي ماني کائي سمهي پيو. هوڪي وارو، صبح جو سوير اٿي، مُڇون وٺي، پوليس ساڻ وٺي، چور کي گرفتار ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. جڏهن انهيءَ پاڙي ۾ آيو، تڏهن سڀني گهرن جي درن تي هڪجهڙا نشان ڏسي، ڏاڍو ڦڪو ٿيو، ۽ هٿين خالي جهڙو آيو هو تهڙو واپس موٽي ويو. هوڏانهن محلات جي چوڪيدار دروازي تي پَنو ڏٺو، ۽ لاهي ڪٺي ويو راجا وٽ. راجا کي ڏاڍو تعجب ٿيو.... ۽ ايتري ۾ هوڪي واري بہ اچي راجا سان سموري حقيقت ڪئي. راجا کي ڏاڍو ڏک ٿيو، ۽ پهريدارن کي ٻيءَ رات وڌيڪ خبردار رهڻ جي تاڪيد ڪيائين.

ٻيءَ رات چوڪرو بہ گهران سهي سنيري روانو ٿيو. پهريدارن جي گهرن وٽ پهچي، ڏٺائين تہ نوڪريءَ تي وڃڻ لاءِ تيار پيا ٿين. هن وجهہ وٺي، بہ ٽي پيتر اندر اُڇليا، ۽ پاڻ اتي ئي لڪي ويهي رهيو. پهريدار اهو ڏسي ٻاهر نڪتا، پر ڪين ڪوبہ ڪونہ ڏسڻ ۾ آيو. هو جو تڪڙ ۾ ٻاهر نڪتا هئا، سو انهن مان ڪي پوريءَ طرح تيار بہ ڪونہ هئا، ۽ ڪن کي هٿيار ساڻ هئا، تہ ڪي هٿين خالي هئا. اهي اڃا ٻاهر ئي هئا، تہ چوڪرو جنهن هڪڙو ٽپڙو بہ پاڻ سان آندو هو، سو کڻي منجهانئن هڪڙي جي گهر

۾ گهڙي ويو. زالون اچي گڏ ٿيون، جن کي چيائين ته ’آءٌ غريب برهمڻ آهيان، ڪجهه جوتش به ڄاڻندو آهيان. هونئن ته شهر مان ڪجهه نه ڪجهه ملي پوندو اٿم. پر اڄ سڄو ڏينهن رليو آهيان ته ڪٿان ڪجهه نه مليو اٿم. ڏٽيءَ جي نالي ڪجهه ڏيوم، ته اوهان کي آسيس ڪريان.“ زالن هن کي غريب برهمڻ سمجهي، دان ڏنو، ۽ پڇيائونس ته ”جيڪڏهن تون جوتش ڄاڻين ٿو، ته ٻڌاءِ ته اسان جا مڙس سورم راجا کي جهلڻ لاءِ ويندا، سي هن کي پڪڙي سگهندا يا نه؟“ هن ٽيپڻو ڪڍي، وار نکيشتر ٿتين جا آڏا اُبتا حساب ڪري، زالن کي چيو ته ”سورم راجا کي هو پڪڙيندا ضرور، پر اڄ رات اوهان کي هڪڙي تڪليف ٿيندي، جو اوهان وٽ اُگهاڙا ڀوت ايندا، جن کي اوهين اچڻ نه ڏجو. هو اوهان کي گهٽوئي چوندا ته ’اسين اوهان جا مڙس آهيون، اسان کي ڪپڙا ڏيو‘ ؛ پر اُهي اوهان جا مڙس نه هوندا ۽ اوهان سان ڪوڙ ڳالهائيندا. هو زوريءَ به اوهان وٽ اچڻ جي ڪوشش ڪندا، پر اوهان ڪنهن به صورت ۾ هنن کي اچڻ نه ڏجو. منهنجي صلاح اٿو ته جڏهن هو اچن ته هنن کي پتر هٽي پڄائي ڪڍجو.... ۽ ان لاءِ پتر چونبي، ڪونيءَ جي هڪڙي ڪنڌ پري ڇڏيو.“ زالن اها ڳالهه مڃي، پتر چونبي، پنهنجي پنهنجي ڪونيءَ جي ڪنڌ پري ڇڏي، ۽ چوڪر ٽيپڻو ڪڇي ٻاهر روانو ٿيو.

چوڪر گهرن جي پرسان هڪڙي تلاءَ تي اچي ويٺو. پهريدار رُلي رُلي جيئن واپس ٿي وريا، ته چوڪر تي نظر پين. ويجهو اچي ڪائنس پڇيائون ته ”ڪير آهين؟“ هن چيو ته ”سائين غريب برهمڻ آهيان.“ اهو ٻڌي، هنن پڇيو ته ”ڪجهه جوتش به ڄاڻين؟“ چيائين ته ”سائين، مڙيئي ڪجهه ڄاڻان ٿو.“ هنن پڇيو ته ”ڀلا خبر ڏي ته اسين سورم راجا کي جهلڻ لاءِ تيار ٿي وڃون ٿا، سو هن کي پڪڙي سگهنداسون يا نه؟“ هن ٽيپڻو ڪڍي، ڏسي، ڪجهه آڱرين تي حساب ڪري، ٻڌايو ته ”اوهان سورم راجا کي گرفتار ضرور ڪندا، پر هينئن ڪريو، جو تلاءَ مان سنان ڪري، پاڪ ٿي،

پوءِ نوڪريءَ تي وجو. سنان ڪندي تبي هٽو. جيڪو سيني ڪان پوءِ پاٽي مان ٻاهر نڪرندو، اهو چور کي پڪڙيندو." هي ڏاڏا خوش ٿيا، ۽ يڪدم ڪپڙا لاهي، تلاءَ جي ڪپ تي رکي، تلاءَ ۾ گهڙيا. سيني ونئي زور سان پاٽيءَ ۾ ٽُبي هنئي. چوڪر، ڇُپڙي ڪري، سيني جا ڪپڙا ميڙي سيڙي، ڪٽي سڌو گهر هليو ويو. ۽ ڪپڙا اتي رکي، ويو راجا جي محلات تي. ڪاغذ تي لکيائين ته "سورم راجا اڄ پهريدارن جا ڪپڙا به ڪٽي ويو. راجا کي جيڪا خبرداري ڪرڻي هجي، سا ڪري وٺي." اهو پنو در تي هٽي، واپس وريو. پهريدار تلاءَ مان ساهه گهُٽي گهُٽي، اڌ مئا ٿي، ٽبيون ڏيئي، ٻاهر جو نڪتا، ته ڏسن ته ڪپڙا نهن ئي ڪونه! نڪو برهمڻ ئي ڏنائون. نيٺ اُگهاڙا اُگهاڙا وٺي گهرن ڏي ڀڳا. جڏهن اتي پهتا، ته زالن برهمڻ جي ڳالهه سچ سمجهي، هنن کي پتر هٽڻ شروع ڪيا. هنن گهڻوئي چيو ته "اسين اوهان جا مڙس آهيون، اسان کي ڪپڙا ڏيو." پر زالن کي اعتبار ڪيئن اچي! سو مٿن پترن جي وارو وار لائي ڏنائون. آخر گهڻي مَتا ڪُٽ بعد، هنن، زوريءَ گهرن ۾ گهڙي، ڪپڙا پاتا. تڏهن مس مس زالن پنهنجن مڙسن کي سڃاتو. مڙسن زالن کان پڇيو ته "اڄ اوهان کي ڇا ٿيو هو، جو پتر ٿي هنيوَ؟" زالن کين سڄي ڳالهه برهمڻ واري ڪري ٻڌائي. تڏهن پهريدارن سهي ڪيو ته هو برهمڻ ڪونه هو، پر سورم راجا اهوئي هو، جو برهمڻ جي روپ ۾ زالن کي به برغلائي ويو، ۽ اسان جا ڪپڙا به ڪٽي ويو. ڏاڏا پشيمان ٿيا ته هاڻي راجا کي ڪهڙو جواب ڏيندا سون!

صبح جو محلات جي پهريدار ڏٺو ته وري دروازي تي پَنو لڳو پيو آهي. پهريدار پَنو لاهي بادشاهه کي آڻي ڏنو، جنهن کي پڙهي بادشاهه ڏاڍو ڪاوڙيو؛ پر ايتري ۾ سڀ پهريدار به آيا ۽ بادشاهه کي سڄي حقيقت ٻڌايائون. راجا، ڳالهه ٻڌي، ڏاڍو غمگين ٿيو.

ٽينءَ رات، پهريدار تيئن خبردار ٿي نوڪريءَ تي بيٺا. ٿوري شڪ پوڻ تي، يڪدم هر ڪنهن کي گرفتار ٿي ڪيائون. چوڪري ڇا ڪيو، جو

پيڪيدار زنانو ويس ڪري، زيورن سان سينگارجي، لڏون ناهي، تن ۾ نشو ملائي، ٿالهہ ڀري، مٿي تي رکي، روانو ٿيو. جڏهن پهريدارن وٽان لنگهيو، تہ هنن هڪل ڪيس تہ ”ڪير آهين؟ بيهي رهہ!“ ڇوڪرو بيهي رهيو. پهريدارن اڳتي هلي ڏٺو تہ هڪڙي زال آهي..... تڏهن ڪيس چيائون تہ ”توکي خبر نہ آهي ڇا تہ هتي هڪڙو مشهور چور پيدا ٿيو آهي، جو بادشاهہ پهري ڏيندي بہ چوريون ڪيو وڃي! تون اِستري ٿي، زيورن ۾



ڪپڙن سان سينگارجي، هن بيگاهہ وقت ۾ اُٿي نڪتي آهين!“ هن جواب ڏنو تہ ”مون کي خبر تہ آهي، پر آءٌ بہ لاچار آهيان، جو منهنجو مڙس پرديس مان اڄ ڪتي ڪمائي خير سان موٽيو آهي. مون فلاڻي ڀڳت جي باس باسي هئي، سا اڄ ورهائڻ ٿي وڃان.“ پهريدارن، جو لڏون ڏٺا، سو هنن جو وات پاڻي ٿيڻ لڳو. هن کي چيائون تہ ”اها باس هتي ئي ڪٿي ورهاءِ، پاڻهي قبول پوندي، ۽ تون ماٺ ڪري گهر موٽي وڃ.“ ڇوڪر کي تہ ڪپندو ئي اهو هو. دل ۾ خوش ٿيو. پر ظاهري آنا ڪاني ڪرڻ ڪانپوءِ،

اهي لڏون هنن کي ورهائي ڏنائين، جي هُو ويهي مزي سان کائڻ لڳا. اجا ڪائي بَس مَس ڪيائون، تہ مٿي ۾ چڪر اچڻ لڳن، ۽ اُتي جو اُتي گهيراتجي، ساٽا ٿي، پئجي رهيا. هن سيني جا ڪپڙا لاهي، هَڙ ٺاهي، ڪٽي ڪچ ۾ ڪيا، ۽ سيني پهريدارن کي اوندو ہڌي ڪني ڪي چڏيائين. پوءِ پني تي لکيائين تہ "سورم راجا اچ بہ پهريدارن سان حڻ ڪري وجي ٿو، بادشاهہ کي جيڪا بہ خبرداري ڪرڻي هجي، سا پلي ڪري." اهو پنو در تي هٽي، ڪپڙن جي هڙ ڪٽي، اچي گهر نڪتو.

صبح ٿيو، تہ ماڻهن اچي پهريدارن کي چوڙيو، ۽ مٿن پاڻي هاري ڪين هوشيار ڪيو. پهريدار، پنهنجي حالت ڏسي، ڏاڍو شرمندا ٿيا، پر هنن خيال ڪيو تہ هيءَ جُٽ رڳو اسان سان ڪانہ ٿي آهي، ٻين سان بہ اهڙيون جنيون ٿي چڪيون آهن. . . . تنهنڪري هي احوال راجا کي ضرور ٻڌائڻ گهرجي. آخر بادشاهہ وٽ اچي، سچو احوال پيش ڪيائون. راجا ڏاڍو پريشان ٿيو، ۽ ڪيس پَڪ ٿي تہ سورم راجا هاڻي ضرور شيون چورائي ويندو. پر ڇا ڪري؟ راجا سان شرط تہ پهريائين ڪري ويٺو هو. نيٺ چيائين تہ "چڱو! اچ رات وڌيڪ خبرداري ڪَبي."

چوٿينءَ رات، راجا خود وزير کي انهيءَ ڪم تي مقرر ڪيو. وزير ،نهي نُڪي، هٿيار ٻڌي تيار ٿيو، ۽ سيني زيردستن کي بہ سجاڳ رهڻ جو سخت تاڪيد ڪيائين. چوڏاري پهرو هو، ۽ وزير پاڻ پنهنجي سر نظرداري ڪري رهيو هو، تہ جيئن زيردست پوري نوڪري ڏين ۽ ويسلا ٿي ويهي نہ رهن. رات گذرندي ويئي. . . . جڏهن اَسر ٿيو، تڏهن چوڪر ڇا ڪيو، جو هڪڙيءَ جهور پوڙهيءَ مائيءَ جهڙو ويس ڪري، مٿي تي جنڊ کٽي، گهر کان ٿورو پريرو گهٽيءَ ۾ ويهي پيهڻ لڳو. جڏهن وزير نظرداري ڪندي ويجهو آيو، تڏهن هن وني دانهون ڪيون تہ "گهوڙا ڙي! مون کي چور ٿو ماري!" دانهن تي وزير ڊوڙي اچي هن کان پڇيو تہ "تون ڪير آهين، ۽ هن مهل هتي ڇو جنڊ پيهي رهي آهين؟ شهر ۾ چور آهي، تنهن

پوشاڪ پائي، نشيدار شيءِ ڪيسي ۾ وجهي، روانو ٿيو، ۽ سڌو محلات ڏانهن ويو. بادشاهه، پهريدارن تي چوڪسي ڪرڻ ۽ پنهنجي سر چور جهلڻ لاءِ ٻاهر ويل هو، تنهنڪري هو مانڙي ڪري محلات جي انهيءَ چوڪيدار وٽ آيو، جو بادشاهه جي رهڻ واريءَ ڪوٺيءَ تي پهرو ڏيئي رهيو هو. ڇوڪري هن چوڪيدار کي چيو ته ”جلدي ڪر، بادشاهه سلامت حڪم ڏنو آهي ته ’شهر جي اتر طرف گدام واري لنگهه تي هلي بيهه، ته مان به اجهو ٿو اچان- ڇو ته پتو پيو آهي ته چور اُتان ضرور لنگهندو‘ ۽ راجا چيو آهي ته ’جيستائين آءٌ نه اچان، تيستائين اتي ترسجانءِ.‘ پر جلدي ڪر. دير نه ڪر. گهڙي گهڙي قيمتي آهي! تون سگهو وڃ، هتي آءٌ ٿو بيهي پهرو ڏيان.“ پهريدار دام ۾ ڦاسي پيو ۽ هن کي ڪو به شڪ نه ٿيو ۽ هن اهوئي سمجهيو ته هو راجا جو نياپو کٽي آيو آهي- تنهنڪري هو ويچارو ڊوڙندو ڊوڙندو، وڃي گدام واري لنگهه وٽ بيٺو، ۽ انهيءَ انتظار ۾ هو ته اجهو ٿو راجا اچي.

ڪجهه وقت گذريو ته راجا به محل ڏي گهوڙو ڊوڙائيندو آيو. ڇوڪري ڊوڙي وڃي گهوڙي جي واڳ ورتي، ۽ راجا گهوڙي تان لهي، سڌو سمهڻ واري ڪمري ڏانهن ويو. ڇوڪرو، ايتري ۾ گهوڙو ٻڌي، راجا وٽ آيو، ۽ سلام ڪري ادب سان بيهي رهيو. راجا، جو ڳچ وقت چوڪسي ڪندي چڪر هنيا هئا، سو ٿڪجي پيو هو، ۽ ڪيس اُڃ به لڳي هئي، تنهنڪري هن کي پاڻي آڻڻ لاءِ حڪم ڏنائين. هو يڪدم ٻاهر ويو، ۽ گلاس ڀري، اُن ۾ نشيدار شيءِ ملائي، آڻي راجا کي ڏنائين. ٿوروئي وقت گذريو، ته راجا تي نشي جو اثر ٿيڻ لڳو، ۽ نيٺ اهڙو حال ٿيس، جنو بيهوش ٿي پئجي رهيو. تڏهن ڇوڪري اتان سون جي سر ۽ چندن بتي کڻي، راجا واري سنجيل گهوڙي تي سوار ٿي، سڌو پنهنجي گهر جو رستو ورتو: ۽ پوڙهيءَ ڪنيارڻ کي ڪيتروئي ڌن مال ڏيئي، ان کان موڪلائي، پني تي لکيائين ته ”سورم راجا پنهنجو ڪم پورو ڪري، راجا جي گهوڙي

سميت وڃي ٿو.... هاٿي، راجا کي اولداعي سلام!" پوءِ اهو پنو محلات جي دروازي تي هٽي، پنهنجي ملڪ ڏانهن روانو ٿي ويو.

صبح جو جڏهن راجا جا نشا ٽٽا، ۽ سجاڳ ٿيو، ته ڇا ڏسي ته سوني سِر ۽ چندن بتي غائب! ايتري ۾ سئس اچي ٻڌايس ته "گهوڙو به ڪونهي!" راجا سڄي ڳالهه سمجهي ويو. وري پهريدارن پنو به آڻي ڏنس، جو پڙهي ٿڌا شوڪارا ڀرڻ لڳو. محلات جي نوڪر تي اچي ڪاوڙيو، جنهن جو ته ڏوهه ئي ڪونه هو- جڏهن ويچاري وٽ ڪوبه ڪونه آيو، تڏهن اتي ويهي ويهي، صبح جو موٽي آيو هو- تنهن سڄي حقيقت ڊچندي ٻڌايس، جا ٻڌي راجا ڪٽي مات ڪئي. نيٺ سورم راجا کي لکيائين ته "تون برابر ڏاهو ۽ عاقل آهين. اسان تنهنجا به آزمودا اڳ ورتا هئا، ۽ ٽئين ۽ آخري آزمودي ۾ به تون ڪامياب ٿئين. تون بيشڪ ڏاهو آهين، ۽ تو جهڙو ڏاهو ملڪ ۾ ڪٿي به ڪونهي!"

سورم راجا کي جڏهن بيڪٽ راجا جي چٺي پهتي، تڏهن کيس جواب موڪليائين ته "اهي ڪم اسان نه ڪيا آهن، پر اسان وٽ هڪڙو ڇوڪرو آهي، جو زماني جي گردش جي ڪري اسان وٽ پهتو آهي، ان ئي ڪيا آهن. بيڪٽ راجا اها ڳالهه پڙهي، عجب ۾ پيو، ۽ سورم راجا کي نياپو موڪليائين ته "اهو ڇوڪرا اسان وٽ موڪليو، ته اسين به ڏسون." راجا ڇوڪريءَ کي گهرائي بيڪٽ راجا جو نياپو ٻڌايو. ڇوڪري وڃڻ لاءِ هائو ڪئي، ۽ سنيري، پنهنجن سنگتين ساٿين سميت، اچي بيڪٽ راجا جي شهر ۾ پهتو. بيڪٽ راجا کي اهڙو اطلاع اڳ موڪليل هو، جنهن ڇوڪري جي پهچڻ تي هن جو شاندار استقبال ڪيو، ۽ ڪچهريءَ ۾ پنهنجي پرسان ويهاريائينس. ڇوڪر گهوڙو، سوني سِر ۽ چندن بتي راجا کي واپس ڏني، ۽ چيائين ته "اسان کي هنن جي ڪابه ضرورت ڪانه هئي. فقط اوهان جي شرط جي پورائيءَ لاءِ ڪنيون ويون هيون." بيڪٽ راجا اهي شيون نه ورتيون، ۽ موٽائي کيس انعام طور ڏيئي ڇڏيائين.

چوڪر ڪجهہ وقت بيڪٽ راجا جو شاهي مهمان ٿي، اتي رهيو. هن جا اخلاق اهڙا هئا، جو سڀڪنهن کي پيو وڻندو هو. سڄي شهر ۾ هن جي ناموس هئي، ۽ راجا بہ کيس گهڻو پائيندو هو. راجا کي پٽ ڪونہ هو فقط هڪ نياڻي هيس، جنهنجي اٿارڻ جي فڪر ۾ هو. آسپاس ڪيترائي راجڪمار هئا، پر انهن ۾ نياڻيءَ لاءِ لائق ور ڪونہ ٿي مليس. چوڪر جون نيڪ عادتون ڏسي، راجا هن کي پنهنجي نياڻيءَ لاءِ چڱو سمجهيو، ۽ اهڙي ڳالهہ پنهنجي راڻيءَ ۽ وزير سان ڪيائين، جن پڻ اُها ڳالهہ پسند ڪئي. چوڪر ڪجهہ وقت اتي رهي، واپس ورڻ لاءِ موڪل گهري. راجا لاچار ٿي کيس موڪل ڏني. هو موڪلائي سورم راجا وٽ پهتو، ۽ ساريءَ حقيقت کان هن کي واقف ڪيائين، جا ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيو.

ڪجهہ وقت بعد، بيڪٽ راجا، ناريل چٽي، چوڪريءَ جي مڱڻي لاءِ سورم راجا کي ڏياري موڪليو. هن ناريل ورتو، ۽ ناريل آڻيندڙن کي انعام اڪرام ڏيئي، عزت سان واپس ڪيائين، ۽ پوءِ لڱن نهاري، ڏينهن مقرر ڪري، چوڪر جي شاديءَ جي تياري شروع ڪيائين. گهوٽيتن ۽ ڪنواريتن ۾ شاديءَ جون خوب تياريون ٿيون- شهر سينگاريا ويا، خيراتون ٿيڻ لڳيون، ديڳيون چڙهي ويون، ۽ غريب غربي عام جام کائي پي دعائون ڪيون. مقرر ڏينهن تي، ڄڃ تيار ٿي رواني ٿي، ڪنواريتن پليءَ پٽ آجيان ڪئي. رواج موجب سانت سوڻ ڪري، شاديءَ جون رسمون پوريون ڪيون ويون، ۽ ڄڃ، ڪي ڏينهن اُتي رهڻ بعد، موٽڻ لاءِ تيار ٿي. بيڪٽ راجا کي فقط اها نياڻي هئي، تنهنڪري هن چوڪر کي نياڻي دان ڏيئي، پنهنجو ولي عهد بہ مقرر ڪيو. چوڏاري واڌايون وريون. نيٺ موڪلائي توڪلائي، ڄڃ ڪنوار وني اچي گهر پهتي.

خدا جي قدرت، جو سورم راجا کي بہ پٽ ڪونہ هو، ۽ فقط هڪ نياڻي هئي: جنهن لاءِ هو بہ لائق وَر جي ڳولا ۾ هو، پر اهڙو ور کيس ڪونہ ٿي مليو. هن بہ هھڙو سلڇڻو چوڪر ڏسي، پنهنجي راڻيءَ ۽ وزير سان اُن لاءِ صلاح ڪئي، جن بہ کيس اها صلاح ڏني تہ هھڙو سلڇڻو ۽ سڄاڻ چوڪر بيو مشڪل ملندو. پوءِ تہ شپ موقعو ڏسي، راجا مڱڻي جو اعلان

ڪيو، ۽ ڪجهه وقت بعد شاديءَ جا ڏينهن به چٽا ڪيا ويا. نيٺ شبِ ڏينهن تي راجڪماريءَ سان هن جي شادي ڪرائي ويئي. سورم راجا ڪيتروئي دان پج ڪيو، ۽ نياٽيءَ کي جهجهو ڏاج ڏنائين ۽ چوکر کي پنهنجو وليعهد مقرر ڪيائين. اهڙيءَ ريت، هيءُ چوکر ٻيئي راجماريون پرڻيو، ۽ ٻنهي راڄن جو راجڪار سنڀالڻ لڳو.

ٿوري گهٽي ڏينهين ٻيئي راجا، هڪبئي پٺيان، پر لوڪ ڏانهن سڌاري ويا، ۽ راجڪمار تخت تي وينو. ٻيئي ملڪ لاڳيتا هئا، جنهنڪري يڪي بادشاهي ٿي پيئي، ۽ هو عدل انصاف سان حڪومت ڪرڻ لڳو.

چوکر هاڻي راجا به ٿيو، ۽ جنهن ڳالهه جي ڪري سندس ماٽيجيءَ ماءُ کيس مارائڻ لاءِ جلادن جي حوالي ڪيو هو، سا به پوري ٿي- يعني خواب واري اها ڳالهه، جنهن ۾ هو سُتو پيو هو، ته سورم راجا جي ڌيءُ ۽ بيکٽ راجا جي ڌيءُ، ٻنهي ٻيئي هن کي پکا هنيا. هاڻي، هن کي پنهنجي ماٽيجي ماءُ جي يادگيري پيئي.

انهيءَ وچ ۾، اُتي جا ٿيو، جو راڻي چڱيءَ طرح حڪومت هلائي نه سگهي ۽ چوکري سان جيڪو ورتاءُ ڪيو هئائين، ان ڪان رعيت به ناراض ٿي پيئي. امير وزير به سندس برخلاف ٿي پيا. ملڪ ۾ چوڌاري گڙٻڙ ۽ بي بندوبستي پکڙجي ويئي. اهو وجهه وٺي، ڪو دشمن ملڪ تي ڪاهي آيو، ۽ معمولي جنگ بعد حڪومت هٿ ڪري ويهي رهيو. راڻيءَ ڀڄي، پنهنجي جان بچائي، ۽ لڪندي ڇپندي، ڦريائين هڪڙي ڳوٺ ۾ اچي پهتي، پر اُتان به پڪڙجڻ جي ڊپ کان ڀڄي، اچي سورم راجا جي ملڪ ۾ نڪتي. اُتي ڀرواڙيءَ ۾ هڪڙي هنڌ گمنام رهي، محنت مزوري ڪري پيٽ پالڻ لڳي. سندس وقت ڏاڍو تنگ گذري رهيو هو. ڇا هڪ راجا جي راڻي ۽ ڇا مزوري ڪري پيٽ پالي- پر قدرت جا عجيب کيل آهن. هن پنهنجي ڪئي جو ڪيتو پئي لوڙيو. چوکرو ته سندس دل تان ئي لهي ويو هو، جنهن کي سندس حڪم تي جلادن مارڻ لاءِ نيو هو، ۽ هن سمجهيو هو ته هن جون ئي اکيون جلادن آڻي کيس ڏنيون هيون- تنهنڪري هن جي يادگيريءَ اچڻ لاءِ



.... راجا هڪدم هنجي پيرن تي ڪِري،

حاضريءَ ۾ بيهي رهيو....

آهي، تيئن تيون ڪريون.“ وري مانيءَ جي محل تي، هن لاءِ ٻانهيون طرحين طرحين جا طعام ڪٺي آيون. هن کي وڏيڪ ڏپ لڳو ته الائي مون سان ڪهڙي ويڌن ٿيندي؟ انهيءَ ڪري ماني نه پيئي کائي، پر جڏهن ٻانهين کيس دلداري ڏني، تڏهن مس مس ماني کاڌائين. ٻانهيون کيس هٿ ڌوئاري، سندس آرام لاءِ هنڌ بسترو چنبي ناهي تيار ڪري، هليون ويون.

ٿوريءَ دير بعد، راجا پنهنجي ٻن راڻين سميت هن وٽ لنگهي آيو. انهن کي پري کان ايندو ڏسي، ادب ۽ خوف وچان هوءَ اٿي بيٺي. پر راجا هڪدم اچي هن جي پيرن تي پيو، ۽ هن کي عزت سان کٽ تي ويهاريائين. اهڙيءَ طرح، راجا جون ٻيئي راڻيون به هن جي پيرن تي ڪري، حاضريءَ ۾ بيهي رهيون. هوءَ ٿيرس ۾ پئجي ويئي. راجا کانئس پڇيو ته ”مون کي سڃاڻين ٿي؟“ پر هن کجھ به ڪونه ڪڇيو. تڏهن ”راجا کيس ٻڌايو ته آءُ اهو ڇوڪرو آهيان، جنهن خواب لڌو هو ته ’مون کي سورم راجا جي ڌيءُ ۽ بيڪٺ راجا جي ڌيءُ پکو هڻي رهيون آهن.‘ اهو خواب نيٺ سچو ٿيو.... ۽ هي آهن اُهي ساڳيون منهنجون راڻيون، ۽ آءُ آهيان تنهنجو پٽ!“ راڻيءَ، اهو ٻڌي، ظاهري ته انهن کي گلي لڳايو، پر اندر ۾ ڏپ ٿيس ته متان راجا مون کان اڳوٽو وير وٺي، تنهنڪري هن کان معافي گهرڻ لڳي. راجا کيس عزت سان چيو ته ”تون منهنجي ماتا آهين. مون کي ڪو به وير وٺڻ جو خيال ڪونهي، جيڪڏهن مون کي اهڙو خيال هجي ها ته آءُ توکان تڏهن ئي وٺان ها. تون منهنجي ماءُ آهين، هي راڄ تنهنجو آهي- مون کي به جيئن حڪم ڪندينءَ، تيئن ڪندس.“ اهو ٻڌي راڻيءَ کي آٿت آيو، ۽ هنن کي آسيس ڪيائين. پوءِ سڀئي گڏجي، خوش گذارڻ لڳا. ’هنن جا ميڙا هُتي متا، پنهنجا هتي!‘

●●●●

# شاهي شاهہ بہ جنبڻ ماري

زماني جو هڪڙو بادشاهہ هو، جو ڏاڍو عادل ۽ انصاف پسند هو. اُن بادشاهہ جو اهو دستور هوندو هو تہ رات جي وقت ڇمڙا پوش ڪري، رعيت جو ڏک سک پيو جاچيندو هو. هڪ رات، خدا جي اهڙي ڪرڻي ٿي، جو جيئن بادشاهہ پنهنجي وزير سان گڏ ڇمڙا پوش ڪري، هڪ جهوپڙيءَ وٽان اچي لنگهيو، تيئن هن جي ڪن تي ٽن جوان ڇوڪرين جي ڳالهائڻ جو آواز پيو. بادشاهہ کي خيال ٿيو تہ 'هيڏيءَ مهل رات جو، جڏهن لوڪ لقاءُ سمهي رهيو آهي، هي بہ جوان جماڻ ڇوڪريون، جو ايڏي چاهہ سان پيون ڳالهائين، سو ضرور ڪا اهڙي ڳالهہ هوندي!' اهو خيال ڪري، بادشاهہ هنن جي گفتگو ٻڌڻ لاءِ پاسو وٺي بيهي رهيو. وڏيءَ ڇوڪريءَ ننڍيءَ ڇوڪريءَ کي چيو تہ "ادي، ڪنهن جهڙي تهڙي کي تہ ڇڏ، پر آءٌ جيڪر بادشاهہ جي بہ زال ٿيان، تہ اُن کي بہ جيڪر هٿن سان اُٺاريان ۽ هٿن سان ويهاريان- بنهہ اهڙو مطيع ڪري ڇڏيانس!" تنهن تي ننڍيءَ ڇوڪريءَ وڏيءَ کي چيو تہ "ادي، هٿن سان اُٺارڻ ۽ ويهارڻ مان ڇا ٿيو! آءٌ تہ هن کان هوند جنبڻ بہ ڪيرائي ڇڏيان!" بادشاهہ جو اها ڳالهہ ٻڌي، سو دل ۾ خيال ڪيائين تہ 'مار، هيءَ ڇوڪري وري اهڙي چالاڪ ساماڻي! خير، مون کي ڏسڻو آهي، تہ ڪيئن ٿي هيءَ ڇوڪري ڪنهن بادشاهہ کان جنبڻ ڪيرائي. اهو ويچار ڪري، بادشاهہ اوڏيءَ مهل تہ موٽي پنهنجي محلات ۾ آيو؛ پر صبح ٿيندي ئي، پنهنجي وزير کي گهرايائين ۽ هن کي رات واريءَ جاءِ جو ڏس ڏيئي، اوڏانهن روانو ڪيائين تہ "اُتي بہ ڇوڪريون آهن، تن مان ننڍيءَ ڇوڪريءَ جو سڱ اُن جي مائٽن کان منهنجي لاءِ وٺي اچ." وزير سڌو اوڏانهن روانو ٿيو، ۽ وڃي ڇوڪريءَ جي مائٽن سان مليو تہ "اوهان جي ننڍيءَ ڇوڪريءَ تي بادشاهہ جو راز ٿي پيو

آهي -۽ اوهان جيڪي گهرندؤ سو اوهان کي ملندو- سو، اوهان انهيءَ ڇوڪريءَ جو سڱ بادشاهه کي ڏيو." ڇوڪريءَ جا مائٽ ويچارا هئا غريب- تن، جو اها ڳالهه ٻڌي، سو دليئون کي بي دليئون، ڪين بادشاهه جي ڳالهه نيٺ مڃڻي پيئي. وزير، هنن کان اهڙي هائو ڪرائي، هڪدم بادشاهه کي وڃي مبارڪون ڏنيون. ٿوري گهڻي ڏينهين، بادشاهه جي شادي اُن ڇوڪريءَ سان ڌاڌي ڌام ڌوم سان ٿي، ۽ بادشاهه به هن جي مائٽن کي گهڻي ئي ڪِي ڏيئي راضي ڪيو.

بادشاهه جڏهن ڪنوار کي پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو، ته اچڻ سان هن کي چيائين، "اي راڻي، توکي اُها رات ياد آهي، جو تو پنهنجي وڏيءَ ڀيڻ سان ويٺي ٻٽاڪ هنئي ته 'جيڪڏهن آءٌ بادشاهه سان به شادي ڪريان، ته ان کان به جنڊ ڪيرائي ڇڏيان.' مون اوهان ٻنهي ڀيڻن جي اها سڄي گفتگو ٻيني ٻڌي، ۽ هاڻي صرف ان لاءِ توسان شادي ڪئي اٿم ته ڏسان ته تون مون کان ڪيئن ٿي جنڊ ڪيرائين!" تنهن تي راڻيءَ جواب ڏنو ته "بادشاهه سلامت، ان ڳالهه تان لهي وڃو- اسان ڀيڻن اها ڳالهه ساڀيان نه، پر ائين ئي ڇرچن مان پئي ڪئي." بادشاهه چيو ته "نه، توکي هاڻي پنهنجيءَ ڳالهه کي ضرور پاڻي ڏيڻو پوندو.... نه ته تنهنجي سڪ ڪونه ڪنيو هوم، جو توسان وٺي شادي ڪيم- توکان وڌيڪ سهڻيون راڻيون منهنجي محلات ۾ اڳي ئي موجود هيون. هاڻي جيستائين تون پنهنجي ڳالهه پوري نه ڪندينءَ، تيستائين تنهنجو اچڻ وڃڻ يا منهنجو اچڻ وڃڻ تو وٽ ناممڪن آهي. باقي هونئن تون راڻي آهين، ۽ جيڪي طلبينديئءَ، سو حاضر ٿي ملنديءِ." راڻيءَ ويچاريءَ بادشاهه کي پوءِ گهڻوئي سمجهايو، پر بادشاهه پنهنجي هوڏ تان نه لٿو، ۽ هن کي منهن تان ئي لاهي ڇڏيائين. ائين ڪيترا مهينا گذري ويا. هڪ ڏينهن، هُن دل ۾ خيال ڪيو ته 'ڳالهه جو ڪو اُپاءُ ڪرڻ گهرجي، نه ته بادشاهه پنهنجي ضد تي محڪم بيٺو آهي- مشڪل آهي، جو اُن تان لهي. ٻئي ڏينهن، پنهنجي پاءُ کي گهرائي، سڄيءَ حقيقت کان واقف ڪيائين، ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته ڪجهه وقت

هتان کنهن پاسي ٻاهر نڪري وڃجي. نيٺ ٻيئي ڀاءُ پيڻ هڪ رات گهٽيئي پئسا ڏوڪڙ کڻي، هڪڙي پاسي کسڪي اُٿي هليا. رستي تي پاڻ ۾ صلاح ڪيائون تہ "جهنگ ۾ جتان بادشاهہ شڪار تي ويندو آهي، اتي ڪنهن هنڌ هلي رهجي." اها صلاح ٻيهاري، انهيءَ جهنگ ۾ آيا، ۽ اتي هڪ شاهي ڊنگرن جو لوڙهو ڏياري، ان ۾ ڪکائون جايون ڪٽي ٺهرايائون، ۽ پيو بہ گهٽوئي سامان سڙو ۽ مال متاع گڏ ڪري، اتي ويهي رهيا.

هڪڙي ڏينهن، "راڻيءَ" پنهنجي ڀاءُ کي چيو تہ "ادا خبر پئي اٿيئي، بادشاهہ جي شڪار ڪرڻ جا ڏينهن اچي ويا آهن- هاڻي ضرور هن پار ايندو. تنهنڪري تون هيئن ڪندو ڪر، جو هيءُ رڍن جو ڌڻ جيڪو پاڻ ڌاريو آهي، سو صبح جو سويرئي ڌنارن کي ڏيئي، تون سڄو ڏينهن ڪيڏانهن تري ويندو ڪر- جو تہ آءٌ اڪيلي ٿينديس، تہ بادشاهہ کي ڪنهن نہ ڪنهن اٽڪل سان ڦاسائي وجهنديس.... رات جو تون وري موٽي اچي ڪکن پيڙو ٿيندو ڪج." ڀاڻس اها صلاح مڃي، انهيءَ موجب ڪرڻ لڳو.

ڪنهن ڏينهن بادشاهہ بہ تيار ٿي، پنهنجن اميرن وزيرن سان، شڪار جي لاءِ روانو ٿيو، ۽ اچي انهيءَ جهنگ ۾ ديرو ڪيائين، ٻئي ڏينهن، بادشاهہ شڪار جي خيال سان جهنگ ۾ نڪري پيو. پريان هڪڙو هرڻ ڏسڻ ۾ آيس، سو گهوڙو کڻي اُن جي پٺان ڇڏيائين. هرڻ، ڪجهہ پنڌ ڊوڙڻ ڪان پوءِ، هن جي اکين اڳيان اوجهل ٿي ويو. بادشاهہ هن هرڻ کي ڳولڻ لڳي ويو، پر هرڻ هٿ ڪونہ آيس. اتي ڪاڙهو بہ اچي ٿتو، ۽ بادشاهہ تمام ٿڪجي پيو، ۽ سخت اُڃ بہ اچي لڳيس- سو، هيڏانهن هوڏانهن پاڻيءَ جي تلاش ۾ نڪري پيو. ڳوليندي ڳوليندي، اچي انهيءَ جهوپڙيءَ وٽ پهتو، ۽ در تي هڪل ڪري چيائين تہ "ڪو اندر مرد ماڻهو هجي، تہ مون کي پاڻي پياري- مون کي سخت اُڃ لڳي آهي." "راڻيءَ" يڪدم بادشاهہ جو آواز سڃاتو، پر بادشاهہ کي هڪل ڪري چيائين تہ "اندر مرد ماڻهو آهي ئي ڪونہ.... اوهان ڪير آهيو؟" بادشاهہ جواب

ڏنو ته "آءٌ بادشاھ آهيان؟" تنهن تي بادشاھ کي چيائين ته "بادشاھ سلامت، اوهان کان حجاب ڪونهي- اوهين ڀلي اندر اچي، پاٽي پي وڃو." بادشاھ اندر گهڙي ويو. "راڻيءَ" ڏاڍي ادب سان پاٽي ڀري، آڻي بادشاھ کي ڏنو. هوءَ جا اڳيئي هار سينگار ڪريو تيار ٿيو ويٺي هئي، ۽ هئي بہ حسين، سو بادشاھ، جو ڏٺس، سو مٿس مفتون ٿي پيو. پاٽي تہ پيتائين، پر دل ئي نہ چويس تہ ڪو اُٿان اُٿان. راڻي تہ هئي بدليل ويس ۾، سو بادشاھ بنھ ڪانہ سڃاتي. مطلب تہ بادشاھ جي دل اهڙي قابو ٿي ويئي، جو چوي تہ اتي ويٺو رهان.... مٿان وري راڻيءَ چيس تہ "اي بادشاھ سلامت، اوهان جهنگ مان آيا هوندا، سو ضرور بڪايل هوندا! جي چئو، تہ اوهان کي ڪجھ کائڻ لاءِ آڻي ڏيان، تہ ڪائي ڪجھ دير آرام ڪريو- پوءِ ڏينهن نرئي، هليا وڃجو!" بادشاھ، جو صبح جو رڳو هلڪي نيرن ڪري نڪتو هو، تنهن کي سچ پچ بک لڳي هئي- تنهن يڪدم هائوڪار ڪئي.... ۽ هن يڪدم عاليشان کاڌو تيار ڪري، آڻي بادشاھ کي کارايو، ۽ پوءِ هنڌ وڇائي بادشاھ کي ڏنائين، تہ آرام ڪري. بادشاھ آرام تہ ڪونہ ڪيو، پر سڄو وقت هُن سان ڳالهين ۾ مشغول رهيو. راڻيءَ بہ کيس اهڙو تہ ڳالهين ۾ مست ڪيو، جو پتائي تہ محلات وڃان ئي نہ. نيٺ جڏهن سج لهڻ تي ٿيو، تڏهن بادشاھ اتان موڪلائي، پنهنجن تنبن ڏي روانو ٿيو. هلندي مهل، راڻيءَ چيس تہ "اي بادشاھ سلامت، ڪوبہ ڪم ڪار جيڪڏهن مون ۾ يا منهنجي پاءُ ۾ پئيو، تہ آءٌ ۽ پاءُ منهنجو هر وقت حاضر آهيون- غريب آهيان تہ پولو ڪونهي، توهان ڪوبہ حجاب نہ ڪندا." بادشاھ کي ڪپندي ئي اها ڳالھ هئي، سو هائو ڪري روانو ٿيو. هوڏانهن بادشاھ پنهنجن تنبن ۾ پهتو، تہ سندس سڀ ماڻهو جيڪي ڏاڍو پريشان هئا، تن سيني کي بادشاھ جي خير سان پهچڻ تي، دلجاءِ ٿي.

بادشاھ، جو اتي پهتو، تہ آرام ئي نہ اچيس- سو، يڪدم منزل پٽڻ جو اعلان ڪيائين، ۽ پنهنجي ملڪ ڏي رخ رکيائين. آخر بادشاھ پنهنجي محلات ۾ اچي پهتو، پر اتي بہ آرام نہ اچيس- هر وقت خيال هن جهنگ

جي راڻيءَ ڏي لڳو پيو هجيس، ۽ هڪ هڪ ڏينهن ورهيه سمان پيو گذريس. نيٺ ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ، بادشاهه وري اوڏانهن روانو ٿيو. راڻيءَ کي ته پڪ هئي ته بادشاهه ضرور ايندو، تنهن جڏهن بادشاهه کي ايندي ڏٺو، تڏهن يڪدم نهي سنهري، هار سينگار ڪري، بادشاهه جي استقبال لاءِ نڪري در وٽ آئي، ۽ بادشاهه کي ڏاڍي مان شان سان وٺي اچي اندر ويهاريائين. پوءِ ته سڄو ڏينهن رهاڻ مجلس ۾ گذري وين. نيٺ جڏهن سانجهي ٿي، تڏهن بادشاهه وري موڪلائي توڪلائي، پنهنجي محلات ڏي روانو ٿيو. اهڙيءَ طرح بادشاهه ٻئي ٽئي ڏينهن هن وٽ پيو ايندو هو، ۽ هن سان حد کان وڌيڪ محبت ٿي ويس- پر اجاتائين ان جو هن سان اظهار نه ڪري سگهيو هو. نيٺ هڪڙي ڏينهن، هن سان پنهنجي دل جو اظهار ڪيائين ۽ شاديءَ جي آڇ ڪيائينس. راڻيءَ جواب ڏنس ته "اي بادشاهه، ڳالهه ٻڌي اٿيئي، شادي ڪرڻ معنيٰ کوهه ۾ ٽپو ڏيڻ- جي قرب ٿي وڃي ته واهه واهه، نه ته ٻيوئي جنجل: تنهن ۾ منهنجي صلاح آهي ته جيڪڏهن پاڻ ۾ قرب آهي، ته پوءِ شاديءَ جو ڪهڙو ضرور آهي.... آءٌ هتي ويٺي آهيان، تون پيو ايندو ڪر، ۽ پاڻ ۾ قرب پيا وڌيندا سين." بادشاهه هھڙيون ڳالهيون ٻڌي ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي، ۽ پوءِ ٻئي ڏينهن کان پوءِ اتي ايندو رهيو. ائين ڪيترائي ڏينهن اهو قصو هليو. نيٺ راڻيءَ کي بادشاهه مان حمل ٿي ويو، ۽ بادشاهه به هاڻي انين انين ڏينهن راڻيءَ وٽ اچڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن راڻيءَ بادشاهه کي چيو ته "بادشاهه سلامت، منهنجي تو سان ايتري قدر محبت آهي، جو هڪ ڏينهن به هڪ ورهيه برابر ٿو گذري..... تنهن ۾ تنهنجي اهڙي ڪا نشاني مون وٽ ناهي جو ان کي ڏسي، ويٺي دل وندرايان." بادشاهه اهو ٻڌي، هڪدم پنهنجي هٿ مان سون! جو وينديو لاهي، ڪٽي راڻيءَ کي ڏنو. ڪجهه مهل روح رهاڻ ڪري بادشاهه ته موڪلائي پنهنجي شهر ڏانهن روانو ٿي ويو.... پوئتان راڻيءَ پنهنجي ياءُ کي چيو ته "هاڻي هتي رهڻ سنو نه آهي: اڄ جو اڄ هي سمورو سامان ۽ مال متاع وڪڻ، ته موٽي شهر ڏانهن هلون." راڻيءَ جي ياءُ اُهو

سڀ سامان اَدَ موڙيءَ ۾ کپايو، ۽ ٻيئي گڏجي پنهنجي شهر ڏانهن روانا ٿي ويا. ۽ هلندي محل سڄي گهر ۽ لوڙهي کي باهه ڏيئي خاڪ ڪري ڇڏيائون. هن سموريءَ ڳالهه جي ڪنهن کي ڪل ڪانه پيئي. هوڏانهن بادشاهه، جو انين ڏينهن ساڳيءَ جاءِ تي اچي ڏسي، ته مار، پينگ لڳي پيئي آهي- نه پيرو نه نشان... بس پيرن هينان زمين نڪري ويس! حيران پريشان ٿي، هيڏانهن هوڏانهن پڇا ڳاڇا ڪيائين، پر ڪير ڪونه ڏس ڏئيس: نيٺ سڄو ڏينهن هيڏانهن هوڏانهن لوهون ڏيئي، وري واپس شهر ڏانهن موٽيو.

محلات ۾ پهچڻ سان، هن يڪدم وزير کي گهرايو، ۽ چيائين ته "وزير، اڄ منهنجي دنيا ويران ٿي ويئي- ڪو بلو پيٽي ڪر، نه ته جيئڻ محال آهي." وزير پريشان ٿي چيو ته "سائين، نيٺ ماجرا ڪهڙي آهي؟" تنهن تي بادشاهه سڄي حقيقت ڪري ٻڌايس، ۽ چيائينس ته "ڪيئن به ڪري هاڻي منهنجي محبوب کي هٿ ڪر، ۽ انهيءَ چور جنهن اها جڳهه جلائي آهي، اُن کي به پيدا ڪر." وزير هڪدم حڪم جي تعميل ڪئي، ۽ سڄي شهر ۾ پڙهو ڏياريائين، پر ڳالهه جو ڪنهن ڪان به ڏس پتو ڪونه پيس. بادشاهه نهايت بي آرام ٿي پيو..... تنهن تي وزير باشاهه کي صلاح ڏني ته "اوهان ڪو اهڙو جانور پاليو، جنهن تي اوهان جي دل پرچي سگهي: پوءِ ڏٺيءَ گهريو آهي ته اوهان جي طبيعت نهي ويندي: آءٌ به ڪوشش ۾ آهيان..... نيٺ اوهان جي محبوب جو پتو پئجي ويندو." بادشاهه، جو "راڻيءَ" وٽ گهيٽڙن جا ولر ڏٺا هئا، سو دل پرچائڻ لاءِ، وزير جي صلاح مڃي، هڪڙو ننڍو دنبو وٺي پاليائين، جنهن تي هن جو ڏاڍو راز هوندو هو.

هوڏانهن خير سان ڏهين مهيني، راڻيءَ کي به پٽ ڄائو، ۽ راڻيءَ هن کي ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان نپائي وڏو ڪيو- تان جو هو اچي سمجهه لائق ٿيو. هن کي پڙهائڻ لاءِ اُستاد به رکي ڏنائين... پر اها خبر ڪنهن کي به ڪانه هئي ته هي پٽ ڪنهن جو آهي. هڪڙي ڏينهن، وزير بادشاهه کي

چيو تہ ”سائين انهيءَ دنبي کي شهر ۾ ڇوڙي ڇڏيندا ڪريو، تہ پلي پيو هي چلي. من اها ’ريدار‘ ڪٿي اُن کي ڏسي، اوهان جي پيار جي نشاني سمجهي، ڪٿان اچي ظاهر ٿئي!“ تنهن تي بادشاهہ دنبي کي ڇڙواڳ ڇڏي ڏنو، جو سڄو ڏينهن پيو شهر ۾ هلندو هو. ڪنهن جو زيان ڪري تہ ڇا، جي ڪنهن جي گهر ۾ گهڙي وڃي تہ ڇا- ڇو تہ سڀني کي خبر هئي تہ اهو بادشاهہ جو دنبو آهي. هڪڙي ڏينهن، اهو دنبو گهمندو ڦرندو، اچي انهيءَ راڻيءَ جي جاءِ هيٺان لنگهيو. راڻيءَ اهو دنبو ڏسي، پڪ سمجهيو تہ بادشاهہ جو آهي، سو پنهنجي پٽ کي چيائين تہ ”اڄ خدا ڪٽي گهر ويني ڏياريو آهي، هاڻي دير نہ ڪرينس.“ بس پوءِ تہ هڪدم دنبي کي تڪبير وجهي، گوشت رڌي، ڪائي پي، بالم ٿي ويهي رهيا. جڏهن سانجهي ٿي، تہ دنبو واپس محل ۾ نہ آيو... تہ بادشاهہ کي ڏاڍي تشويش ٿي پيئي. وزير کي گهرائي چيائين تہ ”پتو تہ ڪيو، تہ دنبو ويو ڪيڏا هن!“ وزير سڄي شهر ۾ پڇا ڪئي، پر دنبي جو ڪوبہ پتو نہ پئجي سگهيو. نيٺ اچي بادشاهہ کي ٻڌايائين. بادشاهہ ڏاڍو اچي ڪاوڙيو- چي، ”تون وزير آهين، ڪير آهين؟ توکان ڪوبہ ڪم نٿو ٿئي! هاڻي جي اهي ٻيئي ڪم نٿو ڪرين، تہ وزيريءَ تان لاهي ڇڏيندو سانءِ.“ وزير کي جو اچي پنهنجو خوف لڳو، سو دل و جان سان ڪوشش ڪرڻ لڳو. هوڏانهن شهزادي وري راڻيءَ جي چوڻ تي اشتهار لکي پٽين تي لڳائي ڇڏيو تہ ”اي بادشاهہ سلامت، دنبو ڪائي توکي ڏاڍي دعا ڪئي اٿئون- هاڻي ڪو ٻيو دنبو منارو ڪر، تہ ڪائي پيٽ ڀريون! تنهنجي شهر ۾ هاڻي ڏيڍ نڳ ساماڻو آهي، جو توسان ادائي نڀيون ڪندو!“ هي اشتهار پڙهي، بادشاهہ ماڳهين اچي وزير تي ڪاوڙيو. وزير چيس تہ ”سائين منهنجا، اوهان دلجاءِ ڪريو: آءٌ اوهان کي تورن ڏينهن اندر چور پڪڙي ڏيندس. پر منهنجي هڪڙي صلاح آهي: جي ائين ڪيو، تہ جهٽ پٽ چور پڪڙجي پوندو.“ بادشاهہ پڇيس تہ ”ڪهڙي؟“ وزيرعرض ڪيس تہ ”جيئندا قبلا، پنهنجي خزاني ۾ پئسن جي ڪمي تہ ڪانهي. هاڻي هيئنئن ڪريون، جو

شهر جي گهٽين ۾ پئسا ڦٽا ڪري ڇڏيون، ۽ اعلان ڪريون ته 'هي بادشاهي پئسا آهن- جيڪو کڻندو، سو پڪڙيو ويندو.' دنبي جو چور، اهڙو دلير آهي، سو ضرور پئسا کڻندو، ۽ پوءِ جهٽ پڪڙجي پوندو." بادشاهه کي به وزير جي ڳالهه دل سان لڳي، سو هن کي چيائين ته "جيئن وڻيئي تيئن وجي ڪر، پر مون کي چور ضرور هٿ ڪري آڻي ڏي." وزير ائين چئي ٻاهر نڪتو، ۽ ٻئي ڏينهن پئسا ڪٺي رستن تي هارائي ڇڏيائين، ۽ پهريدار بيهاري ڇڏيائين، جن کي هدايت هئي ته 'خبردار، هوشيار تجو! جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو نِئڙي اهي پئسا کڻي، ته هڪدم کيس گرفتار ڪجو- ديرئي نه ڪجو."

شهزادو، جو روز ويس بدلائي، ڪچهريءَ ۾ بادشاهه ۽ وزير جون ڳالهيون ۽ صلاحون پيو ٻڌندو هو، تنهن سڄي حقيقت اچي ماءُ سان ڪئي. ماٽس چيس ته "پٽ، تون پرواهه نه ڪر. هي اٽيئي ميڻ، اهو جتين جي تري کي لڳائي ڇڏ. پوءِ انهيءَ رستي تان پهريائين هڪڙو چڪر ڏيئي وڄ، ته پئسا جتين جي تري کي لڳي ويندا. ٿورو پرپرو وڃي، تَرن تان پئسا لاهي، وري پيو ڦيرو ڏجانءِ. پر هيڏانهن هوڏانهن نه نهارجانءِ، ته چوڪيدارن کي شڪ نه پوي. اهڙا نه ٻئي ڦيرا ڏنئي، ته هڙ پئسا چونڊجي ويندا، ۽ پتو به ڪنهن کي ڪونه پوندو." شهزادي ماءُ جي چوڻ موجب ميڻ وٺي، جتيءَ جي ٻنهي پادرن هينان لڳائي، رستي تان ٻئي چڪر جو ڏنا، ته پئسا سڀ چونڊجي ويا، ۽ پتو به ڪنهن کي ڪونه پيو. ائين ڪري، هي ته ويو هليو گهر، پر ڪا مهل ٿي، ته چوڪيدار جو ڪٺي نظر ڪن، ته پئسا نهن ئي ڪونه! انهن کي، جو اچي خوف ورتو، سو ڊڄندا ڊڄندا سڌو بادشاهه ۽ وزير وٽ آيا، ۽ اچي عرض ڪيائون ته "سائين، اهو چور ته ڪو جادوگر ڏسجي، جو اسان کي ڪابه خبر ڪانه پيئي ۽ اسان جي ڏسندي ڏسندي پئسا سڀ گم ٿي ويا!" جڏهن رات پيئي، ته شهزادي وري هڪڙو بيو اشتهار لکي، شهر ۾ هٽي چڙيو ته "اي بادشاهه سلامت، تنهنجو دنبو کائي، توکي ڏاڍي دعا ڪئيسون، ۽ هاڻي وري هي مفت جا پئسا

ڏياريئي- اجا ڪي پيا بہ رستن تي هاراءِ، تہ وڏيڪ دعا ڪريونءِ! تنهنجي شهر ۾ ڏيڍ نڳ ساماٽو آهي، جو توسان اڍائي نڳيون ڪندو- توکي جيڪا ڪاهٽي هجي سا وجي ڪاهہ!" بادشاهہ اهو اشتهار پڙهي، وزير کي چيو تہ "اي وزير، هاڻي ڪيئن بہ ڪري انهيءَ چور کي پڪڙ، نہ تہ پت ئي ويندي." وزير عرض ڪيو تہ "جيئندا قبلا، نوڪر ۽ چوڪيدار چور ڪونہ پڪڙي سگهندا- هاڻي اڄ رات آءٌ پاڻ وڃي ٿو سک ڦٽايان، پوءِ ڏسو تہ ڪيئن نٿو چور جهلجي." بادشاهہ وزير کي اجازت ڏني. ٻئي ڏينهن وزير هڪڙي ڪاٺ جي ڦاهي ڪٽي تيار ڪرائي، ۽ رات جو اها ماڻهن جي لنگهہ وٽ ڪٽي رکايائين. ٻہ نقارا بہ رکرايائين. پوءِ شهر جي ماڻهن کي اطلاع ڏنائين تہ "آڌيءَ رات جو اڄ ڪير بہ گهر کان نہ نڪري- آءٌ فلاڻي لنگهہ وٽ چور جي پڪڙڻ لاءِ ويس بدلائي وڃي ٻيهندس. جي چور ڪنهن طرح انهيءَ ڪاٺ ۾ اڙائي وڌو، تہ پوءِ مٿان اڪيلو مون کان ڀڄي وڃي، سو هي نقارو وڃي وڄائيندس. پوءِ جيڪو نقاري جو آواز ٻڌي، سو ڏنڊو کڻي چور تي اچي ڪڙڪي." هن اهڙيءَ طرح ماڻهن کي سمجهائي پڪو ڪري ڇڏيو. شهزادي اهي سموريون ڳالهيون اچي ماءُ کي ٻڌايون. ماڻس سمجهايس تہ "پٽ، تون پرواهہ نہ ڪر، وزير جي هوئڻ ئي شامت آئي آهي." پوءِ هري هري ڪن ۾ پٽ کي ڪجهہ سمجها ائين. جڏهن رات پيئي، تڏهن شهزادو ماءُ جي هدايت موجب زنانا ڪپڙا ڪري، هٿ ۾ ڪٽيءَ جو وٽو ڪٽي، جتي وزير گهٽ جهليو وينو هو، اوڏانهن اٿي هليو. پلا هڪڙو اڳيئي سهٽو، ويتر جو زنانا ڪپڙا ڪيائين، تہ هڪڙي دل- کس حسين ڇوڪري ٿي پيو. پوءِ هي سڌو اچي وزير وٽ پهتو. وزير، جو اڌ رات جو هڪ عورت کي اڪيلو ويندو ڏٺو، سو هڪل ڪري پڇيائينس تہ "اي ملوڪڙي، تون هن بيگاهہ وقت ۾ ڪيڏانهن ٿي وڃين؟" شهزادي جواب ڏنو تہ "پير تي باس باسي هيم- رات جو نوڪلاٽي آهي ۽ ڏينهن جو اتي ڌاريا ماڻهو ٿا اچن- تنهنڪري هينئر ٿي وڃان!" وزير چيس تہ "هاڻي هينئر تہ درگاهہ بند ٿي ويئي هوندي، ۽ اجايو صبح تائين انتظار

ڪرڻو پونديءِ- تنهنڪري ويهه ته چار ڳالهيون ڪيون- اهو ڪتيءَ جو وٽو رک هتي، ته آءٌ تو ڪائي ختمو ڏيئي ڇڏيان." شهزادي چيو ته "اهو ته تمام ڀلو ڪم- منهنجي بہ هلاڪيءَ ڪان جند ڇڏايئي." ائين چئي، شهزادي ڪُتيءَ جو وٽو ڪٽي وزير کي ڏنو، ۽ پاڻ بہ هن جي پير ۾ ويهي رهيو. وزير ڪُتي بہ ڪائيندو رهيو، ۽ شهزادي سان منيون منيون ڳالهيون بہ ڪندو رهيو. وچ ۾، شهزادي پڇيس ته "توهان ڪير آهيو، ۽ هتي ڇا وينا ڪريو؟" اتي وزير جواب ڏنس ته آءٌ وزير آهيان- هتي شهر ۾ هڪ چور ساماڻو آهي، ان جي پڪڙڻ لاءِ ڦاهي وڌي اٿم." شهزادي وزير ڪان پڇيو ته "هن ۾ وري چور ڪيئن پڪڙبو؟" وزير چيس ته "هن ڦاهيءَ ۾ چور جو پير پيو، ته سُڪ ٿي ويندو." شهزادي وري پڇيس ته "سو وري ڪيئن؟" وزير ٻڌايس ته "هاٿي ڏس، هن ۾ آءٌ هينئن ٽنگ ٿو وجهان، تنهن ڪانپوءِ تون هن ڪِلِيءَ کي اشارو ڏي... ته بس ٽنگ سُڪ!" وزير اجا ٽنگ ڦاهيءَ ۾ وڌي مس، ته شهزادي وٺي ڪليءَ کي ڏڪ هنيو، ته وزير ويچاري جي ٽنگ ٻڌجي ويئي. بس، پوءِ ته شهزادو نقاري تي ٻتي ڏڪ هڻي، رفو چڪر ٿي وبو. هلندي مهل وزير کي چيائين ته "بادشاهه کي وڃي منهنجا سلام ڏجاءِ! ڏيڍ نڳ منهنجو نالو آهي." نقاري جي نڪائڻ تي ماڻهو، جي هوشيار هئا سي هڪدم اچي وزير تي مڙيا. هنن جي ليکي ته اهو چور آهي جو ڪاٺ ۾ پيو آهي، سو هٿي وزير کي سچائي وڌائون. وزير گهٽيئي رڙيون ڪيون، پر ڪنهن ٻُڌس بہ ڪونه- ڇو ته رات جي اوندهه هئي، تنهن ۾ ڪير سڃاڻي نہ سگهيس. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن ڏسن ته مار هيءُ ته وزير آهي، جو ڦاٿو پيو آهي! سو يڪدم ڇڪي وزير کي ڪڍيائون. وزير جيئن تيئن ڪري بادشاهه وٽ پهتو، ۽ دانهون ڪري چوڻ لڳو ته "اي بادشاهه سلامت! اهو چور ته ڪو جادوگر آهي، جو مون ڪيس ڦاسائي ڪاٺ ۾ هنيوئي مس، ته ڪنهن مهل ڏسان ته هو ڇٽو پيو وڃي ۽ آءٌ ڪاٺ ۾ ڦاٿو پيو آهيان!" بادشاهه چيو ته "اي وزير، انهيءَ چور کي هاٿي آءٌ پاڻ ئي پڪڙيندس- تون دلجاءِ ڪر." هوڏانهن شهزادي وري رات

جو شهر ۾ اشتهار هٽي ڇڏيو تہ ”اي بادشاهہ، تو اسان کي دنبو کارايو، وري مفت ۾ پيسا ڏيارئي؛ هاڻي وزير تنهنجي بہ موڇڙا ڪاڏا- اڳتي ڏس تہ ڇا ٿو ٿئي! تنهنجي شهر ۾ ڏيڍ نگ پيدا ٿيو آهي، جو توسان اڻائي نڳيون ڪندو.“ بادشاهہ منجهي پيو تہ هاڻي هن چور کي ڪيئن پڪڙجي! نيٺ شهر ۾ پڙهو ڏيارايائين تہ ”جيڪو هن چور کي پڪڙي ايندو، تنهن کي خواب انعام اڪرام ڏيندس.“ گهڻيئي ماڻهو هن لالچ تي شهر ۾ ڪاهجي پيا، پر چور هجي تہ هنن کي هٿ اچي! نيٺ هڪڙي ڏوتي بادشاهہ وٽ آئي، ۽ چيائينس تہ ”بادشاهہ سلامت، ڏسو تہ آءٌ ڪيئن ٿي چور کي پڪڙي، اوهان وٽ وٺي اچان.“ بادشاهہ چيس تہ ”جي چور کي پڪڙي وٺي ايندينءَ تہ جيڪي انعام گهرندينءَ، سي ملندءِ- پاڻ اُن کان بہ وڌيڪ ڏيئي ڇڏيندو سانءِ.“ ڏوتيءَ بادشاهہ کي سمجهايو تہ ”سائين، آءٌ شهر واري رستي تي ڪٽ وڇائي، ڏاڍا هار سينگار ڪري، ويهي ٿي رهان- چور مون کي اڪيلو ڏسي، ضرور مون وٽ ايندو.... پوءِ اُن کي قابو ڪري، وٺي اوهان کي ڏينديس. بس چور قابو ٿي پوندو!“ هوڏانهن شهزادي، جنهن هيءَ سموري حقيقت پنهنجن ڪنن سان ويني ٻڌي، تنهن يڪدم وڃي ماءُ سان سموري حقيقت ڪئي. ماءُ چيس تہ ”ابا، تون فڪر نہ ڪر- آءٌ ڏوتيءَ جي استاد لڳان.“ پوءِ ماڻس ڪن ۾ ڪيس ڪا ڳالهہ سمجهائي ڇڏي.

شام جو جڏهن ڪجهہ اوندهہ ٿي، تڏهن شهزادو پاڻ سان ترار ڪٺي، شهر ڏي نڪتو. هڪڙيءَ گهٽي ۾ آيو، تہ ڏسي تہ هڪڙو واڻيو دڪاندار پنهنجين وَهين لکڻ ۾ مشغول آهي. هن يڪدم دريءَ کان اچي واڻئي کي چيو تہ .مون کي بک لڳي آهي؛ سيگهہ ڪر، هي ڇئن پئسن جي شيءِ ڏي، تہ آءٌ کان.“ واڻئي ڏنو تہ آئي ٻُڪي ڪيئن ڇڏجي، سو يڪدم دَٻي مان شيءِ ڪڍي هٿ وڌائي، جهڙو شهزادي کي ٿي ڏنائين، تهڙو شهزادي پر ڪري جو تلوار جو ڌڪ هنيس، تہ ٻانهن واڻئي جي پَٽ تي. شهزادو پوءِ يڪدم واڻئي جي ٻانهن کڻي ڀڄي ويو. واڻئي گهڻيئي رڙيون ڪيون،جنهن تي ماڻهو مڙي آيا، پر ـٽ ڪير بہ ڪونہ آين. هي، اڌ رات

جو اُها ٻانهن ۽ پاڻيءَ جي هڪڙي ساندار ي لڪائي، سڌو اتي آيو، جتي ڏوتي ويٺي هئي. ڏوتيءَ جو هڦڙي سهڻي جوان ڪي ڏٺو، ته هيڪر ته دل سُرڪي ويس، پر جو وري انعام جي لالچ ياد آيس، ته يڪدم مڪر ڪري هن ڪي وڏي شان مان سان ڪيڪاري، پاڻ وٽ ويهاريائين، ۽ ساڻس ڏاڍو قرب ڪرڻ لڳي. شهزادو به چاڻي واڻي ڏوتيءَ وٽ ويهي ڏاڍيون ٻناڪون هڻڻ لڳو- چي: ”آءٌ ڪو جهڙو تهڙو نڳ نه آهيان، جو پڇ پائي پڇي وڃان. منهنجي بهادريءَ جي هرهنڌ هاڪ آهي. ٻيو ته ڪا به زال ماڻهو هيستائين مون ڪي موهي نه سگهي آهي، پر تو الائجي ڪهڙو جادو ڪيو آهي، جو منهنجي دل ريبي ڇڏي اٿيئي.“ تنهن تي ڏوتيءَ جواب ڏنس ته ”تنهنجي بهادريءَ جي برابر مون به هرهنڌ هاڪ ٻڌي آهي، تڏهن ته ڏس ته هيترا سارا سونا زيور ڳهه ڳنا پائي، هتي تو وٽ ويٺي آهيان. سچي ڳالهه ته اها آهي ته منهنجي دل به تو سان ٻڌجي ويئي آهي. هاڻي چوري ڪرڻ جا الاهي ڏينهن پيا اٿيئي، اڄ رات ته مون وٽ ترسي پؤ، ته ويهي ڪا ڪچهري ڪريون.“ شهزادي چيو ته ”چو نه؟ آءٌ ڪو ڪنهن ڪان ڊڃان ٿو، جو پڇي وڃان! بيشڪ اڄ رات پنهنجي رهاڻ هلندي.“ ڏوتيءَ ڪي پڪ ٿي ته ’مون هن ڪي موهي وڌو آهي، ۽ هاڻي هي مون ڪان ڪيڏانهن وڃي‘ - سو پاڻ زياده هن جي خوشامد ڪرڻ لڳي، ۽ مٿس پنهنجو ويساهه ڄمائڻ لڳي. هن ڇا ڪيو، جو ٺهڪ ڏيئي، پنهنجا مٺيا منديون لاهي، شهزادي ڪي پارائڻ لڳي، ۽ قسم قسم جا هن سان چرچا گهٻا ڪرڻ لڳي. دل ۾ رڳو اهو خيال هوس ته شهزادو ڪنهن طرح بيخبر ٿي سمهي، ته بادشاهه ۽ سپاهين ڪي سڏي قابو ڪرايانس، ۽ پنهنجو انعام وٺان. اهو خيال ڪري، شهزادي ڪي ڀاڪر پائي سمهي رهي. ڪجهه وقت گذرڻ بعد، شهزادي ڏوتيءَ ڪي چيو ته ”مون ڪي آيو اٿئي پيشاب، سو آءٌ ڪري ٿو اچان.“ ڏوتيءَ رئڻهارڪو منهن ڪري چيس ته ”ائين وري ڪيئن ٿو ڪرين، منهن ڪيو مون ڪي ڇڏيو ٿو وڃين!“ شهزادي چيس ته ”آءٌ رڳو تنهنجي ڪٽ جي پاسي ۾ ويهي ٿو پيشاب ڪريان- ڪو پري ٿورو ئي ٿو وڃان! اعتبار نٿو

اچيئي، تہ هان هيءَ منهنجي ٻانهن جهلي سمهہ، تہ آءٌ هيٺ ويهي ٿو پيشاب ڪريان!“ ڏوتيءَ ڏنو تہ هاڻ هي مون کان ڪيڏانهن ڀڄي سگهندو، سو منهن ويڙهي، چيڙي ڪري سمهي رهي. شهزادي مانٺ مانٺ ڪري، ڪٽي اها واٽئي واري ٻانهن هٿ ۾ ڏنيس، ۽ پاڻ هيٺ ڪٽ تان لهي، پاٽيءَ جي سانداريءَ کي پَٽ تي رکي، وني جو اُن کي سوئي سان ٽنگ ڪيائين، تہ سانداريءَ مان پاٽي شرشر ڪري وهڻ لڳو، ۽ پوءِ پاڻ آهستي آهستي اُتان کسڪي هليو ويو. سانداريءَ مان، جو پاٽي شرشر ڪري پئي وهيو، سو ڏوتيءَ سمجهيو تہ چور برابر پيشاب وينو ڪري. اتي خيال ڪيائين تہ هاٽي محل آهي، سو وني رڙيون ڪيائين. رڙين جو آواز ٻڌي، بادشاهہ ۽ سندس ماڻهو ڊوڙي آيا، ۽ اچي پڇيائون تہ ”ڪٿي آهي چور؟“ ڏوتيءَ چيو تہ ”هيٺ وينو پيشاب ڪري.“ بادشاهہ ڪٽي جو هيٺ ڏسي، تہ سانداري پاٽيءَ جي هيٺ پئي آهي، جنهن جي سوراخ مان شرشر ڪيو پاٽي پيو وهي. بادشاهہ چيو تہ ”هيٺ تہ ڪونهي!“ تڏهن ڏوتيءَ، هڪدم بادشاهہ کي هٿ ۾ ٻانهن ڏيئي، چيو تہ ”قابو ڪجوس، تہ ڀڄي نہ وڃي! هي ڏسو سندس ٻانهن!“ بادشاهہ جهڙي ٻانهن ڪٽي ڇڪي، تہ سڄي ٻانهن ڊوهجي اچي ٻاهر پيئي. بادشاهہ کان هڪدم دانهن نڪري ويئي، ۽ رڙ ڪري پڇيائين تہ ”هي ڇا؟“ ڏوتيءَ روئي دانهن ڪئي تہ ”سائين، ظلم ٿي ويو. مون تہ چور کي ٻانهن کان اهڙو قابو ڪيو هو، جو ڪيڏانهن بہ ڇُري نہ سگهي- پر چور ڇا ڪيو، جو پنهنجي ٻانهن وڍي، رفوچڪر ٿي ويو.... منهنجا ڳهہ ڳنا بہ ڪٽي ويو! هاٽي وارو ڪريو، چور پري ڪونہ ويو هوندو.“ ڏوتيءَ جي ڳالهہ ٻڌي، سپاهين گهٽوئي هيڏانهن هوڏانهن ڳوليو، پر چور هجي تہ هٿ اچي. نيٺ ڳولي ڳولي ٿڪجي، بادشاهہ تہ موٽي پنهنجي محل ڏي ويو، پر ڏوتي ويچاري دل ۾ سڙي ويئي- ڇي، مون سان ظلم ٿيو- انعام تہ انعام جي ماڳ، مرڳوئي هڙ جا ٽيڙ وڃايم.“ بادشاهہ جڏهن اها وڍيل ٻانهن ڪٽي وزير وٽ پهتو، تڏهن اُها ٻانهن بہ ڏيکاريائينس، ۽ سڄي حقيقت بہ ٻڌايائينس، ۽ چيائينس تہ ”هاٽي تہ چور

ڪي ڳولي لهڻ تمام آسان آهي، جو هيءَ سندس ٻانهن آهي! ضرور شهر ۾ اهو حاضر هوندو. هاٿي پڙهو ڏيارو ته ’جنهن جي ٻانهن وڏيل هجي، سو آهي چور- جنهن ڪي ڪٿي ڏسڻ ۾ اچي، ته ونئي اچي حاضر ڪريس.‘ ” چوبدارن ڪي به حڪم ڏنائين ته ”هڪدم شهر ۾ وڃي ڳوليو، ۽ انهيءَ ٻانهن وڏيل ماڻهوءَ ڪي پيدا ڪريو.“ چوبدارن هڪدم حڪم جي تعميل ڪئي، ۽ واڻئي ڪي وني اچي بادشاهه جي اڳيان حاضر ڪيائون. بادشاهه واڻئي ڪي ڏسي چيو ته ”اڙي موالي هي جيڪي چوريون ٿيون آهن. سي سڀ تو ڪيون آهن؟“ واڻيو ويچارو روئڻ لڳو، ۽ پنهنجي ٻانهن ڪيجڙ جي سڄي ماجرا ڪري ٻڌايائين. وزير بادشاهه کي چيو ته ”سائين، هي ويچارو غريب واڻيو- هن جا اهڙا ڪم ڪٿي! اهو وچان ڪو ٻيو شهزور چور آهي. هي جيڪي چوي ٿو، سو سڀ سچ آهي.“ بادشاهه کي به وزير جي ڳالهه دل سان لڳي، ۽ واڻئي کي مَلم پٽيءَ جا پيسا ڏيئي، خوش ڪري، پنهنجي گهر روانو ڪيائين.

رات جو وزير سان بادشاهه صلاح ڪئي ته هاٿي هن چور کي ڪيئن پڪڙجي، نه ته هي ته خلق ٻاري ڏيندو! پر ڪا به هنن جي صلاح ڪانه بيٺي. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن شهر ۾ ڏسن ته ڀت تي اشتهار لڳو پيو آهي ته ”اي بادشاهه تنهنجو دنبو ڪائي توکي دعا ڪئيسون، وري تنهنجي هاريل پيسن مان به ڪيترا ڏينهن موج ڪئيسون. هاڻي ڏوتيءَ جي هٿان اسان کي ڳهه ڳنا ڏياريئي- تنهن لاءِ اسين تنهنجا شڪرگذار آهيون! تنهنجي شهر ۾ ڏيڍ نڳ ساماڻو آهي، جو توسان اڏائي نڳيون ڪندو!“ بادشاهه اهو اشتهار پڙهي، تپي باهه ٿي ويو، ۽ چيائين ته ”هاڻي آءٌ پاڻهي ٿو ان چور کي پڪڙيان.“ شهزادي، جا سڄي ڳالهه ٻڌي، سا هڪدم وڃي ماءُ کي ٻڌايائين. ماڻس چيس ته ”ابا، تون ڪو به فڪر نه ڪر- هاڻي سڀ ڪم سٽاءُ تي پوندو.“ پوءِ هن کي ڪن ۾ ڪجهه سمجهائي ڇڏيائين. شهزادي چا ڪيو، جو بادشاهه جي اچڻ وڃڻ واري رستي تي، ڪي جاءِ مسواڙ تي ونئي، ان ۾ جنڊ رکي ڇڏيائين. جڏهن رات ٿي، تڏهن زنانا ڪپڙا پائي،

آهستي آهستي اُتي ويهي جنڊ پيهڻ لڳو. جڏهن بادشاهہ جي لنگهڻ جو آواز ٻڌائين، تڏهن وني رڙيون ڪيائين. بادشاهہ رڙيون ٻڌي، هڪدم اندر جاءِ ۾ لنگهي آيو، ۽ اچي پڇيائين تہ "ڇوڪري ڇا آهي؟" شهزادي جواب ڏنو تہ "سائين، هڪڙو چور ڪو اندر گهڙي آيو، ۽ مون ۾ هٿ وڌائين، جنهنڪري مون وني رڙيون ڪيون." بادشاهہ هيڏانهن هوڏانهن نهاريو، ۽ ٻاهر بہ ڳوليائين، پر ڪير بہ ڏسڻ ۾ ڪونہ آيس. ڇوڪري کي چيائين تہ "هتي تہ ڪير بہ ڪونهي." شهزادي چيو تہ "سائين، پر آءٌ ڊڄان ٿي- تنهنڪري منهنجي ڪا واهر ڪريو، جو هو وري ايندو ۽ اچي مون ۾ هٿ وجهندو. هاڻي ڪا اهڙي تڪل ڪريو، جو هو پڪڙجي پوي." بادشاهہ چيس تہ "آءٌ جي ائين ويٺو رهندس، تہ هو ايندو ڪونہ. تنهنڪري پنهنجا ڪپڙا لاهي ڏي مون کي، ۽ منهنجا ڪپڙا تون پائي، لڪي وڃ- پوءِ ڏس تہ ڪيئن ٿو چور کي ڦاسايان؛ انهيءَ چور کي آءٌ ڳوليان پيو." بادشاهہ، شهزادي جا زنانا ڪپڙا پائي، آهستي آهستي ويهي جنڊ ڪاهڻ لڳو، ۽ هوڏانهن شهزادي کسڪي، وڃي ماءُ کي حقيقت ٻڌائي، جا هڪدم نهي سنيري اُتي آئي، ۽ دروازو کولي بادشاهہ کي چيائين تہ "واه، سائين، واه! وينا جنڊ ڪاهيو. اوهان تہ چيو هو تہ 'آءٌ جنڊ ڪونہ ڪاهيندس' ؛ پوءِ ڪيئن وينا ٿا هي بہ مٺو جنڊ ڪاهيو!" بادشاهہ پڇيو تہ "تون ڪير آهين؟" راڻيءَ جواب ڏنو تہ "آءٌ تنهنجي راڻي آهيان، جنهن کي تو چيو هو تہ 'ڏسان تہ مون کان ڪيئن ٿي جنڊ ڪاهرائين؟' " بادشاهہ شرم کان ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو، ۽ پڇيائين تہ "هي تو سان گڏ ٻيو ڪير آهي؟" راڻيءَ ورندي ڏني تہ "هي تنهنجو پٽ آهي." بادشاهہ پڇيو تہ "منهنجو پٽ وري ڪٿان آيو." راڻيءَ چيس تہ "هُتي جهنگ ۾ مون وٽ جهوپڙيءَ ۾ ڪير ايندو هو؟ هيءَ پنهنجي منڊي سڃاڻو، جيڪا مون کي ڏيئي ويا هئا!" پوءِ جڏهن سڄيءَ حقيقت جي بادشاهہ کي خبر پيئي، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ راڻيءَ ۽ پنهنجي پٽ کي محلات ۾ وٺي ويو، جتي هو هميشہ خوش گذارڻ لڳا.

●●●

# لعل بادشاهہ ۽ هيرا راڻي

هڪڙو غريب شخص هوندو هو، جو چيٽا چونڊي وڪڻي گذران ڪندو هو. هڪڙي پيري، جيئن چيٽن جي پري ڪٽي، گهر ڏانهن پئي موٽيو، تہ هڪ نانگ سندس پنيان ڪاهي پيو. جڏهن ڏنائين تہ نانگ اچي پيرن ۾ پيو آهي، تڏهن چيٽن جي پري ڪٽي نانگ مٿان اڇلايائين، ۽ ڏنڊو ڪٽي بيٺو چيٽن کي ڪٽڻ. جڏهن دل ۾ پڪ ٿيس، تہ هاڻي نانگ ضرور مري ويو هوندو، تڏهن چيٽن کي ڦولهي ڏسڻ لڳو. ڇا ڏسي تہ نانگ تہ ڪونهي، باقي هڪڙو ڳاڙهو مڻيو چيٽن ۾ پيو آهي- سو کڻي آيو پنهنجي گهر، ۽ اهو آڻي پنهنجي زال کي ڏنائين، ۽ چيائينس تہ هي مڻيو شهر ۾ وڃي وڪڻي اچ.

ان شهر جي بادشاهہ کي اولاد ڪونہ هوندو هو. ۽ سندس راڻيءَ جي مڻين ميڙڻ تي ڏاڍي دل هوندي هئي. غريب ڪانير جي زال اها مڻيو وڃي راڻيءَ کي ڏنو. مڻيو بلڪل بي بها هو، ۽ ان جهڙو اڳ راڻيءَ بلڪل ڪونہ ڏٺو هو. تنهن اهو مڻيو ورتي، سوني ٿالهہ ۾ وجهي، کڻي هندوري ۾ رکيو. ۽ ڪانير جي زال کي چڱو انعام اڪرام، ڏوڪڙ پئسا ڏيئي، خوش ڪري پنهنجي گهر روانو ڪيائين.

منجهند جو بادشاهہ بہ راڻيءَ وٽ آيو. راڻيءَ بادشاهہ سان لعل مڻئي جي خريدڻ جي ڳالهہ ڪئي. بادشاهہ راڻيءَ کي چيو تہ "اهو لعل مڻيو کڻي اچ، تہ آءٌ بہ تہ ڏسان." راڻي جيئن مڻئي کڻڻ لاءِ هندوري وٽ پهتي، تہ ڇا ڏسي تہ سبحان الله! ٿالهہ ۾ مڻئي بدران هڪڙو خوبصورت ٻار پيو آهي، ۽ پيو روئي. راڻي يڪدم بادشاهہ وٽ ڇوڪرو کڻي آئي. پوءِ تہ ٻنهي جي خوشيءَ جي حد ئي نہ رهي. ڀلا ڪين اولاد جو ڪونہ ٿيندو هو، سو خوش ڇو نہ ٿيندا! هنن جو شهزادي جهڙو ٻار هڪڙي لعل مڻئي مان

حاصل ڪيو هو، تنهنڪري هن تي نالوئي رکيائون ’لعل شهزادو.‘

لعل شهزادو، اڃ ننڍو سيان وڏو، اڇي جوان ٿيو. سندس حسن تہ هٽي هرڪنهن کي حيران ڪري وڌو هو! انسان تہ ڇا، پر حورون ۽ پريون بہ سندس سهڻي صورت ۽ موهڻي مورت تي حيران هيون.

لعل شهزادو جڏهن بلوغت کي پهتو، تڏهن پنهنجي پيءُ کي چيائين تہ ”جهڙو آءٌ سهڻو آهيان، زال بہ اهڙي سهڻي پرڻايوم.“ پوءِ تہ بادشاهہ پنهنجي بادشاهيءَ ۾ پڙهو ڏياريو تہ ”جيڪي بہ ڪنواريون ڇوڪريون آهن، سي سڀ فلاڻيءَ تاريخ، فلاڻي هنڌ، هار سينگار ڪري، اچي گڏ ٿين. جنهن تي منهنجي پٽ جي دل ٺيندي، اها ڪيس شادي ڪرائي ڏبي.“ رعيت جا غريب ماڻهو تہ ڇا، پر امير بہ خواهان هئا تہ لعل بادشاهہ جهڙو سدا سهڻو اسان جي پلئہ پوي: سو مقرر تاريخ تي، سڄي رعيت جون ڪنواريون نينگريون اچي هڪ هنڌ ڪٺيون ٿيون.

سيڪنهن ڇوڪريءَ جي اهائي مرضي هئي تہ لعل شهزادو شاديءَ واسطي مون کي چونڊي. پر لعل شهزادوي جي ڪنهن تي بہ دل نہ سُرڪي. انهن نينگرين ۾ هڪ ڪاٺي بہ آئي هئي، تنهن لعل شهزادي کي طعنو هڻي، چيو تہ ”اديون، هيءُ اسان کي ڪو قبوليندو ڇا؟ هيءُ پرڻبو هيرا راڻي.“

لعل شهزادي ڪاٺيءَ جو اهو طعنو ٻڌي، چيو تہ ”هائو، آءٌ پرڻبس بہ هيرا راڻي!“

هيرا راڻي ڪنهن ولايت ۾ رهندي هئي، جنهن جي حسن جي هاڪ هرهنڌ مشهور هئي. ڪئين شهزادا سندس سڪ ۾ سُڪي سوڙها ٿيا هئا. مگر هن بہ ڪنهن کي ڪونہ ٿي قبول ڪيو. اُن کي بہ انهيءَ سبب ڪان سنديس ڪنهن ساهيڙيءَ طعنو هنيو هو تہ ”هاءِ هاءِ، هيءَ مائي بہ شادي ڪندي، تہ لعل شهزادي سان ڪندي: ٻيو ڪو مرد هن کي وڻندو ڇا!“

هوڏانهن لعل شهزادي کي ڪاٺيءَ جي ٽُنڪي تايو هو، تہ هيڏانهن هيرا راڻيءَ کي ساهيڙيءَ جي سهم تپايو هو. تنهنڪري هنن ٻنهي جي دل



۾ هڪٻئي جي محبت جو سلو، بنا ڏني ئي، ساماڻجڻ لڳو. هوڏانهن لعل شهزادو، هيرا راڻيءَ جي سڪ ۾ نڪري پيو، تـ هيڏانهن هيرا راڻي لعل شهزادي جي محبت ۾ موهجي، هن جي ڳولا لاءِ نڪري پيئي. نيٺ هلندا هلندا، هڪڙي هنڌ ٻيئي اچي هڪٻئي سان مليا، ۽ هڪٻئي کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ هڪٻئي جي محبت ۾ مست مگن ٿي ويا.

آخر لعل شهزادو هيرا راڻيءَ کي وٺي، پنهنجي پيءُ وٽ آيو. بادشاهه ۽ راڻي ههڙي نازڪ بدن، سدا سهڻي، من موهڻي نُنهن ڏسي ڏاڍا سرها ٿيا، ۽ وڏي ڌام ڌوم سان سندين شادي ڪيائون.

لعل شهزادو ۽ هيرا راڻي هاڻي هميشه گڏ رهڻ لڳا، ۽ ٻنهي جو هڪٻئي کان پري هڪ پل بـ نـ سرندو هو.

ڪاڻيءَ، جنهن لعل شهزادي کي طعنو هنيو هو، سا هنن کي خوش ڏسي، دل ۾ ڪامڻ پچڻ لڳي، ۽ دل ۾ رٿ ڪيائين تـ هنن ٻنهي ۾ وڇوڙو وجهان. سا سدائين پيئي حيلا وسيلا هلائيندي هئي. هن کي اها خبر

هئي تہ لعل شهزادو هن ملڪ جي بادشاهہ ۽ راڻيءَ جو پيٽ ڄڻيو پُٽ ڪونہ آهي، پر هن نانگ مان لعل، ۽ لعل مان ڦري لعل شهزادو ٿيو آهي، ۽ سندس بنياد اصل نانگ آهي.

سو هن ڪاٽيءَ اچي هيرا راڻيءَ سان ساهيڙپ ڳنڍي، ۽ ڏيهاڙي اچي هن کي نيون نيون خبرون ٻڌائي ويندي هئي- ۽ ائين گهري ٿيندي ٿيندي، راڻيءَ سان حجتڻ ٿي ويئي. آخر هڪڙي ڏينهن، راڻيءَ کي چيائين تہ "ادي، تون ڪڏهن پنهنجي مڙس کان هي تہ پڇ، تہ تنهنجي ذات ڪهڙي آهي؟ مان تہ پانيان ٿي تہ هو توکي پنهنجي ذات اصل نہ ڏسيندو، پر تون ڪيئن بہ ڪري ڪانئس سنديس ذات ضرور پڇجانءِ!"

رات جو جڏهن لعل شهزادو ۽ هيرا راڻي اڪيلا ٿيا، تڏهن هيرا راڻيءَ انگل ڪري، لعل شهزادي کي چيو، "پيارا جيڪڏهن گستاخي معاف ٿئي، تہ هڪڙو سوال توهان کان پڇان!" لعل شهزادي چيو تہ "بيشڪ پڇ." تنهن تي هيرا راڻيءَ.چيس تہ مون کي ٻڌايو تہ "توهان جي ذات ڪهڙي آهي؟" لعل شهزادي چيو تہ "راڻي انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃ. اها ڳالهہ مون کان نہ پڇ، جو انهيءَ تان ڏاڍا ڏک ڏسندينءَ."

اُن وقت تہ راڻي وڌيڪ ڪانہ ڪڇي؛ پر ٻئي ڏينهن بہ ڪاٽيءَ ڏائڻ هيرا راڻيءَ کي اچي چوريو- چي، "هيرا راڻي! هيءُ وري ڪهڙو محبت جو دستور آهي، جو لعل شهزادو سڏائي تنهنجي محبت وارو، ۽ تنهنجو چوڻ مڃي ئي نٿو، جو رڳو توکي پنهنجي ذات ئي نٿو ٻڌائي!" هيرا راڻي، اهو ٻڌي، جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو، تڏهن لعل شهزادي سان ضد ٻڌي بيٺي تہ "هرو ڀرو پنهنجي ذات ٻڌاءِ." نيٺ لعل شهزادي ڪڪ ٿي، هيرا راڻيءَ کي چيو تہ "چڱو ڀلا سياڻي تيل ميٽ ملي هلندا سين تلاءَ تي غسل ڪرڻ، پوءِ اُتي توکي آءٌ پنهنجي ذات ٻڌائيندس."

ٻئي ڏينهن، هيرا راڻي تيل ميٽ ملائي، لعل شهزادي وٽ کڻي آئي، ۽ اچي چيائينس تہ "لعل شهزادا هاڻي هلو، هلي پنهنجو واعدو پورو ڪريو." پوءِ لعل شهزادو ۽ هيرا راڻي ٻئي ڄڻا تلاءَ تي آيا، ۽ تيل ميٽ

مڪي، پاڻيءَ ۾ گهڙيا. اتي وري بہ هيرا راڻيءَ لعل شهزادي ڪان ساڳيو سوال ڪيو. تنهن تي لعل شهزادي اکين ۾ پاڻي آڻي، وري بہ راڻيءَ کي چيو تہ "راڻي انهيءَ ضد تان لهي وڃ." مگر هن کي جا زناني هوڏ هئي، سا اصل نہ مُڙي. تنهن تي لعل شهزادي چيس تہ "چڱو، راڻي، هاڻي ڏسجانءِ تہ آءٌ ذات جو ڪير آهيان." ائين چئي، تلاءَ ۾ ٽبي هڻي، نانگ ٿي



نڪتو، ۽ "هَي هَي هيرا راڻي،" "هِي هِي هيرا راڻي" چوندو، لڙهندو هليو ويو. هيرا راڻيءَ، اهو حال ڏسي، وٺي آهون ۽ دانهون ڪيون، ۽ پنهنجي دوست جي جدائيءَ ۾ واويلا مچائي ڏنائين. هن جي آهُن ۽ دانهن جو آواز پري پنڌ تائين پئي ٻڌڻ ۾ آيو.

اتفاق سان هيرا راڻيءَ جي هڪ ساهيڙي، جنهن جو نالو نور پري هو، سا درياءَ تان مٿان اُڏامندي پئي ويئي. هيرا راڻيءَ جون دانهون ۽ فرياد ٻڌي، اُها هيٺ لهي آئي، ۽ هيرا راڻيءَ کان هُجي دک ۽ تڪليف جو سبب پڇڻ لڳي. تنهن تي هيرا راڻيءَ سڄو قصو ڪري ٻڌايس. نور پريءَ

چيس تہ ”ادي، هئين پئي هاج، هاڻي ڪجو ڪيچين ڪي چئين. تو پاڻ سان پاڻيهي ڪئي آهي، هاڻي لکيو وينئي لوڙ. پر ادي، الله مان آسرو نہ لاهہ، من موليٰ وري اوهان وچڙيلن جا ميلا ڪري! هاڻي غم نہ ڪر، آءُ اڄ ئي لعل شهزادي جي پتي ڪڍڻ لاءِ ڪوشش ڪريان ٿي. رک الله تي، سڀ سٺائي ٿيندي.“

ائين چئي، نور پري تہ اُڏامي هلي وينئي، ۽ هيرا راڻي هَي هَي ڪندي، حسرت ۽ ارمان سان اچي گهر پهتي، ۽ ڪائڻ پيئڻ زهر ٿي ويس. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ، نور پري اوچتو اچي هيرا راڻيءَ وٽ پهتي، ۽ چيائينس تہ ”پيڻ، لعل شهزادي جو ڪجهہ پتو پيو اٿم. هاڻي موليٰ مڙيئي موچاري ڪندو، تون دلجاءِ ڪر.“ اتي هيرا راڻيءَ ڪي ڪجهہ پيٽ ۾ ساهہ پيو، ۽ نور پريءَ کان پڇيائين تہ ”ادي، ڀلا ڪر خبر!“ نور پريءَ چيو تہ ”فلاڻيءَ ولايت ۾ واسينگ نانگن جو مڪان آهي. اُهي آهن نانگ، پر انساني صورت ۾ بہ اچي سگهن ٿا. لعل شهزادو انهن نانگن جي بادشاهہ جو پٽ آهي. هن پنهنجي پيءُ کان ڪاوڙجي، انساني صورت اختيار ڪئي هئي، جنهنڪري توکي اچي مليو. هن جي جدائيءَ ۾ سندس مائٽن جي ڏاڍي بُري حالت ٿي رهي هئي، ۽ تنهنجي بدقسمتيءَ کان جڏهن هو توکان جدا ٿي وجي پنهنجي مائٽن سان مليو آهي، تہ هو خوش ٿي پيا آهن، ۽ هينئر ڏاڍا سرها آهن.

”هاڻي لعل شهزادي کي هٿ ڪرڻ جي هيءَ تجويز آهي، جو هن جي پيءُ کي راڳ ٻڌڻ جي ڏاڍي سڪ رهي ٿي. تنهنڪري هو ڪٿان ڪٿان جا راڳيندڙ گهرائي، انساني صورت ۾ ٿي، جمعي جمعي جي رات، ڳائڻ وڄائڻ جي محفل ڪندو آهي. هاڻي منهنجي صلاح آهي تہ تون اُن جي اڳيان هلي ناچ ڳانو ڪري هن کي راضي ڪر. پوءِ خوش ٿي پاڻيهي توکي چوندو تہ ”هاڻي گُهر. جيڪي گهُرڻو اٿيئي.“ پوءِ تون اُن وقت ڪانئس لعل شهزادي جي ٻانهن جي گهُر ڪجانءِ. انهيءَ تجويز کان سواءِ ٻيو ڪو بہ حيلو ڪونهي.“

هيرا راڻيءَ هيءَ تجويز ٻڌي خوش ٿي، ڇو تہ هوءَ ڳائڻ وڄائڻ توڙي ناچ ڪرڻ ۾ اڳيئي بلڪل پَڙ هئي. هيڪاري پنهنجي دوست جي جدائيءَ ۾، هن جي سُر آواز ۾ بہ ڏاڍو سوز ۽ اثر ٿي ويو هو. سو هيءَ نور پريءَ سان گڏجي لعل شهزادي جي پيءَ جي ڪچهريءَ واري جاءِ تي اچي پهتي. اتفاق سان اهو ڏينهن بہ جمعي جو هو. تنهنڪري لعل شهزادي جو پيءُ بہ پنهنجي راڳيندڙن جي ٽولي سان اچي براجمان ٿيو.

يڪدم فرش فروش وڇائجي ويا. محفل جو سامان باقاعدي ٿي ويو. بادشاهہ اچي ويٺو. ڳائڻ وارا بہ پنهنجا ساز طنبورا تيار ڪري، پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويا. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ، هيرا راڻي، جا ڪنهن ڪنڊ ۾ پنهنجي ساهيڙيءَ نور پريءَ سان لڪي ويٺي هئي، اها بہ ظاهر ٿي اچي ويٺي... ۽ پوءِ بادشاهہ کان ڳائڻ جي اجازت وٺي، ناچ ۽ ڳانو شروع ڪيائين.... ۽ اهڙي سوز سان ڳايائين، جو سڄيءَ مجلس ۾ مدهوشي



ڇانئجي ويئي. بادشاهہ بہ مست مگن ٿي، هيرا راڻيءَ کي چوڻ لڳو تہ "اي ڳائڻ واري، جيڪي گهرڻو اٿيئي، سو گهُر!" اتي هيرا راڻيءَ چيو تہ "او

بادشاهه عالم پناهه، مون کي فقط منهنجو محبوب، لعل شهزادو عنايت ڪر، جو هن جي وڇوڙي منهنجو ساهه سڪائي ڇڏيو آهي.“ بادشاهه اهو ٻڌي، انڪار ڪيو. چيائين ته ”نه نه، اهو توکي نه ملندو. باقي ٻيو جيڪي گهرين، سو حاضر ڪريون.“ راڻيءَ وري به ساڳي صدا ڪئي. مگر وري به نه اگهائي. محفل برخواست ٿي، نانگ هليا ويا. هيرا راڻي نِراس ٿي، وري ٻئي جمعي جو انتظار ڪرڻ لڳي.

خير سان ٻيو جمعو به آيو. هن دفعي به هيرا راڻيءَ ڏاڍي درد سوز مان ڳايو وڄايو. وري به بادشاهه هن کي چيو ته ”اي ڳائڻ واري، گهر جيڪي گهرڻو هجيئي!“ تنهن تي هيرا راڻيءَ وري به ساڳي صدا ڪئي. مگر بادشاهه وري به انڪار ڪيو. اهڙيءَ طرح سان ٽيون جمعو به آيو. هن دفعي راڻيءَ اهڙي ته درد ۽ سوز فراق مان ڳايو، جو ٻڌندڙن جون دليون ميڻ وانگر رِجي اٿيون. هن دفعي بادشاهه جي دل ۾ رحم اچي ويو، ۽ هيرا راڻيءَ کي چيائين ته ”هيرا راڻي! لعل شهزادو مون توکي ڏنو. هاڻي مون سان گڏجي هل، ته لعل شهزادو، منهنجي جگر جو ٽڪرو، پنهنجي هٿن سان ڪڍي هلي توکي ڏيان.“ پوءِ هيرا راڻيءَ کي بادشاهه پنهنجي محلات ۾ وٺي ويو. اتي لعل شهزادو پلنگ تي ليٽيو پيو هو، ۽ هيرا راڻيءَ جي فراق ۾ بيچين ۽ بيقرار، گهڙيءَ گهڙيءَ ”هَي هَي هيرا راڻي،“ ”هَي هَي هيرا راڻي“ جي ٻولي پئي ڪيائين. هيرا راڻي به آهستي آهستي اچي سندس سيرانديءَ کان ٿي بيٺي. لعل شهزادي جيئن پاسو ورايو، ۽ اکيون کوليون، ۽ هيرا راڻيءَ جو نالو ورتو، تيئن هيرا راڻي به اچلجي سندس جهوليءَ ۾ ڪِري پيئي ۽ چيائينس ته ”جيءُ! منهنجي سر جا سائين!“ ائين هي ٻيئي وڇڙيل هڪٻئي سان مليا، ۽ هڪٻئي کي ڪٽي ڀاڪر وڌائون، ڄڻ ته ٻه نه آهن بلڪ هڪ آهن. ان بعد، هيرا راڻي ۽ لعل شهزادو ڪجهه وقت اتي رهي، بادشاهه کان موڪلائي، پنهنجي اصلوڪي ملڪ ۾ آيا، ۽ ٻيئي ڄڻا عيش آرام سان پنهنجي زندگي گذارڻ لڳا.

—جهڙيءَ طرح هنن وڇڙيلن جو واليءَ وصل ڪرايو، اهڙيءَ طرح شل جڳ جهان جون مرادون مولا سائين پوريون ڪري.

•••



# شهزادو لال ملوڪ

ڪنهن ملڪ ۾ هڪ ڪانير رهندو هو، جو ڪانيون وڪڻي، ڏکيو سکيو ٻچن جو پيٽ پاليندو هو. هڪ ڏينهن هن جي گهر ۾ اَن ختم ٿي ويو، تڏهن سندس زال چيس ته ”گهر ۾ ڪاٺ لاءِ ڪٽو به ڪونهي، ڪٿان وڃي اَن لپ وٺي اچ، ته ٻارڙن کي ته ڪارايون!“ هي گهر مان نڪري، منجهي پيو، ۽ اچي هڪڙي مڪان ۾ ويهي رهيو، جتي ڪنهن چڪڙي پياري ڇڏيس: ۽ جڏهن ٻپهر ٿيا، تڏهن نشي ۾ چُور ٿي، اچي گهر سمهي رهيو. سندس زال، جا پاڙي مان ان داڻا اُڌارڻ ويئي هئي، سا موٽي اچي ڏسي، ته مڙسس سنئون سڌو ٿيو ستو پيو آهي. هن ڪيس جاڳائي چيو ته ”ميان! ٻارڙا پيا مانيءَ ڳپي لاءِ دانهون ڪن، ۽ تون خبر ناهي ڪٿان گهميو ڦريو اچيو سمهيو پوين!“ پر مڙس مانَ ڪري، پاسو ورائي، وري به ڦوڪن ۾ پئجي ويو. سندس زال به سور پِي ويئي، ۽ پاڙي مان جيڪي اَن داڻا آندا

هئائين، سي پيهين پارڙن لاءِ ماني پچايائين ۽ پوءِ پاڻ بہ گرهہ کاڌائون، ۽ پارڙن کي بہ کارائي سمهاري ڇڏيائين.

اِتي مائيءَ کي خبر پيئي تہ ڳوٺ جا بہ ٻي ماڻهو روزگار هٿ ڪرڻ لاءِ مسافريءَ تي ٿا وڃن. تنهنڪري مڙس کي چيائين تہ "ويٺي ڪيترو وقت گذاربو؟ تون بہ انهن ماڻهن سان گڏجي وڃ!" هن پهرين تہ نٽايو، پر پوءِ زال جي زور ڀرڻ تي وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. پئي ڏينهن مائيءَ لولو پچائي ڏنس، جو ڪٽي ٻين ساٿين سان گڏجي، هو سفر تي روانو ٿيو.

هلندي هلندي، هنن کي هڪ هنڌ رات پئجي ويئي، اُنڪري اُتي ئي ترسي پيا، ۽ هڙڪو ٽڪو پور ڪائي، سمهي رهيو. هن بہ ڳوٺريءَ مان سڪل لولو ڪڍي کاڌو، ۽ ڳوٺريءَ کي پاسي ۾ ٻيٺل ڪرڙ تي وجهي، پاڻ ليٽي پيو. صبح جو، همراهن هن کي اڳتي هلڻ لاءِ اُٿاريو، پر هن انڪار ڪيو، ۽ پاسو ورائي سمهي رهيو. جڏهن سج ڪافي مٿي چڙهي آيو، تڏهن اک کليس. ڏسي تہ سندس ساٿي سڀ هليا ويا هئا، ۽ ڪرڙ تي سندس اڇلايل ڳوٺريءَ ۾ هڪڙو وڏو نانگ آهي، جو سُرندو اندر پيو وڃي. جڏهن نانگ ڳوٺريءَ ۾ گهڙي ويو، تڏهن يڪدم ڊوڙي، ڳوٺريءَ جو منهن بند ڪري ڇڏيائين. دل ۾ چيائين تہ 'زال بہ روز روز پيئي تنگ ڪري.... مي ٿو هيءَ ڳوٺري هٿ ۾ ڏيانس- هن جي سورن ڪان تہ ڇٽي پوندس.' اهو خيال ڪري، نانگ واري ڳوٺري ڪٽي. واپس اچي ڳوٺ پهتو. گهر ۾ ڏنائين تہ زال آهي ئي ڪانہ. سو يڪدم اُها نانگ واري ڳوٺري هڪ اٽي جي ڪُني ۾ وجهي، پاڻ وري بہ ڇُڪڙي جي چسڪي تي مڪان ڏانهن هليو ويو.

مائي جڏهن موٽي گهر آئي، تڏهن ٻارن ٻڌايس تہ "بابا آيو آهي." مائي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ دل ۾ چيائين تہ مسافريءَ تان ضرور ڪجهہ نہ ڪجهہ آندو هوندائين- سو، سڄي گهر جا ٽپڙ ڦولهڻ لڳو. ڳوليندي ڦولهيندي، آخر اچي اُن ڪُني جو ڍڪ لاٿائين، جنهن ۾ اُها نانگ واري ڳوٺري پيل هئي. ڳوٺري ڪڍي، بسم الله ڪري، جان ڪٽي کولي، تہ ڏسي

تہ اُن ۾ هڪ نولکو هار پيو آهي!مائي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ اُهو نولکو هار کڻي، هڪ جوهريءَ وٽ آئي، ۽ چيائينس تہ ”مون کي هن جا پئسا ڏي.“ جوهري نولکو هار ڏسي وائڙو ٿي ويو، ۽ مائيءَ کي چيائين تہ ’مائي! هن هار جا پئسا مون وٽ تہ ڇا، پر بادشاهہ وٽ بہ مشکل هوندا: باقي آءٌ توکي ايترا ڏيان ٿو، جو سڄي عمر پيا کائجو.“ مائيءَ کي جوهريءَ جهول ٽڪن جو پري ڏنو: مائي اهي کڻي آئي گهر، ۽ يڪدم اَن وغيره وٺي



گنديون ۽ ٻيلهڙا پري، ڏينهن ٻن جي ورؤ ٻاهر سڪائڻ وجهي ڇڏيائين، ۽ ٻيو بہ جيڪي کٽس، سو وٺي آڻي گهر پريائين. جڏهن سڄ بہ اچي لهڻ تي ٿيو، ۽ مڙسس نہ موٽيو، تڏهن پٽ کي موڪليائين تہ ”وڃي پيءُ کي وٺي اچ.“ ڇوڪرو سڌو مڪان تي آيو، ۽ پٽس کي اچي گهر هلڻ لاءِ چيائين. هن سوچيو تہ ”شايد نانگ ڏنگيو اٿس، تڏهن مون کي گهرائي ٿي، پر ائين آءٌ بہ ڪٿي ٿو وڃان! پل تہ مري، تہ پوءِ ويندس.“ تنهنکري پٽ کي چيائين تہ ”تون هل تہ آءٌ اچان ٿو.“ ڇوڪرو موٽي گهر آيو. ٿوريءَ دير بعد، وري بہ

مائيءَ ڇوڪري کي موڪليو. ڪانير وري به خيال ڪيو ته ”پل ته مري.... پوءِ ويندس.“ جڏهن وري به ڇوڪرو خالي گهر موٽيو، تڏهن مائيءَ چڙ ۾ به لپاٽون هڻي، ڪيس وري به پٽس کي سڏي اچڻ لاءِ پوئتي ڊوڙايو. هن دفعي، جڏهن ڇوڪرو روئندو پٽس وٽ آيو، تڏهن هن دل ۾ سوچيو ته شايد هاڻ مري ويئي آهي.... سو، دل ۾ خوش ٿيو، ۽ چيائين ته ’چڱو ٿيو، جو هن هڇا مان خدا ڪٽي جند ڇڏائي.‘ پوءِ پٽ سان گڏجي گهر آيو. گهر پهچڻ سان ڏسي ته مار، هتي ته قصوئي ٻيو لڳو پيو آهي! هڪ پاسي اَن جا ڍير پيا سڪن ته ٻئي پاسي ڪپڙن، شين ۽ ٿولن جا اَنبار لڳا پيا آهن، ته ٽئي پاسي وري ڏاڍا طعام پيا تيار ٿين. پهرين ته ڪيس شڪ پيو ته شايد سندس وڃڻ ڪانپوءِ، سندس زال ڪنهن سان ڦٽي آهي، پر پوءِ جڏهن زاِل کان حقيقت پڇيائين ۽ اُن نَو لکي هار جو ٻڌايس، تڏهن ٻنهه وائڙو ٿي ويو. پر دل ۾ ڪجهه سوچي، سڌو اُن جوهريءَ وٽ آيو، ۽ ڪيس ڊيڄارڻ لاءِ چيائين ته ”منهنجي زال جيڪو هار توکي ڏيئي ويئي آهي، سو مون بادشاهه لاءِ آندو هو، پر هوءَ پل ۾ توکي ڏيئي ويئي آهي.... اُهو مون کي موٽائي ڏي، نه ته وڃي ٿو بادشاهه کي ٻڌايان.“ بادشاهه جو نالو ٻڌي، جوهري ڊڄي ويو، ۽ آخر هٿ جوڙ ڪري، جهول ٽڪن جو هن کي به پري ڏنائين، جيڪو خوش ٿي هو گهر ڪٽي آيو، ۽ اَٽي زال کي ڏنائين. پوءِ ته ڪانير ۽ سندس زال ۽ ٻار ڏاڍي مزي سان وبهي ڏينهن گذارڻ لڳا.

جوهري ٻئي ڏينهن اُهو ساڳيو هار ڪٽي، بادشاهه وٽ آيو. بادشاهه نولکو هار ڏسي، عجب ۾ پئجي ويو، ۽ دل ۾ چيائين ته ’اهڙو هار ته منهنجي سڄيءَ بادشاهيءَ ۾ ڪونه هوندو.‘ سو جوهريءَ کي چيائين ته ”هيءُ هار مون کي ڏي؛ اُن جي عيوض توکي جيڪي گهُرڻو هجي، سو گهر.“ جوهري ته آيوئي انهيءَ نيت سان هو. سو هار بادشاهه کي ڏيئي، ڏنل رقم کان ڇڙٽون پنجوڻون خزانو بادشاهه کان وني، رمندو رهيو. بادشاهه هار ڪٽي، سڌو محلات ۾ آيو، ۽ اچي راڻيءَ جي ڳچيءَ ۾ وڌائين.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، راڻيءَ اهو هار لاهي صندوق ۾ رکي ڇڏيو،

رڳو ڪنهن ڏينهن وارَ تي پيئي پائيندي هئي. هڪڙي ڏينهن، راڻي وهنجي سهنجي تيار ٿي، اچي آرسيءَ جي سامهون ويٺي، ۽ دل ۾ خيال ڪيائين تہ 'اڄ نولکو هار پائجي.' اهو خيال ڪري، ٻانهيءَ کي سڏي چيائين تہ "وڃي نولکو هار ڪڍي اچ." ٻانهي جو اچي پيٽي کولي، تہ ڏسي تہ هار آهي ئي ڪونہ.... اُن جي جاءِ تي هڪ موتين جهڙو ملوڪ ٻار ستو پيو آهي. هيءَ ڊوڙي راڻيءَ وٽ آئي، ۽ چيائينس تہ "راڻي! توهان کي مبارڪ هجي- خدا توهان کي پٽ ڏنو آهي!"

راڻيءَ کي ڪو اولاد هوندوئي ڪونہ هو، تنهن سمجهيو تہ شايد ٻانهي چٿرون ٿي ڪري- سو تپي، باهہ ٿي ويئي، ۽ چيائينس تہ "گستاخ! تون مون تان چٿرون ٿي ڪرين؟" ٻانهي، قسم کڻي، چوڻ لڳي تہ "سائڻ! تون پاڻ هلي ڏس، تہ ٻار آهي يا نہ."

راڻي ٻانهيءَ سان گڏجي، اچي ڏسي، تہ واقعي ٻانهيءَ جي ڳالهہ سچي آهي. راڻي ڏاڍو خوش ٿي، ۽ بسم الله ڪري، کڻي هنج ۾ ويهاريائينس. پوءِ تہ يڪدم ساڳيءَ ٻانهيءَ کي بادشاهہ ڏانهن مبارڪ واسطي موڪليائين. ٻانهيءَ اچي بادشاهہ کي مبارڪ ڏني، ۽ چيائين تہ "بادشاهہ سلامت، قدرت توهان کي پٽڙو نصيب ڪيو آهي!" بادشاهہ خيال ڪيو تہ 'ڪيترو عرصو گذري ويو آهي، پر اسان کي ڪو اولادئي ڪونہ ٿيو آهي، ۽ نہ وري ڪا اُميدواري هئي، سو هينئر پٽ وري ڪيئن ڄائو؟ شايد ٻانهي مون تي چٿرون ٿي ڪري.' سو، يڪدم ڪاوڙ ۾ اچي ڪان نڪري ويو، ۽ ٻانهيءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. آخر ٻانهيءَ جي قسم سُنهن کڻڻ تي، بادشاهہ محلات ۾ آيو، ۽ اچي ڏٺائين تہ برابر راڻي هڪ منهن ملوڪ ٻار کي هنج ۾ کنيو ويٺي آهي. پوءِ تہ بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ اُن ٻانهيءَ کي وڏا وڏا انعام اڪرام ڏنائين، خوش ڪيائون، ۽ ٻار جو نالو "لال ملوڪ" رکيائون.

اڄ نندو سڀاڻ وڏو، آخر لال ملوڪ بہ اچي وڏو ٿيو، ۽ بادشاهہ هن کي مڪتب ۾ ويهاريو. جڏهن پڙهي قابلڪار ٿيو، تڏهن بادشاهہ خيال

ڪيو جھڙو لال ملوڪ خوبصورت آهي، تھڙي ئي خوبصورت سندس ڪنوار هجي. اُن وقت بادشاهن جو اهو دستور هوندو هو تہ سڳاوتيءَ لاءِ پنهنجي وزير کي گهوٽ يا ڪنوار جي تصوير ڏيئي، ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ موڪليندا هئا. هن بہ پنهنجي هڪ وزير کي لال ملوڪ جي تصوير ڏيئي، لال ملوڪ لاءِ ڪنوار ڳولڻ لاءِ موڪليو، ۽ چيائينس تہ "ڪنوار اهڙي ڳولي اچ، جو جھڙو لال ملوڪ تھڙي هن جي ڪنوار! پيو تہ جيسين ڪٿي سڳاوتي ٿئي، تيسين واپس نہ ورج."

وزير تہ اُن وقت ئي روانو ٿيو، پر ڪجھہ ڏينهن ڪانپوءِ، پويان بادشاهہ گذاري ويو. لال ملوڪ جنهن رستي کان روز شيل شڪار تي ويندو هو، تنهن رستي تي هميشہ هڪڙو فقير ويٺو هوندو هو، جو هُونئن تہ ويٺو روئندو هو، پر لال ملوڪ کي ڏسي، کلي ڏيندو هو. هڪ ڏينهن، لال ملوڪ فقير کان پڇيو تہ "مون کي ٻڌاءِ تہ هونئن تون ويٺو روئندو آهين، پر مون کي ڏسي کلي ڏيندو آهين- اهو ڇو؟" فقير چيس تہ "بابا سائين! ان ڳالهہ تان لهي وڃو." مگر لال ملوڪ جڏهن ضد تان نہ لٿو، تڏهن فقير چيس تہ "مان تنهنجو موت ٿو ڏسان، تہ مون کي روئڻ ٿو اچي. ۽ جي توکي ٿو ڏسان تہ کلان ٿو." لال ملوڪ پڇيس تہ "اهو وري ڪيئن؟" فقير چيس تہ "تنهنجي پيءُ جو فلاڻو وزير، جيڪو تولاءِ ڪنوار جي ڳولا ۾ ويل آهي، سو ڪنوار ڳولي، واپس پيو اچي؛ پر واٽ تي بادشاهہ جي موت جو ٻڌي، هن جي نيت خراب ٿي ويئي آهي، ۽ هو هتي پهچي، توکان بادشاهہ کسي، توکي مارڻ جا خيال ڪري رهيو آهي، ۽ اها بہ نيت اٿس تہ تو وارڙ ڪنوار ڪنهن طرح پنهنجي پٽ کي پرڻائي ڇڏي. بس هو هتي پهتو، تہ پوءِ تنهنجو خير ڪونهي؛ تنهنڪري منهنجي صلاح آهي تہ جيترو جلد ٿي سگهي، پنهنجو شهر ڇڏي هليو وڃ.... پوءِ جي بادشاهي ۽ ڪنوار هونديئي نصيب ۾، تہ ٻيئي ملي پونديئي." فقير جي ڳالهہ ٻڌي، لال ملوڪ سڌو ماءُ وٽ آيو، ۽ سموري حقيقت کيس ٻڌايائين، ۽ چيائينس تہ "مان هي شهر اڄ ئي ڇڏي ويندس؛ پوءِ جي هوندي حياتي، تہ اچي وزير کان بدلو

ونندس.“ راڻيءَ ڪيس گھڻوئي سمجھايو، پر لال ملوڪ نہ مڙيو، ۽ ڪجھ خزانو پاڻ سان ڪٺي، گھوڙي تي چڙھي، ماءُ ڪان موڪلائي، فقير ڪان اجازت وني، فقير جي چوڻ موجب اُتي اُلهندي طرف روانو ٿيو.

هلندي هلندي، ٿوري گھڻي ڏينهن، لال ملوڪ اچي اُن شهر ۾ نڪتو، جنهن ۾ سندس مڱڻو ٿيل هو. هوڏانهن وزير بہ لال ملوڪ جي شهر ڇڏڻ جي ٻئي ڏينهن، اچي پنيان اُتي پهتو، ۽ يڪدم تخت تي قبضو ڪري، لال ملوڪ جي پڇا ڪيائين. ڪيس پتو پيو تہ لال ملوڪ سندس اچڻ ڪان اڳ شهر ڇڏي ويو آهي. وزير لال ملوڪ جي ڳولا ۾ گھڻيئي گھوڙا ڊوڙايا، پر ڪجھ نہ وريس. ڪجھ وقت ڪانپوءِ، وزير کي لال ملوڪ جو خيال بہ لهي ويو، سو سوچيائين تہ ’هاڻي وچي لال ملوڪ جي مڱ سان پٽ جي شادي ڪرائي اچان.‘ اهو خيال ڪري، هو پٽ جي شاديءَ جون تياريون ڪرڻ لڳو.

هوڏانهن لال ملوڪ بہ اندروني طرح پنهنجي مڱ جي پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳو. آخر جلدئي ڪيس پتو پيو تہ سندس مڱ بہ هن ئي شهر ۾ آهي-- بادشاهي سڳاوت هئي، سا آخر ڪٿي تي لڪي سگھي! هن ڇا ڪيو جو پننجي تصوير ڪڍائي، اُن سان گڏ هڪ خط ۾ پنهنجي سموري حقيقت لکي، شهزاديءَ ڏانهن ڏياري موڪليائين، ۽ خط ۾ اهو بہ لکيائين تہ ”وزير تنهنجي شادي پنهنجي پٽ سان ڪرڻ گھري ٿو. جيڪڏهن تون اُتي راضي هجين، تہ پوءِ تنهنجي مرضي؛ جي نہ، تہ پوءِ مون کي خط جو جواب ڏياري موڪل.“ شهزاديءَ وٽ جڏهن تصوير ۽ خط پهتو، تڏهن سڄي قصي کي سمجھي ويئي، ۽ جواب لکي موڪليائينس تہ ”جيڪڏهن توهان جي اها حقيقت درست آهي، تہ پوءِ آءٌ اوهان جي آهيان، ۽ هر وقت اوهان سان ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.“ اها حقيقت پڙهي، شهزادو لال ملوڪ ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ هاڻي وزير جي پٽ جي جڃ اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

آخر هڪ ڏينهن وزير بہ پنهنجي پٽ جي جڃ وني، اچي اُتي نڪتو. لال ملوڪ يڪدم شهزاديءَ ڏانهن خط لکيو تہ ”ڏينهن پرايو، رات

پنهنجي آهي.... هاڻ فقط تنهنجي سچائي گهرجي، نہ تہ ڳالهہ هٿان ويئي، تہ خالي افسوس جا هٿ ملڻا پوندا." شهزاديءَ کي بہ هاڻي پڪ ٿي ويئي تہ برابر وزير دغا ڪري رهيو آهي، سو لال ملوڪ کي چوائي موڪليائين تہ "تون اَڄ رات جو بہ گهوڙا تيار ڪرائي، محلات جي پٺئين پاسي اچي بيهج.... مان پاڻهي اچي تو وٽ پهچنديس." لال ملوڪ انجام تي تيار ٿي، اڌ رات جو اچي محلات جي پٺيان بيهي رهيو، ۽ شهزادي بہ موقعو ڏسي، نڪري آئي، ۽ هي ٻيئي گهوڙن تي چڙهي روانا ٿي ويا.

هڪليندي هڪليندي، هنن کي سج اچي ڪنهن ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ اُڀريو. سڄيءَ رات جي مسافريءَ ڪري ٿڪجي پيا هئا، تنهنڪري هڪ هنڌ لهي پيا. لال ملوڪ شهزاديءَ کي چيو تہ "هن وقت ڏينهن ٿي چڪو آهي، انڪري منهنجي مرضي آهي تہ تون زناني پوشاڪ لاهي، منهنجن ڪپڙن مان ڪا مرداني پوشاڪ پاءِ، متان ڪو سڃاڻي وٺي." ڪپڙن بدلائڻ ڪانپوءِ، شهزادي گهوڙن وٽ ترسي، ۽ شهزادو ڪاڏي پيتي جو ڪجهہ سامان وٺڻ لاءِ شهر ڏانهن روانو ٿيو، ۽ اتي پهچي، گهمندي گهمندي، هڪ دڪان تي اچي بيٺو ۽ بيهي سامان چڪائڻ لڳو. اُن دڪان تي هڪ عورت ويٺل هئي، جنهن سامان ڏيندي، لال ملوڪ ڏانهن ڏسي ڏسي، هن کي ڪجهہ نوڙڻ لاءِ چيو. لال ملوڪ اجا نوڙيوئي مس، تہ عورت يڪدم هڪ ڏاڳو ڪڍي هن جي ڳچيءَ ۾ وڌو. ڏاڳي پوڻ سان لال ملوڪ يڪدم گهيٽو ٿي پيو.

ٻئي طرف شهزاديءَ کي راهہ ڏسندي ڏسندي، ٻپهر ٿي ويا: اتي هن کي اچي شڪ پيئو تہ لال ملوڪ جو شايد خير ڪونهي. نيٺ، گهوڙا اُتي ڇڏي، تير ڪمان ڪڍي، پاڻ بہ مردانن ڪپڙن ۾ سڌو اچي اُنهيءَ شهر ۾ نڪتي، ۽ هيڏانهن هوڏانهن لال ملوڪ کي ڳولڻ لڳي- پر ڪٿي بہ لال ملوڪ نظر نہ آيس. اوچتو هن ڏٺو تہ هڪ هنڌ ماڻهو ميڙو ڪيو بيٺا آهن. پڇا ڪندي، ڪنهن ٻڌايس تہ "جيڪو هن جاءِ تان راڻيءَ جي محلات تائين

تير پهچائيندو، اُن جي شادي بادشاهه جي ڌيءُ سان ڪئي ويندي- سو، پري اوري جا جوان اچي گڏ ٿيا آهن، ۽ پيا ماٺهو هنن جي هيءَ ڪسرت ـ سي اڻ بينا وندرائين." هيءُ ڳالهه ٻڌندي، شهزاديءَ به بسم الله ڪري، تير ڪمان ۾ وجهي، اهڙو ته ونيءِ زور سان تير هنيو، جو سڌو وڃي راڻيءَ جي محلات ۾ ڪِريو. شهزاديءَ جنهن هيءَ رنگ مٿان بيني ڏٺو، اهڙي حسين نوجوان کي شرط کٽندو ڏسي، يڪدم پنهنجي پيءُ ڏانهن ماڻهو موڪليو، ۽ حقيقت کان آگاهه ڪيائينس. جنهن يڪدم وزير کي موڪلي هن کي پاڻ وٽ سڏايو. پهرين ته لال ملوڪ جي ڪري هن پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پوءِ بادشاهه جي ماڻهن جي زور پرڻ تي، اچي بادشاهه حـ حضور ۾ حاضر ٿي. بادشاهه پنهنجي اڳيان هڪ خوبصورت شهزادو ـ سي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ چيائين ته 'جهڙي خوبصورت ڌيءُ اٿم، تهڙو ئي اُن لاءِ شهزادو مليو اٿم.' خبرن چارن پڇڻ تي، هن پاڻ کي 'شهزادو لال ملوڪ ظاهر ڪيو، ۽ نالو به اهوئي ٻڌايائين. آخر ٻئي ڏينهن، هن جي شادي به شهزاديءَ سان ٿي ويئي.

خير، ڦاسڻ ته پوءِ ڦٽڪڻ ڪهڙا! رات ٿي، تڏهن هن پنهنجي 'زال' کي چيو ته "ٻڌ، وچ ۾ ڪنو رکندا سين، ڇو ته منهنجو قول ڪيل آهي ته جنهن ڪم لاءِ نڪتو آهيان، جيسين اهو پورو نه ٿيو آهي، تيسين مون لاءِ هر خوشي حرام آهي؛ اُنڪري منهنجي صلاح آهي ته ٻيئي پنهنجو پاسو ونيءِ سمهي رهون." شهزاديءَ اها ڳالهه قبول ڪئي، ۽ ٻيئي وچ ۾ ڪنو رکي سمهي رهيا.

شهزاديءَ نقلي شهزادو ٿي، شادي ته ڪئي، پر ان مان هن جي پريشاني پاڻ وڌي، گهٽي نه. هوءَ سدائين لال ملوڪ جي فڪر ۾ رهندي هئي، ۽ پنهنجيءَ پر ۾ لال ملوڪ کي ٻيئي ڳوليندي هئي. هڪ ڏينهن، گهمندي گهمندي، هن هڪ ماڻهوءَ جي هٽ ۾ هڪ پڃرو ڏٺو، جنهن ۾ وينل طوطي ڏاڍيون مٺيون مٺيون ٻوليون پئي ڪيون. هُن کي اُهو منو وڻي ويو، سو طوطو خريد ڪري، اچي محلات ۾ رکيائين، ۽ پوءِ روزانو اُن سان دل وندرائيندي رهندي هئي.

’شهزادي‘ (شهزادي جي ويس ۾) بادشاهہ جي ڪچهريءَ ۾ روز ويندي هئي: هڪ ڏينهن هڪڙي وزير هن کي تاڙي ورتو تہ هي مرد نہ پر عورت آهي. تنهن يڪدم پنهنجي بادشاهہ سان حقيقت ڪئي. تڏهن بادشاهہ چيس تہ ”تنهنجو شڪ اجايو آهي: جي زال هجي ها، تہ گهٽ ۾ گهٽ منهنجي زال تہ مون سان ڳالهہ ڪري ها! تون پليل آهين.“ وزير، بادشاهہ جو اهو خشڪ جواب ٻڌي، مات ڪري ويهي رهيو، ۽ ان راز کي ظاهر ڪرڻ جون سٽون سٽڻ لڳو.

’شهزاديءَ‘ کي جڏهن وزير جي شڪ جي سُڌ پيئي، تڏهن ويتر پريشان ٿيڻ لڳي، ۽ دل ۾ سوچڻ لڳي تہ هاڻ ڇا ڪجي؟ اُن ڏينهن کان پوءِ، هن بادشاهہ جي دربار ۾ بہ اچڻ وڃڻ گهٽ ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن، ’شهزاديءَ‘ کي پريشان ڏسي، منوءَ چيس تہ ”شهزادا، تنهنجي پريشانيءَ جو ڇا سبب آهي؟“ منوءَ جي پڇڻ تي ’شهزاديءَ‘ بہ دل ۾ سوچيو تہ منوءَ کي ڪٿي رازدار ڪجي.... پوءِ بہ پڪي آهي.‘ پوءِ، اهو خيال ڪري، سموري حقيقت منوءَ کي ٻڌايائين. منوءَ چيس تہ ”جيڪڏهن ائين آهي، تہ تون ڪوبہ خيال نہ ڪر، آءٌ تنهنجي هر مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.“ اتي ’شهزادي‘ سَرهي ٿي، ۽ منوءَ کي چيائين تہ ”هاڻ تون هڪڙو ڪم ڪر، جو آءٌ جڏهن دربار ۾ وڃان، تڏهن تون بہ پاسو وٺي اچي اُتي ويهج.... پوءِ جڏهن مان اُتان اُٿي اچان، تڏهن تون اُتي ويهي، بادشاهہ ۽ وزير جون ڳالهيون ٻڌي، اچي مون کي ٻڌائج. جيسين لال ملوڪ ملي، تيسين تہ ڏکيو سکيو وقت گذاريون، پوءِ ڏٺو ويندو.“

ٻئي ڏينهن، ’شهزادي‘ دربار ۾ ويئي، تہ منو بہ اچي سندس پاسو وٺي ويهي رهيو. ڪجهہ وقت ڪچهري ڪري، ’شهزادي‘ تہ واپس هلي آئي، پر منو اُتي وينو رهيو. ’شهزاديءَ‘ جي وڃڻ ڪانپوءِ، وزير وري بہ بادشاهہ کي چيو تہ ”قبلا، توهان مڃيو نٿا، پر مون کي پڪ آهي تہ هيءَ زال آهي.“ بادشاهہ چيس تہ ”مون کي يقين نٿو اچي تہ ڪا هيءَ عورت آهي، پر جي تون چوين ٿو تہ پلا اهڙي ڪا اٽڪل ٻڌاءِ، جنهن مان پڪ ٿئي

تہ هيءَ عورت آهي." وزير چيو تہ "سائين، هڪڙي اٽڪل آهي- اُها هيءَ تہ عورت، در مان ٻاهر يا اندر وڃڻ وقت، پهرين ڏائو پير ڪڍندي آهي ۽ پوءِ سائو؛ پر مرد پهريائين سائو پير ڪڍندو آهي، پوءِ ڏائو. تنهنڪري سپاٽي توهين جاچي ڏسو تہ دربار ۾ اچڻ وقت هيءَ پهريائين سائو پير ٿو ڇاڻٽ تان ڪڍي، يا ڏائو- پوءِ پاڻيهي ڳالهہ ظاهر ٿي پوندي."

منو سڌو شهزاديءَ وٽ آيو، ۽ سموري حقيقت ڪيس اچي ٻڌايائين. ٻئي ڏينهن، دربار ۾ وڃڻ وقت، منو اڳ ۾ ئي اُڏامي، اچي دربار ۾ ويٺو، ۽ شهزاديءَ بہ ڇاڻٽ اُڪرڻ وقت پهرين ساڄو پير ڪنيو ۽ پوءِ ڪاٻو. بادشاهہ ۽ وزير بہ هن جي پيرن ۾ جاچي رهيا هئا. شهزادي اچي پنهنجي جاءِ تي ويهي رهي. ڪجهہ وقت ڪچهري ڪري، شهزادي جڏهن وڃڻ لڳي، تڏهن بہ پهريائين ساڄو پير ڪنيائين ۽ پوءِ ڪاٻو ڪڍي، دروازو اُڪري هلي ويئي.

اِتي بادشاهہ وزير کي چيو تہ "هاڻ تہ اعتبار ڪنديس يا اجا بہ چونديس تہ عرت آهي؟" وزير چيو، "سائين، ڇا بہ هجي، مگر اِها زال آهي." تڏهن بادشاهہ چيس تہ "جي اجا بہ نٿو مڃين، تہ ٻيو ڪو امتحان وٺينس." وزير چيو، "هائو، سائين ڇا ڪجي جو سپاٽي هن جي دعوت ڪجي، تہ پاڻ سان گڏجي ماني کائي،؛ عورت کي هميشہ منو ڪاڏو وڻندو آهي- جي هن بہ منو ڪاڏو، تہ پوءِ پڪ ٿيندي تہ هيءَ مرد نہ پر عورت آهي." بادشاهہ بہ اها ڳالهہ مڃي، ۽ هن کي دعوت ڏياري موڪليائين.

منو بہ سڀ ڳالهيون ٻُڌي، سڌو شهزاديءَ وٽ آيو، ۽ سموري حقيقت ڪيس ٻڌايائين، ۽ تاڪيد ڪيائينس تہ "سپاٽي دعوت ۾ مني ڪاڏي کي اصل ويجهو نہ وڃجانءِ."

ٻئي ڏينهن، شهزادي وري بہ تيار ٿي، مردانا ڪپڙا پائي، اچي دعوت تي پهتي، ۽ منو بہ ساڻس گڏ اُڏامندو اچي پاسو وٺي ويهي رهيو. ماني کائڻ وقت، وزير ڇا ڪيو، جو منو طعام ڪڍي، هن جي اڳيان رکيائين. تڏهن شهزاديءَ وزير کي منهن ۾ نهاري چيو، "منو طعام تہ

زالون ڪائينديون آهن، ٻي ڪا چھر ناهي ڇا؟" اتي وزير جو منهن هارجي ويو، ۽ گوشت پريل ڊاڪون ڪٽي، شهزاديءَ جي اڳيان رکيائين. خير شهزادي تہ ماني کائي هنن کان موڪلائي هلي ويئي... پنيان بادشاھ وزير کي چيو، "هاڻ تہ پڪ ٿيئي يا نہ؟" وزير وري بہ مڃڻ کان انڪار ڪيو. تڏهن بادشاھ چيس تہ "ڀلا توکي ڪيئن پڪ ٿئي تہ هي مرد آهي؟" وزير چيو، "هڪڙي ڳالھ آهي، اُن ۾ ضرور اهو راز ظاهر ٿي پوندو- اُها هيءَ آهي تہ سپاٽي وهنجڻ جيئن سنا ڪريون، پوءِ تلاءَ تي وهنجڻ وقت سڀ ظاهر ٿي پوندو." بادشاھ کي بہ اها ڳالھ پسند آئي سو شهزاديءَ ڏانهن وهنجڻ جي دعوت ڏياري موڪليائين.

منو، جو اها سڄي ڳالھ ٻڌي رهيو هو، سو وري بہ سڌو آيو راڻيءَ وٽ، ۽ سڄي ڳالھ ڪري اچي ٻڌايائينس. اها ڳالھ ٻڌي، شهزادي پريشانيءَ ۾ پئجي ويئي ۽ "هاڻ ڇا ڪجي؟ چو تہ هيءَ تہ اهڙي ڳالھ آهي، جنهن جو ڪو تارُئي ڪونهي." منوءَ شهزاديءَ کي غمگين ڏسي ڪيس دلاسو ڏنو تہ "شهزادي، تون فڪر نہ ڪر، سڀ نيڪ ٿي ويندو: فقط سپاٽي وهنجڻ وڃڻ وقت هڪ ڪپھ جي دڪيل وٽ منهنجي ڇهنب ۾ وجهي وڃ- پوءِ ڏس تہ ڇا ٿو ٿئي! آءٌ اها دکيل وٽ ڪٽي وڃي بارود خاني ۾ ڦٽي ڪندس.... پوءِ ويهي ڏسج خدا جا رنگ! بادشاھ ۽ وزير توکي ڇڏي شهر جي بچاءَ لاءِ ڀڄندا: پوءِ جيسين واپس اچن، تيسين تون وهنجي وٺج." شهزادي، اها صلاح ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿي.

ٻئي ڏينهن، هيءَ وزير سان گڏجي، تلاءَ تي وهنجڻ لاءِ رواني ٿي، ۽ وڃڻ کان اڳ منوءَ جي ڇهنب ۾ دکيل وٽ وجهي ويئي. بادشاھ، وزير ۽ شهزادي اچا تلاءَ تي پهتائي مس، تہ اوچتو بارود ڦاٽڻ جا نڪاءُ ٿيڻ لڳا. بادشاھ ۽ وزير اُتي اوڏانهين ڀڳا، تيسين شهزاديءَ وهنجي ورتو. جڏهن بادشاھ ۽ وزير باھ وسارائي واپس آيا ۽ ڏٺائون تہ شهزادي اڳ ۾ ئي وهنجيو وارَ پيئي سڪائي، تڏهن دل ۾ سڄا سڙي ويا، پر ڳالھ هٿن مان ويئي هلي، تنهنڪري دل جو سور دل ۾ ڪٽي، ٻيئي ڇٽا اڪيلا وهنتا، ۽

پوءِ سيڪو پنهنجي پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿي ويو.

ٻئي ڏينهن، شهزادي وري بہ دربار ۾ آئي، ۽ ٿوري ڪچهري ڪري، منوءَ کي اُتي ڇڏي، پاڻ واپس هلي ويئي. شهزاديءَ جي وڃڻ کانپوءِ، وزير وري بہ بادشاهہ کي چيو "ڪالهوڪو ڏک تہ گسائي ويئي، پر هاڻي هڪڙي صلاح آهي تہ سڀاڻي شهر جو گشت ڪجي. بازار ۾ عورتن جا بہ دڪان آهن- جيڪڏهن هُن عورتن سان وڃي واپار ڪيو يا اُنهن جي طرف خاص خيال ڪيو، تہ سمجهبو تہ پڪ عورت آهي." بادشاهہ بہ هائوڪار ڪئي، ۽ 'شهزاديءَ' کي بہ چوائي موڪليائين.

منو تہ اڳ ۾ ئي اُتي وينو هو، سو وري بہ سڌو شهزاديءَ وٽ آيو، ۽ سموري ڳالهہ ڪري ٻڌايائينس. شهزاديءَ سڄي ڳالهہ مغز ۾ رکي، ۽ ٻئي ڏينهن، بيڌڙڪ هنن سان گشت تي نڪتي. گهمندي گهمندي، ڪيس بازار ۾ هڪ گهيتو ڏسڻ ۾ آيو. شهزادي اُتي بيهي، اُن کي هٿڙا گهمائڻ لڳي. وزير بادشاهہ کي اشارو ڪيو، تنهن تي بادشاهہ پڇيس تہ "شهزادا، اڳ ۾ شايد تو گهيتا گهٽا نہ ڏٺا آهن؟" شهزاديءَ وراڻيس تہ "بادشاهہ سلامت، ٻي تہ ڪا خاص ڳالهہ هن ۾ ڪانهي، پر بابا وٽ هڪڙو ڏڻ هوندو هو، اُن ۾ ساڳيو هن جهڙو هڪڙو گهيتو هوندو هو: انڪري دل ٿوري ڇڪي ڪاڏي، ۽ هٿ لائي ڏنومانس. پر، بادشاهہ سلامت، هن شهر ۾ صرف عورتن جا دڪان آهن ڇا؟ ڪو مردن جو دڪان ڪونهي؟" ان سوال تي شهزادي هيءُ ڏک نہ ميٽي ويئي، ۽ وزير سڙي ويو. بادشاهہ بہ شرمسار ٿيو. خير، پوءِ وري مردانيءَ بازار ۾ آيا، جتان شهزاديءَ کي شيون خريد ڪيون... ۽ پوءِ سڀئي واپس روانا ٿيا.

ٻئي ڏينهن، دستور موجب، وري بہ شهزادي منوءَ سان گڏ ڪچهريءَ ۾ آئي، ۽ ٿوري دير ويهڻ بعد، واپس هلي ويئي. شهزاديءَ جي وڃڻ کان پوءِ وزير ۽ بادشاهہ وري بہ شهزاديءَ جي عورت هجڻ بابت ڳالهيون ڪرڻ لڳا، جي منو ٻڌندو رهيو. وزير چوڻ لڳو، "بادشاهہ سلامت، باقي هڪڙي تڪرير هئي. آهي تہ اُن پنهنجي وڏور ڌيءَ جي شادي بہ هن

’شهزادي‘ سان ٿو ڪريان.... پوءِ پاڻهي اچا ڪارا پڌرا ٿي پوندا.“ بادشاهه کي اِها تجويز ڏاڍي وڻي، ۽ وزير کي ڏيءُ جي سڱ ڏيڻ جي اجازت ڏنائين.

منوءَ سڄي ڳالهه اچي شهزاديءَ کي ٻڌائي، ۽ چيائينس ته ”اها ته اهڙي ڳالهه آهي، جو منهنجو عقل به ڪم نٿو ڪري سگهي.“ شهزادي، اها ڳالهه ٻڌي، ڊڪرجي ويئي، ۽ سوچڻ لڳي ته ’هاڻ ڇا ٿيندو؟‘ آخر سوچيندي سوچيندي، خيال آيس ته ’لال ملوڪ، جو هن شهر ۾ اچي گم ٿي ويو آهي، سو هن سان ضرور ڪو دوکو ٿيو آهي‘ ... اهو خيال ڪندي، هن کي يڪدم بازار ۾ ڏٺل گهيٽي جو خيال آيو، ۽ هن يڪدم گهيٽي گهرائڻ لاءِ ماڻهو موڪليو. دڪان واريءَ ڏوتيءَ پهرين ته گهيٽي ڏيڻ کان انڪار ڪيو، مگر بادشاهه جي ماڻهن جي زور ڏسي، ڪجهه نه سگهي، ۽ شهزاديءَ جي موڪليل ماڻهن زبردستيءَ گهيٽو ڪاهي، اچي شهزاديءَ جي حوالي ڪيو.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ، وزير پنهنجيءَ ڏيءُ جو سڱ ’شهزاديءَ‘ کي ڏيڻو ڪيو. جنهن لاچار ٿي قبول ڪيو. آخر ٿوري ئي وقت ۾ شادي به ٿي. ليڪن شاديءَ جي رسمن ختم ٿيڻ بعد، شهزادي وڏيڪ فڪر ۾ پئجي ويئي ته ’هاڻ جيڪڏهن راز فاش ٿي ويو، ته خبر ناهي ڪهڙو حشر ٿيندو.‘ انهن ئي خيالن ۾، هيءَ گهيٽي وٽ آئي، ۽ ڪيس هٿڙا ڦيرائڻ لڳي. هٿن ڦيرائيندي شهزاديءَ جو هٿ وڃي گهيٽي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڌاڳي کي لڳو.... ۽ ڌاڳو ٽٽي پيو.... ۽ ڌاڳي ٽٽڻ سان يڪدم هيءُ گهيٽي مان ڦري لال ملوڪ ٿي پيو. لال ملوڪ کي ائين اوچتو سامهون ڏسي، شهزادي وائڙي ٿي ويئي... پر، جڏهن هوش جاءِ تي آيس، تڏهن ڏاڍو خوش ٿي. پوءِ ته يڪدم پاڪر پائي پاڻ ۾ مليا، ۽ شهزاديءَ سموري حقيقت ڪيس ٻڌائي، ۽ پنهنجا شاديءَ جا گهوٽ وارا ڪپڙا ڪڍي لال ملوڪ کي پارا پائين. شهزاديءَ پنهنجي نٿين پرتيل زال کي به راز ٻڌايو، جنهن پاڻ ان راز کي لڪائي رکڻ، ۽ لال ملوڪ سان شادي ڪرڻ جو انجام ڪيو.

رات جو جڏهن گهوٽ ڪنوار ستا، تڏهن وزير به هڪڙي ڏوتي موڪلي، جيڪا لڪي اچي دريءَ ڪان بيهي رهي،.... ۽ پڪ ڪري، وڃي وزير سان حقيقت ڪيائين. صبح جو باد شاهه وزير کي گهرايو. وزير چيس، "باد شاهه سلامت، آءٌ برابر پليل هوس.... هو واقعي مرد آهي." اها حقيقت ٻڌي، باد شاهه به خوش ٿيو ته نانيءَ تان نالتاڻيءَ جو بوجو لهي پيو.

هاڻي ته لال ملوڪ به ڪليو ڪلايو پنهنجي ٽنهي راڻين سان ڪلي خوش ٿي زندگي گذارڻ لڳو، ۽ باد شاهه جي ڏيءُ، جي هيترا ڏينهن اداس ٿي پيئي هلندي چلندي هئي، تنهن جو منهن به خوشيءَ ۾ ٻهڪڻ لڳو.

هڪ ڏينهن، لال ملوڪ شڪار تي ويل هو، ته اوچتو سندس محلات ۾ هڪ پوڙهي لنگهي آئي، جا لال ملوڪ جي اصل ماءُ هئي، ۽ پاڻ کي انساني صورت ۾ آڻي، ملڪان ملڪ لال ملوڪ جون پڇائون ڪندي، اچي اُن محلات ۾ نڪتي هئي. وجهه وٺي، هن لال ملوڪ جي وڏيءَ زال کي چيو ته "لال ملوڪ ذات جو ڪير آهي؟" راڻيءَ چيس ته "مون کي خبر ناهي، باقي اچي ته پڇنديسانس." پوڙهي ته پوءِ گم ٿي ويئي... پر، شام جو جڏهن لال ملوڪ شڪار تان موٽي آيو، تڏهن وڏيءَ زال پڇيس ته "تنهنجي ذات ڪهڙي آهي؟" لال ملوڪ گهٽيي نتايو، پر جڏهن راڻي ضد تان نه لٿي، تڏهن هن چيس ته "جي تون پنهنجي ضد تان نٿي لهين، ته پوءِ سڀاڻي توکي پنهنجي ذات ٻڌائيندس."

ٻئي ڏينهن، وري به جڏهن شهزادي ڪانئس ذات پڇڻ لڳي، تڏهن لال ملوڪ هن کي تلاءَ تي وٺي آيو، ۽ چيائينس ته "مان پاڻيءَ ۾ گهڙان، ته پوءِ توکي ذات ٻڌايان ٿو." لال ملوڪ پاڻيءَ ۾ گهڙي، وري به راڻيءَ کي چيو ته "اجا به وقت اٿيئي، پنهنجي ضد تان لهي وڃ ۽ ذات نه پڇ، نه ته پوءِ پڇتائڻو پوندئي." مگر جڏهن شهزادي وري به ضد تان نه لٿي، تڏهن لال ملوڪ چيس ته "چڱو، جي ضد تان نٿي لهين، ته هاڻ مان ٽٻي هڻي نڪرندس، پوءِ جيڪي ڏسين، اُها اٿيئي منهنجي ذات." ائين چئي، لال ملوڪ ٽٻي

هئي، ٻاهر نڪتو، تہ انسان مان نانگ جي صورت ۾ اچي ويو، ۽ وري يڪدم ٻي ٽپي هٽي گم ٿي ويو. راتي سندس آسري ۾ رهي تہ اجهو ٿو نڪري، مگر جڏهن هي وري نہ نڪتو، تڏهن شهزاديءَ کي پڪ ٿي تہ لال ملوڪ ڪانئس ڪاوڙجي ويو آهي... سا غمگين ٿي، واپس موٽي، ۽ محلات ۾ اچي ٻين شهزادين سان سموري حقيقت ڪيائين، ۽ کين چيائين تہ "توهان خدا تي ڀروسو رکو- پر تيسين هي راز ڪنهن سان بہ ظاهر نہ ڪجو، جيسين پاڻ لال ملوڪ کي ڳولي لهون. تنهن وچ ۾، ڪو بہ پڇي، تہ چئجو تہ لال ملوڪ ٻاهر شڪار تي ويل آهي."

پوءِ تہ هنن لال ملوڪ کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڏاڍا حيلا وسيلا ڪيا، پر کين ڪو بہ پتو نہ پيو. هڪ ڏينهن وڏيءَ شهزاديءَ کي، جا تمام فڪرمند رهندي هئي، ڏس مليو تہ "فلاڻي هنڌ هڪ ٻڙ جو وڻ آهي، اُتي جمعي جمعي رات ازغيبي راڳ روپ ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، تنهنجو مطلب بہ اُتان پورو ٿيندو."

اها ڳالهہ ٻڌي، جمعي جي رات وڏي شهزادي وڃي اُن ٻڙ هيٺان ويهي رهي، جڏهن ويهي ويهي ٿَڪي، تڏهن نااُميد ٿي واپس موٽڻ لڳي... پر اجا اُٿي، تہ اوچتو ڪيس هڪ نانگ ڏسڻ ۾ آيو. پهرين تہ هيءَ ڊِني، پر ٿوري ئي وقت ۾ جڏهن اُهو نانگ ليٽي پيٽي انساني صورت ۾ اچي ويو، تڏهن ڪجهہ ساهہ پيس، ۽ هيڪاري خوشي ٿيس، جو ڏٺائين تہ اهو لال ملوڪ هو. هڪٻئي کي ڏسي، پهرين تہ ٻيئي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ هڪٻئي سان مليا.... پر پوءِ، لال ملوڪ چيس تہ "شهزادي، افسوس آهي، جو هاڻي مان تيسين تو سان هلي نہ سگهندس، جيسين مون کي منهنجو مرشد موڪل نہ ڏيندو." اتي راڻيءَ جو منهن هارجي ويو، ۽ چيائينس تہ "ڀلا تنهنجو مرشد توکي ڪهڙيءَ طرح موڪل ڏيندو؟" لال ملوڪ چيس تہ "هر مهيني جي چوڏهينءَ تاريخ، هن ٻڙ هيٺ اسان جي مرشد جي وڏي مجلس ٿيندي آهي، جنهن ۾ جنُ جنَ جي ذات اچي گڏ ٿيندا آهن. اُن رات، تون هي ميدان صاف ڪرائي، هتي مٽي ڪير جا مٽ

پرائي چڏج، ۽ تون پاسو وٺي ويهي رهج. پوءِ جڏهن راڳ شروع ٿئي، ۽ تون ڏسين تہ طبلچي سُرتار کان نڪري ويو آهي، تڏهن تون پاسو وٺي، اُن جاءِ تي ويهي طبلو وڄائڻ شروع ڪج. پوءِ جي مرشد راضي ٿيو، تہ توکان پڇندو تہ 'گهر طبلچي، جيڪي گهرڻو هجيئي.' پوءِ تون منهنجي گهر ڪجانءِ... هو منهنجي ٻانهن تنهنجي حوالي ڪندو... ۽ مان هميشہ جي لاءِ توسان هليو هلندس." اها ڳالهہ ٻڌي، شهزادي ڏاڍي خوش ٿي ۽ لال ملوڪ کان موڪلاڻي، محل ڏانهن رواني ٿي، ۽ لال ملوڪ وري بہ ليٽي، نانگ ٿي رمندو رهيو.

شهزادي بہ ڏکيو سکيو وقت گذاري، چوڏهينءَ تاريخ جو انتظار ڪرڻ لڳي، ۽ ان سان گڏ طبلي وڄائڻ جي فن ۾ بہ قابليت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. آخرچوڏهين تاريخ بہ اچي ويئي، ۽ هيءَ تيار ٿي، اچي اُن ٻڙ وٽ پهتي. پهريائين سڄو ميدان صاف ڪرائي، اُتي مٿي کير جا مٽ پرائي رکيائين... پوءِ پاسو وٺي، جنن جي انتظار ۾ ويهي رهي. ٿوريءَ دير کان پوءِ جن بہ اچڻ شروع ٿيا، ۽ پڇاڙيءَ ۾ سندن مرشد جي سواري آئي- جنهن تي سيئي جن اُٿي بيهي رهيا. اُن اچڻ شرط چوطرف نظر ڦيرائي، ۽ ميدان صاف ۽ کير جا مٽ پريل ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ چيائين تہ "جنهن بہ هيءَ خاطرداري ڪئي آهي، ان کي محفل ۾ شريڪ ٿيڻ جي اجازت ڏجي ٿي، ۽ محفل ختم ٿيڻ تي کيس انعام پڻ ڏنو ويندو." ائين چئي، پاڻ مسند تي وڃي ويٺو، ۽ راڳ جي مجلس شروع ٿي. راتيءَ جڏهن ڏٺو تہ هاڻ طبلي وارو سُرتار کان نڪري ويو آهي، تڏهن کيس ڌڪو ڏيئي، پاڻ ويهي طبلو وڄائڻ لڳي. طبلو اهڙو تہ سُريلو وڄايائين، جو جنن جي مرشد خوش ٿي چيس تہ "واه ڙي طبلچي، واه! هيترن ڏينهن ۾ اڄ تو خوش ڪيو آهي، هاڻ گهر، جيڪي گهرڻو هجيئي؟" جنن جي مرشد جو اهو آواز ٻڌي، شهزاديءَ هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ "قبلا، پهريائين وچن گهرجي." وچن وٺڻ کانپوءِ، چيائينس تہ "سائين، مون کي لال ملوڪ گهرجي." جنن جي مرشد چيس، "چا تون

لال ملوڪ جي زال تہ نہ آهين؟" شهزاديءَ هائوڪار ڪئي. اُن تي جنن جي مرشد پڇيس تہ "ڪير ۽ صفائيءَ جو بندوبست بہ تو ڪيو آهي؟" راڻيءَ وري بہ هائوڪار ڪئي. تڏهن جن جي مرشد لال ملوڪ جي ٻانهن هميشہ لاءِ راڻيءَ کي ڏني، ۽ لال ملوڪ کي چيائين تہ "تون راڻيءَ سان وڃ.... توکي اجازت آهي."

مرشد جي اجازت ملڻ تي، لال ملوڪ يڪدم انساني صورت ۾ اچي ويو، ۽ راڻيءَ سان گڏجي، خوش خوش، پنهنجي محل ڏانهن روانو ٿيو. اُتي سيني راڻين سان اچي مليو، ۽ هڪٻئي سان ملي سڀ ڏاڍا خوش ٿيا.

ٿورن گهڻن ڏينهن گذرڻ بعد، هڪڙي ڏينهن لال ملوڪ پنهنجي ٽنهي راڻين کي چيو تہ "مون کي ڳوٺ ڇڏئي تمام گهڻو عرصو ٿيو آهي، منهنجي ماءُ جي، خبر ناهي، ڪهڙي حالت هوندي؛ انڪري منهنجي مرضي آهي تہ هاڻ وطن ورجي." تڏهن ٽنهي راڻين چيس تہ "اسين بہ تنهنجي سر سان ٻڌل آهيون- جيڏانهن تون، تيڏانهن اسين." راڻين جي راءِ ڏسي، لال ملوڪ پنهنجي ساهرن، بادشاهہ ۽ وزير، کان موڪلائي پنهنجي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو، ۽ ٿوري گهڻي ڏينهن، اچي پنهنجي ڳوٺ ٻاهران تنبو هڻائي ويٺو. پوءِ پنهنجا ماڻهو شهر ۾ موڪلي، شهر جي خبرچار ورتائين. کيس خبر پيئي تہ اجا وزير حڪومت ڪري رهيو آهي. پر رعيت منجهانس ڏاڍي تنگ آهي. پوءِ تہ هن اندروني طرح ماڻهو روانا ڪري، شهر جي ماڻهن کي چوائي موڪليو تہ "آءٌ اچي ويو آهيان.... تنهنڪري توهين اچي مون سان ملو." شهر جي ماڻهن کي جڏهن لال ملوڪ جي اچڻ جي خبر پيئي، تڏهن سڀ اچي وٽس گڏ ٿيا، ۽ هن کي چيائيون تہ "اسين هاڻي وزير جي حڪومت مان تمام تنگ ٿي پيا آهيون.... هاڻي تون ڪيئن بہ ڪري حڪومت هٿ ڪر- اسين سڀ توسان ٻڌل آهيون."

لال ملوڪ شهر جي سيني ماڻهن جو پاڻ سان ساٿ ڏسي، يڪدم

وزير کي چوائي موڪليو تہ ”هن حڪومت جو مان ئي حقدار آهيان، تنهنڪري سڌيءَ طرح حڪومت منهنجي حوالي ڪر، يا تہ جنگ لاءِ تيار ٿيءُ.“ لال ملوڪ جو پيغام ٻڌي، وزير کي اچي ٿڙڪڻيءَ ڪنيو، ۽ جڏهن ڏٺائين تہ سڄي رعيت وڃي لال ملوڪ سان گڏي آهي، تڏهن دل ۾ چيائين تہ چڱائي هاڻي ان ۾ آهي تہ حڪومت ڪٽي لال ملوڪ جي حوالي ڪجي. اهو خيال ڪري، وزير لال ملوڪ وٽ آيو، ۽ ڳچيءَ ۾ ڪپڙو پائي، اچي معافي گهريائين، ۽ حڪموت لال ملوڪ جي حوالي ڪيائين.

لال ملوڪ، حڪومت هٿ ڪري، وزير کي سندس پٽ سميت يڪدم شهر ڇڏي وڃڻ جو حڪم ڏنو، ۽ پوءِ سڌو پنهنجي ماءُ وٽ آيو. جيڪا سندس وڇوڙي ۾ روئي روئي نور وڃائي ويٺي هئي.... تنهن، جو پٽ جو آواز ٻڌو، تہ خوشيءَ ۾ يڪدم سندس اکين مان لڙڪ وهي اُٿي هليا، ۽ سندس اکين جا پردا لهي ويا ۽ سندس نور واپس اچي ويو. يڪدم اُٿي پنهنجي پٽ کي ڀاڪر پاتائين. پوءِ تہ لال ملوڪ ڪيس پنهنجي ٽنهي راڻين سان ملايو، ۽ هي سڀ وري پنهنجي وڃايل حڪومت هٿ ڪري، يا عمر خير خوشيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ لڳا.



# گنگل راڻي

هڪڙي بادشاهہ کي ست پٽ هوندا هئا. جڏهن اهي وڏا ٿيا، تڏهن بادشاهہ کي هنن جي پرڻائڻ جي اچي ڳڻتي لڳي. هڪ ڏينهن، وزير کي گهرائي صلاح ڪيائين، ۽ کيس چيائين تہ ”شهزادن جي مٽي مائٽي انهيءَ بادشاهہ سان ڪندا سون جنهن کي ست ڌيئرون هونديون.“ پوءِ وزير کي ناڻي جا خچر ڀرائي، کيس ڪنهن اهڙي بادشاهہ جي ڳولا ڪرڻ ۽ ڏس لهڻ لاءِ موڪليائين.

وزير گهمندي گهمندي هڪ بادشاهيءَ ۾ اچي نڪتو، مگر اتي ستدس من جي مراد پوري نہ ٿي. اهڙيءَ طرح ڇهہ بادشاهيون گهميو، پر ڪٿي بہ سندس مطلب پورو نہ ٿيو. آخر هڪليندو هڪليندو، ستينءَ بادشاهيءَ ۾ اچي نڪتو. جڏهن شهر ۾ آيو، تڏهن هڪڙيءَ ڏوتيءَ کي هٿ ڪري هن کي انعام اڪرام ڏيئي، ڪانئس اتي جي بادشاهہ جي اولاد جي بنسبت پڇيائين- جنهن چيس تہ ”هتي جي بادشاهہ کي ست ڌيئرون آهن، جي هونئن تہ سڀ حسن ۾ هڪبئي کان وڌيڪ آهن، پر وڏي شهزادي ڪنن کان ٻوڙي ۽ زبان کان گونگي آهي. هن بادشاهہ جي اها مرضي آهي تہ ستن ئي شهزادين جي ڪنهن هڪ ئي بادشاهيءَ جي ستن شهزادن سان شادي ٿئي، تہ چڱو.“ ڏوتيءَ کان هيءَ خبرچار هٿ ڪري، وزير بادشاهہ جي ڪچهريءَ ۾ آيو، ۽ اچي بادشاهہ سان ملاقات ڪيائين.

ڀريل دربار ۾ انهيءَ بادشاهہ جو وزير، هن کان احوال وٺڻ لڳو- ڇاڪاڻ تہ اُتي جو رواج اهو هو تہ وزير وزير کان احوال وٺي، ۽ بادشاهہ بادشاهہ کان. پر هن وزير کي احوال نہ ڏنو. ۽ چيائين تہ ”مان بادشاهہ کي پنهنجو احوال پاڻ ڏيندس.“ جڏهن ڪچهري ختم ٿي، تڏهن بادشاهہ کي

چيائين تہ ”مان اوهان سان پنهنجو احوال روبرو ڪندس، تنهن لاءِ مون کي اجازت ملي.“ بادشاهہ کيس اجازت ڏني، ۽ هن اول پنهنجي بادشاهہ طرفان ڏنل سوکڙيون ۽ سوغاتون سندس آڏو رکيون، ۽ پوءِ پنهنجي اچڻ جو مقصد بيان ڪيائين.

بادشاهہ احوال کان واقف ٿي خوش ٿيو، ۽ کيس چيائين تہ ”شهزادن جون تصويرون ڏيکار.“ جي هن بادشاهہ کي ڏنيون، ۽ اتي وزير بہ بادشاهہ کان شهزادين جون تصويرون طلب ڪيون- جي بادشاهہ بہ کيس ڏنيون. پوءِ بادشاهہ ۽ وزير پاڻ ۾ سڱ بند جون ڳالهيون پڪيون ڪيون، ۽ آخر وزير بادشاهہ کان موڪلائي، شهزادين جون تصويرون کڻي، پنهنجي وطن وريو. اچڻ سان پنهنجي بادشاهہ کي مبارڪون ڏيئي، تصويرون اڳيان رکيائينس، جي ڏسي بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو. وزير بادشاهہ کي ٻڌايو تہ ”ڇهہ بادشاهيون رُليس، تنهن کانپوءِ مس وڃي ستينءَ بادشاهيءَ ۾ هي ست شهزاديون ڏنيم- جي هونئن تہ ست ئي حسن ۾ لاثاني آهن، پر وڏي شهزادي البت ڪَنن کان ٻوڙي ۽ زبان کان گونگي آهي.“ بادشاهہ هيءَ ڳالهہ ٻڌي ڪجهہ ويچار ۾ پئجي ويو، پر لاچار ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي، سڀني سان صلاح ڪري، تاريخ مقرر ڪيائين، ۽ هن بادشاهہ ڏانهن بہ تنهن بنسبت پيغام ڏياري موڪليائين، جو هن پڻ وڏيءَ خوشيءَ سان قبول ڪيو.

اُن تاريخ تي بادشاهہ، وزير ۽ امير امراءِ ڄڃ ڪري اُتي هليا. مگر بادشاهہ جي وڏي شهزادي هلڻ کان انڪار ڪيو. آخر هن کي ريهي ريبي، ڪنهن طرح پاڻ سان وٺي هليا، ۽ اُتي کيس وڃي پرڻايائون. شاديءَ ڪرڻ کانپوءِ، شهزادو پويان پير ڪري اُتان وٺي ڀڳو، مگر وزير کيس وٺي آيو. جڏهن شهزادو موٽي آيو، تڏهن سندس سس ناراض ٿي کيس چيو تہ ”منهنجي ڌيءُ ڪا ڪوجهي آهي، ڪاڻي آهي، جو هن کان ايترو پيو ڀڄين! تون پنهنجي بہ شڪل ڏس- تون ڪو منهنجي ڌيءُ کان وڌيڪ سهڻو بہ آهين ڇا؟ منهنجي هن لُڏڻ شهزاديءَ کان فقط هڪڙي ’گنگل راڻي‘ سا

وڏيڪ آهي- باقي ٻين سيني کان منهنجي ڏيءُ وڏيڪ حسين ۽ سهڻي آهي!" اُتي شهزادي چيو ته "تنهنجي ڏيءُ جو پرڻيو آهيان، سو اها به قبول اٿم، پر مان گنگل راڻيءَ سان ضرور شادي ڪندس."

پوءِ اُتان ساهرن مان ئي شهزادو گهوڙي تي چڙهي، اڪيلوئي اڪيلو گنگل راڻيءَ جي ڳولا ۾ نڪري پيو. هلندو هلندو هڪڙي جبل جي پرسان اچي نڪتو. اتي ڇا ڏسي ته هڪڙو گهر آهي، مگر اُن جو دروازو بند پيو آهي. هي در کولي اندر ويو، ته هڪ ديو سمهيل نظر آيس. جنهن کي ڏسي ويهي رهيو. جڏهن ديو پاسو ورايو، تڏهن ڊوڙي "ماما، ماما" ڪري وڃي پاڪر پاتائينس. اتي ديو چيس ته "جيڪڏهن "ماما، ماما" نه ڪرين ها، ته سرنهن جيڏا داڻا ڪري ڇڏيانءِ ها. پر هاڻي نهيو، جو پاڻيجا شينهن کي به پيارا آهن. هاڻي چؤ، جيڪي چوڻو هجيئي!"

اُتي شهزادي چيس ته "مون کي الله جو ڏنو سڀڪي آهي، پر گنگل راڻيءَ تي پرپٺ عاشق آهيان- تنهن جو ڏس ڏي." تنهن تي ديو چيس ته "گنگل راڻيءَ جي ڪري ته گوڏن ۾ گاهه به ڄمي ويو اٿم: مون کي گنگل راڻيءَ جي ڪابه خبر ڪانه آهي- باقي اڳتي منهنجو ڀيو ڀاءُ اٿيئي، انهيءَ کي ڪا خبر هوندي، ته اهو توکي ڏس ڏيندو. اُن کي منهنجا سلام وڃي ڏي، ته هو تنهنجي مدد ڪندو."

پوءِ شهزادو انکان ڏس پتو ۽ نشاني وٺي، موڪلائي، اتي اڳتي هليو. ٿوري گهڻي ڏينهين، پنڌ ڪندي ڪندي، هو نيٺ وڃي ٻئي ديو وٽ نڪتو. جڏهن اتي پهتو، تڏ ڏسي ته هيءُ به سمهيو پيو آهي. تنهنڪري شهزادو ماٺ ڪري هڪڙي پاسي کان ويهي رهيو. جڏهن ديو پاسو اٿلايو، تڏهن هي "ماما، ماما" ڪري، وڃي ده پيرن تي ڪِري پيو. ديو چيس ته "جيڪڏهن "ماما ماما" نه ڪرين ها، ته ڇيٽي جيڏا داڻا ڪري ڇڏيانءِ ها. پر هاڻي نهيو." شهزادي هن کي سندس ڀاءُ جا سلام ڏنا، ۽ نشاني به ڏني. تنهن تي ديو خوش ٿي هن کان خبرون ورتيون. شهزادي چيس ته "آءٌ گنگل راڻيءَ جي محبت ۾ گرفتار آهيان- ان جي ڏس

لاءِ هي ڏاڪڙا ڪندو وتان." تنهن تي ديو چيس تہ "گنگل راڻيءَ جي مون کي ڪا بہ خبر ڪانهي، باقي منهنجو ٽيون ڀاءُ اٿيئي- سو ان ڏي وڃ، تہ من اهو ڪا خبر ڏيئي. شهزادو هن کان بہ پتا نشان وٺي انهيءَ ٽئين ديو ڏانهن روانو ٿيو. آخر پنڌ ڪندو ڪندو، اچي انهيءَ ديو وٽ پهتو. ديو هن کي ڏسي اُلر ڪرڻ تي هو، تہ هن "ماما، ماما" ڪري وڃي ڳراٽڙي وڌيس. ديو چيو تہ جيڪڏهن "ماما ماما" نہ ڪرين ها، تہ پرزا پرزا ڪري ڇڏيانءِ ها. پر هاڻي جيڪي گهرڻو هجيئي، سو گهر." هن چيس تہ "آءٌ گنگل راڻيءَ جي ڳولا لاءِ نڪتل آهيان- ڪو ڏس پتو ڏيو." هن ديو بہ چيس تہ "مون کي خبر نہ آهي- منهنجي چوٿين ڀاءُ وٽ وڃ، تہ هو توکي ٻڌائيندو." خير، هيءُ ان چوٿين وٽ بہ ويو. ان پنجين جو ڏس ڏنس. پنجين وري ڇهين جو ڏس ڏنس، ڇهين وري ستين ڀاءُ جو ڏس ڏنس. هي ويچارو نيٺ ڏک ڏاڪڙا ڏسندو ڏسندو، اچي ستين ديو وٽ پهتو. اتي ان کي هنن ڇهن ڀائرن جا سلام بہ ڏنائين، نشانيون بہ ڏنائين. هن ديو بہ هن کان حال احوال ورتا، جنهن تي شهزادي پنهنجو سارو قصو ڪري ٻڌايس. ديو چيس تہ "هت ڄاڻ تہ ديو ۽ پريون ٿيون اچن، جو هتي مون وٽ راڳ ۽ ناچ جو نهراءُ ٿيل آهي. آءٌ توکي هن ڪپهہ جي ڪونيءَ ۾ وجهي ٿو ڇڏيان، تہ جيئن ڪنهن کي تنهنجي بوءِ نہ اچي." ديو هن کي لڪائي واندو ٿيو، تہ مٿان ديو ۽ پريون اچي ڪڙڪيون، ۽ "آدم بوءِ، آدم بوءِ" ڪندا اچي پهتا. تنهن تي هن ديو چين تہ "هت آدم ڪٿان آيو! پلجو ٿا، ماٺ ڪري پنهنجو راڳ ناچ ڪيو." آخرڪار، هي راڳ ناچ پورو ڪري هليا ويا.

پوءِ ديو شهزادي کي ٻاهر ڪڍي ڪيس ڏس ڏنو تہ "فلاڻي هنڌ ڪوهہ اٿيئي- ان ۾ ٽيهون وڃي هڻ. پاڻي توکي هيٺ ڇڪيندو، پر تون جوان مڙس آهين- پنهنجي خبرداري ڪج. جيڪڏهن قسمت چڱي هونديئي، تہ ٽيهين هڻڻ ۾ توکي هڪ آنو هٿ ايندو. ان مان توکي راڻي ملندي. ڇو تہ گنگل راڻي ان ۾ بند آهي. اهو آنو حفاظت سان سنڀالي، پنهنجي گهر ڪٺي وڃي پڇجانءِ." شهزادو الله جو آسرو ڪري، همت جي ڪمر ڪشي،

انهيءَ ڏس تي روانو ٿيو، ۽ اچي انهيءَ کوهہ وٽ پهتو. الله کي ياد ڪري لٿو کوهہ ۾ اندر، ۽ وٺي ٽپيون هڻڻ لڳو. ۽ ٽپيون هڻي آني کي ڳولڻ لڳو. آخرڪار، ڪي پير زور هڻس؛ ستينءَ ٽپيءَ ڪانپوءِ، هن کي اهو آنو هٿ آيو. پوءِ شڪرانا بجا آڻي، آنو ڪڍي ستين ديو وٽ آيو، جنهن هن کي فتحياب ڏسي، کيس مبارڪون ڏنيون، ۽ هدايت ڪيائينس تہ "هاڻي بنا دير، پنهنجي گهر وڃ." ۽ وڃڻ مهل کيس پنهنجو هڪ وار بہ پٽي ڏنائين، ۽ چيائين تہ "ڪنهن بہ مهل ڪا ڏکي پوئي، تہ هن کي سيڪ ڏينديں، تہ آءٌ اتي اچي حاضر ٿيندس."

شهزادو هن کان موڪلائي، سيني ديون کان ٿيندو، هرهڪ کي پنهنجي ڪاميابيءَ جو حال احوال ڏيندو، اچي پنهنجي گهر پهتو. اچڻ شرط پنهنجي گهر ۾ آني کي ڀڳيائين، تہ ان مان هڪ چنڊ جهڙي سدا سهڻي نوجوان عورت نڪري پيئي، جنهن کي ڏسي، شهزادي جا سڀ ڏک درد لهي ويا.

ڪن ڏينهن کان پوءِ، شهزادو، وڏي ڌام ڌوم سان، گنگل راڻي پرڻيو، ۽ هوءَ گونگي ۽ ٻوڙي شهزادي بہ وٺي آڻي پاڻ وٽ ويهاريائين، ۽ پوءِ حياتيءَ جا باقي ڏينهن نهايت خير خوشيءَ سان گذارڻ لڳو.





# غيبي راڻي

هڪڙو هاري هوندو هو، جنهن پنهنجي ٻنيءَ ۾ هنداڻا پوکيا هئا. هڪ ڏينهن هاريءَ پنهنجي زال کي چيو ته "وڃي هنداڻا پٽي اچ، ته کائون." هاريءَ جي زال ٻنيءَ تي وڃي هڪ وڏو هنداڻو ڳوليو، ان کي جيئن پٽڻ لڳي، ته هنداڻي مان آواز آيو ته "آهستي ڪڻ، آهستي ڪڻ!" هاريءَ جي زال اهو آواز ٻڌي، ڊڄي ويئي، ۽ هنداڻي کي اُتي ئي ڇڏي، ڀڄندي ڀڄندي، مڙس وٽ آئي، ۽ هن کي سموري ڳالهه ڪري ٻڌايائين. هاريءَ زال کي چيو ته "چَري ٿي آهين ڇا؟ هنداڻي مان وري آواز ڪيئن ايندو؟ مون کي هلي اهو هنداڻو ڏيکار" ٻيئي گڏجي هنداڻي وٽ آيا. هاري اچا هنداڻي کي ڪٽڻ لڳو، ته ان مان آواز آيو ته "آهستي ڪڻ، آهستي ڪڻ!" اهو ٻڌي، هاري حيرت ۾ پئجي ويو. نيٺ هنداڻي کي ڪٽي، گهر اچي وڍيائون، ته ان مان هڪ سڊا ملوڪ معصوم ڇوڪري نڪري آئي. هاريءَ ۽ ان جي زال کي

اولاد ٿيندوئي ڪونہ هو، تن . .رت جي طرفان مليل هن سهڻي ڇوڪريءَ کي پنهنجي ڌيءُ ڪري سمجهيو، ۽ ڪيس گهڻي لاڏ ڪوڏ سان پالڻ لڳا.

ڇوڪري، اڄ ننڍي سيان وڏي، نيٺ اچي جوان ٿي. ڇوڪري اهڙي سهڻي هئي، جو سڄي ملڪ ۾ سندس هاڪ پئجي ويئي. هاريءَ ڪان وڏا وڏا ماڻهو ۽ امير امراء ڇوڪريءَ جو سڱ گهرڻ لڳا، پر هاريءَ سڀني کي جواب ڏنو. نيٺ اها ڳالهہ بادشاهہ جي ڪن تائين وڃي پهتي. بادشاهہ ڇوڪريءَ جي حُسن جو ٻڌي متس اڻ ڏٺي عاشق ٿي پيو، ۽ هاريءَ ڏانهن نياپو موڪليائين تہ "ڇوڪريءَ جو سڱ مون کي ڏي، آءٌ توکي اڏي ڇڏيندس.... نہ تہ زوريءَ بہ ڪٽائي ويندس." هاريءَ جڏهن اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن دل ۾ خيال ڪيائين تہ بادشاهہ سان ڪهڙو ضد هلندو- تنهنڪري جوائي موڪليائين تہ "هيءَ تہ ڀاڳ جي ڳالهہ آهي- سڱ ڏيڻ لاءِ مان تيار آهيان."

بادشاهہ اهو ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ وڏي ڌام ڌوم سان شادي ڪري، هاريءَ کي انعام اڪرام ڏيئي، ڇوڪريءَ کي پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو. بادشاهہ جي ٻين راڻين، جو اهڙي صورتمند ننڍي نيتي راڻي ڏٺي، سي تہ ڏسڻ سان اندر ۾ جلي ويون. دل ۾ چيائون تہ 'بادشاهہ جو سمورو راض هاڻي هن تي ٿي ويندو- اسان کي تہ پڇندو بہ ڪونہ- تنهن لاءِ ڪڇيءَ ۾ ٿي ڪجهہ ڪرڻ گهرجي.' ٿيو بہ ائين، جو بادشاهہ جي رات ڏينهن نئين زال سان ريجهہ رهاڻ ٿيڻ لڳي، ۽ اڳين راڻين جو منهن ڏسڻ بہ ڇڏي ڏنائين. ٿوري گهڻي ڏينهن، نئين راڻيءَ کي اميدواري ٿي. اڳين راڻين، جو اها ڳالهہ ٻڌي، سو هيڪاري سڙي ويون، ۽ هنن کي ڦتائڻ ۽ جدا ڪرڻ لاءِ پهہ پچائڻ لڳيون. ڏاڍا تال مڪر ۽ ٽوٽا ڦيٽا ڪيائون، پر هُت اثر ئي نہ ٿئي. هڪبئي کي چوڻ لڳيون تہ "جنهن جو پيءُ نہ ماءُ ۽ ٻُڻ نہ بنياد- جائي، ڦُٽي هنداڻي مان- تنهن تي ڪنهن جو جادو بہ ڪين چلي!" آخر هنن سڀني گڏجي پاڻ ۾ صلاح ڪئي، ۽ هڪ وڏي ٻلا (ڏوتي رن) گهرايائون، جا ظاهر ۾ زاهد ياتي ۽ اندر ۾ ڪا ٻنهہ ابليس

هئي- ۽ ان کي وڏا انعام اڪرام ڏيئي، ۽ وڏيڪ دم دلاسي ۾ رکي، ڪيس نئين راڻيءَ جي راز ونڻ لاءِ روانو ڪيائون.

هيءَ رن وڏي طمطراق سان هِن اَڻ ڄاڻ راڻيءَ وٽ آئي، ۽ اوپاريون لهواريون ڳالهيون ٻڌائي، ڪانئس اصل حقيقت ۽ حال احوال پڇڻ لڳي، ۽ هن وٽ اچڻ وڃڻ شروع ڪيائين. توري گهٽي ڏينهن، نئين راڻي به هن جي فريبي ڳالهين ۾ ڦاسي پيئي، ۽ هن سان پنهنجي حقيقت بيان ڪرڻ ويهي رهي- چي: "ناني، آءٌ ته هنداڻي ڄائي آهيان.... پر اها خبر ڪانه اٿم ته ان ۾ آيس ڪيئن؟ باقي ايتري سا سڌ اٿم ته منهنجو ساهه هارَ جي موتيءَ ۾ آهي، ۽ اهو موتي جيسين سلامت هوندو، تيسين آءٌ به سلامت آهيان... پر جي اهو موتي هٿان ويم، ته پوءِ جهڙي ڄايس تهڙي نه ڄايس." ڏوتي اها ڳالهه ٻڌي، چوڻ لڳيس ته "اَما! اهو هار پلا تو وٽ رکيل آهي، يا ڪنهن ٻئي هنڌ؟" هن چيو، "هائو اما! اهو هار منهنجي سر سان آهي- مون وٽ رکيل آهي.... پيو ڪير ان کي ايترو سانڍي سگهندو!" ڏوتيءَ پوءِ هينا نهيون مٺا نهيون ونيِ، هن کي چيو ته "اما، تون معصوم ٻار، جوانيءَ کي اوسيئڙو گهٽ. ساهه جهڙي شي، ڪٿي وڃائي نه ڇڏين.... ڪنهن مون جهڙيءَ پوڙهيءَ نانيءَ وٽ هٿيڪو ڪري رکي ڇڏ! هان، هيءَ ڏس- پٽل جي ڪوڙي منڊي آهي، پر پڙنانيءَ جي هٿن جي نشاني آهي- ساهه سنئون سانڍيندي اچانس!" ويچاري وسوڙل راڻي ڏوتيءَ جي دامَ ۾ ڦاسي پيئي ۽ هار ڪڍي هن کي رکڻ لاءِ ڏيئي ڇڏيائين. پوڙهي ڏائڻ، هن ڪان هار وٺي ويندي رهي، ۽ پوءِ آڻي هن جي پهاچين کي ڏنائين. راڻين هار ڏسي ڏاڍي خوشي ڪئي، پر اصل موتي ڪهڙو، جنهن ۾ هن جو ساهه هو، تنهن جي خبر ئي ڪانه هين- سو ڇا ڪيائون، جو هار کي ٻيٽو ٽيٽو ڪري، ڪٺي ۾ ويڙهي، ان جي مٿان به مٽو بار ڏيئي، پا سائون ڪري رکي ڇڏيائون. اِتي ويچاريءَ ننڍيءَ راڻيءَ جو به اچي ساهه گهٽجڻ لڳو، ۽ ڪرڙيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳي. ڄاتائين ته هيءَ مصيبت هٿن سان وهائي اٿم، پر ڪُڇي نه سگهي. بادشاهه به اهو حال ڏسي ڏاڍو

پريشان ٿيو، ۽ ڪانئس وصيت پڇڻ لڳو. راڻيءَ چيو تہ ”بادشاهہ سلامت! منهنجي هاڻي موڪلاڻي آهي. اوهان منهنجي ميت کي پورا يو متان- پورائڻ بدران مون کي ڪنهن ڪوٺيءَ ۾ رکرائي، دروازو بند ڪرائي ڇڏجو.“ بادشاهہ کي ڏاڍو ڏک ٿيو، ۽ هڪ عاليشان ڪوٺيءَ ۾ راڻيءَ جو لاش پلنگ تي رکرائي، ڪوٺي بند ڪرائي ڇڏيائين.

راڻيون ڏاڍو خوش ٿيون، ۽ پاڻ ۾ ڪکيون هڻڻ لڳيون. بادشاهہ ڪان بہ، ٿورن گهڻن ڏينهن کانپوءِ ننڍي راڻي دل تان لهي ويئي. راڻين کي خوف لڳو رهندو هو تہ ڪٿي هار چوري نہ ٿي وڃي- سو ڇا ڪنديون هيون، جو روزانو رات جو ان کي کولي، پاڻ وٽ رکنديون هيون، ۽ ڏينهن جو ساڳيءَ ريت ان کي ويڙهي، مٿس بار رکي ڇڏينديون هيون. ۽ جڏهن رات جو ان کي کولينديون هيون، تہ هوڏانهن ننڍيءَ راڻيءَ کي بہ ساهہ پئجي ويندو هو، ۽ ڏينهن جو وري هار جي دبجڻ سان هن جو ساهہ گهٽجي ويندو هو، ۽ هوءَ لاش بنجي وري پئجي رهندي هئي. اهڙيءَ طرح ڪيئي ڏينهن گذري ويا.

ڏهن مهينن بعد، راڻيءَ کي اُن ڪوٺيءَ ۾ پٽ بہ ڄائو جنهن کي هوءَ رات جو هوش ۾ اچڻ کانپوءِ، کير بہ پياريندي ۽ پيار بہ ڪندي هئي. اهڙيءَ طرح، جڏهن اهو شهزادو سمجهہ جهڙو ٿيو، تڏهن هن سان سموري حقيقت بيان ڪري چيائينس تہ ”پٽ! جڏهن جوان ٿين، تہ ضرور پنهنجي پيءُ کي وڃي ڏسجانءِ، ۽ هيءَ ڳالهہ ٻڌائجانءِ.“

هڪ ڏينهن، بادشاهہ کي اچي دل ۾ اوچتو خيال ٿيو تہ وڃي ڏسان تہ سهي تہ ڪوٺيءَ ۾ منهنجي زال جو ڪهڙو حال ٿيو! سو، اهو خيال ڪري، وڃي ڪوٺيءَ جو در کوليائين، ڇا ڏسي تہ ڇوڪرو وينو راند ڪري، ۽ سندس زال اڳئين وانگر سٽي پيئي آهي. ڇوڪري، جو دروازو کلندو ۽ بادشاهہ کي اُن مان ايندو ڏٺو، سو ڇرڪ ڀري ۽ ”اما، اما“ ڪندو، وڃي ماءُ کي چنبڙيو. بادشاهہ کي حيرت وٺي ويئي، ۽ بت بڻجي بيهي رهيو. گذريل وقت جون ڳالهيون ياد اچڻ لڳيس، ۽ بيٺي بيٺي سج لهي ويس. جڏهن رات ٿي، تہ راڻي اُٿي ويهي رهي. بادشاهہ تي جو اک

پيس، سو دانهن ڪري، اچي هن سان ملي. بادشاهہ کي هيڪاري حيرت ونئي ويئي، ۽ ڪانئس هن ريت مرڻ ۽ وري جيئڻ ۽ بار بابت پڇيائين. راڻيءَ کيس پنهنجي ۽ بار جي سموري حقيقت ڪري ٻڌائي.

بادشاهہ حقيقت ٻڌي سوچ ۽ ويچار ۾ پئجي ويو- دل ۾ ويچاريائين تہ جيڪڏهن هنن راڻين کي هيءَ خبر پئجي ويئي، تہ پوءِ متان ماڳهين اُن هار ۽ اُن موتيءَ کي ذرا ذرا ڪري ڇڏين، ۽ هيءَ هتي مري وڃي! تنهنڪري هيءَ ست ستيائين، جو هڪڙي چالاڪ پينو فقير کي سڏائي، اڪيلائيءَ ۾ چيائين تہ "تون سڀاڻي سوير اچي منهنجيءَ محلات جي در تي سينَ هڻي، هڪ هار جي گهُر ڪج، ۽ اهو جيسين نہ مليئي، تيسين نہ وڃج، ۽ پٽ ٻٽيو ويٺو رهج. پوءِ جڏهن هار توکي ملي، تڏهن اهو مون کي آڻي ڏج، ۽ آءٌ ان



جي عيوض توکي مالا مال ڪري ڇڏيندس." فقير کي ٻيلا ٻيو ڇا گهرجي؟ سو، ٻئي ڏينهن تي، سوير صبح جو وڃي دروازي تي سين هڻي، پٽ ٻتجي، ٻيهي رهيو- ڪجھ وقت گذري ويو، ۽ بادشاهہ بہ دربار مان محلات ۾

آيو ، ۽ اُن فقير کي محلات جي دروازي تي بينل ۽ صدائون هڻندي جو ڏنائين، سو منهن جي پڪائي ڪري، راڻين کي چيائين تہ ”ويچارو فقير ڪيڏيءَ مهل کان در تي بيٺو صدائون ڪري، اوهان ان کي ڪونہ ڪو هڪڙو هار ڪٽي ڏيو.“ راڻين گهٽوئي نتايو، پنهنجو هار پلا سيني کي پيارو، ڪنهن جي دل تان نہ پيو اُتري- سو، بادشاهہ جي چوڻ تي، نيٺ صلاح ڪري، ڪٽي اهو هار فقير کي ڏنائون. فقير ڦيرو ڪائي، هار بادشاهہ کي ڏيئي، انعام وٺي، رمندو رهيو، ۽ بادشاهہ اهو هار آڻي پنهنجي پٽ راڻيءَ جي ڳچيءَ ۾ پاتو.... تہ هوءَ اڳي کان اڳري ٿي، اُٿي ويهي رهي.

پوءِ بادشاهہ، ان راڻيءَ کي پنهنجي پٽ سميت وٺي آڻي محلات ۾ ويهاريو. راڻين، جو هيءَ حالت ڏٺي، سو پنهنجي ڪئيءَ تي پشيمان ٿي، اچي بادشاهہ جي پيرن تي ڪريون، ۽ زار زار روئي معافي گهرڻ لڳيون. بادشاهہ کي هنن جي آزين نيزارين تي رحم اچي ويو، ۽ انهن تان ڦاسيءَ جي سزا معاف ڪري، کين طلاق ڏيئي، خالي هٿين ملڪ نيڪالي ڏيئي ڇڏيائين- ۽ پاڻ ۾ پٽ سميت، پوءِ هو خوش گذارڻ لڳا.



# شهزادو تاج الملوڪ

بادشاهہ تہ پاڻ خدا آهي- مگر هن ڪوڙيءَ دنيا جو هڪ بادشاهہ هو، جنهن کي اولاد ٿيندو ئي ڪونہ هو. راڻيءَ جا علاج سُتيون ڪيائين، ڦيٽا چنڊا تنهن کان ڌار- پيون بہ ٻہ شاديون ڪيائين.... پر اولاد ڪونہ ٿيس. ٽنهي راڻين جي محبت ۾ بادشاهہ اهڙو تہ محو ٿي ويو، جو پنهنجي اڳينءَ ڏاڏي پوٽيءَ زال کي صفا وساري ڇڏيائين. راڻيءَ کي ڏک تہ البت سُنوالو ٿيو، پر مُني بہ مان مني بہ مان ڪري، ويهي رهي، ۽ خدا کي ٻاڏائڻ لڳي. هميشہ حيلي رزق، بهاني موت ايندو آهي، سو هڪ ڏينهن بادشاهہ ڪنتان ٿي لنگهيو، تہ ٻن ماڻهن جي ڳالهائڻ جو پڙلاءُ ڪن تي پيس: هڪڙو ٻئي کي چئي رهيو هو تہ "يار، ڏس تہ سهي، بادشاهہ ڪهڙو انڌير ڪيو آهي، جو ويچاريءَ اڳينءَ ڏاڏي پوٽيءَ زال کي وساري، ڌارين کي ڪٽي اکين سان لاتو اٿس! اڳتي ڪهڙو جواب ڏيندو؟" بادشاهہ، ڳالهہ ٻڌي، دل ۾ چوڻ لڳو تہ 'برابر ويچاريءَ بيگناهہ جو گيهہ ڪينو اٿم' ... سو سڌو آيو محلات ۾، ۽ اُتي اچي ٽنهي راڻين کي چيائين تہ "اج آءٌ ڪنهن پاسي وڃان ٿو، منهنجو انتظار نہ ڪجو." ائين چئي، بادشاهہ اڳينءَ راڻي جي محلات ڏانهن هليو ويو. بادشاهہ کي اندر ايندو ڏسي، راڻيءَ کي خوشيءَ وچان اکين ۾ آب اچي ويو، ۽ گهڻيءَ سڪ مان بادشاهہ کي روئندي ڪٽي پاڪر پاتائين. راڻيءَ جي سڪ ۽ سچائي ڏسي، بادشاهہ جي دل بہ پيچي پيئي، ۽ گهڻيءَ حب سان راڻيءَ سان ويهي دل جا حال اورڻ لڳو... ۽ رات راڻيءَ وٽ گذاري، صبح جو ٻهر وڏو ئي اچي دربار ۾ ويهي رهيو.

ٽنهي راڻين کي ڪهڙي خبر تہ بادشاهہ ڪيڏانهن ويو، سو ڪين شڪ

گمان ڪونہ جاڳيو. خدا جي قدرت، انهيءَ رات ڏاڍي پوتي راڻيءَ کي حمل رهجي ويو. وقت ۾ وير ڪنهن لاءِ نہ ترسندا آهن... پلڪن مان پهر، پهرن مان ڏينهن، ۽ ڏينهن مان مهينا ٿي، وقت گذرندو رهيو. آخر ڏهن مهينن بعد بادشاهہ کي چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙو پٽ ڄائو. جنهن جو نالو تاج الملوڪ رکيائون. هر طرف خوشيون ٿي ويون، بادشاهہ بہ ڏاڍي ڏام ڌوم سان خير خيراتون ڪرڻ لڳو. نيون راڻيون خبر ٻڌندي ئي، ساڙ کان سڙي ويون. بادشاهہ جو چاهہ بہ هاڻي اڳينءَ راڻيءَ ۾ پئجي تي ٿي ويو، سو هنن ٻن وٽ گهٽو اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنائين. تنهن تي هيڪاري هو حسد ڪرڻ لڳيون، ۽ وير ونڻ لاءِ بهانا ڳولڻ لڳيون.

هوڏانهن شهزادو، اج ننڍو سڀان وڏو، آخر اچي جوان ٿيو. هڪ ڏينهن، ڪنهن ڪم سانگي بادشاهہ ڪيڏانهن وڃڻو هو، سو ضروري گهرو ڪم ڪار پٽ کي سمجهائي ويندو رهيو. پنيان ٻيئي راڻيون صلاح ڪرڻ لڳيون تہ ڪو اهڙو بهانو ناهجي، جو بادشاهہ شهزادي کي مارائي ڇڏي، تہ آزار کان ڇٽي پئون. گهڻيءَ مٿاڪُٽ ڪرڻ بعد، هڪڙيءَ راڻي ٻيءَ کي چيو: "مون کي هڪ اٽڪل ياد آئي آهي.... ائين جي ڪيوسين، تہ پوءِ پڪ بادشاهہ کي ڪاوڙ ايندي، ۽ پٽ کي مارائي ڇڏيندو. هاڻي هينئن ڪجي، جو جڏهن بادشاهہ محلات ۾ اچي، تڏهن پنهنجي منهن آهستي آهستي ويهي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪيون: جڏهن ويجهو اچي، تڏهن ماٺ ڪري ويهي رهون؛ پري کان ڳالهيون ڪندي ۽ ويجهو ماٺ ۾ ڏسي، بادشاهہ کي ضرور شڪ پوندو، ۽ ڳالهہ ٻڌائڻ لاءِ زور ڀريندو- پر پاڻ ويهي نتائيندي‌يونسين. جڏهن بادشاهہ ڪڪ ٿي، ڪاوڙ ڪندو، تڏهن چونديونسين تہ 'شهزادي اسان سان هٿ درازي ڪئي آهي'... پوءِ ڏس تہ لفاءُ، ڪيئن نہ گهڙين جا فيصلا ٿين!" ٻيءَ راڻيءَ چيو تہ "ڳالهہ تہ واه جا ڪئي اٿئي! ائين ضرور ڪبو. پوءِ ڪنن پاڪ."

... ٽن ڏينهن کانپوءِ، بادشاهہ موٽي آيو، تڏهن ...

اٽڪل موجب، زارو زار روئي، بادشاهه کي چيائون تہ "اوهان ٻاهر ويا هئا، تڏهن اوهان جو شهزادو هڪ رات اچي اسان سان هٿوپائي ڪرڻ لڳو، اسان کي تمام گهڻو تنگ ڪيائين، گهٽ ۾ گهٽ پيءُ جي لڄن جو خيال ۽ حيا تہ ڪري ها." بادشاهه ڳالهہ ٻڌي باهہ ٿي ويو، ۽ ٻاهر اچي نوڪرن کي حڪم ڏنائين تہ "شهزادي کي وٺي ڪنهن رڻ پٽ ۾ وڃي ڪُهو ۽ اُن جون ٻيئي اکيون ڪڍي مون کي اچي ڏيکاريو." هيءُ قهر جهڙو حڪم ٻڌي، نوڪر ڏڪڻ لڳا، پر بادشاهه اڳيان انڪار ڪير ڪري! آخر هو شهزادي کي وٺي اچي هڪڙيءَ سَج ۾ نڪتا؛ اُتي شهزادي کي جهلي ڪهڻ لڳا... تڏهن شهزادي وٺي دانهون ڪيون، ۽ نوڪرن کي چيائين تہ "مون کي ڇو ٿا ماريو؟ مون ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي؟" نوڪرن جواب ڏنس تہ "اسان کي بادشاهہ وٽان اهڙو حڪم مليل آهي... ٻي اسان کي ڪا خبر ڪانهي." شهزادي تڏهن منٿون ڪندي چين تہ "جيڪڏهن ائين آهي تہ اوهين ڪنهن هرڻ کي ماري، ان جون اکيون ڪڍي، وڃي بادشاهہ کي ڏيو. منهنجي حياتي بہ بچي پوندي، ۽ بادشاهہ بہ خوش ٿيندو." ايتري ۾ هڪ هرڻ اُن گوڙ تي اُتي اچي نڪتو، ۽ شهزادي جي رڙين جو سبب پڇڻ لڳو. نوڪرن کيس ساري حقيقت ٻڌائي. هيءَ دردناڪ خبر ٻڌي، هرڻ کي شهزادي تي رحم اچي ويو، ۽ نوڪرن کي چيائين تہ "منهنجون اکيون بہ شهزادي جهڙيون آهن- توهان منهنجون اکيون ڪڍي وڃو، ۽ شهزادي کي ڇڏي ڏيو." نوڪرن کي بہ قياس پئجي ويو، سو هرڻ جون اکيون ڪڍي، بادشاهہ کي وڃي ڏنائون، ۽ شهزادي کي اُتي ڇڏي ڏنائون. شهزادو پوءِ اُتي ئي جهنگ ۾ اُن انڌي هرڻ جي خدمت ڪرڻ ويهي رهيو.

خدا جي قدرت سان هڪ ڏينهن هرڻ جيئن سمهي اُٿيو، تيئن اُن جي نظر وري سالم ٿي پيئي.... ۽ شهزادي کي چيائين تہ "توکي شاباس هجي، جو آءٌ تہ حيوان هوس، پر تو انسان ٿي ڪري، هن جهنگ ۾ رهي، منهنجي خدمت ڪئي آهي. هاڻي توکي سرڪل آهي، تون ٻلي ڪنهن شهر

۾ وجي، ماڻهن سان گڏجي گذار.... مان تہ حيوان آهيان، سو هتي ئي گذاريندس."

خير! شهزادو تاج الملوڪ بہ هرڻ کي سچو ڏسي، ڪانئس موڪلائي، اُتي هليو. پلا بادشاهي پار، سو بہ اڪيلو جهنگ ۾، ويتر مٿان اچي سج لٿو، سو هيڪاري منجهي پيو. پر پيو ڪو چارو نہ ڏسي، اڳتي هلندو هليو. ڪجهہ پنڌ ڪرڻ کانپوءِ، پري کان کيس هڪ شهر ڏسڻ ۾ آيو. شهزادو ڏاڍيءَ جا شڪرانا ڪري، اُن شهر ڏانهن تڪڙو تڪڙو هلڻ لڳو. شهر ۾ پهچندي، ڏنائين تہ هڪ گهر ۾ ڪا پوڙهي مائي آهي، جنهن جو پٽڪو پيو پوي.... گهر ۾ پيو ڪير ڪونهي. شهزادي کي مائيءَ جي اهڙي حالت ڏسي، قياس اچي ويو، ۽ اندر وجي، هن کي چوڻ لڳو، "اي اما! ڏي خبر، تون ايترو ڇو ٿي روئين؟" مائيءَ چيو تہ "ابا! تون ڪو مسافر ٿو ڏسجين، تون پنهنجي واٽ وٺي هليو وڃ.... منهنجي سورن کي تون ڇا ڪندين؟" شهزادي چيو تہ "تون مون کي پنهنجو حال ٻڌاءِ، آءٌ تنهنجي هرڪا مدد ڪندس." آخر، لاچار ٿي، پوڙهيءَ شهزادي کي چيو تہ "هن شهر ۾ روزانو رات جو راڪاس ايندو آهي، جنهن کي هڪ ماڻهو واري تي ملندو آهي. اڄ منهنجي پٽ جو وارو آهي. منهنجو دين دنيا ۾ هڪڙوئي اهو ٻچڙو آهي، تنهنڪري اُن ٻچڙي لاءِ ٿي دانهون ڪريان: ڇوان پنهنجي قسمت کي، پيو ڪنهن کي ڏوهہ ڏيان...."

شهزادي دل ۾ خيال ڪيو تہ هن ويچاريءَ پوڙهيءَ جي واهر ضرور ڪرڻ گهرجي، سو مائيءَ کي چيائين تہ "جيجل تون ڪو بہ غم نہ ڪر.... اڄ تنهنجي مدد لاءِ خدا مون کي موڪليو آهي- اڄ تہ تنهنجي ٻچڙي جي پاران مان ٿو وجي سر ڏيان، باقي اڳتي ڪتن تنهنجا ڀاڳ." شهزادي کي هيئن چوندو ڏسي، پوڙهيءَ جي پيٽ ۾ ساهہ پيو، ۽ شهزادي کي دعائون ڪرڻ لڳي.

بادشاهہ جو اعلان هو تہ "جيڪو بہ انهي راڪاس کي ماريندو،

تنهن کي اڌ بادشاهيءَ جو ۽ پنهنجي نياڻي ڏيندس. شهزادو، وقت تي، راڪاس جي اچڻ واري هنڌ تي آيو، ۽ ڏسي ته هڪ ڏيگو پٽو بيٺو آهي. سمجهيائين ته اهو به راڪاس لاءِ ئي هوندو، سو مانُ ڪري اتي ويهي رهيو. ويني ويني، خيال ڪيائين ته مرڻو ته ضرور آهي، ڇو نه مقابلو ڪري مرجي. اهو خيال ڪري، پر واري بادشاه جي باغ ۾ لنگهي ويو، ۽ باغائيءَ کي ترار ۽ ڍال آڻڻ لاءِ چيائين. باغائيءَ هن کي هڪ عاليشان ترار ۽ ڍال آڻي ڏني. شهزادو اها ترار ۽ ڍال کڻي ساڳيءَ جاءِ تي آيو، ۽ ڏيگي کي کهي، ان جي ڍونگهريءَ ۾ لڪي ويهي رهيو.

ٿوري دير گذري، ته راڪاس به مينهن واءُ ڪندو اچي اُتي نڪتو. شهزادو به ترار سنڀالي، چست ٿي ويهي رهيو. راڪاس ايندي شرط اچي ڏيگي تي مارو ڪيو. شهزادي رکي رکي، اوچتوئي اوچتو، نڪاءُ جو ترار ڪيس، ته راڪاس جي منڍي سرڙاٽ ڪري وڃي پري پيئي. پوءِ ڏٽيءَ جا شڪرانا ڪري شهزادي موٽي اچي مالهيءَ سان خبر ڪئي. باغائي کي به مس پيٽ ۾ ساهه پيو. پوءِ شهزادو به اُتي ئي مالهيءَ وٽ رات ترسي پيو. ڀلا هڪ ڪهڙين راتين جو اوجاڳو، پيو پنڌ جي ٿڪاوٽ، سو شهزادي کي يڪدم ننڊ کڻي ويئي، ۽ مالهي به سمهي رهيو. مالهيءَ ڪانسواءِ، ٻئي ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي ته راڪاس ڪنهن ماريو.

پرهه ڦٽيءَ مهل هاري ناري ۽ ڪمي ڪاري ڪم تي ٿي ويا، ته ڏسن ته راڪاس مُئو پيو آهي. انعام جي لالچ تي ڪو ڳاهه جو ڏاٿو رت ۾ پريو وڃي، ڪو ڳُڏ جو رنبو. ڪنيو وڃي، ته ڪو ڪهاڙيءَ کي رت لائي، بادشاهه ڏانهن پيو وڃي. دل ۾ اهو خيال هون ته جي بادشاهه ڏيءَ نه پرڻائيندو، ته به انعام سان ته گهر پري ڇڏيندو، ۽ ڳاهه پني ڪرڻ کان ڇٽي پونداسين. سو سڀڪو بادشاهه کي اچي جوڻ لڳو ته "سائين، راڪاس مون ماريو آهي، مون کي انعام ڏنو وڃي." بادشاهه راڪاس جي مڙهه [illegible] پر منجهس [illegible]

وزير کان پڇيائين ته ”وزير، صلاح ڏي ته انعام ڪنهن کي ڏيڻ گهرجي؟“

وزير چوڻ لڳو، ”بادشاهه سلامت، ڏاتن ۽ رتبن سان به ڪڏهن راڪاس مئا آهن؟ باقي کهاڙيءَ واري همراهه جي کهاڙي تکي ٿي ڏسجي- راڪاس پڪ انهيءَ ماريو آهي.“ تنهن تي بادشاهه چيو ته ”جي راڪاس انهيءَ ماريو آهي، ته هاڻي دير نه ڪريو! بس، مون انجام موجب ڏيءُ انهيءَ کي ڏني، ۽ شاديءَ جي تياري ڪريو.“

بادشاهه جو حڪم ڏيڻ ۽ دهلن شرنائين جو وڄڻ، چوڌاري خوشيءَ جا هل مچي ويا. گوڙ تي شهزادي جي اک کلي پيئي، ۽ باغائيءَ کان پڇڻ لڳو ته ”ڏي خبر، هي گوڙ ڇا جو آهي؟ دُهل شرنائيون ڇو پيون وڄن؟“ باغائيءَ چيو ته ”توکي خبر ڪانهي ته راڪاس جي مارڻ لاءِ بادشاهه وڏو انعام رکيو هو؟ هيئنر بادشاهه کي ڪنهن ڪوڙ وڃي ٻڌايو آهي ته راڪاس مون ماريو آهي، سو شايد بادشاهه پنهنجي نياڻيءَ اُن سان ٿو پرڻائي.“ شهزادو ڳالهه ٻڌي، عجب ۾ پئجي ويو، ۽ مالهيءَ کي چيائين ته ”هاڻ وارو ڪر- راڪاس کي ماريو مون ۽ پرڻجن ٿا ٻيا! اها ڳالهه ڏاڍي خراب ٿيندي.... تنهنڪري هاڻي ئي بادشاهه کي وڃي چئو ته ’تڪڙ ڪري نياڻي نه پرڻايو. انهيءَ راڪاس جو وڏو ڀاءُ سانجهيءَ وير ونءَ ضرور ايندو- ان کي جيڪو ماري، سگهه به ان کي ڏجو‘.“ مالهي اُٿي ڀڄو، ۽ سارو ذڪر اچي بادشاهه سان ڪيائين. کُهاڙي وارو، جو هيستائين ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيو، تنهن جا ته ڏندئي ڀيڙجي ويا، ۽ ٿڙڪڻ لڳو. بادشاهه ڳالهه ٻڌي، چيو ته ”واه جا ڳالهه ڪئي اٿئي. اڙي کهاڙيءَ وارا جوان! سانجهيءَ تنهنجو ۽ راڪاس جي وڏي ڀاءُ جو مقابلو آهي.“

کهاڙيءَ واري چيو، ”سائين مون توبهه ڪئي.... اهو ته نهيو، پر راڪاس جو ننڍو ڀاءُ به مون کوڙ ماريو هو! مون کي جيئدان ملي!“ بادشاهه وڏي ڏاڍي واري ۽ رسي واري کان پڇيو ته ”اڙي، اوهان سچ چئو، راڪاس ڪنهن ماريو هو؟“ هو به خوف کان چوڻ لڳا ته ”بادشاهه سلامت

معافي ملي- اسان تہ راڪاس ماريو آهي، نہ ئي ڪا خبر اٿئون تہ ڪنهن ماريو!" بادشاهہ وري مالهيءَ کي چيو تہ "تون پر ۾ هئين، ٻڌاءِ تہ راڪاس ڪنهن ماريو آهي؟" مالهي چوڻ لڳو تہ "حضور! سچي حقيقت هيئن آهي تہ هڪڙو پرديسي جوان، جو مون وٽ مهمان آهي، اُنهيءَ ئي هيءَ مڙسي ڪئي آهي، ۽ انعام بہ ان کي ئي ڏنو وڃي." آخر بادشاهہ ان نوجوان کي گهرايو. شهزادو بہ نهي نڪي، بادشاهہ وٽ اچي حاضر ٿيو. بادشاهہ هن کي پري ڪان ڏسي، دل ئي دل ۾ هن کي داد ڏيڻ لڳو. ويجهو اچڻ تي، شهزادي ڪان پڇيائين تہ "اي نوجوان، راڪاس تو ماريو آهي؟" شهزادي هائوڪار ڪئي. تنهن تي بادشاهہ چيس تہ "سانجهيءَ ان راڪاس جو وڏو پاءُ اچڻو آهي، ان سان مقابلو ڪر، تہ وعدي موجب توکي انعام ڏنو وڃي." شهزادي اها ڳالهہ ٻڌي، ڪلي ڏنو. بادشاهہ پڇيس تہ "ڪلين چو ٿو؟" تنهن تي شهزادي چيس تہ "سائين، راڪاس جو ڪوبہ ننڍو وڏو پاءُ ڪونهي.... هو تہ نامراد هڪڙوئي هو، جو ڍير ٿيو، پاهر ڪنو پيو ٿئي! مون کي اوهان جي انعام جي بلڪل خبر ڪانہ هئي، پر جڏهن دهل شرنائيون ٻڌيم، تڏهن اوهان جي مالهيءَ ڪان پڇيم، جنهن ساري ڳالهہ ڪري ٻڌائي. انهيءَ ڪي مون ٻئي راڪاس جي اچڻ جو چئي، اوهان ڏانهن موڪليو هو، تہ جيئن اُهي ڪوڙا رستم پڇي وڃن، ۽ انعام حقدار کي ملي." بادشاهہ هن جي ڳالهائڻ جي فضيلت، بهادريءَ ۽ عقل مان سمجهي ويو تہ هي ڪو بادشاهي ٻار آهي، ۽ دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو تہ هڙو عقل وارو ناني تہ مون کي ڳوليو بہ ڪونہ لبندو. پوءِ يڪدم شاديءَ جو حڪم ڏنائين، ۽ ڏاڍي ڌام ڌوم سان شهزادي جي شادي ٿي ويئي ۽ اڌ بادشاهي بہ مليس.

گهوٽ ڪنوار ڏاڍا خوش گذارڻ لڳا. نہ ڳڻتي نہ او سيئڙو. قادر جي قدرت آهي- ڪڏهن ڏک ڪڏهن سک. ڪڏهن روئڻ ۽ ڪڏهن کلڻ جو وارو ايندو آهي. شهزاديءَ جي ماءُ گذاري ويئي هئي، باقي ماٽيجون مائون

هيس، سي سندن ايڏو قرب ڏسي، دل ۾ سڙڻ لڳيون، ۽ هن کي اُٿندي ويهندي، ستائڻ ۽ بيزار ڪرڻ لڳيون. شهزادي ويچاري هنن جا عذاب سهي سهي، هڪڙي ڏينهن شهزادي وٽ آئي، ۽ روئي اچي چيائينس ته "هاڻ هنن منهنجو هتي رهڻ زهر ڪري ڇڏيو آهي؛ منهنجي مرضي آهي ته پاڻ هي شهر ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي هلي رهون... اُتي نه هي هونديون ۽ نه ڪجهه ڪري سگهنديون." شهزادي جو زال سان گهڻو پيار هوندو هو، تنهن يڪدم ڪٿي ڳالهه منظور ڪئي. پوءِ بادشاهه کان موڪلائي، ٻيئي زال مڙس، خدا تي توڪل رکي، اُتي پنڌ پيا. هلندي هلندي، آخر ڪنهن ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ وڃي پهتا، ۽ اُتي ڪا جاءِ وٺي رهڻ لڳا. شهزادو دل ۾ چوڻ لڳو ته ڪاڏي ڪوهه به ڪٽي ويندا آهن، چڱو ائين ٿيندو ته ڪا نوڪري هٿ ڪري، مزي سان وقت گذارجي. هڪ ڏينهن پڪو ارادو ڪري، اُن شهر جي بادشاهه وٽ لنگهي ويو، ۽ نوڪريءَ لاءِ عرض ڪيائينس. بادشاهه هن کي پاڻ وٽ پهريدار ڪري رکيو.

بادشاهه جي محلات تي ٻيا به چوڪيدار هئا. بادشاهه شهر جي واءَ سواءَ لهڻ لاءِ، ڪڏهن ڪڏهن ڇمڙا پوش ڪري، پاڻ وڃي شهر گهمندو هو. شهزادي جي عادت هئي، جو محلات تي پهري جو پهر پورو ڪري، وري پاڻمرادو اچي شهر تي پهرو ڏيندو هو. بادشاهه هن کي ڪيئي دفعا ائين ڪندو ڏسي، دل ۾ چوڻ لڳو "هي ڪهڙو نه حلالي آهي، جو سڄي رات پهرو ڏئي ٿو، پر مون کي ڪڏهن به نٿو ٻڌائي." تنهنڪري بادشاهه هن تي مهربان ٿيڻ لڳو. شهزادي جي گهر ۾ اميدواري هئي، ۽ وقت تي ڪيس سدا سهنو پٽڙو ڄائو. ڏينهن گذرندا رهيا، ۽ بادشاهه هن تي ڏينهون ڏينهن وڌيڪ مهربان ٿيندو ويو. هڪڙيءَ رات شهزادو محلات جي پهري کان واندو ٿي، شهر تي چوڪي ڏيڻ ويو. چوڪي ڏيندي، ڇا ٿو ڏسي ته هڪ مائي آهي، جا عاليشان ڪپڙن ۽ سوني زيورن سان جنجهي، بادشاهه جي محلات مان ٻاهر نڪري ٿي وڃي. مائيءَ کي ويجهو اچي، شهزادي

چيو تہ ”اي مائي! هن بيگاهہ وقت، اڪيلي ڪيڏانهن ٿي وڃين؟“ پر مائيءَ ڪوبہ جواب نہ ڏنو، ۽ ماٺ ڪري هلندي رهي. شهزادي وري هڪل ڪري چيس، ”اي مائي! هن وقت ڪيڏانهن ٿي وڃين؟“ تنهن تي مائيءَ وراڻيو تہ ”آءٌ بادشاهہ جي لڇمي آهيان، ۽ مان هينئر بادشاهہ کان ڪاوڙجي وڃي رهي آهيان.“ قدرت خدا جي، اُن وقت بادشاهہ بہ گهمندو ڦرندو، اُتي اچي، لڪي لڪي، انهن جون ڳالهيون ٻڌڻ لڳو. شهزادو مائيءَ جي ڳالهہ ٻڌي، ارمان ڪرڻ لڳو. مائيءَ کي گهڻوئي روڪيائين، پر هُن هڪ بہ نہ ٻڌي. شهزادي پنهنجي بادشاہ جي لڇمي ويندي ڏسي، مائيءَ کي چيو تہ ”نيٺ تون ڪنهن قول تي موٽنديءَ بہ؟“ مائيءَ چيو تہ ”هائو، جيڪڏهن ڪو ماڻهو منهنجي اڳيان پنهنجو پٽ ڪهي، بادشاهہ تان قربان ڪري، تہ آءٌ وري بادشاهہ وٽ موٽي ويندي‌س.“ شهزادي چيس تہ ”مون کي تنهنجو شرط قبول آهي.“ شهزادو مائيءَ کي اُتي ترسائي، پاڻ ڊوڙندو آيو، ۽ پنهنجي زال کي اچي چيائين تہ ”اڄ پنهنجي بادشاهہ جي لڇمي ٿي هن کان رسيو وڃي، تنهنڪري بادشاهہ جي لڇمي وراڻڻ لاءِ پنهنجي ٻچڙي جي قرباني ڪرڻي آهي.... سو تون رنج نہ ٿجانءِ.“ شهزادي جي زال چيو تہ ”آءٌ بہ توهان جي، هيءَ شيءِ بہ توهان جي.... جنهن ۾ توهين خوش، اُن ۾ اسين اڳي ئي خوش آهيون.“ پوءِ شهزادي يڪدم پنهنجو معصومڙو کڻي اچي اُن مائيءَ جي اڳيان ڪُنو، ۽ مائي هن جي هيءَ قرباني ڏسي واپس محلات ڏانهن هلي وئي. بادشاهہ هن جي ايڏي وفاداري ڏسي حيران ٿي ويو. دل ۾ چيائين تہ ”اڳي سڄي رات پهرو ڏيندو هو پر ڳالهہ نہ ڪندو هو... ۽ اڄ تہ هھڙي قرباني ڪئي اٿس، سو صبح جو ضرور ڳالهہ اچي ڪندو.“

شهزادي سڄي رات پهرو ڏني، صبح جو مٿل پٽڙي کي کڻي، اُتي تہ ڏانهن هليو [illegible] حوالي ڪيائين. ۽ پوءِ اُتي [illegible]

ڪري اچي دربار ۾ ويهي رهيو. بادشاهه دل ۾ چيو تہ اجهو ٿوراتوڪي ڳالهہ ڪري... پر ڏسندي ڏسندي، ڪچهري اُٿڻ جو وقت ٿي ويو، پر شهزادي ڪجهيو بہ ڪونہ. بادشاهه کي مات اچي ويئي. دل ۾ چوڻ لڳو تہ اهڙي حلال پائي پنهنجو پٽ بہ ڪونہ ڪندو- هن کي ضرور نيڪ بدلو ڏيڻ گهرجي.

ٻيو ڏينهن ٿيو، بادشاهه پنهنجي اڳئين وڏي وزير کي ڪڍي، هن کي پنهنجو وڏو وزير مقرر ڪيو ۽ ڪيس گهڻا انعام اڪرام ڏيئي خوش ڪيائين. شهزادو تہ پنهنجي ايمانداريءَ سان وزارت هلائڻ لڳو، پر اڳئين وزير کي اچي ساڙ ٿيو، سو هن کي نقصان رسائڻ لاءِ بهانا ڳولڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن، بادشاهه جو مالهي بادشاهه کي اچي چوڻ لڳو تہ "سائين اوهانجي باغ ۾ جيڪو سهڻن گلن وارو وڻ آهي، تنهن کي الائي ڇا ٿي ويو آهي، جو روز بروز سُڪندو وڃي ٿو: مون گهڻا علاج ڪيا آهن، پر مون کان زور آهي، ۽ هاڻي تہ صفا سُڪڻ ۾ آهي- مهرباني ڪري ان جو علاج ڪرايو. بادشاهه تہ ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو. مالهيءَ بہ ٻہ ٽي ڦيرا بادشاهه کي ساڳيو عرض ڪيو، پر بادشاهه ڌيان ئي نہ ڏني. اُتي ڪچهريءَ ۾ ٻئي ملڪ جو هڪ سوداگر بہ ويٺو هو، جنهن مالهيءَ کي چيو تہ "اَبا، انهي وڻ جو علاج هي آهي تہ ڪي سَتي جَتي زال مڙس انهيءَ وڻ جي پاڙ ۾ وهنجن، تہ ان کي بيماري ڇڏي ويندي."

بادشاهه سوداگر جي ڳالهہ ٻڌي، نوڪرن کي ستي جتي زال مڙس آڻڻ جو حڪم ڏنو. پر شهزادي، نوڪرن کي روڪي، بادشاهه کي چيو تہ "سائين اجائي تڪليف ڪرڻ جو ضرور ڪونهي: منهنجي زال ۽ مان جيئن ڄاوا آهيون، تيئن ڪنهن ٻئي انسان جو انگ نہ ڏٺو اٿئون، تنهنڪري اسان ئي انهيءَ ڪم جي پورائي ڪنداسين اتي اڳئين وزير کي ويروڻ جو بهانو هٿ اچي ويو، سو بادشاهه کي چيائين تہ "سائين، هي ڪوڙ ٿو ڳالهائي. هنجي زال بدچلن آهي- ٻيو تہ نهيو، خود مون سان بہ لحاظ اٿس. اوهان

دانشمند هوندي به، هن جي ڳالهه تي ڪٿي اعتبار ڪيو آهي." شهزادي ڳالهه ٻڌي، بادشاهه کي چيو ته "سائين اسان جو هڪ خدا شاهد آهي، هي ناحق بهتان نه هڻي؛ هن وٽ ڪا به ثابتي ڪانهي." تنهن تي بادشاهه اڳئين وزير کي چيو ته "چڱو، تون هن جي زال جي ڪا پڪي نشاني ڏيکار، نه ته توکي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويندو." وزير چئن پنجن ڏينهن جي مهلت گهري، ۽ خوش ٿي پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿيو. نائي جا ٿيلها پري، هڪ وڏي ڏوتي ٿي سجهيس، اُن وٽ آيو. ان کي چيائين ته "تون بادشاهه جي وزير جي زال جون ڪي بدن جون خاص نشانيون ڏسي اچي ٻڌاءِ، ته هن ڪان به وڏيڪ انعام ملندءِ." ڏوتي ايترا پيسا ڏسي، يڪدم تيار ٿي ويئي، ۽ هن کي چيائين ته "بس، ڳالهه به ايتري! تون ٽئين ڏينهن نشانيون لهڻين."

پوءِ، ڏوتيءَ چا ڪيو، جو عاليشان ڪپڙا ڪٽي سبايائين ۽ ٻيو به سوڪڙيءَ پاکڙيءَ جهڙو سامان تيار ڪيائين، ۽ نوڪر چاڪر سان ڪري، وڏي ٺٽ ٺاهه سان اُتي وزير جي زال ڏانهن هلي. محلات جي اندر نياپو ڏياري موڪليائين ته "تنهنجي ماسي، جا فلاڻيءَ ولايت ۾ هئي، سا اڄ توکي ملڻ آئي آهي." شهزادي جي زال جي ماسي ته هئي ڪانه، پر سمجهيائين ته 'آءٌ ننڍي آهيان، شايد مون نه ڏٺي هجي- متهنجي ماسي ئي هوندي.' سو ٻانهيون موڪليائين ته يڪدم وٺي اچوس. ڏوتيءَ اندر اچي، روئندي پاڪر پاتس، ۽ هن کي هيڏانهن هوڏانهن جون لهواريون اوياريون ڳالهيون ٻڌائڻ لڳي. شهزادي جي زال جو به گمان لهي ويو، ۽ هن کي سڳي ماسي سمجهڻ لڳي، ۽ ويهي هن کي پنهنجو حال احوال ٻڌائڻ لڳي. مطلب ته ڏوتيءَ پيار ڏيئي، هن جا سڀيئي شڪ شبها دور ڪري ڇڏيا. پوءِ، ڏوتي رات به اُتي رهي پيئي. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن شهزادي جي زال کي چيائين ته "اڄ ته، اما، پاڻ گڏجي وهنجون." هوءَ به ويچاري ماسيءَ جي مرضي ڏسي، ڪنڌ نه ڪڍائي سگهي، ۽ ٻيئي گڏجي وهنجڻ لڳيون. وهنجندي، ڏوتيءَ هن جي چيلهه تي بينل ترتاڙي ورتو. وهنجي

سهنجي، ٻيئي اچي ماني ڪائڻ لڳيون. ماني ڪائيندي، ڏوتيءَ جي اڪ اوچتو وڃي هڪ عاليشان ڪؤنري تي پيئي. شهزادي جي زال کان پڇيائين ته "اما، هي ڪؤنرو ڪٿان آندو اٿئي؟" هن چيو ته "ماسي اهو بادشاهه منهنجي مڙس کي سوکڙي ڪري ڏنو آهي." تنهن تي ڏوتي چوڻ لڳي ته "اما، اهو ڪؤنرو ته مون کي ڏي- تنهنجي، ڪا نشاني مون ماسيءَ وٽ به رهي!" شهزادي جي زال دل ۾ چوڻ لڳي ته 'هاڻي ڪيئن ڪريان، ڪؤنرو ڏينديس، ته مڙس ناراض ٿيندو، جو هن کي بادشاهه سوکڙي ڪري ڏنو آهي، ۽ جي نه ڏينديس، ته ماسي چوندي ته هيتريءَ دنيا هوندي، هڪ ننڍو ڪؤنرو نٿي ڏئي.' نيٺ ڏوتيءَ کي چيائين ته "ماسي، ڀلي- ڪؤنري جي ڳالهه آهي- ڪٿي وڃ." ڏوتي، اهو ڏينهن به سڄو اتي رهي شهزاديءَ کان موڪلائي، اُٿي هلي، ۽ سڌو اچي اڱئين وزير کي نشاني به ٻڌايائين، ۽ ڪؤنرو به هٿ ۾ ڏنائينس.

وزير ڏسو ته خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي- چي، "به چار پئسا ويا ته ڇا ٿيو، بادشاهه جي اڳيان ته سچو ٿيندس." سو ڏاڍا دهل دمامر وڄائي، وڏي ڪَر فَر سان اُٿي، بادشاهه ڏانهن هليو. بادشاهي ڪچهري ۾ اچي، شهزادي جي منهن تي بادشاهه کي چيائين ته "سائين، هن کان پڇو ته برابر هن جي زال کي چيلهه تي ڪارو تِر آهي؟" بادشاهه شهزادي کان پڇيو، جنهن هاڪار ڪئي: پوءِ ڪؤنرو ڪڍي، ڪٿي بادشاهه جي اڳيان رکيائين- چي، "سائين، هيءَ اُٿو ٻي نشاني." بادشاهه ڏنو ته برابر هي سچو آهي، هي ڪونرو به مون ئي شهزادي کي سوکڙي ڪري ڏنو هو- سو، يڪدم شهزادي کي وزيريءَ تان لاهي، ڪٿي هٿڪڙيون هٿايائينس، ۽ اڳئين وزير کي وري وزيري ڏيئي ڇڏيائين.

جڏهن وزير دهل شرنائيون وڄائيندو، بادشاهه ڏانهن ٿي ويو، تڏهن شهزادي جي زال هڪ ٻانهي موڪلي، ته وڃي حقيقت لهي اچ ته هي اوچتا دُهل دماما ڇا جي ڪري پيا وڄن. ٻانهيءَ وڃي پڇا ڪري ڳالهه معلوم ڪئي، ۽ موٽي اچي هن کي ٻڌايائين ته "اڳئين وزير کي هُڙيءَ طرح وزيري

ملي آهي، ۽ تنهنجو مڙس ڦاسيءَ تي چڙهي." شهزادي جي زال اها ڳالهه ٻڌي، اُمالڪ ڪٽي گوڏن تي ڏک هنيو- ڇو ته پنهنجي وڏيءَ جو نه ويڄ نه طبيب.

آخر سوچ ويچار ڪري، بادشاهه جي خاص رقاصه وٽ آئي، ۽ هن کي روئندي چيائين ته "هھڙيءَ طرح منهنجي سر جو سهارو تو ڦاسيءَ چڙهي، خدا جي نالي منهنجي مدد ڪر." رقاصه هن کي بيحال ٿيندو ڏسي، ڪيس دم دلاسا ڏنا ، ۽ پوءِ هن سان صلاح ڪري، تيار ٿي، بادشاهه وٽ ويئي، ۽ چيائين ته "بادشاهه سلامت، منهنجي ڀيڻ اوهان جي ڪچهريءَ ۾ ڳائڻ لاءِ پري کان ڪشالا ڪري، هتي آئي آهي- اوهان پاڻ وٽ اچڻ جي، مهرباني ڪري اجازت ڏيوس." تنهن تي بادشاهه چيو ته "تنهنجو راڳ ته روزانو پيا ٻڌون؛ اڄ تنهنجي ڀيڻ جو نئون آواز ۽ نئين صدا ٻڌبي."

شهزادي، هار سينگار ڪري، بادشاهي ڪچهري ۾ ويئي. سامهون مڙس کي ٻڌل ڏسي، اکين مان آب وهڻ لڳس. شهزادو به هن کي ڏسي سڙي ويو، ۽ اکين مان ڳوڙها ڳاڙڻ لڳو. بادشاهه هن کي ڳائڻ لاءِ حڪم ڏنو. بس ساز سرود وڄڻ شروع ٿي ويا. شهزادي جي زال اهڙو ته دردي راڳ ڳايو، جو بادشاهه کي لوئڻ لوئڻ ۾ ڇيي ويو، هن کي چيائين ته "گهر جيڪي گهرڻو هجيئي." تنهن تي شهزادي جي زال چوڻ لڳي ته "بادشاهه سلامت، مون کي تڪي تڪر جي بک ڪانهي، مان اوهان جو نالو ٻڌي، پري کان ڪشالا ڪري، اوهان وٽ فرياد ڪٽي آئي آهيان. خدا لڳ مون مسڪين جو عرض اونايو." بادشاهه چيو ته "توکي جيڪي چوڻو هجي، سو بنا ڊپ چئي ڏي.... مان تنهنجو انصاف ضرور ڪندس." تنهن تي شهزادي جي زال روئي چوڻ لڳي ته "سائين منهنجا، آءٌ اوهان جي پر واري بادشاهه جي ڪچهريءَ ۾ راڳ ڳائيندي آهيان. هڪ ڏينهن هي اوهان جو وزير مون وٽ آيو، ۽ منهنجو راڳ ٻڌي، منهنجا هيترا هيترا پيسا ۽ مٽيا منڊيون چوري ڪري، ڀڄي هتي آيو آهي- مان سائينءَ جن کي اها دانهن ڏيڻ آئي آهيان، ته جيئن اوهان مون کي پنهنجو حق ڏيو."

بادشاهہ ڳالهہ ٻڌي، وزير کان ڪڙڪو ڪري پڇيو تہ ”ڳالهہ ڇا آهي؟“ تنهن تي وزير چيو، ”سائين، هيءَ الائي ڪير آهي، ۽ ڪٿان آئي آهي.... مان تہ هن کي سڃاڻان بہ ڪونہ ٿو. هيءَ مون کي ناحق بدنام ٿي ڪري.“ وزير جي ڳالهہ ٻڌي، شهزادي جي زال چيو تہ ”سائين، اوهان جو وزير ڪوڙ ٿو ڳالهائي، هن کان قسم پرائي پڇو تہ هن کان اڳ هن مون کي ڪڏهن ڏٺو بہ نہ آهي، يا منهنجي سامان جي چوري نہ ڪئي آهي؟“ وزير ڏهہ قران مٿي تي کڻي بيهي رهيو- چي، ”سائين! مون هن جي نہ چوري ڪئي آهي، ۽ نہ هن کي ياعمر ڪڏهن ڏٺو اٿم- مان هن کي سڃاڻان بہ ڪونہ ٿو.“ اُتي شهزادي جي زال يڪدم چيو تہ ”سائين، جي هن مون کي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي، تہ پوءِ منهنجو بيگناهہ مڙس ڇو ٿو ڦاسيءَ چڙهي؟“ اُتي وزير جُون ﭘہ بہ ويون، تہ ڇهہ بہ ويون. دل ۾ چيائين تہ ’هاءِ! تنهن کان هن کي اُهي پيسا پري ڏيان ها، تہ وزيري تہ نہ وڃي ها.‘ بادشاهہ يڪدم هن کي ڦاسيءَ جو حڪم ڏنو، ۽ شهزادي کي يڪدم وڏي ڌام ڌوم سان پاڻ وٽ ساڳيو وزير مقرر ڪري رکيائين، ۽ وڏا وڏا انعام ڏيئي، هن کي خوش ڪيائين... ۽ پوءِ شهزادو ۽ سندس زال اڳئين وانگر پاڻ ۾ ڪير ڪنڊ ٿي ويا.

ٿوري گهٽي ڏينهين، بادشاهہ کان موڪلائي، شهزادو شهزاديءَ سميت پنهنجي اصل ملڪ موٽي آيو، ۽ اچي پنهنجي پيءُ سان مليو، جيڪو راڻين جي چوڻ پنيان، اٻهرو ٿي هيڪر تہ هنجي قتل جو حڪم ڏيئي وينو هو، پر پوءِ ترت ئي معاملي کي سمجهي ويو هو، ۽ ڏاڍو پڇتايو هئائين، ۽ روئي روئي اکين جو نور بہ وڃائي وينو هو. هنن وٺواند راڻين کي بہ اڳيئي ملڪ نيڪالي ڏياري ڇڏي هئائين.... ۽ هاڻ جو پنهنجو سڪيلڌو پٽ هيئن جيئرو جاڳندو پنهنجي اڳيان ڏٺائين سو ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ هڪدم هن کي پنهنجي مهاراڻيءَ وٽ وٺي ويو، ۽ وڃڻ سان وري بہ وڃي هن کان روئي معافي ورتائين.... ۽ پوءِ هو سڀ گڏجي هميشہ هميشہ پنهنجي عزت آبروءَ ۽ راڄ ڀاڳ سان خوش گذارڻ لڳا.

●●●

# شهزادو ساعت ملوڪ

هڪڙو سرڪش بادشاهه هو، جنهن کي چار نياڻيون هيون، جن تي هن جو ڏاڍو راض ۽ پيار هوندو هو. بادشاهه هميشه انهن شهزادين وٽ اچي، سندن ڏک سک پڇندو هو. هڪ ڏينهن، دستور موجب، جيئن بادشاهه پنهنجين نياڻين کان خيرعافيت پڇڻ آيو، تيئن هنن مان وڏين ٽن شهزادين ته هميشه جيان سندس احسان ۽ ٿورا مڃيا؛ پر سڀ کان ننڍيءَ نياڻيءَ جواب ۾ چيس ته: "بابا، اوهان ته اسان تي ڏاڍا مهربان آهيو، پر اسين ته پنهنجو بخت ٿيون کائون." اهو جواب ٻڌي، بادشاهه ڪاڙهو ٿي ويو، ۽ غصي ۾ پرجي هڪدم نوڪرن کي حڪم ڏنائين ته، "وڃو، ۽ هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ کي وٺي اچو، جو بنهه بيڪار هجي." نوڪر ويا، ۽ ڪيترن ئي انڌن منڊن، لولن ۽ لنگڙن کي وٺي آيا؛ پر بادشاهه کي ڪوبه ماڻهو ڪونه آئڙيو، ۽ چيائين ته، "هي وري به ڪنهن نه ڪنهن ڪم ڪرڻ جهڙا آهن- ۽ اجا به ڪو اهڙو ماڻهو آڻيو، جو صفا چٽ ۽ ڪنهن به ڪم جو نه هجي."

آخرڪار، ڳوليندي ڳوليندي، هڪڙي نوڪر ڏٺو ته گند جي ڍير وٽ هڪڙو ماڻهو پيو آهي، جنهن جون ٽنگون ٻانهون سڪيون پيون آهن، پيٽ تمام وڏو ۽ ڦوڪيل اٿس- مطلب ته ڪنهن نه ڪم جو، صفا ڍيريءَ جي ڍيري- گند مان ٻُڪ جي ڪري خراب ۽ گنديون شيون وات سان ڳولي ڦولي پيو کائي. نوڪر نڪا ڪئي هم نڪا تم، يريندي ياڪر ڪٽي اُن بدبوءَ کي ڪنيائين. ويچارو بي طاقت، خوف کان رڙيون ۽ دانهون ڪرڻ لڳو، پر هن کي ڇڏائي ڪير؟ سو نوڪر نيئي آڻي بادشاهه وٽ لاٿس. بادشاهه هن کي ڏسي چيو ته "هائو! هيءَ ماڻهو گهرجي،- ۽ هاڻي هن کي ڪٽي



منهنجي ڏيءَ وٽ وڃو، ۽ چئوس تہ ’تنهنجي بخت توکي هيءُ مڙس ڏنو آهي. هاڻي توکي هيءُ ڪمائي ڪارائيندو، ۽ بنا ڪنهن سامان ڪٽڻ جي ٻيئي ڄڻا هڪدم هن ملڪ مان نڪري وڃو‘ .“ نوڪرن، بديءَ کي ڪلهي تي کڻي، وڃي ساري ڳالھہ ننڍيءَ شهزاديءَ کي ٻُڌائي. شهزاديءَ جواب ڏنو تہ، ”جي ائين آهي، تہ هيءُ بہ منهنجي اکين تي، ۽ آءٌ هاڻي ئي هنن هلي وڃان ٿي.“

ائين چئي، خدا جا شڪر ڪندي، بَدي کڻي ويچاري اُٺي پيرين پيادي پنڌ پيئي. پلا بادشاهي بار پنڌ مان ڇا ڄاڻي- سو، هلندي هلندي، پيرن ۾ ڇالا پئجي ويس. پر تڏهن بہ بدي ڪلهي تي، پنڌ اڻ ڏنو ۽ ڏورانهون . ساهيون کڻندي، خدا کي ياد ڪندي، اڳتي ڪهندي ويئي. هلندي هلندي، آخر رات پئجي ويس، تنهنڪري ڪو پونڙو ڏسي، بديءَ کي کڻي اُتي سمهاريائين، ۽ پاڻ بہ سمهي رهي. ٿڪاوٽ جي ڪري جهٽ ننڊ اچي ويس. پر بديءَ کي اچي بک ڪئيو، سو پيٽ پر رڙهي رڙهي، پرپاسي ۾

بينل ڪن قدرتي ساون ٻوٽن جا پن ڪائڻ ويهي رهيو. ڪائيندي ڪائيندي اچي بديءَ جو پيٽ هلڻ لڳو، تان جو سڀ گند بلا نڪري، پيٽ صفا ننڍڙو ۽ هلڪڙو ٿي پيس، ۽ سُڪل ٽنگن ۽ ٻانهن ۾ بہ ڪجهہ ساهہ پيس. اُهي پن هن کي دوا ٿي لڳا، ۽ پوئينءَ رات هي اٿي هلڻ ٺهلڻ لڳو.

شهزادي جان اوچتو سجاڳ ٿئي، تہ ڏسي تہ بدي پر ۾ آهي ئي ڪانہ- سو، چرڪ پري ويهي هن کي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳي. اوچتو وجي بديءَ تي نظر پيس، ۽ هن کي هلندو ڦُرندو ڏسي، خوشيءَ وچان ٽپ ڏيئي اٿي بيهي رهي، ۽ خدا جا احسان ۽ شڪرانا ڪرڻ لڳي. نيٺ صبح ٿيو، ۽ هي ٻيئي اُٿي پنڌ پيا.

ڪجهہ پنڌ ڪيائون، تہ بديءَ کي اچي اُڃ لڳي، ۽ شهزاديءَ کان پاڻي گهرڻ لڳو. شهزادي هن کي دم دلاسا ڏيڻ لڳي، پر بدي ڏسو تہ دانهون ۽ ڪِل ڪِل ڪندو هلي. هلندي هلندي، پريان هڪ جبل ڏسڻ ۾ آين. تنهن تي شهزاديءَ چيس تہ "هاڻي چڱو ٿيو، جو جبل تي چڙهي ڪنهن نہ ڪنهن وَسهن جي وائٺ سولائيءَ سان وٺي سگهندا سون." آخر اچي اُن جبل وٽ پهتا، جنهن تي چڙهي شهزاديءَ چوڌاري هيڏانهن هوڏانهن واجهايو.- ڇا ڏسي تہ رڻ پٽ لڳو پيو آهي، پر جبل کان هيٺ پرپرو هڪ وڻ بيٺو آهي. پوءِ رڙهي، هو ان وڻ ڏانهن هلڻ لڳا. پنڌ هو گهٽو، سو هلندي هلندي، ٻن پهرن جو مس اچي اُن وڻ وٽ پهتا.

ڇا ڏسن تہ سبحان الله! هڪ تمام صاف، ٿڌي ۽ مٺي پاڻيءَ جي نهر وَهي رهي آهي. شهزادي وڻ وٽ ويهي رهي، ۽ بديءَ کي .چيائين تہ "وڃ تون بہ پاڻي پِي اچ، ۽ منهنجي ڪانءِ بہ ڪٽي اچ... آءٌ اِڪتي هلي نٿي سگهان."

بدي نهر تي وڃي پاڻي پي ڍءُ ڪيو، ۽ وهنجڻ جي خيال سان ڪپڙا لاهي، پاڻيءَ ۾ گهڙي پيو. اُتي وهنجندي، بديءَ ائين سمجهيو تہ ڪنهن ڪنهن وقت سندس پيرن کي ننڍڙا پٿر پيا لڳن. هن ٽبي هڻي هڪڙي پٿر

کي ٻاهر ڪڍيو، تہ چلڪندڙ، سون رنگو ۽ تمام سھڻو هو. هن ٻيا بہ ڪيترا پٿر ڪڍيا، ۽ پاڻيءَ سان گڏ اهي بہ شهزاديءَ وٽ کڻي آيو، ۽ شهزاديءَ کي چيائين تہ ”هنن سهڻن پٿرن سان ڪيڏي ڪيڏي محل پاڻ راند ڪندا سون.“ شهزاديءَ ڏٺو تہ مار! هي تہ اَملھہ ماڻڪ آهن، جن مان هڪڙي هڪڙي جي قيمت تي هوند ڪيئي بادشاهيون ملن! دل ۾ ڏاڍي خوش ٿي تہ مڙس کي بہ طاقت ملي، ۽ هيتري ساري دولت بہ هٿ آئي... هاڻي سڀ سُک ٿيا. پر بديءَ کي ڪونہ ٻڌايائين تہ هي پٿر ڪي اهڙا بي بها آهن.

آخر ڏس پتو پڇندا، ڪنهن بادشاهي شهر جي ٻاهران اچي لٿا. اتي شهزاديءَ هڪڙو اَملھہ ماڻڪ پاڻ سان کينو، ۽ بديءَ کي چيائين تہ ” تون ويهي رهہ، ۽ آءٌ شهر وڃي ڪجھہ ڪاڏي پيتي جو سامان وني ٿي اچان.“ نيٺ شهر ۾ وڃي، ڪنهن جوهريءَ جي ڏس پڇڻ لڳي. ڪنهن ماڻهوءَ ڏس ڏنس تہ فلاڻي هنڌ هڪ شاهي جوهريءَ جو دڪان آهي. شهزادي سڌو وڃي دڪان تي چڙهي، ۽ جوهريءَ کي چيائين تہ ”هي اَمُلھہ ماڻڪ وٺ، ۽ مون کي هن جا پئسا ڏي.“ جوهريءَ خيال ڪيو تہ هي ماڻڪ تمام گهڻو لهي، سو ميڙي چوندي، جيڪا ڪجھہ اندر ٻاهر روڪڙ موجود هيس، سا هن کي آڻي ڏنائين. شهزاديءَ شهر ۾ وڃي ڪاڏي پيتي جو عاليشان سامان ورتو، ۽ هڪ زناني ۽ ٻي مرداني قيمتي پوشاڪ بہ تيا ڪرايائين، ۽ پلا، سنجيل نهيل بہ شاهي گهوڙا خريد ڪري، ۽ ٻيو بہ گهربل سامان وني، بديءَ وٽ آئي.... ۽ هن کي وهنجاري سنهجاري، قيمتي وڳو پهرائي، ۽ عطر عنبير لڳائي، ۽ پاڻ بہ سهڻي ۽ قيمتي پوشاڪ ڍڪي، هار سينگار ڪري، بديءَ کي ڳپل پئسا ڏيئي، چيائين تہ گهوڙي تي چڙهي، تون شهر جو سير ڪري اچ، پر جيڪو ماڻهو توکان تنهنجو نالو پڇي، تہ ان کي پنهنجو نالو ’ساعت ملوڪ‘ ڏسج، ۽ شهر ۾ جيڪا جاءِ سڀ کان سٺي ۽ عاليشان ڏسين، اُها خريد ڪري اچ– پئسا جيڪي وٺن، ان کان بہ وڌيڪ ڏج– پر مالڪ مڪان سان هي شرط ڪج تہ سج لٿي تائين جاءِ مان جيڪو سامان هو کڻي وڃي، سو سندس، ۽ ان کان پوءِ،جو سامان رهيو،

سو اسان جو ٿيندو.“

”ساعت ملوڪ“ شهر مان پڇا ڪندو، هڪ عاليشان ستماڙ سهڻيءَ جاءِ وٽ اچي پهتو. هيءَ جاءِ هڪ سوداگر جي هئي، تنهن سان مليو، جاءِ جو ملهه مقرر ڪري، چيائينس ته ”تو جيڪي پئسا ٻڌايا آهن، آءٌ انهن کان ٻيڻا توکي ڏيندس، پر انهيءَ شرط سان ته تون سج لٿي تائين جيڪو سامان هن جاءِ مان ڪڍائي وٺين، اُهو تنهنجو، ۽ سج لٿي کان پوءِ جو به رهيو، سو منهنجو ٿيندو.“ سوداگر دل ۾ خيال ڪيو ته هي جيڪي پئسا آڇي ٿو، سي جاءِ جي ملهه کان هونئن ئي وڌيڪ آهن- ۽ آءٌ مزورڪري، سڀ پنهنجو سامان سج لٿي کان اڳ ئي ڪڍائي ويندس، ۽ جي باقي رهيو ته آيو هن ڪي. سو ساعت ملوڪ جو شرط قبول ڪري، بادشاهي مهر سان، شهر جي شاهدن جي روبرو ۽ صحيح سان، دستاويز لکائي هٿ ڪيائين، ۽ مزور ڪري، ٻيهي پنهنجو سامان ڪڍائڻ لڳو. آخرڪار قيمتي سامان سڀ جاءِ مان ڪڍائي ويو، ۽ اتي سج به اچي لٿو، پر ستينءَ ماڙ تي وينل سوداگر جي ڌيءَ ٻانهين سميت اُتي رهجي ويئي. جاءِ تي ساعت ملوڪ اچي قبضو ڪيو، ۽ پوءِ شهزاديءَ کي به وٺي آيو، ۽ جاءِ گهمڻ لڳا. ساعت ملوڪ ۽ شهزادي جڏهن سڀ ماڙيون گهمندا، ستينءَ ماڙ تي پهتا، تڏهين ڪين ٻنهيءَ جو شعاع ڏسڻ ۾ آيو. تنهن تي شهزاديءَ ساعت ملوڪ کي چيو ته ”آءٌ زال ماٺو آهيان، تون مٿي چڙهي ڏسي اچ.“ ساعت ملوڪ مٿي ويو، ته ٻانهيون ڦري آيس- چي ”توکي لڄ نٿي اچي، جو پرائيءَ جاءِ ۾ بنا موڪل هليو آيو آهين... يڪدم هتان نڪري وڃ.“ تنهن تي هن ڪلي، سموري حقيقت ڪري ٻڌاين، ۽ شهزاديءَ کي به خبر ڏنائين. شهزادي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ چيائين ته ”واه! ٻانهيون به هٿ اچي ويون، ۽ سوداگر جي ڌيءَ به. سو، تون هاڻي قاضي ڪوني، اُها به ڪٿي نڪاح ۾ آڻ.“ يڪدم قاضي اچي ويو، شادي ٿي ويئي، ۽ ٽيئي گڏ گذارڻ لڳا.

هڪڙي ڏينهن، ساعت ملوڪ زالن کي چيو ته ”گهر ۾ ويهي ويهي ڪڪ ٿي پيو آهيان، ڪجهه دنيا جو واءُ سواءُ به ته وٺان.“ پوءِ اتان نڪري،



... شهزادي، هار سينگار ڪري، اچي چتونءِ جي اڳيان بيٺي:
چي، ”مِنُو ڏي خبر مان سهڻي ٿي لڳان!“

ـــ ص ٣٨٩

شهر جي بازارين جو ديدار ڪرڻ لڳو. گهمندي گهمندي، هڪڙي هنڌ ڏنائين تہ ڪي جوان شطرنج راند وينا ڪن. هن کي بہ شوق ٿيو، ۽ انهن کي چيائين تہ "ادا مون کي بہ کيڏڻ ڏيندؤ؟" انهن هائو ڪئي، ۽ هي اُنهن سان راند ڪرڻ ويهي رهيو. ٿيندي ٿيندي، هن کي نهر مان ڪنيل پٿر ياد اچي ويا، سو انهن کي چيائين تہ "بيهو، تہ آءٌ تمام سنيون ساريون ڪٺي ٿو اچان." ۽ سڌو اچي شهزاديءَ کي چيائين تہ "نهر وارا پٿر ڏي، تہ آءٌ سنگت سان راند رهان." شهزاديءَ گهڻو ئي نتايو، پر نيٺ هنجو خيال ڏسي، هڪڙي ماڻڪ جي مٿان ميڻ ٿڦي، هن کي ڏنائين. هي اچي راند رهڻ لڳو. راند ڪندي ڪندي، املهہ ماڻڪ جي هڪڙي هنڌان ميڻ جو ذرو لهي پيو، ۽ اُتان اهو چلڪڻ لڳو، پر ڪنهن کي خبر ڪانہ پيئي. مجاڻ ڪو اتي جي بادشاهہ جووزير بہ چمڙا پوش ڪري، گهمندو ڦرندو، اچي هنن جي راند ڏسڻ وينو، ۽ هنجي اک اوچتو ماڻڪ تي پئجي ويئي- سو اُن کي سڃاڻي ۽ جهپ هڻي وٺي پڳو. پيا سنگتي هن جي پنيان ڊوڙڻ لڳا، پر ساعت ملوڪ چين تہ "پرواهہ ناهي، مون وٽ اهڙيون پيون گهڻيون ساريون گهر پيون آهن."

وزير اهو املهہ ماڻڪ وڃي بادشاهہ کي ڏنو. بادشاهہ کي هڪ نياڻي هوندي هئي، جنهن کي هو ڏاڍو پيائيندو هو، سو ان کي هار ۾ جڙائي، هُن سوکڙي ڪري هار ڪٺي پنهنجي ڌيءَ کي ڏنو. سندس ڌيءَ وٽ هڪ نهايت سياڻو ۽ ٻوليندڙ طوطو پليل هو، جنهن سان هوءَ دل وندرائيندي هئي. هڪڙي ڏينهن هارسينگار ڪري، ۽ اهو هار پائي چتونءَ کي چيائين، "منو، ڏي خبر، مان سهڻي ٿي لڳان!" چتونءَ ڏسي، چيو، "ڏون، ڏون" - يعني هن سان گڏ ٻيو بہ هيرو هجي، تہ پوءِ. هن يڪدم هار توڙي، پيءُ ڏانهن ڏياري موڪليو- چي، "هڙو ٻيو بہ ماڻڪ هجي، نہ تہ آءٌ ڪانہ جيئنديس!" بادشاهہ وزير کي چيو تہ "تو تہ مون کي آزار ۾ وجهي ڇڏيو، هاڻي اهڙو ماڻڪ مون کي ٻيو بہ هٿ ڪري ڏي." وزير ڇا ڪيو، جو ڏاڍيون عجيب عجيب سوکڙيون پاڪڙيون ڪٺائي، ساعت ملوڪ وٽ

آيو، ۽ ڪيس سموري حقيقت ٻڌائي، چيائين ته ”هڪ ٻيو به اهڙو ماڻڪ ڏي.“ ساعت ملوڪ اهي بادشاهي سوڪڙيون پاڪڙيون ڪٽي، وڃي شهزاديءَ جي اڳيان رکيون، چيائينس ته ”انهن پٽرن مان هڪ ٻيو به ڏي.“ شهزاديءَ ڪي ڏاڍي منيان لڳي، ۽ گهڻوئي نتايائين، پر هن نه مڃيو. آخر لاچار هڪ ٻيو به ماڻڪ هن کي ڏنائين، ۽ هن کڻي وڃي وزير کي ڏنو. وزير اهو ماڻڪ وڃي بادشاهه کي ڏنو، ۽ هن اُهو پنهنجي ڌيءُ ڏي يڪدم هار ۾ وجهائي موڪليو. بادشاهه جي ڌيءَ هار پائي، خوش ٿي، طوطي وٽ آئي، ۽ چيائينس ته ”منو، ڏي خبر، مان سهڻي ٿي لڳان!“ چتونءَ ڊڄندي چيو ته ”آءٌ عرض ڪريان،، پر تون مون کي ماري وجهنديئن.“ هن چيس ته ”ڪو ڊپ نه ڪر، ٻڌاءِ!“ چتونءَ چيو ته ”اُن ڏينهن آءٌ، ڪنهن خيال ۾ ويٺو هوس، مون سمجهيو ته تون پڇين ٿي ته ’توهان گهڻا پائر آهيو.‘ منهنجو هڪ ٻيو به ڀاءُ هو، تنهنڪري مون چيو ته ’ڏُون ڏُون.‘ اي شهزادي، اجا جيڪر تيون هيرو به ان هار ۾ اهڙو هجي، ته هوند وڌيڪ سهڻي لڳين.“ بس اهو ٻڌندي، شهزاديءَ هار ٽوڙي، بادشاهه ڏي ڏياري موڪليو- چي، ”اهڙو ٽيون ماڻڪ به هجي،نه ته آءٌ ڪانه جيئنديس!“

بادشاهه اهو ٻڌي، ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويو-چي، ”مون کي ته هيءَ ڌيءُ پاڳل ڪري ڇڏيندي.“ نيٺ وزير کي چيائين ته ”جٺ ۾ ته وڃهي ڇڏيو اٿيئي؛ هاڻي وري به سوڪڙيون ڪٽي وڃ ساعت ملوڪ وٽ، ۽ چئينس ته ’يار ڪر ڪا مهرباني، ۽ ڏي ٽيون به ماڻڪ.‘ “وزير وري به ساعت ملوڪ وٽ آيو، ۽ ساري ڳالهه ڪري،سوڪڙيون ڏنئي، هن کي ٽئين ماڻڪ لاءِ چيائين. هو يڪدم شهزاديءَ وٽ آيو، ۽ اچي ٽئين پٽر جي گهُر ڪيائين. تنهن تي زال گهڻي تنبيهه ڪيس. هن چيو ته ”چڱو، تون نه ڏي، منهنجي اها جاءِ ڏنل ڪانه آهي ڇا؟“ ۽ يڪدم گهوڙو تيار ڪرائي، وڃي ان نهر تي پهتو، ۽ ڪيئي املهه ماڻڪ ان مان ڪڍي هٿ ڪيائين. وري اتي ئي دل ۾ خيال ڪيائين ته ڏسان ته هي موتي آخر ڪٿان ٿا اچن. سو، اهو خيال ڪري نهر جو ڪنارو ڏيئي وني اُتي هليو، ۽ گهوڙو ڊوڙائيندو ڊوڙائيندو،

آخر هڪ هنڌ اچي، عجب ۾ پئجي بيهي رهيو. ڇا ڏسي ته هڪ تمام وڏو جبل جيڏو ڪوٽ آهي، جنهن کي اندر وڃڻ لاءِ ڪوبه در ڪونه آهي. دل ۾ خيال ڪيائين ته هيءُ ڪوٽ اندر ضرور گهمڻ گهرجي. سو گهوڙي کي پريرو نيئي، وٺي جو اُن کي مهميز ڏنائين، ته گهوڙو هڪ ئي ٽپ سان ڪوٽ ٽپي هن پار ٿيو. اندر ڏسي ته مار، عجيب اسرار لڳا پيا آهن، طرحين طرحين وڻ رنگا رنگي گلن سان سينگاريل بيٺا آهن، ۽ ڪيتريون جايون آهن، جن ۾ ننڍا ننڍا دُنبا ٻڌا بيٺا آهن. ائين گهمندي گهمندي، هڪڙو ڪوهه ڏٺائين. ان ڪوهه ۾ نهاري، حيرت ۾ پئجي ويو. ڇا ڏسي ته هڪڙي زال آهي، جا اونڌي ٿي ٽنگي پئي آهي. ائين ئي هڪڙي تختي کي جو پاسيرو ڪيائين، ته اها زال مٿي چڙهي آئي، ۽ هن کي حيرت ۾ بيٺل ڏسي، چيائين ته ”اي انسان جا ٻچڙا! تون هتي موت جي منهن ۾ ڪيئن آيو آهين؟“ ساعت ملوڪ ساري ڳالهه ڪري ٻڌايس، جنهن تي هن زال چيس ته ”هي ڪوٽ هڪ ديو جو آهي، ۽ هي گهٽا سڀ انسان آهن، جن مان هو هڪ هڪ روز ڪائيندو آهي، ۽ آءٌ وٽس قيد آهيان. هو رات جو ايندو آهي، ۽ مون سان گڏ گذاري، وري سج اڀرڻ کان اڳ هليو ويندو آهي.“ ساعت ملوڪ اها ڳالهه ٻڌي، ڏڄي ويو، ۽ هن کي چيائين ته ”پوءِ آخر ڇا ڪجي؟“ هن چيس ته ”تون کي في الحال هتي هڪ غار ۾ لڪائي ٿي ڇڏيان، ۽ رات گذرڻ کان پوءِ جڏهن وري ڏينهن ٿيندو، ته اُتان نڪري اچي مون کي هن کوهه مان ڪڍجانءِ، ته پوءِ صلاح ڪندا سون.“ ائين چئي، هن کي هڪ غار ڏيکاريائين، ۽ چيائينس ته ”هاٿي ديو جي اچڻ جي مهل آهي، ۽ مون کي ساڳيءَ طرح لٽڪائي ڇڏ.“ ساعت ملوڪ هن کي، سج لٿي کان ٿورو اڳ، ساڳيءَ طرح لٽڪائي، پاڻ وڃي غار ۾ لڪي ويٺو. جڏهن رات ٿي، ته ديو آيو، ۽ ”آدم بوءِ،“ آدم بوءِ“ ڪرڻ لڳو. اُن پريءَ چيس ته ”تون مون کي کوهه ۾ لٽڪائي ٿو وڃين ۽ آءٌ اُونڌي منهن ان ۾ پيئي آهيان، مون کي آدم جي ڪهڙي خبر؟ تنهن کان سواءِ، جي تون مري وڃين ته آءٌ ته هوند ساري عمر اُتي ئي پيئي هجان.“ ديو چيس ته ”پياري، خيال

نہ ڪر، منھنجو موت سٿرو نہ آھي. منھنجو ساھ ھن ڪوٽ اندرئي آھي، جنھن کي ڪير بہ ھٿ لائي نٿو سگھي. ھوپريان جيڪو سَر جو ٻوڙو بيٺو آھي، اُنھيءَ جي ھڪڙي ڪاني ۾ پؤنر آھي جنھن ۾ منھنجو ساھ آھي، ۽ جيسين اُھو نہ مرندو، تيسين آءٌ بہ نہ مرندس.“

رات گذرڻ کان پوءِ، ڏينھن جو، دستور موجب، ديو زال کي ڪوھ ۾ لٽڪائي پاڻ ويندو رھيو، ۽ ساعت ملوڪ، گھوڙي سوڌو غار مان نڪري، اچي ھن کيس ٻاھر ڪڍيو. پوءِ ٻيئي انھيءَ ئي محل ديو جي ڪم تمام ڪرڻ لاءِ سنبريا“ ۽ اُن سَرَ جي تيلي ڪپي، ان تي سَونن مثان سؤنتا وسائڻ ٻيھي رھيا... گھڙي نہ گذري تہ ڪيڏيءَ محل، اوچتو واءُ مينھن ۽ طوفان ٿي ويو. زال چيس تہ ”پؤنر کي جلدي مارجي، نہ تہ ديو اچھو پھتو.“ ائين ستيندي ستيندي، اوچتو ھڪڙو ڏڪ پؤنر کي وجي لڳو، ۽ پؤنر مري ويو. پؤنر جو مرڻ، ۽ ديو جو ڪوٽ ۾ ڏڙام ڪري اچي ڪرڻ... ۽ ديو اُتي ئي ڍير ٿي پئجي رھيو. ٻيئي، ڏاڍا خوش ٿي، ھاڻي ٻاھر نڪرڻ جا سانباھا ڪرڻ لڳا. ان کان اڳ ساعت ملوڪ کي خيال ٿيو تہ ھنن ويچارن دنبن کي تہ ڇوڙي ڇڏيان. پوءِ ھڪ ھڪ جي رسيءَ کي ڪپيندو ويو، ۽ ھو ماٺھو ٿيندا ويا، ۽ ھن جا شڪرانا مڃڻ لڳا-- ۽ پاڻ اُن پريءَ کي گھوڙي تي ٻيلھہ چاڙھي، ونئي جو زور سان گھوڙي کي اڙي ھنيائين تہ گھوڙو ڪوٽ جي ھن پار اچي بيٺو، ۽ اتي آيو جتي اُھي پٿر رکيا ھئائين. ساعت ملوڪ اھي کڻڻ لڳو، تہ اُن پريءَ پڇيس تہ ”اھي ڇو ٿو کڻين؟“ جنھن تي ھن کي سموري ڳالھہ ڪري ٻڌايائين. پريءَ چيس تہ ”بار کڻڻ جي ھروڀرو ضرورت نہ آھي. اھي موتي منھنجي رت جي ڦڙن مان نميا آھن. جڏھن ڪوھ ۾ ديو مون کي اونڌو ٽنگي ويندو ھو، تڏھن منھنجي نڪ ۽ وات مان جي رت جا ڦڙا وھندا ھئا، انھن مان اھي ماڻڪ جڙيا ٿي، ۽ جيڪڏھن توکي ضرورت پيئي، تہ مان پنھنجي بدن مان رت جا ٻہ ٽي ڦڙا ڪڍنديس، تہ موتي ٿي پوندا! ياد رک منھنجو نالو ’موتي جان پري‘ آھي.“ ساعت ملوڪ، اھا ڳالھہ ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ ٻيئي

ڳڌجي اڳتي هلڻ لڳا، ۽ آخر اچي پنهنجي شهر ۾ پهتا. وزير ته اڳي ئي انتظار ۾ هو، سو هن کان اچي موتي گهريائين. ساعت ملوڪ اچي موتي جان پريءَ کان موتي گهريا. هن چا ڪيو، جو ڪپ ڪٽي، پنهنجو رت ڪيڻ لڳي، ته شهزاديءَ چيس ته "ادي، مون وٽ ڪجهه موتي پيل آهن، آءٌ ڪٽي تي اچان- تون اها تڪليف نه ڪر." ائين چئي، هوءَ هڪڙو موتي ڪٽي آئي- ۽ ساعت ملوڪ اهو ڪٽي، اچي وزير کي ڏنو، ۽ هن وڃي بادشاهه جي اڳيان رکيو. جنهن هار ۾ پورائي، ڏيءَ ڏي ڏياري موڪليو.

بادشاهه جي ڌيءَ هاڻي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ تيل سرما ۽ پوشاڪ پهري، اهو هار ڳچيءَ ۾ پائي، اچي چتونءَ جي اڳيان بيٺي، ۽ چيائين ته "مِنو، ڪر خبر، مان سهڻي ٿي لڳان!" چتونءَ ورندي ڏني ته "سائڻ، جي جي جيئدان ڏين، ته هڪڙي ڳالهه چوان." بادشاهه جي ڌيءُ چيس ته ڪو ڊپ نه ڪر، پلي ٻڌاءِ." چتونءَ چيس ته "هاڻي، اهو هار ائين نٿو نهي... سو، جي 'گُل قُل' جا ڪپڙا پائين، ته پوءِ واهه جو سُهڻي لڳين!" بس اها ڳالهه ٻڌڻ سان شهزاديءَ يڪدم هار ٽوڙي، پيءُ ڏي ڏياري موڪليو- چي، " 'گُل قُل' جا ڪپڙا آڻائي ڏي، نه ته آءٌ ڪانه جيئنديس!" بادشاهه، اهو ٻڌي، وزير کي چيو ته "هاڻي ويل ۾ پياسين- 'گل قل' جا ڪپڙا ڪٿان اچن؟" وزير جواب ڏنو ته "بادشاهه سلامت، اهو ڪم به ساعت ملوڪ کان سواءِ ٻيو ڪونه ڪندو، سو آءٌ وٽس وڃي ميڙ منٿ ڪري، مجان يانس ٿو- اوهان دلجاءِ ڪريو." ائين چئي، ساعت ملوڪ وٽ آيو، ۽ اچي چيائينس ته "ادا، اسان تي جهڙي مهرباني ڪئي اٿيئي، تهڙي ڪر- بادشاهه توتي ڏاڍو راضي آهي. هاڻي اسان کي هڪڙو 'گل قل' جو وڳو آڻائي ڏي." ساعت ملوڪ چوڻ لڳو ته "اوهان مان چڱا ڦاٽا سون... 'گل قل' جو وڳو مون وٽ ڪٿان آيو؟" ۽ ائين ڪاوڙ مان ڳالهائيندو، گهر هليو آيو. ڪوٽ واريءَ پريءَ هن جو رخ بدليل ڏسي پڇيو ته "سائين، چو! ڪنهن تي ناراض ٿيا آهيو؟" تنهن تي هن سموري ڳالهه ڪري ٻڌايس. ڳالهه ٻڌي، اُن پريءَ چيس ته "اهڙو وڳو آڻڻ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي! هاڻي،

تون پَلو گهوڙو سنجائي، فلاڻو رستو وٺي، سڌو هليو وڃ، ۽ ٻيو ڪيڏانهن به نه ڦرج- نه ته موتي نه سگهندين. اهو سڌوئي سڌو رستو وٺي ويندين، ته هڪڙي تلاءُ تي وڃي بيهندين. اُن تلاءُ ۾ وهنجڻ لاءِ هڪ ٽولو پَرين جو ايندو آهي. اُنهن کي ايندو ڏسي، تون لڪي ويهي رهج. جڏهن ڏسين ته سڀني پرين پنهنجا ڪپڙا لاهي هيٺ رکيا آهن، ۽ انهن مان هڪ پريءَ پنهنجا ڪپڙا ڳاڙهيءَ ڪٽ تي لاهي رکيا آهن، ان وقت تون اُن جا ڪپڙا کڻي، ڪٽ تي چڙهي، پٺ ورائي ويهي رهج. پوءِ هُو گهٽائي جنتر منتر پڙهنديون، ۽ توکي ساڙڻ جي ڪوشش ڪنديون، پر هيءَ منهنجي منڊي پاڻ سان کڻي وڃ، جنهن جي پاڻ ڪري توتي انهن جو ڪو به اثر نه ٿيندو. پوءِ حيلا هلائي ٻيون سڀئي پريون پنهنجا پنهنجا ڪپڙا کڻي اِن پنهنجيءَ شهزاديءَ کي اڪيلو ڇڏي هليون وينديون. پوءِ هوءَ توکي ڪپڙن ڏيڻ لاءِ منٿون ڪندي، پر تون سندس ڪپڙا سوگها جهلي، ڪٽ تي چڙهيو وينو رهج. جڏهن هوءَ منٿون ڪري عاجز ٿئي، تڏهن تون پنهنجي چادر کيس ڍڪڻ لاءِ ڏج، ۽ جڏهن اها چادر ويڙهي، هوءَ تو وٽ اچي، ته هيءَ منڊي سندس ڪنهن به عضوي تي لائج، ته هن جو سمورو جادو ڇَٽُ تي ويندو. بس، پوءِ اُهي ڪپڙا کڻي، هليو اچج. پر اتفاق سان، ويندي ويندي، جي تلاءُ جو رستو ڀُلجي پوين، ته واٽ تي هڪ ٻئي کان کڄ پريرووينل فقيرن کان 'گلان پريءَ' جي تلاءُ جو پڇندين، ته اُهي توکي رستي لائيندا."

ساعت ملوڪ، 'موتي جان' پريءَ کان اها ڳالهه ٻڌي، گهوڙي تي چڙهي ڏسيل رستو وٺي اتي روانو ٿيو. هلندي هلندي، واٽ تي هڪڙو فقير وينل ڏٺائين. اُن وٽ وڃي، ڪانئس تلاءُ جو ڏس پڇيائين، جنهن چيس ته "ادا، مون کي خبر نه آهي- اڳيان ٻيو فقير وينل ڏسندين، جنهن کان پتو پونديءِ." ساعت ملوڪ گهوڙو هڪلي، اچي ٻئي فقير وٽ پهتو، ۽ ڏس پڇيائينس. فقير چيو ته "مون کان به وڏو فقير اجا اڳتي وينو آهي، اُن کان وڃي پڇ." وري کڻي گهوڙو هڪليائين، ۽ هڪليندي هڪليندي، ٽئين فقير وٽ اچي پهتو. پڇڻ تي ان فقير چيس ته "هي رستو سڌو وٺي وڃ...اڳيان



گلان پريءَ جو تلاءُ آهي.“ ساعت ملوڪ خوش ٿي، وڃي گهوڙي کي تڙيو. آخر اچي تلاءُ تي پهتو، ۽ لڪي ويهي رهيو. ٿوريءَ دير بعد، پرين جو هڪ ٽولو وڏي تجمل ۽ شان سان، ڇپر کٽ سميت، تلاءُ تي اچي لٿو، ۽ شهزاديءَ سميت پنهنجا ڪپڙا ۽ پوشاڪون لاهي، هو مزي سان تلاءُ ۾ وهنجڻ لڳيون. ساعت ملوڪ وجهه ڏسي، کٽ تي پيل شهزاديءَ جا ڪپڙا، ويڙهي سيڙهي جهوليءَ ۾ ڪري، لت ڏيئي کٽ تي چڙهي بالم ٿي ويهي رهيو. پريون، هن آدمزاد کي ڏسي، يڪدم منتر پڙهڻ لڳيون، پر منڊيءَ جي زور تي هن کي ڪجهه به اثر ڪونه ٿيو. جڏهن منتر هٽي هٽي، ڪڪ ٿي پيون، تڏهن گلان پريءَ کي چيائون ته ” هي ماڻهو ڪو وڏي زور وارو ۽ پڙهايل ٿو ڏسجي- هاڻي اجايو اسان به نه آئيءَ ۾ اچي وڃون، تنهنڪري تون ڄاڻ تنهنجوڪم ڄاڻي... اسان جي الله وائي.“ ائين چئي، هو پنهنجا ڪپڙا ڍڪي ويندي رهيون. گلان پري اچي ششدر ٿي، ۽ ساعت ملوڪ کي ڪپڙن ڏيڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳي. پر هيءُ به وڏي استاد

جو پڙهايل هو، سو هٿ آيل ڪپڙا ڪٽي تو ڏني! نيٺ هن جي منٺن ۽ زارين تي، ڪيس پهرڻ لاءِ پنهنجي چادر ڏنائين، جا ڍڪي هوءَ تلاءُ مان نڪري، هن وٽ آئي. هن يڪدم اها منڍي ڪٽي هن جي هٿ تي گهمائي، ته هن جو سمورو جادو هليو ويو. پوءِ گلان پريءَ رو.يءَ چيس ته "آءٌ هاڻي پنهنجن ڪان نڪري چڪيس، سو جيڏانهن وٺي ٿي تيڏانهن وني هلينم... مان هاڻ تنهنجي آهيان." ساعت ملوڪ خوش ٿي، هن کي پنهنجن ڪپڙن مان ڪجهه ڪپڙا پائڻ لاءِ ڏنا، ۽ پوءِ ٻيئي گهوڙي تي چڙهي، اُتي واپس پنڌ پيا.

هلندا هلندا، اچي وڏي فقير وٽ پهتا. فقير ٻنهي کي ڏسي، دانهن ڪري چيو ته "او شهزادا، اسان گلان پري اڳ ڏٺي به ڪانهي، پر ڪڏهن ڪڏهن هيءَ هتان پنهنجي سهيلين سان گڏجي، سازِ ۽ سرود سان ناچ ڪندي، لنگهندي هئي. آءٌ رڳو ان رسيلي آواز تي موهجي سالن ڪان هتي وينو آهيان. هاڻي، خدا جي واسطي ڪجهه هن جي ناچ جو تماشو ڏيکار." تنهن تي ساعت ملوڪ چيس ته "جيڪڏهن توکي هن جو ناچ ڏيکاريان، ته پوءِ تون انعام ڇا ڏيندين؟" هن وراڻيو ته "سائين، مون وٽ ٻيو ته ڪجهه ڪونهي- باقي هڪڙي 'سيلهي ۽ ڏنبو' آءٌ توکي ڏيندس، جو ڪيتري به لشڪر تي چوندينس ته 'پڪڙ وي سيلهي، مار وي ڏنبا' ته اُنهن مان هڪ به نه بچندو." ساعت ملوڪ چيو ته "تون ڪوڙ تو ڳالهائين؛ مون کي ڏي، ته ڏسان ته سهي." فقير سيلهي ڏنبو ڪٽي هن کي ڏنو. ساعت ملوڪ ٻيئي وني، چيو ته "پڪڙ وي سيلهي، مار وي ڏنبا- نه ڇڏ فقير کي!" ته فقير جي مٿان ڏنبن جو ڦهڪارو ٿي ويو، ۽ هٽي فقير کي سمهاري ڇڏيائين. خير، ڏنبو سيلهي ڪٽي، هووري به اُتي پنڌ پيا. هڪليندي هڪليندي، وري اچي ٻئي فقير وٽ پهتا. جنهن به دانهن ڪري چيس ته "سائين، خدا جي واسطي مون کي گُلان پريءَ جو ناچ ڏيکار- مون کي سڪندي سال گذري ويا آهن." تنهن تي ساعت ملوڪ هن کان به ساڳيو سوال ڪيو. فقير وراڻيو ته "مون وٽ هڪ اهڙي ڪرامتي ديڳڙي

آهي، جو جيڪڏهن اُن ۾ فقط پاڻيءَ ڊُڪ وجهي، ڪٽي رک، ۽ چوينس ته ’فلاڻو ڪي فلاڻو طعام تيار ٿئي.‘ ته ٿوريءَ دير ۾ اهو ڪاڌو تيار ٿي پوندو. پوءِ اُن جي مٿان ڪپڙو ڏيئي، اُن مان ڪيندو. خلقتون ڪارائي ڇڏ، پر ديڳڙي ڪانه کٽندي.“ آخر اُن کان آزمودي لاءِ اها ديڳڙي ورتي، ٿورو پاڻيءَ ڊُڪ وجهي، ٻاهه تي رکي، ساعت ملوڪ چيو ته ”پُلاءُ تيار ٿئي“ ته منٽن ۾ پُلاءُ تيار ٿي پيو. جو هنن ڏهُ ڪري کائي، پوءِ سيلهي ڪيدي چيائين ته ”پڪڙ وي سيلهي، مار وي ڏنڊا- نه ڇڏ فقير کي.“ ته فقير جاپساهه اتي ئي پورا ٿي ويا. پوءِ اُها ديڳڙي کڻي هووري به اتي پنڌ پيا. ڪمندا ڪمندا، وري اچي ٽئين فقير وٽ پهتا، فقير هنن کي ڏسي، رڙ ڪري چيو ته ”اي سائين، خدا جي نالي گلان پريءَ جوناچ ڳانو ڏيڪاريندو وڃ!“ ساعت ملوڪ هن کان ٻه ساڳيو سوال ڪيو، جنهن تي هن وراڻيو ته ”سائين، مون وٽ هڪ ’اُڏند کٽولي‘ آهي، جنهن تي جيڪڏهن چڙهي ويهبو ۽ چئبس ته ’هَلُ فلاڻي هنڌُ‘ ته يڪدم اُتي پهچائيندي.“ اهو ٻڌي، ساعت ملوڪ چيس ته ”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين.“ جنهن تي فقير اُڏند کٽولي اچي حاضر ڪئي. بس پوءِ ته ساعت ملوڪ پريءَ ۽ گهوڙي سميت اُن تي چڙهي وينو، ۽ چيائينس ته ”هَلُ ڙي اڏند کٽولي، جاتي منهنجي جاءِ.“ ته منٽن ۾ اچي ماڳ پهتو، ۽ فقير اُتي اڪيون ڦاڙيو وينو رهيو.

ساعت ملوڪ جي اچڻ جي خبر ٻڌي، وزير يڪدم وٽس آيو، ۽ ڪانئس ’گل ڦل ڪپڙا‘ وٺي، خوش ٿي، وڃي بادشاهه جي اڳيان رکيائين. جنهن پنهنجيءَ ڌيءَ ڏي ڏياري موڪليا. بادشاهه جي ڌيءَ تيل سرما ۽ هار سينگار ڪري، عطر عنبير لڳائي ’گل ڦل ڪپڙا‘ پهري، مٿان جو ڪٽي هار پاتو، ته پرستان جي پري ٿي پيئي. يڪدم اچي چتونءَ جي اڳيان بيني، ۽ چيائينس ته ”منو! ڪر خبر، مان سهڻي ٿي لڳان!“ طوطي چيو ته ”شهزادي، آءٌ ڳالهه ڪندس، ته تون مون کي مارائي ڇڏيندينءَ.“ هُن چيُو ته ”ڪو ڊپ نه ڪر، ٻلي ٻڌاءِ!“ چتونءَ چيو ته ”ٻلا ٻُڌ. هي هار ۽ ڪپڙا تنهنجي شڪل کان گهٽو وڌيڪ آهن: تنهنڪري جيڪڏهن هڪ ئي وقت ۾

هڪ رنگي پَهرائتين سَؤ مينهين جو کير پين، تہ پوءِ هوند ڏاڍي سُهٽي لڳين." شهزاديءَ يڪدم هار ۽ ڪپڙا لاهي، پيءُ ڏي ڏياري موڪليا- چي، "مون کي يڪدم سؤ پهرائتيون ۽ هڪ رنگيون مينهون گهرائي ڏي، نہ تہ ڪانہ جيئنديس." بادشاهہ کي ڪاوڙ تہ ڏاڍي لڳي، پر نياڻي هيس هڪڙي ۽ سڪليڏي- سو غُصو پي ويو. نوڪرن چاڪرن کي موڪليائين، پر ڪو ڪهڙي مينهن ڪاهيو اچي، تہ ڪو ڪهڙي- پهريائتيون تہ هزارين، پر هڪ رنگيون ڪٿان اچن؟

آخر وزير کي وري بہ ساعت ملوڪ ڏانهن موڪليائين، جنهن اچي کيس مينهين آڻ لاءِ عرض ڪيو. ساعت ملوڪ ڪاوڙجي، وزير کي ڳالهائيندو، گهر ڏانهن ويو. گُلبدن پريءَ هن کان ڪاوڙجڻ جو سبب پڇيو. هن ساري ڳالهہ ڪري ٻڌائي، ۽ چيائين تہ "آءٌ تہ هن وزير مان اڙجي ويو آهيان. هاڻي، هڪ سؤ هڪ رنگي پهريائتيون مينهون آءٌ ڪٿان پيدا ڪريان؟" اهو ٻڌي، گلبدن پريءَ چيس تہ "دل نہ لاهہ، دوستن لاءِ سر بہ ڏبا آهن. هاڻ هي وينڊو پائي، اُڏند ڪٽوليءَ ۾ چڙهي،وڏي ديو جي جاءِ تي وڃ، ۽ 'پڪڙ سيلهي' بہ ساڻ ڪنيو وڃ. اُتي پهچندين، تہ هڪ قُبو نظر ايندئي، جنهن کي دروازو آهي ئي ڪونہ. پوءِ تون هيءُ وينڊو اُن قُبي جي پِٽ کي لڳائيندين، تہ ان ۾ هڪ دري تي پوندي. اتي اندر ڇپر ڪٽ تي هڪ زال وينل ڏسڻ ۾ ايندئي، جا منهنجي ماسات آهي. تون بيڌڙڪ وڃي، اُن سان گڏ ڪٽ تي ويهجانءِ... تہ يڪدم هڪڙو ديو واڪا ڪندو ايندو. تون بہ پنهنجي 'سيلهي ڏنڊن' کي ڪٽي حڪم ڏج... تہ پوءِ هو موچڙن کان ڪڪ تي، توکان ڪم جو پڇندو. تون اِهو ڪم اُن تي رکج، تہ هو هٿن تي پرتا ڪري، مينهون پيدا ڪري آڻي توکي ڏيندو- جي منهنجي ماسات سميت ڪاهي آڻي هتي ڪيد." اها ڳالهہ ٻڌي، هي، 'سيلهي ڏنڊي' ..... اُڏند ڪٽوليءَ ۾ چڙهي وينو، ۽ ان کي چيائين تہ "هل ڙي، اتي، جتي ..... پريءَ جي ماسات"... تہ يڪدم اچي اتي پهتو. پوءِ ڏس موجب قبي جي پِٽ کي وينڊو هنيائين، تہ يڪدم ان ۾ هڪ دري تي پيئي. ساعت

ملوڪ بيخوف وجي، اُن پريءَ سان گڏ ڪٽ تي چڙهي وينو. پري ڦهريائين اوپرو ماٿهو ڏسي چرڪي، ۽ پوءِ جوهُن وٽ پنهنجيءَ ماسات جوويندو ڏنائين تہ ڪپڙن ۾ بہ نہ پيئي ماپي. ويهي ساعت ملوڪ سان ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لڳي... تہ ايتري ۾ ديوُ بہ ڪڙڪا ڪندو، اچي قبي کي ويجهو پهتو، ۽ ساعت ملوڪ کي چيائين تہ ”اي آدمزاد، توکي ايتري همت ڪٿان آئي، جو منهنجي آستاني اندر اچي وينو آهين!... بيهُہ، تہ توکي چڱيءَ طرح ڏسان ٿو!“ ائين چئي، جيئن قبي جي ويجهو اچڻ لڳو، تہ ساعت ملوڪ يڪدم ’سيلهي ڏنڊو‘ سنڀرائي، اُن کي چيو تہ ”پڪڙ سيلهي، مار وي ڏنڊا- نہ ڇڏ هن ديوَ کي!“ بس موچڙن جي ٺَهہ ٺَهہ پئجي ويئي... ديوَ جي دانهن تي دانهن پيئي پوي. نيٺ ڪڪ ٿي چيائين، ”اي آدم جا ٻچڙا، تون ڀلي پريءَ کي وٺي وڃ، پر منهنجي موچڙن کان جند ڇڏاءِ.“ ساعت ملوڪ چيس تہ ”هيءَ پري تہ ضرور وٺي ويندس، پر هڪ سؤ ڦهرائنيون هڪ رنگيون مينهون يڪدم آڻي ڏي.“ ديو چيو تہ ”حاضر، آڻي ٿو ڏيانءِ، پر ڏنڊي کي جهل.“ ساعت ملوڪ چيس تہ ”نہ، جيستائين مينهون نہ آڻيندين، تيستائين اِهي موچڙا لڳندا رهندءِ.“ ديوَ ننڍن ديون کي ٻَچيو، پر مينهونِ کي هڪيون تڪيون تہ ٻيڻل ڪونہ هيون، جو يڪدم اچن؟ آخرڪار جيسين مينهون بہ سموريون اچي گڏ ٿيون، تيسين تہ ديو بہ سنجي ڍير ٿي پئجي رهيو. ساعت ملوڪ،پريءَ ۽ مينهنِ سميت،اُڏنند ڪٽوليءَ ۾ چڙهي وينو، ۽ ان کي چيائين تہ ”هل ڙي اُڏنند ڪٽولي، جتي منهنجو گهر...“ تہ انهيءَ ئي گهڙيءَ اچي گهر لٿا. سيئي خوش ٿيا، ۽ وزير بہ خبر ٻڌڻ سان ڊوڙندو آيو، ۽ مينهون بادشاهہ جي اڳيان وجي حاضر ڪيائين. آخرڪار بادشاهہ جي ڏيءُ اُنهن مينهن جو کير پيئڻ لڳي، ۽ ٿورن ڏينهن ۾ مڇي رڇي مڳ ٿي پيئي.

هڪڙي ڏينهن، وري هارسينگار ڪري،۽ ’گل ڦل ڪپڙا‘ پائي، چتونءَ جي اڳيان بيهي، اچي چيائين، ”منو، ڪر خبر، مان سهٽي ٿي لڳان!“ چتونءَ غريب، خوف وچان ٿڙڪي، شهزاديءَ کي چيو تہ ”سائڻ،

آءُ پکي ذرڙي جيڏو آهيان: هاڻي جي وري سچ ٿو چوان، ته تون مون کي اُڦٽ مارائي ڇڏيندينءَ." هن چيو ته "ڇا مون توکي اڳ ڪڏهن ستايو آهي؟ تون بيشڪ چئي ڏي." طوطي چيو ته "اي شهزادي، تون هينئر ڏاڍي سهڻي ٿي پيئي آهين، ۽ زور به ورتو اٿيئي- سو، هاڻي تون مڙس ڪر، نه ته هيءَ تنهنجي سونهن ۽ جواني بيئي اَجايون." طوطي جي ڳالهه ٻڌي، شهزاديءَ چيو ته "واه! صلاح ته سهڻي ڏني اَٿيئي." ۽ يڪدم پيءُ ڏي چوائي موڪليائين ته "هاڻي مون کي شادي ڪراءِ، نه ته ڪا نه جيئنديس." بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ وزير کي چيائين ته "صلاح ڏي ته شهزاديءَ کي مڙس ڪهڙو ڏجي؟" وزير چيو ته "سائين، ساعت ملوڪ کان سواءِ، ٻيو اُن جي لائق آهي ئي ڪونه، جو سندس اَنگل پورا ڪري." بادشاهه کي اها صلاح پسند آئي، ۽ ڌيءُ جي شادي ساعت ملوڪ سان وڏي ڌام ڌوم سان ڪرائي، هن کي پنهنجي تخت تي ويهاري چيائين ته "ابا، هاڻي آءُ پيرسن ٿي ويو آهيان، تنهنڪري هي ملڪ ۽ تخت تاج سڀڪجهه تنهنجي حوالي آهن- ويهي مزي سان حڪومت ڪر." ساعت ملوڪ جون چار زالون ته اڳ ئي هيون- پنجين هن جي ڌيءُ به پرڻجي، مزي سان ويهي راج ڀاڳ ماڻڻ لڳو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، ساعت ملوڪ جي وڏيءَ راڻيءَ هن کي چيو ته ڪجهه سامان ۽ لشڪر 'سيلهي ڏنڊي' سميت، ساڻ ڪري، منهنجي پيءُ وٽ هلڻ گهرجي، ته جيئن کيس خبر پوي ته بخت جي بازي ڇا آهي!" ساعت ملوڪ سندس اها ڳالهه ٻڌي، سنبري تيار ٿيو. هن زال کي به ڪنيائين... ۽ آخر انهيءَ بادشاهه جي شهر جي ٻاهران اچي خيما کوڙيائين. هن کي پيغام موڪليائين ته "اچي پيش پئو، نه ته توسان جنگ آهي." بادشاهه اهو پيغام ٻڌي ڳاڙهو ٿي ويو، ۽ پيغام آڻيندڙ ماڻهوءَ کي اُڦٽ مارائي ڇڏيائين، ۽ پڻ ساعت ملوڪ سان جنگ جا يڪدم سانباها ڪري، ميدان ۾ اچي يلغار ڪرڻ لڳو. اتي ساعت ملوڪ وٽني جو 'سيلهي ڏنڊي' کي ٻچيو، ته ساري لشڪر تي ڏنڊن ۽ موچڙن جي مارو

مار پئجي ويئي. هيءُ حال ڏسي، بادشاهه حيران ٿي ويو، ۽ ساعت ملوڪ ڏي صلح جو پيغام موڪليائين، جو هن منظور ڪيو، ۽ بادشاهه کي مانيءَ جي دعوت ڏنائين. جڏهن بادشاهه سندس تنبوءَ ۾ آيو، ۽ ماني کائي بس ڪيائين، تڏهن شهزاديءَ بادشاهه جي اڳيان بيهي چيو ته "توهان مون کي سڃاڻو ٿا؟" بادشاهه هن ڏي ڏسي، چيو ته "نه." شهزاديءَ چيو ته "آءٌ اُها اوهان جي ڌيءُ آهيان جنهن کي تو هڪ 'ٻَڍِي' سان گڏ ملڪ نيڪالي ڏني هئي. اي بادشاهه! ڏس منهنجي مالڪ جي عطا ۽ عنايت- بخت جي بازي اِها اَٿو." بادشاهه اهو ٻڌي، پنهنجي ڪِئي کي ياد ڪري، ڏکڻ لڳو، ۽ اکين ۾ آب آڻي ڌيءُ کي ڪَٽي ڀاڪر ۾ ڪيائين، ۽ هن کي وني وجي ڀيٽڻ سان ملايائين، جي هن کي ڏسي ڏاڍيون خوش ٿيون.... ۽ ڪيترا ڏينهن سيني گڏجي اتي سک محبت ۽ خيرخوشيءَ جا گذاريا.

پوءِ ساعت ملوڪ، شهزاديءَ کي ساڻ ڪري، موٽي پنهنجيءَ بادشاهيءَ ۾ آيو، ۽ ٻيئي گڏجي، سيني راڻين سميت، آرام سان اُتي ويهي حڪومت هلائڻ لڳا.

●●●

# گنجو فقير ۽ گلشن شهزادي

ڳالهه ٿا ڪن ته ڪنهن زماني ۾، شهزور نالي هڪڙو بادشاهه هوندو هو، جنهن کي روشن ۽ گلشن نالي ٻه شهزاديون هيون- روشن وڏي هئي ۽ گلشن ننڍي هئي. بادشاهه پنهنجي ڌيئن جو سڱ ڪنهن سان به ڪرڻ پسند نه ڪندو هو. وڏي شهزاديءَ جو وِهڻي ويهڻي مٿو به اڇو ٿي ويو هو. ننڍي شهزادي پنهنجي وڏيءَ ڀيڻ جو هيءُ حال ڏسي، دل ئي دل ۾ سوچيندي هئي ته ”لاشڪ بابو مون کي به ويهاري اڇو مٿو ڪرائي ڇڏيندو.“ آخر هڪ ڏينهن ڇا ڪيائين، جو ٻه گدرا گهرائي- هڪ وڏو ۽ پاروٿو، ٻيو ننڍو ۽ تازو- ٿالهيءَ ۾ رکي، ڳجهارت طور بادشاهه کي دربار ۾ ڏياري موڪليائين. بادشاهه هي گدرا ڏسي، وزير کان پڇيو، ”هن ۾ ڪهڙو راز رکيل آهي؟“ وزير چيس ته ”قبلا، وڏو ۽ پاروٿو گدرو اوهان جي وڏيءَ شهزاديءَ ڏانهن اشارو ڪري ٿو، ۽ هي ننڍو ۽ تازو گدرو ننڍيءَ شهزاديءَ ڏانهن. هنن گدرن موڪلڻ مان مقصد هي ٿو نڪري ته اوهان جي ننڍي شهزادي شادي ڪرڻ چاهي ٿي.“ بادشاهه هيءَ ڳالهه ٻڌي، تپي باهه ٿي ويو، ۽ هڪدم ڪوتوال کي حڪم ڏنائين ته ”ڪو اهڙو شخص حاضر ڪر، جو گندي ۾ گندو ۽ ذليل هجي، جنهن جي ڏسڻ سان پري کان ئي ڪراهت اچي.“ اهو ٻڌي، ڪوتوال ٻاهر نڪري ڏسي ته هڪ گنجو فقير آهي، جنهن کي شهر جا ڪيترا ٻار چريو چريو ڪري پٿر هڻي رهيا آهن. ڪوتوال انهيءَ فقير کي بادشاهه وٽ وٺي آيو. بادشاهه شهزادي گلشن کي ڪٺي جا ڪپڙا ڍڪائي، انهيءَ فقير جي حوالي ڪري، چيو، ”اڄ کان پوءِ هيءَ تنهنجي زال آهي- هن کي جيڏانهن وڻيئي، اوڏانهن وٺي وڃ.“

فقير، شهزاديءَ کي پاڻ سان وٺي، پنهنجي پوڙهيءَ ماءُ وٽ آيو.

ماٽس هن سان گڏ هڪ سهڻي ۽ نوجوان عورت ڏسي، کيس چيو، "ماريا، هيءَ پرائي جائي ڪٿان ڪٽي آيو آهين؟" تنهن تي شهزاديءَ انهيءَ پوڙهيءَ کي چيو، "امڙ، هي مون کي زوريءَ ڪونہ ڪٽي آيو آهي، پر منهنجي پيءُ مون کي رضا خوشيءَ سان هن جي حوالي ڪيو آهي- هاڻي مان تنهنجي پٽ جي زال ۽ تنهنجي ننهن آهيان." شهزاديءَ جا منٺا ٻول ٻڌي، پوڙهي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ کيس ڀاڪر پائي پاڻ سان ويهاريائين. شهزاديءَ ڏٺو تہ گهر ۾ ٻيو تہ ڪجهہ بہ ڪونهي، باقي رڌڻ لاءِ ٽامي جا ديڳڙا ۽ ٿالهيون پيل آهن- سو، اُهو ٽامي جو سامان گنجي کي ڏيئي، چيائين، "هي وڪڻي نڪر جا ٿانو وٺي اچ، ۽ باقي جيڪي پئسا بچن، اُنهن مان نوڙي ۽ ڪمازو وٺي اچ، تہ ڪانيون ڪري پيٽ گذران ڪريون." گنجي ويچاري کي خدا ڪٽي ههڙي زال ڏياري هئي، سو يڪدم ٽامي جا ٿانو وڪڻي، نڪر جا ٿانو، ڪمازو ۽ نوڙي وٺي آيو، ۽ پوءِ ڪانيون مان جيڪي پئسا ٿيندا هئس، اُهي شهزاديءَ کي آڻي هٿ ۾ ڏيندو هو. شهزادي اُنهن مان گهر جو خرچ بہ هلائيندي هئي، ۽ ڪجهہ بچائي بہ رکندي هئي.

هڪڙي ڏينهن، هڪ سوداگر شهر ۾ پڙهو ڏياريو تہ "مون کي نوڪر جي ضرورت آهي؛ جيڪو نوڪري ڪندو، اُن کي چڱو پگهار ڏيندس." گنجي اُهو پڙهو ٻڌي، اچي شهزاديءَ سان ڳالهہ ڪئي. شهزاديءَ کيس سوداگر وٽ نوڪري ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني، ۽ کيس چيو تہ "سوداگر کان هڪ مهيني جو پگهار اڳواٽ وٺي، خرچ پکي لاءِ ڏيئي وڃ." هو ڇهن مهينن جو پگهار وٺي، شهزاديءَ کي ڏيئي، سوداگر سان گڏ روانو ٿي ويو.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ، سوداگر جو قافلو هڪ برپٽ ۾ پهتو، جتي هنن جو پاڻي ختم ٿي ويو. نوڪر پاڻيءَ جي ڳولا ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ لڳا. ويچارو گنجو بہ پاڻيءَ جو ڏول کڻي، اُتي هڪ طرف هليو. واٽ

تي ڪوھہ ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ يڪدم ڏول کوھہ ۾ وجھي، پاڻي ڪڍڻ لڳو. اجا ڏول کي چڪ ڏنائين، تہ ڪا شيءِ ڏول کي چھتي پيئي. ھن بہ نہ ڪئي ھم نہ تم، پنھنجي بازن جو زور لڳائي، چڪي ڪڍيائينس ٻاھر. ڏسي تہ ھڪ حسين عورت ڏول کي چنبڙي پيئي آھي. ھن ان کي ٻاھر ڪڍيو، ۽ خبر چار پڇيائينس. ھن چيو تہ "آءٌ پري آھيان. منھنجو نالو گلزار پري آھي. مون کي پنھنجي پيءُ ڪاوڙجي ھن کوھہ ۾ ڦٽو ڪيو ھو- اڄ تو اچي مون کي ڪڍيو آھي. ھاڻي تون مھنجو مڙس ۽ مان تنھنجي زال آھيان." گنجي چيو، "مون کي اڳيئي ھڪ زال آھي: جي ھن موڪل ڏني، تہ پوءِ توسان شادي ڪندس، نہ تہ نہ." پريءَ چيس، "تون مون کي پنھنجي زال وٽ وٺي ھل تہ مان ھن کي منٿ ڪري مڃايان." گنجي چيو تہ "آءٌ ھڪ سوداگر جو نوڪر آھيان، ۽ ان جي ڪم ڪار جي پنيان وڃي رھيو آھيان، تنھنڪري واپس توسان پنھنجي ڳوٺ ھلي ڪونہ سگھندس." پريءَ چيس تہ "ڀلا وعدو ڪر تہ جڏھن سفر تان موٽندين، تڏھن مون کي بہ ساڻ وٺي ھلندين." گنجي چيس تہ "جيڪڏھن جيئرو ھوندس، تہ موٽڻ وقت توکي بہ پاڻ سان وٺي ھلندس." ائين چئي، ڏول پاڻيءَ سان ڀري ھلڻ لڳو. پريءَ کيس بہ ڏاڙھون ڏنا، جي وٺي اچي قافلي سان گڏيو، ۽ سيني پاڻي پي ڍؤ ڪيو. ڪجھہ وقت آرام ڪري، قافلو اڳتي ھلڻ لڳو، تہ واٽ تي ھڪ ٻيو قافلو گڏين، جو شھزور بادشاھہ جي ملڪ ڏي وڃي رھيو ھو. ٻنھي قافلن جي سوداگرن پنھنجن ماڻھن کي چيو تہ "جنھن کي بہ پنھنجن عزيزن ڏانھن نياپو ڏيڻو ھجي تہ ڏئي." ھي ٻڌي، گنجي بہ پريءَ وارا بہ ڏاڙھون سوداگر جي ھٿ، پنھنجي گھر جو ڏس پتو ڏيئي، موڪلي ڏنا.

گنجي فقير وارو قافلو پوءِ منزلون ھڻندو، ھڪ شھر ۾ اچي پھتو. سامان سڙو لھرائي، سوداگر حڪم ڏنو تہ "جنھن کي بہ شھر گھمڻ جو شوق ھجي، تہ ڀلي وڃي گھمي ڦري. اسان ھتي بہ ٽي ڏينھن آرام ڪنداسون." ٻين نوڪرن سان گڏ گنجو بہ شھر گھمڻ ھليو، مگر اتفاق

سان رستو پلجي، وجي هڪ جهنگ ۾ پيو. اُتي ڪيس سج لهي ويو، ۽ رات پئجي ويئي. گنجي خيال ڪيو تہ 'هاڻي صبح تائين هتي ترسڻ گهرجي: پوءِ ڏينهن شينهن آهي، پاڻيهي پڇائي وجي قافلي سان ملندس.'

اهو خيال ڪري، هڪ وڻ تي چڙهي ويهي رهيو. اڃا رات جا ٻہ پهر مس گذريا، تہ هن کي ڪن ماڻهن جي هلڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. اهو آواز ٻڌي، هن ويچاري جو ساهہ ئي سڪي ويو، ۽ سمجهيائين تہ چور آهن، سو اَوس اچي مون کي جهليندا. پوءِ رڙهي، وڻ جي گهاٽن پنن ۾ وڃي لڪي وينو. ديرئي نہ گذري، تہ ڏسي تہ چار ماڻهو هڪ ڪاٺ جي جُڙيل پيتي کڻي آيا، ۽ انهيءَ وڻ هيٺان کڏ کوٽي، پوري هليا ويا. هن کي پڪ ٿي تہ پيتيءَ ۾ ڪجهہ خزانو آهي- سو، يڪدم هيٺ لهي، کڏ کوٽي، پيتي ڪڍي ٻاهر ڪيائين. پيتيءَ جو تالو ڀڃي، ڪٽي جو ڍڪ مٿي ڪري، تہ سبحان الله، پيتيءَ ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻار ستو پيو آهي! هن خال ڪيو تہ 'صبح ٿيڻ تي، ڇوڪر کي وڃي ڪنهن چڱي مڙس جي حوالي ڪندس،' ۽ هو سمهي رهيو.

جنهن ملڪ ۾ گنجو، سوداگر سان گڏ، اچي لٿو هو، تنهن بادشاهہ کي چار راڻيون هيون، ان هوندي بہ ڪيس ڪو اولاد ڪونہ هو. آخر مالڪ جي مهربانيءَ سان سندس هڪ راڻيءَ کي شهزادو ڄائو. شهزادي جي ڄمڻ جو ٻڌي، بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو، مگر سندس ٽن راڻين کي گهڻو ارمان ٿيو-

انهيءَ لاءِ تہ 'شهزادي جي ڄمڻ ڪري بادشاهہ جو پيار وڃي ان راڻيءَ سان ٿيندو، ۽ اسان کي پوءِ بادشاهہ ليکيندو بہ ڪونہ.' آخر پاڻ ۾ صلاح ڪيائون تہ 'جيڪڏهن شهزادو سلامت رهيو، تہ محل ۾ اسان جي آبرو سلامت نہ رهندي، تنهنڪري شهزادي کي ڪنهن بہ طرح مارائڻ گهرجي.' اها صلاح ڪري، هڪڙي ڏينهن وجهہ وٺي، شهزادي کي

چورائي ڪٽي ويون، ۽ هڪدم چار پانهنا گهرائي، ڪين انعام جي لالچ ڏيئي، تاڪيد ڪيائون تہ ’شهزادي ڪي پيتيءَ ۾ بند ڪري، اها پيتي ڪنهن هنڌ دفن ڪري اچو.‘ شهزادي جي گم ٿيڻ جو ٻڌي، بادشاهہ سلامت ڏاڍو پريشان ٿيو، ۽ ڪيترا ماڻهو شهزادي ڪي تلاش ڪرڻ لاءِ موڪليائين، پر شهزادي جو ڪوبہ پتو ڪونہ پيو. جڏهن سج چڙهي آيو، تہ گنجو بہ ننڊ مان اُٿيو، ۽ پار ڪي پيتيءَ سميت ڪٽي شهر روانو ٿيو. شهر ۾ پهچي ڏسي تہ سيني ماڻهن ڪي ڪارو لباس اوڍيل آهي. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيس تہ ’بادشاهہ سلامت جو سڪيلڌو شهزادو رات اوچتو غائب ٿي ويو آهي، ان ڪري بادشاهہ جي غم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ رعيت بہ ڪارو لباس پاتو آهي.‘ گنجو ماڻهن جي واتان اها ڳالهہ ٻڌي، سمجهي ويو تہ مون وٽ جيڪو پار آهي، اهو لاشڪ تہ شهزادو آهي، هو سڌو بادشاهہ جي درٻار ۾ آيو، ۽ عرض ڪيائين تہ ”جيئندا قبلا، ٻڌڻ ۾ آيو تہ سائينءَ جن جو شهزادو رات کان غائب آهي؛ مون کي رات جهنگ مان هڪ پار هٿ آيو آهي- متان اهو اوهان جو شهزادو هجي.“ ائين چئي، پيتي بادشاهہ اڳيان رکيائين. بادشاهہ شهزادي کي ڏسي، ڏاڍو سرهو ٿيو. بادشاهہ جي پڇڻ تي گنجي شهزادي جي هٿ اچڻ جو سمورو احوال ڪري ڪيس ٻڌايو. بادشاهہ گنجي تي راضي ٿي، ڪيترن انعامن اڪرامن سان گڏ، ڪيس هڪ امير جي ڌيءُ جو سڱ بہ ڏيڻو ڪيو، مگر گنجي عرض ڪيو تہ ”عالم پناهہ، مون کي هڪ زال اڳيئي آهي، مان انهيءَ جي اجازت کانسواءِ، ٻي شادي ڪري نٿو سگهان.“ جنهن تي بادشاهہ گنجي کي چيو، ”تون اميرزاديءَ کي پاڻ سان پنهنجي ملڪ وٺي وڃ؛ جيڪڏهن تنهنجي بيگم توکي شادي ڪرڻ جي اجازت ڏئي، تہ بهتر؛ نہ تہ اميرزاديءَ کي واپس اسان ڏانهن موڪلي ڏج.“ گنجو انهيءَ ڳالهہ تي راضي ٿيو. بادشاهہ کيس بيشمار لشڪر، خزانو ۽ اميرزادي ساڻ ڏيئي رخصت ڪيو. گنجو، بادشاهہ ۽ سوداگر کان موڪلائي، اُتي واپس پنهنجي ملڪ هليو.

هوڏانهن وري گنجي جيڪي پريءَ وارا ڏنل ٻه ڏاڙهون پنهنجي ملڪ موڪلي ڏنا هئا، اُهي ڏاڙهون اچي شهزاديءَ گلشن کي مليا. شهزاديءَ جڏهن ڏاڙهن کي وڍيو، ته منجهن داڻن بدران کيس قيمتي هيرن جا داڻا نظر آيا. شهزادي هيرن جي چمڪ هڪدم پرکي ورتي، ۽ سمورا هيرا ڪڍي ٻاهر ڪيائين. انهن مان ڪجهه هيرا وڪڻي، پنهنجي جهوپڙيءَ واري هنڌ هڪ عاليشان محلات نهرائي، سَس سميت انهيءَ ۾ رهڻ لڳي.

هوڏانهن گنجو به ڪوهه واري پريءَ کي ساڻ وٺيو، منزلون ڪندو، اچي پنهنجي ملڪ پهتو. شهر جي ٻاهران تنبو هڻائي، پريءَ ۽ اميرزاديءَ کي لشڪر سميت اُتي رهائي، پاڻ پنهنجي گهر آيو. اُتي پهچي ڏسي ته نه اُها جهوپڙي آهي، نه شهزادي! انهيءَ هنڌ هڪ عاليشان محلات اڏيل ڏسي، هي ويچارو وائڙو ٿي ويو. اوچتو شهزاديءَ گلشن جي نگاهه دريءَ مان گنجي تي پيئي، سو يڪدم ٻانهي موڪلي کيس اندر گهرايائين. محلات جو رنگ روپ ڏسي، گنجي جا حوصلا ئي خطا ٿي ويا. گنجي جي در ا فت ڪرڻ تي، شهزاديءَ گلشن کيس ڏاڙهون مان هيرن نڪرڻ جو قصو ڪري ٻڌايو، گنجي به پنهنجو بيان شهزاديءَ کي ٻڌائي، ڪانئس پريءَ ۽ اميرزاديءَ سان شادي ڪرڻ جي اجازت گهري، جا هن کيس خوشيءَ سان ڏني.

هوڏانهن بادشاهه شهزور کي خبر پيئي ته شهر جي ٻاهران ڪنهن ولايت جو غنيم اچي لٿو آهي، سو يڪدم پنهنجي وزير کي خبرچار وٺڻ لاءِ موڪليائين. جڏهن گنجي کي وزير جي اچڻ جو اطلاع مليو، تڏهن شهزاديءَ کان پڇيائين، "ڪهڙو جواب ڏيانس؟" شهزاديءَ چيو، "وزير کي وجهي چئو ته مان هڪ شهزادو آهيان- مڙيئي گهمڻ ڦرڻ جي خيال سان اچي هتي نڪتو آهيان: هتي ٻه ٽي ڏينهن رهي، وري ٻئي پاسي ويندس."

گنجو وزير سان مليو، ۽ ساڻسن خبر چار ڪيائين. وزير ٻڌي خوش ٿيو، ۽ کيس بادشاهه جي طرفان ٽي ڏينهن لشڪر سميت دعوت ڏيئي موٽي آيو. گنجي دعوت واري ڳالهه اچي شهزاديءَ سان ڪئي. تنهن تي

شهزاديءَ چيس تہ ”تي ڏينهن باد شاهہ جي دعوت ڪائي، تون بہ ڪيس هڪ ڏينهن دعوت ڏجانءِ.“ تي ڏينهن دعوت جا پورا ٿيا، تہ هن بہ باد شاهہ کي دعوت ڏني، جا باد شاهہ قبول ڪئي. جڏهن باد شاهہ وزير سميت گنجي وٽ تنبن ۾ دعوت ڪائڻ آيو، ان وقت شهزادي گلشن بہ هڪ قيمتي وڳو ڍڪي، باد شاهہ جي سامهون اچي، چيو، ”باد شاهہ سلامت، مون کي سڃاڻو ٿا؟“ باد شاهہ کيس جاچي ڏسي چيو، ”بلڪل نہ.“ تنهن تي شهزاديءَ گلشن، اکين ۾ پاڻي آڻي، چيس، ”بابا سائين، آءٌ توهان جي اُهائي ڌيءُ گلشن آهيان، جنهن کي توهان ڪاوڙجي هڪ گنجي فقير جي حوالي ڪيو هو! هي، جو شهزادو توهان جي اڳيان وينو آهي، سو اُهوئي گنجو فقير آهي، جنهن کي توهان گندو چئي، ڪانئس نفرت ڪري رهيا هئا.“

پوءِ تہ باد شاهہ گنجي ۽ شهزاديءَ گلشن کي سڃاتو، ۽ پنهنجي ڪيل خطا جيَ ڪانئن معافي ورتي، پنهي ڄڻن جي ڏاڍي ڌام ڌوم سان شادي ڪيائين. اُن ڪانپوءِ، گنجو فقير پريءَ ۽ اميرزاديءَ سان شادي ڪري، تنهي زالن سان حياتيءَ جا باقي ڏينهن عيش عشرت سان گذارڻ لڳو.



# عقلمند شهزادو

هڪڙي باد شاھ کي ست پٽ هئا. ننڍي پٽ کي باد شا گھڻو پيار ڪندو هو- اُن جو نالو عقلمند هو. ۽ سچ پچ هيءُ سڀني ڀائرن کان عقل ۾ اڪابر هو. ڀائرن جي پاڻ ۾ ڏاڍي محبت هوندي هئي. هڪڙي ڏينھن، شڪار ڪرڻ لاءِ ست ئي ڄڻا سنيري نڪتا. خيال ڪيائون ته ٻه چار ڏينھن ساندھ شڪار ڪري پوءِ گھر موٽجي. انهيءَ خيال سان، شڪار جي جوس ۾ هلندي هلندي ٽئين ڏينھن پنھنجي ملڪ جي حد کان ٻاهر نڪري ويا. سڄو ڏينھن شڪار ڪرڻ کانپوءِ، هنن ڪنھن وسھن جي ڳولا ڪئي. پري کان هنن کي هڪ وڏو محلات نظر آيو. اُتي وڃي ڏسن ته چوڌاري باغ باغيچا لڳا پيا آهن. تن جي پر ۾ هڪ محلات آهي، جنھن ۾ ٻين ننڍن ڪمرن کان سواءِ ست وڏا ڪمرا آهن، ۽ ستن ئي ڪمرن جي دروازن تي ست نوجوان شهزاديون هار سينگار ڪيو ويٺيون آهن. هي جڏهن ويجھا پهتا، ته اُنھن مان وڏيءَ چيو: ”ادي، اسان جا مڙس اچي ويا.“ پوءِ هڪڙيءَ هڪڙيءَ ڄڻيءَ وڏي اچي هڪ هڪ شهزادي جو گھوڙو ورتو. هي حيران ٿي ويا، پر دل جھلي انھن کان حال احوال پڇيائون. هنن ٻڌايو ته ”اسان هن ملڪ جون شهزاديون آهيون. . . . اسان جو پيءُ مري ويو آهي، ۽ مرڻ وقت چئي ويو آهي ته ’اوهان جا مڙس اوهان جي ڳولا ۾ هت ايندا‘ - ڪيترن ڏينھن جي انتظار کان پوءِ اڄ اوهان آيا آهيو. . . . هاڻي اسين اوهان جي ملڪ آهيون.“

پوءِ ته زالن جي شوق ۾ هنن کان ملڪ ۽ مائٽ سڀ وسري ويا، ۽ ست ئي ڀائر اتي ديرو دمائي ويهي رهيا. صبح جو شڪار تي ويندا هئا، ۽ شام جو موٽي ايندا هئا. عقلمند پنھنجي ڀائرن جا گھوڙا سنجيندو هو، تنھنڪري شهزاديون سمجھنديون هيون ته هو سندن نوڪر آهي، ۽ انهيءَ

تي پنهنجي ننڍيءَ ڀيڻ کي چيڙائيندي رهنديون هيون. ننڍي راڻي سيڻي کان سياڻي هئي، تنهن اُن ڳالهه ڏانهن گهڻو خيال نه ڏنو، پر نيٺ عقلمند کان هڪ رات حقيقت پڇيائين. عقلمند چيس: "هاڻي هيئن ڪر، جڏهن منهنجي ڀائرن کي ننڊ اچي، تڏهن وڃي ڪين جاڳاءِ، ۽ چوين ته اوهان جي ڀاءُ عقلمند کي پيٽ ۾ سور پيو آهي." هن ائين ڪيو ته ڇهه ئي شهزادا روئندا پٽيندا اُٿيا، ۽ جتيون ۽ پٽڪا به هٿ ڪين آين. شهزاديءَ کي پڪ ٿي ته هي پاڻ ۾ ڀائر آهن. هن جي عقلمند سان ڏاڍي محبت هئي، تنهنڪري هن عقلمند کي ٻڌايو ته "اسين شهزاديون نه آهيون؛ پر ڏائڻيون آهيون- جڏهن اوهان کي هتي ست راتيون پوريون ٿينديون، تڏهن اوهان کي ماري، اوهان جو گوشت کائينديونسين." عقلمند اها ڳالهه ٻڌي ڪنبي ويو، ۽ چيائينس: "ڀلا تون مون کي به کائيندينءَ؟" ڏائڻ چيس: "جي توکي کائڻ جو خيال هجيم ها، ته توکي ٻڌايان ڇو ها؟" هاڻي هيئن ڪر، جو پنهنجي ڀائرن کي شڪار تي موڪلي، تون سياڻي هتي ترس، ۽ ويهي اسان جو تماشو ڏس." عقلمند صبح جو ڀائرن کي چيو: "اوهان اڄ ڀلي شڪار تي وڃو، مان ڪجهه خوش نه آهيان." ڀريائين ته هن جا ڀائر شڪار تي نه ڀيا وڃن پر پوءِ تيار ٿيا. گهوڙن کي سنجڻ لڳا، ته سنج وڃهڻ ئي نه پيا اَچنن.... نيٺ عقلمند اٿي گهوڙا سنجي ڏنن. ننڍيءَ ڏائڻ کي هاڻي خبر پيئي ته روز عقلمند ڇو ڀائرن جا گهوڙا سنجيندو آهي. جڏهن عقلمند جا ڀائر شڪار تي ويا، تڏهن عقلمند جي زال مڙس کي ڪنجون ڏيئي، چيو ته "اسان شڪار تي وينديونسين- ڀنيان تون سڀ ڪوٺيون جاچي ڏسجانءِ."

ڏينهن ڪجهه مٿي چڙهيو، ته ڏائڻيون شڪار لاءِ اُڏامي هليون ويون. هنن جي وڃڻ ڪانپوءِ، عقلمند ڀرين ڪوٺي وڃي کولي- ڏسي ته ان ۾ ست گهوڙا اهڙي قسم جا بيٺا آهن، جو وني جو هوند ڀنڌ ڪن، ته پکين جي به ساڻن مجال نه آهي. ٻي ڪوٺي وڃي ڏسي ته سڄي شاهي هٿيارن سان ڀري پيئي آهي. ٽين ڪولي ڏنائين ته سڄي مانهن جي سسين سان

ستيل نظر آيس، جن سيني هن کي ڏسي پهريائين تہ روئي ڏنو، پر پوءِ بيهي کلڻ لڳيون. عقلمند حيران ٿي اُنهن کان روئڻ ۽ کلڻ جو سبب پڇيو. سرين ٻڌايس تہ ”روئڻ انهيءَ کري هو تہ تو جهڙو سهڻو جوان ستن راتين کانپوءِ مارجي ويندو، ۽ تنهنجي سسي بہ اچي اسان سان ملندي. کلون انهيءَ کري ٿيون تہ پوءِ بہ کهڙي ڳالهہ آهي! اسين بہ تہ نيٺ تو جهڙن شهزادن جون ئي سسيون هيونسين!“ عقلمند کي پڪ ٿي تہ هِتي جيئڻ محال آهي. پوءِ هي يڪدم ڪونيون بند ڪري، چپ چاپ اچي سمهي رهيو.

جڏهن شام ٿي، تڏهن ڏائڻيون ۽ هن جا پائر آيا. رات جو عقلمند زال کي چيو: ”مون سيڪجهہ ڏٺو. هاڻي مون کي يقين آهي، تہ تو جيڪي چيو، سو سچ آهي. پر خدا جي نالي منهنجي پائرن جو بچاءُ ڪر. باقي آءٌ حاضر آهيان.“ ڏائڻ چيس: ”خيال نہ ڪر. تنهنجي صدقي اُهي بہ بچي پوندا. هاڻي هيئن ڪجو، جو صبح جو سوير، شڪار جي بهاني اٿي، پنهنجي ملڪ ڏانهن روانا ٿي وڃجو، ۽ جڏهن شام ٿئي، تڏهن ڪنهن ٽڪر تي چڙهي، گهوڙن جون ڪُچون تراريس سان ڪپي، اُتي ويهي رهجو. . . . ۽ جڏهن اسين ڳوليندي ڳوليندي توهان وٽ اچي پهچون، تڏهن اوهان چئجو تہ 'اسان اڄ رات هتي رهي، صبح جو شڪار ڪندا ڪندا گهر موٽندا سون، اوهان پنهنجا گهوڙا اسان ڏانهن ڏياري موڪلجو' !“

جڏهن صبح ٿيو، تڏهن هُي شڪار تي روانا ٿيا. اِتي عقلمند پنهنجي پائرن کي سچي حقيقت ٻڌائي، چيو تہ ”جيترو ٿي سگهي، گهوڙن کي هڪليو.“ سيني کي ساهہ جي لڳي ويئي، ۽ اهڙو گهوڙن کي چوٽ چڏيائون، جو ٻن ڏينهن جيترو پنڌ هڪڙي ڏينهن ۾ ڪري آيا. جڏهن شام ٿي، تڏهن هڪ ٽڪريءَ تي چڙهي ويا. ۽ اُتي گهوڙن جون ڪُچون ڪپي، ويهي رهيا.

شام ٿي ۽ هي جو ڪونہ موٽيا، ڏائڻين ائين کي شڪ پيو تہ شهزادا

شايد پڄي ويا. سيئي صلاح ڪري، هنن کي ٻُولڻ نڪتيون، ۽ نيٺ هنن کي ٻُولي اچي لڌائون، جڏهن وٽن پهتيون، تڏهن شهزادن چيو: ”اسان کي اڄ شڪار نہ لڳو آهي.... تڪر ۾ گهوڙن جا سنب بہ ڦٽجي پيا آهن- هاڻي ڪي اوهان گهوڙا موڪليو تہ پوءِ گهر اچون.“ اهو ٻڌي، هي موٽي ويون، ۽ يڪدم پنهنجا ساموندي گهوڙا وٺي آيون. جڏهن هنن شهزادن کي هلڻ لاءِ زور رکيو، تڏهن عقلمند چيو تہ ”اسان جي عادت آهي تہ هٿين خالي گهر نہ موٽندا آهيون. سڀاڻي شڪار ڪري، پوءِ گهر ايندا سين.“ ڏائڻيون هليون ويون، ۽ هنن گهوڙن تي زينون رکيون، ۽ جيترو ٿي سگهين، گهوڙن کي وٺي هڪليائون- سڄي رات ۽ ٻيو ڏينهن گهوڙا ڪاهيائون. رات ٿي، هو نہ موٽيا، سو ڏائڻيون صلاح ڪري وري هنن جي ٻُولا ۾ نڪتيون. ننڍيءَ پيڻ گهڻو ئي هيڏانهن هوڏانهن ٿيڙين، پر نيٺ ڪيترو ٿڙن! پري کان ڪنهن مهل ڏٺائون تہ مڙس وڃن ٿا اُڏاٽا! ڏائڻين کي ڏسي، ويتر هنن بہ گهوڙن تي مار وڌي. دنگ باقي ٻن چئن وکن تي رهيو.... ٻيا سڀ ٽپي ويا، باقي عقلمند، جو سڀني جي پنيان هو، تنهن جي گهوڙي جي پڇ ۾ هڪ ڏائڻ جو هٿ پئجي ويو. ننڍيءَ ڏائڻ سمجهيو تہ هاڻي جوان جو سر ٿو وڃي، تنهن رڙ ڪئي تہ ”انڌا، گهوڙي جو پڇ نٿو ڪپين.“ عقلمند ڪيندي ترار گهوڙي جي پڇ تي وهائي ڪڍي، تہ پڇ ڪپجي وڃي پري پيو، ۽ گهوڙو ٽپي وڃي دنگ جي هن پار ٿيو. ڏائڻيون هٿ ملي ٻيهي رهيون، ۽ پنهنجي پيڻ کي ميارون ڏينديون، موٽي ويون.... ۽ شهزادا صحيح سلامت اچي پنهنجي ملڪ پهتا.

ڪجهہ ڏينهن گذريا، تہ عقلمند کي اچي انهيءَ ڏائڻ جي سڪ ٿي. مڙس خيال ڪيو تہ ڪجهہ بہ ٿي پوي، پنهنجي محبوب جو منهن ضرور ڏسندس. ياڻرن گهڻو ئي سمجهايس، پر هي پڙ ڪڍي ٻيٺو. آخر عقلمند کان جيڪو وڏو ڀاءُ هو، تنهن چيو: ”ادا جي تون وڃين ٿو تہ مان بہ توسان هلندس- توکي اڪيلو ڪيئن ڇڏيان!“ پوءِ ٻيئي ڄڻا اٿي اوڏانهن روانا ٿيا.

هڪليندا هڪليندا هڪڙي ڪوهه جي پرسان اچي مانجهاندو ڪرڻ لاءِ هڪ پيپر هينان لٿا. عقلمند جو ياءُ گهوڙن جون واڳون ڪڍي، ويو پاڻي پرڻ، تہ ڏسي تہ ڪوهہ جي ڀِگَل تي هڪ پٿر مٿان هڪ اهڙي مورت چٽيل آهي، جو اهڙي سهڻي عورت نہ دنيا ۾ پيدا ٿي نہ ٿيندي. هن خيال ڪيو تہ جيڪڏهن عقلمند اها مورت ڏٺي، تہ انهيءَ تي عاشق ٿي پوندو. پوءِ اڳلي ڪان بہ چڱلي ٿي پوندي. اهو خيال ڪري، هن ڪوهہ مان پاڻي ڪڍيو، ۽ گارو ناهي، انهيءَ مورت کي ان سان لنبي ڇڏيائين. پاڻ پوءِ پاڻي پري ڪٺي آيو، ۽ ماني ٽڪي تيار ڪري، ڪائي پي، سمهي رهيا. اُٿڻ مهل پاڻيءَ جي ضرورت ٿين. عقلمند جو ياءُ پاڻيءَ لاءِ وڃڻ لڳو، تہ عقلمند روڪيس- چي، "هاڻي منهنجو وارو آهي." هن گهڻوئي رَوڪيس، پر عقلمند نہ مڙيو ۽ جڏهن ڪوهہ تي ويو، تہ اها مورت ڏسي بيهوش ٿي ويو. پاڻس وجي ڪيس ڪنيو، ۽ پاڻي وجهي هوش ۾ آنڌائينس. پاڻس منهن ورائي جو ڏسي، تہ اها ساڳي مورت جيئن پهرين ڏٺي هئائين، تيئن پٿر مٿان صاف ٿي صاف ائين بيني آهي! عقلمند جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن ياءُ کي چيائين: "جيڪڏهن انهيءَ مورت واري عورت پرڻائين تہ واهہ، نہ تہ اسان جو مڙهہ مقام انهيءَ ڪوهہ تي آهي." عقلمند جو ياءُ حيران ٿي بيهي رهيو.... ڪو چارو نہ پيو سجهيس. ياءُ کي چيائين: "تون وري ساڳئي هنڌ ٿي ويهہ، تہ مان ڳولا ڪريان." هن وري بہ گارو ناهي، انهيءَ مورت کي لنبي ڇڏيو، ۽ پاڻ ويهي تماشو ڏسڻ لڳو. جهٽ ڪانہ گذري تہ هڪ ڪارو نانگ اچي انهيءَ مورت تي ليٽڻ لڳو، ۽ اُتي جو اُتي وري اڳي وانگر مورت صاف ٿي ويئي. هن سمجهيو تہ حرڪت پڪ ئي پڪ انهيءَ نانگ ۾ آهي. پوءِ هن ڪوهہ ۾ چٽائي، جو ڏٺو، تہ ڏسي تہ ڪوهہ جي پاسي ۾ هڪ دري لڳل آهي، پر بند آهي. گمان ٿيس تہ ضرور انهيءَ دريءَ اندران ڳالهہ جو پتو پوندو. اهو خيال ڪري، هيءُ ياءُ وٽ آيو. ياءُ کي چيائين: "گهوڙي جون واڳون ڳنڍ، ۽ مون کي ڪوهہ ۾ لاهہ.... پوءِ ٿيٽو هوندو، تہ گهٽو ڪجهہ ٿي پوندو." عقلمند واڳون ڳنڍي ياءُ کي ڪوهہ ۾ لاٿو. هي سڌو انهيءَ دريءَ

وٺ ويو. اندرئين پاسي، انهيءَ مورت واري شهزادي ويٺي هئي، ۽ هڪ ديو سندس گوڏي تي سر رکيو، ستو پيو هو. شهزادي هن کي ڏسي عبرت ۾ پئجي ويئي، ۽ اشاري سان کيس چپ رهڻ لاءِ چيائين، ۽ پوءِ آهستي آهستي اٿي دري کولي ڇڏيائين. ائين ڪندي، شهزاديءَ دريءَ مان منهن ڪڍي، مٿي جو ڏٺو، ته عقلمند نظر آيس. ٻنهي جون اکيون اٽڪي ويون. عقلمند جي ياءُ شهزاديءَ کي اشارو ڏيئي چيو: "تون گوڏو ڪڍي ٻاهر ٿي ته مان گوڏو ڏيانس." شهزادي پهريائين ته ڪجهه هٻڪي، پر پوءِ همت ٻڌي اُٿي، ۽ پڙڪو ڏيئي هڪدم وجي کوهه جي پڳ تي پير کوڙيائين. هيڏانهن عقلمند به ڪٽي گهوڙي تي چاڙهيس، ۽ وٺي ڪٽي گهوڙي کي اڙي هنيائين، ۽ پنهنجي پاءُ ڏانهن نهاريائين به ڪين.

ديو کي جڏهن جاڳ ٿي، تڏهن چيائين: "او منهنجا يار!" عقلمند جي ياءُ ورندي ڏنيس: "تنهنجي يار کي ڪٽي ويو منهنجو يار." ديو خار مان چيس: "بيوقوف! اُهو يار نه هو، پر يارن جو خار هو- ياريءَ جا پنڌ اجا پري آهن." ديو کي وري به ننڊ ڪٽي ويئي. وري جاڳي دانهن ڪيائين: "او منهنجا يار!" هن وري به جواب ڏنس: "تنهنجي يار کي ڪٽي ويو منهنجو يار." ديو وري به چيس" بيوقوف، اهو يار نه هو پر يارن جو خار هو- ياريءَ جا پنڌ اجا پري آهن." اهڙيءَ طرح جڏهن ديو ٽيون دفعو سڏيو ۽ هن ساڳيو جواب ڏنس، تڏهن ديو چيس: "بيوقوف، ٻڌ ته مان تو کي يارن جي ڳالهه ٻڌايان."

"سوداگرزادي ۽ چاڪيءَ جي پاڻ ۾ ياري هئي. جڏهن سوداگر واپار تي ويندو هو، ۽ ڇهه ڇهه مهينا لائي پوءِ موٽندو هو، تڏهن انهيءَ وچ ۾ چاڪي وجي سوداگر جي گهر ٽڪندو هو، ۽ رات جو سوداگر جي زال سان ساڳيءَ کٽ تي سمهندو هو. شهر ۾ اها ڳالهه هُلي ويئي، ۽ ڪن وجي بادشاهه جا ڪن ڀريا. بادشاهه رات جو ڇمڙا پوش ڪري وڃي سوداگر جي گهر جي پر ۾ لڪو. سنجهو ٿيو، ته چاڪي آيو، ۽ هنڌ وڇائي سوداگر جي زال سان وڃي ستو. بادشاهه ڏٺو ته سوداگر جي زال بيحد

سهڻي آهي، ۽ هن کي پڪ ٿي تہ چاڪي انهي زال سان ضرور ڪريل آهي. پر اهڙو لقاءُ اڪين سان ڏسڻو هوس. ٿوريءَ دير کان پوءِ ٻنهي کي ننڊ ڪٺي ويئي. ننڊ ۾ جيڪڏهن مائيءَ جي ڪپڙي جو پلؤ اچي چاڪيءَ کي ٿي لڳو، تہ چاڪيءَ رڙ ٿي ڪئي- 'ادي پنهنجو ڪپڙو سنڀال' ۽ جي وري چاڪيءَ جو پلؤ مائيءَ کي ٿي لڳو تہ اُنهيءَ دانهن ٿي ڪئي- 'ادا ڪپڙو سنڀاري پؤ.' بادشاه سڄي رات اهو تماشو ڏسندو رهيو. صبح جو وزير کي چيائين: " 'چاڪي بيشڪ وفادار دوست آهي. وزير چيو: "برابر سائين، چاڪي وفادار آهي." پوءِ ٻيئي ڄڻا چاڪيءَ وٽ هلي آيا. چاڪي گهاٽو هلائي رهيو هو، وڏي بادشاه ۽ وزير کي ادب سان مليو، ۽ هٿ ٻڌي، اچڻ جو پڇيائين. بادشاه چيو: "مان توسان ياري رکڻ آيو آهيان." چاڪيءَ عرض ڪيو: "قبلا، مان تيلي آهيان، ڪاٺ جيترو بہ ڪونهيم، سو مان ڪيئن ياريءَ جهڙو ٿيس!" بادشاه چيو: 'ڪجهہ بہ ٿي پوي، مان ضرور توسان ياري رکندس.' چاڪيءَ ڏنو تہ بادشاه نہ مڙندو، تنهنڪري هن کي هڪ پراڻو تڏو وڇائي ڏنائين، ۽ زال کي چيائين تہ 'جوئر جي رٻ اهڙي تيار ڪر، جا پيئڻ سُرڪڻ جهڙي هجي.' جڏهن رٻ تيار ٿي، تڏهن ٺڪر جي ٻن ٻگل پيالن ۾ وجهي، آڻي حاضر ڪيائين. وزير تہ سڙي ويو، پر بادشاه بسم الله ڪري رٻ سرڪڻ شروع ڪئي. لاچار وزير بہ رٻ چٽي پوري ڪئي.... ۽ پوءِ چاڪيءَ کان موڪلائي ٻيئي هليا ويا. وزير بادشاه کي چيو: 'ڪميڻي چاڪيءَ اسان سان ڪريز ڪري چڙي آهي، اوهان بہ قهر ٿا ڪريو!' بادشاه هن کي جواب نہ ڏنو.... پر ٻئي ڏينهن چاڪيءَ وٽ پاڻ اڪيلو ويو. چاڪيءَ بادشاه کي اڪيلو ڏسي، سندس ڏاڍي آجيان ڪئي، ۽ وڃي مٿي ماڙيءَ تي ويهاريائينس. زال کي چيائين: 'پلي ۾ پلا ڪاڌا تيار ڪر.' بادشاه ڪاڌو ڪائي اچرج ۾ پئجي ويو. وري جو چاڪيءَ جي زال ڏنائين چوڏهينءَ جو چنڊ، تڏهن تہ وڏيڪ حيران ٿي ويو.... ۽ سندس دل کوٽي ٿي پيئي. چاڪيءَ بہ تاڙي ورتو تہ بادشاه جي نيت ۾ خلل آهي. پوءِ بادشاه کي ويهي زور ڏيڻ لڳو. بادشاه جو خيال هجي تہ چاڪي ننڊ ڪري تہ سندس

زال سان محبت جا ڪي بہ ٻول ونديان، پر چاڪي زورن ڪان بس ئي نہ ڪري، ۽ بادشاھ جي روڪڻ تي بہ نہ مڙي. ٽيندي ٽيندي، ائين ئي سج اُڀري ويو. چاڪيءَ، بادشاھ جي پيرن تي هٿ رکي، چيو: ’سائين ياريءَ جا پنڌ اجا پري آهن... جيڪڏهن مان ننڊ ڪريان ها، تہ تنهنجي نيت ڪا ٻي هئي. هل تہ مان توکي پنهنجا دوست ڏيکاريان. هاڻي، تون ڪوتوال جا ڪپڙا ڪري، مون کي هٿ ڪڙيون هڻي، سوداگر جي زال وٽان هلي لنگهہ.‘ بادشاھ تماشي ڏسڻ لاءِ ائين ڪيو. جڏهن چاڪيءَ سوداگر جي گهر وٽان اچي لنگهيو، تڏهن بادشاھ هڪل ڪري چيو: ’هل ڙي چاڪي، تو بہ گهٽا ڏينهن ملڪ ڪاڏا آهن!‘ مائي، چاڪيءَ جي نالي ٻڌڻ سان ئي ڊوڙي دروازي تي آئي، ۽ ڪوتوال کي ڏسي ڏکي ويئي، ۽ چوڻ لڳي: ”ادا انهيءَ کي ڇڏي ڏي، جيتري دنيا وٺيئي، مون کان وٺ.“ بادشاھ چيو: ’اصل نہ ڇڏيندوسانس.‘ مائيءَ چيو: ’هيءَ سڄي جائداد تون وٺ، مان رڳو گندي مٿي تي رکي، ٻاهر نڪري ٿي بيهان- پر تون چاڪيءَ کي ڇڏ!‘ چاڪيءَ بادشاھ کي چيو تہ ’هاڻي فلاڻي مڪان وٺ هل.‘ بادشاھ هن کي اوڏانهن وٺي ويو، ۽ مڪان جي ٻاهران هڪل ڪيائين: ’هل ڙي چاڪي، تو بہ گهٽا ڏينهن ملڪ ڪاڏا آهن!‘ مڪان ۾ هڪ ملنگ ويٺو هو، جنهن اهو آواز ٻڌي، ٻاهر اچي ڏٺو تہ ساڳيو چاڪي سندس دوست آهي. بس، پوءِ تہ پنگ وارو ڏنڊو کڻي، بادشاھ تي سڌو ٿي آيو، ۽ چيائينس تہ ’چاڪيءَ کي ڇڏ، نہ تہ هڪڙوئي ڏنڊو سر ۾ ڏيندوسانءِ.‘ بادشاھ لاچار ٿي، چاڪيءَ کي ڇڏي ڏنو. هلندي ويل، چاڪيءَ بادشاھ کي چيو: ’دوستي ائين ٿيندي آهي.‘ بادشاھ قبول ڪيو تہ ’بيشڪ تنهنجي دوستيءَ جي ڏانءُ جو آءٌ نہ آهيان!‘ “

ديو، ائين چئي، هن جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي، وٺي جو جهوٽو ڏنس، تہ وڃي ڪوھ کان ٻاهر پيو. اُتي ڏسي تہ سندس گهوڙو ٻڌو بيٺو آهي، باقي نہ عقلمند نهي ۽ نہ شهزادي. هيءُ سڌو گهر آيو... اُتي عقلمند مليس، جنهن کي چيائين: ”ادا، ديو سلام ڏيندو هوءِ!“ عقلمند، شرمندو ٿي، ڪٽي پاءُ کي پاڪر وڌو.

●●●●

# شينهن مار شهزادو

هڪڙي بادشاهہ پنهنجي وڏهڙ ڌيءُ جو سڱ پاڙي جي هڪڙي شهزادي کي ڏنو. شهزادو هن سان ڳالهيون تہ مٺيون مٺيون ۽ پيار پريون ڪندو هو.... پر ڀيو کو هٿ پير ڪٽي هن کي لائي– سو ٿيو خير! ۽ ائين سڄو سال گذري ويو. هڪ ڀيري شهزادي کي ساهرن وٽان ماڻهو آيا تہ 'شهزاديءَ سميت اسان وٽان ڀيرو ڪري وڃو.' شهزادو ۽ شهزادي ٻوءِ گهوڙي تي سوار ٿي اوڏانهن روانا ٿيا. شهزادي جي ساهراڻي شهر ڏانهن وڃڻ جا ٻہ رستا هئا: هڪڙو سڌو ۽ ويجهي پنڌ وارو هو، پر انهيءَ رستي تي هڪڙو ببر شينهن ڏسائبو هو، جنهنڪري ڪنهن کي بہ اهو رستو ڏيئي اوڏانهن وڃڻ جي همت ڪانہ ٿيندي هئي؛ ۽ ٻيو رستو ڦيري تي ۽ ڏگهي پنڌ وارو هو، جنهن تي ڪوبہ ڊپ ڊاءُ ڪونہ هو. شهزادي چيا ڪيو، جو چيڙي ڪري، سڌو ۽ ويجهي پنڌ وارو رستو ڪٽي ورتائين، ۽ وٺي گهوڙي کي هڪليائين. ڳوٺ ڇڏي، ٿورو اڳتي هليا، تہ هڪڙو گهاٽو جهنگ آڏو آين، ۽ دل جهلي، شهزادو ان گهگهہ اونداهيءَ جهنگ ۾ گهڙي پيو. اوچتو هڪڙو شينهن شير خدا جو، گهوڙي جي سنبن جو آواز ٻڌي، رستي تي اڳيان ڦري آين. شينهن کي ڏسي، شهزادو گهوڙي تان لهي پيو، ۽ کٻي هٿ ۾ گهوڙي جي واڳ جهلي، ساڄي هٿ ۾ مياڻ مان ترار ڪيي، خدا کي سنڀالي، ڪٽي جو هٽي شينهن کي، تہ بہ ٽڪر ٿي پيو. شينهن جو ڪم پورو ڪري، گهوڙي تي چڙهي، وري ٻيئي زال مڙس هڪلي اٿي هلڻ لڳا. وات تي شهزادي راڻيءَ کي چيو تہ "خبردار! جيڪڏهن هيءَ ڳالهہ مائٽن سان ڪئي اٿئي. شينهن ماريو آهي تہ مون ماريو آهي، پر جي اها ڳالهہ مائٽن سان ڪيئي، تہ شينهن وانگر تنهنجي سسي بہ پرزات ڪندي ويندي." راڻيءَ وراڻيو تہ "جيڪڏهن اوهان جي مرضي ائين آهي، تہ پوءِ مون کي ڳالهہ ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو!" پوءِ ٻيئي ڇٽا منزلون ڪندا . خير

سان اچي ساهرين سهڙيا.

شهزادو ته بادشاهه وٽ ٻاهر درٻار ۾ ترسي پيو، باقي شهزادي وڃي پهتي محلات ۾ - ۽ ماءُ ماسين، ۽ پيٽن ڀاڄاين سان ڏاڍي حب سان ملي ويهي رهي، ۽ ويهي هڪٻئي کي پنهنجا پراوا حال احوال ڏنائون ورتائون. شهزاديءَ جي اچڻ جو ٻڌي، اوسي پاسي جون ساهيڙيون ۽ جيڏيون به اچي گڏ ٿيون. ڪا سندس منهن ۾ چتائي پيئي ڏسي، ته ڪا وري سندس وڳون پيئي جانچي تپاسي. نيٺ جڏهن جانچ پڙتال ڪري پوري ڪيائون، تڏهن نااُميد ٿي، ڳلن کي هٿ ڏيئي، ويهي هڪٻئي جي



منهن کي تڪڻ لڳيون. چي، "ٻڙي! تو سان کهڙي پچار! جهڙو جيءُ کٽي وئينءَ، اهڙوئي سڪٿو جيءُ کٽي موٽينءَ! ڪين آهين ٻن جيئڻ واري! ڪجهه ته مائي اسان سان به ڇُلي ڳالهاءِ!" شهزادي ويچاري شرم جي ماري، حال ته پيو ڪجهه به چئي نه سگهي... باقي تڏا ساهه کٽي کٽي، سيني کي ڏڪائي ڇڏيائين. نيٺ گهٽين ڳُڙڪين ڪائڻ ڪانپوءِ، ڏرتي ۾ اکيون گنوائي، چوڻ لڳي: "ٻڙيون، وائي آنا ڪا پيٽ ڇائي لاهي، ته مان

ڏوهارڻ... ور، جو هوندو ڏهہ ڏوڪڙ لسا، تنهن ۾ ڪنهن جو ڪهڙو قصور!" انهيءَ تي شهزاديءَ جي ماءُ هڪدم بادشاهہ کي گهرائي، پنهنجي منهن سموري حقيقت پيرائتي ڪري ٻڌايس. بادشاهہ ڏاڍو غمگين ٿيو، ۽ پنهنجن خاص اميرن ۽ وزيرن سان ڪن ڪنڌ ۾ صلاح ڪيائين تہ "شهزادي ظلم جي منهن ۾ اچي ويئي آهي....هاڻي ڇا ڪجي؟" سڀني صلاح ڏنيس تہ "شهزاديءَ جا انهي شهزادي مان هڪدم پلو آزاد ڪرائجن، ۽ هن کي فوراً ڪٿي ٻئي هنڌ اتارڻ جو بندوبست ڪجي!"

بادشاهہ خيال ڪيو تہ 'جي تو نياڻيءَ کان زوريءَ نڪاح ڇڏايان، تہ بہ گلا ٿيندي.... ۽ جي تو شهزادي کي ڳجهہ ڳوهہ ۾ مارايان، تہ بہ ڳالہ ڍڪي ڪانہ رهندي، ۽ خدا جو ڏوهاري ڏار ٿيندس- جن کي خبر پوندي سي چوندا تہ بادشاهہ الائي ڪهڙيءَ لالچ تي ڌيءُ کان هڪڙو مڙس ڇڏائي، وري ڪٿي ڪيس ٻيو مڙس ڏنو!' تنهنڪري، سوچي سوچي، اميرن وزيرن سان گڏجي ويهي، بادشاهہ آخر هيءَ رٿ بيهاري تہ 'پنهنجي فلاڻي لڙهہ ۾ هڪ خوفناڪ بلا وهي ٿي، جا ڪابہ شيءِ ڏسي ٿي يا جيڪو بہ سامهون وجيس ٿو، تنهن کي ماريو ٿي وجهي ۽ کايو کپايو ڇڏي- ڪيترائي دلير ۽ نالي وارا شڪاري اڳي ئي ختم ڪري ڇڏيا اٿس- سو، ڇو نہ هن شهزادي کي بہ انهيءَ بلا جي منهن ۾ ڏجي!' اهو پهہ ڪري، بادشاهہ پڙهو ڏياريو تہ "اسان جي بادشاهيءَ ۾ جنهن بہ شخص ۾ جوانمرديءَ جو انگ هجي، سو مقرر ڏينهن تي شڪار ۾ شامل ٿئي- فلاڻي لڙهہ ۾ هلبو!" عام ماڻهن کي، جو خبر هئي تہ انهيءَ شڪار ۾ وڃڻ موت کي سڏڻو آهي، تن مان ڪوبہ شامل ڪونہ ٿيو... باقي بادشاهہ جا ڪي خاص پڙهايل سيڪاريل ماڻهو، هشيار پنهوار پهري، گهوڙن تي سوار ٿي، مقرر ڏينهن تي ڊوڙي اچي گڏ ٿيا. هيءُ شهزادو بہ، پوريءَ طرح سان تيار ٿي، اچي انهن سان شامل ٿيو. پوءِ سڀيئي گڏجي، اٿي لڙهہ ڏي روانا ٿيا. جڏهن هلندي هلندي، لڙهہ جي ويجهو پهتا، ۽ شڪار جي حد ۾ پير پاتائون، تڏهن صلاح بيهاريائون تہ 'شڪار تي هرڪو پنهنجي پنهنجي منهن حملو ڪري. سامهون بيٺل وڏي وڻ وٽ ميلُ

آهي- سڀڪو پنهنجو منهن ونئي وڃي.... پوءِ جنهن کي منهن ۾ شڪار لڳي، اهو ان جي بلي- پنهنجا هٿ ڇڏائينس- تيسين ٻيا ٻه جي سرزمين تي پهچي ويا، ته اهي ٻه هن جي واهر ڪندا. پڇاڙيءَ ۾، جي جتان سي تتان، سڀ اچي انهيءَ وڻ وٽ گڏبا سون." اها ڳالهه آڏو ڏيئي، هرڪو پنهنجي پنهنجي منهن تڙي پکڙي هليو ويو.

شهزادو هو، سو ڏسيل وڻ کي اک ۾ رکي، پنهنجو گس ڏيئي، اڳتي هلڻ لڳو. باقي ٻيا سڀ ماڻهو، رٿيل منصوبي موجب، اٽڪل سان کسڪي، چپ چاپ واپس وڃي شهر ۾ پهتا. سيٺي کي ٻنهه پڪ هئي ته شهزادي کي بلا کائي ويندي، ۽ هاڻي هميشه لاءِ هن مان جند ڇٽي. دل ۾ اها پڪ ڪري، سڀ شهزاديءَ کي ٻِينهن ڪلهي چاڙهڻ جي ڪم ۾ لڳي ويا، ۽ وٺي ڪٽي شهزاديءَ لاءِ هڪڙو جوانمرد گهوٽ تيار ڪيائون. دهل ۽ شرنائيون اچي ويون، ٻين واڄا شروع ٿي ويا. شهزاديءَ کي ونواهه ۾ ويهاريو ويو. گهوٽ کي ڳانو ٻڌجي ويو، ۽ هو نهي جڙي، وڃي سجايل سيج تي ويهي رهيو. ڏاڍا مندل مچي ويا. شهرن ۽ ڳيچن جي ڏم لڳي ويئي، ۽ چوڏاري تاڙين جو ٻٽڪو لڳو پيو هو. مطلب ته هر طرف خوشين ۽ شادمانن جا ميڙا متا پيا هئا. شهزاديءَ، ونواهه واريءَ ڪوٺيءَ جي دريءَ مان، اهو سڄو لقاءُ ويٺي ڏٺو. جان ڪٽي گهوٽ ڏانهن نهاري، ته ڏسي ته گهوٽ هڪڙي ڪُئي کي پڇ کان جهليو مٿي ڪنيو بيٺو آهي، ۽ سس سميت جيڪي ٻه پرسان بيٺل اٿس، تن کي ڪئو ڏيکاري، پيو چوي ته "ڏسو هي ڪئو! منهنجي اڳيان تي لنگهيو، ته لت هٽي، ماري رکيومانس!"

هي تماشو ڏسي، شهزاديءَ جي حيرت جي حد نه رهي، ۽ دل ۾ خيال ڪيائين ته 'منهنجو اڳيون مڙس ته اهڙو هو، جو وات تي شينهن ماريائين، ته به مون کي جهلي ڇڏيائين ته اها ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪج! ۽ هن مُئي ملڪ ۾ ماريو آهي هڪ ڪئو، سو به سڀڪنهن کي وتي ٿو ڏيکاريندو!.... اهڙي هلڪڙي ۽ ٻٽاڪيءَ ماڻهوءَ مان آءُ ڇا وتنديس، جو پنهنجي شينهن مار مڙس کي بلا جي منهن ۾ ڏياري، هن سان شادي ڪري ويهي رهان؟ اهو خيال ڪري، اٽل فيصلو ڪيائين ته 'اهڙي پرڙي کي

وجهجي ٻن ۾، تنهن ڪان تہ آءٌ بہ وجان ٿي ان بلا جي منهن ۾، جيڏا نهن منهنجي مڙس ڪي نڳي ڪري موڪليو اٿن.' اهو ويچار ڪري، ڪيڏيءَ مهل هوءَ محلات مان ڪسڪي نڪري آئي، ۽ ماڻهن جي نظر بچائي، اٿي لڙهہ ڏانهن ڊوڙڻ لڳي.... ۽ ڊوڙندي ڊوڙندي، آخر وڃي وڻ جي ويجهو پهتي. ڇا ڪٽي ڏسي تہ قادر جي قدرت جو عجب رنگ لڳو پيو آهي- ازدها مئي پيئي آهي، ۽ ان جي پرسان شهزادو تلوار اپي ڪيو بينو آهي! شهزادو بہ ڪٽي جو نظر ڪري، تہ سندس سامهون شهزادي، سندس زال، بيني آهي! عجب ۾ پئجي، شهزاديءَ ڪان پڇيائين تہ "ڀلو ٿيئي، تون وري هتي ڪيئن؟" شهزاديءَ چيس تہ "آءٌ پوءِ ٿي ٻڌايانءِ، ڀهرين تہ تون پنهنجي خبر ڏي تہ تون هتي ڪيئن ٻڌو بينو آهين؟" شهزادي چيو تہ "تنهنجي پيءُ جو هت اچڻ جو انجام هو، سو اجا تائين نہ پهتو آهي. مون کي پيو تہ شڪار هٿ ڪونہ لڳو، باقيءَ هيءُ بلا منهن ۾ آيم، جنهن کي خدا جي حڪم سان، تلوار جي هڪ ڌڪ سان هٽي اڌو اڌ ڪري رکيو اٿم."



شهزاديءَ تڏو شوڪارو ڀري چيو تہ "آءٌ هت توسان ملڻ ڪانہ آئي

هيس، پر مرڻ جي ارادي سان آئي هيس. تنهنجي لاءِ ته هي رڳو شڪار جو بهانو هو- حقيقت هيءَ آهي ته جڏهن ماءُ ماسين ۽ سرتين سهيلين مون کان ڏينهن مهيتن جو پڇيو، ۽ مون کي تنگ ڪيائون، تڏهن مون چيومانِ ته 'منهنجو مڙس هونئن ته لڪ لهي، پر بيءَ ڳالهه جو گهوريو ڪونهي- الاجي کهڙي ويڌن اتس.... سو وائي آنا ته ڪا پيٽ ڇائي لاهي ته ڏيکاري؟ انهيءَ ڪري، رڳو توکان منهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ ئي، هيءَ ساري ڪيڏ ڪيڏي ويئي. توکان اڳ هن ناساريءَ بلا ڪيترا پهلوان ۽ ناليوارا شڪاري ماري ڪائي ڇڏيا هئا. تنهنڪري اهو خيال ڪيائون ته توکي به انهي بلا جي ور چاڙهجي. توکي هيڏانهن موڪلي، پاڻ سڌو اچي منهنجي شاديءَ جو سعيو ڪيائون!" اها ڳالهه پوري ڪري، پوءِ پنهنجي ٽيندڙ گهوٽ جي بهادريءَ جو قصو پڻ ڪري ٻڌايائينس. شهزادي، اها سموري ڳالهه ٻڌي، رب جا شڪرانا بجا آندا، ۽ شهزادي کي چيائين ته "منهنجي دل جي راڻي، مان ٻڌندو پيو هوس ته سهري جي بادشاهيءَ ۾ هڪڙي ازگر بلا رهي ٿي، جنهن ڪيترائي ماڻهو کائي ناس ڪري ڇڏيا آهن. مون دل ۾ پڪو پهه ڪيو هو ته جيستائين اها بلا نه ماريندس، تيستائين زال جي ويجهو نه ويندس. الله جي ڪرم سان اڄ منهنجو اهو وچن پورو ٿيو...."

ائين چئي، ڏاڍيءَ محبت سان، شهزادو پنهنجي زال سان مليو، ۽ ڪيس گهوڙي تي وري به پيلهه چاڙهي، پر پاهر وئي اچي، پنهنجي بادشاهيءَ ۾ پهتو. شهزادي واٽ تي پنهنجي زال کي چيو ته "هاڻ ڪهڙو منهن ڪٺي وري پيڪين وينديءَ....؟" راڻيءَ وراڻيو ته "منهنجو سر ۽ ساهه هاڻ تنهنجي لاءِ آهي، ۽ توسان آهي.... پيڪن ۾ منهنجو باقي ڇا رکيو آهي، جو هن ڪان پوءِ اوڏانهن وينديس!"

-ڪالهه ڏنوسين ته شهزادي ۽ شهزاديءَ، محلات جي دريءَ ۾ بيهي، خوش راس، ڏاڍا ڏاڍا ٺهڪ بيني ڏنا، ۽ تمام سرها ۽ خوش نظر پئي آيا.

●●●●

# ڏتـڙيل شهزادو

هڪڙو هو بادشاهه- بادشاهه ته پاڻ خدا تعاليٰ آهي، پر هيءُ به هڪ زماني جو بادشاهه هو. هن کي ٻه زالون هيون. هڪ مان هڪ پٽ هوس، ٻيءَ مان کيس هڪ ڌيءَ هئي. سندس ٻيئي ٻار اڃا ننڍائي هئا، ته بادشاهه وفات ڪئي. ان بعد، وزيرن ۽ اميرن پاڻ صلاح ڪئي ته تخت اهڙي ماڻهوءَ جي حوالي ڪجي، جيڪو اڻ پڙهيل هجي، ۽ کيس اولاد به نه هجي- ۽ اهو ايستائين جيستائين بادشاهه سلامت جو پٽ بالغ عاقل ٿئي." اها صلاح ڪري، هڪڙي ڏنار کي حڪومت جو مالڪ بنائي، هن کي سينگاري سنواري، بادشاهي پوشاڪ پهرايائون، ۽ تاج پوشي ڪرائي ڪٽي تخت تي ويهاريائونس.

حڪومت جو ڪاروبار وزيرن ۽ اميرن پنهنجي هٿ ۾ رکيو، ۽ هن کي رڳو نالي ماتر بادشاهه ڪٽي ڪيائون. جڏهن هيءُ ڏنار تخت تي وينو، تڏهن ڪجهه وقت حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ بعد، هڪ ڏينهن هو بادشاهي محلات ۾ ويو، ۽ اتي بادشاهه جي ننڍي راڻي، جنهن کي هڪ نياڻي هئي، هن کي ڏسندي ئي، هن تي عاشق ٿي پيئي، ۽ ٿوري گهڻي ڏينهين هن سان شادي ڪري ويهي رهي. پر، پٽ جي ماءُ هميشه نئين بادشاهه کي ڏنار جي نظر سان ڏسندي هئي- ۽ هو به هن کي هر وقت پيا ڏنپيندا هئا، ۽ طرحين طرحين جا عذاب ڏيندا هئا. آخر جڏهن هن محلات ۾ هن جو رهڻ بنهه زهر ٿي پيو، تڏهن هڪڙي ڏينهن هوءَ پنهنجي ننڍڙي پٽ کي ساڻ ڪري، رات جي وڳڙي ۾، محلات مان چوريءَ نڪري اٿي هلي، ۽ پنڌ ڪندي ڪندي، پٽ سميت، نيٺ هڪڙي غريب ڪانير جي گهر وڃي پهتي. ان گهر ۾ هڪ پوڙهي ماءُ ۽ ان جا ٽي جوان جماڻ پٽ رهندا هئا، جن راڻيءَ کي سڃاتو ته ڪونه، پر هن کي ڏاڍي عزت ڏنائون، ۽ کيس چيائون ته "تون ۽ تنهنجو پٽ ٻي ڏڙڪ هتي اسان وٽ رهو- تنهنجو پٽ

اسان جو پاءُ آهي، ۽ تون اسان جي ماءُ آهين... اڳ ۾ توهان کي ڪارائبو، اسين پوءِ ڪائينداسون."

ٿورن گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ، شهزادو وڏو ٿيو، ۽ دل ۾ خيال ڪيائين ته 'هرويرو هنن غريب پائرن تي آءٌ بار ڇو ٿيان؟ آءٌ هينئر ڪمائڻ جهڙو آهيان، سو آءٌ به جيڪر ڪمايان ته چڱو.' آخر هڪڙي ڏينهن، ماءُ کي چيائين ته "اما، سڀاڻي آءٌ به ڪاٺيون وڍڻ لاءِ ويندس، سو منهنجي لاءِ هڪ رسي ۽ ڪهاڙي تيار ڪري رکجانءِ." خير جو صبح ٿيو، ته ڏسي ته هن جا ويڳا پائر سوير ئي هن ڪان اڳ ۾ هليا ويا. هيءُ به، خدا تي توڪل ڪري، ڪهاڙي ۽ رسي ڪٽي، انهن جي پنيان روانو ٿيو. جهنگل ۾ هلندو هلندو، اچي ڏسي ته هڪڙيون ٽي ڪوٺيون آهن، جن کي تالا لڳا پيا آهن. هن همت ڪري هڪڙيءَ ڪوٺيءَ جو تالو ڀڳو، ۽ ڪوٺيءَ ۾ اندر گهڙي ويو. اُتي ڇا وجي ڏسي، ته ڪوٺيءَ جي ڇت ۾ هڪڙو دهل ٽنگيو پيو آهي. هن



آنڪا ڪئي هم ته نڪا تم ڪٽنديءَ ئي ڏونڪو بيهي رهيو. دهل وڄائڻ... ته اينتري ۾، هڪڙو اچي ديو هن جي سامهون بيٺو. ان کي ڏسي، شهزادو ڏڄي ويو، پر دل جهلي، پنهنجو پاڻ سنڀالي، اُتي بيهي رهيو.

ديو شهزادي کي ڏسي چيو تہ ”اي ڇوڪرا! انهيءَ دهل ۾ منهنجو ساهہ پيل آهي... تون هروڀرو مون کي ڇو ٿو ستائين!“ تنهن تي شهزادي چيس تہ ”اڙي ديو، تون ڪير آهين، ڇا ڪندو آهين، هتي ڪيئن آيو آهين؟“ ” ديو چيو تہ ”آءٌ هڪڙيءَ بادشاهزاديءَ جو غلام آهيان، تو مون کي سڏيو، اچي حاضر ٿيو آهيان.“ اِتي، شهزادي بہ سمجهيو تہ ’هينئر ديو جو ساهہ منهنجي هٿ ۾ آهي، سو هن کي جيئن چوندس تيئن ڪندو.‘ سو، ديو کي چيائين تہ ’جي جيئدان گهرين، تہ اها شهزادي هڪدم هتي حاضر ڪر.“ ديو، هن جي چوڻ موجب، اها شهزادي هڪ پل ۾ کڻي آيو. شهزادو پوءِ دهل ڳچيءَ ۾ وجهي، شهزاديءَ کي ٻانهن کان جهلي، سڌو وٺي آيو گهر، ۽ اچڻ سان اچي شهزاديءَ سان نڪاح ڪيائين. رات ٿي تہ ٻيئي وڃي ستا، ۽ شهزادي کي ننڊ اچي ويئي.

ديو، شهزادي کي ننڊ ۾ غافل ڏسي، دهل ڀڃي ورتو ۽ شهزاديءَ کي بہ ساڻ کڻي، وٺي اتي پڳو. صبح جو، جان شهزادو اٿي ڏسي، تہ ڪاريءَ وارا ڪک لڳا پيا آهن. سڄو ڏينهن انهيءَ غم ۾ گذاريائين: ٻئي ڏينهن صبح جو وري بہ اها رسي ۽ ڪهاڙي کڻي، جهنگ منهن ڪري اٿي هليو. هلندو هلندو، انهن ساڳين ڪوئين وٽ آيو. هن خيال ڪيو تہ هاڻي ٻي ڪوني ڪولي ڏسان، تہ ان ۾ ڇا آهي! سو همت ڪري، ان جي ڪلف کي اچي لڳو، ۽ نيٺ هٽي هٽي ان کي بہ پڳائين. ان ۾ ڇا ڏسي تہ ڇت ۾ هڪڙو رومال ٽنگيو پيو آهي. تپ ڏيئي، هن اهو رومال لاهي هٿ ۾ ڪيو. ائين ڪندي، رومال کي، جو هٿ مان ٿورو ڇنڊڪو اچي ويو، سو ان مان هيرا جواهر ڇڻ ڇڻ ڪري اچي هيٺ پيا. شهزادي سهي ڪيو تہ هن رومال ۾ اها ڪرامت آهي- سو خوش ٿي، اهو رومال کڻي، وري گهر واپس آيو. اتي رومال کي، جو ڇنڊيائين تہ وري بہ ان مان هيرا جواهر ڇڻ ڇڻ ڪري ڪري پيا. پوءِ اهي سڀ ماءُ ۽ پيائرن کي ڏيئي، انهن کي چيائين تہ ”آءٌ وڃان ٿو پنهنجي زال کي ڳولڻ ۽ توهان کي خرچ پکي واسطي هيءُ گهٽوئي خزانو آهي.“

شهزادو ماءُ ۽ پيائرن کان موڪلائي اٿي هليو. هلندو هلندو، ڏس پنڌ پڇندو، نيٺ انهيءَ شهر ۾ اچي نڪتو، جتي سندس زال اُها شهزادي

هئي. شهر ۾ پهچڻ سان، رومال تہ هن جي هٿ ۾ هو، سو انِ کي چنڊبيندو، ماڻهن کي هيرا جواهر ڏيندو، آخر وڃي پنهنجي زال تائين پهتو. زال سان مليو، ۽ کيس چيائين تہ ”تون لِڪي لِڪي، رات جو مون کان ڇو ڀڄي آئينءَ؟“ هن چيس تہ ”تون هڪ سچو ماڻهو آهين.... تو وٽ رهي ڇا ڪريان ها؟“ تنهن تي شهزادي رومال کي جو ڪٽي ڇنڊيو، تہ ان مان هيرا جواهر ڇڻ ڇڻ ڪَري ڪِري پيا. زال کي چيائين تہ ”ڏس، مون جهڙو ڪو شاهوڪار هوندو؟“ سندس زال رومال جي ڪرامت ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويئي. ۽ کيس چوڻ لڳي تہ ”بيشڪ تون شاهوڪار آهين... تون ڀلي مون وٽ رهہ، آءٌ تنهنجي آهيان.“ ہہ چار ڏينهن شهزادي سان گذاري، هن جي خوشامد ڪري، انگل ڪيائينس تہ ”شهزادا اهو رومال مون کي ڏي.“ شهزادي کي هن جي مڪر جي خبر ڪانہ رهي، تنهن رومال ڪٽي هن کي ڏنو. رومال هٿ ڪري، نوڪرن کي حڪم ڪيائين تہ ”هن کي هينئر جو هينئر تڙي ڪڍي ڇڏيو!“ تِن شهزادي کي ڌڪي محلات کان ٻاهر ڪٽي ڦٽو ڪيو.

شهزادي کي ڏاڍو ڏک ٿيو.... غمگين ٿي اتي هليو. ۽ وري ہہ پوئين پيرين هلندو هلندو، اچي پنهنجي گهر پهتو. اتي هفتو کن ٽڪ ڀڄي، آرام ڪري، صبح جو اها ساڳي نوڙي ۽ ڪهاڙي ڪٽي، جهنگ ڏانهن ڪاٺين واسطي نڪتو. وري ہہ اچي انهن ڪونين وٽ پهتو. اتي ترسي، خيال ڪيائين تہ ’باقي وڃي هڪڙي ڪوني ڇڏي اٿم، هاڻي وري ہہ هڪ دفعو نصيب آزمائي ڪري ڏسان، تہ ڇا آهي!‘ سو، همت ڪري، انهيءَ ٽينءَ ڪونيءَ جي ڪلف کي لڳي ويو. جيئن تيئن ڪري، نيٺ ان کي ہہ پٽيائين. ڪلف ڀڄي، گهڙي ويو اندر. اُتي ڇا ڏسي تہ ان ۾ هڪڙي ٽوپي پيئي آهي. ٽوپيءَ ۾ اهو اسرار هو، جو جيڪو ماڻهو اها پائيندو هو، تنهن کي ٻيو ڪوبہ ماڻهو ڏسي ڪونہ سگهندو هو.

شهزادي اها ٽوپي هٿ ڪري، ڪٽي مٿي ۾ پاتي، ۽ اتان ئي روانو ٿيو زال ڏانهن، تہ ڪيئن ہہ ڪري ان کي هٿ ڪريان. نيٺ ان وٽ وڃي پهتو. زالس وري ہہ مڪر ڪري، ڪنهن طرح اها ٽوپي ہہ هن کان کسي ورتي، ۽ هن کي وري ہہ لوڏائي ڪڍيائين. اِتي شهزادو بلڪل هارجي ويو، ۽ سڀ

حيلا وسيلا وجائي ويٺو، ۽ مايوس ٿي وري بہ جهنگ منهن ڪري اٿي هليو. گهٽي رولڙي سبب، هن ويچاري کي بک تمام پريشان ڪيو، ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو، تہ ڪا کاڌي جي شيءِ هٿ اچي. ايتري ۾ پرسان ڏسي تہ هڪڙو ميويدار وڻ بيٺو آهي، جنهن ۾ ڪيترا ميوا پڪا بيٺا آهن. هن يڪدم اهي ميوا چني، ڪٽي وات ۾ وڌا، ۽ ڪائي اجا بس ئي نہ ڪيائين، تہ سندس شڪل انساني صورت مان ڦري ٻڪري جي جامي ۾ اچي ويئي. اتي هن کي ڏاڍو خوف اچي لڳو تہ متان ڪو جهنگلي جانور نہ پڪڙي وٺيم- سو سڄو ڏينهن اتي لڪندو ڇپندو رهيو. ٿيندي ٿيندي، اُتي چا ڏسي تہ هڪ ٻيو وڻ ميويدار بيٺو آهي. ان جي هيٺان جو هڪ ڏاٿو ڪِريو پيو هو، سو بہ هي کائي ويو، ۽ انجي کائڻ سان خدا جي قدرت اُهڙي، جو هي وري ساڳيو انسان ٿي پيو. اتي هن خدا جا شڪرانا بجا آندا.

شهزادي چا ڪيو، جو اهي ميوا ٻنهي قسمن جا ڪٽي، ڳچ جيترن ميون جي هڪڙي پنارڪ ٻڌي، گيڙو رتا ڪپڙا ڪري، پاڻ کي جوڳي بنائي، اٿي پنهنجي زال واري شهر ڏانهن هليو. اتي جڏهن پهتو، تڏهن خبر پيس تہ سندس زال بيمار ٿي پيئي آهي، وٽس ڪئين حڪيم طبيب آيا آهن، مگر ڦڪين مان ڪو فرق ڪونهي. شهزادو، اها ڳالهہ ٻڌي، پاڻ کي سنياسي حڪيم سڏائڻ لڳو. شهر جي ماڻهن وجي بادشاهہ جي اڳيان هن جي تعريف ڪئي تہ "پري ڪان هڪڙو سنياسي حڪيم آيل آهي- هن کان بہ شهزاديءَ جي دوا ڪرائي ڏسو." بادشاهہ هن 'سنياسي' کي گهرايو، جنهن چيس تہ "آءٌ شهزاديءَ جي دوا ڪندس، مگر اسان کي هڪڙو نويڪلو محلات گهرجي." بادشاهہ اهو قبول ڪري، هن کي علاج واسطي جدا جاءِ ڏني. شهزادي پنهنجي زال کي جدا جدا قسمن جا ميوا پئي کارايا. آخر هڪڙي ڏينهن، انهيءَ وڻ جو ميوو کارايائينس، جنهن کي کائي پاڻ ٻڪرو ٿي پيو هو. هن کي اهڙيءَ ريت ٻڪري بنائي، اچي موچڙن جو وارو ڪيائينس. ماري ماري، جڏهن صفا سڄائي ڇڏيائينس، تڏهن وري ماڻهوءَ جي شڪل بنائڻ وارو ميوو کارائي ماڻهو ڪيائينس. اهڙيءَ طرح، ڪئين دفعا هن کي ٻڪري بنائي، مارون اهڙيون ڪديائين، جو هن

بنه توبهہ ڪئي، ۽ شهزادي کي چيائين تہ "هاڻي مون کي ٻڪري نہ کجاڻ.... آءُ هاڻي سڄي عمر تنهنجي ٿي رهنديس."

شهزاديءَ پوءِ پنهنجي والد کي چيو تہ "آءٌ اهو سنياسي مڙس ڪنديس." بادشاهہ اهو قبول ڪيو. حقيقت ۾ هنن جي شادي نڪاح اڳي ئي ٿيل هو، باقي رڳو شهزاديءَ جي ماءُ پيءُ جي قبوليت جي ضرورت هئي. سو، بادشاهہ بہ، راضي ٿي، شهزاديءَ جي شادي سنياسيءَ سان ڪري ڏني.

ٿورن گهڻن ڏينهن کانپوءِ، شهزادو زال سميت پنهنجي ماءُ وٽ آيو، ۽ پنهنجي ماءُ، زال ۽ انهن ويڳڻ ڀائرن ۽ سندن پوڙهيءَ ماءُ سميت پنهنجي بادشاهيءَ ۾ آيو، جتي پنهنجي همت سان وري ڏنار بادشاهہ ۽ هن جي راڻيءَ کي جهلي، ٻڪرو ۽ ٻڪري بنائي، ڏنڊي سان ڀرائي ڇڏيائين، ۽ پنهنجي پيءُ جو تخت حاصل ڪري، پنهنجي سموري عيال سميت ڏاڍي دٻدٻي سان ويهي پنهنجي حڪومت پاڻ هلائڻ لڳو.



# شهزادو لعل ۽ شهزادي لعلان

هڪڙو هو بادشاهه، جنهن کي سِڪي سِڪي، هڪ سهڻو ۽ سدا ملوڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو رکيائين "شهزادو لعل". شهزادو، اڃ ننڍو سيان وڏو، نيٺ اچي جوان ٿيو. هڪ ڏينهن، شهزادي لعل پنهنجي پيءُ کي چيو ته "بابا سائين، منهنجي شادي فلاڻيءَ ولايت جي شهزاديءَ لعلان سان ڪرايو، نه ته آءٌ هتي ڪونه رهندس." بادشاهه کيس چيو ته "ابا، انهيءَ ولايت جو بادشاهه اسان جي دشمنن مان آهي- ۽ پنڌ به ڏاڍو ڏورانهون ۽ اٿانگو آهي.... هرو ڀرو، جي تنهنجو ارادو آهي، ته ڪجهه وقت ترس." لعل شهزادي، جنهن لعلان جي سونهن ۽ سندس سوڀيا حد کان وڌيڪ ٻڌي هئي، تنهن کي پلا ڪِٿي ٿو قرار اچي؟ سو، رات ٿيڻ تي، ڪجهه تيز ۽ روڪڙ ڪٺي، اڪيلي سر وڃي انهيءَ ولايت جو رخ رکيائين.

هلندي هلندي، نيٺ هڪڙي ڏينهن، وڃي انهيءَ ولايت ۾ پهتو، ۽ اتي ڄاڄ مان پتو پيس ته شهزادي لعلان هڪ مُلا جي مدرسي ۾ پڙهندي آهي. هيءُ به وڃي انهيءَ مدرسي ۾ پڙهڻ ويٺو. ٿوري گهٽي ڏينهين، هنن ٻنهي جي محبت جا پيچ ڳنڍجي ويا- ايتري قدر، جو هڪٻئي کي ڏسڻ کانسواءِ هنن جو کاڌو پيتو حرام ٿي ويو. آخر هڪ ڏينهن، لعلان پنهنجي پيءُ کي چئي ڏنو ته "مون کي مڙس گهرجي، ته هيءُ گهرجي." بادشاهه، ڌيءُ جو راز ۽ شهزادي لعل جي ملوڪائپ ڏسي، شهزاديءَ جي شاديءَ لعل سان ڪرائي، ۽ هنن کي هڪ نئين محلات جوڙائي، انهيءَ ۾ رهايائين.

هڪڙي ڏينهن، بادشاهه شهزاديءَ کي چيو ته "ڌيءُ، اڄ آءٌ شڪار تي وڃان ٿو، تنهنڪري تنهنجي مڙس کي به وٺيو ٿو وڃان." شهزاديءَ

لعلان کيس چيو تہ "بابا سائين، هن کي پلي وٺي وڃو- مگر هي آهي نازڪ مزاج، تنهنڪري کيس ڪا تڪليف ڪانہ ڏجو، ۽ سندس خيال رکجو." ٻئي ڏينهن، بادشاهہ شهزادي لعل کي ساڻ ڪري، ويو شڪار تي، شڪارگاهہ ۾ اُس ۽ ڪاڙهي هئڻ سبب کيس هڪ نهر جي ڪپر تي، جتي وڻراهہ ۽ ٿڌڪار هئي، اتي ويهاري، پاڻ ويو شڪار سان. مڇاڻ تہ اتي ڪو ديو بيٺو هو، سو ويس بدلائي، اچي شهزادي کي کڻي ويو. بادشاهہ، شڪار کان موٽڻ بعد، گهڻوئي هن جي ڳولا ڪرائي، مگر هن جو پتوئي ڪونہ پيو. آخر ڏاڍي ڏک ۾ پرجي، اچي ڏيءُ کي سموري ڳالهہ ڪري ٻڌايائين. شهزادي لعلان هيڪر تہ ڏندڻجي ويئي، پر پوءِ گلاب جي پاڻيءَ ۽ خوشبوءِ ڇنڻ سان سامت ۾ آئي، رات ڏينهن روئڻ ڪانسواءِ ٻي تات ڪانہ هيس. آخر هڪڙي ڏينهن، مردانو ويس ڍڪي، ساهيڙيون ۽ زر زيور ساڻ ڪري، هٿيارن پنهوارن سان گهوڙن تي سوار ٿي، اُتي انهي شڪارگاهہ ڏي رواني ٿي. جڏهن انهيءَ نهر تي پهتي، تڏهن اُتي کيس هڪ پري نظر آئي. شهزادي لعلان وڃي ان جي پيرن تي ڪري، ۽ پنهنجي مڙس جو پتو پڇيائينس. پريءَ چيس تہ "برابر، تنهنجو مڙس منهنجي مڙس کڻي پاڻ وٽ لڪايو آهي." شهزادي رُوئي کيس ايلاز ۽ منٿون ڪرڻ لڳي، جنهن تي پريءَ کي رحم آيو. ۽ چيائينس تہ "توهان هاڻي هتان هليا وڃو... رات ٽيڻ تي آهي، ۽ ديو بہ اچڻ وارو آهي. سندس اچڻ تي، ڪيس چئي، مان شهزادو توکي وٺي ڏيندس." رات جو ديو جڏهن آيو، تڏهن هن کان انهيءَ ڪوٺيءَ جي ڪُنجي وٺي رکيائين، ۽ صبح جو جڏهن ديو باهر نڪري ويو، تڏهن شهزادي بہ موتي اُتي آئي، جنهن کي هوءَ انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ وٺي ويئي، ۽ شهزادي لعل کي باهر ڪڍي هٿ ۾ ڏنائينس، ۽ کيس چيائين تہ "هتان جلد نڪري وڃو، نہ تہ ديو آيو، تہ سڀني کي کڻي قيد ڪندو." شهزادي لعلان شهزادي لعل سان ملي ڏاڍي خوش ٿي، ۽ کيس گهوڙي تي سوار ڪري، محلات ۾ وٺي آئي، ۽ مزي سان پاڻ ۾ گڏ گذارڻ لڳا.

هڪڙي ڀيري بادشاهه وري شڪار تي تيار ٿيو، ۽ شهزاديءَ کي اچي چيائين ته ”اما، آءٌ لعل کي شڪار تي وٺي ٿو وڃان.“ شهزاديءَ چيس ته ”بابا سائين، اڳي به لعل کي وڃائي آيو هئين، ۽ مان وڃي، وڏن جهدن سان، کيس واپس وٺي آئي هيس. هينئر مان هن کي موڪل ڪونه ڏيندس- باقي اوهان مالڪ آهيو.“ آخر بادشاهه ضد ڪري، لعل کي وري به شڪار تي وٺي ويو، ۽ وڃي انهيءَ نهر تي کيس ويهاريائين. اوچتو اهو ساڳيو ديو اچي هن کي کڻي ويو. شڪار تان موٽڻ بعد، بادشاهه سندس گهڻي ئي ڳولا ڪرائي، پر هن جو پتوئي ڪونه پيو. نيٺ نااميد ٿي، اچي پنهنجي ڌيءُ سان خبر ڪيائين. شهزاديءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو، ۽ وري به ساڳيءَ طرح سنبري اوڏانهن ويئي، ۽ وڃي پريءَ جي پيرن تي ڪِري، روئي حال ڪيائين. پريءَ کيس چيو ته ”ادي، اوهان جي وڃڻ ڪانپوءِ، ديو اچي لعل جي جاچ ڪئي، ۽ پوءِ هن کي نه ڏسي، اچي مون تي مَتيو، ۽ اچ ڏينهن تائين رخ ڏيئي مون سان ڳالهائي به ڪونه ٿو. ۽ هن ڀيري لعل کي ڪونيءَ ۾ پورڻ بدران، وڏو اٿس پنهنجي مٿي جي وارن ۾- تنهنڪري جڏهن هو اچي، تڏهن تون پاڻ کيس ايلاز منٿ ڪري ڏس.... مَن ڪو قياس پئجي وڃيس. جيڪڏهن هو توکي چوي ته ’مون وٽ ڪونهي.‘ ته تون کيس چئج ته ’توهان جي وارن ۾ لڪل آهي!‘ پوءِ اميد ته توکي ڪڍي ڏيندو. پر هڪڙي ڳالهه ياد رک ته جي هيءُ ڀيرو شهزادو توکي مليو، ته وري هن کي هيڏانهن ڪڏهين به نه موڪلج.“ شهزادي رات اتي رهي پيئي، ۽ جڏهن ديو آيو، تڏهن ”ماما! ماما!“ ڪري وڃي ديو جي پيرن تي ڪِري. ديو کيس چيو ته ”جي ’ماما ,ماما‘ نه ڪرين ها، ته هوند سرنهن جيڏا داڻا ڪري ڇڏيانءِ ها.“ شهزاديءَ کيس چيو ته ”ماما، هاڻي به حاضر آهيان.“

ديو وراڻيو تہ "هاڻي چئو، ڇا ٿي چئين؟ ڇو هتي آئي آهين؟" شهزاديءَ سموري حقيقت "هاڻي چئو، ڇا ٿي چئين؟ ڇو هتي آئي آهين؟"



شهزاديءَ سموري حقيقت ڪري ٻڌايس. ديو چيو تہ "اهو تہ مون وٽ ڪونهي." شهزاديءَ چيس تہ "ماما، اُهو اوهان جي مٿي جي وارن ۾ پيل آهي." هي ٻڌي، ديو ڏاڍو شرمندو ٿيو، ۽ يڪدم وارن مان ڪڍي لعل ڪي لعلان جي اڳيان ڪٽي بيهاريائين ۽ چيائينس تہ "هن ڪي وٺي وڃ، ۽ وري ڪيس منهنجي حد ۾ ڪڏهن بہ نہ موڪلج." پوءِ شهزادي لعلان شهزادي لعل ڪي ساڻ ڪري پنهنجي شهر ۾ آئي، ۽ مزي سان پاڻ ۾ گڏ گذارڻ لڳا.

هڪڙي ڏينهن، شهزادي لعل بادشاهہ ڪي چيو تہ "چاچا سائين، منهنجي پيءُ ۽ ماءُ جو حال نہ معلوم ڪهڙو ٿيو هوندو! چڱو ائين آهي تہ هاڻي مون ڪي اجازت ڏيو. تہ وڃي پنهنجي پيءُ ماءُ سان ملان، ۽ وڃي اُتي رهان." بادشاهہ اها ڳالهہ مناسب ڄاتي، ڪيس اجازت ڏني، ۽ هن ڪي

شهزاديءَ جي ٻانهن ۽ حفاظتي لشڪر ۽ سفر جو سامان ساڻ ڏيئي، روانو ڪيو، هلندي هلندي، هڪڙي ڏينهن، لعل شهزادو اچي پنهنجيءَ ولايت ۾ پهتو ۽ وڃي پيءُ ماءُ سان مليو. هو ته هن کي مُئو سمجهي، روئي پٽي، آسرو لاهي، ويهي رهيا هئا. سو، ڪيس ڏسي، بادشاهه، راڻي ۽ امير امراءُ سڀ ڏاڍا خوش ٿيا. ۽ انهيءَ خوشيءَ ۾ بادشاهه حڪم ڏنو ته "پوري شهر ۾ ڪوبه پنهنجو ڪاڌو نه پچائي، چاليهه ڏينهن سڀني کي بادشاهي لنگر تان ڪاڌو ملندو." بس، پوءِ ته گهر گهر خوشي ۽ شهزادي لعل جي اچڻ جا شادمانا ٿي ويا، ۽ بادشاهي حڪم موجب سموري شهر جي ماڻهن کي پورا چاليهه ڏينهن، گهر ويٺي ماني پئي ملي. حفاظتي لشڪر، جو شهزادي لعل سان گڏجي آيو هو، تنهن کي ٻه ٽي مهينا بادشاهه پاڻ وٽ وڏي مانَ سان رهايو، ۽ پوءِ اُنهن جي منٿ تي، ڪين بادشاهه لاءِ شاهي سوکڙيون پاکڙيون ۽ سفر جو سامان ساڻ ڏيئي، واپس وڃڻ لاءِ موڪل ڏنائين، جن وڃي پنهنجي بادشاهه سان ملي، ساڻس سموري حقيقت بيان ڪئي. ۽ پوءِ ٻيئي بادشاهه عمرين جا زنگ وساري، هڪٻئي جا گهاٽا يار بنجي ويا.... هنن جي مرڻ کانپوءِ، ٻنهي بادشاهين کي گڏي هڪڙي بادشاهي ڪيائون، ۽ شهزادو لعل ڏاڍي آب تاب سان تخت نشين ٿيو. شهزادي لعلان ۽ شهزادو لعل پوءِ پنهنجي باقي عمر جا ڏينهن، انهيءَ بادشاهيءَ ۾، گڏجي ڏاڍي موج مزي سان گذارڻ لڳا.





# شهزادو ۽ شهزادي

هڪڙو هو بادشاهه، جنهن کي فقط هڪ پٽ هو. هڪ ڏينهن، بادشاهه کي اچي خيال ٿيو ته "پٽ جي شادي اهڙي هنڌان ڪرايان، جنهن بادشاهه کي به فقط هڪ ڌيءُ هجي، ۽ اُها منهنجي پٽ وانگر سدا ملوڪ هجي." اها ڳالهه ڳُڻي، ۽ پٽ جي تصوير ڪڍائي، وزير کي ڏنائين ته "وڃي چڱيءَ طرح جاچ ڪري، شهزادي لاءِ ڪٿان سڱ ڳولائي اچ."

وزير سفر جو سامان ساڻ ڪري، شهزادي جي تصوير کڻي، روانو ٿيو، ۽ ٿوري گهڻي ڏينهن، هڪ اهڙيءَ بادشاهيءَ ۾ وڃي پهتو، جتان جي بادشاهه کي پڻ هڪ ئي شهزادي هئي، ۽ هو پاڻ اهڙي شهزادي لاءِ ڳولائو هو. وزير پوءِ ان بادشاهه سان ملاقات ڪري، شاديءَ جون ڳالهيون

پڪيون ڪيون، ۽ مگڻي جا سؤڻ سات پورا ڪرائي، هن سان شاديءَ جو ڏينهن ٻڌي، موٽي پنهنجي ملڪ آيو، ۽ اچي بادشاهه سان حال احوال ڪيائين.

شهزادي کي خيال ٿيو ته ’شاديءَ ۾ ڪجهه وقت دير آهي، تنهنڪري پنهنجي ڪنوار اڳواٽ ئي ڏسي اچان، ته چڱو.‘ تنهنڪري ٻه چار نوڪر، سامان ۽ خزانو ڪٺي، اوڏانهن روانو ٿيو. آخر وڃي اُن بادشاهيءَ ۾ پهتو، جتي سندس سهرو هو. شهزادو، سفر جو ٿڪ لاهي، شهر جو واءُ سواءُ لهي، ۽ فقيراڻو ويس ڪري، گداگر بڻجي، هڪ ٻن درن تي صدا هڻي، اچي انهيءَ محلات جي ڏيڍيءَ تي صدا هڻي بيهي رهيو، جتي سندس ڪنوار رهندي هئي. ٻانهي خيرات ڪڻي آئي، پر هن چيو ته ”آءٌ خيرات شهزاديءَ جي هٿ جي وٺندس.“ آخر انهيءَ گهه پيهه ۾ سج لهي ويو. سج لٿي ڪانپوءِ، هن پنهنجي گودڙيءَ مان ٻه لعل ڪڍيا، ۽ ڪڍي پنهنجي آڏو رکي ويهي رهيو. انهن لعلن جو شعاع ۽ لاٽون وڃي ماڙيءَ تائين پهتيون. شهزاديءَ، جو مٿان ڏٺو، سو ٻانهيءَ کي چيائين ته ”انهيءَ فقير کان انهن ٻنهي لعلن جي بها پڇي اچ.“ ٻانهيءَ جڏهن لعلن جي بها پڇي، تڏهن هن چيو ته ”هنن جي بها فقط اها آهي، جو شهزادي پنهنجي هٿن سان پاڻ اچي اهي ڪٽي.“ ٻانهيءَ وڃي سموري ڳالهه شهزاديءَ کي ڪري ٻڌائي. شهزادي لعل ڏسي انهن تي چڪن ٿي پيئي هئي، سو نه ڪيائين هم نه ڪيائين تم، انهن جي شوق ۾ ماڙيءَ تان هيٺ لهي آئي. فقير چا ڪيو، جو لعلن جي چوڌاري ليڪو ڪڍي ڇڏيائين. شهزادي، جا آئي، تنهن هڪدم ليڪو لنگهي اچي لعل کنيا. پر ڪڻڻ کانپوءِ شهزادي تي جو نظر پيس، ته ڏٺائين ته هي ته فقيريءَ جي ويس ۾ منهنجو گهوٽ آهي. پوءِ ته گهر وڃي ڏاڍو پڇتايائين، ۽ ان سوداءَ ۾ پئجي ويئي ته ”آءٌ ته هن جي اڳيان هميشه لاءِ مياردار ٿيس- چڱو ائين آهي ته آءٌ به پيس بدلائي ڪنهن نموني سان هن جي ڳوٺ وڃي ڪيس به مياردار ڪري اچان.“ انڪري، پيءُ کان شڪار جي بهاني موڪل وٺي، ستر سهيلين سان گڏ، پاڻ به مردانو پيس ڪري، اوڏانهن رواني ٿي.

ڪهندي ڪهندي، آخر وڃي انهيءَ شهر جي ٻاهران تنبو ۽ تولان کوڙائي، پڙهو گهمارايائين ته ”اڄوڪي رات ناچ ۽ ڳانو ٿيندو، جنهن کي ڏٺو هجي، سو تنبوءَ ۾ اچي ڏسي.“ اهو پڙهو ٻڌي، ڪئين شوقين اچي ڪٺا ٿيا، ۽ شهزادو به اچي سهڙيو. هن هڪ پاڻهيءَ کي ڳائڻي بنائي، هڪ تنبوءَ ۾ ويهاريو، ۽ ان سان لڳ ٻئي خيمي ۾ پاڻ ڏاڍا هار سينگار ڪري، تيار ٿي ويهي رهي، ۽ ماڻهو موڪلي شهزادي کي پاڻ وٽ آڻائي، يڪدم پڙهو ڏيارييائين ته ”نرتڪيءَ جي طبيعت خراب هئڻ ڪري، ناچ ۽ راڳ سڀاڻي ٿي ڪبو.“ اهو ٻڌي، سڀ ماڻهو هليا ويا. هيءَ شهزادي جي ڏاڍي خوشامد ڪرڻ لڳي، ۽ نهايت سهڻي ۽ شاهاڻي نموني هن جي خاطرداري ڪيائين، ۽ شهزادو به هن جي صحبت ۽ گفتگو ۾ مست ٿي ويو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ، اُتي ئي پنهنجي نوڪرن کي گهرائي، حڪم ڪيائين ته ”ڪتي جو گُلر ڪُهي، شهزادي ۽ منهنجي ماني تيار ڪريو، ته اسين ٻيئي گڏجي کائينداسون.“ نوڪرن کي اڳ ۾ سمجهائي ڇڏيو هئائين ته ”اوهان کي حڪم ملي، ته گلر جي بجاءِ هرڻ ڪهجو.“ خير ماني تيار ٿي، ۽ گڏجي ويهي کاڌائون. ماني کائڻ کانپوءِ، شهزاديءَ ڳجهه ڳوهه ۾ نوڪرن کي چيو ته ”اوهان تيز ڪٽي، اڳتي هلو، آءٌ پاڻهي ٿي اچي اوهان سان ملان.“ اشاري ملڻ سان نوڪر چاڪر رمندا رهيا. شهزادي پوءِ هن کي اندر ويهاري، ٻاهران در بند ڪري، کسڪي هلي ويئي. پويان شهزادي گهٽي ڳولا ڪئي، مگر هوءَ پنهنجي اٽالي سميت جيئن آئي هئي، تيئن خيرن سان وڃي پنهنجي ملڪ پهتي.

ڪجهه وقت ڪانپوءِ، هنن جي شادي ٿي، ۽ پهرينءَ رات، شهزادو پاسو ورائي، ڪاوڙ ۾ ويڙهجي سيڙهجي سمهي رهيو، شهزاديءَ پڇيو ته ”ڇو، اوهان ناراض آهيو ڇا؟“ چيائين ته ”ڪاوڙ بس ڪيئن نه؟ ماڻهو ٻن لعلن لاءِ ليڪو لنگهيو اڇن!“ تنهن تي شهزاديءَ چيس ته ”توريءَ لالچ تي ماڻهو ڪتي جي گلر جو گوشت به کايو وڃن.... هو ته آخر لعل هئا!“ اها ڳالهه شهزادي کي به دل سان لڳي- ۽ پوءِ پاڻ ۾ ڪلي خوش ٿي، ٺهراءَ ڪري، سڄي عمر سکيا گذارڻ لڳا.

# ضميمو

## ڳالهين جي روايتن جا ماڳ مڪان

[هن ڪتاب ۾ جيڪي ڳالهيون شامل ڪيون ويون آهن، تن جون روايتون سنڌ جي مختلف ڀاڱن مان مليون. هيٺ انهن روايتن جي ماڳن مڪانن جو تفصيل ڏنو وڃي ٿو.]

١- ”گل انداز بادشاهه“ (١-٢٩): هن ڳالهه جو مدار اُتر (قنبر ۽ روهڙي تعلقن) ۽ وچولي (ٽنڊي الهيار ۽ حيدرآباد تعلقن) مان مليل ڇئن روايتن تي آهي. تعلقي قنبر ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار مان روايتون عنوان ڪانسواءِ مليون. تعلقي روهڙيءَ مان ”ننڍ ولايت“ جي عنوان سان ۽ تعلقي حيدرآباد مان ”گل انداز بادشاهه“ جي عنوان سان ملي، جنهن کي بنيادي روايت ڪري رکيو ويو آهي.

٢- ”گل بادشاهه، شوق شهزادو“ (٣٠-٣٩): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) مان ملي.

٣- ”محمود شاهه“ (٤٠-٥٣): هن ڳالهه جي روايت ٿر (تعلقي ساماري) مان ملي.

٤- ”ڊول شهزادو“ (٥٤-٦٤): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي اوباوڙي) مان ملي.

٥- ”شهزور بادشاهه“ (٦٥-٨٤): هن ڳالهه جو مدار اُتر (تعلقي پنو عاقل)، وچولي (تعلقي حيدرآباد)، لاڙ (تعلقي بدين) ۽ ٿر (تعلقي مٺيءَ) مان مليل ڇئن روايتن تي آهي. لاڙ واري روايت ”انصاف ڪنهن جو“ جي نالي سان، ۽ ٿر واري روايت بنا نالي ملي.

٦- "لال ملوڪ بادشاهه" (٨٥-٩٩): هن ڳالهه جي روايت ٿر (تعلقي ساماري) مان ملي. هن ڳالهه جا ڪي واقعا "اميرحمزه ۽ ڪٽڪ راڻي" (١٠٠) ۽ "محمود شاهه" (۴٠) ڳالهين جي واقعن سان ملن ٿا.

٧- "امير حمزه ۽ ڪٽڪ راڻي" (١٠٠-١٢١): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي اُباوڙي) مان ملي.

٨- "سونن وارن واري شهزادي" (١٢٢-١٣٥): هن ڳالهه جي روايت لاڙ (تعلقي بدين) مان ملي.

٩- "ڪرمان ۽ ڪوري بادشاهه" (١٣٦-١۴٦): هن ڳالهه جي روايت لاڙ (تعلقي گوني) مان ملي.

١٠- "ياڳوند بادشاهه" (١۴٧-١٥٣): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي اوباڙي) مان ملي.

١١- "بادشاهه ۽ ٻڪرار" (١٥۴-١٦۴): هن ڳالهه جو مدار اُتر (تعلقي قنبر) ۽ وچولي (حيدرآباد ۽ ٽنڊي الهيار تعلقن) مان مليل ٽن روايتن تي آهي.

١٢- "اُميدن پريو بادشاهه" (١٦٥-١٧٦): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي وارهه) مان ملي.

١٣- "نور شاهه بادشاهه" (١٧٧-١٨٨): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) مان ملي.

١۴- "جُمڙو بادشاهه" (١٨٩-١٩٩): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي وارهه) مان ملي.

١٥- "چوبول راڻي" (٢٠٠-٢٢۴): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي حيدرآباد) مان ملي.

١٦- "آنبولهه راڻي" (٢٢٥-٢٣٦): هن ڳالهه جي روايت ٿر (تعلقي ساماري) مان ملي.

١٧- "لال شهزادو" (٢٣٧-٢٤٤): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي ميروخان) مان ملي.
١٨- "ڪوڙهيو بادشاهه" (٢٤٥-٢٥٦): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي قنبر) مان ملي.
١٩- "ڪدو شهزادو" (٢٥٧-٢٦٢): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي حيدرآباد) مان ملي.
٢٠- "سج شهزادو ۽ چنڊ شهزادو" (٢٦٣-٢٦٧): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) مان ملي.
٢١- "شهزادو ۽ فقير" (٢٦٨-٢٧٤): هن ڳالهه جو مدار اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) ۽ لاڙ (تعلقي بدين) مان مليل ٻن روايتن تي آهي.
٢٢- "فقير ۽ شهزادي" (٢٨٥-٢٧٩): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي شهدادڪوٽ مان ملي.
٢٣- "آفيمي بادشاهه" (٢٨٠-٢٨٢): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي ڪوٽڙي) مان ملي.
٢٤- "سياٽو بادشاهه" (٢٨٣-٢٨٦): هن ڳالهه جي روايت ٿر (تعلقي ڇاڇري) مان بنا ناليءَ جي ملي.
٢٥- "ولايت شاهه" (٢٨٧-٢٩٢): هن ڳالهه جي روايت لاڙ (تعلقي ننڍي) مان ملي.
٢٦- "سورم راجا ۽ بيڪٽ راجا" (٢٩٣-٣١٦): هن ڳالهه جي روايت ٿر (تعلقي ساماري) مان ملي.
٢٧- "شاهي شاهه بہ جنڊڻ ماري" (٣١٧-٣٣١): هن ڳالهه جو مدار وچولي (تعلقي شهدادپور) ۽ لاڙ (تعلقي بدين) مان مليل ٻن روايتن تي آهي. لاڙ واري روايت "بادشاهه جنڊ پينو" جي عنوان سان ملي، وچولي واريءَ روايت کي بنيادي قرار ڏنو ويو آهي.
٢٨- "لعل بادشاهه ۽ هيرا راڻي" (٣٣٢-٣٣٩): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي ڪڪڙ) مان ملي.
٢٩- "شهزادو لال ملوڪ" (٣٤٠-٣٥٨): هن ڳالهه جو مدار اُتر (تعلقي

وارهه)، وچولي (تعلقي حيدرآباد) ۽ لاڙ (تعلقي ٺٽي) مان مليل ٽن روايتن تي آهي. اُتر واري روايتَ "لال بادشاه" جي ٺالي سان، وچولي واري روايت "لال ملوڪ بادشاهه" جي نالي سان ۽ لاڙ واري روايت بنا نالي جي ملي. وچولي واريءَ روايت کي بنيادي قرار ڏنو ويو آهي.

٣٠- "گنگل راڻي" (٣٥٩-٣٦٣): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي لاڙڪاڻي) مان ملي.

٣١- "غيبي راڻي" (٣٦٤-٣٦٩): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي شهدادپور) مان ملي.

٣٢- "شهزادو تاج الملوڪ" (٣٧٠-٣٨٣): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي شهدادپور) مان ملي.

٣٣- "شهزادو ساعت ملوڪ" (٣٨٤-٤٠١): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي شهدادپور) مان ملي.

٣٤- ""گنجو فقير ۽ گلشن شهزادي" (٤٠٢-٤٠٨): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي شڪارپور) مان ملي.

٣٥- "عقلمند شهزادو" (٤٠٩-٤١٦): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي اُٻاوڙي) مان ملي.

٣٦- "شينهن مار شهزادو" (٤١٧-٤٢٢): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي نوشهري) مان ملي.

٣٧- "ڏتڙيل شهزادو" (٤٢٣-٤٢٨): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي قنبر) مان ملي.

٣٨- "شهزادو لعل ۽ شهزادي لعلان" (٤٢٩-٤٣٣): هن ڳالهه جي روايت اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) مان ملي.

٣٩- "شهزادو ۽ شهزادي" (٤٣٤-٤٣٦): هن ڳالهه جي روايت وچولي (تعلقي شهدادپور) مان ملي.

SINDHI FOLKLORE & LITERATURE
BOOK-XXI

# FOLK TALES-1

(KINGS, QUEENS, PRINCES & PRINCESSES)

Compiled & Edited
By

**DR. [redacted]. A. BALOCH**
M.A, L.L.B. (ALIGARH)
M.A, ED. D. (COLUMBIA, N.Y.)
Director Sindhi Folklore Project



**SINDHI ADABI BOARD**
JAMSHORO/HYDERABAD
PAKISTAN.

Compiled under
The Sindhi Adabi Board's Reserch Project
on
Sindhi Folklore & Literature

| | | |
|---|---|---|
| 1st. Edition | April 1960 | 4000 Copies |
| 2nd. Edition | February 1980 | 4000 Copies |
| 3rd. Edition | June 1987 | 2000 Copies |
| 4th. Edition | April 1992 | 2000 Copies |
| 5th. Edition | December 2000 | 500 Copies |

**(Price Rs: 200 - 00)**

To be had from
**SINDHI ADABI BOARD'S BOOK STALL**
Tilak Incline,
HYDERABAD, SINDH

Printed by Syed Sikandar Ali Shah, Manager Sindhi Adabi Board's Printing Press Jamshoro Sindh and published by Mr Ghullam Rabani Agro, Member/Hon, Secretary, Sindhi Adabi Board Jamshoro, Sindh, Pakistan.

# PREFACE

This is the Twenty-first book compiled under the Sindhi Adabi Board's Folklore and Literature Project. In 1956, the Board had approved this 5-year research project (1957-1961) for the collection, compilation and publication of Sindhi folklore and literature. The work was started in January 1957, and the first two years were devoted mainly to the collection of material. The compilation and publication work commenced from 1959. The material for the project has been collected both from the oral tradition of the village folk and the written record. The oral tradition was reduced to writing through a network of the field-workers, one stationed in each taluka.

The project aims at publishing representative works pertaining to the following selected segments of Sindhi folklore and literature: (*a*) Fables and Fairy-tales, (*b*) Pseudo-historical Romances, (*c*) Tales of historical nature, (*d*) Folk-poety, (*e*) Folk-songs, (*f*) Marriage-songs, (*g*) Poems pertaining to wars and other events, (*h*) Riddles, (*i*) Proverbs, (*j*) Wit and humour, and (*k*) Folk Customs and Superstitions. It is expected that forty basic works will be compiled under the above categories by the end of 1961.

The scheme has been deliberately named as 'Folklore and Literature Project'. At the present stage, a considerable body of verse and tales is current through oral tradition among the village folk with which the educated and the intellectuals are not familiar. All this material in verse and prose is 'folklore' in the sense that it is popular and is preserved with the village folk; yet, a considerable part of it is 'standard literature', and will be recognised as such after it is published.

Of the seven books planned under the Project to incorporate different varieties of folk-tales, legends and other stories, this is the first book pertaining to what may be called 'the tales of the kings and queens, princes and princesses'. This is a broad classification for convenience sake. The village folk call all kinds of tales and legends *Kahanyoon* (tales) or *Galhyoon* (stories), more often qualifying them as ***Badshahan jun Kahaniyoon or Galhiyoon, the tales or stories of kings***, because most of the tales open with the mention of a king. This may be considered as the general name for folk-tales,

though individual tales may be called by the name of the king or any other person who figures in the tale. Often times, a tale is called after the name of the central or significant character in it, who may be a fairy, a demon, a minister, a merchant, a thief, a shepherd etc.

The plots of the folk-tales are not logical; they are natural, revealing the simple rambling folk-mind at work. The Sindhi folk-tales may be classified as 'simple' or 'unitary' and 'complex'. In the 'simple' tales, the narration follows a straight course, each event being of a small description and each event following the previous one, taking the story further to its ending. In the 'complex' type, an event in the narration is lengthy, even to the extent of being a tale in miniature. The succeeding event may not take the narration further on a straight course towards the ending but might be located on a side track, being an offshoot of the main tale. Thus, in a 'complex' tale, there may be the main tale and the side tales: there is the foundational or the framing story to which are linked other subsidiary tales. The 15th (p. 217), the 18th (p. 265) and the 35th (p. 445) tales in this collection are 'complex' ones, the 15th story being a combination of one framing story and nine other subsidiary stories.

The plot of the folk-tales usually consists of an initial opening story and the main story. In the opening story the birth of the hero takes place—he is actually born or comes into the lime light. The opening story, usually mentions a king who has more than one wife but no son. He is blessed by some one and the son is born of the youngest wife. The child and the mother suffer due to the jealousy of the other queens. In case his mother dies, the young prince suffers because of his step-mothers and is usually exiled. His adventures then constitute the second or the main part of the tale.

The fulfilment of a condition is a more common cause for the adventure undertaken by the hero. Besides his own valour, the success of the hero in his adventures is either due to the help he receives from his associates or due to certain extraordinary objects which he comes to possess. The following are some of the typical objects contributing to the success and safety of the heroes that figure in this collection of the folk-tales: a string or an amulet given by a saint; the bow made of the fairy hair; the *manu* (the magic stone carried by the king cobra); the sphinx which flies the hero out of danger: the *udand khatoli* (the Flying Cot): the magic ring; the club and the sceptre which beat to order; the kerchief

which drops jewels on waving; the cap which makes one invisible, a fruit which on eating transforms one into an animal.

Though the Sindhi folk-tales have no pre-conceived plot or purpose, the substance of each tale underlines a central idea. The 39 tales in this volume may be classified after their central ideas as follows:

Adventure: Nos. 1, 2, 3, 4, 8, 15, 20, 25, 35, 36, 37 & 38.
Individual valour & bravery : Nos. 5, 6, 7, 36.
The Goat-herd's wisdom: No. 11.
The King's wisdom: No. 24.
The Ministers admonition to the King: No. 23.
Truly fairy tales: Nos. 12, 13, 19, 28, 29 & 30.
Magic: Nos. 20, 21 & 22.
Step-mothers' jealousy: Nos. 1, 2, 3, 13, 17, 26, 31 & 34.
Cruelty of the step-mother: No. 17.
Characteristics of women: No. 18.
Woman's wisdom, self-confidence and success: Nos. 33 & 34.
Wife's wisdom and help to husband: Nos. 29, 31, 32.
Wife teaching a lesson to husband: Nos. 14, 16, 27 & 29.
Wit & Humour: Nos. 9 & 10.

Four types of characters figure in these folk-tales: (*a*) demons, fairies and genii; (*b*) witches, sorcerers, magicians, and *dhootis* (old evil women); (*c*) reptiles, birds and animals; and (*d*) kings, queens, princes, princesses, veziers, merchants and other human characters.

Demons, fairies, and genii (spirits) are the reminiscent of the early memories of childhood of human race when the supernatural and superstitions dominated man's life. Due to the lack of maturity and ability to understand the natural phenomena, man attributed floods, fires, thunders, storms and other calamities to the demons, and some other less momentous but inexplicable events and experiences to the activities of spirits and the fairies. Witches, sorcerers, magicians and the *dhootis* belong to the next stage of development when more intelligent among human beings devised techniques consisting of rituals and ceremonies to ward off attacks of the supernatural forces. They also applied those 'methods', as magic or black magic, against the less intelligent among the human beings. The witches tend to be imaginary characters, but in Sindhi folk-tales they are represented as women who wield almost supernatural powers through the exercise of magic and sorcery.

The reptiles, birds and animals [redacted] they figure in the folk-tales performing all human functions, seem to belong to [redacted] much earlier stage when man was truly the [redacted] of the mother earth, living side by side with other creatures. Snakes, parrots. crows, deers and other animals were his early associates whose memories have lived through the folk-tales in which they play [redacted] vital part in the life and adventures of the heroes and the heroines.

The kings, queens, princes, and veziers, belong to the later stage of human settlement and civilization, the stage which is coming to an end during this twentieth century. Five hundred years hence, kings and queens will, perhaps, be relegated to the past and their memories may, then, appear as fanciful as those of the demons and the fairies today.

These tales included in this volume were collected from different parts of Sind. The field worker was instructed to reduce the tale to writing exactly as he heard it from the village folk. These original versions were finally read in the central office. The common versions of the same tale were collated and significant differeing points, if any, were incorporated in the final complete version for the purpose of this text. If there was only one version it was retained with such verbal modification as was necessary to make it readable and intelligible.

The habitat of each tale has been indicated in the appendix (pp. 477-480) given at the end of the text. Contents of the tales have been summarized into English for the benefit of the general reader.

University of Sind, N. A. Baloch,
Hyderabad, Pakistan. *Director.*
December 12, 1960.

# An Abstract of the Contents

**1. Gul Andaz Badshah** (pp. 1-32): A king having no issue from his six queens, at last married the seventh wife on the advice of a derwesh. After a few months the first six queens bore him six sons, and the king was so much pleased that he ignored the seventh queen. After some time she also bore him a son and called him Gul Andaz, but being displeased with the king she did not inform him about his birth.

Thereafter, the king had a puzzling dream. His first six sons set out to seek its interpretation but they were looted and held by the robbers.

The same derwesh came again and told the king that no one but his seventh son, Gul Andaz, could solve the riddle. The king was surprised at the news, discovered Gul Andaz in the palace and sent him out in quest of the interpretation. He was also attacked by the same robbers; but he defeated them, freed his brothers and went on his own. On the way he met a derwesh who gave him an amulet and said that he would achieve his objective at a certain dwelling of demons and fairies after crossing the sea, and that he would not be hurt by the demons by virtue of the amulet. Another derwesh gave him three flowers to break the sorceries of the demons.

After enduring hardships and fighting with the demons, he discovered the secret of his father's dream. There he married the daughter of the king of fairies, and set out for his own country with his fairy wife and her three friends, who demonstrated before the king, the interpretation of his dream.

**2. King Flower and Fond Prince** (pp. 33-43): The six wives of King Flower conspire against the seventh who is expecting a child. They tell the king that she is responsible for killing his horse. She is exiled by the king, gives birth to a son in the jungle, and is given shelter by another king who finds her there. Her son, Prince Fond, grows up and goes to see his father who is ill. His cure lies in the blood of a 'Sea-Horse'. His six sons from the six queens set out in search of the horse and Prince Fond follows them. After adventures with demons he finally secures the 'Sea-Horse'. While returning, he meets his six brothers who being penniless, have become wood-cutters. He treats them kindly but they

conspire against him, cut his arms and legs, steal the Horse and present it to their father. By the magic of the fairies, Prince Fond regains his lost arms and legs, is rescued by his fairy wife, and comes to his father to tell the true tale.. He is honoured along with his exiled mother, while the other six queens and their sons are punished and exiled.

3. **King Mahmood** (pp. 44-59): A King's only son, who has already two wives, falls in love with a poor man's daughter. The girl dislikes the prince and kills his horse. The prince finally marries her. The two wives conspire against her and she is exiled while she is pregnant. She takes refuge with a merchant, gives birth to a son, and calls him Mahmood.

Mahmood grows up and accompanies the merchant on his business trips. Once he rescues a fairy and marries her. The merchant becomes dishonest, takes away his fairy wife, and leaves Mahmood in a helpless condition. He is rescued by a holy man who gives him two magic flowers, and with their help he comes to his father's court, exposes the merchant who comes to his father's domain, and gets back his wife. He then informs his father who he is, and lives with his father and mother in peace.

4. **Prince Dhol** (pp. 60-71): There was a king who used to go out for hunting. One day he saw a deer and shot it with an arrow. The deer changed into a beautiful boy. On hearing his cries, an old man came out of a cave and cursed the king saying 'You will live on the fortunes of your son'.

Thereafter the king's palace was reduced to ashes and he had to leave his country together with his wife. After enduring sorrows and suffering he took refuge in a friend's kingdom. His wife as well as his friend's wife promise to marry their children if one of them got a son and the other a daughter.

The king then returned to his own kingdom. A son was born to him and he named him 'Dhol'. When Prince Dhol was of age, he became an expert deer-hunter. A she deer ran away to the country of the king's friend and gave birth to a male deer. The king's daughter brought up the young deer and when it grew up she sent it to lure Dhol to her. The deer came to Prince Dhol's kingdom, who tried to hunt it and chased it till he reached the palace of the Princess. There he fell in love with her, married her and returned home after many sufferings. He defeated the minister who had usurped the throne in his absence and ruled his country in peace and prosperity.

